# معيارِ سالڪان طريقت

تاليف: مير علي شير قانع ٺٽوي

مترجم: شيخ محمد حسن يحيٰي القريشي ٽريچاٽوي

مقدمو/ حواشيو

مخدوم سليم الله صديقي



سنڌي ادبي بورڊ

# معيارِ سالڪان طريقت

تاليف:

میر علي شیر قانع ٺٽوي (م 1203هه)

مترجم:

شيخ محمد حسن يحييٰ القريشي ٽريچاڙوي

مقدمو/ حواشيو

مخدوم سليم الله صديقي



سنڌي ادبي بورڊ

ڄام شورو، سنڌ

2010ع

چاپو پهريون آگسٽ 2010ع تعداد 1000



قيمت: ڇهه سؤ ويهه رپيا
(Price: 620-00)

خريداري لاءِ رابطو:

سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر
تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ
(Ph: 022-2633679, Fax: 022-9213422)
Email: sindhiab@yahoo.com
www.Sindhiadabiboard.org

هيءُ ڪتاب ايليگنٽ پريس ڪراچيءَ مان پروفيسر سيد زوار حسين شاهه نقوي، سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ ڇپائي پڌرو ڪيو.

# ڇپائيندڙ پاران

ٻارهين صدي هجريءَ جي هڪ وڏي اديب، شاعر ۽ مؤرخ مير علي شير "قانع" جي هڪ اهم فارسي تصنيف "معيار سالڪان طريقت" جيڪا "مقدمي"، "قانع"، "معيارن" ۽ "خاتمي" تي مشتمل، آهي ۽ سنڌ جي تاريخ ۾ اَهم ماخذ جي حيثيت رکي ٿي، تنهن کي سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪندي هڪ اهم ذميواريءَ کان آجي ٿيڻ جي خوشي محسوس ڪري رهيو آهي.

ان جو هڪ عڪسي نسخو مخدوم سليم الله صديقي جن همدرد يونيورسٽي کان ورتو. ان فارسي نسخي جو سنڌي ترجمو ڪرايو ويو. جنهن تي ٿوري ئي وقت ۾ مخدوم صاحب مقدمي ۽ حواشيي سان سينگاري تحقيق ڪندڙن لاءِ بنياد فراهم ڪيو آهي.

قانع سنڌ ۾ مغلن جي زوال وارن ڏينهن ۽ ڪلهوڙن جي آزادي واري زماني کان وٺي ٽالپرن جي صاحبيءَ جي ايامن ۾ ڪيترن ئي صوفين ۽ بزرگن سان مليو. سندس خاندان جو نقشبندي سلسلي ۾ بيعت هجڻ پڻ ان ڳالهه جو ثبوت آهي ته هو صوفين جا گهڻا معتقد ۽ مريد هئا. پنهنجي دور کان علاوه هن پهرئين صدي هجريءَ کان وٺي الڳ الڳ معيارن تحت پنهنجي دور يعني ٻارهين صديءَ تائين جي عالمن ۽ بزرگن جو ذڪر هن ڪتاب ۾ گڏ ڪيو آهي.

سنڌي ادبي بورڊ جي هميشه اها ڪوشش رهي آهي ته سنڌ جي عالمن سڳورن ۽ بزرگن جي ڪاوشن کي انهن جي اصل صورت ۾ يا سنڌي ترجمي کي شايع ڪجي. جيئن اها تصنيف ايندڙ نسلن تائين پهچي سگهي.

ڄام شورو سنڌ
سومر 19 رمضان المبارڪ 1431هه
بمطابق 30- آگسٽ 2010ع

پروفيسر سيد زوار حسين شاهه نقوي
سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ

# مقدمو

قديم مذهبي ڪتابن ۾ جزوي طور انساني تذڪرا موجود آهن. پر مقصد مختلف هئڻ سبب انهن کي محض تذڪره جو نالو نہ ٿو ڏئي سگهجي. سينہ بہ سينہ روايتون، اسرائيليات، جنهن کان هڪ وک اڳتي اسماء الرجال "تذڪره" جون ارتقائي منزلون چئي سگهجن ٿيون.

اسلام کان اڳ جي مذهبي ڪتابن کي ڇڏي جيڪڏهن عربن جي تحريرن کي ڏسجي تہ هنن جو وڏو ڪارنامو انساب جي علم کي مستقل ۽ الڳ صنف طور دنيا سامهون آڻڻ آهي. عربن ۾ ان فن جا وڏا ڄاڻو ٿي گذريا آهن. جن کي پيڙهين جون پيڙهيون ياد هونديون هيون. انهن شجرن ئي وڏين شخصيتن ۽ مشاهيرن جا اهم واقعا ياد رکڻ لاءِ رستو ڪوليو. جن کي ،ة..، گذرڻ سان اهميت پٽاندر مدون ڪيو ويو.

انساني تاريخ قومن جي پاڻ ۾ ڇڪتاڻ، تاجپوشي، شاهي فرمان ۽ اقتدار جي جنگ سان رنگي پئي آهي. ان جي برعڪس عوام جي تاريخ ۽ عام انسانن جي رهڻي ڪهڻي متعلق مواد ڳوليون ٿا تہ اسلام کان اڳ جي دور ۾ ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ وڏي جاکوڙ ڪرڻي پوي ٿي. پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي سوانح ۽ سيرت، اصحابن جا معاملات، ۽ صوفيا جي اٿڻي ويهڻي ڪي اسين بادشاهن جي تاريخ نہ ٿا چئي سگهون. اسلامي انقلاب ڪانپوءِ "اسماء الرجال" جي فن دنيا کي هزارين انسانن جي سوانح محفوظ ڪرڻ سيکاريو. جنهن اڳتي هلي ملفوظات ۽ تذڪرن کي پڻ بنياد فراهم ڪيو.

حضرت امير معاويہ رضي الله عنه جي همعصر مصنف بادشاهن جا حالات ڪتاب "اخبار الملوڪ والماضئين" ۾ تحرير ڪيا. جنهن بعد ابوعبيده، بمرد، هشام، ڪلبي، قاضي ابوالبختري، ابن هشام وغيره جا نالا ملن ٿا. انهن ڪتابن کي عام طرح تاريخ جا ماخذ ۽ تاريخ تي لکيل ڪتاب سمجهيو ويو، ان جي باوجود جو منجهس بادشاهن کانسواءِ مشاهيرن جا تذڪره بہ شامل هئا، ان کان هڪ وک اڳتي وڏي مسلمانن پنهنجي مشاهيرن جا الڳ ڪتاب ترتيب ڏيڻ شروع ڪيا.

صديون پوءِ حاجي خليفہ ؒ ان سلسلي کي ارتقا جي هڪ منزل طئہ ڪندي "ڪشف الظنون" تحرير ڪيو. جنهن ۾ هن اسماء الرجال سان لڳ ڪتابن جا نالا ۽ سن پڻ محفوظ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. انهيءَ دوران مختلف تاريخون تحرير ٿيون جن ۾حوالن طور مشاهيرن جو ذڪر ٿيندو رهيو. پر ابوعبدالرحمٰن محمد بن الحسين نيشاپوري 413 هہ جي طبقات الصوفيہ،ابونعيم احمد بن عبدالله اصفهاني 430 جي حليتہ الاوليا، ابوالقاسم عبدالڪريم بن هوازن القشيري نيشاپوري المتوفي 465هہ جو رسالہ قشيريہ - تذڪرن جي ابتدائي پر بهتر صورت وٺي سامهون آيا. رسالہ قشيريہ جي شروع ۾ صوفين جا عقيدا بيان ڪيا ويا آهن. جڏهن تہ آخر ۾ 83 مشاهيرن جا حالات قلمبند ٿيل آهن.

تذڪرا گهڻو ڪري مشاهيرن، بزرگن، اولياء الله ولي ڪاملن ۽ عالمن سڳورن جي

احوال سان مڙين ٿين ٿا. جڏهن ته ملفوظات ڪنهن بزرگ جي روحاني رمزن، بلند ڪرداريءَ جي مثالن، گفتن، ڪرامتن، مڪاشفن، نصيحت ڀريل نڪتن تي مشتمل اهي تحريرون ٿين ٿيون، جيڪي ڪو مريد يا معتقد پنهنجي رهبر متعلق سڌو سنئون يا هِتان هُتان ٻڌي گڏ ڪري ٿو. ڪي اهڙيون تحريرون به آهن، جيڪي تذڪري سان گڏ ملفوظات جو مقصد به پورو ڪن ٿيون. انهن ڪي محض تذڪره يا ملفوظات جو نالو نٿو ڏئي سگهجي، ڇو جو اهي ٻئي مقصد سامهون رکي تحرير ٿيل آهن.

ننڍي کنڊ ۾ حضرت ابوالحسن علي بن عثمان بن علي جلابي والهجويري المعروف "داتا گنج بخش" المتوفي 470 هه ڪشف المحجوب تحرير ڪيو. هن ۾ صوفين جي عقيدن سان گڏ سندن احوال پڻ تحرير ڪيو ويو.

انهن کان هڪ قدم اڳتي ستين صدي هجريءَ جي تذڪرة الاوليا مؤلف حضرت فريد الدين عطار نيشاپوري وڏي شهرت ورتي. جنهن ۾ 97 صوفين جو ذڪر آهي. جنهن کانپوءِ 881هه جي تاليف نفحات الانس اهم تذڪرو نظر اچي ٿو. جنهن ۾ مولانا جامي 614 بزرگن جو ذڪر ڪيو آهي.

سيرالاوليا، سيد محمد بن مبارڪ علوي المعروف امير خورد (770هه)، کان علاوه مفتاح الطالبين ڪمال الدين محمود بن علي بن عمادالدين غجدواني (م 956هه)، مجالس المؤمنين، قاضي نورالله شوشتري 982هه ۾ تصنيف ڪيو. ان کان سواءِ اخبارالاخيار شيخ عبدالحق دهلوي (999هه) ۽ اخبار الاصفيا عبدالصمد بن افضل محمد بن يوسف انصاري (1016هه)، القدس من شجرات الانس بدخشي (المتوفي 1022هه) تحرير ڪيو. ان کان علاوه گلزار ابرار جيڪو هند سنڌ ۾ يڪسان مقبول رهيو، جو ذڪر پڻ بي محل نه ٿيندو. هي ڪتاب غوثي حسن مانڊوي 1022هه ڌاري مڪمل ڪيو. سنڌس فارسي ٻولي صوفيائن نڪتن سان ڀريل آهي. مصنف پنهنجو مختصر احوال پڻ ڪتاب ۾ بيان ڪيو آهي. هن جو اردو ترجمو اذڪار ابرار جي نالي سان 1326هه ۾ شايع ٿيو. اصل فارسي متن ڇاپي هيٺ ڪونه آيو آهي، فارسي جا قلمي نسخا ايشياٽڪ سوسائٽي ڪلڪتي آفيس حيدرآباد دڪن، ٻانڪي پوره، لينڊسينا برٽش ميوزم جي ڪتب خانن ۾ موجود آهن. البت هن جو سنڌي ترجمو سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪري رهيو آهي.

ستين ۽ اٺين صدي هجريءَ ۾ هند سنڌ ۾ خانقاهي نظام جي مقبوليت سبب تذڪره "ملفوظات" جي هڪ الڳ صورت ۾ سامهون آيا. بلڪ سندن نالو صوفين سان منسلڪ ٿي ويو. سنڌ جي پهرئين ڄاتل خانقاه شيخ الشيوخ نوح بکري جي "سهروردي" سلسلي جي هئي. هي بزرگ سڌوسنئون شيخ شهاب الدين السهروردي جو خليفو ۽ ڪن روايتن مطابق عزيز هو. انهيءَ دور جي تاريخ سان تعلق رکندڙ سنڌ جي هڪ تذڪره جا پيرا ملن ٿا. جنهن جو نالو "تذڪره سيد محمد مڪي" آهي. هي اهم قلمي نسخو پروفيسر اياز حسين قادريءَ جي ذاتي ڪتب خاني ۾ ورهين کان موجود هو، تنهن جو ذڪر ذاتي ڊائريءَ جي حوالي سان مقالات قاسمي ۾ پڻ موجود آهي. مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جي ذاتي دلچسپي ڪري مرحوم اياز قادري اهو نسخو سنڌي ادبي بورڊ کي ڇپائڻ لاءِ ڏنو. افسوس آهي جو هن وقت ان قلمي نسخي جو سنڌي ادبي بورڊ جي لائبريري ۾ ڪو نشان ڪونهي. وفات کان ڪجهه وقت اڳ

ڏهن قاسمي صاحب کان ان بابت پڇيو ويو تہ غالباً عمر جي تقاضا ۽ ياداشت جي ڪمزوري سبب ان جو صحيح ڏس نہ ڏئي سگهيا. قاسمي صاحب جن ان جو پاڻ مطالعو ڪيو هو ۽ ان جو تت مقالات قاسمي ۾ شايع ٿي چڪو آهي. جيڪو هي آهي:

(1) سيد محمد مڪي ولد سيد محمد شجاع جي سنڌ ۾ تشريف آوري ۽ بکر ۾ سڪونت اختيار ڪرڻ.

(2) سيدنا شيخ شهاب الدين السهروردي جي بغداد ۾ مٿن مائٽن بابت سوال جي جواب جي حقيقت. امير جو مدينہ منوره ڏانهن روانو ٿيڻ ۽ صحيح جواب هٿ ڪرڻ (سيد محمد مڪيءَ جي والد کي جيئن تہ شيخ الشيوخ شهاب الدين السهروردي بغداديءَ جي ناني هئڻ جو اعزاز حاصل هو. ان ڪري هو غالباً بغداد ۾ پنهنجي ناناڻن متعلق معلومات حاصل ڪندو رهيو.)

(3) سيد احمد ولد سيد محمد شجاع جي گهران رشتو ڪرڻ .

(4) سيد صدر الدين جو سنڌ ۾ سيد علي لڪعلويءَ گهران ٻيو رشتو، حقيقت هن بيان ۾ تہ قلعي بکر جو اهو نالو بکر ڇو رکيو ويو؟

حقيقت سيد مڪيءَ جي رحلت ڪرڻ بابت.

(5) سيد صاحب جا ساٿي ۽ ٻيا جن سنڌن هٿ تي اسلام آندو تن هن قلعي بکر جي اتر ۾ شڪر نالي شهر آباد ڪيو هو ان جو بيان.

(6) علي واهڻ جو اهو نالو ڇو پيو؟

(7) سلطان علاؤ الدين خلجيءَ جو بادشاهہ ٿيڻ ۽ انهن ڏينهن ۾ سلطان العارفين سيد صدر الدين محمد حيات هئا.

(8) سلطان علاؤ الدين 717هہ ۾ فوت ٿيو ۽ انهن ڏينهن ۾ سيد تاج الدين محمد جيئرا هئا.

(9) حقيقت هن باري ۾ تہ نصرت خان سندس نياڻي جو نڪاح مخدوم بدر الدين محمد سان ڪري ڏنو.

(10) قلعي بکر جي نهرائڻ جي حقيقت سومرن انهيءَ قلعي کي درست ڪيو.

(11) سيد بدرالدين محمد جو ناراض ٿيڻ ۽ ملتان ڏانهن منهن ڪرڻ علي واهڻ مان ڊل وصول ڪرڻ ڪري.

(12) سيد جلال جي بکر ۾ پهچڻ جي حقيقت.

قاسمي صاحب سنڌ ۾ لکيل هن اهم اوائلي تذڪره جو سن تاليف يا ڪتابت نہ لکيو آهي.

زمانہ قريب ۾ تذڪره نگاريءَ جي فن اڃان بہ واضح شڪل اختيار ڪئي جنهن سبب ادب جي هر شعبي سان تعلق رکندڙن جا تذڪره الڳ الڳ عنوان تحت تيار ٿيڻ لڳا. جيئن 'تذڪرة الشعرا' تذڪره مشاهير سنڌ وغيره. جيئن ڪجهہ صديون اڳ انساني احوالن تي لکيل اهي ڪتاب، مخصوص خصوصيت سبب طبقات، انساب ۽ معجم وغيره جي الڳ الڳ عنوان تحت لکيا ويا.

سنڌ ۾ مشاهيرن جي ذڪر ۾ ڪافي ڪتاب تحرير ڪيا ويا آهن. انهن مان ڪجهه معلوم شده تذڪرن جو تعارف وقائتو ٿيندو:

(1) تذڪره اولياء، قاضي محمود ٺٽوي تاليف 980هه
(2) حديقة الاولياء، عبدالقادر ٺٽوي تاليف 1016هه
(3) تحفة الڪرام، مير علي شير قانع ٺٽوي تاليف 1181هه
(4) تذڪره غياثيه مولانا غياث الدين سنڌي
(5) طومار سلاسل مير علي شير قانع
(6) معيار سالڪان طريقت.
(7) شجره اطهر اهلبيت
(8) گلشن اوليا. خليفو محمود نظامائي 1258هه
(9) سراج العاشقين: خليفو محمد ملوڪ
(10) تذڪره المراد: شيخ حسين صفائي ٺٽوي
(11) معارف الانوار: محمد صالح بن ملا زڪريا ٺٽوي
(12) تحفة الطاهرين: شيخ محمد اعظم ٺٽوي تاليف 1190هه
(13) مناقب مخدومين معظمين: ميان محمد امين چنيڙائي
(14) تڪمله مقالات الشعراء:مخدوم محمد ابراهيم خليل ٺٽوي
(15) تذڪره اولياء سيوستان: (المڪتوب الحبيب ۾ هن جو ذڪر موجود آهي)
(16) حالات بزرگان سيوستان
(17) قلندر نامه: مخدوم عبدالواحد سيوستاني نعمان ثاني (ناياب)
(18) انساب مشائخ سيوستان: مخدوم حسن الله شاه الصديقي پاٽائي.
(19) سڪينة اولياء: دارا شڪوه تاليف 1052هه هن ۾ ميان مير بالا پير سيوستانيءَ ثم لاهوريءَ جو ذڪر آهي.
(20) مڪتوبات واحدي: مرتب ميان فضل الله.
(21) المڪتوب الحبيب: از قلم غازيائي پٽي.
(22) يمن البرڪت: مولچند 1072هه قلندر لعل شهباز متعلق قصا
(23) لطيفته التحقيق 1120هه جو تذڪرو مؤلف سيد رفيق علي حسيني پشنگي
(24) فردوس العارفين مير بلوچ خان 1201هه ۾ تاليف ڪيو.
(25) مرغوب الاحباب: نظر علي خان ٽالپر تاليف 1273هه
(26) الجواهر البدايع: ميان بلال تاليف 1221هه
(27) رساله مخدوم گرهوڙي: مرغوب الاحباب ۾ هن جو حوالو آهي.
(28) صقال الضمائر: خواجه محمد سعيد تاليف 1303هه
(29) رساله بهاءُ الدين دلق پوش: مؤلف مخدوم نوح ﷫ جو مريد هو. جنهن هن رسالي ۾ سوانح ۽ قول گڏ ڪيا آهن.
(30) رساله فتحيه: هي مخدوم نوح جي پوٽي مخدوم فتح محمد تحرير ڪيو.

(31) دليل الذاڪرين: حاجي پنهور تاليف 1106 ھ

(32) قوس فخريہ هي دليل الذاڪرين جو ضميمو سمجهڻ گهرجي.

(33) ارشاد الطالبين: غلام رسول قريشي هالائي - هن ۾ مخدوم نوح ۽ ٻين بزرگن جو احوال موجود آهي.

(34) سراج العارفين: غلام رسول صديقي هالائي تاليف 1215ھ

مخدوم نوح ۽ سنڌ جي ڪجھ ٻين بزرگن جو احوال موجود اٿس.

(35) گنجينہ اوليا: آخوند محمد صالح تاليف 1341ھ

(36) صحيح السبطين: گل محمد 1318ھ

(37) انساب سادات گيلاني: تيرهين صديءَ جي تاليف.

(38) تذڪره مخاديم ڪهڙا: مخدوم الهہ بخش بن مخدوم محمد عاقل ڪهڙو. هن ۾ ڪهڙن کان علاوه ڪجھ ٻين بزرگن جا احوال پڻ موجود آهن.

(39) بيان العارفين: هي ڪتاب فارسيءَ ۾ محمد رضا بن عبدالواسع عرف مير دريائي بن داروغہ ڪيهر 1038ھ ۾ تحرير ڪيو، جنهن جو سهڻي سنڌيءَ ۾ محترم ڊاڪٽر عبدالغفار سومري ترجمو ڪيو آهي.

(40) مناقب غوثيہ: مشتاق متعلوي

(41) مناقب السادات: قاضي هدايت الله بن ميان محمود بن ميان سعيد متعلوي. تاليف 1315 ھ

(42) ڪواڪب السعادات:مشتاق متعلوي

(43) لطائف لطيفي: مير عبدالحسين سانگي 1305ھ شاھ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي فارسيءَ ۾ سوانح مرتب ڪئي.

(44) انيس المريدين: ازخواجہ حسن جان سرهندي

(45) انساب الانجاب از خواجہ حسن جان

(46) مونس المخلصين: خواجہ شاه آغا

(47) انوار قلندري: مؤلف ندارد — 1283ھ ڪانپوءِ جي تحرير

(48) منبع الانساب: تاليف مير معين الحق جهونسوي هي سيد محمد مڪي ۽ سندس اولاد جي احوال ۾ تحرير ٿيل آهي.

(49) شجره سادات: سيد قمبر علي رضوي جي تاليف آهي. هن اهو 1261ھ ڌاري لکيو ۽ منجهس سيد محمد مڪيءَ ۽ سندس اولاد جو احوال ڏنل آهي.

(50) تجليات اسرار معاني: ولي محمد سيوستاني.

(52) الناطق بالحق: هي مخدوم محمد عارف صديقي سيوهاڻي المتوفي 1258ھ جي فرمائش تي لکيو ويو.

(53) تذڪره مشاهير سنڌ

## ملفوظات:

ملفوظات جنهن جو مادو "لفظ" آهي، تذڪره جي هڪ مخصوص ۽ الڳ محسوس ٿيندڙ

شڪل آهي. جنهن ۾ ڪنهن بزرگ يا عالم ڪان توحيد ۽ تصوف علم ۽ حڪمت، هدايت ۽ نصيحت متعلق ٻڌل ڳالهيون، سلوڪ جي راهه جون سمجهاڻيون ۽ روحانيت جي رستي جون هدايتون تحرير ٿيل هونديون آهن. غير ضروري نه ٿيندو، جيڪڏهن تذڪره مان ٽني نڪرندڙ ادب جي ان الڳ صنف تي قلم ذريعي ٿيندڙ ڪاوش ڪي مختصراً هتي بيان ڪجي. اسلامي دنيا ۾ ملفوظات گهڻو ڪري اهل تصوف سان ئي منسلڪ رهيا آهن. چئني تصوف جي مشهور سلسلن، ادب جي انهيءَ صنف کي وائکو ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو.

## چشتي بزرگن جون ملفوظات:

1) انيس الارواح: خواجه عثمان هاروني جي ملفوظات آهي. جيڪا سندس مريد خواجه معين الدين چشتي اجميري (631هه/1234ع) ۾ مرتب ڪئي. ان ڪان هڪ صدي پوءِ چشتي بزرگن بابت امير سيد خورد ڪرماني "سيرالاوليا" 770هه/1370ع ۾ تحرير ڪيو. جنهن کي ملفوظات کان وڌيڪ تذڪرو چئجي ته بهتر ٿيندو.

2) دليل العارفين: خواجه معين الدين اجميري جي ملفوظات آهي، جيڪا سندس مريد خواجه قطب الدين بختيار ڪاڪي مرتب ڪئي.

3) فوائد السالڪين: خواجه قطب الدين بختيار ڪاڪي جي ملفوظات آهي. جيڪا سندس مريد خواجه فريد الدين گنج شڪر جي قلمبند ڪيل آهي.

4) راحت القلوب: خواجه فريد الدين گنج شڪر جي ملفوظات آهي. جيڪا سندس مريد خواجه نظام الدين دهلوي (724هه/1324ع) ۾ مرتب ڪئي.

5) اسرار الاولياء: هيءَ به خواجه فريد الدين گنج شڪر جي ملفوظات آهي جيڪا سندس هڪ مريد بدرالدين اسحاق مرتب ڪئي.

6) هي خواجه نظام الدين جي ملفوظات آهي، جيڪا سندس مريد امير خسرو جي تحرير ڪيل آهي.

7) راحت المحبين: هيءَ به خواجه نظام الدين جي ملفوظات آهي جيڪا خواجه حسن دهلويءَ جي مرتب ڪيل آهي.

8) فوائدالفوائد: هي به خواجه نظام الدين جي ملفوظات آهي. جيڪا خواجه حسن جي تحرير ڪيل آهي. هن ملفوظات تمام گهڻي شهرت ماڻي.

9) مفتاح العاشقين: خواجه نصير الدين دهلويءَ چراغ دهلويءَ جي ملفوظات آهي. جيڪا محب الله مرتب ڪئي.

10) خير المجالس: هي به خواجه نصير الدين جي ملفوظات آهي. جيڪا سندس مريد حميد شاعر تحرير ڪئي.

11) مونس الارواح: هي خواجه نصير الدين جي ملفوظات آهي. جنهن جي مرتب شهزادي جهان آرا هئي.

12) جوامع الڪلام: خواجه نصير الدين جي مريد سيد محمد الحسيني المعروف گيسو دراز جي ملفوظات آهي. جيڪا سندس فرزند سيد حسين المعروف به سيد محمد اڪرم حسيني مرتب ڪئي.

## نقشبندي بزرگن جون ملفوظات:

(1) ملفوظات مجدد الف ثاني:

امام رباني جي مڪتوبات کان علاوه ملفوظات بہ آهن. مڪتوبات ۽ ملفوظات ۾ فرق ڪٿي ائين ڪجي، جو ڪنهن بزرگ جي علمي مقام جو مطالعو ڪرڻو هجي تہ سندس مڪتوبات جو مطالعو ڪجي پر جيڪڏهن ڪنهن جي وعظ ونصيحت انداز بيان ۽ اعلاءِ ڪلمة الحق جو اندازو ڪرڻو هجي تہ پوءِ سندس ملفوظات پڙهجن.

(2) ملفوظات خواجہ محمد باقي بالله: هي خواجہ صاحب جي هڪ مريد مرتب ڪيا.

(3) عمدة المقامات: از فضل الله سرهندي 1238هہ.

(4) زبدة المقامات: خواجہ محمد هاشم.

(5) ملفوظات مرزا مظهر جانجانان: (شهادت 1780ع) هن جون ملفوظات سندس مريد مرتب ڪيون.

(6) ملفوظات شاهہ غلام علي: شاهہ غلام علي جون ملفوظات پڻ موجود آهن. هي بزرگ مرزا مظهر جانجانان جو مريد هو.

## سهروردیہ بزرگن جون ملفوظات:

1- بهاءِ الدين زڪريا ملتاني:شيخ بهاءُ الدين زڪريا جا ڪجهہ قول شيخ حامد بن فضل الله المعروف بہ درويش جمالي جي تذڪره (سير العارفين جيڪو هن 941هہ/1535ع ڌاري تحرير ڪيو) ۾ ڏنا. ان کان علاوه خواجہ نظام الدين اولياء جي ملفوظات فوائد الفوائد ۽ شيخ عبدالحق محدث دهلوي جي ڪتاب اخبار الاخيار وغيره ۾ پڻ سندس ذڪر موجود آهي.

2- ملفوظات شيخ صدر الدين: شيخ بهاءُ الدين زڪريا جو فرزند شيخ صدر الدين عارف جي ملفوظات"ڪنزالفوائد" سندس مريد خواجہ ضياءِ الدين تحرير ڪيا.

3- ملفوظات شيخ رڪن الدين: مجمع الاخبار ۾ سندس ملفوظات ڏنل آهن.

4- ملفوظات مخدوم جهانيان جهان گشت: سندس ملفوظات "جامع العلوم" جي نالي سان مرتب ڪيل آهن.

## متفرقہ بزرگن جون ملفوظات:

1- ملفوظات مولانا روم: مولانا جلال الدين رومي جي ملفوظات "فيہ مافيہ" جي نالي سان سندس فرزند سلطان بهاءُ الدين تحرير ڪيا.

2- ملفوظات شيخ شرف الدين يحييٰ منيري: هي بزرگ فردوسيہ سلسلي جي خواجہ نجيب الدين فردوسي دهلوي جو مريد هو. سندس ملفوظات لکيون ويون.

3- رفيق العارفين: شيخ حسام الدين مانڪپوري جون ملفوظات آهن.

4- تبريز: هي ملفوظات يارهين صدي هجري جي بزرگ سيد عبدالعزيز دباغ جي آهي. جيڪا سندس مريد احمد بن مبارڪ جي مرتب ڪيل آهي.

5- ملفوظات سيد اشرف سماني: هي ملفوظات سيد اشرف سماني جي مريد مرتب ڪيا.

6- ملفوظات شاهہ عبدالعزيز: هي شاهہ ولي الله جي فرزند شاهہ عبدالعزيز جي

ملفوظات آهي.

7- ملفوظات احمد رضا خان: بريلوي مڪتبہ فڪر جي وڏي عالم احمد رضا خان جي ملفوظات پڻ موجود آهي.

8 - ملفوظات مولانا عبيدالله سنڌي: هي ملفوظات اردو ٻوليءَ ۾ محمد سرور مرتب ڪيا.

9- مئڪده مصطفائي: هي حيدرآباد شهر ۾ گهڻو عرصو رهندڙ پير ايراني سيد صبغت الله شاهہ جا ملفوظات آهن.

## سنڌي بزرگن جون ملفوظات:

1- ڪشف الحقائق: يارهين صديءَ ۾ شيخ اسماعيل فرحي سنڌي حضرت مسيح الاوليا شيخ عيسيٰ جندالله پاتائي ثم برهانپوريءَ جا ملفوظات مرتب ڪيا.

ملفوظات نوح: مخدوم نوح جا ڪجهہ ملفوظات سندس مريد بهاءُ الدين گودڙيئي جي لکيل "رسالہ بهاءُ الدين گودڙيو" ۾ آيل آهن. جنهن تان حاجي پنهور پنهنجي ڪتاب دليل الذاڪرين (1106هہ) ۾ نقل ڪيا ان ڪان سواءِ مخدوم صاحب جا قول سندس پوٽي مخدوم فتح محمد جي ڪتاب"رسالہ فتحيہ" ۾ بہ ملن ٿا.

3- ملفوظات خواجہ محمد زمان لنواريءَ وارو:

خواجہ صاحب جا ملفوظات مير بلوچ خان ولد مڪرم خان ٽالپر جي ڪتاب "فردوس العارفين" ۾ موجود آهن.

4- فتح الفضل: هن ۾ شيخ عبدالرحيم گرهوڙي پنهنجي مرشد جا قول عربيءَ ۾ تحرير ڪيا آهن. جنهن جو ترجموءِ شرح خواجہ محمد زمان جي فرزند خواجہ گل محمد "ورد المحمديہ" جي نالي سان فارسيءَ ۾ لکي آهي.

5- مقولات تصوف: خواجہ صاحب جي هن ملفوظات جو مرتب خواجہ محمد ابراهيم آهي.

6- ملفوظات مخدوم محمد اسماعيل پريالوءِ: مؤلف جو نالو ندارد - البت 106 صفحن جي هن ڪتاب ۾ مخدوم صاحب جا حالات موجود آهن.

7- ملفوظات خواجہ عبدالحق درازي:هن ملفوظات جي مرتب فقير محمد صالح لاڙڪاڻوي جي خاندان مان پروفيسر اياز قادري جي چواڻي تہ اهي ملفوظات هاڻي ناياب آهن.

8-مجمع الفيوضات هي پير محمد راشد روضي ڌڻي: وفات 1233هہ جي ملفوظات آهي. جيڪا سندس خليفي محمود فقير ڪڙيہ واري مرتب ڪئي.

9 - المحبوبية المحمودية:هيءَ بہ پير روضي ڌڻيءَ جي ملفوظات آهي. جيڪا محمود فقير ڪڙيہ واري جي گڏ ڪيل آهي.

10 - ملفوظات: هيءَ بہ پير روضي ڌڻيءَ جي ملفوظات آهي. جيڪا سندس مريد خليفي محمد حسين مهيسر جي مرتب ڪيل آهي.

11 - سراج العاشقين: هي فقير ڪڙيہ واري جي ملفوظات آهي جيڪا سندس خليفي محمد ملوڪ چانديي 1244هہ ۾ مرتب ڪئي.

12- ڪنز المعرفت: هي بہ خليفي محمد فقير ڪڙيہ واري جي ملفوظات آهي جيڪا خليفي گل محمد گل هالائي جي مرتب ڪيل آهي.

13- خزانة المعروفت: هي پير محمد صبغت الله شاه وفات 1246 هہ جي ملفوظات آهي. جيڪا سندس فرزند پير علي گوهر شاه اصغر مرتب ڪئي.

14- نکتہ تصوف: هي سچل سرمست جي ملفوظات آهي هن جو اردو ترجمو قاضي علي اڪبر درازي ڇپرايو آهي.

15- ملفوظات حافظ محمد پرچوندي: پرچوندي ضلع سکر جي بزرگ حافظ محمد جي ملفوظات بہ ملي ٿي. جيڪو پير روضي ڌڻيءَ جو مريد هو.

16 - تحفہ المحبين: پير رشيد الدين جهنڊي واري جي ملفوظات آهي. جيڪا قاضي فتح محمد نظاماڻي مرتب ڪئي.

17 - تنوير القلوب في الخيرات المطلوب: پير رشد الله شاه جهنڊي واري جي ملفوظات آهي جيڪا سندس فرزند پير ضياء الدين شاه مرتب ڪئي.

**موجوده ڪتاب معيار سالڪان طريقت پڻ سنڌ جي تاريخ ۾ اهم تذڪره جي حيثيت رکي ٿو. ان ڪري مصنف ۽ سندس ڪاوش متعلق تعارف بي مهل نہ ٿيندو.**

## سلسلہ نسب:

نسبي پس منظر ڪنهن بہ شخص جي تعمير ۽ تربيت ۾ اهم ڪردار ادا ڪري ٿو. ڪابہ شخصيت تڏهن پختا نتيجا ڪڍي ظاهر ٿيندي آهي، جڏهن ان جي پيڙهہ بہ پيڙهہ آبياري ٿيندي رهي. مير علي شير قانع جيڪو علمي ورثو ڇڏيو ان ۾ پڻ جيڪو رنگ نمايان آهي سو ڪيس ورثي ۾ مليل علم ۽ ادب جي خدمت نظر اچي ٿو. سندس خانداني ڇاڻ متعلق "حبيب السير"، "مجالس المؤمنين"، ۽ "هفت القليم" ڪانسواءِ خود مصنف جون تحريرون گهڻو مواد فراهم ڪن ٿيون. سنڌ ۾ اچڻ کان اڳ قانع جي خاندان مان جن نالو ڪڍيو تن مان امير اصيل الدين عبدالله المتوفي 803هہ، سيد الحڪماء امير صدرالدين محمد شيرازي، خاتم الحڪماء امير غياث الدين ۽ امير جمال الدين ۽ عطاء الله بن سيد فضل الله المحدث آهن. عطاً الله پنهنجي چاچي امير اصيل الدين جو شاگرد رشيد هو. سندس سيرت طيبہ تي لکيل ڪتاب روضة الاحباب وڏي شهرت حاصل ڪئي. علي شير قانع جو خاندان شڪر الٰهي جي نالي سان معروف آهي. هن پنهنجي جد امجد قاضي شڪرالله جو سلسلو امير عطاء الله سان هن طرح ڳنڍيو آهي:

امير عطاء الله جمال الدين (وفات 930هہ يا ان جي ويجهو)

|

امير نسيم الدين ميرڪ شاه

|

سيد عرب شاه

|

سيد نعمت الله

|

سيد وجه الدين

|

قاضي سيد شڪرالله (هي بزرگ 927هہ ڌاري ٺٽي ۾ آيو)

## هڪ تاريخي غلطي:

قانع جي شجره جي اپٽار ڪندي، هڪ اهم سوال جنم وٺي ٿو تہ 930هہ يا ان جي لڳ ڀڳ مير عطاء الله جمال الدين جي وفات ڏيکاري وئي آهي. جڏهن تہ سندس پنجين پشت مان قاضي شڪرالله 927هہ ڌاري ٺٽي ۾ اچي ٿو!؟

شجرن کي ترتيب ڏيڻ ۽ نسبي جاڻ کي زماني جي ترتيب سان مرتب ڪرڻ انتهائي نازڪ ڪم رهيو آهي. اڪثر شجرن ۾ فرو گذاشت جا هينيان ڪارڻ ڏسڻ ۾ آيا آهن:

(1) ڪنهن هڪ شخص جا ٻہ نالا هجڻ، پوءِ ڪنهن هڪ تحرير ڪندڙ شجره ۾ هڪڙو نالو ڏنو هجي ۽ ٻئي ٻيو نالو.

(2) نالي سان گڏ لقبن جو استعمال پڻ اهڙي غلطي يا غلط فهميءَ کي جنم ڏئي ٿو، ڪنهن هڪ اهل قلم رکو لقب لکي ڇڏيو ۽ ڪنهن نالو.

(3) جد جو نالو پوٽن، پڙپوٽن ۾ ورجائڻ سبب پڻ مغالطو جنم وٺي ٿو، صديون گذرڻ کان پوءِ هڪ ئي نالو هئڻ سبب وچ واريون پيڙهيون غلط فهمي سبب ڪڍيون وڃن ٿيون يا وِسري وڃن ٿيون ۽ ٻنهي مختلف زماني جي شخصيتن کي هڪ ئي سمجهيو وڃي ٿو.

(4) ڪجهہ نسخن ۾ سن جو اندازي سان لکجي وڃڻ پڻ اهم ڪارڻ ثابت ٿيو آهي.

(5) ڪن شجرن ۾ اهو پڻ ڏنو ويو آهي تہ ٻن يا ٽن پيڙهين کي هڪٻئي جو پٽ ۽ پوٽو ڏيکاري هڪ ئي پيڙهيءَ کي ٽي پيڙهيون ڪيو ويو آهي.

مير علي شير قانع خود ويجهو زمانو هئڻ باوجود پنهنجي شجري جي انهن اهم غلطين کي درست ڪرڻ طرف متوجہ نہ ٿيو. اڪثر ڏنو ويو آهي تہ انهيءَ زماني ۾ تحريرن جو بنياد انهيءَ قسم جي تحقيق کان گهٽي ياڳي رهيو آهي. ٻڌسڌ روايتون ۽ گذريل ڪتابن جي نقالي معلومات حاصل ڪرڻ جو اهم ذريعو سمجهيو ويو ٿي. ڪنهن هڪ ڪمزوريءَ کي بنياد بڻائي اسين انهن تحريرن کي رد ڪرڻ يا پاڻ کي وڌيڪ معتبر سمجهڻ بجاءِ ان مان گهڻو ڪجهہ پرائي بہ سگهون ٿا.

قاضي سيد شڪرالله کان پوءِ علي شير قانع تائين سلسلہ نسب هن طرح ڄاڻايو ويو آهي:

مير علي شير قانع بن سيد عزت الله بن سيد محمد ڪاظم بن سيد محمد مقيم بن ظهيرالدين ثاني بن شڪرالله ثاني بن ظهيرالدين اول بن قاضي سيد شڪرالله.

سيد غوث الله کي ڇهہ فرزند هئا: (1) سيد فخرالدين، (2) سيد يار محمد، (3) سيد امين محمد، (4) سيد محمد صلاح، (5) سيد ضيا الدين "ضياء"، (6) مير علي شير قانع.

مير علي شير جي ولادت جو سال، "خلق انسانا من السلاله" جي فقره مان نڪري ٿو، جيڪو 1140هہ آهي. هن ابتدائي تعليم ٺٽي ۾ ئي حاصل ڪئي. ميزان الصرف کان شرح ملا تائين ميان نعمت الله ولد ميان عبدالجليل وٽ پڙهيو. مير محمد صادق بن ميان عبدالجليل کان پڻ ڪجهہ پڙهيو. ان کان علاوه آخوند محمد شفيع ٺٽوي کان قصائد عرفي ۽ عروض سيفي جي تعليم ورتائين. جڏهن تہ فارسي اخوند ابوالحسن کان سکيو ۽ شاعري جي تعليم مير حيدرالدين ابوتراب ڪامل کان حاصل ڪيائين، ٿوري ئي وقت ۾ هن عالم، فاضل، اديب، شاعر، نثرنگار، محقق، مؤرخ ۽ تذڪره نگار جي حيثيت ۾ شهرت ماڻي.

## قانع جو سلسلہ طريقت:

قانع سلسلہ نقشبنديہ اختيار ڪيو سندس شجره طريقت هن طرح آهي:

”مير علي شير قانع مريد شيخ عبدالاحد مريد حاجي غلام معصوم مريد شيخ محمد اسماعيل مريد قيوم زمان حضرت صبغت الله مريد خواجہ محمد معصوم بن مجدد الف ثاني رحمۃ اللہ علیہ.

قانع جو والد مير عزت الله بہ نقشبندي سلسلي ۾ مخدوم آدم جي ڏهٽي ميان محمد جو مريد هو. جيڪو ٺٽي جي مشهور بزرگ مخدوم ابوالقاسم نقشبندي جو مريد هو.

هن ڪتاب جي آخر ۾ قانع پنهنجي مرشد جو ذڪر هنن لفظن ۾ ڪري ٿو:

”حضرت شيخ عبدالاحد ميان غلام شاهہ جي زماني ۾ ٺٽي آيو، هڪ وڏو انگ سندس ارادت ۾ شامل ٿيو. محررالحروف (قانع) بہ ان جماعت جو ڪمترين (فرد) آهي ۽ آنحضرت جي توسيل جو اميدوار آهي.“

هن پنهنجو توڙي والد جو سلسلہ طريقت، طومار سلاسل ۾ بہ ڏنو آهي. ان ڪان سواءِ سندس خاندان جا ٻيا بہ ڪيترائي فرد سلسلہ نقشبنديہ ۾ بيعت ٿيل هئا.

قانع هڪ طرف اهلبيت و اطهار جي محبت جو دم ڀري ٿو تہ ٻئي طرف خلفاءِ راشدين ۽ اصحابن سڳورن جا مناقب پڻ چوندو نظر اچي ٿو، ”زبدة المناقب“ ان جو واضح ثبوت آهي. هي شعر سندس قلبي لاڙي جي عڪاسي ڪن ٿا:

چو رافضي نڪنم سرد دل بہ بغض ڪسي
زچهار يار درين دهر گرم محفل ماست

نبود عجب بما نشدار صاف رافضي
ڪہ دل زگرد ڪينئہ اصحاب شستہ ايم

انهيءَ ڪان علاوه وقت جي حڪمرانن عباسي ڪلهوڙن جي تاريخ پڻ سندس وسيع المشربي جو مثال آهي.

**اولاد:** قانع ڪي ٽي فرزند ٿيا: (1) مير امير علي، (2) غلام علي، (3) غلام ولي الله

**وفات حسرت آيات:** قانع پنهنجي آخري ڪاوش ”معيار سالڪان طريقت“ جي شروع ۾ پنهنجي عمر 63 سال لکي آهي. پاڻ ان جي اڳئين سال 1203هہ بمطابق 89-1788ع ۾ وفات ڪئي.

## قلمي ورثو:

مير علي شير سڄي ڄمار قلمي پورهيو ڪيو، سندس جن تحريرن جا نالا محفوظ رهجي ويا آهن، سي هي آهن:

| نمبر شمار | ڪتاب جو نالو | سال | ڪيفيت |
|---|---|---|---|
| 1. | ديوان علي شير | 1152هه | ٻارهن سالن جي ننڍيءَ عمر ۾ مرتب ڪيائين پوءِ ڪنهن نامعلوم سبب ڪري درياهه ۾ اُڇلائي ڇڏيائين. ڪتاب جي نالي مان معلوم ٿئي ٿو ته تخلص "علي شير" يعني پنهنجي نالي ئي رکيو هئائين. |
| 2. | مثنوي شمه از قدر حق | 1165هه | مثنويءَ جي نالي مان سال تصنيف نڪري ٿو. هي ناياب آهي. |
| 3. | مثنوي قضا و قدر | 1167هه | "گل از بهار قضا" مان سال تصنيف نڪري ٿو، ناياب آهي. |
| 4. | نو آئين خيالات | 1169هه | نالي مان سال تصنيف نڪري ٿو، نسخو ناياب آهي. |
| 5. | مثنوي قصهٔ ڪامروپ | 1169هه | ناياب |
| 6. | ديوان "قال غم" | 1171هه | = |
| 7. | ساقي نامه | 1174هه | = |
| 8. | واقعات حضرت شاهه | 1174هه | = |
| 9. | چهار منزله | 1174هه | = |
| 10. | تزويج نامه حسن و عشق | 1174هه | = |
| 11. | اشعار متفرقه در صنايع و تاريخ | 1174هه | = |
| 12. | مڪلي نامو، "بوستان بهار" | 1184هه | نالي مان سال نڪري ٿو. هي "مڪلي نامه" جي نالي سان مشهور آهي، بورڊ شايع ڪيو آهي. |
| 13. | مقالات الشعراء | 1174هه | ڇپيل |
| 14. | تاريخ عباسيه | 1175هه | نامڪمل ۽ ناياب |
| 15. | تحفة الڪرام | 1181هه | ڇپيل |
| 16. | اعلان غم | 1192هه | ناياب |
| 17. | زبدة المناقب | 1192هه | ناياب |
| 18. | مختار نامه | 1194هه | اڻ ڇپيل (موجود) |
| 19. | نصاب البلغاء | 1198هه | ڪتب خانه ڳڙهي ياسين ۾ موجود |
| 20. | مثنوي ختم السلوڪ | 1199هه | نالي مان تصنيف جو سال نڪري ٿو تصوف جو هي ڪتاب موجود آهي. |

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| .21 | طومار سلاسل گزيده | 1202ھ | موجود آهي. | |
| .22 | شجره اطهر اهلبيت | 1202ھ | ناياب | |
| .23 | زينت الاخلاق | - | = | |
| .24 | غوثيہ | - | = | |
| .25 | قصاب نامہ | - | = | |
| .26 | ميزان الافڪار | - | = | |
| .27 | تهذيب طباع | - | = | |
| .28 | سرفراز نامه | - | = | |
| .29 | حديقة البلغاء | - | = | |
| .30 | مثنوي ڪان جواهر | - | = | |
| .31 | ميزان فارسي | - | = | |
| .32 | رسالہ معمامع شرح | - | = | |
| .33 | لب تاريخ ڪلهوڙه | - | = | |
| .34 | بياض محڪ الشعراء | - | ڪجھ جزا سنڌي ادبي بورڊ ۾ موجود آهن | |
| .35 | ديوان اشعار | - | ناياب | |
| .36 | انشائي قانع | - | ناقص نسخو سنڌي ادبي بورڊ ۾ موجود آهي. | |
| .37 | قصائد و منقبت | - | - | |
| .38 | محبت نامہ مثنوي | | - | |

نوٽ: مٿي ڄاڻايل اڪثر ناياب ڪتابن جي نالن جي ڄاڻ مير مائل جي تيار ڪيل فهرست جيڪا هن تحفة الڪرام جي سرورق تي ڏني، ان مان معلوم ٿئي ٿي.

## (39) معيار سالڪان طريقت:

پير حسام الدين راشدي مرحوم، تحفة الڪرام جي شروع ۾ مير علي شير قانع جي سوانح ۾ معيار سالڪان طريقت جي قلمي نسخي متعلق لکي ٿو:

"خوش قسمتيءَ سبب، هن قيمتي ڪتاب جو هڪ خوشخط نسخو برٽش ميوزم (ADD.21, 589) ۾ موجود آهي. جيڪو 1246ھ ۾ مرحوم مير مراد علي خان پنهنجي لاءِ لکرايو هو. انهيءَ تان 'مئڪرو فلم' نقل راقم الحروف تيار ڪرائي پاڻ وٽ محفوظ ڪيو آهي."

محترم ڊاڪٽر نواز علي شوق معيار سالڪان طريقت جي قلمي نسخي جو عڪس بيت الحڪمت ڪراچي کي تحفة طور ڏنو. يقيناً اها ڪاپي انهيءَ نسخي جي ئي هئي جنهن جو ذڪر پير حسام الدين راشدي مرحوم ڪيو آهي، چوجو ان جو تعارف لکندي ڊاڪٽر سيد خضر نوشاهي رقم طراز آهي تہ: هي نسخو برٽش ميوزم لندن ۾ شماره (ADD. 21، 589) ۾ محفوظ آهي.

هي نسخو قانع جي وفات 1203هہ کان 45 سال پوءِ 1248هہ ۾ مير مراد علي ٽالپر جي حڪم تي نقل ڪيو ويو. ڪتاب جي نالي "معيار سالڪان طريقت" مان تصنيف جو سال 1202هہ نڪري ٿو. ڊاڪٽر خضر نوشاهي صاحب انهيءَ نسخي کي فارسيءَ ۾ ئي مرتب ڪيو. سندس ڪاوش جي مڃتا طور کيس ڊاڪٽريٽ جي ڊگري ڏني وئي. ڊاڪٽر صاحب ان کان علاوه بہ ڪيترائي علمي ادبي ڪم احسن طريقي سان سرانجام ڏئي چڪو آهي.

همدرد يونيورسٽي جي شعبہ قلمي نوادرات جي انچارج مولانا عبدالحميد قلندراني جي ذريعي ڊائريڪٽر ريسرچ حڪيم نعيم الدين زبيري سان ملاقات ٿي. کيس جڏهن بنده جي ڇپايل ڪتابن جي خبر پئي، جيڪي همدرد يونيورسٽي جي ڪتبخاني لاءِ ڏنا ويا هئا تہ پاڻ ڪمال محبت جو اظهار ڪيائون. بنده کي نہ رڳو ڪجهہ ڪتاب تحفي طور ڏيڻ لاءِ منظور ڪيائون بلڪ "معيار سالڪان طريقت" جي ذڪر ڪيل نسخي جو عڪس پڻ عنايت ڪيائون. جنهن کي ڏسندي بي اختيار لفظ وات مان نڪتا تہ "هن جو تہ سنڌي ترجمو اچڻ کپي." جنهن تي زبيري صاحب همٿايو. پر بنده ان ڪم لاءِ ڪانئس تحريري اجازت نامو گهريو، ڇوڻ جي دير هئي چند گهڙين ۾ آفيس پيڊ تي صحيح سان اهو بہ عنايت ڪيو ويو.

انهيءَ جو ذڪر جڏهن علم دوست ڊاڪٽر عبدالغفار سومري صاحب سان ڪيم تہ پاڻ "معيار سالڪان طريقت" جو هڪ نامڪمل نسخو بنده کي عنايت ڪيائون. ترجمي وقت انهن ٻن نسخن کان سواءِ ڊاڪٽر خضر نوشاهي جي ايڊٽ ڪيل فارسي ڇاپي نسخي کي استفاده حاصل ڪرڻ لاءِ پڻ سامهون رکيو ويو. جنهن لاءِ اسين سندس ٿورائتا آهيون

قانع ڪتاب کي چئن حصن ۾ ورهايو آهي:

(1) **مقدمو**: جنهن ۾ حمد ۽ نعت اهلبيت ۽ اصحابن سڳورن جي تعريف کان سواءِ ڪتاب لکڻ جي ڪارڻ تي روشني وڌي اٿس.

(2) **فاتح**: هن باب تحت قانع فقر ۽ تصوف جي مختلف ۽ اڙانگن اصطلاحن جي شرح ڪئي آهي.

(3) **معيار**: سڄو ڪتاب ٻارهن معيارن (بابن) ۾ اهڙي طرح ورهايو اٿس، جو هرهڪ باب تقريباً هڪ صديءَ تي محيط آهي.

(4) **خاتمہ**: جن بزرگن جي زماني جو تعين نہ ڪيو اٿس. انهن جو ذڪر هن باب ۾ آهي.

ٻارهن معيارن ۽ خاتمہ ۾ ڪل 1760 بزرگن ۽ مشائخ جو ذڪر ڪيو اٿس.

قانع جي هن آخري ڪتاب جي اهميت ان حقيقت مان بہ واضح ٿئي ٿي جو منجهس مصنف جي ڪيترن ئي اهڙن همعصر بزرگن جو ذڪر ملي ٿو جن جا نالا ٻين ڪتابن ۾ ڪونہ ٿا ملن. جيڪڏهن هن ڪتاب ۾ انهن جو ذڪر خير نہ ڪيو وڃي ها تہ شايد اڄ جو پڙهندڙ انهن کان ناواقف هجي ها.

خاتمہ ۾ ڪجھ نالا اھڙا بہ ملن ٿا، جن جو ذڪر ڪنھن نہ ڪنھن معيار ۾ بہ موجود آھي. شايد مصنف پھريائين انھن ڪي شڪ جي بنياد تي زماني جو تعين ڪندي معيار ۾ داخل ڪيو ھجي. ابوالاسود مڪي (معيار ٻيو)، ابوالحسن بن شعره (معيار ٽيون)، ابوعبدالله دينوري (معيار چوٿون)، مولانا برھان الدين بلخي (معيار پنجون).

ڪجھ اھڙن مشائخ جو نالو بہ ملي ٿو. جن جو ذڪر ھڪ کان وڌيڪ معيارن ۾ اچي ويو آھي.

جيئن:

| | نالو | معيار | معيار |
|---|---|---|---|
| 1. | ابراھيم آجري ڪبير | 2 | 4 |
| 2. | ابراھيم آجري صغير | 2 | 4 |
| 3. | ابوبڪر بن ابي سعدان | 3 | 4 |
| 4. | ابوجعفر خراز | 3 | 4 |
| 5. | ابوجعفر معاذ مصري | 3 | 4 |
| 6. | ابوالحسن بشري | 3 | 5 |
| 7. | ابوالسليمان خواص مغربي | 4 | 5 |
| 8. | ابوالعباس نھاوندي | 3 | 4 |
| 9. | ابوعبدالله مانڪ | 3 | 4 |
| 10. | ابومحمد خفاف | 3 | 4 |
| 11. | امير خرء وابڪنوي | 6 | 8 |
| 12. | عبدالله القصار | 3 | 4 |
| 13. | علي ارغنداني | 6 | 7 |
| 14. | ھشام بن عبدان | 3 | 4 |
| 15. | ابواسحاق بن ظريف | 6 | 7 |

ڪجھ ھنڌن تي عنوان ھڪ شخص جو ۽ احوال ٻئي بزرگ جو پڻ ڏنو ويو آھي. ان کان علاوه اصل فارسي متن ۾ ٻيون ڪيتريون غلطيون پڻ ڏسڻ ۾ آيون آھن. جنھن جو وڏو ڪارڻ مصنف نہ بلڪ ڪاتب آھي. ڪٿي تہ ڪاتب جي فارسي ٻوليءَ جي مھارت ۾ پڻ شڪ پيدا ٿئي ٿو. سندس عجلت ۾ ڇڏايل ڪم پڻ پنھنجا اھڃاڻ ڇڏيا آھن. انھن سيني غلطين کي "معيار سالڪان" طريقن ماخذن نفحات الانس ۽ طبقات وغيره کان علاوه خضر نوشاھيءَ جي ايڊٽ ڪيل فارسي نسخي کي سامھون رکي اصل متن ۾ موجود غلطين جي الڳ الڳ معيارن تحت نشاندھي ڪجي ٿي.

| نمبر شمار | فارسي متن جي غلطي | درستي |
|---|---|---|
| | **معيار پهريون** | |
| 1. | شيخ نجاشي | احمد بن علي نجاشي ( مجلس المؤمنين) |
| 2. | استيصاب ۾ اسلم ابو رافع جي ذڪر ۾ سندس پٽ عبيدالله بن ابي رافع کي حضرت علي رضي الله عنه جو ڪاتب ڏيکاريو ويو آهي. ۽ ابو رافع جي وفات حضرت عثمان رضي الله عنه جي شهادت ڪان بہ اڳ ڏيکاري وئي آهي. | |
| 3. | اسد بن الحضير | اسيد بن الحضير |
| 4. | جعدة (غير واضع لکيل) | جعدة |
| 5. | اويس قرني رضي الله عنه جي وفات جو سن ڏنل | 37هـ (شريف التواريخ) |
| 6. | بيتاڪ | بيتاب |
| 7. | في التقدم | ابي مقدام |
| 8. | غير واضع لکيل | المخزومي ( حياة الصالحين) |
| 9. | جڳهہ خالي ڇڏيل آهي | شاڪران |
| 10. | غاغوي | غوغاي |
| 11. | ڪرمات | ڪرامات |
| 12. | محمد ثين | محدثين |
| | **معيار ٻيو** | |
| 1. | صعقصہ | صعصعہ |
| 2. | حنان ۽ حلوسفي | حيان ۽ يوسفي |
| 3. | ازين | زين |
| 4. | نقش ذڪيہ | نفس ذڪيہ |
| 5. | مورود | خواجہ مودود |
| 6. | احمد سبتي | ام حسان |
| 7. | زهد و خرف و فرغ | ورع و خوف و فزع |
| 8. | ذون | ذوالنون |

| | | |
|---|---|---|
| 9. | حسبي | حسبنا الله |
| 10. | شيخ ابو اسحاق جي عنوان تحت | |
| | وفات جو سن 166ھ | 261ھ |
| 11. | ابو علي شفيق جي عنوان تحت 184ھ ليڪن بہ اعداد ۾ اڪرين اربع و سبعين ومايتہ لکيل آهي | 174ھ |
| 12. | تربد | ثريد |
| 13. | سيدين | شدن |
| 14. | بابر | بايزيد |
| 15. | زانڪي، نهي ۾ چند | زنگي، ڪني ۾ جنيد |
| 16. | سبڪہ | شبڪہ |
| 17. | بريد بن معوية جو ذڪر هن معيار جي آخر ۾ وڏيڪ وضاحت سان پيهر آندو ويو آهي | |
| 18. | ازراره | زراره |
| 19. | دهلي | دهني |
| 20. | عمر بن يقطين | علي بن يقطين |
| 21. | هجزي | الجريري (مجالس المؤمنين) |
| 22. | افنا | امنا |
| 23. | القوالون | القوامون |

## معيار ٽيون

| | | |
|---|---|---|
| 1. | بام | بامام |
| 2. | عسڪر | عسڪري |
| 3. | ابو سلمان | ابو سليمان |
| 4. | علوان | عنوان |
| 5. | سرايداء | سريداً (طبقات) |
| 6. | جلاد | جلا |
| 7. | اينست | نيست |
| 8. | ابو محمد | ابو محرز |
| 9. | يقطع | تقطع |

| | | |
|---|---|---|
| .10 | ما | بما |
| .11 | المطعين | المطيعين |
| .12 | جرما | غرباء |
| .13 | يحييٰ بن معاذ رازي عنوان تحت سن وفات کو نہ لکيو اٿس، جيڪو نفحات تان ورتو ويو آهي. | |
| .14 | خليل | حنبل |
| .15 | عمد | عمداء |
| .16 | نگذرد | نگذارد |
| .17 | مازني | مزني |
| .18 | اول الذکر بايزيد بسطاميءَ جا حالات ثاني الذکر با يزيد متعلق آهن ۽ ثاني الذکر جا اول الذکر ۾ تحرير ڪيا ويا آهن. | |
| .19 | سروسان | سروشان |
| .20 | ابو عبدالله محمد ابن ادريس شافعي جي عنوان تحت سال وفات ڏنل ڪونهي جيڪو وقايع السنين والاعوام تان ورتو ويو آهي | |
| .21 | فتح الله شخرف | حمدون قصار |
| .22 | بغداد نمي ثورد | بغداد قوت نمي خورد |
| .23 | ميدند | مي ديد ند |
| .24 | خرز | خراز |
| .25 | حرا | مرا حسد مي |
| .26 | متن ۾ ابوحمزه محمد بن ابراهيم خراساني ڪتابت ٿيل آهي- نفحات وغيره ۾ هن جو نالو محمد بن ابراهيم لکيل ڪونہ آهي. هن ذکر کان پوءِ ابو حمزه بغداديءَ جو ذکر اچي ٿو- دراصل هي نالو ان بزرگ جو آهي. | |
| .27 | ان استعين | لا تستعين |
| .28 | استحاق | استحقاق |

| | | |
|---|---|---|
| 29. | آر | آور |
| 30. | همين | مهين |
| 31. | الويه | داويه |
| 32. | باينكه داوي عكزي | دروي ننگري |
| 33. | محبت | محب |
| 34. | محمد هبرون | زهرون |
| 35. | و سيده | سيده |
| 36. | بنشست | ننشست |
| 37. | مروق | مسروق |
| 38. | زكوه | ركوه |
| 39. | كوره | كوزه |
| 40. | بستند | شستند |
| 41. | صانح | صايغ |
| 42. | ودر دوستان | در دوستان |
| 43. | حسام | حسان |
| 44. | صوبه | حمويه |
| 45. | بابوكيه | باكويه |
| 46. | سطاريه | شطاريه |
| 47. | سنجري | سجزي |
| 48. | استاد | استادان |
| 49. | كند | كنند |
| 50. | ساداتان | استادان |
| 51. | شجرف | شخرف |
| 52. | ناشنائستي | ناشايستي |
| 53. | زايدي | زاريدي |
| 54. | عمود | عمودي |
| 55. | سرسقطي | سري سقطي |
| 56. | عمود | عمو |
| 57. | كاره | فاذه |

| | | |
|---|---|---|
| 58. | مانک | با نیک |
| 59. | رازلي | رازي |
| 60. | مراسله | راسله |
| 61. | باداري | باوردي |
| 62. | باليني | ماليني |
| 63. | اكرهته | كراهيت |
| 64. | انور | نور |
| 65. | رزين | زرين |
| 66. | شاكر | شاگرد |
| 67. | پهلوي وي | پهلوي |
| 68. | مشاد | ممشاد |
| 69. | بميرزباني | بميزباني |
| 70. | مورود | مودود |
| 71. | جانواده | خانواده |
| 72. | راد | زاد |
| 73. | باشي | شاشي |
| 74. | 303هـ | 330هـ |
| 75. | تبدلل | تتبدل |
| 76. | الجهني الكفوفي | الجهي الكوفي |
| 77. | صد | جد |
| 78. | قفال | فضال |
| 79. | عبد | عبده |
| 80. | حمدوه | حمدوية |
| 81. | عباس | متوكل عباسي |
| 82. | الرحمٰن المقضي | عبدالرحمٰن يقطيني |
| 83. | كامتي | امتي |
| 84. | شمالي | ثمالي |
| 85. | النحلي | البجلي |
| 86. | بريري | هرتبرعي |

| | | |
|---|---|---|
| 87. | المرزاد | الزراد |
| 88. | ملزم | ملتزم |
| 89. | لوسحي | پوشنجي |
| 90. | باور | باورد |

## معيار چوٿون

| | | |
|---|---|---|
| 1. | تسرين | بشرياسين |
| 2. | الوالغيب | ابو المغيث |
| 3. | چندي | چند تن |
| 4. | نصيري | نصير آبادي |
| 5. | ختانہ | حنانہ |
| 6. | النطاق | الطاق |
| 7. | اقول | قول |
| 8. | الاطروس | اطروش |
| 9. | بارستاني | مارستاني |
| 10. | حسين | حسن |
| 11. | صورفي برفخات | صوفي نخواست |
| 12. | ابو الحسين دارج جي وفات جو سن 315ھ لکيل آهي، جڏهن تہ نفحات ۾ 320ھ آهي. | |
| 13. | باز | ما |
| 14. | متن ۾ عنوان واضع نہ آهي | بنان بن محمد الحمال |
| 15. | ابو بڪر عبدالله جي وفات 340ھ | 330ھ (نفحات ۽ طبقات) |
| 16. | استکفشار | اسکفشاذ |
| 17. | ا | را |
| 18. | ال | آن |
| 19. | تحليل | تخليل |
| 20. | قت | وقت |
| 21. | بکر | بکير |
| 22. | سفيان | شيبان |
| 23. | شيخ ابوبڪر طمستاني ۾ سنہ 340ھ جي | |

| | | |
|---|---|---|
| | جڳهہ خالي آهي | |
| .24 | متن جي جڳهہ خالي آهي | اربعين |
| .25 | مياني | تيناتي |
| .26 | حنفي | صنفي |
| .27 | منقولہ | متصوفہ |
| .28 | ساريہ | سياريہ |
| .29 | تراي | ترا |
| .30 | ابو عمر | عمرو |
| .31 | بفرزانت | فرزندانت |
| .32 | بارجان | جازجان |
| .33 | بروجندي | تروغبدي |
| .34 | بلام | بلاد |
| .35 | مشاد | ممشاد |
| .36 | الاسبات | الاثبات |
| .37 | كرامانشاهي | كرمانشاهي |
| .38 | الررسي | الراسبي |
| .39 | الفقرا | الفقير |
| .40 | مرعش | مرعشي |
| .41 | موسي | طرطوسي |
| .42 | نقطويہ | نفطويہ |
| .43 | رسيق | رشيق |
| .44 | اعطاي | عطاء |
| .45 | البري | آجري |
| .46 | معاربي | مغازلي |
| .47 | اداي | رداي |
| .48 | ارمنوي | ارموي |
| .49 | مغاربي | مغازلي |
| .50 | سروان | سيرواني |
| .51 | شاكر | شاگرد |

| | | |
|---|---|---|
| .52 | ڪتابي | ڪتاني |
| .53 | تجر | تبجر |
| .54 | خيراني | خيران |
| .55 | عليه | عنہ |
| .56 | بيڪشدي | بيڪندي |
| .57 | متن ۾ عاصي لکيل آهي، جڏهن تہ نفحات ۾ ابوالحسين (حڪيمي) لکيل آهي. | |
| .58 | خورد | خرد |
| .59 | ڪرد | ڪردند |
| .60 | خراقان | خرقاني |
| .61 | پرسيدم | پرسيدند |
| .62 | متن ۾ شيخ احمد ابو بڪر | شيخ احمد جوالگر (نفحات) |
| .63 | وليها | وليمها |
| .64 | خرقاني | جرجاني |
| .65 | ابوالحسين | ابوالخير |
| .66 | خوردي | خردي |
| .67 | عقايدي | عتايدي |
| .68 | الاشڪاف | الاسڪاف |
| .69 | او | دو |
| .70 | نا | باز |
| .71 | حلال | خلال |
| .72 | عقلاني | عسقلاني |

## معيار پنجون

| | | |
|---|---|---|
| .1 | بغرو سومنات | بغزوه سومنات |
| .2 | ”بالخلق زاد عليڪ“ جا لفظ متن ۾ ڪونهن | --- |
| .3 | ابوازعہ | ابوزرعہ |
| .4 | فرفاني | خرقاني |
| .5 | وفات جو سن 444هہ | 425هہ |
| .6 | سرووردي | سرودي |

| | | |
|---|---|---|
| .7 | خركاني | خرقاني |
| .8 | مجاران | مجاز |
| .9 | مرشاد | فرشاد |
| .10 | ساحري | ساخري |
| .11 | جوالكر | جوالگر |
| .12 | ابن باكويہ | باكو |
| .13 | دواكداز | دودگذر |
| .14 | مختصر | محتضر |
| .15 | هوازان | هوازن |
| .16 | السلام | شيخ السلام |
| .17 | نيساپور | نيشاپور |
| .18 | وزو | ازو |
| .19 | خدا | فِدا |
| .20 | تمكين | تمكن |
| .21 | حجره | محبره |
| .22 | قرآن | فرا آن |
| .23 | فباتي | قباني |
| .24 | باردون | اردن |
| .25 | استر آباد | استر آبادي |
| .26 | خورد | خرد |
| .27 | باتہ | پاک |
| .28 | دباش | دباس |
| .29 | كيل | گيلي |
| .30 | لعرالالبني | نصرالماليني |
| .31 | بوذرجاني | بوزجاني |
| .32 | داشت | درشت |
| .33 | شنبويہ | شبويہ |
| .34 | بنت | بنيت |
| .35 | بود | نبود |

| | | |
|---|---|---|
| .36 | کسل | گسل |
| .37 | مريدي | مريد |
| .38 | قزبيني | قزويني |
| .39 | نيامده | مسن |
| .40 | خوردي | خردي |
| .41 | اشتاد | ايستاد |
| .42 | سوران | سواران |
| .43 | قدس | قدوس |
| .44 | السلام | الاسلام |
| .45 | مرزويہ | مرويہ |

## معيار ڇهون

| | | |
|---|---|---|
| .1 | ڪارمدي | فارمدي |
| .2 | ڪردند | بيان ڪرد |
| .3 | شهناني | سمناني |
| .4 | بسوي | يسوي |
| .5 | اق قرعان | آق قورغان |
| .6 | اجرات | اجرت |
| .7 | ابوالحسن خرڪاني | ابو الحسن خرقاني |
| .8 | ترتيب | تربيت |
| .9 | ناقعي | نامقي |
| .10 | لفظ معشوق الاهي جا هم عدد 562 ٿين ٿا نہ ڪي 561 ۽ قانع ڏهن پٽن جو ذڪر ڪيو آهي پر نالا 9 جا ڏنا اٿس. | |
| .11 | جيش | حبش |
| .12 | الافساسي | الاقساسي |
| .13 | عمرنات | عمرانات |
| .14 | ورا | وي را |
| .15 | فريست | فرست |
| .16 | حالت | حاجت |

| | | |
|---|---|---|
| .17 | حير فتي | صير فيني |
| .18 | قيلہ | قبلتہ |
| .19 | خدخود | خود |
| .20 | يانستہ | بالسنتہ |
| .21 | معريد | مفرد |
| .22 | شبل | شبلي |
| .23 | نمي | مي |
| .24 | مضوض | فصوص |
| .25 | فوايع | فواتح |
| .26 | كتاب | اكتساب |
| .27 | تمام | اتمام |
| .28 | برتو | پر تو |
| .29 | دويم | سوم |
| .30 | ازكي | زكي |
| .31 | كرمتينہ | كرمينہ |
| .32 | خصر | خاطر |
| .33 | الحاج | الحاح |
| .34 | ارادتش | ارادت |
| .35 | خورد | خرد |
| .36 | كادكركي | كالكركي |
| .37 | رسيد | رسيديد |
| .38 | خرج | خرجت |
| .39 | جهان | بهان |
| .40 | برفتها | برياضت |
| .41 | بحكم | بحاكم |
| .42 | گذشتم | برگذشتيم |
| .43 | قرباتي | قرباقي |
| .44 | قيصريہ | قصريہ |
| .45 | ابو العلي | ابو العلاء |

| | | |
|---|---|---|
| 46. | الخالقي | المالقي |
| 47. | والاكرم | والاكرام |
| 48. | مقيما بها | بها مقيما |
| 49. | مناد بها | منار تها |
| 50. | فجاد فحوجده | فجاؤ فوجدوه |
| 51. | مح | منبج |
| 52. | راسته | رأتيه |
| 53. | بعد و فوتش | بعد فوتش |
| 54. | بطانجي | بطائحي |
| 55. | هكا | هكار |
| 56. | لبان | لبنان |
| 57. | فيلوري | قلوري |
| 58. | مستجاب الدعوت | مستجاب الدعوات |
| 59. | جماد | حماد |
| 60. | مكامات | مقامات |
| 61. | اللينسان | لسان |
| 62. | هرو | هردو |
| 63. | قده | قدوة |
| 64. | مدتا فاخزت | مدة فاخذت |
| 65. | ارسلان | رسلان |
| 66. | نصيب | نصب |
| 67. | ابو مداين | ابو مدين |
| 68. | اقال | قال |
| 68. | البركات | ابوالبركات |
| 69. | سبش | سببش |
| 70. | دند | بردند |
| 71. | پرسم | پرسيم |

## معیار ستون

| | | |
|---|---|---|
| 1. | الفسوي | النسوي |

| | | |
|---|---|---|
| 2. | قده | قدوة |
| 3. | تعر | ثغر |
| 4. | خنيفه | خليفه |
| 5. | مجددالدين | مجدالدين |
| 6. | پانرد | پانزده |
| 7. | بغديرا | بغدادي را |
| 8. | الجوارزمي | الخوارزمي |
| 9. | وي | ولي |
| 10. | نخورندي | نخوردندي |
| 11. | خارزمي | خوارزمي |
| 12. | حضر | حضرت |
| 13. | خورد | خرد |
| 14. | زانونش | زانواش |
| 15. | کنهاي | گنجاي |
| 16. | ابلاد | ابدال |
| 17. | مني | نمي |
| 18. | داد | دارد |
| 19. | هروز | هرروز |
| 20. | بهاءالدين ولد ذکريا | بهاءالدين ولد |
| 21. | ترتيب | تربيت |
| 22. | فرمايند | فرمائيد |
| 23. | ملحوظات | ملفوظات |
| 24. | التارکي | التارکين |
| 25. | ويرا | زيرا |
| 26. | اسبيله | اشبيليه |
| 27. | بخوان | نخجوان |
| 28. | ياغستاني | باغستان |
| 29. | ازجان | اندرجان |
| 30. | بختياري کاکن | بختيارکاکي |

| | | |
|---|---|---|
| .31 | خير | چيز |
| .32 | قبو | قبول |
| .33 | پاري | باري |
| .34 | دارم | داريم |
| .35 | ولها | لهٰذا |
| .36 | يسوم | موسوم |
| .37 | بازما | بارها |
| .38 | ڪجهہ جملا متن ۾ اڌ ۾ ڇڏيا ويا آهن، جيڪي نفحات ۾ هن طرح ڏنل آهن:<br>(1) "تابہ خضرعليہ السلام رسيد و وي را از زلال انعام و افضال خود سيراب گردانيد"<br>(2) " چراغي افروختہ و باخود زمزمہ مي کند چون گوش کشيد همين بيت شنيد" | |
| .39 | جنک و فيانہ | چنگ و چغانہ |
| .40 | زمان قاعد | زان قاعده |
| .41 | فرح | فرج |
| .42 | قطحيات | شطحيات |
| .43 | درجاتنامہ | اجازت نامہ |
| .44 | حاشي | ڪاشي |
| .45 | نظيري | نطنزي |
| .46 | بيرو | بيرون |
| .47 | بيني | بينم |
| .48 | د | دز |
| .49 | کوتا | کوتاه |
| .50 | نشده | شده |
| .51 | و | وي |
| .52 | متعده | متعدده |
| .53 | کرنار | گرناري |
| .54 | طنا | باطنا |

| | | |
|---|---|---|
| 55. | ودان | روان |
| 56. | رفيقم رايکدينار گفت | رفيقم راگفت |
| 57. | امرة | امراة |
| 58. | اويشان | اوشان |
| 59. | روض الرياض | روض الرياحين |

## معيار اٹون

| | | |
|---|---|---|
| 1. | داستي | داشتي |
| 2. | از آن | آن از |
| 3. | فضل | فضيل |
| 4. | نمباز | نماز |
| 5. | رانيافت محبت | محبت رانيافت |
| 6. | خورد | خرد |
| 7. | هنوز عرش مؤذن بانگ نگفته | هنوز مؤذن عرش بانگ نگفته |
| 8. | ششستنم | شستنم |
| 9. | ششتن | شستن |
| 10. | خود | خواجه |
| 11. | الجيز | ابخير |
| 12. | خوردش | خردش |
| 13. | حفات | حضرت |
| 14. | خورد | خرد |
| 15. | اوز | دوز |
| 16. | سمائي | سماسي |
| 17. | والادت | ولادت |
| 18. | فرند | فرزند |
| 19. | راش | داش |
| 20. | گيري | گري |
| 21. | گيرش | گريش |
| 22. | فرند | فرزند |
| 23. | بهاوالددين | بهاؤالدين |

| | | |
|---|---|---|
| .24 | بزكوار | بزگوار |
| .25 | همزا | همراد |
| .26 | خواجہ بهاوالدين پدر اندر مولانا | خواجہ بهاؤالدين و پدر مولانا |
| .27 | اولاد | اوراد |
| .28 | برجح | بہ ارجح |
| .29 | برشد | برسيد |
| .30 | خورد | خرد |
| .31 | ناگواري | ناگوري |
| .32 | عنوان ۾ سيد محمد جعفر المكي الحسني لکيل هو ۽ احوال گيسو دراز جو خلط ملط کيل هو. جيکي واضع کيا ويا. | |
| .33 | سبد | سپس |
| .34 | تائبادي | تائب آباد |
| .35 | الخير | انجير |
| .36 | فتہ | طرفتہ |
| .37 | اند | اندر |
| .38 | بسوي | يسوي |
| .39 | فراه | فره |
| .40 | بمنوحان | بنو جان |
| .41 | قلند | قلندر |
| .42 | آنچہ | آنجا |
| .43 | جماد و قريش | جماد قريش |
| .44 | بالحتياج | احتياج |
| .45 | ملفوظاتش | ملفوظات |
| .46 | زاري | زرادي |
| .47 | تبي | نيلي |
| .48 | خورد | خرد |
| .49 | مونا | مولانا |
| .50 | بود | بودم |

| | | |
|---|---|---|
| .51 | كاتب سهواً اضافي لفظ: شبي طوفان بادي برخاست لكي ويو آهي. | |
| .52 | باكي | باقي |
| .53 | خوفي | خوافي |
| .54 | مولا | مولانا |
| .55 | خورد | خرد |

## معيار نائون

| | | |
|---|---|---|
| .1 | مسفعحا | مشعشع |
| .2 | جتيانيان | چغانيان |
| .3 | بخار | بخارا |
| .4 | رشيدي | رسيدي |
| .5 | واجہ | وجہ |
| .6 | پارساني | پارساي |
| .7 | ضبطي | لفظي |
| .8 | رسيد | سيد |
| .9 | واكر | واكرد |
| .10 | قلتق | قتلق |
| .11 | اما | امام |
| .12 | قفاي | فغاتري |
| .13 | بخارات بوده | بخارا است |
| .14 | صفانيان | چغانيان |
| .15 | كفسر | كفشير |
| .16 | اسد حسن | سيد حسين |
| .17 | خورد | خرد |
| .18 | نشاپور | نيشاپور |
| .19 | آتشي | آشي |
| .20 | مولا وصي زاده | مولانا قاضي زاده |
| .21 | اسد و صعب | اشد واصعب |
| .22 | كردو | كرد |

| | | |
|---|---|---|
| 23. | جا | ما |
| 24. | خورد | خرد |
| 25. | عبدالله | عبيدالله |
| 26. | اول | دل |
| 27. | الم | دلم |
| 28. | خاني | خوافي |
| 29. | نہ قبول نکر دند | قبول نکردند |
| 30. | اوراروز | مراد را روز |
| 31. | الامام و محمد | الامام محمد |
| 32. | اهل و علم | اهل علم |
| 33. | آبير | آبيز |
| 34. | خربرد | خرجرد |
| 35. | خرقہ پوشيد | پوشيد |
| 36. | کرمات | کرامات |
| 37. | شده يم | شدم کہ |
| 38. | اسفرار | اسفرائن |
| 39. | بصباحبت | بصباحت |
| 40. | قرة عيني | قرة عينا |
| 41. | وا | وي |
| 42. | تواجہ | توجہ |
| 43. | سيده | سيد |
| 44. | مارا | ماررا |
| 45. | خو | خود |
| 46. | چتوئي | جتوئي |
| 47. | افتاح | افتتاح |
| 48. | لعرموه | بفرموده |
| 49. | ذجاجي | حاجي |

## معيار ذهون

| | | |
|---|---|---|
| 1. | بکالات | بکلمات |

| | | |
|---|---|---|
| .2 | متن ۾ 922ھ سن ڏنل ڪونهي | |
| .3 | منظر | منتظر |
| .4 | بشاھ | شاھ |
| .5 | قادر | قادري |
| .6 | متو | منو |
| .7 | تلهتي | ٿلتي |
| .8 | چون در نماز | وچون نماز |
| .9 | رندپور | زيدپور |
| .10 | مزور | نرور |
| .11 | خوردم | خردم |
| .12 | برضيات | برياضات |
| .13 | چدر | چادر |
| .14 | رواي | راوي |
| .15 | قده | قدوة |
| .16 | شوي | شوهر |
| .17 | منسوب | منصوب |
| .18 | جلال و ولد | جلال ولد |
| .19 | اجر | آجر |
| .20 | نشين | جانشين |
| .21 | طارت | طهارت |
| .22 | پرانمون | پيرامون |
| .23 | دريش چرڪس جا هي لفظ ڇڏي ويو آهي: "خدوم بحسب دلايل علوم ظاهريہ طرف فريضہ رحجاني اثبات فرموده" (حديقة الاوليا) | |
| .24 | مولاهي | جولاهي |
| .25 | چغتا | چغتايي |
| .26 | بحرومنشي | تجردمنشي |
| .27 | رسوات | رشحات |
| .28 | مطعجش | مضجعش |

| | | |
|---|---|---|
| معيار يارهون | | |
| 1. | بسپرد | بہ سپرد |
| 2. | درده سالہ | دررسالہ |
| 3. | و مشرف | مشرف |
| 4. | باشاء | باشارة |
| 5. | محمد عبد روش | محمد عيد روس |
| 6. | اولاد | والد |
| 7. | شاد اسكندر | شاهہ اسكندر |
| 8. | فياضي | فيض بخاري |
| 9. | اوراو | اوراد |
| 10. | خوردي | خردي |
| 11. | موسم | موسوم |
| 12. | داد | داده |
| 13. | خوردي | خردي |
| 14. | عبددالدليل | عبدالدليل |
| 15. | خوردي | خردي |
| 16. | بودي | بوي |
| 17. | 166هہ | 1066هہ |
| 18. | عبدالحق حق | عبدالحق |
| 19. | آدم تتوي | آدم بنوري |
| 20. | بارداوج | باز دواج |
| 21. | مطبوط | مضبوط |
| 22. | ملتها | تلها |
| 23. | تتي | تتوي |
| 24. | روز | روزي |
| 25. | شجح | سجح |
| 26. | سيد الله | سيد عبدالله |
| 27. | مدعهي | مدعي |
| 28. | عيد روز اضحي | عيد الاضحيٰ |

| | | |
|---|---|---|
| .29 | جدا | خدا |
| .30 | للعكوي | لكعلوي |
| .31 | محتر | محترمہ |
| .32 | مجذوم | مجذوب |
| .33 | خوردي | خردي |
| .34 | ملتان | ملتاني |
| .35 | والد | ولد |
| .36 | انصار | انصاري |

## معيار پارهون

| | | |
|---|---|---|
| .1 | منكل كوٺي | منگل كوٺي |
| .2 | تتي | تتوي |
| .3 | نبها | نبيره |
| .4 | كدا | گداز |
| .5 | ظهرالدين | ظهيرالدين |
| .6 | خام | خادم |
| .7 | ديدم | ديديم |
| .8 | غر | عزم |
| .9 | حلجمي | حجيمي |
| .10 | سيد محمد رضا متن ۾ لكيل ئي نہ آهي. | |
| .11 | بغر | بغرض |
| .12 | عمرانات | بعمرانات |
| .13 | فايد | فايده |
| .14 | داب | آداب |
| .15 | عاعشق | عاشق |
| .16 | جامعيشت | جامعيت |
| .17 | مصر | عصر |
| .18 | قادرنہ | قادر دنہ |
| .19 | ذاتاردنہ | داتاردنہ |
| .20 | ذوبہ | دوبہ |

| | | |
|---|---|---|
| 21. | اڪثر | اڪسير |
| 22. | جدوڪ | رد وڪد |
| 23. | سريرا | سريرا را |
| 24. | زيارات عليهم | زيارات آئمہ |
| 25. | سعيد الدين | سعدالدين |
| 26. | نيوري | بنوري |
| 27. | عبد | عبدالرزاق |
| 28. | بافقير | باقر |

## خاتمہ

| | | |
|---|---|---|
| 1. | وليده | وليمہ |
| 2. | توڪ | توبہ |
| 3. | زمني | يمني |
| 4. | عبدالرحيم دارائي | ابو سليمان دارائي |
| 5. | خدائبان | فدائيان |
| 6. | چاو پار | چاؤ پاره ي |
| 7. | قلاني | قلانسي |
| 8. | نمو | نمود |
| 9. | الامهنور | الدمنهوري |
| 10. | منسب | منست |
| 11. | ابو عبيد جو لفظ متن ۾ ڪونهي پر نفحات ۾ موجود آهي | |
| 12. | بعدڪ | بصرڪ |
| 13. | افضلحهم | افصحهم |
| 14. | سماوتي | سماواتي |
| 15. | بجايد | بجا آيد |
| 16. | وضايف | بوظايف |

## سنڌي بزرگن جو احوال:

معيار سالڪان طريقت ۾ ڪيترن ئي سنڌي بزرگن جو احوال ملي ٿو:

ابوتراب، شيخ ابوعلي سنڌي، سيد علي، سيد محمد مڪي، شيخ نوح بڪري، حاجي منگهہ، ريحان جهنگلي، شيخ جيہ، سيد محمد انجوي، سيد احمد انجوي، مخدوم رمضان، شيخ ملا عبدالرحمٰن عباسي، شيخ اسحاق، شاهہ گرگنج، شيخ البہ شيخ جمن جتي، پير بابو، حاجي شيخ بهاءُالدين، درس پنيہ، شيخ حماد نيرون ڪوٽي، مراد پليجو، ملا آري، شيخ ابراهيم شيخ حسين سومرو، درويش نوح، شيخ حماد، درويش پنيو

# سيدنا ابوبڪر بن ابي قحافه رضي الله عنه

هن سڳوري رضي الله عنه جي اها خصوصيت آهي تہ پاڻ سندن پيءُ ۽ ماءُ گهر واريون، پٽ ۽ ڌيئر سڀ مسلمان ٿيا هئا. سندن نسب، پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن سان "مره" وٽ ملي ٿو. اسلامي دور ۾ ڪين صديق ۽ عتيق جي نالي سان سڏيندا هئا ۽ اسلام کان اڳ دور جاهليت ۾ سندن نالو عبدالڪعبه هو. اسلام آڻڻ کان پوءِ سندن نالو ڦيرائي عبدالله رکيو ويو.

سيد سعد الله سورتي سلسله طريقت طيفوريه ۾ پنهنجي خود لکيل شجره طريقت ۾ بيان ڪندي طريقه نقشبندي ڪي حضرت علي رضي الله عنه ۽ حضرت صديق ڏانهن منسوب ڪندي لکي ٿو تہ انهيءَ طريقن جي انتها انهن ٻنهي بزرگن تائين آهي.

حضرت صديق رضي الله عنه نهايت متواضع ۽ متقي پرهيزگار هو. دور خلافت ۾ اُن جي ڪپڙن جي سادي پوشاڪ پهريندو هو. ساري زندگي انهيءَ تي قائم رهيو ۽ سندس عمال بہ متابعت ڪندا هئا. اهل سنت جي چوڻ موجب تہ اول ۾ ايمان آڻڻ وارو حضرت صديق هو ۽ اهل شيعت وارن جو چوڻ آهي تہ سابق الايمان حضرت علي رضي الله عنه هو. اهڙي طرح سندن چوڻ آهي تہ ايمان آڻڻ وارن ۾ اول حضرت خديجہ رضہ، بعد ۾ حضرت علي رضي الله عنه ۽ ان کان پوءِ زيد بن حارث ۽ ان کان پوءِ حضرت ابوبڪر رضي الله عنه هو. درحقيقت مردن ۾ اول ايمان آڻڻ وارو حضرت ابوبڪر رضي الله عنه ۽ ٻارن ۾ حضرت علي رضي الله عنه ۽ عورتن ۾ حضرت خديجہ ۽ غلامن ۾ حضرت زيد بن حارث هئا.

فائدو: هڪ بزرگ کي چيو ويو تہ ابوبڪر ۽ علي رضي الله عنهما ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ انهيءَ فرمايو تہ اها ڳالهہ فضول ۽ اجائي آهي، جو تہ جڏهن حضرت علي رضي الله عنه، پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي تجهيز ۽ تڪفين ۾ مشغول هو تہ ان وقت سقيفه بني ساعد اصحابيءَ جي گهر ۾ اصحابن باتفاق حضرت ابوبڪر رضي الله عنه کي خليفو چونڊيو ۽ عمر بن خطاب رضي الله عنه اول بيعت ڪئي. سعد بن عباده بيعت نہ ڪئي. اماميه فرقي جو چوڻ آهي تہ حضرت علي رضي الله عنه سان گڏ، سلمان فارسي، عمار بن ياسر، ابوهريره سلمي.[1] ابوايوب انصاري، حذيفہ يماني، قيس بن سعد بن عباده ۽ عباس بن عبدالمطلب، عبدالله بن عباس، ابوذر غفاري، مقداد، خالد بن سعيد، ابيّ بن ڪعب، سهل بن حنيف، خزيمہ ثابت ذوشهادتين ۽ ابوالهشم بن الهان پڻ بيعت ڪونہ ڪئي هئي.

ڪن جو چوڻ آهي تہ حضرت علي رضي الله عنه سڳورن جن بي بي فاطمه جي وفات کان چاليهہ ڏينهن پوءِ بيعت ڪئي هئي ۽ ڪن جو چوڻ آهي تہ بيعت ڪونہ ڪئي هئائون [2] ۽ سندن خلافت

---

[1] صحيح لفظ ابوبرزه اسلمي آهي.

[2] بخاري شريف جي ڪتاب المغازي جي حديث نمبر 3925 روايت حضرت عائشہ رضہ ۾ ذڪر آهي تہ بي بي فاطمه رضہ جي وفات کان پوءِ حضرت علي رضي الله عنه جن خاندان بنو هاشم سميت حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جي بيعت مسجد نبوي ۾ صحابہ جي مجلس ۾ ڪئي.

جو مدو جملہ ہہ سال ٽي مهينا ۽ اٺ ڏينهن رهيو ۽ سندن عمر ڪل ٽيهٺ سال هئي. سندن وفات جو سال 13ھ مطابق 634 ع هو.

سند قادريہ طريقو: حضرت امير عہ جن ڪان حضرت سلمان رضي الله عنه فارسي تائين پهچي ٿو ۽ حضرت سلمان رضي الله عنه ڪان قاسم بن محمد بن ابي بڪر تائين اچي ٿو.

چيو وڃي ٿو تہ: حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جن جيڪو پيراهن پهريندا هئا، سو خلعت طور ڪين حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن ڪان عطا ٿيل هو، بعد ۾ ڦرندو ڀاويهن واسطن بعد حضرت ابوالسعيد ابوالخير ڪي رسيو ۽ ان ڪان پوءِ شيخ الاسلام جامي ڪي مليو. حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جي اولاد ۾ بي شمار بزرگ، اولياءَ ۽ مشائخ ٿي گذريا آهن جن ۾ شيخ شهاب الدين سهروردي، شيخ بهاؤالدين ملتاني[1] ۽ مخدوم نوح هالڪندي رحمه الله بہ سندس ئي اولاد منجهان آهن.

## سيدنا عمر بن الخطاب رضي الله عنه

حضرت عمر رضي الله عنه جو شجره نسب، پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن سان "ڪعب" وٽ ملي ٿو. سندن لقب فاروق هو. نبوت جي ڇهين سال ۾ هن سڳوري اسلام قبول ڪيو. هن جي ايمان آڻڻ وقت تقريباً چاليهہ شخص مسلمان ٿيا هئا. جنهن ڏينهن هن ايمان آندو، انهيءَ رات جو رسول الله صلي الله عليه وآله اصحابه وسلم جن الله تعاليٰ جي درگاهہ ۾ اها دعا گهري هئي تہ: اللهم اعز الاسلام بابي جهل بن هشام او عمر رضي الله عنه بن الخطاب[2]

ترجمو: اي الله! ابوجهل يا عمر بن خطاب سان اسلام کي تقويت بخش.

چيو وڃي ٿو تہ ايمان آڻڻ ڪانپوءِ حضرت عمر رضي الله عنه چيو تہ مشرڪين، لات ۽ عزيٰ (بتن) جي اعلانيہ پوڄا ڪن ٿا ۽ اسين خدا تعاليٰ جي لِڪي عبادت ڪريون؟ پاڻ سڳورا صلي الله عليه وسلم پوءِ ان ڳالهہ کي پسند ڪندي (عبادت) لاءِ ڪعبة الله جي طرف روانا ٿيا. سندن ساڄي پاسي کان حضرت عمر رضي الله عنه تلوار ڪڍي ساڻن گڏ روانا ٿيا ۽ سندن کابي پاسي کان حضرت علي رضي الله عنه تلوار ڪڍي روانا ٿيا. پاڻ سڳورا صلي الله عليه وسلم جن اڳيان هلڻ لڳا ۽ صحابہ ڪرام رضوان الله عليهم اجمعين پٺيان ۽ جڏهن اها ماجرا قريش ڏٺي تہ حضرت عمر کي چوڻ لڳا تہ "تون تہ مُحَمَّد جي قتل جي ارادي سان نڪتو هئين ۽ هاڻي هن ڪهڙي حالت ۾ آهين؟" چيائين "اوهان منجهان ڪنهن بہ ڪا حرڪت ڪئي تہ اهو قتل ڪيو ويندو." رسول الله صلي الله عليه وسلم جن (جماعت سميت) خانہ ڪعبه ۾ آيا ۽ نماز ادا ڪيائون ۽ آيت ڪريمه نازل ٿي.

ياايها النبي حسبک الله ومن اتبعک من المؤمنين[3]

---

[1] حضرت شيخ بهاؤالدين ملتاني سيدنا ابو بڪر رضي الله جي اولاد مان ڪونہ آهي.

[2] ترمذي حديث: 3683- فيض القدير ص299 ج5. تحفة الاحوذي ص117 ج10- نوادر الاصول ص133 ج3.

[3] سورة الانفال آيت: 64

ترجمو: اي نبي صلي الله عليه وسلم ! تنهنجي لاءِ الله ۽ مؤمن ڪافي آهن.

تاريخ جو قول آهي تہ آيت انهيءَ ئي وقت ۾ نازل ٿي هئي.

تاريخ جي ڪتاب ۾ درج آهي، حضرت عمر رضي الله عنه جي خلافت جي دور ۾ هڪ هزار ۽ ٽيهہ شهر تابع ۽ فتح ٿيا ۽ چار هزار مسجدون تعمير ٿيون ۽ چار هزار ڪنيسائون ختم ٿيون ۽ هڪ هزار هڪ سو منبر ڪڙا ٿيا. والعلم عندالله.

چيو وڃي ٿو تہ جڏهن حضرت ابوبڪر رضي الله عنه پنهنجي حياتي ڪان نا اميد ٿيو، تڏهن حضرت عمر رضي الله عنه جي خلافت جي حق ۾ هڪ عهدنامو لکي هڪ شخص کي ڏنائين تہ اصحابن رضي الله عنه ڪان بيعت وٺي. گهڻن قبول ڪيو ۽ گهڻن جواب ڏنو ۽ انهن مان طلحہ رضي الله عنه بن عبدالله، حضرت ابوبڪر رضي الله عنه وٽ ويو ۽ چيائين تہ عمر رضي الله عنه خلافت جي لاءِ مناسب نہ آهي. چيائين تہ آءٌ ان کي ئي بهتر سمجهان ٿو. پوءِ لکيل عهدنامو اصحابن رضي الله عنهم وٽ آندو ويو ۽ بيعت ورتي وئي. پوءِ حضرت علي رضي الله عنه جن وٽ آيا ۽ بيعت طلب ڪيائون. حضرت علي رضي الله عنه فرمايو: بَايُعْتُ بِمَنْ فِيْهَا وَاِنْ كَانَ عُمَرًا. (مون انهيءَ عهدنامي مطابق بيعت ڪئي، پوءِ ڀلي ڪٿي عمر هجي.)

حضرت عمر رضي الله عنه پنهنجي خلافت واري سموري دور ۾ ڪمال استقلال سان عدالت ڪئي ۽ آخر چوڏهين ذوالحج 23هہ جي رات جو مغيره بن شعبه جي غلام ابولولو جي ڪاري زخم سبب پنهنجي حياتي ڪان نا اميد ٿي ويو، تڏهن خلافت جي تعيّن جو مسئلو شوريٰ جي اڳيان رکي پاڻ رضي الله عنه وفات ڪري ويا. سندن فرزند عبدالله بن عمر زهد ۽ تقويٰ ۾ مشهور ۽ فقيه ٿي گذريو آهي.

حضرت فاروق رضي الله عنه جي اولاد ۾ اڪثر اهل ڪمال، بزرگ ۽ مشائخ پڻ گذريا آهن جن مان ڪابل ۾ فرخ شاهہ ان جي نسب مان شيخ فريدالدين مسعود اجوڌني ۽ امام رفيع الدين، جنهن جو اولاد حضرت مجدد الف ثاني، شيخ احمد سرهندي رحمة الله عليه نقشبندي ٿي گذريا آهن.

## خليفو ٽيون سيدنا عثمان بن عفان رضي الله عنه

سندن نسب پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن سان عبدالمناف وٽ ملي ٿو. حضرت عثمان رضي الله عنه، نهايت مالدار غني هئا ۽ شرم و حيا جا پيڪر هئا. چيو وڃي ٿو تہ ڪين هڪ هزار زرخريد غلام هئا. يقال له ذوالنورين لانه تزوج رقية و أم كلثوم بنتي رسول الله صلي الله عليه وسلم

ترجمو: ڪين ذوالنورين جي لقب سان سڏيو ويندو هو، ڇو تہ هن پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن جي ٻن نياڻين سان هڪ ٻئي پٺيان نڪاح ڪيو. پاڻ رضي الله عنه پهرين محرم سن 24هہ ۾ خليفا ٿيا ۽ سن 35هہ ۾ شهيد ڪيا ويا.

## سيدنا علي بن ابي طالب عليه السلام

سندن والده جو نالو فاطمه بنت اسد بن هاشم هو. هجرت کان پوءِ مدينه ۾ وفات ڪري وئي. سندن ولادت ڪعبة الله ۾ ٿي، سندن لقب اسد الله ۽ مرتضيٰ هو. ڪنيت ابوالحسن ۽ ابوتراب هئي. شيعا، ڪين بلاواسط وصي رسول الله صلي الله عليه وسلم شمار ڪن ٿا ۽ خيرالبشر سمجهن ٿا ۽ اهل سنت خلافت جي ترتيب سان ڪين چوٿون خليفو شمار ڪن ٿا.

علاؤالدولہ سمناني چوي ٿو تہ علم باطنيت ۽ وراثت علم ظاهر ۽ امامت حفظ سلسلۂ باطن ۽ خلافت سلسلۂ ظاهر جو رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کان پوءِ علي عليه السلام، ولي وارث، امام ۽ وصي هو. امام خليفو نہ ٿيندو آهي. عثمان رضي الله عنه کان پوءِ خليفو ٿيو. ان جي وضاحت اها آهي تہ حضرت علي عليه السلام جي خلافت ڏانهن ڪابہ رغبت ڪونہ هئي. مگر صحابہ ڪرام ڪي ڪو مستحق ماڻهو نہ ملڻ ڪري ۽ صحابہ جي اصرار سبب بضرورت خلافت قبول ڪيائون. حضرت علي عليه السلام سڳورن جون فضيلتون بيشمار آهن. جيڪي سندن اعليٰ رتبو بيان ڪن ٿيون. خبر بيان ڪئي ٿي وڃي تہ معراج جي رات رسول الله صلي الله عليه وسلم جن آسمان ۾ هڪ قفل لڳل حجرو ڏٺو، جنهن مان نور نڪري رهيو هو، بموجب استدعا ان کي کوليو ويو تہ ان مان ست صندوقون هڪ ٻئي جي پنيان نڪرنديون آيون، آخري صندوق ۾ پوشاڪ هئي، جيڪا پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم کي باري تعاليٰ جي درگاهہ مان اُمت لاءِ عنايت ٿيل هئي. پاڻ سڳورا صلي الله عليه وسلم فڪر ۾ پئجي ويا تہ هيءَ نعمت منهنجي اُمت منجهان ڪهڙي شخص جي قسمت ۾ آهي. خطاب ٿيو تہ هيءَ انهيءَ لاءِ آهي جيڪو خلائق کان پرده پوشيءَ جو شعار اختيار ڪري. ان رات جي صبح جو پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن حضرت ابوبڪر رضي الله عنه کي فرمايو تہ هن طرح خلعت عطا ٿي آهي. اگر توکي اها ڏيان تہ ڪهڙو عمل ڪندين. چيائين صدق و نثار پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم پنهنجو منهن مبارڪ ورائي عمر رضي الله عنه ۽ عثمان کان دريافت فرمايائون. انهن مان هڪ چيو عدل ۽ ٻئي چيو حياء ۽ جڏهن حضرت مظهر ولايت جي نوبت آئي تہ انهيءَ فرمايو تہ پرده پوشي خلق الله کان پنهنجو شعار بڻائيندس، پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم خلعت انهن کي عطا فرمائي تہ الله تعاليٰ جو امر بہ ائين ئي آهي.

### لمؤلفه

اين خلعت ولايت برقامت توزيبا
بعد از نبي ڪسي نيست بارتبہ توهمتا
معراج مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم را دانيم اصل مقصد
بهر علي رساندن اين خرقہ بود حقا

بعد ۾ اها خلعت ورثي ۾ حضرت امام موسيٰ ڪاظم کي عطا ٿي. انهيءَ کان پوءِ امام علي موسيٰ رضا ۽ شيخ بازيد بسطامي کي ملي. ان کان بعد شيخ معروف ڪرخي کي ملي ۽ ان بعد سري سقطيءَ کي ملي قدس الله اسرارهم.

سندن خاندان ۾ بيشمار مشائخ ۽ اولياء آهن ۽ حضرت ولايت جا چار خليفا آهن، حسن ۽ حسين عليهما السلام، حسن بصري ۽ ڪميل بن زياد ۽ ڪائنن فيض حاصل ڪرڻ وارا لاتعداد آهن.

امام اول جو مثال حضرت عيسيٰ عليه السلام وانگر آهي. پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم فرمايو ته جيئن بني اسرائيل جي هڪ جماعت حضرت عيسيٰ سان بغض ۽ عناد رکي ڪفر ۾ پئي ۽ ٻي جماعت حب ۾ حد کان تجاوز ڪري ڪفر ۾ پئي، اهڙيءَ طرح علي ﷺ سان عناد رکي هڪ جماعت گمراهي حاصل ڪئي ۽ ٻي جماعت حب ۾ حد کان تجاوز ڪري ڪفر ۾ هلاڪ ٿي. حضرت علي ﷺ جن سن 40هه مطابق 661ع ۾ شهيد ٿيا.

## سيّد الشهداء حمزه بن عبدالمطلب الهاشمي

پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن جا چاچا ۽ رضاعي ڀاءُ هئا. پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم کين سندس آخري عمر ۾ پلائي ۽ چڱائي ۾ لڳائي ڇڏيو ۽ حضرت ولايت جي دوستي ۾ علم تفوق ۾ بلندي حاصل ڪيائين ۽ احد جي لڙائي ۾ سن 3هه بمطابق سن 624ع ۾ شهادت جو درجو حاصل ڪيائون.

## جعفر بن ابي طالب هاشمي

هي حضرت پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن جي صورت مبارڪ سان مشابهت رکندڙ هئا. خُلق ۽ خَلق ۾ سندن جهڙوئي هو. پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن حضرت جعفر ﷺ کي سندن شان ۾ فرمايو ته:

اَشْبَهْتُ خَلْقِيْ وَ خُلُقِي (الحديث)

ترجمو: تون بناوت ۽ اخلاق ۾ مون سان مشابه آهين.

حضرت جعفر، حضرت علي کان عمر ۾ وڏو هو ۽ عقيل، حضرت جعفر کان عمر ۾ وڏو هو ۽ وري طالب عقيل کان به وڏو هو. حضرت جعفر مهاجرين اوّل مان هو. فتح خيبر جي ڏينهن ۾ پاڻ سڳورن جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. پاڻ ڪريمن سندن شاندار استقبال ڪيو. پاڻ سڳورا صلي الله عليه وسلم حضرت جعفر کي ڀاڪر پائي فرمائڻ لڳا ته ”خبر نه اٿم ته ڪهڙي ڳالهه جي خوشي مون کي وڌيڪ آهي، جعفر جي اچڻ جي يا خيبر جي فتح ٿيڻ جي.“

موته جي جنگ ۾ حضرت جعفر ﷺ کي اسلامي جهنڊو هٿ ۾ هو، مشرڪن سندن هٿ کي ڪپي ڇڏيو. وري پاڻ ٻئي هٿ سان جهنڊو بلند ڪيائون، ڪافرن سندن ٻئي هٿ کي به ڪپي ڇڏيو. وري پاڻ جهنڊي کي پنهنجي بازو سان بلند رکيائون. ڪافرن سندن بازو کي جدا ڪري

چڙهيو. وري فوراً نيزي جي سهاري سان جهنڊو بلند رکيائون. ان وقت پاڻ سڳورا صلي الله عليه وسلم مدينه شريف ۾ منبر تي تشريف فرما هئا. پردو پري ٿي ويو، پاڻ سڳورا صلي الله عليه وسلم جنگ جو روبرو مشاهدو ڪري رهيا هئا. جڏهن حضرت جعفر ڪي زمين تان نيزو ڪڍندي ڏنائون تہ آسمان ڏانهن پنهنجو منهن مبارڪ ڪندي عرض ڪيائون:

يا الله! منهنجي سوٽ کي رُسوا نہ ڪج! حق تبارڪ و تعاليٰ انهي ئي وقت کين ٻہ پر عطا ڪيا ۽ پرواز ڪري روضئہ رضوان يعني بهشت ڏانهن هليا ويا. انهيءَ ڪري کين ”طيّار“ يا ذوالجناحين (ٻن پرن وارو) جي لقب سان سڏيندا آهن. شهادت وقت سندن عمر ايڪيناليهہ سال هئي.

## عباس بن عبدالمطلب الهاشمي

حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جا چاچا سڳورا هئا. سادات صحابہ رضي الله عنه ۽ حضرت امير المؤمنين علي عليه السلام جن جي اصحاب نصرت منجهان هئا. ابوطالب کان پوءِ حجاج سڳورن کي پاڻي مهيا ڪرڻ جو ڪم سندن ذمي هو. فتح خيبر کان اڳ اسلام آندو هئائون، ليڪن فتح مڪي کان پوءِ ان کي ظاهر ڪيائون. عمر ۾ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن کان ٻہ يا ٽي سال وڏا هئا. رمضان شريف 32هہ ۾ حضرت عثمان رضي الله عنه بن عفان جي واقعي کان اڳ وفات ڪري ويا. سندن قبر مبارڪ بقيع ۾ آهي.

## عبدالله بن عباس رضي الله عنه

پاڻ عظيم صحابي ۽ حضرت عباس جي اولاد ۾ افضل ۽ اميرالمؤمنين حضرت علي جا شاگرد ۽ پڻ مريد هئا.

## عبيدالله بن عباس رضي الله عنه

پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن جا خاص صحابي ۽ سادات ۽ حضرت اميرالمؤمنين حيدر جي ساٿين مان هئا. پنهنجي پاءُ عبدالله کان هڪ سال ننڍا هئا. معاويه جي عهد ۾ سعيد. بن عثمان سان سمرقند ويا ۽ اتي ئي شهادت جو درجو حاصل ڪيائون.

## عقيل بن عباس رضي الله عنه

پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم جن سان جنگ حنين ۽ حجة الوداع ۾ گڏ هئا ۽ سن 8هہ ۾ طاعون جي وبا سبب وفات ڪري ويا. پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم، حضرت علي سان گڏ کين غسل ڏنو.

## عبدالله بن جعفر طيار رضي الله عنه

اهل اسلام جي تاريخ ۾ هن سڳوري رضي الله عنه جي ولادت ارض حبشہ ۾ بيان ٿيل آهي. پنهنجي پيءُ جي هجرت کان پوءِ فتح خيبر جي موقعي تي پيءُ سان گڏ مديني موٽي آيو. مون کي هي قول ياد آيو تہ پيغمبر عليه السلام جن اسان جي گهر آيا. منهنجي پيءُ جي وفات تي اسان سان تعزيت ڪيائون ۽ منهنجي مٿي تي ۽ منهنجي پاءُ جي مٿي تي پنهنجو هٿ مبارڪ رکيائون ۽ منهنجي مٿي ۽ منهن تي چمي ڏنائون ۽ سندن اکين مبارڪن مان ڳوڙها ڪِرِيا، تانجو سندن

ڏاڙهي مبارڪ تر ٿي وئي ۽ فرمايائون تہ ”جعفر پنهنجي بهترين ماڳ تي وڃي رسيو. هاڻي سندن خليفو تون ئي آهين. سندن اولاد ۾ تون بهترين خليفو آهين“. وري ٽن ڏينهن کان پوءِ آيا تعزيت وارو لباس لاٿائون، پنهنجي جود ۽ سخا جي سمنڊ ۾ انتهائي ٻاجهہ سان ارشاد فرمايائون ۽ پڻ ٿورو ناراض بہ ٿيا تہ منهنجي امت جي انهيءَ ٽولي تي الله تعاليٰ انعام فرمايو، جن پاڻ تي ظلم ڪيو. جيڪڏهن آءٌ انهن ماڻهن کي محروم ڪريان تہ ڄاڻ تو تہ الله تعاليٰ اها نعمت مون کان واپس وٺندو.

سن 80 هہ ۾ مديني ۾ وفات ڪيائين. سندس عمر 90 سال هئي. ڪي چون ٿا تہ سن 84هہ ۾ وفات ڪيائين ۽ سندن عمر 80 ورهيہ هئي. پر اڳيون قول وڌيڪ صحيح ۽ اوليٰ ڄاڻايو ويو آهي.

## محمد بن جعفر طيار

هن حضرت کي پاڻ سڳورا صلي الله عليه وسلم ڏاڍو پائيندا هئا جو تہ سندس شڪل و مشابهت ابوطالب جهڙي هئي. حضرت عمر رضي الله عنه جي وفات کان پوءِ حضرت علي سڳوري جن کيس پنهنجو نياڻو بڻايو، يعني ام ڪلثوم رضي الله عنها جيڪا علي سڳوري جي نياڻي حضرت عمر رضي الله عنه جن جي نڪاح ۾ هئي، ان جي وفات کان پوءِ هن حضرت جي نڪاح ۾ آئي. روضة الشهداء جي مصنف ڪيس سندس ڀاءُ عون بن جعفر شهداء ڪربلا ۾ شمار ڪيو آهي ۽ استيعاب جي مصنف ٻنهي جي شهادت شوستر شهر ۾ بيان ڪئي آهي ۽ قاضي نورالله (شوستري) ڪتاب مجالس المؤمنين ۾ سندس شهادت جو هنڌ شوستر شهر کان ٽي ميل پنڌ تي بيان ڪيو آهي.

## عقيل بن ابي طالب

هن بزرگ جي ڪنيت ابوزيد هو. پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم کين فرمايو تہ مون کي توسان ٻن طرفن کان پيار ۽ محبت آهي. هڪ طرف توسان قرابت اٿم ۽ ٻئي طرف منهنجو چاچو ابوطالب توکي ڏاڍو گهرندو هو. عقيل حضرت علي کان رنج ٿي، شام ملڪ ڏانهن هليو ويو، جو تہ سندس شام وارن تي سهڻو اثر هو.

حضرت معاويہ رضي الله عنه اڪثر ساڻس کِل مذاق ڪندو هو. هڪ ڏينهن مجلس ۾ کيس چيائين تہ جيڪڏهن تون مون کي پنهنجو ڀاءُ تسليم نٿو ڪرين تہ منهنجي سامهون نہ ايندو ڪر. جواب ۾ کيس چيائين تہ اخي لي في ديني و انت خير لي في دنياي واسال الله خاتمة خيرا (يعني دين ۾ منهنجو ڀاءُ آهين، دنيا جي لحاظ سان تون مون ڪاڻ ڀلارو آهين، ۽ خير سان خاتمي جو الله تعاليٰ کي عرض ڪريان ٿو.) وري کيس هڪ ڏينهن مجلس ۾ چيائين تہ عقيل اهو آهي جنهن جو چاچو ابولهب آهي. جواب ۾ موٽ ڏنائين تہ معاويہ اهو آهي جنهن جي پڦي حمالة الحطب آهي (ابولهب جي زال هئي) بلڪ وڌيڪ چيائونس تہ اي معاويہ! جا منهنجي چاچي ابولهب کي ۽ پنهنجي پڦيءَ حمالة الحطب کي دوزخ ۾ هن جي هينان فرش تي ليل ڏسڻ گهرين ٿو ۽ هاڻي تون انصاف ڪر تہ انهي ٻنهي مان ڪهڙو بهتر آهي، فاعل يا مفعول. معاويہ ڏاڍو لڄي ٿيو، ۽ هڪ ڏينهن وري معاويہ، عقيل کي چيو تہ اوهان بنوهاشم ۾ شهوت جو حرص تمام گهڻو آهي.

هن وراٺيو تہ هائو! ما في الرجال و منكم في النسآء (يعني هائو! اسان جي مردن ۾ آهي ۽ اوهان جي عورتن ۾ آهي). سندس وفات شام ملڪ ۾ معاويہ جي زماني ۾ ٿي هئي.

## عبدالله بن زبير عبدالمطلب

غزوه حنين ۾ حضرت علي ع، ۽ عباس ﷛ سان گڏ ثابت قدم رهيو. ڇيو وڃي ٿو هڪ دفعي حضرت عبدالله، مڪه ۾ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿيو، پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن مٿس چادر وڌي ۽ ڪيس پنهنجي پاسي ۾ ويهاريندي فرمايو تہ هيءُ منهنجو فرزند آهي ۽ سندس پيءُ منهنجو دوست هو. روم جي جنگ ۾ شهادت جو درجو حاصل ڪيائين. پهريائين جنگ ۾ ٻن رومين کي هڪ ٻئي پنيان جهنم رسيد ڪيائين، پوءِ پاڻ ﷛ زمين تي ڪِري پيو ۽ شهيد ٿي ويو. بعد ۾ ڏٺو ويو تہ سندس جسم تي گهرا زخم رسيل هئا.

## جعفر بن ابي سفيان بن حارث هاشمي

سندس والده، ابوطالب جي نياڻي هئي، جنگ حنين ۾ بہ سمجهہ سان هو ۽ معاويہ جو دور بہ ڏٺائين، پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ هميشہ رهندو هو، سال 50 هجري ۾ دمشق ۾ وفات ڪري ويو.

## مسلم بن عقيل

هيءُ حضرت حسين عليه السلام جي جانثارن مان خاص جانثار هو. ڪافي تڪليفون ڏٺائين ۽ ڪثرت شهرت سبب سندس وڌيڪ احوال لکڻ جي ضرورت ڪونہ آهي.

## ابوسفيان بن الحارث بن عبدالمطلب

حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جو سؤٽ ۽ ڀڻ رضاعي ڀاءُ هو. شروعات ۾ اسلام آڻڻ کان منهن موڙيو هئائين. بعد ۾ ايمان آندائين ۽ اسلام آڻڻ کان پوءِ فضل ۽ تقويٰ ۾ ايتري قدر پختو ٿيو، جو پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي زبان مبارڪ تان هي الفاظ جاري ٿيا تہ ”ابوسفيان بن حارث. جنت جي جوانن ۾ سردار آهي. جنگ حنين ۾ اڪثر صحابہ ﷛ جڏهن پسپا ٿيا تہ هيءُ حضرت علي ﷛ ۽ حضرت عباس ﷛ سان گڏ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي حفاظت ڪري رهيو هو“.

## عبدالمطلب بن ربيعہ بن الحارث

حضرت ولايت جن روايت فرمائين ٿا تہ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم هن صحابي ﷛ جو نالو تبديل ڪري ڇڏيو هو. حضرت عمر ﷛ جن جي خلافت تائين مدينه منوره ۾ رهندو

هو. ان کان پوءِ دمشق ويو ۽ اتي ئي سن 63ھ ۾ گذاري ويو. سندس فرزند محمّد جي اتي ڏاڍو قدر شرف ۽ منزلت ٿي.

## عمر بن ابي سلمہ بن عبدالاسد

هيءُ بہ بني هاشم ۾ شمار آهي، جو جو سندس والده زوج رسول الله صلي الله عليه وسلم، اُم المؤمنين ام سلمه آهي. سندس پرورش پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم ڪئي ۽ هيءُ حبش ۾ ڄائو. حضرت امير جي عهد ۾ بحرين جو والي رهيو هو ۽ سن 82ھ ۾ وفات ڪيائين.

## ابوايوب بن زيد انصاري

هن جو نالو خالد آهي قديم. رؤساء مدينه مان نالي شامول حڪيم يهودي، پنهنجي ساٿي نالي تبع بن مصدع بن ورد خابط عادل سان گھمندي ڦرندي، عرب، روم، عجم، ترڪستان ۽ هندستان جو سير سفر ڪندي يمن ۾ پهتا. اتان روانا ٿيندا جڏهن يثرب ۾ وارد ٿيا، تہ شامول پنهنجي چار سو ساٿين سميت يثرب ۾ سڪونت اختيار ڪرڻ جي خواهش ظاهر ڪندي ساٿيءَ کان رخصت گھري.

ساٿيءَ ڪائنس يثرب ۾ سڪونت اختيار ڪرڻ جو سبب پڇيو تڏهن شامول ڪيس ٻڌايو تہ هيءُ شهر نبي آخرالزمان جي هجرت جو هنڌ ۽ گھر آهي. بعد ۾ دوران سڪونت هن چيو تہ جيڪڏهن مان انهيءَ وقت ۽ زماني ۾ موجود رهيس تہ پاڻ سڳوري صلي الله عليه وسلم جي مٿان پنهنجي جان بہ قربان ڪري ڇڏيندس. ان وقت شامول ڪاغذ ۽ قلم طلب ڪيو ۽ ان تي هن طرح لکيائين:

بسم الله الرحمٰن الرحيم مون فلاڻي پٽ فلاڻي جي، محمّد جي دين ۽ سندس ڪتاب تي ايمان آندو آهي ۽ خدا تعاليٰ جي سيني ڪتابن ۽ پيغمبرن تي بہ ايمان آندو آهي ۽ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن جي شفاعت جو پڻ اميدوار آهيان ۽ سندس سڳوري ملڪ ۾ پاڻ کي منسلڪ ڪريان ٿو. شامول اهو ڪاغذ لکي پنهنجي اولاد جي حوالي ڪندي، ڪين وصيت ڪئي تہ حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جي ظهور وقت ڪين منهنجو اهو خط پهچائجو ۽ سندن خدمت ۾ چار سو ڪنيزون بہ عرض رکجو. چيو وڃي ٿو تہ مدينه منوره جي بيشتر آبادي انهيءَ ئي نسل مان آهي.

ان کان پوءِ شامول جي ايڪويهين پشت يعني هڪ هزار ٽيونجاهہ ورهيہ پوءِ، ابوايوب انصاريءَ جي وقت ۾ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي ظهور جي شهرت ٿي. تڏهن ان ڪاغذ ڪي هلال نالي هڪ شخص جي حوالي ڪري، ڪيس مڪي پاڪ روانو ڪيو ويو، تہ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم کي هيءُ پهچائي. ان وقت پاڻ سڳورا صلي الله عليه وسلم مڪي پاڪ جي ڪنهن واديءَ ۾ موجود هئا. جڏهن پاڻ سڳورن هلال کي واديءَ ۾ ايندي ڏٺو تہ ڪيس سڏ ڪري چيائونس تہ اي هلال! اهو ڪاغذ مون کي ڏي. هن چيو تہ ڪهڙو ڪاغذ ۽ توهان

جو نالو ڇا آهي؟ پاڻ صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته منهنجو نالو مُحَمَّد نبي آخرالزمان آهي ۽ حضرت جبرئيل عليه السلام انهيءَ ڪاغذ بابت تنهنجي نالي ۽ موڪليندڙ جي نالي جي خبر ٻڌائي آهي. پوءِ ڪاغذ ورتي، پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم حضرت ابوبڪر رضي الله عنه کي ڏنو، ته جيئن پڙهي ٻڌائي ۽ جڏهن حضرت جن اهو مضمون ٻڌو ته روئي پيا ۽ فرمايائون ته آءٌ پنهنجي ڀاءُ جي ديدار جو مشتاق آهيان. ابوبڪر رضي الله عنه چيو ته ڪهڙو ڀاءُ آهي. فرمايائون اوهان جو رفيق آهي. اوهان جو اهو ڀاءُ آهي جنهن اڻ ڏٺي تي ايمان آندو ۽ محبت ۾ جان به قربان ڪيائين. طوبيٰ لهم و حسن مآب [1] (پوءِ انهن کي خوشخبري هجي ۽ سندن لاءِ سهڻو نڪاڻو آهي).

هجرت جي شروعات ۾ مدينه اچي، پاڻ سڳورا صلي الله عليه وسلم جن ست مهينا پورا حضرت ايوب جي گهر ۾ رهيا. حضرت ابوب غزوه بدر ۽ ٻين غزوات ۾ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم سان همرڪاب هوندو هو. جنگ جمل ۾ حضرت علي جو طرفدار هو ۽ حضرت معاويه رضي الله عنه جي زماني ۾ روم جي جنگ لاءِ روم روانو ٿيو ۽ رستي ۾ بيمار ٿي پيو ۽ وفات وقت اها وصيت ڪيائين ته دشمن سان مقابلي وقت منهنجي لاش کي پنهنجن قدمن هينان دفن ڪجو، ان وصيت موجب ڪيس، استنبول جي ويجهو سوران شهر وٽ دفن ڪيو ويو، سندس قبر مبارڪ وٽ مسلمان يا نصاريٰ برسات وسڻ لاءِ دعا گهرندا آهن ته برسات وسي پوندي آهي.

ڪتاب استيعاب موجب رومي جڏهن جنگ لاءِ فارغ ٿيا ته ارادو ڪيائون ته سندس قبر کي کوٽيو وڃي. ان وقت ايڏي سخت برسات پئي، جو ائين پيو لڳي ته متان الله تعاليٰ جو قهر نازل ٿي رهيو آهي. پوءِ خوف سبب انهيءَ ارادي کان باز آيا.

## مت انصاري

هيءُ حضرت ايوب انصاري جو فرزند هو. ٽئين خليفي جي وقت هيءُ هرات ۾ وڃي رهيو. سندس نسب شريف شيخ الاسلام انصاري هروي تائين پهچي ٿو.

## معاذ بن جبل انصاري

هيءُ انهن ڇهن شخصن مان هڪ هو. جن پاڻ سڳورن عليه السلام تي نبوت جي ٻارنهين سال ايمان آندو هو. پاڻ سڳورن عليه السلام جن جي خاص اصحابن مان هڪ هو ۽ ڪين فيض صحبت مان صفائي باطن ۽ مقامات ڪشف جي نعمت جو حصول ٿيو ۽ جڏهن رحلت سرور ڪائنات جو واقعو مدينه ۾ ٿيو ته يمن ۾ کيس ڪشف جي ذريعي خبر پئي ته پاڻ سڳورا عليه السلام رحلت فرمائي ويا آهن، پوءِ اتڏانهن روانو ٿيو ۽ امير شام ابوعبيده رضي الله عنه جي وفات کان پوءِ خليفه ثاني جي حڪم تحت ان جو جانشين ٿيو ۽ ان کان پوءِ تمام جلد وفات ڪري ويو.

---

[1] سورة الرعد پ13

## سعد بن عباده انصاري

هن صحابي کي، پاڻ سڳورن ﷺ جن جي خاص اصحابن مان هڪ خاص صحابي ۽ نقيب، شمار ڪيو ويجي ٿو. نبوت جي ٻارنهين سال جن ڇهن ماڻهن پاڻ سڳورن ﷺ تي ايمان آندو هو، انهن مان هيءُ نه هڪ هو ۽ مدينه ۾ ايمان آندو هئائين، ڪامل زاهد هو. سندس وفات وقت حضرت جبرائيل عليه السلام پاڻ ڪريمن ﷺ ڏانهن سي خبر ڪٺي آيو ته آسمان جا دروازا متس کوليا ويا آهن ۽ عرش رحمان کان رحمت وسي ٿي.

## يزيد بن الحصين الاسلمي

هي بزرگ سيد الابرار ﷺ جن جي خاص اصحابن منجهان هڪ هو. هيءُ مقبول ۽ خاص علي عليه السلام جي شيعن مان هڪ هو. آخري عمر ۾ جڏهن عزا جي ارادي سان "مرو" ويو ته شهيد ڪيو ويو.

## خالد بن سعد بن العاص

خالد بن سعد بن العاص بن اسد بن عبدالشمس بن عبدمناف القريشي الاموي، ڪنيت ابوسعيد، هن جي اسلام آڻڻ ۾ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جي ترغيب ۽ هڪ خواب هو. خواب جي حقيقت بيان ٿو ڪري ته ڏسان ٿو ته هڪ باهه جي ٻرندڙ شعلن جي ڪناري تي بيٺو آهيان. مون کي منهنجو پيءُ انهيءَ باهه ۾ اڇلڻ گهري ٿو، ايتري ۾ پاڻ سڳورا ﷺ جن آيا ۽ منهنجي گريبان کي پڪڙي پاڻ ڏانهن ڇڪيائون ۽ چيائون ته مون ڏانهن اچ ته باهه کان بچي وڃين. جاڳ ٿي ۽ پڪ ڄاتم ته خواب صحيح آهي. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ ڏانهن روانو ٿيس، رستي ۾ حضرت ابوبڪر رضي الله عنه سان ملاقات ٿي جنهن کي ڳالهه ٻڌايم. هو پاڻ سڳورن ﷺ جي خدمت ۾ وٺي آيو ۽ اسلام جو شرف حاصل ڪيم.

## ابوالهشم مالڪ بن التبهان الانصاري

عقبه اول ۽ عقبه ثاني ٻنهي ۾ نقيب هو ۽ اڪابرين اصحابن مان خاص هو. جنگين ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جن سان گڏ هوندو هو. پاڻ سڳورن ﷺ جي وفات کان پوءِ حضرت علي سڳوري جي گرويدن ۾ شامل ٿيو ۽ جنگ صفين ۾ نمايان ڪردار ڏيکاريائين ۽ فوت ٿي ويو.

## حڪيم بن جبله عبدي

ناميارو صحابي هو. صالح ٻانهو ۽ پنهنجي قوم جو سردار هو. حضرت عثمان رضي الله عنه جي خلافت جي دور ۾ سنڌ ۾ آيو ۽ آخر جنگ جمل ۾ حضرت امير رضي الله عنه جي گروهه ۾ پنهنجي قوم جي ستر ماڻهن سميت شامل ٿيو ۽ فدا ٿيو.

## خزيمه بن ثابت انصاري

هن صحابيءَ جو لقب ذوالشهادتين هو. جو ته پاڻ سڳورن ﷺ جن هن جي شاهديءَ کي ٻن ڄڻن جي شاهديءَ جي برابر قرار ڏنو هو. جنگ صفين ۾ حضرت علي رضي الله عنه جي ٽولي ۾ شامل ٿيو. جڏهن عمار رضي الله عنه بن ياسر جنگ ۾ شهيد ٿيو تڏهن هن تلوار سنڀالي ۽ دشمنن سان سخت مقابلو ڪندي شهيد ٿي ويو.

## سهيل بن حنيف انصاري

سيني جنگين ۾ پاڻ سڳورن ﷺ سان شريڪ هوندو هو. ڪافرن سان سخت مقابلو ڪندو هو. اُحد جي جنگ ۾ استقامت جو ثبوت ڏنائين ۽ تيراندازي سان دشمنن کي دفع ڪندي، پاڻ سڳورن ﷺ جن جي پوري حفاظت ڪيائين. پاڻ سڳورن ﷺ جي وصال کان پوءِ حضرت علي رضي الله عنه جن جو همنوا ٿيو ۽ جنگ صفين ۾ ڪافي ڪارناما ڏيکاريائين. آخر ۾ ڪوفي ۾ فوت ٿي ويو. سندس جنازي نماز حضرت علي رضي الله عنه جن ڇهه يا ويهه تڪبيرن سان پڙهائي.

## ابي بن ڪعب انصاري

هيءُ صحابي سڳورو انهن ڇهن مان هڪ هو، جن عقبه ثاني ۾ حضور اڪرم ﷺ جن جي بيعت ڪئي هئي، جنگ بدر ۾ شريڪ هو ۽ وحي جو ڪاتب، قاري ۽ فقيه هو. جڏهن آيت لم يڪن الذين ڪفروا من اهل الڪتاب [1]

ترجمو: اهل ڪتاب مان جن ڪفر ڪيو، انهن پاڻ ۾ اختلاف نه ڪيو تانجو وٽن دليل آيو.

نازل ٿي تڏهن حضرت جبريل عليه السلام پيغمبر سڳوري جن کي فرمايو ته الله جلشانه جو حڪم آهي ته هيءَ آيت ابي بن ڪعب کي پڙهي ٻڌايو. حضور اڪرم ﷺ جن معنيٰ سان ابي بن ڪعب کي پڙهي ٻڌائي. هن پاڻ سڳورن ﷺ کان دريافت ڪيو ته ڇا منهنجو ذڪر ملاءِ اعليٰ (ملائڪن جو ٽولو) يا عالم بالا (ملائڪن جي دنيا) ۾ ٿيل آهي؟ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته هائو! ابي بن ڪعب ڏاڍو رُنو. سندس وفات جي تاريخ ۾ اختلاف آهي. گهڻن جي روايت آهي ته سندس وفات خلافت ثانيه جي دور ۾ ٿي آهي.

## ابودجانه انصاري

هيءُ اڪابرين صحابن مان آهي. اُحد جي جنگ ۾ جڏهن اصحاب سڳورا پنهنجي هٽي ويا هئا ۽ پاڻ سڳورا ﷺ اڪيلا رهجي ويا هئا ته هيءُ حضرت امير رضي الله عنه جن سان موٽي آيو ۽ ڪافرن سان جنگ ڪرڻ ۾ مشغول ٿي ويو. ابودجانه سهل بن حنيف ۽ عاصم ۽ طلحه سان گڏ

---

[1] سورة البينة آيت: 1

پاڻ سڳورن ﷺ جي خدمت ۾ پهتا ۽ سندن جسم مبارڪ جي چؤطرف ڍال ٿي بيٺا. ثقات راوين کان روايت آهي ته ابودجانه انصار رضي الله عنه مان حضرت صاحب الزمان جو هڪ مددگار هو.

## بشير بن سعد بن ثعلبه خزرجي انصاري

صاحب استيعاب لکي ٿو ته هي اصحاب عقبه مان هو. انهيءَ کان پوءِ سندس پاءُ سماڪ بن سعد پنهنجي والد سان جهاد ۾ حاضر ٿيو. جنگ اُحد ۽ بين جنگين ۾ به شريڪ هو. علامه حلي پنهنجي خلاصه بيان ۾ لکي ٿو ته، "مقبول گروه ۾ داخل هو". حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جي خلافت واري زماني ۾ خالد بن وليد جي ڪمان هيٺ يمن ويو ۽ اتي شهيد ٿي ويو.

## حجر بن عدي ڪندي ڪوفي

هيءُ حضرت افضل صحابين ۾ شمار ٿئي ٿو. جيتوڻيڪ عمر ۾ ننڍو هو پر ڪبائر ۾ شمار ٿيندو هو. مستجاب الدعوات ۾ معروف هو ۽ جنگ صفين ۾ حضرت علي رضي الله عنه جن جو طرفدار هو ۽ نهروان ۾ به حضرت علي رضي الله عنه جن سان گڏ هو. علامه حلي کيس ابدال لکيو آهي. زياد بن اميه بحڪم معاويه مٿس چند الزام مڙهيا ۽ پوءِ کيس شهيد ڪيو ويو. سن 51هه ۾ شهيد ٿيو.

## اسامه بن زيد بن حارثه بن شراحيل ڪلبي

صاحب (استيعاب) بيان ٿو ڪري ته سندس ماءُ جو نالو اُم ايمن برڪته هو جيڪا پاڻ سڳورن ﷺ جي ڪنيز هئي. پاڻ سڳورن ﷺ جن جي وفات وقت هن حضرت جي عمر ويهه يا اڻويهه سال هئي. پاڻ سڳورن ﷺ کان پوءِ هيءُ وادي القريٰ ۾ وڃي رهيو ۽ آخر ۾ مدينه منوره ۾ موٽي آيو ۽ معاويه رضي الله عنه جي آخري ڏينهن ۾ وفات ڪري ويو.

## ابراهيم ابورافع يا ابن رافع

خلاصه ۾ مذڪور آهي ته پاڻ سڳورن ﷺ جن جو آزاد ٿيل غلام هو ۽ سيني جنگين ۾ پاڻ سڳورن ﷺ سان همرڪاب هوندو هو.

پاڻ سڳورن ﷺ جن کان پوءِ حضرت امير رضي الله عنه جن سان منسلڪ ٿيو. "اصابه" ۾ بيان ٿيل آهي ته سندس نالو اسلم ابي رافع قبطي آهي ۽ پاڻ ﷺ سڳورن جو آزاد ڪيل غلام هو ۽ ڪنيت سان مشهور هو. عام طرح اهو قول آهي ته سندس نالو "اسلم" هو. بخاري هو. شيخ نجاشي پنهنجي ڪتاب ۾ شڪ جو بيان ڪندي لکي ٿو ته سندس نالو ابورافع اسلم يا ابراهيم هو. جيئن اڳ ۾ بيان ٿيل آهي ته ابورافع پاڻ سڳورن ﷺ جو آزاد ڪيل غلام هو ۽ سندس نالو اسلم رکيو ويو هو. دراصل هو حضرت عباس رضي الله عنه بن عبدالمطلب جو غلام هو ۽ هن پاڻ سڳورن ﷺ کي بخش ڪيو هو. ابورافع اسلم، حضرت عباس رضي الله عنه جي اسلام آڻڻ جي

خوشخبري جڏهن ﭘاڻ سڳورن ﷺ کي پهچائي ته خوشي سبب ڪيس آزاد ڪري ڇڏيائون ۽ انهيءَ ڪان پوءِ احمد بن سعيد، جو حافظ مشهور آهي، انهيءَ به پنهنجي تاريخ جي ڪتاب ۾ انهيءَ ڳالهه کي نقل ڪيو آهي ته نالو ابي رافع ابراهيم ئي آهي. هو مڪه ۾ مسلمان ٿيو هو ۽ پوءِ مدينه ڏانهن هجرت ڪيائين. هر جهاد ۾ ﭘاڻ سڳورن ﷺ سان گڏ هوندو هو ۽ ﭘاڻ سڳورن ﷺ ڪان پوءِ حضرت علي رضي الله عنه جن سان قريب ٿيو ۽ بيت المال جو نگران مقرر ٿيو ۽ انهن جي شهادت ڪان پوءِ حضرت امام حسن ع جي خدمت ۾ اچي رهيو ۽ پنجهتر سالن جي عمر ۾ وفات ڪري ويو. سندس پٽ جو نالو علي بن ابي رافع هو.

## براء بن مالڪ بن النصر الانصاري

هيءُ حضرت براء پنهنجي وقت جو جليل القدر صحابي هو. اُحد جي جهاد ۽ ٻين جهادن ۾ ﭘاڻ سڳورن ﷺ سان همرڪاب هوندو هو، دليريءَ ۾ بي مثال هو. دشمن سان ميدانِ جنگ ۾ تنها مقابلو ڪندو هو. حضرت عمر رضي الله عنه جي زماني ۾ شوشتر جي فتح وقت شهيد ٿي ويو، اتي سندس قبر مشهور آهي ۽ مخلوق جي زيارت جو مرڪز آهي.

## براء بن عازب الانصاري الحارثي الخزرجي

علامه حلي ڪيس مقبولين ۾ شمار ڪري ٿو. جنگ جمل، صفين ۽ نهروان ۾ حضرت امير سان گڏ هو. حضرت علي ڪان پوءِ ڪوفي ۾ سڪونت اختيار ڪيائين ۽ مصعب بن زبير جي ڏينهن ۾ هو وفات ڪري ويو.

## براء بن معرور بن صخر السلمي الخزرجي

هيءُ بزرگ انصاري عقبه اوليٰ جي نقيبن مان هڪ هو. بني سلمه بيان ٿو ڪري ته هن اڳ ۾ ڪنهن پادريءَ سان بيعت ڪئي هئي. پوءِ پنهنجو رخ ڪعبه ڏانهن ڪيائين. پنهنجي مال جو ٽيون حصو ڪنهن لاءِ وصيت ڪيو هئائين ۽ ﭘاڻ سڳورن ﷺ جي مديني ۾ تشريف آوري کان اڳ وفات ڪري ويو هو ۽ هڪ مهيني ڪان پوءِ ﭘاڻ سڳورا ﷺ مديني ۾ تشريف آور ٿيا ته اصحابن سان گڏ سندس قبر تي وڃي جنازي نماز پڙهيائون.

## عقبه بن عمر بن ثعلبه الانصاري

ابومسعود بدري جي نالي سان مشهور آهي. جو ته سندس سڪونت بدر ۾ هئي. بدر جي لڙائي ۾ سندس هجڻ ۾ اختلاف آهي ۽ حضرت علي رضي الله عنه جي ساٿين مان هڪ ساٿي هو. هڪ دفعي حضرت علي رضي الله عنه ڪيس ڪوفي جو خليفه مقرر ڪيو هو. ان ڪان چاليهه سال پوءِ وفات ڪري ويو. سندس وفات بابت بعض ڪوفي ۾ بعض مدينه منوره ۾ بيان ڪن ٿا.

## حارثہ بن سراقہ الانصاري

هيءُ غزوه بدر ۾ شهيد ٿيو سندس ماءُ جونالو حارثہ هو ۽ اها انس بن مالڪ جي ڦڦي هئي.

## حارثہ بن النعمان بن نقيع الانصاري

هيءُ جليل القدر صحابي هو. سيني جنگين ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جن سان شريڪ رهيو ۽ نهايت ثابت قدمي سان رهيو. حضرت جبرئيل عليه السلام کي ٻه دفعا دحيہ ڪلبي جي شڪل ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي آڏو ڏٺائين ۽ حضرت معاويہ رضي الله عنه جي وقت ۾ هو گذاري ويو.

## حارثہ بن نعمان بن اميہ الانصاري

هن جو ذڪر ڪتاب خلاصہ ۾ مختصر طور بيان ٿيل آهي. هيءُ مقبولين منجهان هو. جنگ بدر ۽ جنگ احد ۾ شريڪ رهيو.

## حارثہ بن هشام بن مغيره قريشي المخزومي

هيءُ حضرت جليل القدر صحابي ۽ معززين مان هو. خليفہ ثاني جي رقت ۾ شام ملڪ ڏانهن جهاد ڪرڻ جي غرض سان روانو ٿيو مڪه وارا سندس حسن سلوڪ سبب ڪيس ڏاڍو چاهيندا هئا. روانہ ٿيڻ وقت ڪجهہ مفاصلو سانس عزت افزائي لاءِ گڏجي هليا. جدا ٿيڻ وقت هو روئڻ لڳا، ڪين تسلي ڏيندي چوڻ لڳو تہ اوهان سان هيءُ منهنجي جدائي، الله تعالي جي طرف منهنجو وڃڻ آهي. آخر شام جي علائقي ۾ جهاد ۾ مشغول ٿي ويو. ايستائين جو سال ارڙهن هجري ۾ وفات ڪري ويو ۽ بعض جو چوڻ آهي تہ يرموڪ جي واقعي ۾ گذاري ويو ۽ اهو واقعو 15ھ ۾ هو. ڪتاب "اصابة" ۾ مذڪور آهي سندس پاءُ ابوجهل ۽ سندس سوٽ خالد بن وليد ۽ سيد بني مخزوم هئا ڪنهن جو چوڻ آهي تہ اسلام جي سابقين مان هو.

## حارث بن غزيہ انصاري

انصار مان هو ۽ حضرت امير رضي الله عنه جي جماعت ۾ شامل هو.

## عرفة أزدي انصاري

بعض عين کي نقط سان پڙهن ٿا ۽ بعض غير نقط سان. هيءُ انصاري ۽ اصحاب صفہ مان هو.

## مصعب بن عمير

هيءُ حضرت مهاجرين مان هو. مدينه منوره جا اڪثر ماڻهو هن جي تبليغ ۽ ارشاد سبب اسلام ۾ داخل ٿيا. روايت آهي ته جنگ اُحد ۾ اسلامي جهنڊو سندس هٿ ۾ هو. جڏهن سندس ساڄي هٿ کي ناڪاره ڪيو ويو ته هن پنهنجي کابي هٿ سان جهنڊي کي بلند رکيو ۽ کابو هٿ به جڏهن جدا ڪيو ويو ته هن پنهنجي بازو ۽ سيني جي سهاري سان جهنڊي کي بلند رکيو ۽ هيءَ آيت آخري دم تائين پڙهندو رهيو، وَمَا مُحَمَّدٌ اِلَّا رَسُوْلٌ قَدْ خَلَتْ مِنْ قَبْلِهِ الرُّسُلُ [1]

ترجمو: محمد ته رڳو هڪ رسول آهي، ان کان اڳ به رسول گذري چڪا آهن.

مشرڪ متس وار ڪيو ۽ شهادت حاصل ڪيائين.

چيو وڃي ٿو ته بي ثمري جو سندس اهو حال هو جو جڏهن شهيد ٿيو ته دنيوي سامان ۾ ڪيس هڪ ننڍڙي چادر ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه ڪونه هو (ڪفن ڏيڻ وقت) جيڪڏهن ان سان سندس مٿو ڍڪيو پئي ويو ته پير اگهاڙا رهن پيا.

## اسيد بن حضير بن سماڪ انصاري اشهلي

مقبول صحابن مان هو. قرآن شريف نهايت سهڻو ۽ گهڻو پڙهندو هو ۽ بيان ڪيو ٿو وڃي ته ملائڪ سڀُورا به سندس قرآن شريف سماعت ڪرڻ ايندا هئا. ويهين يا ايڪويهين سال ۾ مدينه ۾ گذاري ويو ۽ بقيع ۾ دفن ڪيو ويو.

## ابي بن ثابت انصاري

سندس شمار مقبول صحابن ۾ آهي. حسان بن ثابت جو ياءُ آهي. عقبه ۾ حاضر ٿيو ۽ جنگ بدر ۽ پڻ ٻين سڀني جنگين ۾ شريڪ هو. ٽئين خليفي جي وقت ۾ مدينه ۾ گذاري ويو.

## ارقم بن ابي ارقم مخزومي

هن حضرت ستن يا ڏهن شخصن کان پوءِ اسلام آندو. اول مهاجرين ۾ هو پاڻ سڳورا ﷺ شروعاتي عرصو سندس گهر ۾ قيام ڪري اسلام جي دعوت ماڻهن کي ڏيندا رهيا. ارقم جو گهر صفا پهاڙي وٽ هو. ان جي گهر ۾ چاليهن ماڻهن اسلام جو شرف حاصل ڪيو. انهن مان آخري عمر خطاب رضي الله عنه هو. هن سال 50هه ۾ وفات ڪئي. سندس عمر اسي سالن کان به مٿي هئي.

## ثابت بن قيس بن شماس خزرجي انصاري

هن صحابي کي پاڻ سڳورن ﷺ جن جو قطب سڏيو وڃي ٿو. حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جي خلافت جي دور ۾ شهيد ٿيو.

---

[1] سورة آل عمران آيت: 144

## ثابت بن ضحاڪ الخزرجي انصاري

هن صحابي ڪي خندق جي موقعي تي پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي سواري تي پيله سوار ڪيو ۽ ڪين واٽ ٻڌائيندو هليو ۽ سال 45هه ۾ وفات ڪري ويو.

## عباده بن صامت انصاري

هي بزرگ حضرت ابوذر رضي الله عنه جو ڀائيٽو هو. فلسطين جي علائقي ۾ فوت ٿي ويو. بعض جو چوڻ آهي ته رمله ۾ فوت ٿي ويو.

## حارث بن مالڪ انصاري

هيءُ اڪابرين صحابه ۾ سيد مختار هو. امام جعفر عليه السلام بيان فرمائين ٿا ته حضور اڪرم ﷺ جن صبح جي نماز ڪان پوءِ مسجد شريف ۾ تشريف فرما هئا ته هڪ نوجوان تي سندن نظر پئي جو بي خوابي سبب سندس مٿو ڀاري ۽ رنگ پيلو هو ۽ خود لاغر هو. پاڻ فرمايائون ته ڪهڙو سبب آهي جو تنهنجو هي حال ٿيو آهي؟ عرض ڪيائين يا رسول الله ﷺ! اوهين خوب ڄاڻو ٿا ته منهنجي حقيقت يقيناً مون ڪي غمزده ڪري ڇڏيو آهي. راتيون بيداريءَ ۾ ٿو گذاريان ۽ گرميءَ جا ڏينهن روزه سان ٿو گذاريان ۽ منهنجي دل دنيا ڪان بيزار ٿي وئي آهي ۽ دنيا ۾ جو ڪجهه به آهي مڪر ۽ فريب آهي ۽ ڏسان ٿو ته عرش حساب لاءِ ڪڙو ڪيو ويو آهي ۽ ساري مخلوق گڏ ٿيل آهي. بهشت وارا بهشت ۾ پنهنجين ڪرسين تي ويٺل آهن ۽ دوزخ وارا دوزخ ۾ عذاب هيٺ آهن.

پاڻ سڳورن ﷺ صحابه ڪرام ڪي فرمايو ته هي بنده اهو آهي، جنهن جي دل ڪي الله تعاليٰ ايمان جي نور سان روشن ڪيو آهي. بعد ۾ حارث ڪي فرمايائون ته پنهنجي دل ڪي انهيءَ حال تي ثابت قدم رک. (حارث عرض ڪيو) يارسول الله ﷺ دعا گهرو ته مون ڪي الله تعاليٰ شهادت نصيب فرمائي، پاڻ سڳورن ﷺ جي دعا سان هو موته جي جنگ ۾ حضرت جعفر طيار رضي الله عنه سان گڏ شهيد ٿيو.

## عمرو بن أم مڪتوم قريشي عامري

حضرت بي بي خديجه رضي الله عنها جو ڀاڻيجو هو. سابقين اسلام ۾ داخل هو. پاڻ سڳورن ﷺ جن ڪيترا دفعا ڪيس مدينه جو نائب مقرر فرمايو هو. قادسيه جي جنگ ۾ شهيد ٿيو.

## ابوطفيل عامر بن واثله الليثي (الڪناني)

غزوه أحد واري سال ۾ ڄائو هو. پاڻ سڳورن ﷺ جن جي لاڏاڻي وقت اٺن سالن جي عمر جو هو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ ڪي ڏٺو هئائين. حضرت امير رضي الله عنه ڪيس ڏاڍو گهرندو هو ۽ هيءُ سيني جنگين ۾ ساڻس همرڪاب هوندو هو. سن 100هجري ۾ وفات ڪري ويو.

## مالڪ بن حارث بن اشتر نجفي

هن صحابي رضي الله عنه جي وفات تي حضرت امير رضي الله عنه کي بيحد صدمو رسيو ۽ چيائون ته هو منهنجي لاءِ ائين هو، جيئن مان پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم لاءِ هئس. جڏهن حضرت امير جي حڪم سان مصر تي امارت لاءِ وڃي رهيو هو ته معاويہ رض جي چوڻ تي ڪيس ماڪيءَ ۾ زهر ملائي ڏنو ويو ۽ اتي فوت تي ويو. سندس جنازي کي مدينه منوره ۾ آندو ويو ۽ سندس قبر أتي ئي مشهور آهي

## زيد بن صوحان عبدي

ڪتاب "خلاصه" ۾ ڪيس ابدالن ۾ شمار ڪيو ويو آهي. اصحاب حضرت امير عليه السلام مان هو. جنگ جمل ۾ شهيد تي ويو.

## صعصعه بن صوحان عبدي

هيءَ صحابي پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي عهد ۾ مسلمان تيو حضرت علي حيدر ڪرار رضي الله عنه جي خاص اصحابن مان هو. حضرت امام جعفر صادق رضي الله عنه جن ڪان روايت آهي ته حضرت علي رضي الله عنه جي جماعت مان پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي پيروي جو حق ادا ڪرڻ ۾ صعصعه ۽ ان جي جماعت جهڙو بيو ڪوبه نه هو.

## ربيع بن خيثم ثوري ڪوفي

هيءَ حضرات تبعين جي اٺن زاهدن مان هڪ هو. جنهن ۾ هرم بن حيان ۽ اويس قرني ۽ عامر بن عبد قيس آهن. سندس قبر رود خانه طوس ۾ آهي، جيڪو مشهد مقدس جي ويجهو آهي. ثقات ۾ مروي آهي ته سندس قبر جي زيارت لاءِ حضرت امام علي بن موسيٰ رضا به متوجه تيا هئا.

## طرماح بن عدي بن حاتم

حضرت امير عليه السلام جي اڪابرين صحابه مان هو، فصاحت لساني ۾ مشهور هو.

## سعيد بن جبير

هيءَ حضرت علم، زهد ۽ تقويٰ جي صفتن سان موصوف هو، عبادت، ڪرامت ۽ خوارق ۾ معروف هو. يافعي پنهنجي تاريخ ۾ لکي ٿو ته ڪيس حُجاج جي حڪم سان 95ھ ۾ شهيد ڪيو ويو. سندس شهادت ڪان پوءِ أهو ظالم چاليهن ڏينهن ڪان وڌيڪ زنده ڪونه رهي، سڳهيو ۽ انهن ئي ڏينهن ۾ ڪنهن بزرگ خواب ۾ ڏٺو ته سعيد ان کي گريبان ڪان پڪڙي چئي رهيو آهي ته اي خدا تعاليٰ جا دشمن! مون کي ڪهڙي سبب ڪري قتل ڪيئي؟ سعيد جي عمر اٺيتاليهه سال هئي ۽ سندس قبر واسط ۾ مشهور اهي.

## ميثم تمار ڪوفي

هيءُ بزرگ حضرت امير عليه السلام جي احبابن مان هڪ هو، ابن زياد کيس ڦاسيءَ چاڙهي شهيد ڪيو هو ۽ هن پنهنجي زبان سان حضرت امير عليه السلام کي به آگاهه ڪري ڇڏيو هو ۽ منتظر هو ۽ پنهنجن مائٽن کي به ٻڌائي ڇڏيو هئائين ته ابن زياد مون کي حريث جي گهر ۾ ڦاسي تي چاڙهيندو. چئن ڏينهن کان پوءِ مٺ ڏسان ٿو ته ٻن سوراخن مان رت ٽپڪي رهيو آهي.

چيو وڃي ٿو ته حريث جي گهر ۾ ڪجي جو وڻ هو. جڏهن به هيءُ بزرگ وڻ وٽان لنگهندو هو ته ان کي چوندو هو: اي وڻ! تون منهنجي لاءِ تيار ٿيءُ ۽ آءٌ تنهنجي لاءِ تيار آهيان، جڏهن مون کي ڦاسيءَ تي چاڙهبو وڃي نه بقدر حيات غذا رسائج، آخري انجام جو احوال عام ماڻهن کي به ٻڌائيندو رهندو هو. ابوحامد تمار کان روايت آهي ته هڪ جمعي جي ڏينهن درياهه فرات ۾ ميثم سان گڏ ٻيڙيءَ ۾ مان به سوار هئس نه اوچتو سخت طوفان لهي پيو ۽ تيز ٿيندو ويو ته ميثم ان ٻيڙي مان لهي پيو ۽ طوفان جي حالات خصوصيات تي فڪري نظر وجهندي، ٻيڙي وارن کي چوڻ لڳو ته طوفان تيز ٿيندو ويندو ۽ ٻيڙيءَ کي بند ڪري ڇڏيو ۽ هي علامتون آهي آهن جو اڄ معاويه مري ويو هوندو. آخر ۾ اها خبر ظاهر ٿي ۽ سچ نڪتو.

## حبيب بن مظاهر انصاري

هيءُ اڪابرين تابعين مان هو روضة الشهداء ۾ مذڪور آهي ته حبيب بن مظاهر صاحب ڪمال و جمال هو. ڪربلا وقت پوڙهو هو ۽ حافظ القرآن هو. هر رات ۾ عشاء کان وٺي صبح تائين روزانو قرآن جو ختم ڪدي حضرت رسالت ﷺ جن جي خدمت ۾ ايصال ثواب ڪندو هو. اڪثر وقت حضرت امير عليه السلام سان گڏ گذاريائين. بعد ۾ حضرت امام عليه السلام سان ڪربلا ۾ شهيد ٿي جنت ۾ پهتو.

## رشيدي هجزي

حضرت اميرالمؤمنين علي عليه السلام جي احباب مان هو. پاڻ سڳورن ﷺ کيس رشيد البلايا جي نالي سان سڏيو. اهو اشارو انهيءَ ڳالهه ڏانهن آهي ته امير عليه السلام جي محبت جي جرم ۾ کيس تڪليف ده طريقي سان شهيد ڪيو ويندو ۽ کيس خبر هئي. ٻيو ته پاڻ سڳورن ﷺ کيس خوابن جي علم ۽ مشڪلات جي علم جي به تعليم ڏني هئي، ايستائين جو جنهن کي به هي چوڻ چاهيندو هو ته فلاڻي ڏينهن، فلاڻي وقت ۽ فلاڻي جاءِ تي مري ويندو ته ائين ئي ٿيندو هو.

چيو وڃي ٿو ته زياد جي پٽ کيس چيو ته چا توکي تنهنجي صاحب ٻڌايو آهي ته منهنجو موت ڪهڙي طرح ٿيندو؟ جواب ۾ چيائين ته هائو! مون کي ان جي تبري لاءِ زور پريندين، ليڪن بلڪل انڪار ڪندس ته منهنجن هٿن پيرن کي پيچي وڍي ڇڏيندين. ابن زياد چيو ته

والله! تون ڪوڙ ٿو ڳالهائين. هتن پيرن ٿوڙڻ سان گڏ گهر ڪان ٻه نيڪالي ڏني ويندئي. چون ٿا ته هڪ موقعي تي هن قلم، ڪاغذ گهرائي آئنده ايندڙ واقعن جو بيان لکرايو ۽ چيائين ته زياد جي پٽ ڪي دروازي تي لٽڪائي اچو ته جيئن هو پاڻ ڪي بُري عاقبت ڪان بچائي. اهو جڏهن ابن زياد ٻڌو ته سخت غضب ۾ اچي حڪم ڪيائين ته سندس سر وڍي ڪيس ڦاسيءَ تي لٽڪايو وڃي.

## ثابت بن بنائي

مليل باء ڪان پوءِ ٻه نون، درميان ۾ الف قبيلہ بُنانہ سان منسوب ۽ سندس ڪنيت ابوفضالہ. چاول بدر ۾، حضرت امير عليه السلام جو پيارو صحابي جنگ صفين ۾ شهيد ٿيو.

## جعدة همداني

جُعَدَة: جيم تي پيش ۽ عين تي زبر ۽ تاء تانيث جي آهي، همدان قبيلي مان هو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ ڪان پوءِ سندن اولاد امام حسن رضي الله عنه ۽ امام حسين رضي الله عنه جي خدمت ۾ رهيو ۽ آخر ۾ علي زين العابدين جن جي خدمت ڪيائين.

## مقداد بن اسود

وصاعہ بنت زبير بن عبدالمطلب سندس گهر واري هئي ۽ هيءُ شيعہ علي بن ابي طالب عليه السلامءِ بزرگ هستي هو. قديم الاسلام هو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ سان غزوات ۾ شريڪ هوندو هو. صحيح ترمذي ۾ مذڪور آهي ته پاڻ سڳورن فرمايو ته، ان الله تبارک و تعاليٰ امرني بحب اربعة و اخبرني بحبهم وهم علي ومقداد و سلمان و ابوذر[1]

ترجمہ: الله تعاليٰ مون ڪي چئن شخصن سان محبت ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي ۽ هن مون ڪي ٻڌايو آهي ته مان انهن سان محبت ڪريان. اهي هي آهن: علي، مقداد، سلمان ۽ ابوذر رضي الله عنهم

۽ جامع صغير ۾ شيخ جلال الدين سيوطي شافعي بيان ڪيو آهي ته پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو ته:

[2]إن الجنة تشتاق الي اربعة علي وعمار وسلمان ومقداد.

(ترجمو بيشڪ بهشت چئن شخصن لاءِ مشتاق آهي علي، عمار، سلمان ۽ مقداد رضي الله عنهم)

سندس مناقب لاتعداد ۽ ڳاڻاڻي ڪان وڌيڪ آهن. سندس وفات جو سن 33ھ آهي.

---

[1] ترمذي هن حديث ڪي غريب ڄاڻايو آهي. جامع ترمذي جي حديث 2572 ۾ ثلاثه جو لفظ آهي ۽ مقداد جو نالو ڪونہ آهي.

[2] تفسير ابن ڪثير ص169 ج1- مجمع الزائد ص117-118 ج9.

## قيس بن سعد بن عباده انصاري

هيءُ حضرت ابوتراب عليه السلام جو دوست ۽ آزاد ڪيل غلام هو ۽ حضرت امير ﷺ کان پوءِ حضرت امام حسن عليه السلام جن جي خاص احبابن ۾ شامل ٿيو. پاڻ جملہ سادات طلس مان آهي، منجهن چار افراد هي آهن. (1) قيس بن سعد، (2) عبدالله بن زبير، (3) احنف بن قيس، (4) شريح قاضي. طلس معنيٰ آهي عرب، جن کي قدرتي طرح ڏاڙهيءَ جا وار نہ هجن. چيو وڃي ٿو تہ قيس ۽ سندس پيءُ سعد جي قد جي ڊيگهہ ڏهہ گرانئيون هئي. انهن جي گرانٺ اسان جي ٻانهن جي برابر هئي.

سعد،سندس پيءُ ۽ سندس ڏاڏو دور جاهليّت يا اسلامي دور ٻنهي وقت پنهنجي قوم جو وڏو ٿي رهيو آهي. سندس دسترخوان هر عام ۽ خاص لاءِ کليل هوندو هو. قيس، حضرت رسالت ماب جن جي نزديڪ عهديدار برائي سلاطين هو. بعد ۾ حضرت امام حسن عليه السلام جن سان گڏ مدينه ۾ ڪيس جزوي زهر ڏنو ويو ۽ معاويہ جي آخري ڏينهن ۾ وفات ڪري ويو.

## حسّان بن ثابت انصاري

هيءُ حضرت جليل القدر انصار صحابن مان هو ۽ حضرت سيّد المرسلين عليه الصلوٰة والسلام جن جو مداح هو. پاڻ سڳورن ﷺ جن معراج جي رات عرش جي قريب ياقوت احمر جي دروازه سميت محل ڏٺو، جبرئيل عليه السلام کان دريافت فرمايائون، جنهن ٻڌايو تہ اهو محل، اوهان جي امت جي شاعرن جي مرادن جو خزانو آهي ۽ ان جي ڪنجي شاعرن جي زبان آهي ۽ فرمايائون مون کي ٻڌايو ويو آهي تہ اهو تحفو ڪنهن لاءِ ٿيندو. ٻئي ڏينهن صبح جو حسان ﷺ پاڻ سڳورن ﷺ جي مدح ۾ قصيده پيش ڪيو قصيده جي اول شعر ۾ ئي سندن مدح هئي. پاڻ سڳورن ﷺ داد ڏنو ۽ اها خبر فرمايائون تہ: والله ڪنز تحت العرش مفتاحها السنة الشعراء. اهوئي مضمون درست آهي.

## ابوهريره رضي الله عنه

پاڻ سڳورن ﷺ جن جو پيارو صحابي ﷺ ۽ صاحب باطن هو. صحيح بخاري ۾ مذڪور آهي تہ ابوهريره بيان ڪيو تہ:

حَفِظتُ مِن رسول الله ﷺ وِعَائانِ فامّا اَحدُهُما فبثَثته وَاَمّا الآخَرُ فَلَوبَثثتُهٗ قُطِعَ هٰذا البَلْعُومُ.[1]

ترجمو: مون رسول الله ﷺ کان (علم جا) ٻہ برتن سکيا آهن، جن مان هڪ کي ظاهر ڪري چڪو آهيان ۽ جيڪڏهن ٻئي کي ظاهر ڪريان تہ منهنجي حلق کي ڪپيو وڃي.

---

[1] صحيح بخاري

## عصام يمني مرادي

حضرت اويس قرني جو چاچو هو. پاڻ سڳورن ﷺ جي زماني ۾ قطب ۽ ابدال جي نعمت سان نوازيل هو. اهڙي طرح ارباب مڪاشفات اُهو ٻڌائين ٿا تہ ان کان پوءِ انهي نعمت جو شرف نالي احمد بن عطاء کي حاصل ٿيو، جو مڪه ۽ مدينه جي وچ واري علائقي ۾ رهندو هو.

## خيرالتابعين سهيل يمني اويس قرني

اويس قرني بن عامر مرادي ٻڌائي ٿو تہ سندس حيثيت اُمت مُحَمَدِيه ۾ اهڙي طرح آهي جهڙي طرح حضرت موسيٰ جي اُمت ۾ سرخ اسود جي هئي. متقدمين اڪابرين هڪ ٻئي سان زباني گفتگو ذريعي امور حقيقت جي معلومات حاصل ڪري پنهنجي قلبي اُڃ کي تسڪين ڏيندا هئا. اهڙي طرح سيئي انهيءَ وصف تي جنهن جو بنياد اويس رکيو، دين محمدي ﷺ جي آبياري ڪندا رهن ٿا ۽ اهو طريقو سلسلہ اويسيه ڏانهن منسوب آهي.

انهيءَ متعلق سلالة السادات، صاحب ڪرامت قدوة الواصلين عارف معارف يقين، مير سعدالله سورتي در رسالہ اجازت نامہ اش دران طريقہ نوشتہ... ڪمال السرمد والخمول والعزلة عن الخلق والتوڪل والتسليم والجود والشفقة و الخدمة والخلق باخلاقه ﷺ ظاهرا وباطنا واڪثر ذڪرهم لا اِلٰه اِلا انت اڪفني.

ترجمو: هو دائمي گمنامي ۽ خلق کان تنهائي واري زندگي گذاريندو هو، سندس مزاج ۾ توڪل، تسليم ۽ سخاوت ۽ شفقت ۽ خلق جي خدمت واريون وصفون هيون اخلاق ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي پيروي ڪندڙ هو. ظاهر ۽ باطن ۾ اڪثر سندس ذڪر هيءُ هوندو هو:

لَآ اِلٰهَ اِلاَّ اَنْتَ اَكْفِنِي.

### سَنَد

قَدْ وَصَلَ الْفَيْضُ اِلٰهِيّ اِلَي اَشْرَفِ الْمَوْجُوْدَاتِ صَاحِبِ مَقَامِ الْمَحْمُوْد سَيِدِنَا مُحَمَدٍ مُصْطَفيٰ ﷺ وَبِهٖ اِلَي الْاِمَامِ عَلِيّ بْنِ اَبِيْ طَالِب كَرَّمَ اللهُ وَجْهَهٗ وَبِهٖ اِلَي قُطْبِ الْاَقْطَابِ اُوَيْس بْنِ عَامِر قَرْنِيّ وَبِهٖ اِلَي مُوْسيٰ بْنِ يَزِيْدَ وَبِهٖ اِبْرَاهِيْمَ وَبِه اِلَي الشَّقِيْقِ الْبَلْخِيّ وَبِه اِلَي حَاتِمِ الْاَصَمّ وَبِهٖ اِلَي تُرَابِ النَّخْشَبِيّ وَبِهٖ اِلَي حُسَيْنِ الْبَازِ يَار وَبِه اِلَي اَبِيْ اِسْحٰقَ الْكَاذْرُوْنِيّ وَبِهٖ اِلَي ابي عُمَر الْاِصْطَخْرِيّ وَبِه اِلَي اَبِيْ مُحَمَّد جَعْفَر وَبِهٖ اِلَي اَبِيْ عَبْدَاللهِ مُحَمَد بْنِ الْخَفِيْف وَبِهٖ اِلَي حُسَيْن الْبَازيَار وَبِهٖ اِلَي اَبِيْ اِسْحَاق الْكَاذْرُوْنِي وَبِه اِلَي الشَّيْخ دَانِيَالِ الْمُسْخِيّ وَبِهٖ اِلَي الشَّمْسِ الدِّيْن وَبِهٖ اِلَيْ رُكْنِ الدِّيْنِ وَبِه اِلَي غَوْث الثَّقْلَيْن جَلَال الْمِلَّة وَالْحَق الْحَسَنِيّ وَبِه اِلَي تُرَاب اَقْدَامِهِمْ سَعْدُاللهِ وَبِهٖ اِلَي مَسْعُوْد الْاِسْفِرَايِنِيّ وَبِهٖ اِلَي قُطْبِ الْاَقْطَاب وَلِيّ اَمْرِنَا السَّيِّد عَبْدالشَّكُوْر دَائِم الْحُضُوْر وَبِه اِلَي تُرَاب اَقْدَامِهِمْ سَعْدُاللهِ.

غوث المتاخرين سيد محمد نوربخش پنهنجي تصنيف شجره اولياء ۾ لکي ٿو تہ: "اويس قرني المجذوب قدس سره هوالذي وصفه رسول الله ﷺ بولايته وقال اني لاجد نفس الرحمن من جانب اليمن.

ترجمو: پاڻ فرمايو ته: اويس قرني قدس سره مجذوب هو. جنهن جي تعريف رسول اڪرم ﷺ جن فرمائي ۽ اويس قرني بعض راتين لاءِ چوندو هو ته هذه ليلة الرکوع (يعني هيءَ رڪوع جي رات آهي) ۽ وري ڪا رات بيني آه و زاريءَ ۾ گذاريندو هو ۽ اهڙي طرح وري ڪڏهن چوندو هو ته هذه ليلة السجود (يعني هيءَ سجدي جي رات آهي) ۽ عشاء جي نماز کان وٺي صبح تائين سجدي ۾ رات گذاريندو هو) ۽ چوندو هو ته مان ساري رات هڪ سجدي ۽ هڪ رڪوع ۾ گذارڻ جي طاقت رکان ٿو ۽ حسرت سان چوندو هو ته ڪاش! ازل کان وٺي ابد تائين هڪ ئي رات هجي ته مان هڪ ئي رڪوع ۽ هڪ ئي سجدي ۾ اها رات بسر ڪريان. چيو وڃي ٿو ته اويس جي والده به صاحب نفس هئي ۽ هڪ ڏينهن اويس پنهنجي ماءُ کان اجازت گهري ته مون کي جيڪڏهن اجازت ڏين ته مان پنهنجي پيغمبر (ﷺ) جي زيارت ڪري اچان. چيائين ته پلي وڃ. مگر جيڪڏهن پاڻ سڳورا ﷺ پنهنجي جڳهه تي موجود نه هجن ته ترسي نه پئج، بلڪ جلدي واپس هليو اچج. انهيءَ شرط موجب جڏهن اويس مديني ۾ پهتو ته پاڻ سڳورا ﷺ موجود ڪونه هئا. اويس واپس هليو آيو. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ پاڻ سڳورا ﷺ جڏهن پنهنجي گهر ۾ تشريف فرما ٿيا ته هڪ نئين نورانيت جو اثر محسوس ڪيائون، دريافت ڪرڻ تي ڪين ٻڌايو ويو ته هڪ اٺ سوار شخص آيو هو. پنهنجو نالو اويس ٻڌائي پيو وري واپس هليو ويو. پاڻ فرمايائون ته اِهو نور ان جوئي هديه آهي جو رکي ويو.

منقول آهي ته قيامت جي ڏينهن ستر ملائڪ اويس جي شڪل ۽ صورت ۾ هوندا، جيڪي کيس پنهنجي حلقه ۾ وٺي بهشت ڏانهن روانا ٿي کيس پهچائي ايندا ته جيئن کيس مخلوق سڃاڻي نه سگهي، جو ته دنيا ۾ به هن مخلوق کان روپوشي اختيار ڪئي هئي. اهڙيءَ طرح جو ڪنهن کي به خبر ڪونه هئي ته ڪير آهي ۽ ڪٿي آهي قيامت ۾ به سندس پرده داري کي قائم رکيو ويندو.

سرور ڪائنات، فخر موجودات، افضل الصلوٰت واڪمل التحيات عليه وآله فرمايو آهي ته منهنجي اُمت ۾ هڪ اهڙو شخص آهي جنهن جي شفاعت سان قبيلہ ربيعه ۽ مضر جي ٻڪرين ۽ رڍن جي وارن جي برابر گنهگارن کي بخشيو ويندو. انهيءَ زماني ۾ انهن کان وڌيڪ ڪنهن به عرب قبيلہ ۾ رڍون، ٻڪريون ڪونه هيون.

روايت ۾ آهي ته حضور اڪرم ﷺ جن وفات وقت فرمايو ته منهنجو پيراهن اويس قرني کي ڏجو. کيس منهنجا سلام پهچائجو ۽ منهنجي اُمت لاءِ دعاءِ شفاعت ڪرڻ جو به پيغام پهچائجو. جڏهن صحابه رضي الله عنه عرض ڪيو ته اوهان جي پيراهن (لباس) جو حقدار ڪير آهي. فرمايائون ته اويس!

پاڻ سڳورن ﷺ جن جي رحلت کان پوءِ خليفه ثاني ۽ مرتضيٰ علي عليه السلام جڏهن ڪوفه ۾ پهتا ته حضرت فاروق رضي الله عنه نجد وارن[1] کان پڇيو ته ڪو قرن جو ماڻهو آهي ته ماڻهو

---

[1] صحيح هي آهي ته پاڻ يمن وارن کان پڇيائون چاڪاڻ ته "قرن" يمن جو شهر آهي، نه نجد جو. ڏسو مسلم حديث: 2542.

مڙي آيا. ڪانئن اويس قرني بابت دريافت ڪيائين ته ان جو ڪنهن کي ڪو ڏس پتو آهي. انهن مان ڪنهن ٻڌايو ته اسان کي پوري طرح ته خبر ڪونه آهي، البته هڪ اويس نالي شخص ديوانو آهي، ۽ وادي ۾ اٺ چاريندو آهي. مستانگي ۾ هوندو آهي. ماڻهو ڪانئس وحشت سبب دور ڀڄندا آهن. سندس خوراڪ رُکي خشڪ ماني ۽ ماءُ سان گڏ ڪائيندو آهي. حضرت فاروق ﷛ پنهنجي ساٿيءَ سان گڏ جڏهن اتي پهتو ته ڏٺائين حضرت اويس نماز ۾ مشغول هو. جڏهن نماز پوري ڪيائين ته پاڻ اڳتي وڌي آيا ۽ سفيدي نور واري نشاني سندس هٿ تي ڏٺائون جنهن نشاني بابت پاڻ سڳورن ﷺ خبر ڏني هئي.

سندس هٿ کي چميائون ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جا سلام پهچايائون ۽ پيراهن پيش ڪندي ڪيس اُمت جي شفاعت لاءِ دعا جي درخواست ڪيائون. حضرت اويس چند قدم پري تي سجدي ۾ ڪِري پيو ۽ چوڻ لڳو ته يا الله! ايستائين پاڻ سڳورن ﷺ جو موڪليل پيراهن ڪونه ڍڪيندس، جيستائين سندن اُمت کي نه بخشيندين. غيبي خطاب ٿيو ته لباس ڍڪ اسان تنهنجي سفارش تي ڪجهه ماڻهن جي مغفرت ڪري ڇڏي. دعا ۾ مشغول ئي رهيو ته فاروق ﷛ سندس مٿي تي اهو پيراهن رکندين چيو ته پاءِ! سجدي کان مٿو ڪٽي چيائين ته هرگز پيراهن نه پهريان ها، جيستائين ساري اُمت کي نه بخشايان ها. هاڻي به قبيله ربيعه ۽ نضر جي ٻڪرين جي ڏڻ جي وارن جي برابر اُمت جي ماڻهن کي بخشيو ويو آهي. فاروق ﷛ جڏهن اهو شرف ڏٺو. چوڻ لڳو ته ڪير آهي جو مون کان هيءُ خلافت وٺي. چيائينس ته اڇلي ڇڏ! پوءِ جنهن کي وڻندي اهو کڻندو. فاروق ﷛ کيس چيو ته پاڻ سڳورن ﷺ جن جي زيارت لاءِ ڇونه آئين. چيائين ته توهان پاڻ سڳورن کي ڏٺو آهي. چيائين ته هائو! جنهن ڏينهن پاڻ سڳورن ﷺ جو ڏند مبارڪ شهيد ٿيو ته اوهان سندن چهرو مبارڪ ڏٺو هو. چيائين هائو! پوءِ اوهان اتباع سنت ڇونه ڪيو ۽ پنهنجو وات سڳورو کولي ڏيکاريائين ته سندس وات ۾ هڪ ڏند به ڪونه هو ۽ چيائين ته انهيءَ گمان ۾ ته الائي ڪهڙو ڏند شهيد ٿيو آهي. مون سيني ڏندن کي ٽوڙي ڇڏيو. فاروق ﷛ دعا لاءِ عرض ڪيو، چيائين ته مان دعا ڪندو آهيان، اَللّٰهُمَّ اغفر للمؤمنين اگر مؤمن آهين ته توکي فائدو رسندو. ورنه ڪونه! عرض ڪيائين ته وصيت فرماءِ! چيائين ته اي عمر! تون خدا تعاليٰ کي سڃاڻين ٿو. چيائين هائو! فرمايائين ته بس، ٻئي ڪنهن کي به نه سڃاڻ! چيائين ته وڌيڪ (وصيت) ڪر. فرمايائين الله تعاليٰ توکي سڃاڻي ٿو. چيائين ته هائو فرمايائين ته اهوئي بهتر آهي ته توکي الله ڪانسواءِ ٻيو ڪوبه نه سڃاڻي. حضرت فاروق ﷛ ڪا شيءِ سندس اڳيان نذرانه طور پيش ڪئي. پاڻ ﷛ پنهنجي ڪيسي مان ٻه درهم ڪڍي، ڏيکاريندي چيو ته هيءُ مون کي اُٺن چارڻ جو معاوضو مليو آهي. جيڪڏهن اوهان ضمانت ڏيو ته هن درهمن جي خرچ ٿيڻ کان اڳ مون کي موت نه ماريندو ته مان نذرانو وٺان، ورنه هي ٻه درهم مون لاءِ ڪافي آهن. فرمايائين ته تڪليف معاف ڪجو قيامت قريب آهي ۽ آخرت جي سامان جي فڪر ۾ لڳل آهيان. چون ٿا ته ان کانپوءِ اويس قرني ﷛ اهڙو گم ٿي ويو جو ڪيس ڪنهن به نه ڏٺو، مگر آخري عمر ۾ سن 3 رجب 37ھ ۾ حضرت علي ﷛ جي رفاقت ۾ جنگ صفين ۾ وڙهندي شهيد ٿي ويو.

۽ ڪتاب شواهد النبوة ۾ لکيل آهي ته آخري عمر ۾ جهاد جي غرض سان آذربائيجان ويو اتي وفات ڪيائين. سندس دوستن ڪفن، دفن ڪيو، ليڪن سندس ڪفن ان جي گوڏڙيءَ مان نڪتو، جو انسان جو هٿ جو اٽيل ڪونه هو ۽ ايتري قدر جو جيستائين ان کي چڪيو پيو وڃي اهو دراز ٿيندو پيو وڃي. سندس قبر اتي آهي ۽ سفيد پٿر سان جڙيل آهي ۽ زيارتي ويندا رهندا آهن، العلم عندالله.

## سلمان فارسي رضي الله عنه

پاڻ سڳورن ﷺ جن جو آزاد ڪيل غلام ۽ خدمتگار هو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ، سلمان رضي الله عنه جي حق ۾ فرمايو ته سلمان منا اهل بيت يعني سلمان اسان جي اهل بيت مان آهي. سندس نسب منوچهر سان ملي ٿو، جنهن جو نالو ماهيہ بن بدخشان بن اذرخش هو ۽ هڪ ڳوٺ ۾ رهندڙ هو. عبدالله روايت ٿو ڪري ته مون کي سلمان رضي الله عنه ٻڌايو ته مان هڪ ڳوٺ ۾ رهندو هئس منهنجو پيءُ زميندار هو ۽ اسان باھ جي پوڄا ڪندا هئاسون، يعني اسان جو مذهب آتش پرستي هو. مون کي پنهنجي پيءُ هڪ ڏينهن زمين جي سنڀال لاءِ موڪليو ته مان رستي ۾ هڪ گرجا ڏٺو جنهن ۾ هڪ جماعت عبادت حق ۾ مشغول هئي. انهن جو طريقو مون کي ڏاڍو پسند آيو ۽ انهيءَ ملت ۾ شامل ٿي ويس ۽ جڏهن اها خبر منهنجي پيءُ کي پئي ته اُن مون کي قيد ۾ بند ڪري ڇڏيو. مان ڪنهن طريقي سان قيد مان جان ڇڏائي قافلي سان جيڪو شام ملڪ ڏانهن وڃي رهيو گڏجي اوڏانهن روانو ٿي ويس ۽ اتي جي گرجا ۾ هڪ وڏي راهب جي خدمت ۾ رهيس. پادري فوت ٿيڻ وقت موصل ۾ رهندڙ عموريہ جي راهب جو ڏس ڏنو ته هن وقت اهوئي حق جي اطاعت ڪندڙ آهي ۽ هڪ مدت انهيءَ جي خدمت ۾ رهيس. انهيءَ به وفات وقت مون کي آخر الزمان پيغمبر عليه الصلوٰة والسلام جي ظهور جي خبر ٻڌائي ته هو عرب ملڪ ۾ ظاهر ٿيڻ وارو آهي. اتي حاضر ٿج. پوءِ حجاز ڏانهن ويندڙ هڪڙي قافلي سان گڏ حجاز ڏانهن روانو ٿيس. وادي القريٰ ۾ پهچي قافلي وارن مون کي هڪ يهودي جي هٿ وڪرو ڪري ڇڏيو. ان يهودي وري مون کي پنهنجي سوٽ جي هٿ وڪرو ڪري ڇڏيو. پوءِ ان سان گڏجي مدينه پهتس انهن ئي ڏينهن ۾ پيغمبر ﷺ جي آمد جي خبر ٻڌم ته قبا محلہ ۾ تشريف فرما ٿيا آهن، شام جي نماز وقت، قبا ۾ سندن خدمت ۾ حاضر ٿي ڪلمہ توحيد پڙهي مسلمان ٿيس ۽ ڪين سمورو سربستو احوال ٻڌايم. پاڻ ﷺ فرمايو ته يهوديءَ کان پنهنجي آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ ڳالهہ ڪر. پوءِ مالڪ سان پاڻ ڳالهايم جنهن چيو ته آزاديءَ جي عيوض ۾ ٽي سو پودا کجيءَ جا قرندڙ ڪپن ۽ چاليهہ وقيه سون ڪپي. اهو احوال پاڻ سڳورن ﷺ کي عرض ڪيم. پاڻ سڳورن ٽي سو کجيءَ جا پودا اصحابن رضي الله عنهم کان پنهنجي هٿن مبارڪن سان گڏجي زمين ۾ لڳايا، جن سال جي اندر ڦر پيدا ڪيو ۽ انهيءَ دوران مال غنيمت ۾ بيضي جيترو سون جو ڳنڍو پاڻ سڳورن ﷺ کي مليو. پاڻ سڳورن مون کي سڏائي، منهنجي حوالي ڪيو ۽ فرمايو ته باغ جي مالڪ يهودي کي ڏئي، پنهنجي آزادي حاصل ڪر. اهڙي طرح يهوديءَ کان آزادي حاصل ڪري پاڻ سڳورن ﷺ جي خدمت ۾ خادم ٿي رهڻ لڳس. هڪ ڏينهن پاڻ سڳورن ﷺ حضرت علي عليه السلام کي فرمايو ته منهنجي آزاديءَ جو پروانو لکي ڇڏ حضرت

سلمان فارسي جي عمر بابت ٻه روايتون آهن. هڪ روايت ۾ سندس عمر جو انگ اڍائي سو ورهيه ٻڌايو ويو آهي ۽ ٻي روايت ۾ ساڍا ٽي سو ورهيه بيان ڪيو ويو آهي. احسن الڪبار ۾ مرتضوي مناقب ۾ مذڪور آهي ته خليفه ثاني رضي الله عنه جي وقت ۾ هڪڙي ڏينهن حضرت اميرالمؤمنين علي عليه السلام صحابه رضوان الله عليهم جي مجلس ۾ ويٺي فرمايو ته اڄ رات خواب ۾ مون کي حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته مدائن ۾ سلمان رضي الله عنه فوت ٿي ويو آهي، تون جلد پهچي ان جو ڪفن دفن ڪر. بعض صحابه رضوان الله عليهم اجمعين ٺٺولي ڪندي چوڻ لڳا ته سندس ڪفن بيت المال مان ڪٺي ويندا؟ فرمايائون ته سلمان رضي الله عنه ان ڪان بي نياز آهي. انهي وقت ان شهر ڏانهن روانا ٿيا جماعت به ٿورو پنڌ ساڻ هلي، انهيءَ دوران حضرت امير عليه السلام نظر ڪان غائب ٿي ويا ۽ سلمان رضي الله عنه جو ڪفن دفن ڪري ظهر جي نماز ۾ وري مدينه طيبه ۾ اچي پهتا. فرمايائون ته سلمان رضي الله عنه کي قبر ۾ دفن ڪري آيس، انڪاري ماڻهن اها تاريخ لکي ڇڏي هئي. مدت ڪان پوءِ خط پهتو ته فلاڻي ڏينهن سلمان رضي الله عنه فوت ٿي ويو. اوچتو غيب مان هڪ شخص اچي ظاهر ٿيو. سلمان رضي الله عنه جو ڪفن دفن ڪري ۽ ان کي قبر ۾ دفن ڪري پوءِ غائب ٿي ويو. ڪتاب شواهد النبوة ۾ ان واقعي کي حضرت عثمان رضي الله عنه جي خلافت واري دور ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي ۽ حبيب السير ۾ شافعي جي روايت آهي ته اهو واقعو حضرت علي عليه السلام جي دور خلافت ۾ ٿيو.

## عمار بن ياسر

سندس پيءُ جو نالو ياسر هو ۽ والده جو نالو سميه هو. اها ڪافرن جي تشدد سان هلاڪ ٿي وئي. پاڻ حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جي امت جي پهرئين شهيداڻي آهي. جڏهن پاڻ سڀ‍ڳورا مدينه شريف هجرت ڪري ويا ۽ ٻن يتيمن ڪان زمين جو ٽڪرو خريد ڪري مسجد جي تعمير ۾ مشغول ٿي ويا. ان وقت صحابه رضي الله عنهم مان هرهڪ، هڪ هڪ سِرَ ڍوئي رهيو هو، ليڪن عمار بن ياسر ٻه ٻه سرون ڍوئي رهيو هو. پاڻ فرمايائون ته آفرين آفرين اي عمار[1]

يا ويح عمار تقتلة فئة باغية

ترجمو: آفرين آفرين اي عمار! ڪيس باغي فرقو قتل ڪندو

يعني عمار توکي باغين جو هڪ ٽولو قتل ڪندو ۽ جنگ صفين ۾ حضرت علي عليه السلام جي طرفان وڙهيو ۽ زخمي ٿي پيو. ڪيس ڪٺي شامياني ۾ آندو ويو. سخت زخمن جي ڪري بيتاب ٿيو، پاڻي طاب ڪيائين. سندس غلام کير جو پيالو پري آندو. کير جي پيالي تي الله اڪبر جي تڪبير جو نعرو هنيائين. ٿورو کير پي چيائين ته رسول الله صلي الله عليه وسلم جن سچ فرمايو ته دنيا ۾ آخري شيءِ جيڪا تنهنجي نصيب ۾ هوندي سا کير هوندو ۽ توکي باغي ماريندا ۽ تنهنجو قتل جبرئيل ۽ ميڪائيل جي درميان ٿيندو. پوءِ ڪلمه شهادت پڙهي گذاري ويو. رضي الله عنه سن 37هه ۾ گذاري ويو.

---

[1] بخاري حديث: 2812/447 متن ۾ حديث جا لفظ واضع ناهن

## ابي مقدام تشريح بن زيد حارثي

هن حضرت شاه ولايت کان فيض حاصل ڪيو هو. سندس عمر هڪ سو ويهه سال هئي سن 66هه ۾ گذاري ويو.

## عبدالله مڪي

هيءُ حضور اڪرم ﷺ جن جو علمدار هو ۽ طريقت ۾ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه اميرالمؤمنين حضرت علي عليه السلام کان فيض حاصل ڪيو هئائين. قطب مدار آسمان ولايت شاه بديع الدين مدار جي نسبت طريقت ان تائين پهچي ٿي. اهڙي طرح سندس طيفورية الساميه جي سلسلي جي نسبت شيخ طيفور شامي تائين پهچي ٿي ۽ ان حضرت جي نسبت يمين الدين شامي سان ۽ يمين الدين شامي جي شيخ عبدالله حامل لواء رسول الله ﷺ جن کان حاصل ڪيل آهي.

سندس ڊگهي عمر جا سبب گهڻ آهن. تعجب خيز ڳالهه آهي ته قطب مدار بديع الزمان شاهه مدار کان وٺي مير سعدالله سورتي تائين ايڏي ڊگهي ۽ طويل عرصي ۾ ٻن واسطن کان وڌيڪ ڪونه ٿيا آهن. هڪ شيخ محمود اسفرايني ۽ ٻيو سيد عبدالشڪور دايم الحضور مرشد "مير مذڪور" ۾ اها حقيقت رساله سيدالانبياءَ کان نقل ڪئي وئي آهي.

## بلال بن رباح حبشي

سندس ڪنيت ابوعبدالله آهي. مسجد نبوي ﷺ جو مؤذن ۽ ابدالن جي زمره ۾ شامل آهي. اصل هڪڙي ڪافر جو غلام هو. بلال جڏهن اسلام قبول ڪيو ته ڪافر ڪيس سخت ايذاء ڏيڻ شروع ڪيو. ڪيس پٿريلي تتل زمين تي ليٽائي ڀاري پٿر سندس سيني تي رکندو هو يا پٿريلي ڪردار زمين تي پٺي ڀر ليٽائي ٽنگن کان وٺي گهليو ويندو هو. انهن سختين هوندي به سندس ايمان ۾ لوڏو ڪونه آيو پنهنجي زبان سان أحد أحد جو نعرو هڻندو هو. حضرت ابوبڪر رضي الله عنه ان رستي سان جڏهن لنگهيو پئي ته أحد أحد جي صدا جو سبب پڇڻ تي ڪيس ساري ماجرا ٻڌائي وئي. اها ماجرا ٻڌي انهيءَ ڪافر کي وڏي رقم ڏئي بلال کي آزاد ڪري ڇڏيائين. پوءِ انهيءَ ٻاري ۾ حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جي شان ۾ هيءَ آيت نازل ٿي. فَاَمَّا مَن اَعطيٰ واتقيٰ [1]

ترجمو: پوءِ جنهن ڏنو ۽ پرهيزگاري ڪيائين

پاڻ سڳورن ﷺ جي رحلت کان پوءِ هن (بلال) شام ملڪ ڏانهن وڃڻ جو ارادو ظاهر ڪيو، جنهن تي حضرت ابوبڪر رضي الله عنه کيس چيو ته اتي رهي اذان ڏيندو رهه. ان کي چيائين ته جيڪڏهن تو مون کي خدا تعاليٰ جي راهه ۾ آزاد ڪرايو هو ته پوءِ مون کي آزاد ئي ڇڏ. اهو ٻڌي حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جن روئي پيا ۽ کين اجازت ڏنائون ته پلي شام ڏانهن هليو وڃ. شام ۾ ڪجهه وقت کان پوءِ هڪ دفعي خواب ۾ پاڻ سڳورن ﷺ بلال کي فرمايو ته اي بلال! تون مون کي ڇڏي هليو ويو آهين. مون تي زياد تي ڪئي اٿئي. صبح جو

---

[1] سورة اليل آيت: 5

زيارت لاءِ روانو ٿي مديني ۾ پهتو. چند ڏينهن اڳ حضرت بيبي فاطمه رضي الله عنها رحلت فرمائي وئي هئي. پوءِ ڏاڍو رنو ۽ چيائين ته: اي جگر گوشه رسول الله ﷺ تمام جلد وڃي ان سان ملين.

مديني وارن کيس اذان چوڻ لاءِ زور ڏنو. مگر چيائين ته پاڻ سڳورن ﷺ جي رحلت کان پوءِ مان اذان نه چوندو آهيان. ليڪن تمام اصرار تي جيئن بانگ شروع ڪيائين ته مديني وارا زاروزار روئندا ڊوڙندا آيا. ان ڏينهن جي واقعي وانگر جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ جي رحلت وقت مدينه دارالحزن بڻجي ويو هو. ان کان پوءِ حضرت بلال رضي الله عنه وري شام ڏانهن هليو ويو ۽ هر سال دمشق کان پاڻ سڳورن ﷺ جن جي زيارت لاءِ ايندو هو. دمشق ۾ ئي سن 20ھ ۾ وفات ڪيائين ۽ باب صغير وٽ مدفون آهي.

## حذيفه يماني

هي جليل القدر صحابي رضي الله عنه حضور اڪرم ﷺ جن جو رازدان هو. صاحب ولايت هو. هر نبيءَ ڪي مخفي مددگار ۽ رازدار هوندو آهي نبي ﷺ جو رازدان هيءُ هو ۽ پاڻ سڳورا ﷺ مختلف موقعن تي نهايت اهم ۽ نازڪ ذمه دارين جي ادائيگي ۾ حضرت حذيفه رضي الله عنه جو تعاون حاصل ڪندا هئا. مشهور آهي ته صحابه رضي الله عنهم شڪ شبهي واري شيءِ جي باري ۾ ڪانئس ئي پڇندا هئا ته هن شيءِ بابت پاڻ سڳورن ﷺ جو ڪهڙو طرز عمل هو. انهيءَ ئي مان سندس ولايت جي مرتبي جي معلومات حاصل ٿئي ٿي. حضرت شاه ولايت خصوصيت سان سندس تذڪرو ڪندا هئا.

پاڻ سڳورن ﷺ جي رحلت کان پوءِ ڪوفي ۾ رهڻ لڳو ۽ حضرت امير عليه السلام سان بيعت ڪيائين. بيعت ڪرڻ کان چاليهه ڏينهن بعد وفات ڪري ويو. وفات جو هنڌ مدائن آهي. مرض الموت ۾ پنهنجن پٽن صفوان ۽ سعيد کي وصيت ڪري ويا ته حضرت امير عليه السلام سان بيعت ڪجو. پنهنجي پيءُ جي وصيت موجب حضرت امير عليه السلام جي خدمت ۾ حاضر ٿي بيعت ڪيائون ۽ انهن جي خدمت ۾ رهيا. جنگ صفين ۾ شهادت حاصل ڪيائون.[1]

---

[1] مدائن جو علائقو بغداد کان چاليهه ميلن جي مفاصلي تي موجود آهي. هن ئي علائقي ۾ سيدنا سلمان فارسي رضي الله عنه جي مزار اقدس مرجع خلائق آهي. جنهن سان گڏ رسول الله ﷺ جن جا ٻه اصحابي سڳورا حضرت حذيفه بن اليمان ۽ حضرت جابر بن عبدالله رضوان الله عليهم اجمعين جون قبرون موجود آهن. اهي قبرون پهريائين اتي موجود ڪونه هيون. جتي زير زمين پاڻي اچڻ سبب ٻه دفعا حضرت حذيفه بن اليمان شاه عراق ( فيصل اول) کي خواب ۾ قبرون منتقل ڪرڻ لاءِ چيو. شاه عراق مسلسل ٻن راتين تائين ساڳيو خواب ڏٺو پر سمجهي نه سگهيو- پوءِ ٽئين رات حضرت حذيفه رضي الله عنه مفتي اعظم عراق نور السعيد پاشا کي خواب ۾ اچي ساڳي ڳالهه دهرائي- اها ڳالهه مفتي صاحب شاه عراق سان ڪئي، ته هن کيس هڪدم مزارن جي منتقلي لاءِ فتويٰ جاري ڪرڻ جو عرض ڪيو. فتويٰ ۽ شاهي فرمان سڀني اخبارن ۾ نه رڳو شايع ٿيا، بلڪ اها خبر پوري دنيا ۾ ڦهلجي وئي. آخر 24 ذوالحج سومر جي ڏينهن 1922ع ۾ لکين انسانن جي موجودگيءَ ۾ مزارن کي کوليو ويو. معلوم ٿيو ته حضرت حذيفه بن اليمان رضي الله عنه جي قبر اطهر ۾ پاڻي اچي چڪو آهي، ۽ حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنه جي مزار ۾ نميءَ جا آثار هئا. حالانڪ دجله اتان تقريباً چار فرلانگ پري هو. سڀني ملڪن جي سفيرن عراقي حڪام بالا، مذهبي رهنمائن ۽ شاه عراق جي موجودگيءَ ۾ پهريائين حضرت حذيفه رضي الله عنه جي جسد مبارڪ کي ڪرين جي ذريعي زمين تان ڪجهه اهڙي طرح مٿي ڪنيو جو مقدس جسد ڪرين سان گڏ رکيل اسٽريچر تي پاڻهي رڙهي آيو. پوءِ ڪرين کي اسٽريچر کان الڳ ڪري شاه فيصل، مفتي اعظم عراق، وزير ترڪي، ولي عهد مصر شهزاده فاروق ڪلهو ڏئي شيشي جي تابوت ۾ رکيو. ساڳيو عمل حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنه جي نعش سان ڪيو ويو. انهن عظيم المرتبت صحابين جي ڪفن ۽ حجرن مبارڪ کي ڏسي لڳي ئي نه پيو ته ڪو کين 1400 سال اڳ دفن ڪيو ويو آهي. ان کان وڌيڪ اهو ته سندن اکيون مبارڪ کليل هيون. جن ۾ ايتري ته چمڪ هئي جو جنهن به کين ڇتائي ڏٺو تي ته سندن اکيون کيريون پئي ٿي ويون.

## ابوسعيد بن مسيب مخزومي

مديني جي ستن فقيهن مان عبدالله بن عباس، عبدالله بن عمر، زيد بن ثابت ۽ سعد بن وقاص رضي الله عنهم جن جي صحبت ۾ رهيو. حضرت زين العابدين رضي الله عنه جن جو چوڻ آهي ته: "سعيد بن مسيب اعلم الناس لما تقدمه من الآثار و افضلهم في بابه" چاليهه حج ادا ڪيائين. پنجاهه سال تڪبير اوليٰ ۾ اول صف ۾ جماعت سان ڪڙو ٿي بينو ۽ ٿي سال اذان کان اڳ ۾ مسجد ۾ حاضر ٿيو.

عبدالملڪ پنهنجي دور حڪومت ۾ ڪانئس نياڻيءَ جو سڱ گهريو. انڪار ڪندي چيائين ته سخت سياري جي ٿڌ ۾ سخت ٿڌو پاڻي منهنجي مٿان هاري ڪوڙا هڻو ته به راضي هرگز نه ٿيندس. آخر ڪثير بن مطلب سان جيڪو جملہ علمن ۽ فقه جو طالب هو، تنهن کي ٻن يا ٽن درهم جي مهر ۾ پنهنجي نياڻي نڪاح ۾ ڏنائين.

## جرير بن عبدالله بجلي

پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي رحلت واري ڏينهن ايمان آندو هئائين. قال رضي الله عنه ما حجبني رسول الله عليه وسلم منذ اسلمت ولا رآني اِلا تبسم في وجهي.[1]

ترجمو: جنهن ڏينهن کان مون اسلام آندو آهي، پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم مون کي ڪنهن به شيءِ کان نه روڪيو آهي ۽ جڏهن به مون ڏانهن نهاريندا هئا ته منهنجي سامهون اچي مسڪرائيندا هئا.

بلند قد و قامت سان نهايت خوبصورت هو. اميرالمؤمنين عمر رضي الله تعاليٰ عنہ سندس نالو "امت جو يوسف" رکيو هو. سن 32هه ۾ فوت ٿي ويو ۽ شيخ الاسلام احمد جاميءَ جو سلسلو انهيءَ سان ملي ٿو.

## امام ثاني ابومحمد حسن عليه السلام

جگر رسول الله صلي الله عليه وسلم، امام ٻيو. سندس لقب سيّد ۽ مجتبيٰ آهي. اول کان آخر تائين انهيءَ نالي جو ترجمو شبير آهي. ولادت سندس نصف رمضان ۾ ٿي. سن 30هه سندس والد (حضرت علي رضي الله عنه) جي شهادت کان پوءِ سندس ظاهري خلافت ڇهه مهينا هلايائين پوءِ استعيفا ڏنائين. اهڙي طرح حديث: "الخلافة بعدي ثلاثون سنة" کي تصديق بخشيائين. هن حضرت جي رحلت سال 50هه/671ع 7 صفرالمظفر ۾ ٿي سندس قبر مبارڪ بقيع ۾ آهي.

حضرت علي عليه السلام جن کان پوءِ سلسلہ محمديہ، عليه ۽ سلسله شاذليه هن حضرت کان جاري ٿئي ٿو ۽ سلسله محمديه بين حضرات کان هڪ ٻئي جي پٺيان سلسلي وار از امام

[1] متن ۾ "حجني" آهي، جيڪو غلط آهي، درستيءَ لاءِ ڏسو صحيح مسلم شريف حديث:2475- صحيح بخاري حديث:2871. پڻ ترجمو به درست ڪيو ويو.

قايم الي قطب الكلي سيد ابراهيم ۽ ان کان سيد اسمٰعيل وان کان سيد مسعود اسفرايني ۽ ان کان سيد عبدالشکور دائم الحضور جن شاخون قائم کيون.

مير سعدالله پنهنجي سَنَدَ جي آخر ۾ لکي ٿو:

سلسلہ شاذليہ امام خُمس کان شيخ ابي محمد (جابر) پوءِ شيخ سعيد غزواني پوءِ شيخ فتح السعودي پوءِ ابي القاسم المرواني پوءِ ابي اسحٰق ابراهيم شيخ محمود القطب زين الدين محمود القزويني، پوءِ شيخ محمد شمس الدين پوءِ تاج الدين پوءِ ابي الحسن پوءِ صوفي الفقير پوءِ شريف المدني پوءِ شريف عبدالسلام بن مشيش پوءِ قطب زمان ابي الحسن علي بن محمد الشاذلي الشريف الحسيني.

## ٽيون امام ابوعبدالله حسين

بر قلب اسماعيل عليهما السلام، انهيءَ نالي سان موسوم، جنهن جو ترجمو شبير آهي، سيد ۽ شهيد سندس لقب آهن، سندس شهادت ۽ دفن ڪربلا معليٰ ۾ سن 61هه ۾ ٿيو.

## عمر بن علي عليه السلام

جنهن وقت، امام حسين عليه السلام ڪربلا ۾ شهيد ٿيا، هيءُ مدينه ۾ هو. پوءِ مڪي ڏانهن ويو ۽ ان کان پوءِ ڪوفي روانو ٿي ويو. ان وقت معصب بن زبير سان مختار ثقفي جي لڙائي هئي ان ۾ شهيد ٿي ويو.

سندس پُٽ نالي محمد گذاري ويو. ان کي چار پٽ پيدا ٿيا. جن مان عبدالله کي ٽي پٽ پيدا ٿيا ۽ انهن مان محمد جا ٻه پٽ رهيا، جن مان جعفر، سندس لقب المؤيد من السماء هو. ملتان ۾ اچي مقيم ٿيو. جنهن کي پنجاهه پٽ پيدا ٿيا. انهن منجهان عبدالمجيد اُچ شريف جو حاڪم ۽ عبدالله والي رياست بڻيو. اهڙي طرح سندس نسب هتي پهتو.

## محمد حنفيه

حضرت علي رضی اللہ عنہ جي اولاد ۾ حضرت حسنين عليهم السلام جن کان پوءِ هيءُ بزرگ ترين سندن فرزند هو. سندس لقب سيد التابعين ۽ ڪنيت ابوالقاسم هئي. ڪربلا جي واقعي ۾ ڪونہ هو. جڏهن امام زين العابدين رضي الله عنه. شام کان واپسي فرمائي ۽ حضرت امام حسين رضی اللہ عنہ جي وصايت جو دعويدار بڻيو تہ بحڪميت حجرالاسود حضرت زين العابدين جي بحيثيت امام رابع بيعت ڪيائين ۽ سندس ئي ارادت ۾ پنهنجي عمر پوري ڪيائين ۽ سن 81هجري ۾ بعض جي چوڻ موجب مدينہ ۾ ۽ بعض جي چوڻ موجب طائف ۾ وفات ڪيائين. جيڪي محمد حنفيه جي امامت جا قائل ۽ سندس معتقدين هئا. انهن جو چوڻ آهي تہ اهوئي مهدي موعود آهي ۽ اهو زنده آهي ۽ جبل رضوي ۾ مقيم آهي ۽ آخري زماني ۾ ظاهر ٿيندو. انهن منجهان ئي هاشميہ فرقہ جو چوڻ آهي تہ ان جي امامت کان پوءِ سندس فرزند ابوهاشم کي

امامت ملي ۽ جيئن ڪيس فرزند صلبي ڪونہ هو تنهنڪري وصايت، محمد بن علي بن عباس ڪي حاصل ٿي ۽ ان ڪان سندس فرزند ابراهيم بن محمد ۽ ان ڪان پوءِ سندس ڀاءُ عبدالله بن محمد لقب سفاح، جو عباسي خلفاء مان هو ان ڪي حاصل ٿي.

## عباس بن علي رضي الله عنه

سندس لقب سقاء هو. ڪربلا واري واقعہ ۾ شهيد ٿيو. سندس ئي خاندان مان نالي حسن بن عبدالله سندس مسند تي وينو. پوٽن منجهان علي اعرج بہ مشهور ۽ معروف ٿيو.

## عون علي عليه السلام

بحرالانساب ۾ مذڪور آهي تہ حضرت امير عليه السلام پنهنجي دور خلافت ۾ ڪيس حلب جو حاڪم مقرر ڪيو هو. اتان جي سلطان جي گهراڻي مان شادي ڪيائين، جنهن مان ڪيس بہ فرزند نالي عمر ۽ عثمان پيدا ٿيا. جيڪي حضرت امام شهيد عليه السلام سان گڏ ڪربلا ۾ شهيد ٿيا.

## امير عمر بن عون علي عليه السلام

هيءُ امير عمر ولدعون علي جي نالي سان معروف هو حلب ۾ سال 95هہ ۾ فوت ٿي ويو.

## امام رابع زين العابدين عليه السلام

سندس لقب سجاد زين العابدين هو ۽ نالو علي اوسط هئس. سندس ولادت نصف جمادي الآخر سن 37هہ آهي. برقلب يحيٰ نبي عليه السلام ۽ سندس ڪنيت ابوالقاسم، ابو محمد ۽ ابوالحسين هئي. سندس وفات جو سال 12 محرم سن 94هہ آهي. بقيع ۾ پنهنجي چاچي جي قبر جي پرسان مدفون آهي.

## ابوالخالد ڪابلي

سندس نالو ڪنڪر يا وردان هو، اول ڪسائي مذهب ۽ محمد حنيفہ جي ارادتمندن ۾ خاص هو. آخر ۾ اميرزاده امام زين العابدين جن جي خدمت ۾ رهي ڪانئن فيض حاصل ڪيائين. سندس ئي حڪم موجب واپس پنهنجي وطن وريو.

## حسن سعيد

امام همام سجاد عليه السلام جي آزاد ڪيل غلامن منجهان هو ۽ سندس خاص مددگار هو.

## حسن بن امام حسن عليه السلام

سندس لقب حسن المثنيٰ هو. پنهنجي وقت جي بزرگ ترين شخصيت هو. ڪربلا جي واقعي وقت نون سالن جي عمر جو هو. واقعہ ڪربلا ۾ زخمي ٿي پيو ۽ سندس مامو نالي اسماء بن خارجہ جنگ جي ميدان مان، کيس ٻاهر ڪڍي آيو. ڪجهہ وقت سندس گهر ۾ مقيم رهيو ۽ بعد ۾ حضرت امام زين العابدين جي خدمت ۾ رهيو ۽ انهن وٽ ئي وفات ڪري ويو.

قالَ بعض العلماءَ شهد واقعه ڪربلا وڪان يومئذ من الفرسان المعدودين و الشبهان المذڪورين فاصابه ثمان و ثمانون جراحة و وقع بين القتليٰ محمله اسماء بن خارجه سيد بني فرازه بالڪوفة و بقي عنده عشر ثلاثة اشهر.

ترجمو: بعض عالم چون ٿا تہ ڪربلا جي واقعي ۾ حاضر ٿيو. انهن ڏينهن ۾ ڪن چند گهوڙي سوارن ۽ دليرن مان هو ۽ زبردست لڙائي واقع ٿي، تانجو کيس انياسي زخم رسيا، پوءِ ڪوفي جي بني فرازه جي سردار اسماء بن خارجہ کيس ٻاهر ڪڍي آيو ۽ پوءِ ان جي ئي گهر ۾ ٽي مهينا مقيم رهيو.

سندس نرينہ اولاد مان هي معروف آهن: ابوعلي حسن، لقب حسن المثلث ۽ ابوعبدالله محض.

## ابوخادم

جليل القدر تابعين منجهان آهي. ڪافي صحابہ رضي الله عنهم جي صحبت کيس نصيب ٿي ۽ سندس گفتارڪي مشڪلات جي ڪنجي سڏيو ويندو هو.

چوندو هو تہ تو دنيا کي پنهنجو مشغلو بڻايو آهي، حالانڪ آخرت ان کان وڌيڪ ۽ تمام پلي آهي.

## ڪميل بن زياد نخعي

موحد خاص ۽ اميرالمؤمنين جن جو رازدان هو. پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن سندس باطن مٿان جيڪي اسرار الٰهي جا بار رکيا هئا، تن جو جڏهن جوش موجزن ٿيندو هو تہ ان جوش جي بار کي هلڪي ڪرڻ لاءِ اهي راز ظاهر ڪندو هو.

نوي ورهيہ جي عمر ۾ سن 83هہ ۾ حجاج بن يوسف ثقفي کيس شهيد ڪرائي ڇڏيو هو.

خرقہ فيض حضرت علي عليه السلام کان حاصل ڪيو هئائين. ڪڏهن حضرت جناب کان پڇندو هو تہ حقيقت ڇا آهي؟ پاڻ جواب ڏيندا هئا تہ تنهنجو حقيقت سان ڪهڙو واسطو؟ تنهنجو پهريون ساٿي راز آهي، پر منهنجي طرفان تو ڏانهن جيڪي بہ منتقل ٿئي. پڻ فرمايائين تہ سوال ڪرڻ کان بچ. پوءِ فرمايائون تہ حقيقت اها ڪشف آهي جيڪا بغير اشاري جي انوارالٰهي حاصل ڪري ٿي. (ڪميل) عرض ڪيو زدني بياناً وڌيڪ بيان فرمايو. فرمايائون تہ محوالموهوم مع

صحو المعلوم (دنيا ۾ ڄاڻ هوندي بہ اڻڄاڻ ٿي وڃ) عرض ڪيائين تہ وڌيڪ نصيحت فرمايو! فرمايائون تہ "نور." عرض ڪيائين تہ وڌيڪ بيان فرمايو! فرمايائون تہ هتڪ السر بغلبة السر (يعني ڳجهہ کي ڳجهہ سان مِٽاءِ) عرض ڪيائين تہ وڌيڪ بيان فرمايو! فرمايائون تہ يشرق نور من صبح الازل فيلوح عليٰ هياڪل التوحيد آثاره (صبح جي ابتدا سان اوير ڪان نور ايري ٿو ۽ پوءِ توحيد جي سيني آثارن تي چمڪي ٿو) قال زدني بيانا عرض ڪيائين تہ وڌيڪ بيان فرمايو. فرمايائون تہ اطفي السراج فقد طلع الصبح. (يعني جڏهن صبح جي روشني ٿئي تہ ڏيئي (چراغ) کي اجهائي ڇڏ). شرح دين بيان ڪندڙ شيخ فاضل عبدالرزاق ڪاشي.

## ابي سعيد حسن بن يسار بصري قدس سره (معروف حسن بصري)

سندس والده، اُم سلمہ رضي الله عنها جي ڪنيز هئي، نالو حسن. ٻالپڻ ۾ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن جي ڪوزه مبارڪ مان پاڻي پيتو هئائين. پاڻ سڳورن کي جڏهن اها خبر پئي تہ فرمايائون تہ جيتريقدر هن منهنجي ڪوزه مان پاڻي پيتو آهي، اوتريقدر منهنجو علم ان کي اثر ڪندو. ام سلمہ ﷺ هميشہ اها دعا گهرندي هئي تہ اي الله! هن کي امام ۽ خلق جو پيشوا بڻائج. هيءُ اڪابر بزرگن منجهان هو. هڪ سؤ ٽيهہ صحابن ڪان شرف حاصل ڪيو هئائين. جن ۾ ستر بدر جا شهيد بہ شامل آهن ۽ حضرت علي عليه السلام سان بيعت ڪئي هئائين ۽ ان کان ئي خرقه خلافت حاصل ڪئي هئائين ۽ جڏهن دعا گهرندو هو تہ حبيب عجمي بہ دامن ڦيلائي گڏ دعا گهرندو هو ۽ چوندو هو تہ شرف قبوليت جو ڏنم. فرمايائين تہ ٻڪري انسانن ڪان وڌيڪ سمجهدار آهي، ڇو تہ جڏهن بہ مالڪ (ٻڪرار) ڪيس هڪل ڪري چوڻ يا ڪنهن بہ جوءِ ڏانهن وڃڻ ڪان روڪيندو آهي تہ رڪجي ويندي آهي پر انسان کي خدا تعاليٰ ڪيترائي حڪم ڪري ٿو تڏهن بہ اهو باز نہ ايندو آهي.

فرمايائين تہ انسان کي اهڙي جڳہ تي موڪليو ويو آهي، جتي حلال ۽ حرام موجود آهي، پوءِ حلال جو محاسبو ٿيندو ۽ حرام سندس لاءِ عذاب بڻبو.

مذڪور آهي تہ هڪ دفعي هڪ اهڙي جماعت وٽان لنگهيو جو ماڻهن جو ميڙ، ڪِلَ چرچي ۾ مشغول هو. فرمايائون تہ مان اهڙن ماڻهن تي حيرت ٿو ڪريان جيڪي ڪل چرچي ۾ مشغول آهن ۽ پنهنجي حال ڪان بي خبر آهن.

فرمايائون تہ: الله تعاليٰ دوستن ۽ مهمانن تي خرچ ڪرڻ جو حساب ڪونہ وٺندو آهي، البت جيڪو پيءُ ماءُ تي خرچ ڪيو ويندو. ان جو حساب ٿيندو ۽ سندس وفات جو سن 111هه/ 729ع آهي.

بستين الطالبين ۾ حسن بصري ڪان روايت آهي تہ: مؤمن واريون وصفون ڪتي ۾ وڌيڪ آهن: ڪتو انسان ڪان برگزيده آهي. ڇو تہ ان جون وصفون هي آهن: (1) بک جو اظهار نہ ڪندو آهي، اها وصف صالحن جي آهي. (2) ڪتي کي معين مڪان نہ هوندو آهي، اها وصف متوڪلين جي آهي. (3) هميشه ننڊ نہ ڪندو آهي، اها وصف طيبن جي آهي. (4) ۽ جڏهن مرندو

آهي تہ ميراث نہ ڇڏيندو آهي. اها وصف زاهدن جي آهي. (5) پنهنجي مالڪ جو دڙ نہ ڇڏيندو آهي، توڙي جو ڪيس ڏڪاريو ويندو آهي اهو مقام صادقن جو آهي. (6) تنگ محل تي قانع رهي ٿو، اها خصلت متواضعين جي آهي. (7) هر حال ۾ هر شيءِ تي گذارو ڪري ٿو. مالڪ کان ٻيهر نٿو گهري اهو مقام راضي رهندڙن جو آهي. (8) ساري رات مالڪ جي وفاداريءَ ۾ ڀوڙندو ۽ شور ڪندو رهي ٿو، مگر ٿڪاوٽ جو ذڪر نہ ٿو ڪري. اها وصف شاڪرين جي آهي. (9) پنهنجي مالڪ کان خوف ڪري ٿو، اهو ادب خاشعين جو آهي. (10) پنهنجي مالڪ سان رات جي سخت اونداهيءَ ۾ گڏجي هلي ٿو ۽ رستي ۾ جان ڪرائي ٿو اها وصف عارفن جي آهي.

ڪنهن بزرگ ڪتي کان پڇيو تہ اي ڪتا! تون ساري رات جاڳين ٿو پنهنجي ڀونڪ جي آواز سان بہ ماڻهن کي بيدار رکين ٿو، باقي اسر مهل جو جاڳڻ جو وقت آهي وڃي سمهين ٿو.

چوڻ لڳو تہ منهنجو جاڳڻ، سُتل ۽ غافل ماڻهن جي لاءِ تنبيه آهي، شايد منهنجي آواز سبب جاڳي پون ۽ پنهنجي زبان تي الله جو نالو آڻين ۽ اسر جي وقت انهيءَ ڪري سمهندو آهيان تہ متان تهجد گذار ٻانهن جي عبادت ۾ ڪو خلل پوي.

بيت

هيچ نداني ڪہ سگ را شور (غوغائي)چراست،
منع مي سازد که جز حق بر در ديگر مرو.

ترجمو: ڪوئي نہ ٿو ڄاڻي تہ ڪتي جو شور ڇا جي لاءِ آهي، منع ٿو ڪري تہ حق (مالڪ) کانسواءِ ٻئي ڪنهن جي در تي نہ وڃ.

## ابوبڪر محمد بن سيرين نصراني

امام معبرين و مقتداء متجرين هو. تقويٰ ۽ زهد ۾ ڪامل ۽ ڪرامات عاليہ جو حامل هو. ستر اصحاب بدر ۽ ٻارهن ٻين اصحابن سڳورن کان مستفيض ٿيل هو. ڪيس تي پٽ هئا. خوابن جي تعبير ۽ عجيب حڪايتن جو نتيجو نهايت عقلمندي سان بيان ڪندو هو، جيڪي ڪرامات مثل هوندا هئا. هڪ دفعي ڪيس ڪنهن بزرگ شخص ٻڌايو تہ سفيد ڪبوتري، مسجد جي ڪنگري تي ويٺل ڏٺم، اوچتو باز ظاهر ٿيو ۽ ان ڪبوتريءَ کي کڻي هليو ويو. چيائين تہ حجاج، حضرت جعفر طيار جي نياڻي سان شادي ڪندو ۽ ائين ئي ٿيو.

هڪ دفعي ڪنهن شخص ڪيس ٻڌايو تہ مان پاڻيءَ جي صراحيءَ منجهان پاڻي پي رهيو آهيان تہ ان کي بہ سوراخ آهن. هڪ منجهان منو ۽ ٻئي سوراخ مان کوڙو ۽ کارو پاڻي اچي رهيو آهي. چيائين تہ خدا تعاليٰ کان ڏڄ پيٽ تي ٿو وڃين.

هڪ دفعي ڪنهن ٻئي شخص ڪيس ٻڌايو تہ ڏسان ٿو تہ زيتون جو تيل ڪري ۽ پڪيڙي رهيو آهيان، چيائينس تہ تو جيڪا ٻانهي رکي آهي، سا تنهنجي ماءُ آهي.

هڪ دفعي ڪنهن عورت ڪيس چيو تہ منهنجي مٿي منجهان هڪ ٻلو نروار ٿي ڪري منهنجي مڙس جي پيٽ ۾ ويو ۽ ان جي پيٽ مان رت چوسي پي رهيو هو.

چيائين ته، اڄ رات تنهنجي مڙس جي دڪان ۾ چور آيو ۽ تي سونوي درهم چوري ڪري کڻي ويو.

هڪ دفعي هڪ عورت وٽس آئي ۽ چيائينس ته خواب ۾ ڏٺم ته ثريا تارو چند سان گڏ لهي آيو آهي ۽ اعلان ڪندي مون کي چئي رهيو هو ته نڪري وڃو، ابن سيرين جي هيئت تبديل ڪئي وئي آهي. سندس پيڻ پڇيو ته اهو ڇا آهي. چوڻ لڳو ته مون کي گمان آهي ته هفتي کان پوءِ مون کي ڪو عهدو ڏنو ويندو ۽ ٿيو به ائين ئي.

## حفصه بنت سيرين

محمد بن سيرين جي ڀيڻ هئي. زهد ۽ تقويٰ ۾ پنهنجي ڀاءُ جي برابر هئي. صاحبة آيات ۽ عاليہ ڪرامات هئي.

## جابر بن عبدالله بن حرام انصاري

هي حضرت مديني جي انهن ڇهن شخصن مان هو، جن نبوت جي يارهين سال، پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي بيعت عقبه ڪئي هئي. جليل القدر صحابہ رضوان الله عنهم مان هڪ هو. حضرت محمد جعفر صادق عليه السلام جن جو قول آهي ته پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن جي پيروي ۾ ڪامل هن جهڙو ٻئي ڪنهن کي ڪونه ڏٺم. امام باقر عليه السلام جن جي خدمت ۾ ساري عمر گذاريائين.

شيخ عمر ڪشي پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته جابر ڪاري رنگ جي پڳ مٿي تي ٻڌندو هو ۽ مسجد نبويہ ۾ ويهي، ديني مسائل سکندو هو. اتي ويهي ڪڏهن ڪڏهن اوچتو بلند آواز سان نعرا لڳائيندو هو "يا باقرالعلم!" مديني جا ماڻهو جڏهن اهو نعرو ٻڌندا هئا ته چوندا هئا ته هي ديوانو آهي ۽ ڪيس چريائپ جي بيماري آهي ۽ هذيان ۾ اهو نعرو هڻي ٿو. اهو ٻڌي هو ماڻهن کي چوندو هو ته هذيان ۾ ڪونه ٿو چوان ۽ ديوانہ به ڪونه آهيان بلڪ پيغمبر سڳوري صلي الله عليه وسلم جن مون کي فرمايو ته، تمام جلد منهنجي اهل بيت مان هڪ شخص کي تون ڏسندين، جيڪو منهنجي نالي سان هوندو، يعني منهنجو نالو ۽ ان جو نالو هڪجهڙو هوندو ۽ ان جون عادتون منهنجين عادتن وانگر هونديون ۽ قارين وانگر علم جي قراة ڪندو. سندس وفات جو سال 99ھ ٻڌايو وڃي ٿو.

## عمر بن عبدالعزيز بن مروان

معروف ۽ مشهور شخصيت آهي. مروان جو پوٽو آهي. جڏهن خلافت جي مسند تي ويٺو، المعصوم بالله جو لقب حاصل ڪيائين.

چيو وڃي ٿو ته دور خلافت ۾ ڏاڍو ڏڪار پيو ۽ ٻهراڙي جا سڀ ماڻهو وٽس اچي گڏ ٿيا ۽ ڪيس چوڻ لڳا ته بيت المال ۾ ڪافي مال موجود آهي، اها الله تعاليٰ جي ملڪيت اسان ٻانهن لاءِ آهي، سو اسان کي ڏي ته خدا تعاليٰ توکي اجر ڏيندو. اهو ٻڌي ڏاڍو رُنو ۽ مال ڪين ڏيئي ڇڏيائين ۽ برسات وسڻ لاءِ دعا

گهرائين ۽ عرض ڪيائين ته يا الله انهن کي به اسان وانگر (سکيو) بڻاءِ. انهيءَ وقت ڪڪر نمودار ٿيا ۽ جهُڙ بڻجي سخت برسات وسائڻ لڳا ۽ آخر ڳڙو شروع ٿي ويو ۽ عمر بن عبدالعزيز جي گهر کي شگاف پئجي ويو ۽ شگاف مان هڪ ڪاغذ ڪِري اندر آيو، جنهن تي لکيل هو ته:

هذا برائة من الله العزيز الجبار الي عمر بن عبدالعزيز من النار.

يعني: الله تعاليٰ غالب ۽ جبار جي طرف کان، عمر بن عبدالعزيز لاءِ هي دوزخ جي باهه کان ڇوٽڪاري جي (سند) آهي. انهيءَ ڇيو ته جيڪڏهن الله جي مدد اسان سان شامل حال نه هجي ها ته اسان پنهنجن ڇپن کي سندس نالي سان روشن نه ڪري سگهون ٿا. ڇيائين ته انهن ماڻهن مان نه ٿيو. جيڪي شيطان تي بظاهر لعنت ڪن ٿا ۽ اندر ۾ ان جا مطيع آهن.

سندس پيءُ عبدالعزيز بن مروان هو. عبدالعزيز مصر جو گورنر هو ۽ سال 85هه ۾ وفات ڪري ويو، سندس والده اُم عاصم بنت عمر بن الخطاب - رضي الله عنهم- هئي. هڪ دفعي ڪيس اهو ارادو ٿيو ته اهلبيت رسالت مان ڪنهن هڪ شخص کي پنهنجو ولي عهد ڪريان. اها خبر جڏهن بنو اُميه کي پئي ته انهن سندس ٻانهيءَ جي هٿان هڪ رات ڪيس زهر ڏياري شهيد ڪرائي ڇڏيو. اهو واقعو رجب سن 101هه ۾ ٿيو. سندس خلافت جو عرصو ٻه سال پنج مهينا رهيو. سندس فرزند عبدالعزيز مشهور محدثين مان هو، سن 147هه ۾ وفات ڪري ويو.

في روض الرياحين: عن بعض الصالحين قال كان لي ابن استشهد فلم أره في المنام الا ليلة توفي عمر بن عبدالعزيز (رضي الله تعاليٰ عنه) ترا آي لي تلك الليلة. فقلت يا بني الم تكن ميتا؟ فقال لا (ولكنني) استشهدت وانا حيّ عندالله ارزق. فقلت له ما جاء بک فقال نودي في اهل السماء الا لا يبقي نبي ولاصديق ولاشهيد الا ويحضر الصلوٰة علي عمر بن عبدالعزيز فجئت لاشهد الصلوٰة ثم جئتكم لاسلم عليكم.

ترجمو: روض الرياحين ۾ مذڪور آهي ته هڪ صالح بيان ڪيو ته مون کي هڪ پٽ هو، جيڪو شهيد ٿي ويو. مون ڪيس ان رات خواب ۾ ڏٺو، جنهن رات عمر بن عبدالعزيز رحمه الله فوت ٿي ويو هو، پوءِ مون ان کي ڇيو ته اي پٽ! ڇا تون مري نه ويو آهين؟ پوءِ ڇيائين ته نه! پر مان شهيد ٿيو آهيان ۽ زنده آهيان ۽ الله وٽ رزق کائي رهيو آهيان. پوءِ ڪيس مون ڇيو ته توکي ڪهڙي شيءِ آندو آهي؟ ڇيائين ته آسمان کان آواز آيو ته ڪوبه باقي نه رهي نه نبي ۽ نه صديق ۽ نه شهيد، مگر حاضر ٿئي هرهڪ عمر بن عبدالعزيز جي جنازي جي نماز پڙهڻ لاءِ. پوءِ مان به آيس ته جيئن جنازي ۾ شريڪ ٿيان، پوءِ توهان وٽ آيس ته جيئن توهان کي سلام ڪريان.

## ابي عاصم بصري

قال عبدالواحد بن زيد ابي عاصم البصري كيف صنعت حين طلبک الحجاج قال كنت في غرفتني [1]

---

[1] معني جي اعتبار سان لفظ "غرفتي" صحيح معلوم ٿئي ٿو.

فدقوا علي الباب ودخلوا فدفعت لي دفعة فاذا انا عليٰ قبيس بمكة فقال له عبدالواحد من اين كنت تاكل؟ قال كانت تاتي الي عجوزة وقت افطاري بالرغيفتين، الذين كنت اكلها بالبصرة فقال عبدالواحد تلک الدنيا امرها الله ان تخدم ابا عاصم.

ترجمو: عبدالواحد بن زيد، ابي عاصم کان پڇيو تہ جڏهن توکي حجاج طلب ڪيو تہ توسان ڪيئن معامل ٿيو؟ چيائين تہ جڏهن مون کي حجاج طلب ڪيو تہ مان پنهنجي گهر ۾ موجود هئس پوءِ ڏسندي ڏسندي ئي آءٌ ڪجهہ ماڻهو ڪڙو ڪڙڪائي منهنجي گهر ۾ داخل ٿيا ۽ مون کي قابو ڪري وٺي ويا، ۽ مڪه جي جبل قبيس تي هيس. پوءِ عبدالواحد کانئس پڇيو تہ توکي خوراڪ ڪٿان حاصل ٿيندي هئي چيائين تہ سانجهيءَ جي وقت، سامهون وارن گهرن مان هڪ تمام پوڙهي عورت اچي ڪاٽو ڏيئي ويندي هئي، اهو ڪائيندو هئس، پوءِ عبدالواحد چيو تہ اي اباعاصم! هي دنيا الله تعاليٰ جي حڪم سان هلي ٿي.

## سعيد بن ابي عروبه

اهل دين ۽ ڪامل يقين وارو بزرگ هو. ڳالهہ تو ڪري تہ حجاج بن يوسف ثقفي پنهنجي عهد دوران هڪ دفعي مڪه ۽ مدينه جي وچ تي ترسيل هو، پنهنجي دربان کي چيائين تہ ڪو ماڻهو پيدا ڪر تہ هو مون سان گڏ منجهند جي ماني کائي ۽ جڏهن انهيءَ جي آڏو دسترخوان وڇايو ويو تہ هڪ بدوي جبل کان نڪري آيو. ان کي حجاج چيو تہ اچ ۽ هٿ ڌوئي صاف ڪري مون سان گڏ ماني کاءُ. چيائين تہ تنهنجي دعوت بهتر آهي يا ان جي بهتر آهي، جنهن کي دوست رکان ٿو. پڇيائينس تہ اهو ڪير آهي. چيائين تہ خدا تبارڪ و تعاليٰ جنهن مون کي روزي رکڻ جي دعوت فرمائي آهي. مون روزو رکيو آهي. چيائين تہ هن سخت گرميءَ ۾؟ جواب ڏنائين تہ هن کان سخت ۽ ڏاڍي گرميءَ ۾ روزا رکيا اٿم. چيائين تہ اچ افطار ڪر، سڀاڻي رکج. جواب ۾ چيائين تہ جيڪڏهن تون ضمانت ڏين تہ مان سڀاڻي تائين جيئرو رهندس تہ پوءِ ائين ڪريان. چيائين تہ مان ائين نٿو چئي سگهان. البتہ طعام ڏاڍو لذيذ آهي. جواب ۾ چيائين تہ مان تنهنجو لذيذ طعام چاهيان ٿو ۽ نہ طعام کي پچائڻ وارو. البتہ عاقبت جي بهتري چاهيان ٿو.

## سيدنا محمد بن ابي بکر بن قحافہ تيمي قريشي

سندس والده جو نالو اسماء بنت عميس هو. هوءَ اصل ۾ حضرت جعفر بن طيار جي گهر واري هئي. حضرت جي شهادت کان پوءِ ساڻس سيدنا ابوبکر رضي الله عنه شادي ڪئي. حجة الوداع واري سال ۾ ان مان محمد پيدا ٿيو. جڏهن ابوبکر رضي الله عنه گذاري ويو تہ ساڻس حضرت علي عليه السلام شادي ڪئي ۽ حضرت امير عليه السلام ئي سيدنا محمد جي پرورش ڪئي ۽ تربيت ڏني، حضرت امير عليه السلام پنهنجي عهد ۾ کين مصر جو گورنر مقرر ڪيو ۽ پوءِ کيس حضرت معاويه جي لشڪر شهيد ڪيو. حضرت امير مٿس ڏاڍو رُنو ۽ فرمايائين تہ کان عبدالله صالحاً ولنا صالحاً.

يعني الله جو صالح ٻانهو هو ۽ اسان لاءِ بہ صالح پٽ هو.

## سيدنا قاسم بن محمد بن ابي بڪر رضي الله عنه

هي حضرت امام زين العابدين جو ساٿي ۽ سادات تابعين مان هو ۽ مديني منوره جي ستن فقيهن مان هڪ فقيه هو. يحييٰ بن سعيد جو قول آهي ته مديني منوره ۾ مون اهڙو ماڻهو نه ڏٺو، جنهن کي قاسم تي فضيلت هجي. مالڪ بن انس رضي الله عنه جو قول آهي ته قاسم امت جي فقهاء مان هڪ فقيه آهي. ڪيس سالم بن عبدالله تي فوقيت آهي. قاسم، حضرت امام زين العابدين جو ماسات آهي.

سن 101ھ ۾ وفات ڪيائين جو سندس عمر ٻاهتر سال هئي. امام باقرسندس نياڻو هو ۽ امام جعفر صادق سندس ڏهٽو هو.

## اصبغ بن نباته الحنظلي المجاشعي ڪوفي

هيءُ حضرت امير عليه السلام جي خاص ساٿين ۽ مددگارن مان هو. شرط الخميس جي جماعت مان هڪ هو. اصبغ کان ڪنهن پڇيو ته حضرت امير مان توکي ۽ تنهنجي چوڪري کي ڪهڙو فائدو رسندو آهي. چيائين ته مان انهيءَ سان اهو شرط ڪيو آهي ته اسان توسان گڏ راه حق ۾ مجاهده ڪريون تا پوءِ قتل ٿيون يا ڪاميابي حاصل ڪريون ته ساڻس اهو شرط ڪيو اٿم ۽ ڪين ضامن وڌو آهي ته انهيءَ جي عيوض ۾ اسان کي بهشت ۾ وٺي ويندين. خميس انهيءَ لشڪر کي چوندا آهن، جنهن جا ويهه حصا هجن. مقدمه، نساق، قلب، ميمنه ۽ ميسره.

## حضرت قنبر

غلام خاص باب شبير ۽ شبر جڏهن هن کي حجاج لعين وٽ آندو ويو ته ڪائنس حجاج پڇيو ته علي بن ابي طالب عليه السلام جي تون ڪهڙي خاص خدمت ڪندو هئين. جواب ۾ چيائين ته ڪيس مان وضو ڪرائيندو هئس. چيائين ته وضو ڪان پوءِ ڇا پڙهندو هو. جواب ۾ چيائين ته هيءَ آيت:

فَلَمَّا نَسُوْا مَا ذُكِّرُوْابِهٖ فَتَحْنَا عَلَيْهِمْ اَبْوَابَ كُلِّ شَيْءٍ حَتّٰي اِذَا فَرِحُوْا بِمَا اُوْتُوْا اَخَذْنٰهُمْ بَغْتَةً فَاِذَا هُمْ مُّبْلِسُوْنَ فَقُطِعَ دَابِرُ الْقَوْمِ الَّذِيْنَ ظَلَمُوْا وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ. (1)

ترجمو: پوءِ ڪين جيڪا نصيحت ڪئي وئي، پوءِ انهيءَ کي جڏهن وساريائون تڏهن مٿن هر شي جا دروازا کولي ڇڏياسون. ايتريقدر جو جيڪو کين ڏنو ويو هو ته انهيءَ تي جڏهن ڏاڍا خوش ٿيا، تڏهن اوچتو ڪين پڪڙيوسون. پوءِ اهي انهيءَ مهل مايوس ٿي ويا. پوءِ ظالم قوم جي پاڙ پٽي وئي ۽ سڀ ساراهه الله جهانن جي پالڻهار لاءِ آهي.

حجاج چيو ته اسان سمجهون ٿا ته اها آيت اسان جي ئي شان ۾ تاويل ڪئي پئي وڃي ۽ اسان سيني کي ظالم ڄاتو ٿو وڃي. قنبر جواب ۾ چيو ته هائو! حجاج ڪيس چيو ته جيڪڏهن تنهنجي سِسِي وڍي وڃي ته ڇا ٿيندو؟ چيائينس ته تون ظالمن جي ٽولي ۾ شمار ٿيندين ۽ مان مظلومن ۾. پوءِ ڪيس شهيد ڪرايائين.

---

(1) سورة الانعام آيت: 44-45

گذريل معيار اول ۾ چئن پير طريقت ۽ سندن خليفن جو احوال بيان ٿي چڪو آهي. هاڻي ٻي صدي جي بزرگن ۽ صاحب طريقة جو ذڪر، سلسلو، حليو ۽ اعمالن، اذڪارن، خاص مقام، زماني ۽ ڏينهن جو بيان ڪيو پيو وڃي تہ جيئن مطالعو ڪندڙ ۽ طالب تحقيق سندن سلاسل، اذڪار ۽ اعمال کان واقف ٿي مستفيض ٿين. ٻارهن امامن مان چار امامن جو ذڪر معيار اول ۾ بيان ٿي چڪو آهي. باقي ٽن امامن جو ذڪر سندس احباب سان گڏ هن معيار ۾ ڪيو پيو وڃي ۽ باقي پنجن امامن جو ذڪر سندن احباب سميت ان شاءالله معيار نمبر 3 ۾ بيان ڪيو ويندو.

ان کان اڳ هتي حضرت قدوة الواصلين سيد سعدالله سورتي شافي و ڪافي جو قول عربي عبارت سان جيڪو سندس رسالہ مان نقل ڪيو ويو آهي، تبرڪ ۽ معلومات لاءِ درج ڪريون ٿا: "يقول الفقير محمد سعدالله لما سئلت بيان في الهند اشتهر من خانواده اربع عشر وقد تلقط بها هٰؤلاءِ القطب الاكبر في اجازة والاذن الانوار اردت ان اكتب ما يكشف عنها علي الوجه الاخضر مع زيادة ما تكثر فيه تعاليٰ..... قد ذكر بعضهم انها التوسلات بالامام الحسن و الحسين والحسن البصري و كميل بن زياد و العشرة المبشرة لٰكن الاكثر الاشهر ان الحسن البصري بعد ما اخذ الطريقة العلية من امام الاولياء علي ابن ابي طالب كرم الله وجههٗ اولها الي عبدالواحد بن زيد فتفرعت منه خمسة 1. زيديه 2. عياضيه 3. ادهميه 4. هبيريه 5. چشتيه. واليٰ حبيب عجمي فاتشعبت منه تسعة (1) حبيبيه (2) ڪرخيه (3) سقطيه (4) جنيديه (5) طوسيه (6) سهروردیه (7) گاذرونيه (8) طيفوريه (9) فردوسيه. فهذه اربعة عشر خانواده ولها سلاسل قد تجمع في واحدة منها اكثر من واحدة من الخانوادات.

ترجمو: فقير محمد سعدالله کان جڏهن سوال ڪيو ويو تہ چوڏهن سلسلہ طريقت هندستان ۾ مشهور آهن ۽ انهن جي اجازت ۽ حڪم سان قلب اڪبر مقرر ڪيو ويندو آهي. پوءِ ان جي وضاحت اوهان جي سامهون لکان تہ جيئن ان ۾ ڪابہ ڪمي پيشي نہ ٿئي، ڪن جو چوڻ آهي تہ انهن جي توسل و نسبت امام حسن ۽ حسين و حسن بصري ۽ ڪميل بن زياد سان آهي ۽ پوءِ عشره مبشره پر اڪثر اهو مشهور آهي تہ اهو سلسلہ عاليہ حسن بصري جي واسطي سان حضرت امام الاولياء حضرت علي ڪرم الله وجهه سان مليل ٿو. پهريائين اهو عبدالواحد بن زيد تائين پهچي ٿو ان کان پوءِ پنجن شاخن ۾ ورهائجي وڃي ٿو: 1. زيديہ 2. عياضيہ 3. ادهميہ 4. هبريه 5. چشتيہ ۽ حبيب عجمي تائين پهچي ٿو. ان کانپوءِ نون شاخن ۾ تقسيم ٿي وڃي ٿو: (1) حبيبيہ (2) ڪرخيه (3) سقطيہ (4) جنديہ (5) طوسيہ (6) سهرورديہ (7) گاذورنيہ (8) طيفوريه (9) فردوسيہ. پوءِ اهي چوڏهن سلسلہ طريقت جڏهن ڪل گڏ ٿي هڪ ٿين ٿا تہ ڪين خانوادات چيو ٿو وڃي.

هن معيار ۾ پنجن طريقن جي بزرگن جو احوال بيان ٿيل آهي، اهي هي آهن: چشتي، زيدي، ڪرخي، عياضي ۽ اڌهمي.

## قطعي جو ترجمو

آهہ هيءُ نسخہ معيار طريقت،
منجهہ بيان آ سالڪن سڳورن.
توفيق عمل سان طئي ڪرائين تا راهہ،
نہ طاقت رڪان تو بنا تن جي دلخواهہ.
تڪره دل ڪي تا ڪن ڪيمائي،
سالڪن جي سلوڪ جي ڏين تا آگاهي.
ڏيئي چاڻ پوري رڪائين تا عارفن سان،
بنائين تا گداگر ڪي صاحب جاهہ.
قطره لطف الٰهي سان تيم بيشڪ،
بحمدا لله هرجاءِ منجهہ افواهہ.
نہ جهليم تاب تنهن جو هنيائون نعره حق،
مگر هو شان تعاليٰ الله الله.

## طاؤس يماني

هي حضرت اڪابرين اولياء مان هو. تاريخي ڪتاب يافعي ۾ سندس لاءِ هن طرح بيان آهي: طاؤس بن ڪتيمان اليماني جڏهن حضرت عمر بن عبدالعزيز خلافت جي مسند تي وينو، تڏهن ان ڏانهن هيءُ جملو لکي موڪليائين تہ آن اردت يکون عملک خيرا اکله فاستعمل اهل الخير. يعني: تون پنهنجي عملن جي بهتري گهرين ٿو تہ ڀلائي وارن کي مقرر ڪر. عمر بن عبدالعزيز چيو تہ مون کي اهائي نصيحت ڪافي آهي. طاؤس يماني، ابن عباس ۽ ان جهڙن کان علم حاصل ڪيو هو. دوران حج هو اوچتو فوت ٿي ويو. ان وقت جو حاڪم هشام بن عبدالملڪ بہ حج ڪرڻ آيو هو. جنهن جنازي جي نماز پڙهائي. مذڪور آهي تہ جنازي جي نماز تي خلق جو ايڏو تہ هجوم هو، جو جنازي کي ٻاهر آڻڻ بہ ڏاڍو مشڪل ٿي پيو. آخر مڪه جي امير پنهنجي سمورن ملازمن جي مدد سان خلق کي پاسي ڪري، جنازي کي ٻاهر آندو. جنازي سان گڏ هلڻ وارن ۾ اڪثريت سادات ۽ شرفاء جي هئي. عبدالله بن حسن بن حسين بن علي بن ابي طالب بہ سندس جنازي جي ڪٺ کي ڪلهو ڏنو. بي انتها هجوم سبب ماڻهن جي مٿن جا پٽڪا هيٺ ڪِري پيا ۽ ڪيترن ماڻهن جي پنين جون چادرون ڦاٽي ذرا ذرا ٿي ويون. سندس وفات جو سال ذوالحج 105هہ آهي.

## امام خامس محمد بن علي بن حسين بن علي بن ابي طالب عليه السلام

هي حضرت محمد باقر عليه السلام جي نالي سان مشهور آهي. سندس ڪنيت ابوجعفر آهي. سندس جسم، ناف ڪان مٿي تائين، پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن جي جسم مبارڪ سان مشابهه هو ۽ امام حسين سان ناف ڪان وٺي ننهن تائين. پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن جي جسم مبارڪ سان مشابهه هو ۽ حضرت باقر عليه السلام جو جسم پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي ساري جسم مبارڪ سان مشابهه هو، ان ڪري ڪيس محمد ثاني جي لقب سان سڏيندا هئا ۽ برقلب شيث عليه السلام هو.

سندس والده اُم حسن بنت امام حسين عليه السلام هئي. پاڻ حسني ۽ حسيني هو. سندس ولادت سن64 هه ۾ ٿي.

منقول آهي ته هڪ ڏينهن پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن حضرت جابر انصاري کي ڏسي فرمايو ته اي جابر! سيني اصحابن ۾ تنهنجي عمر ڊگهي آهي.

جابر رضي الله عنه انصاري آخري عمر ۾ نابين ٿي ويو هو (هڪ دفعي ڪنهن شخص جي آهٽ ٻڌي) چيائين ته ڪير آهي؟ فرمايائين ته آءٌ محمد بن علي بن حسين بن علي آهيان. عرض ڪيائين ته مان توهان مٿان قربان وڃان ٿورو اڳيرو اچو. جڏهن امام صاحب، وٽس ويو ته سندس هٿن کي چميائين ۽ سندس پيرن چمڻ جي به خواهش ظاهر ڪيائين. امام صاحب پري هٽي بيٺو ۽ جابر رضي الله عنه عرض ڪيو ته حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جو چوڻ مون کي ياد آهي. جو پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم فرمايو هو ته يا جابر لعلک يبقي حين يلقي رجلا من ولدي يقال له محمد بن علي بن حسين لهب له النور الحكمة فاقرا مني السلام.

يعني: اي جابر! شايد تون ان وقت (جيئرو) هجين ۽ منهنجي اولاد مان هڪ شخص سان تنهنجي ملاقات ٿئي، جنهن جو نالو محمد بن علي بن حسين هوندو. سندس (چهره) ۾ نور ۽ حڪمت جا نشان هوندا. ڪيس منهنجا سلام چئج!

مذڪور آهي ته جابر، امام صاحب کي عرض ڪيو ته ڇا اوهين نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جا وارث نه آهيو. فرمايائين ته هائو. وري چيائين ته ڇا اوهان جي دعا سان مرده زنده ۽ ڪوڙهه برص وارا شفاياب نه ٿيندا آهن. فرمايائين ته هائو! پوءِ دعا لاءِ عرض ڪيائين. پوءِ جابر سندن ويجهو آيو، ته انهيءَ سندس اکين تي پنهنجو هٿ مبارڪ ڦيريندي يا ڪافي جو لفظ چيو. ايتري ۾ سندس ديد بحال ٿي وئي ۽ ڏسڻ لڳو. وري ٻيهر سندس اکين تي هٿ مبارڪ ڦيريائين ته جابر رضي الله عنه جي ديد غائب ٿي وئي. پوءِ ڪيس امام صاحب فرمايو ته جيڪڏهن تون گهرين ته تنهنجي ديد قائم ٿئي ۽ تون ڏسڻ لڳين. پوءِ تنهنجو حساب الله سائين وٽ آهي ۽ جيڪڏهن تون نابين رهڻ گهرين ته پوءِ تون بي حساب بهشت حاصل ڪندين. پوءِ جابر رضي الله عنه نابين رهڻ پسند ڪيو.

فرمايائين ته ماڻهن جا مصائب اسان جي مٿان عظيم آهن. اگر بيان ٿا ڪريون ته مڃڻ وارا ڪونه آهن، اگر بيان نٿا ڪريون ته درست منزل تي اسان ڪانسواءِ ڪين ڪوبه پهچائي ڪونه سگهندو.

فرمايائين تہ پنجن قسمن وارن ماڻهن سان قرابت نہ ڪج: (1) بکيو، جيڪو لقمہ جي لالچ ۾ توکي وساري ويهندو. (2) بخيل جيڪو گهرج جي حالت ۾ توکان پري ٿي ويندو. (3) ڪوڙو جيڪو پروسي جوڳو نہ هوندو آهي. (4) بيوقوف، جنهن جي نيڪي بہ نقصانده هوندي آهي. (5) قاطع صلة الرحم (مائٽن سان تعلقات ٽوڙڻ وارو) جو سندس پچاڙي چڱي نہ ٿيندي آهي.

صحيح قول موجب سندس وفات جو سال ۽ تاريخ 23 صفر 114ھ آهي. مذڪور آهي تہ ابراهيم بن وليد پنهنجي پيءُ جي چوڻ تي کين زهر ڏنو هو، پوءِ شهيد ٿي ويو. سندس قبر مبارڪ حضرت امام حسن عليه السلام جي پرسان آهي. باقريہ شيعہ فرقو کيس آخري امام سمجهي ٿو ۽ امامت مٿس ختم ۽ آخري زمانہ ۾ واپس اچڻ جو عقيدو رکي ٿو.

## فرزدق

نالو همام، سندس ڪنيت ابونواس سندس پيءُ جو نالو غالب بن صعصعه ٻڌايو پيو وڃي. دور جاهليت ۾ هي ناميارو شخص هو ۽ پنهنجي قبيلہ ۾ سڀ کان اول ايمان آندو هئائين. ابن عبدالرب ڪتاب استيعاب ۾ کيس صحابه رضي الله عنهم ۾ شمار ڪري ٿو. فرزدق عالي همت ۽ صاحب خشمت هو. ماڻهو ساڻس سٺو سلوڪ ڪندا هئا. حالانڪ ننڍي قد ۽ بي ڍولي بدن سان فرزدق لفظ معنيٰ ريزه (ذرڙو، ٽڪرو) ان سان هر طرف مشهور هو.

ڪتاب حبيب السير ۾ مذڪور آهي تہ هڪ دفعي خليفہ هشام بن عبدالملڪ پنهنجي خلافت واري دور ۾ پنهنجي پيءُ ۽ ياءُ سان گڏ حج ادا ڪرڻ آيو. ليڪن سخت هجوم ۽ ماڻهن جي رش سبب حجر اسود کي چمي نہ سگهيو. ايتري ۾ حضرت امام زين العابدين تشريف فرما ٿيا. ساري خلق جي هجوم جو امام صاحب ڏانهن توجه ٿيو ۽ يڪدم سندس اچڻ واري رستي کان هٽي ان لاءِ ڪشادگي ۽ آساني پيدا ڪري ڇڏيائين. سندس تعظيم ڪندا رهيا ۽ کيس سلام ڪندا رهيا. شام وارن منجهان هڪ شخص، هشام کان پڇيو تہ اهو ڪير آهي؟ هشام انهيءَ خوف کان تہ متان اهل شام، امام ڏانهن مائل ٿين لاعلميءَ جو اظهار ڪيو. ايتري ۾ فرزدق اچي حاضر ٿيو ۽ امام صاحب جي شان ۾ قصيده غزا پڙهيائين. هشام، شڪ آڻي کيس قيد ڪيو. امام صاحب قصيده جي صلہ ۾ فرزدق ڏانهن هڪ هزار درهم موڪليا. اول هن درهم وٺڻ کان انڪار ڪيو ۽ چيائين تہ مان صلہ لاءِ نہ بلڪ محبت جي اظهار ۾ پڙهيو آهي. امام صاحب اصرار ڪندي کيس چيو هي اهل بيت جي خدمت جو صلہ آهي. واپس نہ ڪر، پوءِ ورتائين. ڪتاب ڪامل ۾ مذڪور آهي تہ هڪ ڏينهن حسن بصري ۽ فرزدق ٻئي هڪ جنازي ۾ شريڪ ٿيا. فرزدق چيو تہ خبر اٿو ماڻهو چون ٿا تہ هن جنازي نماز ۾ بهترين ماڻهو آيا آهن يا بدترين ماڻهو حاضر ٿيا آهن؟ حضرت حسن بصري عليه الرحمة فرمايو تہ آءٌ بهترين ماڻهن ۾ هوندس ۽ تون بدترين ماڻهن ۾. پر هن موقعي تي توکي انهيءَ ڳالهہ چوڻ تي ڪنهن آماده ڪيو؟ چيائين تہ سٺ سالن کان وني ڪلمه طيبه جو ورد اٿم، خبر نہ آهي تہ ڇا ٿيندو؟ فوت ٿيڻ کان پوءِ خواب ۾ ڪنهن بزرگ کانئس پڇيو تہ ڪهڙي حال ۾ آهين؟ چيائين تہ ڪلمہ طيبہ جي برڪت سان خاتمه بالخير ٿيو. سن 116ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## امام ابومحمد ۽ ابوعبدالله جعفر صادق عليه السلام

عليٰ قلب نوح عليه السلام، ڇهون امام آهي. سندن والده جو نالو سيده فرده بنت قاسم بن محمد بن ابي بکر رضي الله عنه آهي. صحيح قول موجب هيءَ سن 80ھ ۾ پيدا ٿيو. سندس طريقت جي نسبت ٻنهي طرفن کان يعني پيءُ کان بہ ۽ ماءُ کان بہ عطا ٿيل آهي. مشائخ جي اڪثريت جي نسبت، هن امام صاحب سان لڳي ٿي، امت محمدي صلي الله عليه وسلم جي علماءَ جي اڪثريت هن امام صاحب جي شاگردي ۾ آهي. فرمايائين:

قال من قنع بما قسم له استغنيٰ ومن مد عينيه الي ما في يد غيره مات فقيرا. قال شرالناس من باع آخرته بدنياه و شر من ذالک من باع آخرته بدنيا غيره قال کمال العطا ثلاثة تعجيله و تصغيره و تستيره قيل له بالکفارة عمل السلطان؟ قال قضاء حوائج الاخوان.

ترجمو: جيڪو شخص پنهنجي قسمت ۾ آيل حصي تي قناعت ڪندو، اهو بي پرواهہ ٿيندو ۽ جيڪو ٻين جي مال ۾ اکيون وجهندو اهو فقير ٿي مرندو. فرمايائين تہ اهو شخص نهايت بدترين آهي، جيڪو پنهنجي آخرت کي دنيا جي بدلي ۾ وڪڻي ۽ ان کان بہ بدتر اهو شخص آهي جيڪو ٻئي جي دنيا ناهڻ لاءِ پنهنجي آخرت کي وڪڻي ڇڏي. پڻ فرمايائين تہ بخشش ۽ عطاءَ جو ڪمال ٽن ڳالهين ۾ آهي: ڪنهن تي جلدي بخشش ڪرڻ، پنهنجي بخشش کي گهٽ سمجهڻ ۽ ان کي ڳجهو رکڻ. فرمايائين تہ صحبت ويهہ ڏينهن رکڻ گهرجي.

فرمايائين تہ جيڪڏهن توکي ڪو بد چوي تہ ڏک نہ ڪر چو تہ جيڪڏهن تو منجهہ خامي آهي تہ ان جو ڪفارہ ٿي ويو ۽ جيڪڏهن تو ۾ خامي ڪونہ آهي تہ بنا تڪليف جي تو نيڪي حاصل ڪئي.

ڪتاب جفر جامع، جيڪو امامن عليهم السلام جي علوم ۽ اسرار تي مشتمل آهي سو سندس ئي جوڙيل آهي، چيو وڃي ٿو تہ ابوموسيٰ جابر بن حيان صوفي يوسفي جيڪو آنحضرت جي شاگردن مان آهي. هڪ ڪتاب لکيو. جنهن جا هڪ هزار حصا هئا. جيڪو حضرت سائين جي رسالن تي مشتمل آهي.

مذڪور آهي تہ هڪ ڏينهن خليفہ منصور جي منهن تي اچي هڪ مک ويٺي. خليفي ان کي گهڻوئي تڙيو پر وري وري موٽي اچي سندس منهن تي ويهي پئي. خليفو عاجز ٿي ويو ايتري ۾ امام جعفر صاحب بہ اچي مجلس ۾ وينو تہ خليفہ منصور هڪدم ئي کانئس اهو پڇيو تہ مک کي پيدا ڪرڻ ۾ ڪهڙي حڪمت آهي؟ فرمايائين تہ تڪبر ۽ غرور واري ماڻهو کي ذليل ڪرڻ لاءِ مک کي پيدا ڪيو ويو آهي.

سندس وفات جو سال شوال 148ھ آهي. مدينه منوره ۾ بقيع ۾ مدفون آهي. شيعہ جو جعفريہ فرقہ امام صاحب کي ئي آخري امام ۽ ان تي ئي امامت جي ختم هجڻ جو عقيدو رکي ٿو سندن چوڻ آهي تہ جيڪو امام واپس وري ايندو سو اهوئي امام آهي.

## اسمٰعيل بن امام جعفر صادق عليه السلام

هيءُ امام جعفر صادق عليه السلام جو وڏي ۾ وڏو فرزند هو. اهو سيني ڪي گمان هو تہ امام صاحب ان ڪي ئي پنهنجو جانشين مقرر ڪندو. مذڪور آهي تہ امام صاحب هن ڪي امام ختم جي بنياد تي پنهنجو وليعهد بڻايو هو، پر پنهنجي پيءُ جي حياتيءَ ۾ سن 138هه ۾ گذري ويو ۽ بقيع ۾ مدفون آهي. امامت جي قائل فرقن مان هڪ اسماعيلي فرقي جو چوڻ آهي تہ نص اول[1] معتبر آهي ۽ مبارڪ فرقہ جو چوڻ آهي تہ اسماعيل زنده آهي ۽ اهوئي مهدي موعود آهي. سندس پيءُ دشمنن جي خوف ڪان ڪيس مرده مشهور ڪيو هو. اسماعيلہ منجهان وري هڪ ڪثير جماعت جو عقيدو آهي تہ اسماعيل فوت ٿيل آهي ان ڪان پوءِ محمد بن اسماعيل چار سالہ امامت تي قائم ٿيو ۽ اهو خلف ڪان سلف تائين ويندي عبيدالله مهدي اسماعيلي تي پهچي ٿو، جيڪو اسماعيلي خليفن مان پهريون آهي.

## محمد بن امام جعفر صادق عليه السلام

سندس لقب بناح ۽ ڪنيت ابوجعفر آهي. سندس پوئلڳ زيديہ سڏائين تا سندن چوڻ آهي تہ امام لاءِ موافق آهي تہ خروج تلوار سان ڪري. سندس تربت جرجان ۾ آهي. "گورسرخ" جي نالي سان (ڳاڙهي قبر) مشهور آهي، جيڪا خلق جي فيض لاءِ زيارتگاه بڻيل آهي.

## عبدالله اقطع

هيءُ حضرت امام جعفر صادق عليه السلام جو فرزند آهي. پاڻ اسماعيل ڪان وڏو يا ننڍو امام معروف آهي. وڏي ۽ تمام ڪشاده مٿو هئڻ سبب ڪيس اقطع سڏيندا هئا. پنهنجي پيءُ ڪان پوءِ امامت جي دعويٰ ڪيائين. سندس پوئلڳ ماڻهن ڪي فرقہ اقطحيہ سڏيو وڃي ٿو، پنهنجي پيءُ جي وفات ڪان پوءِ ڪل ستر ڏينهن زنده رهيو، پوءِ وفات ڪري ويو. سندس وفات جو سن 149هه آهي. پونئير ڪيس ڪونہ هو.

اقطحيہ فرقہ جو عقيدو آهي تہ امام لاءِ ضروري آهي تہ هو پنهنجو خليفو نامزد ڪري، جيئن هن ڪان پوءِ سندس جانشين بڻجي. جيڪڏهن جانشين نٿو بڻائي تہ هو پاڻ ضرور موٽي ايندو ۽ مهدي موعود آهي.

## امام موسيٰ ڪاظم عليه السلام

امام ستون علي قلب موسيٰ عليه السلام سندس ڪنيت ابو ابراهيم ۽ ابوالحسن سندس ولادت سن 128هه ۾ مڪه ۽ مدينہ جي وچ ۾ ٿي ڪيس زين المجتهدين سڏيندا هئا.

---

[1] يعني پهرين واضح روايت.

هڪ دفعي روضہ رسول صلي الله عليه آله وسلم ۾ سربسجود ٿي عرض ڪري رهيو هو الذل عندي والعفو عندک (ذلت ۾ آءٌ آهيان ۽ درگذر ڪرڻ تو وٽ آهي) ساري رات سجده ۾ ائين چوندو رهيو. آخر مٿس صبح ٿي. هارون رشيد ڪيس زهر ڏياريو. جنهن ۾ سن 183ھ ۾ شهيد ٿي ويو. سندس مدفن بغداد شريف ۾ آهي.

شيعہ موسوي و مفضليہ فرقہ وارا ڪيس صاحب الزمان جي لقب سان سڏين ٿا ۽ امام جعفر صادق عليه السلام جي حجت ٻڌائين ٿا جو سندس قول آهي سابعڪم قائمڪم. اوهان منجهان ستون اوهان جو قائم هوندو. ڪي وري شڪ ۾ آهن ۽ اِها مراد وٺن ٿا تہ ستون امام جعفر صادق عليه السلام آهي جيڪو قائم آهي ۽ اماميہ فرقہ جي قول موجب تہ اهو محمد بن حسن عسڪري آهي.

## ابوعبدالله محض

حضرت حسن (مثنيٰ) بن امام حسن عليه السلام جن جو فرزند هو. سندس لقب شيخ بنو هاشم هو. محض سيادت سبب ڪيس محض سڏيو پيو وڃي. سندس والده فاطمه بنت حسين ۽ سندس پيءُ حسن بن حسن هو. منصور جي قيد ۾ سن 145ھ ۾ گذاري ويو.

## ادريس

هيءُ عبدالله محض جو فرزند هو. فخ جي واقعہ کان پوءِ سن 109ھ ۾ مصر هليو ويو ۽ مغربي آفريڪا ۾ پنهنجي سلطنت قائم ڪيائين. چند پشتون سندس اولاد ۾ سلطنت قائم رهي، جو آل ادريس جي نالي سان مشهور آهي. چيو وڃي ٿو تہ سن 828ھ تائين، سلطنت سندس خاندان ۾ قائم رهي.

## محمد بن عبدالله محض

هيءُ بنو هاشم جي معتبرين مان هو، سندس لقب مهدي هو. احجار الزيت[1] ۾ جڏهن شهيد ٿيو، تڏهن "نفس زڪيہ" جي نالي سان مشهور هو. جيئن تہ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي حديث جي روايت آهي. فرمايائون تہ منهنجي اولاد منجهان "نفس زڪيہ" احجاز الزيت ۾ قتل ڪيو ويندو. مذڪور آهي تہ امام مالڪ رضي الله عنه بن انس رضي الله عنه اها فتويٰ ڏني هئي تہ هلاڪت جي خوف کان خروج ڪرڻ جائز آهي ۽ جڏهن منصور جي لشڪر، مدينه منوره جو محاصرو سخت ۽ تنگ ڪيو، تڏهن شيعہ امراءَ وارو عهدنامہ ساڙي ڇڏيائين ۽ چيائين تہ هينئر موت مٿان

---

[1] احجاز الزيت: مدينه منوره جي هڪ محلي جو نالو هو جتي مسلم بن عقبه جي سرڪردگيءَ ۾ يزيدي لشڪر مديني وارن جو قتل عام ڪيو هو ۽ نبي ڪريم ﷺ جن حضرت ابو ذرغفاري رضہ کي خطاب ڪندي انهيءَ قتل عام جي اڳواٽ خبر ڏني هئي: تهذيب الڪمال ص10 ج28، المستدرک علي الصحيحين ص470 ج4، سنن ابي دائود ص110 ج4، نيل الاوطار ص77 ج6.

بينو آهي. متان اهو عهدنامہ منصور ڪي هٿ اچي وڃي ۽ اهو ڪين هلاڪ ڪري ڇڏي. پوءِ پاڻ ٽي سو ماڻهن سان گڏ مدينه کان ٻاهر نڪري (ميدان جنگ) ۾ آيو تن تنها ستر ماڻهن ڪي ليٽائي شهيد ٿي ويو. اهو واقعو رمضان المبارڪ سن 145ھ ۾ رونما ٿيو. سندس سِرُ مبارڪ منصور ڏانهن موڪليو ويو. شهيد جو پيءُ به پرسان قيد ۾ بند هو. انهيءَ جڏهن اهو ڏٺو ته فرمايائين: يرحمک الله لقد قتلوک صواما قواما.( الله توتي رحم ڪري، توڪي انهيءَ حالت ۾ قتل ڪيائون جو تون روزيدار ۽ رات جو عبادتگذار هئين.)

مذڪور آهي ذوالفقار علي عليه السلام (تلوار علي) محمد بن عبدالله محض وٽ پهتي هئي جڏهن خروج جو ارادو ڪيائين ته هڪ واپاري کان چار سو دينار ورتائين ۽ ان جي عيوض تلوار (ڳهه) رهن رکيائين ۽ چيائين ته آل عبدالمطلب منجهان جيڪو به تو وٽ اچي ۽ رقم ادا ڪري ته پوءِ تلوار انهيءَ ڪي ڏيئي ڇڏجانءِ. پوءِ جڏهن جعفر بن سليمان بن علي بن عبدالله بن عباس مدينه جو امير مقرر ٿيو ان تاجر ڪي رقم ادا ڪري تلوار کانئس واپس ورتي ۽ مهدي ڏانهن موڪلي ڇڏيائين ۽ هن وري رشيد ڪي پهچائي. ذوالفقار (تلوار علي) لاءِ ٻڌايو وڃي ٿو ته هن جي پنين طرف تي ارڙهن فقرا لکيل هئا ۽ سندس دستو هاٿيءَ جي هڏي جو جڙيل هو ۽ انهيءَ تي فقرا اُڪريل هئا.

## ابراهيم

نفس زڪيہ جو ڀاءُ هو ڀهرين رمضان المبارڪ ۾ بصره کان خروج ڪري ايران پهتو. سفر ۾ اٺ جي پيچ ڪي ٻڌي پيو ته اُٺ رفتار تيز نہ پئو ڪري ۽ اُٺ جي پچ ڪي پنهنجي هٿ ۾ قابو جهليائين پئي ته اهو رفتار ڪي تيز پيو ڪري. وقت جي ڪيترن ئي علماء ۽ اڪابرين مثلاً اعمش بن منصور ۽ امام ابوحنيفہ ڪوفي ڪيس خروج جي فتويٰ ڏني. امام ابوحنيفہ پنهنجي پٽ حماد جي هٿ، سندس خدمت ۾ چار هزار درهم موڪليا ۽ ڪيس معذرت سان عرض ڪيائين ته جيڪڏهن خلق جي امانتن جي حفاظت جو بار مون ڪي مانع نہ هجي ها ته مان خود اچي حاضر ٿيان ها.

مذڪور آهي ته نفس زڪيہ جي شهادت کان پوءِ منصور هن ڪي بہ زهر ڏئي هلاڪ ڪري ڇڏيو. ابراهيم جي شهادت سن 145ھ ۾ ٿي.

## يحيٰ

هيءُ ابراهيم جو ڀاءُ هو. هارون جي دور ۾ دليمان ۽ طبرستان خروج ڪري ويو هو. هارون، فضل برمڪي جي ذريعہ ساڻس مصالحت جي آڇ ڪئي ۽ سندس تعظيم ڪرڻ جي آمادگي ڏيکاري ۽ مصعب زبير جي پوٽن مان عبدالله هارون ڪي چيو ته هو ري جي هڪ علائقہ ڏانهن خروج ڪرڻ جو ارادو ڪري چڪو آهي ۽ مون ڪي پڻ سڏايو اٿس. يحيٰ، عبدالله جي ذريعي ڳالهه ٻولهه ڪري فتني ڪي دفع ڪرڻ جو ارادو ڏيکاريو. مگر عبدالله انهيءَ ئي ڏينهن هلاڪ ٿي ويو ۽ هارون، يحيٰ ڪي قتل ڪونہ ڪيو، مذڪور آهي ته هو پنهنجي طبعي موت سان وفات ڪري ويو.

## ابو علي حسن بن حسن بن امام حسن عليه السلام

سندس لقب حسن مثلث آهي ۽ معروف شهيد فخ آهي بنوهاشم جو بزرگ هو ۽ هادي جي زماني ۾ سن 149هه ۾ خروج ڪيائين ۽ مڪه جي ويجهڙائي ۾ فخ جي مقام تي ٻين ڪثير علوين سان گڏ هيءُ به شهيد ٿي ويو.

امام تقي عليه السلام جي روايت آهي ته ڪربلا جي واقعه کان پوءِ اهل بيت تي هن جهڙو ٻيو ڪوبه سخت ترين واقعو نه گذريو آهي.

## زيد بن حسن بن علي عليه السلام

هي حضرت پنهنجي وقت ۾ علم ۽ عرفان ۾ ڪافي شهرت رکندڙ هو. سندس فرزند اميرابومحمد پنهنجي وقت ۾ بنوهاشم جو شيخ بزرگ سڏيو ويندو هو.

منصور دوانيقي کيس مدينه منوره جي اجازت به ڏني هئي آخر خروج جو اهتمام ڪيائين. کيس قيد ڪيو ويو ۽ مهدي جي زماني تائين گرفتار هو، مهدي کيس آزاد ڪري ڇڏي ڏنو. سندس نياڻيءَ جو نالو نفيسه هو، جيڪا شافعي مسلڪ جي عالمه فاضله ۽ نهايت قابل عورت هئي ۽ ان کان روايت پڻ بيان ڪندي هئي. اسحاق بن امام جعفر صادق کيس گهرايو ۽ پوءِ اها مصر هلي وئي. نفيسه مصر ۾ سن 208هه ۾ وفات ڪري وئي ۽ اسماعيل مدينه منوره ڏانهن منتقل ٿيڻ جو ارادو ڪيو، مگر مصرين جي التماس تي هو ارادو ملتوي ڪري مصر ۾ ئي رهيو ۽ اتي ئي فوت ٿي ويو، سندس قبر تي وڏو مقبرو جڙيل آهي، ۽ اجابت دعا جي لاءِ مقام مشهور آهي.

## موسيٰ بن عبدالله محض

اڪابرين مان هو، شيعن کيس دعوت ڏني. هن پاڻ کي ظاهر ڪونه ڪيو. ان هوندي به حجاز ۾ سندس نالي جو خطبو پڙهيو ويندو هو، منصور کيس ڇڏي ڏنو ۽ هارون جي زماني تائين حيات هو. سن 200هه ۾ فوت ٿي ويو.

## عبدالعظيم

فرزند عبدالله بن علي بن حسن زيد بن امام حسن عليه السلام. منصور جي عهد ۾ ڪجهه وقت مدينه جي امارت تي فائز رهيو ۽ پوءِ شهر ”ري“ ڏانهن منتقل ٿي ويو ۽ اتي ئي فوت ٿي ويو. سندس مرقد خاص ۽ عام جي زيارت گاه آهي.

قال امام رضا عليه السلام من زار اخي عبدالعظيم ڪمن زار جدي اباعبد الحسين.

ترجمو: امام رضا عليه السلام جو قول آهي ته جنهن منهنجي ڀاءُ عبدالعظيم جي زيارت ڪئي، گويا انهيءَ منهنجي ڏاڏي ابا عبدالحسين جي زيارت ڪئي.

احمد بن خالد السرفي کان روايت آهي تہ وقت جو سلطان مشڪلات سبب ري شهر ۾ خفيہ طور اچي رهيو ۽ پنهنجي ڪنهن دوست جي محل ۾ زير زمين رات ۽ ڏينهن نماز ۽ عبادت ۾ ڪافي عرصو مشغول رهيو ڪڏهن ڪڏهن مخفي طور هڪ قبر جي زيارت لاءِ بہ ويندو هو. آهستي آهستي ڪجھہ شيعا بہ سندس حال کان واقف ٿيا. انهيءَ وچ ۾ پيغمبر عليہ السلام جي پوئلڳن مان هڪ خواب ۾ ڏٺو تہ فرمائين تہ هن شهر جي فلاڻي ڪنڊ ۾ عبدالجبار بن وهاب جو باغ آهي. اتي هڪ صوف جو وڻ آهي. جنهن جي پرسان هيءَ مدفون ٿيندو. دفن ٿيڻ وارو ڏيکاريو ويو اهو هڪ نوراني صورت وارو شخص هو ۽ نشان ڏيکارڻ خاطر زمين جي پرسان وينو هو. هڪ ڏينهن خواب ڏسڻ وارو شخص جيڪو زمين جو مالڪ بہ هو، انهيءَ زمين تي اچي ويٺو، ڪيس اهو خواب پڻ ياد آيو تہ مون کي آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن هيءَ حڪم فرمايو هو. پوءِ زمين کي وقف ڪري شيعان جي حوالي ڪري ڇڏيائين. قريب ئي هڪ بيمار امام زاده وفات ڪري ويو، جڏهن غسل لاءِ سندس لباس کي لاٿو ويو تہ گريبان منجهان هيءَ رقعہ نڪتو. جنهن تي لکيل هو تہ:

انا ابوالقاسم عبدالعظيم بن عبدالله بن علي بن الحسن بن زيد بن الحسن بن علي بن ابي طالب عليه السلام.

سندس پر واري قبر جنهن جي زيارت لاءِ پنهنجي حياتي ۾ ويندو هو ۽ ٻڌايو هئائين تہ اها قبر، موسيٰ ڪاظم عليه السلام جي فرزندن مان هڪ فرزند جي آهي.

## امير عبيدالله يا عبدالله

هيءَ حسن بن حسين بن زين العابدين عليه السلام جو فرزند هو. پنهنجي ڏاڏي جي بلڪل همشڪل هو، جنهن ڪري سندس لقب ئي زين العابدين هو، شوشتر شهر ۾ وفات ڪيائين. سندس مزار شريف بقاع شوشتر ۾ آهي. بعض جو چوڻ آهي تہ بي اولاد هو ۽ بعض ڪيس اجل نقيب تاج الملة والدين علي بن محمد بن رمضان ٻڌائين ٿا ۽ سندس نسب ابن الطقطقي سان وچي ملي ٿو.

## زيد بن امام موسيٰ ڪاظم عليه السلام

ڪوفي ۾ مقيم هو. جڏهن ابوالسرايا امام علي رضا عليه السلام ڏانهن خروج ڪيو تہ زيد کي بصره ڏانهن روانو ڪيائين. زيد، عباسين جي محلاتن کي باهہ ڏياري. انهيءَ ڪري مٿس لقب لاجرم زيد النار پيو، پوءِ جڏهن ابوالسرايا شڪست کائي خوزستان هليو ويو تہ زيد النار کي گرفتار ڪيو ويو. قيد ۾ سن 200هہ ۾ وفات ڪري ويو.

## اسحاق

سيدي اسحاق جي نالي سان معروف ۽ امام موسيٰ ڪاظم عليه السلام جو فرزند آهي. سندس مزار فيض آثار هرات ۾ آهي.

## ابوالقاسم حمزه

حمزه بن امام موسيٰ ڪاظم عليه السلام. ماڻهو ڪيس زنده خيال ڪندا آهن. سندس پٽ قاسم پٽ قاسم محمد الاعرابي ان جو پٽ احمد، نسب سادات موسوي انتها احمد تائين پهچي ٿي، ڪيس ڪجهه فرزند هئا، انهن مان ابومحمد اسماعيل وڏو ڏاڏو سلاطين صفويه، موسيٰ ۽ محمد المجدور ڏاڏاڻ نقباءِ عظام مشهد مقدس رضوي آهن.

## ابراهيم

ابراهيم بن اسماعيل بن ابراهيم بن امام حسن عليه السلام. مخرج قاف ادا ڪري نه سگهندو هو. هڪڙي ڏينهن پنهنجي غلام ڪي قبا آڻڻ لاءِ چيائين. هو پلجي دراعه (صوفين جي لباس جو هڪ قسم) کڻي آيو. ڪاوڙ منجهان قبا، قبا بجاءِ طباطبا چيائين ان ڪان پوءِ سندس لقب طباطبا مشهور ٿي ويو ۽ سادات طباطبا سان منسوب آهن.

## ابوعبدالله محمد

ابراهيم طباطبائي جو فرزند آهي. سن 198هه ۾ ابوالسرايا سان ڪوفه خروج ڪيائين خلق ڪان امام رضا عليه السلام جي لاءِ بيعت ورتائين ۽ ڪيس ڪوفي ۾ حضرت جي نائبي هيٺ مخصوص امارت جوڙيائين ۽ آخر ۾ سن 200هه ۾ ابوالسرايا سان گڏ قتل ٿي ويو.

## مالڪ دينار بصري

بعض جو چوڻ آهي ته دينار سندس پيءُ جو نالو هو. بعض جو چوڻ آهي ته هڪ دفعي ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿيو. ملاح ڪانئس ڀاڙو طلب ڪيو، هن ڪونه ڏنو جو وٽس ڪونه هو، ملاح مٿس ايڏو تشدد ڪيو جو هو بيهوش ٿي ويو. جڏهن هوش ۾ آيو ته ڪيس وري بيهر ماريو ويو. بدڻ ۾ آيو آهي ته ساري درياهه جون مڇيون مٿي نڪري آيون ۽ هرهڪ مڇيءَ جي وات ۾ هڪ، هڪ دينار هو. مالڪ هڪ مڇيءَ جي وات مان هڪ دينار ڪڍي ملاح ڪي ڏنو ۽ ٻيڙي منجهان لهي پاڻي تي پنڌ ڪندي غائب ٿي ويو.

تاريخ گزيده ۾ ان واقعه ڪي مروان حمار وارو زمانه سن 130هه ۾ ڄاڻايو ويو آهي. سندس ڪنيت ابويحيٰ هئي. حسن بصري ۽ حبيب عجميءَ جو همعصر هو.

مذڪور آهي ته آيت اياڪ نعبدو و اياڪ نستعين پڙهندي زار، زار روئندو هو ۽ چوندو هو ته جيڪڏهن الله جي ڪتاب ۾ نه هجي ها ته هرگز نه پڙهان ها.

مذڪور آهي ته جڏهن پنهنجي موت جا آثار ڏٺائين ته چيائين ته اِلٰهي تون ڄاڻين ٿو ته منهنجي زندگي تنهنجي ڳولڻ ۾ گذري آهي. اهو به وقت هو جو بصره ۾ ڳوليندو رهيس، ۽ هاڻي جيڪڏهن زندگي بخشين ته به تنهنجي لاءِ اٿم ۽ جيڪڏهن موت ڏين ته به تنهنجي لاءِ آهي.

ان صلوٰتي ونسڪي و محياي ومماتي لله رب العالمين.

ترجمو: بيشڪ منهنجي نماز ۽ منهنجي قرباني منهنجي حياتي ۽ منهنجي مماتي الله لاءِ آهي جو جهانن جو پالڻهار آهي. (القرآن (161:6))

وعن مالک بن دينار خرجت حاجا اليٰ بيت الله الحرام واذا بشاب يمشي في الطريق بلا زاد وراحلة. فقلت ايها الشاب من اين؟ قال من عنده قلت الي اين؟ قال اليه. فقلت اين الزاد؟ قال عليه. قلت ان الطريق لايقطع الا الماء والزاد فهل معک شيءٌ؟ قال نعم قد زودت عند خروجي بخمسة احرف اعني كهٰيٰعص قلت ما كان معنيٰ كهٰيٰعص قال اما قوله كاف فهو الكافي واما الهاء فهو الهادي و اما الياء فهو الموفي و اما العين فهو العالم و اما الصاد فهو صادق.

قال مالک لما سمعت هٰذا الکلام نزعت قميصي ان اليه اياه فابيٰ فقال ايها الشيخ العريٰ خير من قميص الغنيٰ حلالها حساب و حرامها عقاب.

قال مالک اذا خير الليل رفع جهاده الي السمآء، وقال ما من اِلا يسره الطاعات والا يضره المعاصي سب لي ما لا يشرک ويغفر لي ما لا يضرک.

ترجمو: مالڪ بن دينار چوي ٿو ته بيت الله ڏانهن حج جي ارادي سان نڪتس، رستي ۾ هڪ نوجوان مليو، جيڪو به وجي رهيو هو پر ڪيس ڪوبه سفر جو سامان ساڻ ڪونه هو. مون کانئس پڇيو ته ڪٿان ٿو اچين ۽ ڪيڏانهن وجي رهيو آهين؟ چيائين ته ان ڏانهن. پوءِ مان چيو ته سامان ڪٿي اٿئي؟. چيائين ته ان جي ئي مٿان آهي. مون ڪيس چيو ته پاڻي ۽ سامان کان سواءِ سفر ڪيئن ٿي سگهي ٿو، پوءِ چا توکي ڪا شيءِ ساڻ آهي. چيائين ته هائو! مون نڪرڻ وقت پنجن حروف جي سامان جو توشو ساڻ ڪنيو آهي، اهي هي آهن: ”كهٰيٰعص“ ڪيس مون چيو ته انهن جي معنيٰ چا آهي؟ چيائين ته ڪاف کان مراد الڪافي ۽ هاء کان مراد هادي ۽ يا کان مراد الموفي ۽ العين کان عالم ۽ صاد کان مراد صادق آهي.

مالڪ جو چوڻ آهي ته جڏهن مون اهو سندس ڪلام ٻڌو ته پنهنجي قميص لاهي ڪيس پهرڻ لاءِ ڏني، مگر هن وٺڻ کان انڪار ڪيو ۽ چيائين بئي کان قميص وٺي پائڻ کان بت اگهاڙو چڱو آهي. حلال جو حساب آهي ۽ حرام جو عذاب آهي

جڏهن حاجي لبيڪ جي تلبيه چون پيا ته هيءُ لبيڪ نه پيو چوي. جڏهن کانئس پڇيو ويو ته چيائين ته خوف ٿو ٿئيم ته متان لبيڪ چوان ۽ لا لبيڪ جو لفظ ٻڌان ۽ جڏهن ماڻهو ڪي قرباني ڪندي ڏسي پيو ته عرض پيو ڪري. اللهم ان الناس ذبحوا و تقربوا اليک وليس لئ شي اتقرب به اليک سوي نفسي. يعني اي الله ماڻهو قربانيون ڪري تنهنجو قرب حاصل ٿا ڪن، مگر مون ڪي تنهنجي قرب حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي جان کان سواءِ ٻي ڪابه شيءِ ڪونه آهي، جو تنهنجي راهه ۾ قربان ڪريان............جان ڏنائين.

چوندو هو ته هذا حبيب الله، هذا خليل الله قتل بسيف الله. دفن ٿيڻ کان پوءِ خواب ۾ چيائين ته منهنجي منزلت بدر جي شهيدن جي مثل ڪئي وئي.

سندس ڪرامت بابت يافعي ابوالقاسم بن اندلسي جي حوالي سان لکي ٿو ته هڪ ڏينهن هڪ شخص مالڪ وٽ آيو ۽ عرض ڪيائين ته يا ابا يحيٰ! هڪ عورت جي حق ۾ دعا گهرجو

هوءَ چئن سالن ڪان وٺي حامله آهي ۽ تڪليف ۾ آهي ۽ ٻار جو پتوئي ڪونہ آهي. پوءِ دعا لاءِ هٿ مٿي ڪٽي عرض ڪيائين تہ: اللهم هذه المراة ان ڪان في بطنها جارية فابد لها غلاما (اي الله! هن عورت جي پيٽ ۾ ڌيءَ آهي تہ ان کي پُٽ ۾ تبديل ڪر) فانک تمحوا ما تشاء و تنبت وعندک ام الڪتاب (بيشڪ تون جنهن لاءِ گهرين ان کي مٽائي ڇڏين يا پيدا ڪرين ٿو ۽ تو وٽ ئي اصل ڪتاب آهي.) ڪجھ مدت ڪان پوءِ اهو مرد (عرضدار) آيو ۽ سندس ڪلهن تي چار سالہ پُٽ هو.

## عتبه ابن غلام بصري

حضرت خواجہ حسن کان خرقہ خلافت ڪيس مليل هو. هر سال ڪجھ جَوَ پنهنجي هٿن سان پوکيندو هو ۽ ان جو اٽو ڪري ضرورت موجب پاڻيءَ ۾ پسائي تر ڪري رکندو هو. سج جي گرمي تي سڪائي، هفتي ۾ هڪ دفعو کائيندو هو. چوندو هو تہ مون کي ڪرامن ڪاتبين ڪان شرم ٿو ٿئي ۽ چوندا تہ هفتي ۾ هڪ دفعو کائي آسوده حال ٿو ٿئي.

## حبيب عجمي راعي بصري

هيءَ حسن بصري جو مريد هو. عجمي هئڻ سبب قرآن شريف جي الفاظ جي درست ادائيگي ڪونہ ڪري سگهندو هو. مذڪور آهي تہ هڪ دفعي حبيب، مغرب جي نماز وقت حسن بصري جي عبادت خاني ۾ آيو ۽ ڪيس حسن بصري امام ڪيو ۽ پاڻ مقتدي ٿيو. حبيب عجمي جڏهن قرائت شروع ڪئي تہ الحمد کي الهمد ڪري پڙهيائين، يعني حاء حطي کي هاءِ هوز ڪري پڙهيائين. حضرت حسن نماز ٽوڙي پري تي ويو ۽ پنهنجي اڪيلي نماز پڙهيائين. انهيءَ رات حق تبارڪ تعاليٰ کي خواب ۾ ڏٺائين. عرض ڪيائين تہ يا الله! ڪهڙي شيءِ ۾ تنهنجي رضا آهي؟ ندا آئي تہ منهنجي رضا حاصل ڪرين ها تہ نماز ۾ حبيب جي اقتدا ڪرين ها. اها نماز تنهنجي ساري عبادت کان بهتر هئي. هڪ دفعي حجاج جا سپاهي حسن بصري کي تلاش ڪري رهيا هئا تہ حسن بصري، حبيب جي عبادت خاني ۾ لڪي پيو. سپاهي ڪيس ڳوليندا حبيب وٽ پهتا. ڪانئس حسن بصري جي پڇا ڪيائون. چيائين تہ ايڏانهن اندر لنگهي ويو. وڌيڪ مون کي خبر ڪونہ آهي. حجاج جا سپاهي اندر ويا، ڳوليائون پر ڪيس نہ ڏٺائون. هو واپس هليا ويا. حسن ٻڌايو تہ ست دفعا منهنجي مٿان هٿ هنيائون پر نہ ڏسي سگهيا. سپاهين جي وڃڻ کان پوءِ، حسن بصري رحمة الله عليه، حبيب کي چيو تہ واه جو مريديءَ جو حق ادا ڪيو اٿئي. چيائين تہ مان سچ ڳالهايو، تڏهن تنهنجي خلاصي ٿي ورنہ ٻئي گرفتار ٿيون ها. پڇيائين تہ تو ڇا پڙهيو هو. جواب ۾ چيائين تہ ٻارهن دفعا آية الڪرسي ڏھ دفعا آمن الرسول ۽ ڏھ دفعا سورة اخلاص پڙهيم ۽ پوءِ توکي الله تعاليٰ جي حوالي ڪيم.

سلسلہ حبيبان ان ڏانهن منسوب آهي. حبيبان ٻہ پيائر هئا. اعلم اصلح الناس نسبت اڪابر اختيار ڪري "حبيبان" ٿيا. ٻنهي کي خلافت عطا ٿيل هئي ۽ ڪين حڪم ٿيو تہ جبل خرمان ۾ وڃي حق تعاليٰ جي عبادت ۾ مشغول ٿيو (هنن ائين ڪيو) ۽ خلق سان ميل جول هرگز نہ رکيائون. اڪيلا

۽ الڳ رهندا هئا. ڪاڏو هفتي ڪان پوءِ ٻه ڪارڪون ڪائيندا هئا ۽ ان ڪان وڌيڪ نه ڪائيندا هئا. انهيءَ جبل ۾ ٻارهن سال گذاريائون. سندن طريقو اهو هوندو هو ته ڪنهن به مجلس ۾ حاضر نه ٿيندا هئا ۽ نه ئي سوکڙيون قبول ڪندا هئا بلڪ هميشہ ذڪر الله ۾ مشغول هوندا هئا. ڪين ڪپڙا چتين لڳل هوندا هئا ۽ جيڪڏهن ڪين ڪو نئون ڪپڙو ملندو هو ته فقيرن ڪي ڏئي ڇڏيندا هئا. جهنگلي هرڻ، سندن اڳيان اچي عرض ڪندا هئا ته اي الله تعاليٰ جا دوستو! اسان جو گوشت ڪائو! مگر انهن ڏانهن هرگز توجہ نه ڏيندا هئا ۽ سندن مريدن به اهوئي طريقو جاري رکيو هو.

قال قدوة الواصلين سيد سعدالله سورتي في رسالة اي طريقة الاختلاط مع الخلق بالكلية والسكون في الجبال اوالغار ودوام الصوم والافطار بعد سبعة الي اربعين وليس الرفع البالي وقولهم و قطعهم لايخرج عن الشريعة المحمدية صلي الله عليه وسلم و اكثر ذكرهم "هوالله".

قدوة الواصلين سيد سعدالله سورتي پنهنجي رسالي ۾ لکي ٿو ته مخلوق ڪان پري رهڻ جبلن ۽ غارن ۾ وڃي لڪي ويهڻ ۽ هميشہ روزو رکڻ، ستن يا چاليهن ڏينهن ڪان پوءِ افطاري ڪرڻ ۽ گودڙين واري پوشاڪ پائڻ ۽ نه ڳالهائڻ ۽ قطع تعلقات ڪرڻ اهي سڀ شريعت محمدي ﷺ سان هرگز مناسبت ڪونه ٿا رکن ۽ اڪثر سندن ذڪر "هوالله"جاري رهندو هو.

## عزيزي مغربي

مشائخ مغرب جي پيشوائن مان آهي. ذوالنون مصري ڏانهن هڪ شخص ڪنهن هڪ مسئلي حل ڪرڻ لاءِ ويو. جنهن کي چيائين ته تون جنهن جاءِ تان آيو آهين. انهيءَ کي الله تعاليٰ علم جي اول ۽ آخر جاڻ ڏني آهي. جيڪڏهن تون مسئلي جي حل جي تلاش ۾ آهين ته وري به انهيءَ ئي جاءِ تي وڃ جتي تو اول قدم رکيو هو.

## اسرافيل مغربي

اولين اولياء منجهان ۽ ذوالنون مصري جي شيخن مان آهي. شيخ الاسلام نفحات ۾ بيان ڪيو آهي ته هيءُ فتح شخرف جو هو. جيڪو شهر مصر ڪان ٽي سو ميل پنڌ تي آهي هڪ فرصت ۾ اسرافيل ڪان هڪ سوال پڇيو ويو ته هل تعذب الاشرار قبل الذلل (ڇا تون شريرن کي ذليل يعني ضعيف ٿيڻ ڪان اڳ عذاب ڪندو آهين؟) چيائين ته مون کي ٽي ڏينهن صبر سان رهڻ ڏيو. چوٿين ڏينهن پاڻ چيائين ته توکي سوال جو جواب ڏيان ٿو. ته عمل ڪان اڳ ثواب رَوا آهي ته پوءِ ايذاء ڪان اڳ عذاب جائز آهي؟ ائين چئي ڪري بيخودي جي ڪيفيت ۾ پئجي ٿي ويو. انهيءَ پريشان ڪيفيت ۾ گذاري ويو. گويا ٽن ڏينهن جي انتظار جي مهلت سندس مقصود هئي.

## ابو الاسود مڪي

**هڪ ڏينهن عزيزي سان ملڻ ويو. سلام ڪري چيائينس ته مان تنهنجو دوست ابوالاسود آهيان ۽ عزيزي ڪڙو ٿي ڪيس چيو ته عليڪ السلام ۽ چيائينس ته تون جهڙي به حال ۾ آهين.**

خود غائب ٿي وڃ. هو بن ڏينهن کان پوءِ وري ڪيس ملڻ آيو ته ڏٺائين عزيزي بيخودي جي حالت ۾ آهي. سندس زيارت غنيمت ڄاڻي واپس موٽي آيو.

## سفيان ثوري

ابو هاشم صوفي جو همعصر هو. سندس چوڻ هو ته هن ابوهاشم کي ڪونه ڏٺو هو ۽ اهائي خبر ڪونه اٿم ته صوفي ڪير آهي. ڪڏهن ڪڏهن مغرب جي نماز ۾ امامت ڪندو هو ته اياڪ نعبدو واياڪ نستعين پڙهڻ سان ئي بيهوش ٿي ويندو هو. جڏهن خود هوش ۾ اچي ويندو هو ته ڪانئس پڇيو ويو ته شيخ ڪهڙو حال ٿيو. چيائين ته خوف ٿو ٿئيم ته متان مون کي چيو وڃي ته ڇالاءِ منهنجي بندگي ٿو ڪرين ۽ مون کان مدد طلب ٿو ڪرين حالانڪ دوا لاءِ طبيب کي ٿو ڳولهين ۽ دوستي بادشاهه جي طلب ٿو ڪرين؟ پوءِ ڪوڙ جو ٿو ڳالهائين. نفحات ۾ سفيان ثوري جي وفات سن 161هه ۾ مذڪور آهي.

## ابوهاشم صوفي

ڪن جو چوڻ آهي ته صوفي نالو مٿس انهيءَ ڪري پيو آهي جو صوفين جي لاءِ خانقاهه جوڙائي هئائين. جيئن ته هڪ دفعي هڪ عابد امير شڪار لاءِ نڪتو ته واٽ تي ٻه شخص پنهنجون ٻئي ٻانهون ٻغلن ۾ ڪيو ويٺا هئا ۽ جو ڪجهه سندن آڏو رکيل هو ڪائي روانه ٿيڻ لڳا. امير کين خوش آمديد چئي. انهن مان هڪ کان امير پڇيو ته اوهين ڪيڏانهن ويندا ۽ ڇا ڪندا چيائين ته خبر ڪانه اٿم مگر رستو طريقت آهي. وري ڪانئس امير پڇيو ته اوهان کي ڪا جڳهه آهي جو اتي اچون؟ انهن چيو ته ڪونه آهي. پوءِ امير سندن لاءِ سهوليت واري خانقاهه نهرائي. شيخ شام ۾ رهندڙ ۽ اصل ڪوفي آهي.

سندس قول آهي ته: سئي سان جبل کي ٽڪڻ آسان آهي، مگر دل مان ڪبر ۽ وڏائي کي ٻاهر ڪڍڻ ڏکيو آهي.

## عبدالواحد بن زيد

خواجه مودود چشتي کان منقول آهي ته جڏهن حسن بصري سخت ضعيف ٿي ويو، تڏهن ٻن شخصن کي خلافت ڏنائين: (1) حبيب عجمي (2) عبدالواحد بن زيد، ۽ انهن منجهان چار سلسله پڻ ٿيا. هن ڪميل بن زياد کان فيض صحبت پڻ حاصل ڪيو هو. سلسله خلافت زيديان اصل اتان شروع ٿو ٿئي.

زيديان بابت، سيد سعد الله سورتي پنهنجي رساله ۾ لکي ٿو ته:

”هي طريقة حفظ القرآن و تحصيل علم الظاهر والباطن والاشتغال بالعبادات والرياضات و السكون في الصحاري والافطار بعد ثلاثة ايام بتمر او ورق تمة ولبس المرقع الباليه و قسمة ماجاء علي فقراء والتزام ترک الايذاء حتي الافعي والعقرب والبق والعمل والتسليم حتيٰ ان

استخدموه واخدموه الي ماشاء مثل العبد و عدم اتحاد مريد الا بهذه الشروط و اڪثر ذڪرهم سبحان الله والحمدلله ولا اِله اِلا الله والله اڪبر.

ترجمو: سندن طريقو هي آهي تہ قرآن جو حفظ، علم ظاهر ۽ باطن جي تحصيل ۽ عبادات ۾ مشغوليت ۽ رياضت ڪرڻ ۽ ويرانن ۾ سڪونت ۽ ٽن ڏينهن ڪان پوءِ ڪارڪ تي افطار ڪرڻ ۽ گوڏڙي نما لباس پائڻ ۽ جيڪو ميسر ٿئي فقيرن ۾ ورهائي ڇڏڻ. ترڪ ايذاء وطيره رکڻ ايستائين جو نانگ، وڇون ۽ ڏينپو ڪي بہ نہ مارڻ. تسليم تي عمل ڪرڻ ۽ هر ساهہ واري جي خدمت ڪرڻ انهن شرطن تي هلڻ ۽ تسليم ڪرڻ ڪان سواءِ هو مريديءَ جي زمره ۾ نہ ٿو اچي سگهي ۽ اڪثر سندن ذڪر ٿيون ڪلمو آهي.

پنج تن هئا. عبدالرحمٰن بن عوف[1] جي پٽن مان، جيڪي زيد سان نسبت ملائين ٿا. سندس پيءُ ۽ ڏاڏي جو نالو گم ڪيل آهي. سندن طريقو هي آهي تہ قرات، حفظ ڪندا ۽ علم باڪمال سان بهرمند ٿيندا هئا. مجاهدو ۽ رياضت ايتريقدر ڪندا هئا، جو صائم الدهر هوندا هئا ۽ ٽن چئن يا پنجن ڏينهن ڪان پوءِ جهنگ جي ميوه يا گاهہ سان افطار ڪندا هئا. ڪپڙن مان جوئن ڪي نہ ڪيندا هئا ۽ نانگ ۽ وڇون ڪي بہ نہ ماريندا هئا ۽ حق تعاليٰ جي عبادت ۾ مشغول رهندا هئا. شهر ۾ هرگز نہ ايندا هئا ۽ دنيا وارن سان نہ ملندا هئا. دربدر نہ ڦرڻ، مليل هديا فقيرن کي ڏئي ڇڏڻ. وٽن جي پنن جي پوشاڪ پهرڻ ۽ اڻ وڻندڙ شيءِ ڪان ڪراهت نہ ڪرڻ اهوئي زيديان جو معمول ۽ طريقو آهي.

## ابو يعقوب سوسي

سندس نالو يوسف بن حمدان، عبدالواحد بن زيد جو تربيت يافتہ هو. قديم مشائخ ۾ ڳڻيو وڃي ٿو. بصره ۾ رهندڙ هو پنهنجي زندگي ۾ رياضت، مجاهده ۽ ڪرامات ۾ مشهور هو. بصره جي ويجهي شهر "رابلہ" ۾ رهندڙ هو. جنان الدنيا جي لقب سان دنيا ڪان راهي ٿي ويو.

## ام حسان

هيءَ وليہ الله ۽ عارفہ بانهي هئي. ڪوفہ ۾ رهندڙ هئي. سفيان ثوري ڪيس ڏنو ۽ معتقد ٿيو. ڪانئس ڪيترائي سوال ڪيا ويا، جن جا هن پورا جواب ڏنا. بعض جو چوڻ آهي تہ سفيان ثوري ڪيس نڪاح ۾ آندو هو.

مذڪور آهي تہ هڪ ڏيهن ثوري، ام حسان جي گهر ويو تہ ڏٺائين تہ گهر ۾ پراڻي ٽڏي جي ٽڪر ڪان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ ڪونہ آهي. چيائين تہ جيڪڏهن تنهنجي چاچي جا پٽ لکي ڏين ها تہ تو سان رعايت ڪن ها. جواب ۾ چيائين تہ اي سفيان! جيڪو منهنجي دل ۽ اکين جي

---

[1] حضرت عبدالرحمٰن بن عوف انهن ڏهن جليل القدر اصحابين سڳورن مان آهي، جن کي رسول الله ﷺ جن سندس حياتيءَ ۾ جنت جي خوشخبري ڏني هئي. ترمذي حديث 3747.

سامهون آهي. اهو ان ڪان بهترين آهي. منهنجي هيءَ حالت بهتر آهي. مون دنيا جي مالڪ ۽ قادر ۽ متصرف ڪان هرگز ان جو سوال نہ ڪيو. پوءِ جيڪو ان تي قادر نہ آهي، ان ڪان ان جو ڪيئن سوال ڪندس. اي سفيان! والله مون تي اهڙو بہ وقت ايندو آهي ۽ گذرندو آهي، جو سڀ شيءِ کانسواءِ الله تعاليٰ جي عبادت ۾ مشغول هوندي آهيان. سفيان روئي پيو.

## احمد سبتي

هي هارون رشيد وٽ مزدوري ڪري پنهنجو گذارو ڪندو هو. هڪ ڏينهن جي مزدوري جي رقم ڪي هفتو هلائيندو هو ۽ سارو هفتو عبادت ۾ گذاريندو هو ۽ چوندو هو تہ خدا تعاليٰ مون کي هڪ ڏينهن جي ڪمائي ۾ برڪت وجهي، باقي ڏينهن مون کي فارغ ڪري ڇڏيندو آهي. يعني هفتي جو هڪ ڏينهن مون کي پنهنجي لاءِ هوندو آهي. باقي ڏينهن الله تعاليٰ لاءِ هوندا آهن، جو ان جي عبادت ۾ گذاريندو آهيان. هيءُ ان وقت ڄائو هو، جڏهن سندس پيءُ حڪومت ۾ ڪونہ هو. جڏهن سندس پيءُ کي حڪومت جو عهدو مليو تہ هي پنهنجي پيءُ کان الڳ تي ويو. قرآن جو علم حاصل ڪيائين ۽ الله تعاليٰ جي جذبہ محبت سان سرشار ٿيو. جڏهن سندس پيءُ حڪومت جي عهدي جي ڪرسيءَ تي وينو تڏهن هي کانئس جدا تي ويو. سندس ماءُ هڪ قيمتي منڊي کيس ڏني هئي. جيڪا هُنَ پاڻ خريد ڪئي هئي. جڏهن وفات ڪري رهيو هو تہ اها قرآن مجيد ۾ رکيل مُنڊي ٻاهر ڪڍي ڪنهن جي حوالي ڪري کيس چيائين تہ هيءَ مُنڊي منهنجي پيءُ کي ڏجو ۽ کيس چئجو تہ هيءَ سندس ننڍي پٽ غريب جي امانت آهي. جيڪو دنيا کان لاڏاڻو ڪري رهيو آهي. ان کان هرگز غافل نہ ٿج ۽ نہ غرور ڪج.

شيخ محي الدين عربيءَ جو بيان آهي تہ مان احمد سبتي جي روح کي جسم جي حالت ۾ ڪعبة الله جو طواف ڪندي ڏٺو تہ کانئس پڇيم، تہ تنهنجي وقت ۾ دنيا جو قطب ڪير هو. چيائين تہ مان هئس.

## ابوحنيفہ نعمان بن ثابت

اصل ۾ ڪابلي هو، ۽ ڪوفہ ۾ پيدا ٿيو. چند صحابہ رضي الله عنهم ڪرام کي ۽ ڪافي تابعين جي تعداد کي ڏٺو هئائين. حضرت امام جعفر صادق عليه السلام جن جي خدمت ۾ اڪثر رهندو هو. سندس استاد، فضيل بن عياض، ابراهيم ادهم، داؤد طائي ۽ بشر حافي آهن. سندس وفات سن 150هه ۾ ٿي.

## بهلول بن عمرو عاقل

هن جو نالو وهب عمرو آهي. مجنون عقلمندن ۾ شمار ڪيل آهي. سندس ولادت جو هنڌ ڪوفو آهي. حضرت امام بحق ناطق جعفر صادق عليه السلام جو فيض يافتہ آهي. ڪن ان کي هارون رشيد جي چاچن جي اولاد مان ڄاڻايو آهي.

مذڪور آهي ته، جڏهن هارون رشيد حضرت امام جعفر عليه السلام جي قتل لاءِ فتويٰ طلب ڪئي ته هي ان وقت مفتي هو. ان کان به فتويٰ طلب ڪيائين. پوءِ امام عليه السلام جي اشاري موجب پاڻ کي ديوانو ظاهر ڪيائين. هڪ دفعي حضرت ابوحنيفه جي مدرسي وٽان گذريو ته انهيءَ هڪ طالب کي چيو ته امام جعفر عليه السلام لاءِ منهنجا ٽي سوال آهن. هو چوي ٿو ته خدا تعاليٰ کي نٿا ڏسي سگهون، جيڪڏهن موجود آهي ته پوءِ ان کي ڇو نه ٿا ڏسي سگهون؟ ٻيو چوي ٿو ته شيطان کي باهه سان عذاب ڏنو ويندو. ڀلا باهه، باهه کي ڪيئن ساڙيندي؟ ٽيون چوي ٿو ته ٻانهو پنهنجي فعل جو ذميوار خود آهي، پر قرآن ۽ حديث جي ظاهري احڪام ان جي برخلاف آهن. اهو ٻڌي بهلول مٽيءَ جو روڙو ڪڍي ابوحنيفه جي پيشاني تي هنيو. پوءِ ڪيس پڪڙي هارون وٽ وٺي ويا ۽ دعويٰ داخل ڪيائونس (هارون جي پڇڻ تي) ان چيو ته مون ڪين سندن اعتراضن جا جواب ڏنا آهن. هن سوال ڪيو ته موجود کي ڇونه ٿا ڏسي سگهون، پوءِ پاڻ ڇو ٿو چوي ته پيشاني ۾ درد اٿم. پوءِ مون کي ڏيکاري ته درد جي ڪهڙي شڪل آهي ۽ چيائين ته باهه کي باهه ڪيئن ايذاءَ ڏئي سگهندي. پوءِ مٽيءَ جو پتر انسان کي ڪهڙو عذاب يا نقصان رسائيندو. وري اعتراض بنده فائل، فعل نه آهي. پوءِ ڇالاءِ مون تي دعويٰ داخل ڪئي وئي آهي. ابوحنيفه لاجواب ٿي واپس وريو.

## شيخ ابوتراب

حاجي ترابي جي نالي سان مشهور آهي. دراصل هن جي احوال جي پوري طرح ڄاڻ حاصل ڪرڻ نه ٿي سگهي آهي. البته پختہ روايتن موجب سندس وفات جو سن 171هه آهي. هي پهريون ئي عرب بزرگ آهي جيڪو سنڌ ۾ وارد ٿيو، جو ڪن جو چوڻ آهي ته عباسي حڪومت جو نمائندو هو. ساڪره جي علائقي ۾ ٺٽي جي ڀرسان مدفون آهي، ڪافرن جي لشڪر سان جنگ ڪندي شهيد ٿيو. ان سان گڏ ٻيا به سندس ساٿي شهيد ٿيا. اهي به انهيءَ ئي قبرستان ۾ مدفون آهن.

## شيخ ابوعلي سنڌي

هيءُ بايزيد بسطاميءَ جي استادن مان هڪ هو. بايزيد جو بيان آهي ته ابوعلي مون کي علم فتاويٰ ۽ وجد سيکاريو ۽ هن مون کان "قل هو الله احد" سکيو. سندس همعصر سن 200هه جا آهن. مگر اهو معلوم نه ٿي سگهيو ته سنڌ جي ڪهڙي شهر جو رهاڪو آهي.

قال ابويزيد دخل عليٰ استاذي ابوعلي السندي و بيد حراب قضيه فافائي جواهر فقلت له من اين لک؟ قال من هناک فاذا هي تضيئ کالسراج فحملت هذا منه.

ترجمو: ابويزيد ٻڌائي ٿو ته هڪ ڏينهن منهنجو استاد ابوعلي سنڌي مون وٽ آيو. جنهن جي هٿ ۾ غنيمت جي مال مان هٿ آيل فافائي جواهر هئا ۽ جن جي چمڪ دمڪ شمع جي روشني وانگر هئي مون ڪانئس پڇيو ته اهي ڪٿان آندا اٿو چيائين ته هتان (مال غنيمت مان). اتي اهي ڏيئي وانگر چمڪي رهيا هئا، پوءِ انهن مان هي مون ڪنيا.

## ابوالوليد عبدالملڪ

هيءُ عبدالعزيز جو پٽ هو. هن ئي اسلام ۾ پهريون دفعو تصنيف ڪئي ۽ هي سن 151ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## شيخ معروف ڪرخي

سندس ڪنيت ابومحفوظ هئي. پيءُ جو نالو فيروز يا فيروزان هو. تذڪره اولياء ۾ جاٿايل آهي ته سندس پيءُ ماءُ نصاريٰ هئا. پنهنجي پٽ ڪرخي کي معلم وٽ پڙهائڻ لاءِ ويهاريو. ڪيس معلم پڙهائڻ لڳو ته چئہ ثالث ثلثہ يعني ٽي خدا آهن. ڪرخي چيو قل هو الله احد (يعني چئہ الله هڪڙو آهي). نصاريٰ استاد هر طرح سان ڪوشش ڪئي ۽ مارڪُٽ بہ ڪئي ته هي چئہ مگر هو اهوئي لفظ قيرائيندو رهيو (قل هو الله احد) آخر ڪرخي اتان ڀڄي، امام علي بن موسيٰ رضا عليه السلام جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ ان جي ئي هٿ تي مسلمان ٿيو ۽ دائود طائي سان بہ وابستہ ٿيو ۽ رشحات ۾ مذڪور آهي ته ڪيس بن واسطن سان فيض مليل آهي. (1) امام الرضا عليه السلام ۽ ان جو والد بزرگوار خود امام جعفر صادق عليه السلام (2) داؤد طائي اهو حبيب عجمي کان ۽ اهو حسن بصري رحمة الله عليه کان ۽ حضرت علي عليه السلام کان حاصل ڪيو.

مذڪور آهي ته مردف بن علي، امام علي بن موسيٰ الرضا عليه السلام جن جو آزاد ڪيل غلام هو ۽ سندس دربان بہ هو. هڪ ڏينهن حضرت جن جي عام دربار ۾ خلق جو ايڏو ته انبوه ٿي ويو، جو ماڻهن جي پيهہ سبب هڪ زيارتي لتن ۾ اچي مري ويو. حضرت سري سقطي روايت ٿو ڪري ته مون کي حضرت ڪرخي فرمايو هو ته جڏهن بہ توکي ڪا حاجت درپيش اچي ته الله تعاليٰ کان هن ريت دعا گهرج ته يارب معروف ڪرخي جي صدقي، منهنجي هيءُ حاجت پوري ڪر ته يقينا تنهنجي اها حاجت پوري ٿي ويندي.

حضرت ڪرخي سن 161ھ ۾ فوت ٿي ويو. سندس قبر بغداد ۾ آهي، جيڪا دعائن جي قبول ٿيڻ جي جاءِ آهي.

ڪرخي خاندان: سلسلہ ڪرخي جي طريقي جي خصوصيت هي آهي. سعدالله پنهنجي رسالہ ۾ لکي ٿو ته: هي الطريقة اختيار العزلة والصيام والافطار بعد ثلاثة ايام والقيام والناس ينام والتواضع والخشوع والرضا والبکاء والخشية من جلال الله والرياضة والمجاهدة و اڪثر ذڪرهم لا اِله اِلا الله.

ترجمو: تنهائي اختيار ڪرڻ، هر ٽئين ڏينهن روزو افطار ڪرڻ، ۽ جڏهن ماڻهو ستا پيا هجن ته ان وقت قيام ڪرڻ، تواضع خشوع، رضا ۽ الله جي خوف کان روئڻ ۽ رياضت، مجاهدو ۽ سندن ذڪر اڪثر لا اِله اِلا الله آهي.

## فضيل بن عياض

سندس ڪنيت ابوعلي هئي. اصل ڪوفہ جو هو. بعض جو چوڻ آهي تہ هي خراسان ڪان ناحيہ ۽ اتان سمرقند آيو ۽ بزرگي حاصل ڪيائين ۽ بعض لکن ٿا تہ بخاري الاصل هو ۽ خواجہ عبدالواحد بن زيد جو مريد هو. سندس وفات جو سن 187ھ آهي.

## علي بن فضيل

هن حضرت زهد ۽ تقويٰ پنهنجي پيءُ کان حاصل ڪئي هئي ۽ عبادت ۽ خداخوفي ۾ هميشه مستغرق هوندو هو. هڪ ڏينهن زمزم پيئڻ مهل هيءَ آيت پڙهندي ٻڌائين تہ:

وَتري المجرمين يومئذ مقرنين في الاصفاد [1]

ترجمو: ۽ توهان ان ڏينهن ڏوهارين کي زنجيرن ۾ جڪڙيل ڏسندا. هڪدم زرد ۽ بي حس ٿي ويو ۽ جان ڏنائين (فوت ٿي ويو)

خانواده عياضيان: عياضيان جو سلسلہ طريقت، فضيل بن عياض سان منسوب آهي. سلسلہ طريقت جي روش هي آهي تہ اهي مجرد ۽ تنها رهندا آهن ۽ دائمي سفر ۾ رهندا آهن. نماز جا ڪپڙا سندن سبيل هوندا آهن، ورنہ لباس ڪونہ ڍڪيندا آهن. سوال هرگز نہ ڪندا آهن. اگر سواءِ گهرڻ جي ڪين ڪا شيءِ ڏيندو آهي تہ اها وٺندا آهن ۽ ڪائيندا آهن ورنہ فاقہ ڪڍندا آهن. ساري رات جاڳي عبادت ڪندا آهن ۽ صبح جو سفر تي روانا ٿيندا آهن ۽ پيرين اگهاڙو پنڌ ڪندا آهن. هر ٽئين ڏينهن افطار ڪندا آهن. مهمان ٿيڻ وقت خلق سان ميلاپ نہ ڪندا آهن ۽ جيڪڏهن ڪو سندن صحبت اختيار ڪرڻ گهري تہ پوءِ هو پنهنجو اهل و عيال خدا تعاليٰ جي حوالي ڪري ۽ دنيا مافيها تعلق ٽوڙي دل پنهنجي مالڪ سان لڳائي حاضر ٿئي تہ پوءِ انهيءَ کي مريد ڪندا آهن.

اها طرز اختيار ڪرڻ کان پوءِ اهل الله ٿي ويندو آهي.

قال السيد الجليل عارف بالله مير سعدالله: هي طريقة التجرد من البيت واهله والصيام والقيام و لبس الطرقہ وترک السؤال والتزام التواضع والمشي صافيا والافطار بعد ثلاثة اواربعة وعدم اخذ الا بهذه الشروط و اکثر ذکرهم حسبنا الله ونعم الوکيل. و نعم المولیٰ و نعم النصير.

ترجمو: سيد الجليل عارف بالله مير سعدالله بيان ڪري ٿو تہ: سندن هيءُ طريقو آهي تہ گهر ۽ اهل و عيال سان واسطا ٽوڙي ڇڏڻ، روزا رکڻ، عبادت ڪرڻ، پوشاڪ کان آجو رهڻ، سفر اختيار ڪرڻ، سوال ترڪ ڪرڻ، نوڙت ڪرڻ، مسلسل سفر ڪرڻ، ٽن يا چئن ڏينهن کان پوءِ

---

[1] آيت درست ڪئي وئي (سورة ابراهيم آيت: 49)

افطار ڪرڻ، مشروط ونڻ ۽ ڪائڻ ۽ سندن اڪثر ذڪر هوندو آهي:”ڪافي آهي اسان ڪي الله ۽ بهتر آهي اسان جو ڪارساز، بهتر آهي اسان جو مولا ۽ بهتر آهي اسان جو مددگار.“

## ابو يوسف اسباط

اڪابرين اولين مان آهي. زهد، تقويٰ ۽ خوف الٰهي جو مجسمو هو. سندس قول آهي ته: حق تعاليٰ جي دوست ڪي ٽي شيون مليل هونديون آهن، حلاوت (عبادت ۾ لذت) محبت، خشيت (خوف الٰهي). فوت ٿيڻ جو سن 196هه آهي.

## ابويعقوب هاشمي

هي حضرت بيان ٿو ڪري ته مون ڪان اهو ڏينهن هرگز نٿو وسري، جڏهن مان عيد جي ڏينهن ”بازون“ سان پئي آيم ته ماڻهو عيد جي ميدان ڪان واپس اچي رهيا هئا ۽ ڏاڍيون خوشيون ڪري رهيا هئا. چيائين ته ماڻهو ڪيڏيون نه خوشيون ڪري رهيا آهن ته فرض ڪي پورو ڪيوسين حالانڪ ڪين خبر نه آهي ته اها عبادت قبول به ٿي يا نه؟ يعني رمضان جو احترام ۽ اطاعت پوءِ مون ڪي چيائين ته هيڏانهن اوري اچ پرپرو ٿي ويهون ۽ مٿن افسوس ڪريون.

## شيخ ابواسحاق ابراهيم بن ادهم

هي سليمان بن منصور بلخي جو پٽ ۽ بلخ جو سلطان هو. حضرت محمد بن علي بن باقر عليه السلام جن ڪان روحاني فيض ۽ معرفت حق حاصل ڪئي هئائين. خرقہ خلافت، حضرت فضيل بن عياض ڪان حاصل ڪئي هئائين ۽ سفيان ثوري، ابويوسف غسولي جن جو صحبت يافتہ به هو.

هڪ ڏينهن جبل ابوقبيس تي وينل هو. پنهنجي جماعت ڪي چوڻ لڳو ته جيڪڏهن ڪو ولي الله جبل ڪي چوي ته روان ٿي ”هل“ هو پنهنجي جڳهہ ڪي ڇڏي روان ٿي هلڻ لڳندو. اها ڳالهہ ٻڌڻ سان جبل قبيس جنبش ڪرڻ لڳو ته پاڻ پنهنجو قدم جبل ڪي زور سان هڻي چيائينس ته خاموش ٿي وڃ مان هڪ مثال ڏنو نه ڪہ توڪي هلڻ لاءِ چيو اٿم.

مذڪور آهي ته جوانيءَ ۾ شڪار ڪرڻ لاءِ ويو ته غيبي آواز ٻڌائين ته ڇا تون انهيءَ لاءِ پيدا ڪيو ويو آهين! اهو ٻڌي توبہ ڪيائين ۽ طريقت لاءِ متوجه ٿيو. چوڏهن سال پيرين پنڌ ڪندين، جڏهن مڪه پاڪ جي ويجهو پهتو تڏهن مڪه جي بزرگ هستين سندس لاءِ شاندار استقبال ڪرڻ جون تياريون ڪيون، پاڻ محض انهيءَ خوف ڪان ته متان مون ڪي ڪوئي سڃاڻي وٺي، پاڻ ڪي قافلي ڪان جدا ڪري پوءِ قافلي ڪان اڳ پهتو ته حرم جي خادمن جو ٽولو استقبال لاءِ ٻاهر نڪري آيو ۽ ڪانئس پڇڻ لڳا ته ابراهيم ڪٿي آهي جو سندس استقبال لاءِ حرم جا بزرگ ٻاهر ايندا. ابراهيم چيو ته ڪنهن لاءِ ٿا پڇو، جيڪو زنديق (ملحد) آهي. حرم جي خادمن ڪيس چماٽ هڻي چيو ته زنديق تون آهين. پوءِ پاڻ چيائين ته مان به ته ائين ئي ٿو چوان ۽ چيائين

تہ پيٽ قوت لاءِ پاڻ ڪي اهڙي طرح نہ ٻڌائج جو لاوارث يتيمن وانگر در در ڀٽڪندو وتين يا ڪتي وانگر طمع رکندو رهين. اها وصف طالب حق جي خلاف آهي. ڪنهن چيو تہ سائين! گوشت مهانگو ٿي ويو آهي. چيائين تہ مان تو ان ڪي سستو ڪريان. چيائون تہ اهو وري ڪيئن؟ چيائين تہ گوشت نہ کائو تہ خودبخود سستو ٿي ويندو.

چيائين ماڻهن جي هلاڪت جون ٽي نشانيون آهن. توبہ جي اميد تي گناهہ ڪرڻ ۽ حياتيءَ جي اميد تي توبہ نہ ڪرڻ ۽ رحمت کان مايوس ٿي توبہ نہ ڪرڻ.

چيائين تہ گناهہ جي ارادي کان اڳ ئي مون تي اهڙو خوف ۽ مايوسي مسلط ٿي ويندي آهي جو نہ ڄاڻندو آهيان تہ مون ڇا ڪيو ۽ ڇا ڪندس.

هڪ ڏينهن، ڪنهن بزرگ کان پڇيائين تہ تنهنجو گذارو ڪيئن ٿو ٿئي. چيائين تہ اگر ڪجهہ ملي ٿو تہ شڪر ڪريان ٿو. اگر نہ ٿو ملي تہ صبر ڪريان ٿو: چيائين تہ اهو تہ بلخ جا ڪُتا بہ ڪندا آهن، پڇيائين تہ پلا تون ڪيئن پنهنجو گذارو ڪرين ٿو. چيائين تہ جيڪڏهن ملي ٿو تہ خيرات ڪري ڇڏيان ٿو. اگر نہ ٿو ملي تہ شڪر ڪريان ٿو. ملڪ شام ۾ سن 261هہ ۾ فوت ٿي ويو.

سلسله ادهميان: هيءُ سلسلو حضرت ادهم سان مخصوص آهي. جنهن کي بہ خرقہ خلافت ڏيندا آهن، ان کي ادهمي چوندا آهن ۽ سندن نسبت ادهم سان جوڙيندا آهن ۽ پيءُ ڏاڏي کان بہ اولاد جي سلسلہ طريقت ۽ نسبي سلسلہ کي ادهمي سلسلو سڏائين ٿا ۽ سندن طريقو اهو هوندو آهي تہ هو مجرد رهندا آهن. گودڙي نما پوشاڪ پهريندا آهن. سفر ۽ حضر ۾ ذڪر الله کان خالي نہ هوندا آهن ۽ ٻئي ڪنهن کان بہ وظيفو وغيره نہ وٺندا آهن ۽ بغير گهرڻ جي فقير سمجهي ڪين ڪو ڪا شيءِ ڏيندو آهي تہ ان مان بہ چار گِرهہ وجهندا آهن. اهل دنيا سان ميلاپ هرگز نہ رکندا آهن. جيڪو بہ سندن مريد ٿيڻ گهرندو آهي تہ اهو طريقو رکڻ مٿس لازمي ٿيندو آهي ۽ ڌن دولت کان پاڪ رهندا آهن. سندس وفات جو سن ڄاڻايل نہ آهي.

هي الطريقة التوجه الي الحق ما يقطع عن الخلق وترک الطمع و اختيار العزلة و اکثر ذکرهم انت الله الواحد الاحد الفرد الصمد هٰکذا حرره سيد سعدالله سورتي في رسالته.

ترجمو: هن طريقت ۾ حق ڏانهن توجہ. مخلوق کان قطع تعلقات، طمع کان پاسو، گوشہ نشيني جي رغبت ۽ الله جو ذڪر هن ريت ڪن ٿا: تون الله، واحد، احد ۽ صمد آهين.

## ابوعلي شفيق

هيءُ ابراهيم بلخي جو فرزند هو. صاحب جامع الانوار لکيو آهي تہ هيءُ حضرت امام ڪاظم عليہ السلام جو شاگرد هو ۽ حاتم اصم جو استاد هو ۽ ابراهيم ادهم جو مصاحب هو. ولايت ماوراء النهر ۾ مٿس رفض جي تهمت ڏيئي ڪيس شهيد ڪيو ويو. ختلان شهر ۾ مدفون آهي. سندس شهادت جو سن 174هہ آهي.

## محمد بن مبارڪ بصري

هيءُ بيان ٿو ڪري ته مون ابراهيم ادهم سان بيت المقدس ڏانهن سفر اختيار ڪيو، رستي ۾ هڪ ڏاڙهون جي وڻ هيٺان منجهند جو آرام ڪرڻ لاءِ ترسياسون. ان وقت، ڏاڙهون جي وڻ مان هيءُ آواز آيو ته اي ابا اسحاق! منهنجو ڪجهه ميوو کائي منهنجي عزت افزائي ڪر. اهڙو آواز ٽي دفعا ڪيائين ۽ جڏهن ٽيون دفعو آواز ڪيائين ته اي محمد! ابواسحاق کي منهنجي سفارش ڪر ته هو منهنجي ڪا شيءِ کائي. پوءِ هن ٻه ڏاڙهون وڻ مان پٽيا هڪ مون کي ڏنائين ۽ ٻيو پاڻ تناول ڪيائين ڏاڙهون ٻئي کٽا هئا ۽ وڻ پوءِ خاموش ٿي ويو. موٽندي وقت ٻه ساڳئي وڻ هيٺان آرام ڪيوسين. ساڳئي وڻ پڪاريو ۽ اسان ڏٺو ته ڏاڙهون ڏاڍا مٺا هئا ۽ سال ۾ ٻه دفعا ڦر ڏيڻ لڳو. الله جي پيارن ٻانهن جو سندس سايه هيٺ ويهڻ ۽ ڦر مان کائڻ سبب ان ۾ برڪت آئي ۽ مٿس نالوئي "رمان العابدين" پئجي ويو.

## دائود بن نصرطائي

هيءُ حضرت اڪابرين ۾ تصوف جو سردار هو. پنهنجي زماني ۾ بينظير هو ۽ ابوحنيفه ڪوفي جو شاگرد هو. فضيل ۽ ابراهيم ادهم جو هم عصر هو ۽ طريقت ۾ حبيب عجمي راعي جو مريد هو ۽ خواجه معروف ڪرخي جي مشائخ مان هو ۽ سندس استاد امام ابوعبدالله احمد بن شيباني هو. سندس وفات جو سن 165هه آهي.

## دائود بلخي

هيءُ حضرت خراسان جي اولين مشائخ مان هو. ابراهيم ادهم بيان ڪري ٿو ته ڪوفي ۽ مڪي جي وچ ۾ مان هڪ بزرگ سان هم سفر ٿيس، هو مغرب جي نماز کان پوءِ ٻه رڪعتون نفل نماز پڙهي پنهنجن چپن ۾ ڪجهه چوندو هو ته اچانڪ سندس ساڄي هٿ کان هڪ "ثريد" جو پيالو ۽ پاڻي جو لوٽو پريل پيدا ٿي اڳيان ايندو هو، جنهن مان هو پاڻ به کائيندو هو ۽ مون کي به کارائيندو هو، پوءِ مون اهو قصو هڪ صاحب آيات ۽ ڪرامت مشائخ سان ڪيو، جنهن ٻڌايو ته اهو منهنجو ڀاءُ داؤد هو ۽ هو بلخ جي ڳوٺاڻن کي به اها نعمت کارائيندو آهي، جنهن ڪري سندس وجود کي نعمت ڄاڻندا آهن.

## ابراهيم بن سعد علوي الحسني

سندس ڪنيت ابواسحاق سان هئي. شريف حسني بغداد جي اولين مشائخ مان هو. پوءِ شام ۾ وڃي سڪونت اختيار ڪيائين. سندس استاد ابوالحارث اولاسي هو. هو به ابراهيم ادهم جي مثل هو. ابوالحارث ذڪر ٿو ڪري ته اولاس مان مان مڪه پاڪ جي زيارت لاءِ نڪتس ته رستي ۾ ٽي شخص گڏ هليا. مون کين چيو ته مان به اوهان سان سفر جو ساٿي ٿيان ٿو، پوءِ ٻه شخص جدا ٿي ويا ۽ باقي مون سان هڪڙو رهيو ۽ اهو ابراهيم سعد علوي هو. چيائين ته تون

ڪيڏانهن ٿو وڃين. چيم ته شام. چيائين ته مان فلاڻي جبل جي طرف ڪان ويندس. پوءِ اتان مون ڪان جدا ٿي ويو پر مون سان سندس خط و ڪتابت هلندي رهي.

## ابوعبدالله احمد بن محمد شيباني مرودي

هي دائود بن نصرطائي جو پيارو شاگرد ۽ ارادتمند هو. اهل سنت و جماعت جي امامن مان هڪ هو ۽ هزارين حديثون ڪيس ياد هيون. بخاري ۽ مسلم نيشاپوري جون حديثون هن ئي نقل ڪيون هيون. اسي هزار مردن ۽ سٺ هزار عورتن سندس جنازي ۾ شرڪت ڪئي هئي.

## شعوانه

هيءَ نهايت عبادتگذار عورت هئي، اصل ۾ عجم جي هئي. نهايت ساده هوندي هئي، ليڪن سندس آواز خوب ۽ دلڪش ۽ پرسوز هوندو هو. بهترين نغمات سان نهايت دلڪش وعظ ڪندي هئي ۽ سندس مجلس ۾ ڪافي زاهدَ، عابدَ ۽ ارباب قلوب اچي ويهندا هئا.

مجلسي، ڪيس چوندا هئا ته اسان ڪي خوف تو ٿئي ته ايڏي گريه زاري ڪرڻ ۽ روئڻ سبب متان تون نابينه ٿي وڃين. چوڻ لڳي ته دنيا ۾ نابينه ٿيڻ، آخرت ۾ دوزخ جي عذاب ڪان نابينه ٿيڻ تمام بهتر آهي. فضيل عياض ڪيس دعا جي درخواست ڪئي. چيائين ته ميان تون ته اهو الله تعاليٰ جو انعام يافته ٻانهون آهين جو دعا ڪيان ته قبوليت جو سبب تو ڪي ئي ٻڌايان، پوءِ فضيل رڙ ڪري بيهوش ٿي ويو.

## ابوحارث الاسي

سندس نالو فيض بن خضر هو ۽ ابراهيم سعد علوي جو شاگرد هو. بيان تو ڪري ته اولاس وٽ وينو هئس ۽ خيال ٿيو ٻاهر نڪتم ۽ ڏٺم ته پرده پنيان ڪجھ چرپر نظر آئي، پوءِ پردو هٽائي ڏٺم هڪ شخص نماز ۾ مشغول آهي. غور ڪرڻ ڪان پوءِ سڃاتم ته ابراهيم سعد هو. جنهن نماز ڪي مختصر ڪري، مون ڪي سلام ڪيو. پوءِ درياھ جي ڪپ تي هلي آياسون ايتري ۾ درياءَ ۾ ڇوليون آيون ۽ بي انتها مڇيون پاڻي جي سطح تي پنهنجا منهن ڪدي خاطر تواضع لاءِ قطار ۾ بيهجي ويون ۽ پوءِ ڇڙوڇڙ ٿي ويون.

ابراهيم چيو ته اي ابوالحارث! تون انهيءَ ڪم جي لاءِ نه آهين، بلڪ توڪي گهرجي ته هن واريءَ ۾ پورجي، خلق ڪان لڪيل رهه. دنيا سان تمام گهٽ واسطو رک ته جيئن تون منزل ماڻين. ائين چئي غائب ٿي ويو، وري نه ڪيس ڏٺم.

## ابراهيم ستنبه هروي

سندس ڪنيت ابواسحاق سان هئي. ابراهيم ادهم جو صحبت يافته هو. بايزيد جي زماني ۾ هو ۽ اصل ڪرمان جو هو، تعليم هرات ۾ ورتي هئائين.

بيان ٿو ڪري تہ ابراهيم ادهم جي صحبت اختيار ڪيم. پهريائين مون کي مجرد رهڻ جي تلقين ڪيائين. ان کان پوءِ محنت ۽ ڪم ڪار جي نصيحت ڪيائين. ان ڪمائي کي فقيرن تي خرچ ڪرڻ جي هدايت ڪيائين. ان کان پوءِ تاڪيد ڪيائين تہ محنت مزدوري ڪري گذارو ڪر. الله تعاليٰ تي توڪل رک تہ توکي صدق ۽ يقين حاصل ٿيندو. مون عرض ڪيو تہ اوهان جو فرمان اکين تي. ان کان پوءِ فرمايائين تہ هاڻي دراسي جي ديهات ۾ وڃي مشغول ذڪر ٿي پوءِ مان ويراني ۾ گوشہ نشيني اختيار ڪئي. ياد الٰهي ۾ مشغول ٿي ويس ۽ مون کي الله تعاليٰ تي اعتماد ڪامل، صدق، توڪل جي نعمت حاصل ٿي.

## ابراهيم رباطي

هيءُ ابراهيم ستنبہ جو مريد هو. سندس توڪل جو طريقو اختيار ڪئائين. سندس قبر هرات ۾ زنگي زاده رباط ۾ آهي.

## ابراهيم صياد بغدادي

سندس ڪنيت ابواسحاق سان هئي، معروف ڪرخي جو صحبت يافتہ هو، سندس طريقو مجرد رهڻ ۽ خلق کان پري لاتعلق رهڻ هو.

هڪ دفعي، سري سقطي وٽ آيو. ڪيس ڪجي جي ڦرهن جي تڏي جي ڻهيل گوڏ ٻڌل هئي. سري پنهنجي هڪ صحبتي کي ڏهہ درهم ڏنا تہ سندس لاءِ ڪپڙي جي گوڏ خريد ڪري اچي. سري جيئن جو هن کي پيسا ڏنا. تہ هن چيو اهي ڏهہ درهم مان پاڻوٽ برڪت لاءِ رکندس. ان جي پوشاڪ نہ وٺندس ۽ چيائين تہ درويشن سان وينس ۽ ڏهن درهمن جو ذخيرو بہ حاصل ڪيم، پوءِ روانو ٿي ويو.

## ابراهيم آجري ڪبير

(جنيد) عبدون زجاج کان سندس وصفون بيان ڪيل آهن.

## ابراهيم آجري صغير

سندس ڪنيت ابواسحاق هئي. ابومحمد جريري ۽ ابو احمد مغاربي بيان ڪن ٿا تہ هڪ ڏينهن هڪ يهودي وٽس آيو ۽ ڪنهن شيءِ جي ڳُهر ڪيائين تہ هو پاڻ وٽ رکي. دوران گفتگو مذهب بابت مڪالمو ٿيو. يهودي چيو تہ مون کي ڪا اهڙي شيءِ (ڪرامت) ڏيکاريو تہ جيئن آءٌ اسلام جو شرف ۽ ان جي فضيلت پنهنجي اکين سان ڏسان تہ ايمان آڻيان. پوءِ پنهنجي چادر لاهي ۽ يهودي جي چادر ڪانئس وٺي ٻنهي کي ويڙهي باهہ ۾ وڌائين ۽ ٿوري دير کان پوءِ ڏنائون تہ سندس چادر سلامت موجود هئي ۽ يهوديءَ واري چادر سڙي خاڪ ٿي وئي. يهودي اهو ڏسي يڪدم ايمان آندو.

## رابعہ عدويہ

رابعہ جو والد بي ثمر فقير ۽ مسڪين شخص هو رابعہ جي ولادت واري رات گهر ۾ تيل جي ذري بہ ڪونہ هئي جو سندس ناف جي مالش ڪئي وڃي، يا ڏيئو ٻاريو وڃي. ٽي نياڻيون اڳ ۾ هئڻ سبب هن جو نالو رابعہ رکيو ويو. پوءِ سندس زال صدا ڪري چيو تہ فلاڻي پاڙي واري ڏي وڃ، ٿورو تيل وٺي اچ تہ ڏيئو ٻاري روشني ڪجي. هن عهد ڪيو هو تہ مخلوق ڪان ڪڏهن بہ ڪا شيءِ نہ گهرندس. پوءِ ٻاهر آيو، پاڙيسريءَ جي دروازي تي هٿ رکي واپس وريو. چيائين تہ دروازو نٿا کولين. غم ۾ سمهي پيو ۽ رات جو خواب ۾ حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن کي ڏٺائين. جن کيس فرمايو تہ غم نہ ڪر، تنهنجي نياڻيءَ جي شفاعت سان هزار اُمتي ڇوٽڪارو حاصل ڪندا. صبح جو بصره جي امير ڏانهن چٺي لکي موڪلجانءِ جنهن ۾ هيءَ نشاني لکجانءِ تہ هر جمع جي رات چار سو دفعا مون تي درود موڪليندو آهين ۽ هن رات تون وساري وينو آهين. لهٰذا انهيءَ وسارڻ جي ڪفاره ۾ مون کي چار سو دينار ڏي. امير کيس چار سو دينار ڏنا. ڪجهہ وقت گذرڻ ڪان پوءِ رابعہ جو پيءُ ۽ ماءُ فوت ٿي ويا ۽ سندس ڀينرون ڇڙوڇڙ ٿي ويون. رابعہ هڪ شخص جي هٿ اچي وئي، جنهن کيس ڇهن درهمن ۾ وڪرو ڪري ڇڏيو. رابعہ سارو ڏينهن روزه سان گذاريندي هئي ۽ ساري رات عبادت ۾ بيٺي هوندي هئي. هڪڙي دفعي سندس مالڪ رات جو اوچتو ڏٺو تہ رابعہ عبادت ۾ بيٺي آهي ۽ نور سان روشن فانوس سندس مٿي جي مٿان ٽنگيل موجود آهي، جنهن جي نور سان سارو گهر روشن ٿي ويو آهي. هو ڏکي ويو ۽ صبح جو کيس عزت ۽ احترام سان آزاد ڪري ڇڏيائين. پوءِ رابعہ حضرت خواجہ حسن بصري جي خدمت ۾ پهچي توبہ ڪئي ۽ عبادت خانہ ۾ گوشہ نشين ٿي وئي. هڪ دفعي مڪه پاڪ رواني ٿي ۽ مڪه پاڪ جي ويجهو رستي ۾ ڏٺائين تہ ڪو سندس استقبال لاءِ اچي رهيو آهي. ابراهيم ادهم چوڏهن سال مسلسل هر قدم تي بہ رڪعتون نفل نماز پڙهندو پنڌ ڪندو مڪه پاڪ پهتو هو ۽ ڏٺائين تہ خانه ڪعبه موجود ڪونہ آهي. چوڻ لڳو تہ هي ڇا ٿي ويو؟ شايد منهنجي اکين ۾ خلل اچي ويو آهي. غيبي آواز ٻڌائين تہ ڪعبو رابعہ جي استقبال لاءِ ٻاهر نڪري ويو آهي. پوءِ رابعہ کي ڏٺائين ۽ چيائين تہ هيءُ ڪهڙو هنگامو برپا ڪيو اٿئي، جو نظام درهم برهم ٿي ويو آهي. چيائين تہ هنگامو تہ تو برپا ڪيو آهي جو چوڏهن سالن ۾ هي واٽ طئي ڪئي اٿئي. فرق اهو آهي جو تون نماز ۾ طئي ڪئي آهي ۽ مان نياز ۾ طئي ڪئي آهي.

**بيت**

اي کم ار زن فکر مرکب در طريق عشق چيست
اين بيا پهلو رابعہ غلطيده رفت.

معنيٰ: ڇڏ فڪر گهر جو ۽ گڏڻ عشق سان واٽ ۾ ٻيو ڪجهہ هيءُ ڪهڙو طريقو آهي. هيڏانهن اچ رابعہ جي پاسي سان ليٽڙيون پائيندو هل.

مذڪور آهي تہ هڪ رات خواجہ حسن بصري، چند دوستن سان گڏجي رابعہ جي گهر وٽ آيو ۽ چيائينس تہ وڻندڙ موسم آهي، ٻاهر اچي ڪائنات جو مشاهدو ڪر. چيائين تہ ڪائنات کي ڏسي مان ڇا ڪنديس، مان تہ ڪائنات جي جوڙڻ واري جو مشاهدو اندر ويهي ڪنديس.

هڪ دفعي، ڪنهن کي چار درهم ڏئي چيائين ته ڪمبل خريد ڪري اچ. اهو شخص ٿورو اڳتي وڃي واپس موٽي آيو ۽ چيائين ته ڪهڙي رنگ جو ڪمبل خريد ڪري اچان؟ چيائينس ته هينئر ڪان ئي رنگن جو چڪر پئجي ويو پوءِ اهي درهم وٺي درياءَ ۾ اڇلائي ڇڏيائين.

## مريم بصري

هيءَ خاتون، حضرت رابعه بصري جي هم عصر هئي ۽ سندس ئي صحبت يافته هئي ۽ ساڻس ئي محبت الٰهي جون پچارون ڪندي هئي. جڏهن به ڪٿي سخن الٰهي جي مجلس ٿيندي هئي ته انهيءَ ۾ حاضر ٿيندي هئي. هڪ دفعي مجلس ۾ محبت الٰهي جو وعظ ٻڌي بيخود ٿي وئي، ۽ انهيءَ ئي حال ۾ ساهه ڏنائين.

سندس اهائي گفتگو هوندي هئي ته جنهن وقت کان وٽي مان هيءَ آيت ٻڌي آهي، مون کي روزيءَ جو ڪوبه غم ۽ فڪر ڪونه هوندو آهي: وَفِي السَّمَآءِ رِزْقُكُمْ وَمَا تُوْعَدُوْنَ

ترجمو: ۽ آهي آسمان ۾ اوهان جو رزق ۽ جيڪو توهان سان وعدو ڪيل آهي. (سورة الذاريات آيت:22)

## معاذة عدويه

هيءَ خاتون رابعه عدويه جي هم عصره ۽ صحبت يافته هئي. چاليهه سال لڳاتار ڏينهن جو ڪاڏو نه ڪاڏائين ۽ رات جو ننڊ نه ڪيائين.

## عفيرة عابده

هيءَ خاتون معاذة عدويه جي صحبت يافته هئي ۽ ايترو روئندي هئي جو نابينه ٿي وئي.

## ميمونه سوداء

عبدالواحد بن زيد بيان ٿو ڪري ته ٽي راتيون سانده، الله تعاليٰ کي عرض ڪيم ته يا الله! مون کي پنهنجي پياري ڪنهن ٻانهي (بنده) جي زيارت ڪراءِ. حڪم ٿيو ته ڪوفه ۾ وڃ فلاڻي قبيلي ۾ ميمونه سوداء نالي منهنجي ٻانهي آهي، ان جي زيارت ڪر اتي ويس ۽ پڇڻ تي معلوم ٿيو ته فلاڻي هنڌ تي ٻڪرين چارڻ ۾ مشغول آهي. انهيءَ جاءِ تي پهتس ۽ ڏٺم ته خود نماز ۾ مشغول آهي ۽ ڌڻ جي سنيال بگهڙ ڪري رهيا آهن. مون کي ڏسي نماز جلد ختم ڪيائين ۽ چيائين ته، ارجع يا ابن زيد (موٽي وڃ اي ابن زيد) چيم ته منهنجي نالي جي توکي ڪيئن خبر پئي. چيائين ته: ان الارواح جنود مجندة فما تعارف منه ائتلف و ما تناكر منها اختلف

ترجمو: بيشڪ سڀ ارواح ڳتيل لشڪر آهن، پوءِ انهن مان جيڪي روح اتي ملندا آهن، اهي دنيا ۾ به پاڻ ۾ ملندا آهن ۽ جيڪي اتي پاڻ ۾ نٿا ملن، اهي دنيا ۾ به نٿا ملن.

## علي بن يگانہ

سندس ڪنيت ابوالحسن هئي اولين مشائخ مان هو ۽ ابراهيم ادهم جو صحبت يافتہ هو ۽ مصيصه جو رهاڪو هو.

## ريحانہ والہ

هيءَ خاتون بصره جي نهايت مشهور زاهده ۽ عابده هئي.

## عبدالله مبارڪ

هن ڪي اهل قلم ۽ امام الاسلام لکيو وڃي ٿو. هڪڙي دفعي ڪنهن جڳهہ تان عبدالله مبارڪ لنگهي رهيو هو تہ سفيان ثوري ڪيس چيو تہ: تعال يا رجل المشرق (مشرق جا مرد هيڏانهن اچ). تہ فضيل عياض جيڪو اتي حاضر هو چيائين والمغرب وما بينها (مغرب ۽ ان جي وچ ۾ جو ڪجهہ آهي، ان جا بہ مرد) هيءَ هڪ پيري هڪ منزل تي لٿو. پاڻ هڪ قيمتي گهوڙو ڏاريو هئائين، جنهن تي زمين ڏانهن ويندو هو جيڪو اتي ئي فوت ٿي ويو هو.

هڪ سال حج ۾ گذاريندو هو ۽ هڪ سال واپار ڪندو هو ۽ ان جو نفعو ساٿين تي خرچ ڪندو هو.

چوندو هو تہ دل جي درد جي دوا ماڻهن ڪان پري رهڻ ۾ آهي

## سهيل بن علي مروزي

عبدالله مبارڪ جو همعصر هو.

## مالڪ بن انس

سندس ڪنيت ابوعبدالله هئي. علم ربيعہ ڪان، قرائت نافع ڪان ۽ حديث زهري ڪان حاصل ڪئي هئائين. جنهن وقت بہ حديث بيان ڪندو هو تہ وضو ڪندو هو ۽ پاڪ صاف ڪپڙا پهريندو هو. راهہ ويندي يا رستي ۾ بيهي ڪڏهن بہ حديث روايت ڪونہ ڪندو هو. پوڙهائپ جي ضعيفي جي باوجود مدينه پاڪ ۾ پيادل گهمندو هو. چوندو هو تہ هن پاڪ شهر ۾ "نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جو جسد اطهر موجود آهي، مان هرگز سوار ٿي نہ گهمندس." بعض ڪيس امام شافعيءَ جو استاد چون ٿا. ٽي سال ماءُ جي پيٽ ۾ هو ۽ سن 95ھ ۾ پيدا ٿيو ۽ اسي سالن جي عمر ۾ سن 175ھ ۾ فوت ٿي ويو.

چيو وڃي ٿو تہ منصور دوانيقيءَ سندس اگهاڙي بدن تي ستر ڪوڙا هڻايا هئا. ان ڪان پوءِ تندرست نہ ٿيو ۽ وفات ڪري ويو.

## شيبان مصاب

ذوالنون مصري، بيان ڪري ٿو تہ لبنان جي جبل جي ڪهف (غار) ۾ هڪ شخص کي ڏٺم جنهن جو مٿو ۽ ڏاڙهي ٻئي سفيد هئا، ان کان مون دعا جي طلب ڪئي جنهن چيو تہ:

انسڪ الله بقربه (الله جي قرب سان مانوس ٿيءُ) وڌيڪ عرض ڪيم. چيائين تہ جنهن کي خدا تعاليٰ پنهنجي قرب جو اُنس عطا ڪندو آهي ان کي چار خصلتون بہ عطا ڪندو آهي: عزا من غير عشيرة، علما من غير طلب و غني من غير مال وانه غير جماعة. (مخلوق ۾ عزت بغير خاندان جي، علم بغير طلب جي، غنيٰ مال کان سواءِ ۽ بيشڪ اهو غير جماعت (يعني مخلوق جي مدد کان بي پرواهہ) هوندو آهي. پوءِ رڙ ڪري هيٺ ڪِري پيو ۽ پورا ٽي ڏينهن بيخودي ۾ رهيو. جڏهن ٽن ڏينهن کان پوءِ هوش ۾ آيو تہ وضو ڪري نماز ۾ بيٺو ۽ ٻڌائين. فقال ذكر الحبيب هيج شوقي، ثم حبيب الحبيب ازهل عقلي، وقد استوحشت من ملاقات المخلوقين وآنست برب العالمين، انصرف عني، سلام. فقلت له رحمک الله وفقت عليک ثلاثة ايام رجا الزيادة ويكتب احب مولاک ترد محبة بدلافالمجنون لله تعاليٰ تيجان العباد و علم الزهاد وهم اصفياء الله و احباءه و عباده و اولياءهٗ ثم خرج حرقه وفارق الدنيا في كانت الا هنهمه و اذا بجماعة من العباد ينحدرون من الجبل فتوالوه حتيٰ وارو‌ه تحت التراب فسالت ما اسم هذا الشيخ فقالو شيبان المصاب.

ترجمو: پوءِ چيائين تہ منهنجي حبيب جي ذڪر منهنجي شوق کي وڌائي ڇڏيو، پوءِ منهنجي حبيب جي حبيب منهنجي عقل کي زائل ڪري ڇڏيو. ماڻهن سان ملاقات ڪرڻ ۾ مون کي وحشت ٿئي ٿي. جهانن جي پالڻهار سان لڳاءُ رکيو اٿم. موٽي وڃ مون وٽان سلام هجئي. پوءِ ڪيس مون چيو تہ الله جي توتي رحمت هجي، ٽي ڏينهن وڌيڪ اوهان وٽ رهڻ جي اميد ڪريان ٿو ۽ چيائين رک پيارو وڌيڪ پنهنجي مولا کي تہ هو بہ رکي توکي پيارو، اهڙي طرح جو الله تعاليٰ جي محبت ۾ ديوانو ٿي وڃ. ۽ جن کي مخلوق کان بيزاري آهي تقويٰ جو علم ڪين آهي. اهي الله جا ٻانها آهن، ان کي پيارا آهن ۽ ان جا دوست آهن. پوءِ سندس ساهہ نڪتو ۽ دنيا کان لاڏاڻو ڪيائين. رڳو سندس ڪونگهري جو آواز نڪتو تہ ڏسندي ئي ڏسندي جبل تان الله جي ٻانهن جي هڪ جماعت لهي آئي، تانجو ان جي جسم کي مٽي جي هينان دفن ڪيائون. مون پڇيو تہ اهو بزرگ ڪير آهي؟ چيائون تہ شيبان مصاب آهي.

## غلام عبدالواحد بن زيد

عبدالواحد بن زيد بيان ٿو ڪري. پنهنجي خدمت لاءِ هڪ غلام خريد ڪيم. هڪ رات مان ڪنهن ڪم لاءِ وٽس ويس، مگر هو موجود ڪونہ هو. سندس جاءِ جو دروازو بند ٿيل هو، مان حيرت ڪندي موٽي آيس. صبح جو اچي منهنجي هٿ تي هڪ درهم رکيائين ۽ چيائين تہ رات جي خدمت جو حق اٿو. هر رات ائين ڪندو هو جو مون کي درهم ڏيندو هو. منهنجي خدمت

ڪان معافي ورتي هئائين. چند ڏينهن ائين گذريا ته هڪ پاڙيسري مون وٽ آيو ۽ چيائين ته هن غلام کي وڪڻي ڇڏ، ڇو جو هيءُ ڪفن چور آهي. ٻي رات جو ان ڳالهه جي تصديق لاءِ جستجو ۾ نڪتم. ڏٺم ته هو جڏهن جاءِ جي دروازي وٽ پهتو ته دروازو کلي ويو ۽ هو نڪري هڪ ويران زمين ڏانهن روانو ٿي ويو ۽ هڪ جهاڙين واري زمين جي ٽڪري ۾ عبادت ۾ مشغول ٿي ويو ۽ ساري رات عبادت ۾ گذاريائين ۽ صبح جو آسمان ڏانهن هٿ کنيائين ته هڪ درهم سندس هٿ تي اچي پيو. ان کي کيسي ۾ وجهي غائب ٿي ويو. اهو لقاءُ ڏسي کيس آزاد ڪرڻ جو ارادو ڪيم ۽ پوءِ سندس ڏاڍي ڳولها ڪيم ته کيس آزاد ڪريان پر کيس ڪونه لڌم. ماڻ ڪري زمين تي ويهي رهيس ته ايتري ۾ هڪ گهوڙي سوار، ڪميت گهوڙي تي نمودار ٿيو ۽ مون کان پڇا ڪيائين ته اتي ڪيئن ويٺو آهين. مون کيس سمورو حال ٻڌايو. هن چيو ته هن جڳهه تان هڪ تمام تيز رفتار گهوڙي سوار ڊوڙندو هليو ويو. پوءِ رات جو غلام حاضر ٿيو ۽ منهنجي در تي پهچي ڪڙو کڙڪايائين. مون کيس چيو ته مان توکي آزاد ڪرڻ جو ارادو ڪري چڪو آهيان ۽ (تون آزاد آهين) پوءِ مون کي هڪ پٿر جو ٽڪرو هٿ ۾ ڏنائين ۽ (پاڻ هليو ويو) پوءِ مون ان پٿر کي ڏٺو ته اهو سون جو هو. پوءِ مون کي ڏاڍو افسوس ٿيو ۽ پاڙيسري کي جڏهن اِها ڳالهه ٻڌايم ته ان کي به ڏاڍو افسوس ٿيو پر چارو ڪوبه ڪونه رهيو.

غلام آخر عن ابراهيم قال رايت بالبصره مملوكا في السوق ينادي عليه من يشتري هذا الغلام بعيوبه وهي ثلاث خصال لاينام الليل ولاياكل النهار ولايتكلم اِلا بما لابدمنها فقلت للغلام اراک عارفا. قال يا ابراهيم لو اعرفه ما اشتغلت بغيره. قال فعلمت انه من العارفين فقلت للبائع بکم هذا الغلام؟ فقال بما اردت فانه مجنون فاعطيته ثمنه فقلت في نفسي يارب اني قد اعتقه لوجهک الکريم فالتفت الي وقال يا ابراهيم ان کنت اعتقتني في الدنيا عن الرزق لقد اعتقک الله في الآخرة من النار ثم غاب عني.

ترجمو: ابراهيم بيان ٿو ڪري ته ”بصره جي مارڪيٽ ۾ هڪ غلام کي وڪرو ڪندي ڏٺم ته مٿس واڪ هلي رهيا آهن. بولي لڳائيندي چئي رهيو هو ته ڪير هن غلام کي عيبن سميت خريد ڪندو جو هن ۾ ٽي خصلتون آهن: هي رات جو ننڊ نه ڪندو آهي ۽ ڏينهن جو کاڌو نه کائيندو آهي ۽ سواءِ تمام مجبوري جي هي هرگز نه ڳالهائيندو آهي. پوءِ مان غلام کي چيو ته تون عارفن مان معلوم ٿو ٿين. چيائين يا ابراهيم! جيڪڏهن هيءُ عارفن مان آهي ته هن غلام کي ڇو ٿو وڪڻين؟ چيائين ته هيءُ چريو آهي. پوءِ مان سندس لاءِ رقم ادا ڪري ڇڏي ۽ دل ۾ چيم ته يارب تعاليٰ هن کي مان تنهنجي رضا خاطر آزاد ڪريان ٿو. پوءِ هو مون ڏانهن متوجه ٿيو ۽ چيائين ته اي ابراهيم! جيڪڏهن تو مون کي دنيا ۾ رزق ڏيئي آزاد ڪرايو ته توکي الله تعاليٰ آخرت ۾ دوزخ جي عذاب کان آجو ڪري ڇڏيو. پوءِ غائب ٿي ويو.“

## صالح مُرّي بصري

هيءُ نهايت سهڻي آواز سبب مشهور هو، ۽ مالڪ دينار جو همعصر هو.

## محمد بن واسع بصري

پنهنجي وقت ۾ اهل بصره ۾ افضل هو ۽ مالڪ دينار جو همعصر هو.

## ثابت البناني

پنهنجي وقت جو بزرگ ترين شخص هو ۽ اهل بصره ۾ ڪثرة الصلوٰة هو. حبيب عجمي جو همعصر ۽ ان وقت جي مشائخ مان هو.

## شيخ اباجهيز الضرير بصري

صالح مُري بيان ٿو ڪري تہ آءٌ اباجهيز ضرير جي زيارت لاءِ روانو ٿيس. سندس جڳهہ شهر کان ٻاهر هئي ۽ اتي ئي پنهنجو عبادت خانو قائم ڪيو هئائين. واٽ تي مون کي محمد بن واسع، مالڪ بن دينار، حبيب عجمي ۽ ثابت بناني مليا جيڪي پڻ زيارت جي ارادي سان مون سان گڏجي هليا. ظهر جي نماز ساڻن گڏ پڙهيم. پوءِ اول مٿس محمد بن واسع ظاهر ٿيو. پڇيائين تہ ڪير آهين؟ چيائين تہ تنهنجو ڀاءُ محمد بن واسع. چيائين تہ تون اهو آهين جيڪو اهل بصره ۾ افضل آهي. هو خاموش ٿي ويو، ان کان پوءِ ثابت بناني وٽس ويو. ڪانئس پڇيائين تہ ڪير آهين؟ چيائين ثابت بناني. فرمايائين: انت الذي يقال انک اکثر احسن اهل البصره (تون اهو آهين جنهن کي اڪثر اهل بصره سهڻو سڏيندا آهن، هو خاموش رهيو، ان کان پوءِ حبيب عجمي اٿيو. ڪيس چيائين تہ مَن انت (تون ڪير آهين؟) چيائين حبيب. فرمايائين تہ انت الذي يقال انک احسن اهل البصره مستجاب الدعوات. (تون اهو آهين جنهن کي بصره وارا بهترين شخصيت ۽ مستجاب الدعوات چوندا آهن) ان کان پوءِ مالڪ بن دينار اٿيو. ڪانئس پڇيائين تہ تون ڪير آهين. چيائين مالڪ. فرمايائين واهہ، واهہ! انت الذي يقال انک ازهد اهل البصرة (تون اهو آهين، جنهن کي اهل بصره زاهد ترين شخص سڏيندا آهن). پوءِ صالح مُري وٽس ويجهو ويو. پڇيائين تہ ڪير آهين؟ نالو ٻڌايائين فرمايائين انت الذي يقال انک احسن اهل البصرة صوتا (يعني تون اهو آهين جنهن کي اهل بصره آواز ۾ سڀ کان سهڻو سڏيندا آهن) وڏيڪ چيائين تہ مان تنهنجي آواز جو مشتاق آهيان، مون کي قرآن ڪريم جون پنج آيتون ٻڌاءِ. پوءِ هن پڙهيو: يَوْمَ يَرَوْنَ الْمَلَآئِكَةَ لَا بُشْرٰي يَوْمَئِذٍ لِلْمُجْرِمِيْنَ کان هَبَآءً مَّنْثُوْرًا تائين.[1] آيت ٻڌندي ئي رڙ ڪري بيهوش ٿي ويو ۽ جڏهن هوش ۾ آيو تہ وري ڪيس بيهر پڙهڻ لاءِ چيائين. هن وري آيت پڙهڻ شروع ڪئي تہ آيت ٻڌڻ سان وري رڙ ڪري بيهوش ٿي ويو ۽ ان ۾ ئي فوت ٿي ويو ۽ سندس گهرواري ٻاهر اچي ٻڌايو تہ ابوجهيز فوت ٿي ويو ۽ چيائين تہ اڪثر سندس دعا اها هوندي هئي.

---

[1] القرآن 25: 23-22

اللّهم اجهر موتي اوليائک فعلمت انکم لم تجتمعوا الا لموته فغسلناه و کفناه وحللیناه حلية و دفناه

(يا الله! منهنجي موت وقت پنهنجي ولين کي ظاهر ڪج ۽ سندس گهر واري چيو) ته پوءِ مون کي معلوم ٿي ويو ته اوهان جو گڏ ٿيڻ ئي سندس موت جي نشاني آهي (سندس دعا جو اثر آهي) پوءِ ڪيس اسان غسل ڏنو ۽ ڪفن ڍڪايو ۽ ڪيس دفن ڪيو.

## ابوحمزه ثماني ازوي

سندس نالو ثابت بن دينار آهي ۽ ڪنيت ابوصفدر آهي.

امام علي رضا عليه السلام کان روايت آهي ته، ابوحمزه، پنهنجي زماني ۾ سلمان مثل هو. جو جو اسان جي خاندان جي چئن شخصيتن جي خدمت ڪئي اٿس. علي بن حسين، محمد بن علي، جعفر بن محمد ۽ موسيٰ بن جعفر. هيءُ سن 150ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## يحيٰ بن ام طويل

فضل بن شاذان کان روايت آهي ته علي بن حسين جي زماني ۾ پنجن ڄڻن کان سواءِ ٻيو ڪوبه شيعو ڪونه هو. انهن پنجن ۾ هڪ هيءُ به هو ۽ امام زين العابدين کان روايت آهي ته منهنجي پيءُ جي شهادت کان پوءِ پنجن شخصن کان سواءِ ٻيو ڪوبه شيعو ڪونه ڏٺم. اهي پنج هي آهن: ابوخالد ڪابلي، يحيٰ بن ام طويل، جبيرابن مطعم ۽ جابر بن عبدالله انصاري. حضرت امام حسين عليه السلام جي سانحي کان پوءِ ڪافي شيعا ڦري ۽ ڦِري ويا هئا.

## ليث بن بختري اسدي يا مرادي

سندس ڪنيت ابومحمد ۽ ابوبصير هئي. حضرت امام محمد باقر عليه السلام سندس شان ۾ فرمايو آهي ته اهو شخص جيڪو جنت لاءِ خشوع ۽ خضوع سان خدا تعاليٰ جي عبادت ڪري ٿو، انهن سڀن سان ليث به (جنت ۾) هوندو.

## بريد بن معاوية عجلي

حضرت امام ناطق بحق امام جعفر صادق عليه السلام کان روايت ڪري ٿو ته زمين جا اوتاد ۽ دين جا اعلام چار شخص آهن: (1) محمد بن مسلم (2) بريد بن معاوية (3) ليث بن بختري ۽ (4) زراره بن اعين. بريد جي وفات سن 150ھ ۾ ٿي.

## محمد بن مسلم بن رباح طايفي ثقفي ڪوفي

هيءُ امام محمد باقر عليه السلام جي اصحاب مان هو، ڪنهن شخص عبدالله بن يعفور کان روايت ڪئي ته هن ٻڌايو ته مان امام جعفر صادق عليه السلام جي خدمت ۾ حاضر ٿي

ڪيس عرض ڪيو تہ سارو وقت ڪم ڪار ۾ گذري ٿو وڃي ۽ ديني مسائل لکڻ لاءِ پهچي ڪونہ ٿا سگهون. جيڪڏهن ڪو ماڻهواسان وٽ ديني مسئلي جي پڇڻ لاءِ اچي ٿو تہ هڪڙو ماڻهو اسان منجهان پڇي (اوهان وٽ) اچي ٿو ۽ مسئلو پڇي پوءِ ڪيس جواب ٻڌايووڃي ٿو. ڇو تہ هر مسئلي جي جواب جي اسان ڪي خبر ڪونہ آهي. حضرت ڪيس فرمايو تہ هر مسئلو محمد بن مسلم ڪان پڇندا رهو. ڇو تہ هُنَ منهنجي پيءُ ڪان ديني مسئلا سکيا آهن. سندس وفات سن 150ھ ۾ ٿي.

## زراره بن اعين شيباني ڪوفي

هيءُ حضرت امام باقر، حضرت جعفر صادق ۽ امام موسيٰ ڪاظم عليهم السلام جن جي اصحاب مان هو. حضرت امام جعفر صادق عليه السلام پنهنجي مجلس ۾ فرمايو تہ لولا زرارة فقلت ان احاديث ابي ستذهب (جيڪڏهن زراره نہ هجي ها تہ پوءِ چوان ها تہ بيشڪ منهنجي پيءُ جون حديثون ختم ٿيڻ واريون آهن.) ڪيس ٻہ پُٽ هئا جن جا نالا حسن ۽ حسين هئا.

## حمزه طيار

سندس ڪنيت ابوعماره هئي. امام محمد باقر عليه السلام، سندس وجود سبب فخر ڪندو هو.

## عبدالملڪ بن اعين شيباني ڪوفي

امام جعفر صادق عليه السلام پنهنجي اصحاب سميت عبدالملڪ جي قبر جي زيارت لاءِ خود مدينه منوره ويو هو. امام صاحب جڏهن سندس فوت ٿيڻ جي خبر ٻڌي هئي، تڏهن بي شمار رحمت لاءِ دعا ڪئي هئائين ۽ فرمايائين تہ عبدالملڪ جهڙو ماڻهو پيدا نہ ٿيندو. ڪيس هڪ پٽ هو. جنهن جو نالو خريس هو. انهيءُ ڪري سندس ڪنيت ابوخريس هئي.

## بڪر بن اعين شيباني

سندس ڪنيت ابوجهيم هئي. ڪيس ڇهہ لائق فرزند هئا. ابوعبدالله جهيم، عبدالحميد، عبدالاعليٰ، عمر ۽ يزيد اهي سيئي حضرت امام محمد باقر ۽ حضرت امام جعفر صادق عليهما السلام جي اصحاب مان هئا. حضرت امام جعفر صادق عليه السلام سندس وفات ڪان پوءِ فرمايو: لقد انزله الله تعاليٰ بين رسوله و امير المؤمنين علي عليه السلام (يعني الله تعاليٰ، پنهنجي رسول ۽ اميرالمؤمنين علي عليه السلام جي وچ ۾ ڪيس لاٿو.)

## حمران بن اعين شيباني ڪوفي

هيءُ پنهنجن ڀائرن زراره ۽ بين وانگر مستقيم هو. ڪيس ٻہ لائق پٽ حمزه ۽ محمد هئا. حضرت امام جعفر صادق عليه السلام سندس باري ۾ فرمايو آهي تہ جنتي آهي ۽ بي روايت ۾ فرمايو آهي تہ حمران مؤمن آهي ۽ امام جعفر صادق جي زماني ۾ ئي وفات ڪري ويو.

## هشام بن حڪم ڪندي شيباني ڪوفي

هيءُ حوالي قبيلي جو فرد هو. ڪوفي جي محلي شيبان ۾ ڄائو ۽ اتي ئي پلي نپني وڏو ٿيو ۽ اتي ئي رهيو. بعد ۾ واپار جي خيال سان بغداد ۾ سڪونت اختيار ڪيائين ۽ آخري عمر ۾ بغداد ۾ ئي وفات ڪري ويو. سندس دل ۾ هميشہ اهل بيت جي محبت موجزن هوندي هئي. سلسلہ سلوڪ ۽ طريقت جي راه ۾ ٻن امامن يعني ابوعبدالله جعفر صادق ۽ موسيٰ ڪاظم عليهما السلام ڪان فيضياب هو.

امام صاحب سندس شان ۾ ڪافي تعريف بيان فرمائي آهي. هارون رشيد جي زماني ۾ سن 179ھ ۾ جڏهن هي فوت ٿيو ۽ امام رضا عليه السلام کي خبر پئي تہ سندس لاءِ ڏاڍيون رحمت جون دعائون گهريائين ۽ فرمايائين تہ مٿس خدا تعاليٰ جي رحمت هجي، جو هن اسان جي مخالفن جي شبهات کي دفع ڪرڻ لاءِ ڪافي اهتمام ڪيو هو.

## علي بن خنيس ڪوفي

هيءُ حضرت امام جعفر صادق عليه السلام جو آزاد ڪيل غلام هو. امام صاحب جن ڪيس اهل بهشت سڏيو هو. محمد بن عبدالله جو نفس زڪيہ جي نالي سان مشهور هو. جڏهن خروج ڪرڻ جو ارادو ڪيائين تہ ساڻس ساٿ لاءِ هرهڪ ماڻهو کي ترغيب ڏيندو رهيو.

داؤد ابن علي عباس، ڪيني ۽ بغض سبب ڪيس گرفتار ڪرائي ۽ قتل ڪرائي ڇڏيو، قتل ٿيڻ وقت ڪيترن ئي ماڻهن کي شاهد بڻائي هي چيائين تہ منهنجو ورثو ۽ مال سڀ ڪجهہ حضرت امام جعفر صادق عليه السلام جي ملڪيت آهي. امام صاحب جن کي جڏهن سندس قتل جي خبر پئي تہ ڪيس سخت رنج پهتو ۽ غمگين ٿيا ۽ داؤد کي چيائين منهنجو ساٿي، جيڪو منهنجي مال جو نگران ۽ عيال جو خادم هو، ان کي تو ڇو قتل ڪيو؟ الله جو قسم تہ حق تعاليٰ وٽ تنهنجي بخشش ۽ مغفرت جو ڪوبہ رستو ڪونہ آهي.

## معاويہ بن عمار دهني

هي بجيلہ قبيلہ جي دهني شاخ مان هو. حضرت امام جعفر صادق ۽ موسيٰ عليهما السلام جو صحبت يافتہ هو. انهن کان روايتون ڪيل اٿس. سن 175ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## علي بن يقطين اسدي ڪوفي

عراق جي عرب بزرگ زادن مان هو. سندس پيءُ يقطين کي تشيع سبب مروان حمار گرفتار ڪرڻ جي پٺيان هو. انهيءَ ڪري هو ڪوفي ڏانهن هليو ويو. علي ڪيس اتي پيدا ٿيو ۽ حضرت امام موسيٰ ڪاظم جي وقت ۾ اماميہ گروهہ جو بزرگوار هو ۽ امام عليه السلام جي حياتيءَ ۾ ئي سن 180ھ ۾ وفات ڪري ويو.

## جابر بن يزيد جعفي ڪوفي

سندس چوڻ آهي تہ جوانيءَ ۾ مان مدينہ منوره ۾ حضرت امام محمد باقر عليہ السلام جن جي خدمت ۾ رهيو هئس. اول جڏهن مدينہ ۾ آيس تہ مون کان پڇيو ويو تہ ڪٿان ۽ ڪهڙي قبيلہ مان ۽ ڪهڙي ارادي سان هت آيو آهين. چوڻ لڳو تہ مان جعفي قبيلي مان آهيان ۽ ڪوفي کان هت علم پڙهڻ جي خيال سان آيو آهيان (امام صاحب) ڪانئس پڇيو تہ ڪنهن کان علم پڙهندين؟ چيائين تہ اوهان کان! ڪيس فرمايو ويو: تہ پاڻ کي ڪوفي هرگز نہ سڏائج بلڪ اهو ٻڌائج تہ مان مدينہ جو آهيان. عرض ڪيائين تہ ڇا؟ ائين ڪوڙ ڳالهائڻ جائز آهي؟ فرمايائون تہ جيڪو شخص جنهن جاءِ تي موجود آهي. اهو اتان جوئي رهاڪو آهي، جيستائين هو ٻاهر نہ وڃي. پوءِ ڪتاب مون کي ڏي ۽ فرمايائون تہ بني اميہ جي زماني ۾ اگر ڪنهن لاءِ هي الفاظ تون ٻڌين تہ منهنجي لعنت ۽ منهنجي وڏن جي لعنت توتي هجي تہ تون ان جو ڪوبہ ردعمل يا اظهار نہ ڪج ۽ ان کان پوءِ ڪيس ٻيا ڪتاب ڏنائين ۽ چيائين تہ هن ڪتاب کي پڙهہ ۽ هن جي مضمون بابت ڪنهن کي بہ نہ ٻڌاءِ ۽ نہ چئہ ۽ جيڪڏهن تون منهنجي انهيءَ چوڻ جي ڪابہ خلاف ورزي ڪئي تہ توتي منهنجي ۽ منهنجي وڏن جي لعنت هوندي ۽ ٿيندي. پوءِ چوي ٿو تہ مون ستر هزار حديثون امام باقر عليہ السلام کان سکيون ۽ انهن مان هڪ حديث بہ ڪنهن کي نہ روايت ڪيم ۽ ڪرڻ گهران ٿو.

مذڪور آهي تہ هڪ ڏينهن جابر آنحضرت کي عرض ڪيو تہ حديثن جي اسرار جو عظيم بار مون کي سخت محسوس ٿو ٿئي، مگر ڪنهن جي اڳيان اظهار ڪونہ ٿو ڪريان ڪڏهن ڪڏهن ڏسان ٿو تہ اهو حديثن جو اسرار منهنجي سيني کي ايڏو جوش ۾ ٿو آڻي جو ان جي بار سان منهنجي حالت ابتر ۽ جنون وانگر ٿي وڃي ٿي. گويا ديوانگي ۾ آهيان. پوءِ ڪيس فرمايائون تہ جڏهن تون پنهنجي حالت کي اهڙي طرح ڏسين تہ پوءِ ٻاهر ويران ميدان ۾ نڪري وڃ ۽ اتي پنهنجي سيني جو جوش خالي ڪر.

مذڪور آهي تہ جڏهن هشام بن عبدالمالڪ، مسند تي وينو. تڏهن جابر پاڻ کي ديوانو بڻائي ڇڏيو. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ هشام جو حڪم پهتو تہ جابر کي منهنجي اڳيان حاضر ڪريو. ڪوفي جي حاڪم، ماڻهن کان معلومات ڪئي تہ ماڻهن شاهدي ڏني تہ جابر ديوانو ۽ چريو ٿي ويو آهي. هشام ڏانهن اهڙي رپورٽ موڪلي وئي ۽ جابر کي ڇڏيو ويو.

## ابان بن تغلب بن رباح بن سعيد بڪري جريري

سندس خانداني نسبت بڪر بن وايل سان لڳي ٿي. عالم ۽ قاري هو. قرائت جي خاطر طرز سبب معروف هو ۽ امام جعفر صادق عليہ السلام کان ٽي هزار حديثون سکي ياد ڪيون هئائين. امام زين العابدين ۽ محمد باقر ۽ امام جعفر صادق عليهما السلام جن سان صحبت جي شرف هئڻ سبب هرهڪ کي سندس لاءِ محبت، عزت ۽ احترام هوندو هو.

حضرت امام محمد باقر عليه السلام ڪيس هڪ هنڌ ويهي ماڻهن جا ديني مسائل حل ڪرڻ ۽ فتويٰ ڏيڻ جو حڪم فرمايو. هن حڪم جي بجا آوري ڪئي. هيءُ حضرت امام جعفر صادق جن جي حياتي ۾ سن 141هه ۾ فوت ٿي ويو.

## عبدالله بن شريڪ عامري

هن حضرت علي بن حسين ۽ محمد بن علي عليهم السلام جون ڪيتريون روايتون بيان ڪيون آهن. هڪ ڏينهن امام محمد باقر عليه السلام پنهنجي خاص مجلس ۾ فرمايو ته مان نزديڪ ڏسان ٿو ته عبدالله بن شريڪ عامري ڪاري پڳ پنهنجي مٿي تي ٻڌندو ۽ ان جو ٿرهو پنهنجي ٻنهي ڪلهن جي وچ ۾ پاڻ ٺيڪ ڪندو ۽ اسان اهلبيت جي خدمت ۾ چار هزار مرد ڪرار، جرار ۽ حضار سان گڏ ميدان ڪارزار ۾ اچي فاسقن ۽ شريرن سان لڙائي ڪندو، اهو انهيءَ ڳالهه ڏانهن اشارو آهي ته اهي سڀ اهلبيت جي امامن ۽ شيعه اماميه جا اصولي عقيدتمند آهن، انهن ڏانهن عبدالله رجعت ڪندو.

## عبدالله بن ابي يعفور

هيءُ حضرت ڪوفه جي مسجد ۾ درس قرآن ۽ قرائت ۾ مشغول هوندو هو. ڪيس امام جعفر عليه السلام ڏاڍو پيارو رکندو هو. حضرت امام ڪاظم عليه السلام فرمائيندو هو ته عبدالله بن يعفور، امام محمد باقر ۽ جعفر صادق عليهما السلام جن جو حواري هو. امام جعفر صادق عليه السلام فرمائي ٿو ته: مَا وجدتُ احدا يقبل وصيتي ويطيع امري الاعبد الله بن يعفور (يعني منهنجي وصيت کي قبول ڪرڻ وارو ۽ منهنجي حڪم جي فرمانبرداري ڪرڻ وارو عبدالله بن يعفور کان وڌيڪ ٻيو ڪونه ڏٺم) جڏهن هن وفات ڪئي ته امام صاحب سندس لاءِ ڪافي رحمت جون دعائون گهريون.

## فضل بن يسار هندي

خلاصه ۾ مذڪور آهي ته هيءُ عربي ۽ خالص بصري هو ۽ جليل القدر ثقه هو ۽ حضرت امام باقر ۽ حضرت امام جعفر صادق عليهما السلام جن جي راوين مان هو. سندس وفات جي وقت، حضرت امام جعفر صادق عليه السلام خود اتي ويا ۽ ميت کي ڏسي فرمايائون ته بخ، بخ بشر المخبتين بالجنة (يعني واهه، واهه عاجزي ڪرڻ وارو ماڻهو جنت ۾ آهي) ۽ وڌيڪ فرمايائون ته فضل منهنجي پيءُ جي دوستن مان آهي ۽ مان به ڪيس دوست رکان ٿو ۽ هن کي غسل به اهو شخص ڏئي، جيڪو منهنجي پيءُ جي دوستن مان هجي.

روايت آهي ته غسل ڏيڻ وقت فضل (ميت) جو هٿ سندس اگهڙ تي رکيل هو سو هٽائي نه سگهيو ويو. امام جعفر عليه السلام جڏهن اها خبر ٻڌي ته فرمايائين:

رحم الله هو منا اهل بيت (يعني مٿس الله رحم فرمائي ۽ هو اسان اهل بيت مان هو).

## ليث بن بختري اسدي يا مرادي

امام جعفر عليه السلام کان مروي آهي تہ بشر المخبتين بالجنة بريد بن معويه العجلي و ابوبصير و ليث ابن البختري المرادي و محمد بن مسلم وزراره اربعة نجبا امناء الله علي حلاله و حرامه لولا هٰؤلاءِ لانقطعت النبوة و اندرست (عاجزي ڪندڙ شخص جنتي آهي، بريد بن معويہ عجلي ۽ ابوالبصير ۽ ليث بن بختري مرادي ۽ محمد بن مسلم ۽ زراره چارئي نجباءَ آهن. ڪين الله تعاليٰ حلال ۽ حرام جي سچائي ڏني آهي ۽ اهي سلسلہ فيض نبوت جو واسطو آهن.)

حضرت امام عليه السلام سندن بهشتي ٿيڻ جو ضامن ٿيو آهي.

بيت: زهي دولت زهي عزو زهي يار ڪہ حاصل شد بحب آل اطهار.

**معنيٰ:** آل اطهار جي حب سبب حاصل ٿئي ٿي دولت بہ، عزت بہ ۽ مددگاري بہ.

## بريد بن معويه عجلي

هيءُ حضرت امام باقر ۽ امام جعفر صادق عليهما السلام جن جو حواري هو ۽ امام جعفر عليه السلام جن جي حياتيءَ ۾ ئي فوت ٿي ويو. امام جعفر صادق عليه السلام فرمايو تہ زمين جو اوتاد ۽ اعلام هي چار شخص آهن: (1) محمد بن مسلم (2) بريد بن معاويه (3) ليث بن بختري مرادي ۽ (4) زراره بن اعين سندس بہ روايت ۾ آهي تہ هيءُ منهنجي پيءُ جا اصحاب هئا: فرمائي ٿو تہ:

ان اصحاب ابي ڪانوا ريناء احيانا و امواتا اعني زراره، ومحمد بن مسلم، وليث المرادي وبريد عجلي هٰؤلآءِ القوامون بالقسط، هٰؤلآءِ القوامون بالصدق، هٰؤلاءِ السابقون اولئک المقربون (بيشڪ منهنجي پيءُ جا اصحاب، غالب آهن ۽ مددگار آهن. حياتي، مماتي ۽ ڏک سک ۾ مددگار آهن اسان جا ۽ اُهي هي آهن زراره، محمد بن مسلم، ليث مرادي بريد عجلي ۽ اهي انصاف تي قائم آهن صدق تي ۽ اهي ئي اول آهن ۽ اهي ئي اسان جا مقرب آهن. بريد جي وفات سن 150هہ ۾ ٿي.

## شيخ عارف سيار محمد سوار

هيءُ حضرت معروف ڪرخي جو شاگرد هو. شوشتر شهر ۾ ڄائو ۽ اتي ئي پليو نپنو ۽ انهيءَ شهر ۾ مدفون آهي. غوث المتاخرين سيد نور بخش لکي ٿو تہ ”محمد بن سوار“ سوار سندس پيءُ جو نالو نہ آهي، بلڪ ان جو نالو شيخ هو پر سوار جي نالي سان مشهور ٿي ويو. ”حداد“ جي وزن تي ”سوار“ جي عبارت شيخ سان نسبت رکي ٿي، جيڪو سندس پيءُ آهي. بعض جو چوڻ آهي تہ هو ڪاريگري ۽ هنر جو ماهر هو. والله اعلم.

بهرحال اڪابرين اولياء زاهد، متقي ۽ عالم هو. سهل بن عبدالله تستري جي وقت ۾ ٿي گذريو.

# معيار ٿيون

# ٿين صدي هجريءَ جو بيان

## امام ابوالحسن علي رضا عليه السلام

برقلب يوسف نبي عليه السلام، امام اٺون، سندس لقب رضا ۽ مرتضيٰ ۽ سندس ولادت جو هنڌ مدينه منوره، بروز آچر، ذهين ذيقعد سال 153ھ آهي، جيئن ته مامون جي عهد ۾ علوين، تمام گهڻو خروج ڪيو. تڏهن فضل بن سهل ذولرياستين مامون کي چيو ته علوين مان ڪنهن هڪ معتبر شخص کي پنهنجو وليعهد منتخب ڪري ڇڏ ته جيئن اهو (فتنو) ختم ٿي وڃي. مامون ٻه سو هڪ هجري ۾ امام صاحب کي خراسان ۾ سڏرائي کيس وليعهد مقرر ڪيو ۽ ان جو نالو، درهمن ۽ دينارن جو سينگار رکيو ۽ ڪاري عَلَمَ کي جيڪو عباسين جو نشان هو. تبديل ڪري بيعت ڪري. ان ڪان پوءِ اهڙو عهدنامو لکي امام صاحب وٽ آندو ويو ته ان تي دستخط ڪري. امام صاحب ان (عهدنامي) جي پُٺيءَ تي هن طرح لکيو: انک قد عرفت من حقو قنا مالم يعرفہ آباءک فقبلت منک عهدک اِلا ان جفر و الجامعة بدلان علي انه لايتم.

ترجمو: بيشڪ تو اسان جي حقن کي سڃاتو پر تنهنجن وڏن ان کي نه سڃاتو پوءِ مان تنهنجو اهو عهد قبول ڪيو. مگر سلسلہ قطع ۽ طوق کي بدلايو وڃي ورنه اهو (فتنو) هرگز ختم نه ٿيندو. آخر رمضان المبارڪ سال 202ھ يا سن 203ھ ۾ کيس زهر ڏنو ويو. سندس قبر مبارڪ سناباد طوس ۾ آهي، جنهن جو هن وقت نالو مشهد شريف آهي.[1]

## ابوالحسن علي (عريضي)

هيءُ امام جعفر عليه السلام جن جو فرزند هو ۽ غريض ۾ وينل هو، بيشڪ کيس عريضي سڏيندا هئا جو عريضان سان کيس منسوب ڪندا هئا. هن کي امام محمد تقي سان بيحد عقيدت هئي ۽ جنهن ڪري امام صاحب جي پيرن مبارڪ جي جتي پاڻ سان گڏ رکندو هئو اڪثر کيس چوندا هئا، ته امام محمد تقي عليه السلام تنهنجو وڏو ياءُ آهي ۽ کيس امام شمار ڪندا هئا ۽ چوندا هئا ته تون ٻه امامت جي دعويٰ ڪندين. چيائين ته مان ٻه ائين ئي ڪندس مگر اول اهو آهي ۽ سندس وفات جو سن 210ھ آهي.

## حسين بن علي موسيٰ الرضا عليه السلام

شهزاده حسين جي نالي سان مشهور آهي. سندس تربت قزوين شهر ۾ آهي.

---

[1] امام سڳوري جي شهادت متعلق تاريخ ۾ اختلاف رهيو آهي. ڪين هارون رشيد جي قبر جي پرسان دفنايو ويو، چو جو جڏهن امام علي رضا عليه السلام "سنا آباد" آيا هئا ته اتي پنهنجي قبر جي نشاندهي فرمائي هئائون جتي اڳ ۾ هارون رشيد جي قبر هئي امام صاحب انهيءَ جي پرسان ليڪو ڪڍي فرمايو ته هن جڳهه تي مون کي دفن ڪيو ويندو.

## ابوجعفر محمد تقي

امام نائون، برقلب صالح عليه السلام سندس لقب تقي، جواد ۽ مرتضيٰ هو ۽ کيس ابوجعفر ثاني بہ سڏيندا هئا. انهيءَ ڪري بہ نالا ڪنيت بامام ناطق بحق امام جعفر صادق عليه السلام جي فرمان موجب هو. سندن ولادت رمضان المبارڪ سن 195ھ آهي.

قال العامل باظلم والمعين له الراضي بہ شرڪاء قال البصر علي المصيبة، مصيبة الشامة بها. عامل چيو تہ ظلم جو مددگار ۽ان تي راضي رهڻ وارو (ظلم ۾) شريڪ آهي. بصر چيو مصيبت جو نتيجو مصيبت آهي. چيائين تہ جيڪڏهن توهان ڪان پڇا ڪئي وڃي تہ الله تبارڪ و تعاليٰ ڪان خوف رکو ٿا يا نہ؟ تہ خاموشي اختيار ڪريو. چو تہ جيڪڏهن چئبو تہ نٿو خوف رکان تہ ڪافر ٿيندو ۽ جيڪڏهن چئبو تہ رکان ٿو تہ ڪوڙو شمار ٿيندو.

چيائين تہ مال جمع ڪرڻ ۾ چار خصلتون پيدا ٿين ٿيون: (1) بخل تمام گھڻو (2) ڊگهي اميد (3) حرص غالب (4) دنيا کي آخرت تي ترجيح ڏيڻ. سندس وفات جو ڏينهن ڇنڇر ذوالحج سن 215ھ آهي.

## حسن بن زيد

(سندس شجره) حسن بن زيد بن محمد اسماعيل جالب الحجارت بن حسن بن زيد بن امام حسن مجتبيٰ عليه السلام. پنجويهہ رمضان المبارڪ سن 205ھ ۾ اهل طبرستان سندس بيعت ڪئي ۽ کيس داعي الخلق الي الحق جو لقب ڏنائون ۽ نو سال ۽ ڏهہ مهينا حڪومت ڪيائين ۽ سن 225ھ ۾ وفات ڪري ويو.

## حسين بن احمد

حسين بن احمد بن اسماعيل الارقط بن محمد بن امام زين العابدين عليه السلام سال 201ھ ۾ خروج ڪيائين، قزوين وغيره مان عباسين جي اهڪارن کيس ٻاهر ڪڍي ڇڏيو ۽ سندس لقب داعي الي الحق آهي آخر سن 253ھ ۾ وفات ڪري ويو.

## امام علي نقي عليه السلام

امام ڏهون، برقلب ادريس عليه السلام، سندس ڪنيت ابوالحسن ۽ سندس لقب، نقي، هادي ۽ زڪي هو. کيس عسڪري بہ سڏيندا هئا چو تہ ڪافي مُدت سامره ۾ لشڪر سان رهيو هو. سندس والده، مامون جي نياڻي هئي. سندس ولادت سن 213ھ ۾ ٿي.

سندس بيان آهي تہ: اسم اعظم ۾ ٽيهتر حرف آهن. انهن مان هڪ آصف بن برخيا وٽ آهي ۽ هڪ خدا تعاليٰ ڪانسواءِ ٻيو ڪوبہ ڪونہ ڄاڻي ٿو ۽ باقي ايڪهتر حروف مون وٽ آهن. سندس وفات 25 جمادي الآخر سن 254ھ ۾ ٿي.

ڪيس، جعفر نالي هڪ فرزند هو، ڪتاب منتخب التواريخ ۾ مذڪور آهي تہ جعفر ڪي هڪ سو ويهہ فرزند هئا. ٻئي هنڌ لکيل آهي تہ هڪ سو نو فرزند ڪيس هئا.

## امام حسن عسڪري عليہ السلام

برقلب ابراهيم عليہ السلام ۽ يارهون امام، سندس لقب زڪي، خالص ۽ عسڪري هو. سندس ڪنيت ابومحمد هئي سندس ولادت جو ڏينهن خميس سال 231هہ هو. سندس وفات جو ڏينهن اٺين ربيع الاول سال 260هہ آهي. سامره ۾ پنهنجي پيءُ جي ويجهو مدفون آهي. ڪيس محمد مهدي ڪانسواءِ ٻيو ڪوبہ اولاد ڪونہ هو.

## ابوالقاسم محمد مهدي

برقلب شيث عليہ السلام اماميہ فرقہ جو چوڻ آهي تہ هو الحجة وصاحب الزمان و المنتظر (يعني هو حجت، صاحب زمان ۽ منتظر آهي) سندس ڄمڻ جو هنڌ سامره آهي ۽ ڄمڻ جي تاريخ نصف شعبان سن 255هہ آهي. ننڍپڻ واري عمر ۾ ئي علم ۽ حڪمت ڪيس حضرت عيسيٰ ۽ حضرت يحيٰ عليهما السلام وانگر مليل هو. سندس پنج سال عمر هئي تہ پيءُ گذاري ويس، ۽ سندس پنهنجي وفات جو سن265هہ هو.

مذڪور آهي تہ امام صاحب جي غيابت (غائب هجڻ) جا ٻہ دور آهن: (1) غيابت صغريٰ ۽ (2) غيابت ڪبريٰ. غيابت صغريٰ ۾ سفيران بعرض حاجات شيعہ اچڻ ٿيو جيڪو علي بن محمد تي ختم ٿيو. پهريون انهن مان ابوجعفر عثمان بن سعيد عمري اسدي آهي ۽ پوءِ ابوالقاسم حسين بن روح بن ابي شجر ابويحيٰ آهي ۽ ابوالحسن علي بن محمد التمري جو ذڪر معيار نمبر چوٿين ۾ بيان ڪيو ويندو. غيابت صغريٰ جي مدت ٿيهتر سال آهي. غيابت صغريٰ ۽ غيابت ڪبريٰ ۾ فرق هي آهي تہ غيابت صغريٰ ۾ ٿي سفير مقرر آهن. جيڪي ايندا رهندا ۽ غيابت ڪبريٰ ۾ سندن اچڻ منقطع ٿي ويندو مگر سعادتمند احباب حضرت امام صاحب جي ديدار کان مستفيد ٿيندا رهندا.

علي بن محمد پنهنجي وفات توقيعي کان ڇهہ ڏينهن اڳ ظاهر ٿيندو ۽ چوندو تہ امام مهدي جا لکيل جملہ مڪلمات توقيع هي آهن: ياعلي بن محمد عظم الله اجرک و اجر اخوانک مابينک و بين الموت الاستة ايام فاجمع امرک ولاتتحرض احد اليوم مقامک (اي علي بن محمد تنهنجي اجر کي الله عظيم ڪيو آهي ۽ تنهنجي ڀاءُ جي اجر کي ٻہ تنهنجي وچ ۾ ۽ موت جي وچ ۾ صرف ست ڏينهن آهن. پوءِ پنهنجي ڪم کي سنڀال ۽ پنهنجي مقام کان هڪ ڏينهن لاءِ بہ نہ هٽ!

ڇهن ڏينهن کان پوءِ سن 265هہ ۾ گذاري ويو ۽ سندس حالات و خبر منقطع ٿي ويا.

جابر انصاري کان روايت آهي تہ حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ امام مهدي جي غيابت واري عرصي ۾ مخلوق اهڙي طرح فائدو حاصل ڪندي، جهڙي طرح سج کان فائدو حاصل ڪيو ويندو آهي. يعني حقيقت هن ريت آهي تہ امام صاحب جي وجود جي نور جي برڪت ۽ ڪمالات جو فيض مخلوق کي رسندو ۽ مؤمنين جي دلين تي عرفان جو ظهور ٿيندو ۽ مصيبتون دفع ٿينديون. اهڙي طرح جو سج ڪڪرن جي پاڇي ۽ اوٽ هيٺ سبب بہ دنيا جي تختي تي روشني جو تاب پهچائيندو رهندو آهي. امام صاحب حجاب اندر رهندي بہ پنهنجي فيض دنيا تي سج جي ڪرڻن وانگر پهچائيندو رهندو. امام صاحب جي فيض جو منڪر بہ ائين آهي جهڙي طرح سج جي روشني جو منڪر هجي. جيئن سج جو ڪڪر جي اوٽ سبب جواب عارضي آهي، اهڙي طرح امام صاحب جو حجاب بہ وقتي آهي، ممڪن آهي جو بعض مؤمنين کي ان حالت ۾ بہ سندس رؤيت جو شرف حاصل ٿيندو رهي ۽ باطن جا انڌا ان کان بهرمند نہ ٿي سگهندا هجن. مَن كَانَ فِي هٰذِه أَعْمىٰ فَهُوَ فِي الآخِرَةِ أَعْمىٰ وَأَضَلُّ سَبِيْلاً. (جيڪي آهي هت انڌو پوءِ اُهو آخرت ۾ بہ انڌو آهي بلڪ وات ۾ وڌيڪ گمراهہ ٿيو)

علاؤالدولہ سمناني جو قول آهي جو چوي ٿو تہ: امام محمد پنهنجي پوشيده هيٺ واري وقت ۾ ابدال هو ۽ جڏهن قطب زمان علي بن حسين بغدادي فوت ٿي ويو تڏهن هيءُ قطب ٿيو ان کان پوءِ عثمان بن يعقوب جو سي قطب ٿيو ۽ ان کان پوءِ احمد خوردڪ ۽ نيابر کان عبدالرحمٰن بن عوف انهيءَ منصب تي وينو.

روايت آهي تہ امام صاحب ظُهر ٿيل ۽ ناف (ڌن) صاف ٿيل ڄايو هو ۽ سندس جسم تي هيءَ آيت لکيل هئي: قُلْ جَآءَ الْحَقُّ وَزَهَقَ الْبَاطِلُ اِنَّ الْبَاطِلَ كَانَ زَهُوْقا. (چئہ حق آيوءِ باطل ويو بيشڪ باطل وڃڻ وارونئي آهي).

طريقہ محمديہ عليه الصلوٰة والسلام بوراثة خاص امام حسن عليه السلام وارث ٿيو. اهڙي طرح مذڪور امام صاحب کان سيد ابراهيمؒ قطب ڪلي کي حاصل ڪيو. ان طريقہ جو عمل آهي. تخلقوا باخلاق الله (الله جا اخلاق پاڻ ۾ پيدا ڪريو) ۽ ان تي پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن جو قول، فعل ۽ حال وارد آهي ان جي حفاظت ڪرڻ ۽ ان تي قائم رهڻ.

## محمد بن زيد

هيءُ حسن بن زيد جو ڀاءُ هو. ڪيس طبرستان جي حڪومت حاصل هئي. سن 287هـ ۾ قتل ٿي ويو.

## يحيٰ بن حسين

سندس ڪنيت عبدالله بن قاسم الرسي بن ابراهيم طباطبا. سال 280هـ معتضد جي زماني ۾ يمن ڏانهن خروج ڪيائين. ڪيس لقب "هادي" سان بہ سڏيو ويندو هو سن 328هـ وفات ڪيائين. تقريباً ستن سالن تائين مڪه معظمه ۾ سندس نالي جو خطبو پڙهيو پئي ويو.

## ابوسليمان داراني

سندس نالو عبدالرحمٰن بن احمد بن عطيہ العنسي آهي. بعض ڪيس عبدالرحمٰن بن عطيہ سڏين ٿا. هي شام جي اولين مشائخ مان هو ۽ داران جي ڳوٺ جو رهندڙ هو. جيڪو دمشق جي ڳوٺن مان هڪ ڳوٺ هو. سندس قبر همان ۾ آهي. سندس استاد احمد بن ابي الحواري ريحانہ الشام جنهن جو قول آهي تہ قال لكل شيءِ صدا صدائي نور القلب الشيع.

## داؤد بن احمد داراني

ابوسليمان داراني جو ڀاءُ ۽ سندس صحبت يافتہ آهي.

## فاطمه نيشاپوريہ

هن (خاتون) جي بايزيد بسطامي ڪافي ساراهہ ڪئي آهي. جيڪڏهن مڪه پاڪ ۽ بيت المقدس ۾ هئي تہ ڪانئس ذوالنون ڪافي سوال ڪيا (۽ مطمئن ٿي ويو) سال 223هہ ۾ فوت ٿي ويو.

## ابووليد احمد

هيءُ ابي رجا جو فرزند هو. ڳوٺ داران جو رهندڙ هو، جو هرات جي نزديڪ آهي ۽ امام حنبل رحمة الله جي شاگردن مان هو ۽ سن 223هہ ۾ فوت ٿي ويو.

## احمد بن ابي الحواري

هيءُ حضرت، دمشق جو رهاڪو هو. سندس ڪنيت ابوالحسن هئي ابوسليمان ۽ ابوعبدالله بناجي جو صحبت يافتہ هو. ابوسليمان داراني سندس مريد بہ هو.

سندس ڀاءُ جو نالو محمد بن ابي الحواري هو. هو بہ زهد ۽ تقويٰ ۾ سندس برابري رکندڙ هو. سندس پٽ جو نالو عبدالله بن احمد بن ابي الحواري جيڪو زهد ۽ تقويٰ ۾ مجيل هو ۽ صاحب ڪرامات بہ هو.

احمد بن ابي الحواري جي پيءُ جو نالو ميمون هو جيڪو ڪامل ۽ عارف بالله هو. ۽ مشهور آهي تہ هنن جو خاندان زهد ۽ تقويٰ ۾ بي مثل هو. ڪان الجنيد رحمة الله يقول احمد بن ابي الحواري رحانة الشام (جنيد رحمة الله جو چوڻ آهي تہ احمد بن ابي الحواري شام ملڪ جي خوشبو آهي).

سندس ڪلمات هي آهن تہ دنيا ڍوند آهي. ان تي گڏ ٿيندڙ ڪُتا آهن ۽ ڪُتي ڪان ڪمتر بہ اهو شخص آهي جيڪو انهيءَ ڍوند ڪان پري نٿو ٿئي، حالانڪ ڪُتي جي جڏهن حاجت پوري ٿي ويندي آهي تہ هو ڍوند ڪان هٽي ويندو آهي، پر دنيا ڪي دوست رکندڙ، هرگز ڪانئس پري نہ ٿيندا آهن.

مذڪور آهي تہ ان ابوسليمان داراني سان عهد ڪيو تہ مان تنهنجي فرمان جي هرگز مخالفت نہ ڪندس. هڪ دفعي ابوسليمان پنهنجي هڪ مجلس ۾ وعظ ڪري رهيو هو، تہ احمد بن ابي الحواري آيو ۽ ڪيس چيائين تہ تنور تپي ويو آهي. جواب نہ ملڻ سبب، ٽي دفعا ساندهہ چيائين تہ ابوسليمان تنگ ٿي ڪري ڪيس چيو تہ وڃ! ان ۾ وڃي ويهہ! ابوسليمان ڪجهہ وقت وعظ ۾ مشغول رهيو، پوءِ ڪيس ياد آيو تہ چيائين احمد ڪي تلاش ڪريو. هو تنور ڏانهن ويو هو. پوءِ جڏهن ڪيس ڳوليو ويو تہ هو تنور ۾ وينل هو. مگر سندس هڪ وار ڪي بہ تئہ ڪونہ آيو هو. سال 230هہ ۾ فوت ٿي ويو.

## رابعہ شاميہ

هيءَ (خاتون) احمد بن ابي الحواريءَ جي گهرواري هئي. سندس مڙس جو بيان آهي تہ هيءَ مختلف حالات ۾ هوندي هئي. ڪنهن وقت عشق ۽ محبت الٰهي مٿس غالب رهندو هو ۽ ڪنهن وقت انس ۽ ڪڏهن خوف ۽ اميد جي حالت ۾ هوندي هئي.

سندس چوڻ آهي تہ هڪ دفعي هڪ ٿالهي منهنجي اڳيان رکيل هئي. چيو ويو تہ هن ٿالهيءَ ڪي مٿي ڪڻ پوءِ مان ڏنو تہ انهيءَ ٿالهيءَ ۾ هيءُ لکيل هو. "اميرالمؤمنين هارون رشيد مري ويو" پوءِ معلوم ڪيو ويو تہ واقعي انهيءَ ڏينهن هارون رشيد گذاري ويو هو.

## احمد خضرويہ بلخي

هيءُ خراسان جي بزرگ مشائخ مان هو. سندس ڪنيت ابوحامد هئي. بلخ جو رهاڪو هو، ابوتراب نخشبي، حاتم اصم سندس صحبت يافتہ هئا ۽ ابراهيم ادهم ڪي ڏٺو هوائين ۽ سندس دوستن مان بايزيد ۽ ابوحفص حداد گهاٽا دوست هئا، سال 240هہ ۾ فوت ٿي ويو.

## حاتم بن عنوان الاصم

هيءُ خراسان جي ممتاز مشائخ مان هو. بلخ جو رهاڪو هو. شفيق بلخي جو صحبت يافتہ هو. احمد خضريہ استاد هو. سن 237هہ ۾ بلخ جي نواحي علائقي ۾ فوت ٿي ويو.

مذڪور آهي تہ هي ٻوڙو نہ هو، بلڪہ هڪ دفعو وٽس ڪا عورت مسئلہ پڇڻ آئي تہ هن ڪان اتفاقاً ريح خارج ٿي وئي تہ سندس شرمساري ڪي دفع ڪرڻ لاءِ هن پاڻ ڪي ٻوڙو ڏيکاريندي، عورت ڪي چيائين تہ (مان ٻوڙو آهيان) ڏاڍيان ڳالهاءِ جو آهستي نہ ٻڌي سگهندو آهيان.

شيخ فريد الدين (پنهنجي ڪتاب) تذڪره الاولياء ۾ بيان تو ڪري تہ اها عورت پندرهن سال زنده هئي ان وقت تائين هن پنهنجو پاڻ ڪي ٻوڙو ظاهر رکيو.

نڪتو: جيڪو بہ شخص هن طريقت ۾ اچي تہ ڪيس جڳائي تہ چئن موتن لاءِ پاڻ کي پابند رکي، (1) موت ابيض، يعني فاقہ ڪشي (2) موت اسود يعني هر ماڻهو جي ايذاء تي صبر ڪرڻ (3) موت احمر يعني نفس جي مخالفت ڪرڻ (4) موت اخضر يعني گودڙي نما پوشاڪ پهرڻ.

نڪتو: شيطان جي حاميءَ چيو تہ ڇا ڪائڻ تو گهرين؟ چيم موت! وري چيائين تہ ڇا تو پهرڻ گهرين؟ چيم تہ ڪفن! وري چيائين تہ ڪيڏانهن وڃڻ تو گهرين؟ چيم قبر ۾!

نڪتو: ڪنهن شخص ڪانئس پڇيو تہ ڪهڙي آرزو تو رکين؟ چيائين تہ عافيت! انهيءَ شخص چيو تہ اها عافيت نہ آهي جو روزو رکين تو. چيم تہ منهنجي لاءِ روزانہ واري عافيت اها آهي جنهن ۾ الله جو گنهگار نہ بڻجان.

نڪتو: ڪنهن شخص، ڏانهس ڪا شيءِ موڪلي تہ هن قبول نہ ڪئي. پوءِ ڪانئس پڇيو ويو تہ ڇالاءِ قبول ڪونہ ڪيئي؟ چيائين تہ وٺڻ ۾ پاڻ کي ذليل محسوس ڪيم ۽ ڏيڻ واري کي عزت وارو محسوس ڪيم ۽ نہ وٺڻ واري حالت ۾ پاڻ کي عزت وارو محسوس ۽ ڏيڻ واري کي ذليل. پوءِ عزت واري شيءِ کي اختيار ڪيم.

## فتح موصلي[1]

هيءُ موصل جي بزرگ ترين مشائخ مان هو. بشر حافي سندس دوستن مان هو.

مذڪور آهي تہ عيدالضحيٰ جي ڏينهن هڪ ميدان وٽان لنگهي رهيو هو تہ ڏٺائين تہ ماڻهو قربانيون ڪري رهيا آهن. چيائين تہ "ياالله جلشانه مون وٽ ڪابہ شيءِ ڪونہ آهي جو مان قرباني ڪريان صرف مان پاڻ آهيان ۽ بس" ۽ پوءِ پنهنجي شهادت واري آڱر پنهنجي ڳچيءَ تي رکيائين ۽ ڪِري پيو ۽ پوءِ ڏٺو ويو تہ ڪيس ساهہ ڪونہ هو جان ڏٺائين، ۽ سندس ڳچيءَ تي هڪ سائي لڪير موجود هئي.

سندس فوت ٿيڻ جو سن 220ھ بشرحافي ڪان ست سال اڳ آهي.

## سالم العداد

حڪي انه ڪان سالم العداد رضي الله من الابدال وڪان يتره واتي فتح الموصلي وڪان اذا سمع الآذان يتغيرلونه ويصفر و يضطرب ثم يثب ويترک الخالوت وينشد (حڪايت آهي بيشڪ سالم عداد ابدال هو ۽ پنهنجي قوم کي ڇڏي فتح موصلي وٽ آيو).

---

[1] اصل متن ۾ فتح بن شخرف تحرير آهي. جيڪو غلط آهي- هيٺ ڏنل احوال فتح موصلي جو آهي. ان ڪري عنوان کي درست ڪيو ويو آهي. ڏسو نفحات الانس صفحو 181. اردو ترجمو پروگيسو بڪس لاهور.

## بشر حافي[1]

سندس نالو بشر بن حارث بن عبدالرحمٰن بن حافي آهي. سندس ڪنيت ابونصر آهي. اصل مرو جو رهاڪو هو ۽ سندس پيدائش بغداد ۾ ٿي. ڳائيندڙ هو. هڪ ڏينهن حضرت امام موسيٰ ڪاظم عليه السلام سندس گهر وٽان لنگهيو ته ڳائڻ جو آواز ٻڌائين. ان وقت (بشرحافي) جي گهر مان سندس ٻانهي ٻاهر نڪتي. ان کان امام صاحب پڇيو ته گهر وارو، غلام آهي يا آزاد. ٻانهيءَ چيو آزاد. امام صاحب فرمايو ته تڏهن ته هيءُ گناهه جو مرتڪب ٿئي ٿو ورنه جيڪڏهن بنده هجي ها ته الله تعاليٰ عزوجل جي بندگيءَ ۾ تقصير هرگز نه ڪري ها. پوءِ سندس ٻانهي گهر ۾ اچي ڪيس ساري ماجرا ٻڌائي. پوءِ بشرحافي انهيءَ ئي حال ۾ پيرن اگهاڙو پٺيان ڀڳو ۽ امام صاحب جي خدمت ۾ پهچي توبهه ڪيائين. پيرن اگهاڙي خدمت ۾ اچڻ سبب مٿس لقب حافي پيو. حافي بغداد ۾ مقيم هو ۽ اتي ئي فوت ٿي ويو. سندس وفات جو سن 227هه آهي.

## حارث بن اسد محاسبي

سندس ڪنيت ابوعبدالله هئي بزرگ ترين مشائخ ۽ علماء مان هو. اهل بغداد جو استاد هو. اصل بصره جو رهاڪو هو. پوءِ بغداد ۾ رهيو ۽ اتي ئي فوت ٿي ويو. چاليهه سالن تائين ديوار سان پنهنجي پٺي لڳائي نه وينو، بلڪ گوڏا ڀَجي هميشه ويهندو هو. ڪانئس پڇيو ويو ته ڇاجي لاءِ پنهنجو پاڻ کي ايذي تڪليف ۾ ٿو وجهين چيائين شرم ٿو اچي ته حضرت جي مشاهده ۾ بنده ٿي نه ويهان.

قال من صحح باطنه بالمراقبة والاخلاص. زين الله ظاهره بالمجاهدة و اتباع السنة. چيائين: جنهن پنهنجي باطن کي مراقبه ۽ اخلاق سان تندرست ڪيو ته الله تعاليٰ ان جي ظاهر

---

[1] محمد حنيف عبدالمجيد جي شرح اسماءالحسنيٰ ۾ ڪتاب التوابين للعلامة مقدسي صفحو 226 جي حوالي سان بشر بن حافي جو قصو سندس زباني هن طرح ڄاڻايل آهي:

”هڪ بزرگ حضرت بشر بن حافي رحمة الله تعاليٰ کان پڇيو ويو ته توهان جو الله وٽ مقبوليت جو ڪهڙو ڪارڻ آهي، ان ڪري جو اوهان ماڻهن ۾ ائين مشهور آهيو. جيئن ڪو نبي سڳورو هوندو آهي. تنهن تي هن وراڻيو: ”اهو محض الله رب العزت جو فضل آهي، ان ۾ منهنجو ڪو ڪمال ڪونهي، آءٌ ته هڪ گنهگار ۽ عياش طبيعت جو ماڻهو هئس. هڪ دفعي رستي تان گذرندي هڪ ڪاغذ تي نظر پئي. مون اهو کڻي ڏٺو ته ان تي بسم الله الرحمٰن الرحيم لکيل هو. مون ان کي صاف ڪري پنهنجي کيسي ۾ رکيو ان وقت مون وٽ صرف ٻه درهم هئا. اهائي منهنجي ڪل ملڪيت به هئي. مان عطر واري وٽ ويس ۽ ڪانئس ”غاليه“ خوشبو خريد ڪيم (غاليه خوشبو مشڪ، عنبر، عود ۽ دهن سان ملائي ٺهندي آهي) اها خوشبو ان ڪاغذ جي ٽڪر تي ملي ڇڏيم. پوءِ ان رات جڏهن ستس ته خواب ۾ ڪنهن چوڻ واري چيو ته:

يا بِشر بن الحارث! رَفعتَ اسمَنَاعَن الطَّرِيق وَطَيَّبتُه لاءَ طَيَّبَنَ اسمکَ فِي الدُّنيَا وَلاٰخِرَة.

ترجمو: اي بشر بن حارث! تو اسان جي نالي کي رستي تان کڻي صاف ڪري معطر ڪيو آهي. اسان تنهنجي نالي کي دنيا ۽ آخرت ۾ معطر ڪنداسين. پوءِ ڪيس بزرگي عطا ٿي.

طبقات صوفيه ۾ سندس نسب هن طرح لکيل آهي: بشرن الحارث بن عبدالرحمٰن بن عطا بن هلال بن هامان بن عبدالله المعروف حافي.

ڪي مجاهدي ۽ سنت جي پيري سان سينگاري ڇڏيو. حضرت احمد بن حنبل رحمة الله جي وفات کان ٻه سال پوءِ هيءُ سن 243ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## ذوالنون مصري

سندس نالو ثوبان بن ابراهيم ۽ ڪنيت ابوالفيض آهي. انهيءَ نالي ۽ ڪنيت سان اختلاف ڪن ٿا، مگر اهوئي صحيح آهي ۽ ڪي ڪيس اخميم مصري سڏين ٿا، جتي شافعي جي قبر آهي. سندس پيءُ نوبہ (حبشه) جو رهاڪو هو ۽ قريش جو آزاد ڪيل غلام هو ۽ نوبہ جو شهر مصر ۽ حبشه جي وچ تي آهي. ڪيس پائر ٻه هئا. انهن مان هڪ ذوالڪفل جنهن جو نالو ميمون ذوالڪفل بيان ڪيو وڃي ٿو ۽ سندس لقب ذوالنون مصري هو. مالڪ بن انس جو شاگرد هو. هي ڪنهن جو چوڻ آهي تہ عبارت ۾ اشارو آيل آهي تہ جنيد هن علم ڪي ترتيب ڏنو ۽ پڪيڙيو ۽ ڪتابن ۾ بند ڪيو ۽ شبلي منبر تي چڙهي ان ڪي آشڪار ڪيو. جنيد چيو تہ اسان انهيءَ علم ڪي پوشيده رکيو ۽ ڪنهن ڍنگ سان ان ڪي حد اندر بيان ڪيو ۽ شبلي اچي منبر تي چڙهي بيان ڪيو ۽ ذوالنون مصري وري سفر شروع ڪيو ۽ چيائين تہ سفر ۾ جيڪي پهريون علم حاصل ٿيو اهو خاص ۽ عام ڪي ٻڌايم ۽ سفر ۾ جيڪو ٻيو علم حاصل ٿيو ان ڪي خاص ماڻهن ڪي ٻڌايم ۽ عام ڪي ڪونہ ٻڌايم ۽ ساڳي ئي سفر ۾ مون ڪي جيڪو ٽيون علم حاصل ٿيو اهو نہ عام ڪي ٻڌايم ۽ نہ خاص ڪي ٻڌايم. فبقيت شريداً طريداً وحيداً (باقي رهيو اڪيلو ڌڪاريل. گمراهہ ۽ بي سود طريقو) ان ڪي ڇڏي ڏنم تہ جيئن اهڙي طريقہ علم جو دنيا ۾ وجود ئي نہ رهي.

جڏهن سندس جنازي ڪي ڪنيو ويو تہ سبز پکي پنهنجن پَرن سان مٿس ڇانو ڪندا هليا ۽ انهيءَ پرن جي ڇانو ۾ سيئي ڪانڌي هلندا رهيا. جڏهن شافعي جو شاگرد مزني آيو تہ ذوالنون جي جنازي ڪي نمايان ڪيو ويو.

مذڪور آهي هڪ دفعي ذوالنون مصري ٻيڙيءَ ۾ سفر ڪري رهيو هئو تہ سفر ڪندڙن مان هڪ واپاريءَ جو هار گم ٿي ويو تہ ٻيڙي وارن سيني مسافرن اهو اتفاق ڪيو تہ هار ذوالنون چوري ڪيو آهي. مٿس سيني تشدد ڪيو ۽ ڪيس ذليل ڪرڻ لڳا. ايتري ۾ ڏٺائون تہ درياء مان مڇيون مٿي سطح تي نڪري آيون، هرهڪ مڇي جي وات ۾ هڪ هار هو. ذوالنون هڪڙيءَ مڇيءَ جي وات مان هڪ هار ڪڍي واپاري ڪي ڏنو. ٻيڙي ۾ سيني جڏهن اهو لقاءُ ڏٺو تہ سندس پيرن تي ڪِري پيا ۽ معافي گهريائون ۽ انهيءَ ڪري مٿس ذوالنون لقب پيو.

سندس ارشادات: چيائين تہ مان هڪ عورت ڪي ڏٺو، ڪانئس پڇيو تہ محبت جي انتها ڪهڙي آهي؟ چيائين تہ محبت ڪي ڪا انتها ڪونہ آهي.

پڇيم تہ ڇا لاءِ؟ انهيءَ ڪري جو محبوب ڪي ئي انتها ڪونہ آهي. چيائين: دوستي انهيءَ سان رک جو تون ان ڪان ڦِري وڃين مگر اهو توکان نہ ڦِري!

چيائين ته: دل ۾ دوزخ ۽ قرآن جو خوف ائين آهي، جيئن درياءَ ۾ پاڻي جو قطرو. ڪانئس پڇيو ويو ته عارف ڪير آهي. چيائين ته اهو مرد آهي جو انسان ڪان جدا انسان آهي. چيائين ته: ٻانهپ اها شيءِ آهي جو ٻانهو اهڙيءَ طرح هجي جو سندس آڏو الله تعاليٰ ڪانسواءِ ٻي ڪابه شيءِ ڪونه هجي.

چيائين ته: عام توبه گناهه ڪان توبه آهي ۽ خاص توبه غفلت ڪان توبه آهي.

چيائين ته: تدبير ڪي ترڪ ڪرڻ جو نالو توڪل آهي ڪانئس پڇيو ته افسوس ڪنهن تي وڌيڪ ڪرڻ کپي. چيائين ته جيڪو مرد بدخوءُ گهڻو هجي. ڪانئس پڇيو ويو ته دنيا ڇا آهي؟ چيائين ته اها هر شيءِ جيڪا خدا تعاليٰ جي ذات ڪان غافل ڪري ڇڏي. ڪنهن شخص کيس عرض ڪيو ته مون ڪي نصيحت ڪيو ۽ وصيت ڪيو! چيائين ته پنهنجي همت ڪي هٿ ڪان نه ڇڏ ۽ دل ڪي ماضي ۽ مستقبل جي چڪر يا انديشه ۾ نه وجهه يعني گذريل وقت ۽ اچڻ واري جو تصور دل مان ڪڍي ڇڏ صرف حال ڪي غنيمت ڄاڻ.

رحلت جي رات، پيغمبر عليه الصلوٰة والسلام جي ستر صحابه ڪي خواب ۾ ڏٺائين. جيڪي چئي رهيا هئا ته اڄ رات ذوالنون ايندو، سو انهيءَ جي استقبال لاءِ آيا آهيون.

جڏهن سندس جنازودفن ڪرڻ لاءِ ڪنيو پئي ويو ته رستي ۾ مؤذن جي اذان ٻڌائين ۽ پنهنجي شهادت واري آڱر ڪي مٿي ڪيائين ته ماڻهن سمجهيو ته شايد زنده آهي. جنازو هيٺ رکيائون ۽ ڏٺائون ته سندس آڱر مٿي اُڀي بيني آهي. هر طرح سان هيٺ ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائون مگر سندس آڱر هيٺ نه ٿي سگهي ۽ سندس پيشانيءَ تي سبز رنگ ۾ هن ريت لکيل هو:

هذا حبيب الله مات بسيف الله في حبيب الله (هيءُ جو پيارو آهي ۽ الله جي ترار سان مري ويو آهي. هيءُ الله جو پيارو آهي).

ٻئي ڏينهن سندس قبر تي هن طرح لکيل ڏنو ويو. جيڪو انسان جي هٿ جو لکيل هرگز ڪونه هو. ذوالنون حبيب الله من الشوق قتيل الله (ذوالنون الله جو پيارو آهي ۽ ان جي شوق ۾ قتل ٿيل آهي) ۽ جڏهن به ان لکيل فقره ڪي ڊاهيو ويو ته وري، وري لکجي ٻيو اچي.

سندس فوت ٿيڻ جو سن 245هه آهي.

نڪتو: ذوالنون ڪان پڇيو ويو ته مريد ڇا آهي ۽ مراد ڪيئن آهي چيائين: المريد يطلب والمراد يهرب (مريد طلب ڪندڙ آهي ۽ مراد ڀڄندڙ آهي).

شيخ الاسلام انصاري فرمائي ٿو ته مريد، سو هزار نياز سان طلب ڪري ٿو ۽ مراد سو هزار ناز سان ڀڄي ٿي.

نڪتو: ۽ هيءُ به فرمائي ٿو، التفكر في ذات الله جهل والاشارة اليه شرك و حقيقة المعرفة حيره. ترجمو: الله جي ذات ۾ سوچڻ جهل (ناداني) آهي ۽ انهيءَ ڏانهن اشارو ڪرڻ شرڪ آهي ۽ معرفة جي حقيقت ڄاڻڻ حيرانيءَ ۾ وجهندڙ آهي

## شيخ ابوتراب نخشبي

سندس نالو عسڪر بن الحسين آهي. ٽيو وجي ٿو ته عسڪر بن محمد بن الحصين آهي. خراسان جي ممتاز مشائخ مان هو. ڪيس علم، مروت، زهد ۽ توڪل حاصل هو. ابوحاتم عطار بصري ۽ حاتم اصم بلخي جن جو صحبت يافته هو. سندس استاد ابوعبدالله جلا ۽ ابوعبيد بسري هو.

سندن چوڻ آهي ته: عارف اهو آهي جنهن کي ڪا شيءِ مائل نه ڪري ۽ هر شيءِ ان جي اڳيان روشن هجي.

چيائين ته: عبادت يا منفعت ڪانسواءِ ڪيس ڪابه شيءِ سندس دل کي سڪون ميسر نٿي ڪري سگهي.

چيائين ته: جڏهن ٻانهو، حق سبحانه تعاليٰ کان منهن موڙيندو آهي ته سندس آخري عمر اولياء حق تعاليٰ جي شان ۾ پنهنجي زبان، طعنه، انڪار ۽ رڏ سان دراز ڪندي گذرندي آهي. آخري عمر ۾ صحرا ۾ نماز پڙهي رهيو هو ته بادسموم سبب گرم هوا لڳڻ سبب خشڪ ٿي ويو. هڪ پورو سال پيرن تي بيٺو رهيو. ساهه ڪونه هئس. سن 245ھ جو واقعو آهي.

## عبدالله بن حاضر

يوسف بن الحسين جو مامو هو. ذوالنون جي وقت جي مشائخ مان هو.

## ابوعبدالله النباجي

سندس نالو سعيد بن زيد هو. ذوالنون مصري جي زماني ۾ ممتاز مشائخ مان هو. احمد بن ابي الحواري جو استاد هو.

## محمد بن حسن جوهري

سندس ڪنيت ابوبڪر هئي. اهل بغداد مان هو ۽ ذوالنون مصري جو شاگرد هو.

## ابوحاتم عطار

ابوتراب نخشبي جي وقت ۾ هو. ابوسعيد خزار ۽ جنيد سندس استاد هئا.

## طاهر مقدسي

شام جي بزرگ ۽ قديم اڳواڻن مان آهي، ذوالنون مصريءَ رح کي ڏٺائين ۽ يحيٰ جلا سان صحبت اختيار ڪئي هئائين. شبلي يا ذوالنون مصري ان کي شام جو شيخ چون ٿا.

## ابويعقوب زيات

جنيد جي ارادتمندن مان هو.

## محمد بن منصور طوسي

عثمان بن سعيد الدارمي، ابوالعباس مسروق، ابوجعفر، حداد مهين، ابوسعيد ۽ جنيد جو استاد آهي.

## ابومحرز

ذوالنون مصري جو ساٿي هو. شيراز جي نواحي علائقي جو رهندڙ هو. پنهنجو احوال بيان ڪندي چوي ٿو ته: نسا (شهر) کان لڏي (شهر) شيراز ۾ مقيم ٿيس ۽ قايد سلطان جي تابعداري ۾ رهيس. مگر سندس اقوال ۽ افعال مون کي ناپسند لڳا. باطن ۾ سندس شان کان نفرت ڪندو رهيس ظاهري طور خاموش رهيس. ايتري ۾ آواز آيو قايد جو ڪمربند گم ٿي ويو آهي. هر ڪنهن کي جاچيندا ڏسندا، جڏهن مون وٽ پهتا ته ڏنائون ته اهو ڪمربند منهنجي چيلهه کي ٻڌل آهي. مان ڪين چيو ته مون کي ته خبر ئي ڪونه آهي. قايد چيو ته اهو ڏوهه چوريءَ کان به وڏيڪ آهي. پوءِ سزا ۾ مون کي رستي تي بيهاري نشاندهي ڪري ڇڏيائون. پوءِ جيڪو به اتان مون وٽان لنگهي پيو ته مون تي ملامت ڪندو لنگهندو پئي ويو. پوءِ مون ائين خيال ڪيو ۽ سمجهيو ته باطن جي انڪار جي سزا ظاهري اکين سان ڏسڻي پئجي وئي آهي.

## ابو عبدالله بن جلاء

هيءُ احمد بن يحيٰ جلاء، اصل بغدادي هو. براملہ ۽ دمشق ۾ اچي رهيو. ابوتراب نخشبي جو شاگرد ۽ انهيءَ جوئي صحبت يافته هو.

## ابراهيم بن عيسيٰ

هيءُ معروف ڪرخيءَ جو صحبت يافته هو، اصفهان ۾ سن 243هه ۾ فوت ٿي ويو.

## سري بن مغلس سقطي

سندس ڪنيت ابوالحسين هئي. حضرت جنيد رحمة الله جو مامو هو. اڪثر اهل بغداد جو استاد هو ۽ شيخ معروف ڪرخيءَ جو شاگرد هو ۽ حارث محاسبي ۽ بشرحافي جو مجلسي هو. سندس وفات جو سن 253هه مطابق 867ع هو.

نڪتو: وفات وقت حضرت جنيد رضي الله عنه کي نصيحت ڪيائين ته: اياک و صحبة الاشرار ولا تقطع عن الله بصحبة الاخيار (تولاءِ لازم آهي ته شريرن جي صحبت کان پاسو ڪرين ۽ الله تعاليٰ جي نيڪ بندن جي صحبت کان غافل نه ٿيءُ). ۽ انهن سان سدائين رهه. بداية المعرفة تجريد النفس للتفريد الحق (معرفت جي ابتدا حق تعاليٰ جي وحدانيت لاءِ نفس کي ڪاٽڻ آهي)

نڪتو: من تزين للناس بما ليس فيه سقط من الله عزوجل (جنهن ماڻهن لاءِ انهيءَ شيءِ سان ڏيکاءُ ڪيو. جيڪا منجهس نه آهي، اهو الله تعاليٰ جي نظرن ۾ ڪري پوندو.)

سقطوي طريقو: ان ڏانهن ئي منسوب آهي. هي العزلة والتوکل وعدم قبول من خرافات الدنيا و الصيام و القيام والافطار بعد ثلاثة ايام بکسرات جز سالوها من بيوت الناس لکسر النفس واکثرذکرلهم هو الغني (يعني تنهائي، توڪل، دنيا جون اجايون شيون قبول نه ڪرڻ، روزا، رات جو عبادت، ماڻهن کان ورتل وند تي ٽئين ڏينهن افطار ڪرڻ، ڪسر نفس لاءِ ماڻهن کان پري رهڻ ۽ اڪثر سندن ذڪر "هو الغني" آهي.

## ابوحفص زڪريا يحيٰ هروي

حضرت احمد بن حنبل رحمة الله ڪيس پنهنجي ابدالن ۾ شمار تو ڪري. ابوسعيد زاهد جو چوڻ آهي ته: مون زڪريا کي ڏٺو آهي هو صديقن مان آهي. سندس وفات 255هه ۾ ٿي.

## يحيٰ بن معاذ رازي

سندس ڪنيت زڪريا ۽ لقب وعظ آهي.

يوسف ابن حسين رازي جو بيان آهي ته علماء، حڪماء ۽ مشائخ جي زيارت لاءِ هڪ سو ويهه شهرن جو سير ڪيم مگر وعظ تي يحيٰ بن معاذ رازي کان وڌيڪ قادر ڪنهن کي به ڪونه ڏٺم.

قال انڪسار العاصي، احب الي من صولة المطيعين (چيائين ته گنهگار جي عاجزي، فرمانبردارن جي فخر کان وڌيڪ افضل آهي.) چيائين ته: زاهد دنيا جا غريب آهن ۽ عارف، آخرت جا غريب آهن.

يحيٰ بن معاذ کي چيو ويو ته: ڪي ماڻهو آهن جيڪي چون ٿا ته اسان انهيءَ مقام تي پهتا آهيون جو هاڻي اسان کي نماز جي ضرورت نه آهي، چيائين ته ڪين چئو ته توهان دوزخ ۾ پهتا آهيو.

نڪتو: ۽ چيائين: صدق المحبة العمل بطاعة المحبوب. (محبت جي سچائي، محبوب جي اطاعت جي عمل ۾ آهي).

نڪتو: چيائون ته حق تعاليٰ جنهن کي دوست رکندو آهي، ان جي دل کي پاڻ ڏانهن مائل ڪندو آهي، جو ته جنهن کي کو دوست رکندو ته دل به ان کي دوست رکندي آهي.

نڪتو: چيائين "محبت جي حقيقت اها آهي تہ ٻئي جي نيڪي تي خوش نہ ٿئي ۽ ٻئي جي جفا تي رنج نہ ٿئي.

نڪتو: ۽ سندس اهو بہ چوڻ آهي جيڪو دوست کي دوست ڪري نہ ڏسي تہ اهو دوست ئي نہ آهي. سندس وفات نيشاپور ۾ سال 258هہ ۾ ٿي.

## خلف بن علي

شيخ العارفين يحيٰ بن معاذ جن جو صحبت يافتہ هو.

سندس چوڻ آهي تہ هڪ دفعي يحيٰ جي مجلس ۾ موجود هئس، هڪ شخص وجد جي حالت ۾ اچي ويو. ٻين شيخ کان پڇيو تہ ڇا ٿي ويو. چيائين تہ الله تعاليٰ جي وحدانيت جو وعظ ٻڌائين تہ سندس دل تي الله تعاليٰ جي وحدانيت جو ڪشف ٿيو. انسانيت جي صفت کان محو ٿي ويو.

## ابوعبدالله محمد بن ادريس شافعي (امام شافعي)

تيرهن سالن جي عمر ۾ حرم شريف ۾ اعلان ڪيائين تہ: سَلوني مَاشئتم مون کان مسئلو پڇيو جيڪو توهان چاهيو! ۽ پندرهن سالن جي عمر ۾ فتويٰ لکڻ شروع ڪيائين. احمد بن حنبل کي ڪائنس ٽي سو هزار حديثون پهتيون ۽ طريقت جو فيض حضرت امام موسيٰ ڪاظم عليہ السلام جن کان ڪيس حاصل ٿيل هو. سفيٰان ثوري فرمائي ٿو تہ: شافعي جي عقل کي جيڪڏهن ڪو وزن ڪري تہ نصف جهان جي عقل کان بہ هن جي عقل جي وزن جو پڙ ڀاري ٿيندو. هارون رشيد کي ڪنهن ٻڌايو تہ شافعي قرآن شريف جو حافظ ڪونہ آهي. پوءِ هارون رشيد، آزمائش خاطر ڪيس رمضان شريف ۾ امامت جا فرائض انجام ڏيڻ لاءِ امر ڪيو. پوءِ هو هر روز هڪ سيپارو حفظ ڪندو هو ۽ رات جو تراويح ۾ پڙهندو هو. اهڙي طرح ساري رمضان المبارڪ ۾ تراويح پڙهايائين ۽ پورو قرآن شريف ختم ڪيائين. امام حنبل رحمة الله جي مذهب ۾ نماز کي ڇاڻي واڻي ترڪ ڪرڻ وارو ڪافر ٿي ويندو آهي ۽ شافعي مذهب ۾ ائين ڪونہ آهي. اهو صرف عذاب جو مستحق آهي. هڪ دفعي امام شافعي، امام حنبل رحمة الله کان هيءُ مسئلو پڇيو تہ اوهان وٽ عمداً نماز ترڪ ڪرڻ وارو ڪافر ٿي ويندو آهي تہ ان جي مسلمان ٿيڻ جي ڪهڙي صورت آهي. جواب ڏنائين تہ نماز ادا ڪري. امام شافعي چيو تہ ڪافر جي تہ نماز ئي درست ڪونهي تہ امام احمد حنبل خاموش ٿي ويو. مذڪور آهي تہ امام صاحب جي والده زاهده هئي. اڪثر ماڻهو وٽس امانتون رکندا هئا. هڪ دفعي ٻن ماڻهن، ڪپڙن سان ڀريل صندوق وٽس امانت رکي. ڪجهہ ڏينهن بعد انهن مان هڪ شخص آيو ۽ اها صندوق کڻي ويو ۽ وري ڪجهہ عرصي بعد ٻيو شخص آيو، جنهن اها صندوق طلب ڪئي (والده ڪيس ٻڌايو تہ اها صندوق تنهنجو ساٿي کڻي ويو) ان چيو تہ اسان جو اهو شرط هو تہ جڏهن ٻئي گڏجي صندوق

وٺڻ اچون، پوءِ ڏج (پوءِ منهنجي غيرموجودگي ۾ صندوق) جو هڪ ڪي ڏني اٿئي. اهو ٻڌي والده ڏاڍو عاجز ٿي وئي. ايتري ۾ شافعي مڪتب مان آيو، جو ان وقت ڇهن سالن جو هو. پنهنجي والده ڪان ساري ماجرا ٻڌائين. پوءِ ان شخص ڪي چيائين ته تنهنجي امانت موجود آهي ۽ پنهنجي شرط موجب تون پنهنجي ساٿيءَ ڪي وٺي اچ ۽ امانت ڪٺي وڃ. پوءِ هو لاجواب ٿيو ۽ شرمندو ٿي موٽي ويو.

هي سال 150ھ ۾ امام ابوحنيفہ جي وفات واري ڏينهن ڄائو ۽ سال 204ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## ابوابراهيم اسماعيل بن يحيٰ مازني

مصر ملڪ ۾ هيءُ مجتهد هو. امام شافعي جو شاگرد هو. پنهنجي (مسلڪ) مذهب بابت ڪيتريون ئي تصانيف ڪيون اٿائين. شافعي هن جي حق ۾ فرمايو هو ته هيءُ منهنجي مذهب جو مددگار آهي. جملہ تصانيف مان سندس خاص تصنيف مختصر مازني آهي.

ابوالعباس شريح چوي ٿو ته: ڪتاب ”مختصر مازني“ دنيا جي نرالي چيز آهي. مصنف جڏهن به هن ڪتاب جو مسئلو لکندو هو ته ان ڪان اڳ ٻه رڪعتون نفل نماز پڙهندو هو علم باطن ۾ پڻ سندس اعليٰ درجو هو. فوت ٿيڻ ڪان پوءِ جڏهن سندس جنازو ڪنيو ويو ته متس عجيب پکي آيا ۽ پنهنجو پَرُ پَرَ سان ملائي جنازي مٿان ڇانوَ ڪندا گڏ هلندا رهيا ۽ جنازو ڇانو ۾ هلندو رهيو. اهڙي صورت ان ڪان سواءِ ذوالنون مصري جي مٿان به ٿي هئي.

## علي بن عبدالحميد غضائري

هيءُ معتبر مشائخ مان هو. صاحب احوال عجيبہ ۽ بلند اعمال جو صاحب هو. ابدالن ۾ شامل هو ۽ بيان ڪري ٿو ته هڪ دفعي سري جي گهر ۾ بي تابي جي حالت ۾ هئس ، ته ٻُڌم جو چوي پيو اللّهم من شغلني عنک فاشغله عني بک( اي الله! جيڪو مون کي توکان مشغول رکي يعني توکان غافل ڪري، ان کي تون مون ڪان مشغول ۽ غافل رک) ان جي برڪت سان مون کي چاليهہ حج پيادل حلب ڪان نصيب ٿيا.

## ابو يزيد بسطامي

سندس نالو طيفور بن عيسيٰ سروشان هو. سندس ڏاڏو آتش پرست هو، پوءِ مسلمان ٿيو. احمد خضرويہ، ابوحفص حداد ۽ يحيٰ بن معاذ سندس هم عصر هئا ۽ شفيق کي به ڏٺو هئائين. سندس وفات سن 261ھ ۾ ٿي.

ڪتاب جامع الانوار ۾ حيدر بن علي الآملي لکي ٿو ته هيءُ امام جعفر صادق عليه السلام جو شاگرد هو ۽ سندس پاڻي پريندڙ ۽ محرم اسرار هو. حضرت امام عليه السلام

پنهنجي صلبي فرزند محمد بن جعفر جي ذريعي پوشيده طور بسطام کان وٽس اچڻ لاءِ چوائي موڪليو هو. شيخ حيات هو تہ هو گذاري ويو.

ابوالفتح محدث بيان ٿو ڪري تہ امام عليه السلام سال 148هہ ۾ فوت ٿي ويو هو. بايزيد سال 261هہ ۾ فوت ٿيو ۽ بايزيد جي عمر اسي سال کان مٿي هئي. پوءِ ائين چئي سگهجي ٿو تہ بايزيد، امام علي بن موسيٰ بن جعفر صادق عليه السلام جي خدمت ۾ رهيو هوندو. مير سيد شريف (جرجاني) توجيه بيان ٿو ڪري تہ شيخ جي حضرت سان ملاقات روحاني عالم ۾ ٿي هوندي.

صاحب معجم، ترجمہ بسطام ۾ بيان ٿو ڪري تہ ابويزيد طيفور بن عيسيٰ سروشان جي قبر بسطام جي اندر، بازار جي ڪناري تي ڏنم جو سندس ئي شهر هو.

## ابو يزيد طيفور

هيءُ آدم بن عيسيٰ بن علي الزاهد بسطامي الاصغر جو پٽ هو. چيو وڃي ٿو تہ ابويزيد بسطامي طيفور زاهد جي لقب وارا بہ شخص آهن: هڪ اڪبر ۽ بيو اصغر. جيڪو امام عليه السلام جو معاصر ۽ سندن گهر جوپاٽي پريندڙ هو سو اڪبر هو ۽ اصغر ان کان ڪيترو عرصو پوءِ ٿيو. محمد بن جعفر صادق عليه السلام جنهن جو اڳي ذڪر ڪيو ويو آهي. اهو هڪ سو ست هجري جي اوائل ۾ بادشاهہ اسلام ابي بينتو خان، جيڪو شيخ رضي الدين جو مريد هو. ان جي اولاد مان بايزيد بہ هو. امام زاده جي تربت تي قبي جي بنياد انهيءَ رکي هئي ۽ سندس خانقاه سلطان العارفين بايزيد جي پاسي ۾ جاٽايل آهي. شيخ رضي الدين جي فرزند، شيخ شرف الدين ڪي قرنداش جو حاڪم جاٽايل آهي.

مذڪور آهي تہ ڪيس مرشد ڪيو هئائين ۽ وصيت ڪئي هئائين تہ عارفن کان منهنجي قبر ادب جي لحاظ موجب ڪجهہ هيٺ ڪري ناهجو، مرڻ کان پوءِ خواب ۾ ڪائنس پڇيو ويو تہ تو سان ڪهڙو سلوڪ ٿيو. چيائين تہ مون کان پڇيو ويو تہ اي بزرگ ڇا آندو اٿئي. چيم ملڪ ڪي هڪ درويش جي درگاهہ تي نثار ڪري ڇڏيم. ان ڪي ائين نہ چيائون تہ ڇا آندو اٿئي بلڪ ڪائنس پڇيائون تہ توڪي ڇا گهرجي!

ساڳي طرح اهڙو بيان عراقيہ نيشاپوري جو بہ آهي. جيڪو وقت جي عارفن مان هو. ان کان اهڙو سوال ڪيو ويو جڏهن فوت ٿي ويو. ڪيس خواب ۾ ڏٺو ويو ۽ چيائين تہ مون کان پڇيو ويو تہ ڇا آندو اٿئي. چيم تہ آهہ ساري عمر اهڙي حال ۾ رهيس جنهن ۾ مالڪ الله تعاليٰ مون ڪي رهايو ۽ پوءِ هاڻي پڇيو ٿو وڃي تہ ڇا آندو اٿئي. امر ٿيو تہ سچ ٿو چوي، ڪائنس پري ٿي وڃو.

---

نوٽ: بايزيد بسطامي نالي بہ شخص آهن، ٻنهي نالن جي اشتراڪ سبب متن ۾ سندن احوال ۾ غلطي ٿيل آهي ۽ احوال گڏجي ويو آهي.

مذڪور آهي تہ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وآله وسلم جن جي عصا مبارڪ، حضرت امام جعفر عليه السلام کي پهتي هئي. امام صاحب جن بايزيد کي وصيت فرمائي هئي تہ ٻاويهن سالن کان پوءِ هڪ درويش شهرستان ۾ پيدا ٿيندو، انهيءَ کي اها عصا ڏج. پوءِ جڏهن شيخ ظهور ڪيو تہ انهي کي ڏنائين ۽ وصيت ڪيائينس تہ سندس مدفن کان اڳ انهيءَ زمين جي نشاندهي ڪج جو وڻ هوندا ۽ شاخون ان جون ڪشاديون هونديون. مغلن جي زماني ۾ اها شاخ ڪٽي وئي تہ اهو اتي ئي هلاڪ ٿيو ۽ ان جو روحانيت وارو فيض امام بحق ناطق جعفر صادق عليه السلام کان حاصل ٿيل هو. قوت القلوب ۾ ذڪر آهي تہ سندس ولادت حضرت شيخ ابوطالب مڪيَ کان پوءِ ٿي.

## ابوحفص حداد

هن جو نالو عمرو بن سلمہ هو. نيشاپور جي ٻهراڙيءَ جو رهندڙ، دنيا کان بيگانو ۽ ملامتي فرقي جو شيخ ۽ ابوعثمان حيري جو مرشد هو. شاهہ شجاع ڪرماني ساڻس نسبت ڳنڍي، عظيم مرتبو حاصل ڪيو. رفيق احمد خضريہ ۽ بايزيد سندس هم عصر هئا ۽ عبدالله سندس شاگرد ۽ صحبت يافتہ هو. سال 264هـ ۽ 265هـ جي درميان فوت ٿي ويو.

چوندو هو تہ: ظاهرسهڻو ادب، باطني سهڻي ادب جو عنوان آهي. پاڻ سڳورن صلي الله عليه وآله وسلم جن فرمايو تہ "لوخشع قلبه، لخشعت جوارحه" [1]

(يعني جيڪڏهن سندس قلب ۾ عاجزي هجي ها تہ ان جا سڀ عضوا عاجزي ڪن ها.)

هڪ دفعي حج ادا ڪرڻ لاءِ وڃي رهيو هو تہ ساڻس مريد بہ هئا. جڏهن بغداد وٽ پهتو تہ استقبال لاءِ حضرت جنيد رحمة الله شهر کان ٻاهر آيو تہ ڏٺائين تہ ابوحفص جا مريد ادب سان سندس آڏو هٿ ٻڌيو بيٺا هئا. حضرت جنيد چيو تہ اوهان پنهنجي مريدن کي شاهي آداب سان روشناس ڪرايو آهي تہ چيائين تہ حق تعاليٰ جي دوستن جو ظاهري ادب ڪرڻ حق تعاليٰ جي باطني ادب جو اظهار آهي.

سندس قول آهي تہ سنت جي پيروي نہ ڪرڻ وارو ۽ پنهنجو پاڻ کي بُرو تصور نہ ڪرڻ وارو ڪڏهن بہ (حق) ۾ شمار ٿي نٿو سگهي.

نڪتو: سندس چوڻ آهي تہ: الفتوت اداء الانصاف وترک مطالبة الانتصاف. يعني جوانمردي اها آهي تہ خود انصاف ڪري ۽ پنهنجي لاءِ انصاف جي طلب نہ ڪري.

سندس چوڻ آهي: خوف جو ڏيئو (روشن) هوندو تہ ڀلائي ۽ برائي جي (تميز) بخوبي ٿي سگهندي.

سندس چوڻ آهي تہ فقر، بهترين اهو آهي جو دوستن تي نوازش (بي حساب) ڪري ۽ خود الله جي (نوازش جو) طلبگار هجي.

چيائين تہ: معصيت مان ڪفر پيدا ٿيندو آهي، جيئن تپ مان موت پيدا ٿيندو آهي.

---

[1] مصنف عبدالرزاق حديث2208، تعظيم قدر الصلاة ص194 ج1 تحفة الاحوذي ص327 ج1، نوادر الاصول ص24 ج4.

چيائين تہ گناهن جو نتيجو ڪفر جي صورت ۾ نڪرندو آهي، جيئن زهر جو نتيجو موت جي صورت ۾ ٿيندو آهي.

## شاهہ شجاع ڪرماني

اصل شاهي خاندان مان هو. سندس رفيق، ابوحفص حداد ۽ ابوتراب نخشبي ۽ ابوعبدالله زراع بصري ۽ ابوعبدالله بسري جو صحبت يافتہ هو.

سندس استاد (مرشد) ابوعثمان حيري آهي. سندس فوت ٿيڻ جو سال 270ھ ۽ 300ھ جي درميان ۾ آهي.

مذڪور آهي تہ هيءُ چاليهہ سال پورا نہ سُتو هڪ دفعي ننڊ ڪيائين تہ خواب ۾ ڪيس الله تبارڪ و تعاليٰ جو ديدار ٿيو تہ پوءِ هميشہ سمهندو رهيو، انهيءَ ارادي سان ننڊ ڪندو هو تہ جيئن ٻيهر خواب ۾ ديدار الٰهي نصيب ٿئي.

## احمد بن وهب

هيءُ بصره جو رهاڪو هو. سندس ڪنيت ابوجعفر هئي. ابوحاتم عطار جو صحبت يافتہ هو. سندس استاد ۽ پير ابو يعقوب زيات هو ۽ شونيز مسجد ۾ ويهندو هو. سندس فوت ٿيڻ جو سال 271ھ آهي.

## حمدون قصار

سندس ڪنيت ابوصالح هئي. اهل ملامت فرقہ جو امام هو ۽ نيشاپور ۾ طريقہ ملامت جي جاري ڪرڻ ۾ اول هيءُ هو. سهل تستري ۽ جنيد جو همعصر هو. ثوري مذهب رکندڙ هو ۽ مرشد استاد عبدالله منازل جو هو. مسلم بن الحسين، باروسي ۽ ابوتراب نخشبي جو صحبت يافتہ هو، سندس فوت ٿيڻ جو سال 271ھ آهي.

## فتح الله بن شخرف مروزي

سندس ڪنيت ابونصر هئي. خراسان جي اولين مشائخ مان هو. فوجي رسم موجب قبا ڍڪيندو هو. عبدالله بن احمد جو بيان آهي تہ جيستائين خراسان جي زمين فتح نہ ٿي هئي، هيءُ تيرهن سال بغداد شهر ۾ رهيو، ڪڏهن بہ بغداد جو قُوت ڪونہ کاڌائين. انطاڪيہ ڪان سُتون گهرائي کائيندو رهندو هو. سڪرات واري حالت ۾ ڪجهہ پنهنجو پاڻ ڪي چئي رهيو هو. اسان ڪن ڏنو تہ چئي رهيو هو، الٰهي اشتد شوقي اليڪ فاجعل قدومي اليڪ (اي منهنجا الله! توڏانهن اچڻ ۾ بيتاب آهيان پوءِ جلد مون ڪي پاڻ ڏانهن گهراءِ) ۽ جڏهن ڪيس غسل ميت ڏئي رهيا هئاسون تہ ڏٺوسون تہ سندس پنيءَ تي سائي پن سان اُپريل لکيل هو. "الفتح لِلّٰہ" سندس جنازي نماز ٽيٽيهہ دفعا پڙهي وئي، جنهن ۾ ٽن هزارن ماڻهن شرڪت ڪئي. سال 273ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## ابوعبد الله مختار

پنهنجي زماني جي بزرگ هستين مان هو، چوندو هو تہ ڪاڏي ڪي اهڙي طرح ڪاٺ جو تون ان ڪي ڪائي چڙين نہ ڪہ هو توڪي ڪائي چڙي، جيڪڏهن تون ڪيس ڪائيندين تہ نور ٿيندين ۽ جيڪڏهن هو توڪي ڪائيندو تہ دور ٿيندين.

سندس وفات جو سال 277ھ آهي. قبر جي تختي تي لکيل هو تہ: سندس ڪافي ساٿي هئا ۽ سيئي صاحب ولايت هئا. جيئن تہ:

(1) ابويعلي المختار العلوي حسني: صاحب ڪرامات هو ۽ ولايت ۾ مشهور هو. سيد امام جي نالي معروف هو. سندس قبر ابوعبدالله جي پيرن جي پاسي ڪان آهي.

(2) فقيہ ابوعثمان مرغزي: شوق و عشق جي باھ ۾ پچڙ ڪري ڪيس (مرڪزي) شوق جو پڪل يا سڙيل سڏيندا هئا.

مذڪور آهي تہ جڏهن سيد امام وفات ڪري ويو تہ ان ڏينهن مرو جي درياء ۾ عظيم هيجان پيدا ٿيو ۽ هن جي بہ باطن ۾ هيجان پيدا ٿيو، جنهن ان ڪي وجي هرات پهچايو. سندس هيجان جي شروعات جي تاريخ ۽ سيد امام جي وفات جي تاريخ ساڳي هئي. وفات ڪان پوءِ ڪيس خايجہ باد قبرستان ۾ عبدالواحد بن مسلم جي پيرن ۾ دفن ڪيو ويو.

## ابوعبدالله خاقان

هيءُ بغداد جي اڪابرين صوفين مان هو. شيخ جعفر جذاء بيان ٿو ڪري تہ هو ڪرامت جو صاحب هو. ابن قصاب رازي بيان ٿو ڪري تہ مون ڪي چيائين تہ منهنجي پيءُ ڪي بازار ۾ دڪان هو، مون ڪي دڪان ۾ ويهاريندو هو. هڪ شخص اتان لنگهندو هو تہ مان ڪيس بغداد جي فقراء مان سمجهندو هئس ، جيئن تہ اجا بلوغت جي سن ڪي نہ پهتو هئس تہ مون ڪي ان ڏانهن ڪشش ٿيندي هئي. مان اتي ڪيس سلام ڪندو هئس. مون وٽ هڪ دينار هو اهو ڪيس ڏنم. پوءِ دينار وٺي هو روانو ٿي ويو ۽ مون ڏانهن ڪوبہ توجهہ ڪونہ ڏنائين. پوءِ مون اهو خيال ڪيو تہ دينار ضايع ڪيم ۽ مان ان جي پنيان روانو ٿيس تان جو مسجد شونيزيہ پهتس. اتي وڃي ڏٺم تہ ٽي فقراء اڳ ئي اتي موجود ويٺا آهن. هن اهو دينار انهن فقيرن ڪي ڏنو ۽ خود نماز ۾ مشغول ٿي ويو. انهن مان هڪ شخص دينار ڪڻي ٻاهر روانو ٿيو ۽ طعام خريد ڪري آيو ۽ انهن ساٿين اڳيان آڻي رکيائين ۽ اهو پاڻ ۾ ويهي ڪاڌائون ۽ اهو شخص نماز ۾ ئي مشغول رهيو ۽ هو جڏهن طعام ڪائڻ مان فارغ ٿيا. پوءِ انهن ڏانهن منهن ڪري چيائين تہ توهان ڪي خبر آهي تہ مان توهان سان طعام ۾ شامل ڇو نہ ٿيس. چيائون تہ خبر ڪونہ آهي، چيائين تہ جنهن شخص اهو دينار ڏنو آهي، انهيءَ جي آزادي لاءِ دعا ۾ مشغول هئس ۽ اهو آزاد ٿي ويو. (معلوم ٿيو تہ اهو شخص) شيخ خاقان صوفي هو. سن 279ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## سهل بن عبدالله تستري

سندس ڪنيت ابومحمد هئي. پنهنجي قوم جو سردار ۽ عالمن جو استاد هو. حضرت ذوالنون سان بيعت هو ۽ پنهنجي مامي محمد بن سوار جو صحبت يافته هو ۽ جنيد جو همعصر هو ۽ ان جي هوندي جنيد فوت ٿي ويو هو.

سهل ڪان پڇيو ويو ته بدبختي جي نشاني ڪهڙي آهي. چيائين ته اها آهي جو ڪيس علم ڏنو وڃي ۽ علم جي توفيق نه ڏني وڃي ۽ علم هجيس ۽ ڪيس اخلاص نه هجي ۽ صحت ۽ ديدار ڏنو وڃي مگر قبوليت نه ڏني وڃي.

نڪتو: چيائين ته مبارڪ هجي انهيءَ لاءِ جنهن ڪي دوست ڳوليندا هجن ۽ جيڪڏهن ان ڪي اهو ملي ته نور آهي ۽ جيڪڏهن ان جي طلب ۾ مري وڃي ته شفاعت لڌائين.

نڪتو: چيائين اول هذا الامر علم لا يدرڪ وآخره علم لاينفذ.

ترجمو: اول هي امر علم آهي مگر نٿو لهي سگهي ۽ ان جي پڇاڙي اهو علم آهي جنهن تي عمل نه ڪري سگهي.

چيائين ته: ما دمت تخاف الفقر فانت منافق.

ترجمو: جيڪڏهن تون فقر ڪان خوف ڪائين ٿو ته تون منافق آهين.

سندس قول آهي ته فاقه ڪش ڪي شيطان به فريب نه ٿو ڏئي سگهي.

سندس مريدن ۾ هڪ بي ريش جوان هو، جنهن شيخ سهل ڪي عطيه ڏيڻ جو عرض ڪيو چيائينس ته هٿ مٿي ڪٽي ڪشاده ڪر جيڪو گهرين ٿو حاصل ٿيندو. هن هٿ ڏڪهو ڪيو ته گهربل عطيه سندس هٿ تي اچي پيو. شيخ سهل جي عمر اسي ورهيه هئي. سن 283ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## ابوسعيد خراز

سندس نالو احمد بن عيسىٰ هو. روزانو موزه ڪي چيري ڦاڙي وري ڳنڍيندو هو، پڇيو ويو ته ائين ڇو ٿو ڪرين. چيائين ته پنهنجي نفس ڪي مشغول ڪريان ٿو، اڳ ان ڪان جو هو مون ڪي مشغول ڪري. انهيءَ شغل ڪري سندس لقب خراز پيو. اصل بغدادي هو ۽ صوفين جي محبت ۾ مصر ويو ۽ پوءِ مڪه پاڪ ۾ مجاور رهيو. بزرگ امامن ۽ مشائخ مان هو ۽ محمد بن منصور طوسيءَ جو عظيم شاگرد هو. ذوالنون مصري ابوعبيد بسري، سري سقطي ۽ بشرحافيءَ جو صحبت يافته هو.

مذڪور آهي ته أن ڪان اڳ ڪنهن به فنا ۽ بقا جي موضوع تي ڪونه ڳالهايو هو.

شيخ الاسلام انصاري جو بيان آهي ته هو پاڻ ڪي جنيد جي شاگردن ۾ شمار ڪندو هو، سندس ساٿين مان آهي. ليڪن ان ڪان اڳ سال 286ھ ۾ فوت ٿي ويو.

(ابوسعيد) بيان ٿو ڪري ته ننڍپڻ ۾ منهنجي صورت تمام سهڻي حسن واري هوندي هئي. هڪ شخص مون تي ڏاڍو فريفته ٿي ويو ۽ مون ڪي تنگ ڪرڻ لڳو. (سندس شر ڪان بچڻ

خاطر) مان بيابان جو رخ ڪيو. ڏٺم ته هو به منهنجي پنيان ڪڏ لڳو ٿو اچي ۽ مون ڪي اچي ويجهو ٿيو آهي ته مان پنهنجو پاڻ کي ڪوهه ۾ اڇلايو ۽ دعا ڪيم ته اي الله! مون کي پنهنجي حفاظت ۾ رک. هو شخص به ڪوهه جي ڪناري تي اچي وينو ۽ مون کي ڏسندو ۽ رئندو رهيو، ۽ وري مان الله تعاليٰ کي عرض ڪيو ته اي قادر! مون کي ڪوهه کان ٻاهر ڪڍ ۽ ان شخص جي شرّ کان به بچاءِ. ڏٺم ته مون کي ڪنهن شيءِ وَڪوڙي ڪوهه کان ٻاهر ڪڍي اُڇلايو ته اهو شخص آيو ۽ منهنجا هٿ پير چمي معافي گهريائين ۽ عرض ڪيائين ته مون کي پنهنجي خدمت ۾ قبول ڪر ۽ منهنجي دل صاف ٿي وئي آهي ۽ مون منجهه اوهان لاءِ عقيدت پيدا ٿي پئي آهي. پوءِ مون منجهس صدق ۽ اخلاص ڏٺو ۽ ساري زندگي منهنجو خادم ٿي رهيو ۽ مون وٽ ئي گذاري ويو.

## عباس بن حمزه نيشاپوري

سندس ڪنيت ابوالفضل هئي. مروه جا بزرگ ان جا معتقد آهن. ذوالنون ۽ بايزيد بزرگن جو صحبت يافته هو. ابوبڪر حفيد جو ڏاڏو هو. جنيد جي حياتيءَ ۾ ئي فوت ٿي ويو. سندس وفات جو سال 288هه آهي.

## ابوحمزه خراساني

هي اصل نيشاپور جو هو. جنيد، سري سقطي، بشرحافي ۽ ابوتراب نخشبي سندس همعصر هئا. تذڪره اولياءَ ۾ ذڪر آهي ته هڪ دفعي حضرت جنيد، ابليس کي ڏٺو ته ماڻهن جي ڪلهن تي ننگو چڙهيو وينو آهي، چيائين ته اي ملعون شرم نٿو اچئي جو ائين ماڻهن تي وينو آهين. چيائين ته هي ماڻهو (آدمي) ڪٿي آهن!؟ آدمي ته اهي آهن جيڪي شونيزيه ۾ مقيم آهن. جيڪي منهنجي جگر کي ساڙين ٿا. جنيد، شونيزيه پهتو، ڏٺائين ۽ ابوحمزه کي سڏ ڪيائين ۽ چيائين ملعون ڪوڙو آهي. الله جي ٻانهن جي درجات تائين پهچي نه ٿو سگهي بهرحال ابليس جي ڳالهه ڪين ٻڌايائين. ابوسعيد خراز به ساڻ هو. ابوحمزه اڪابرين مشائخ مان هو ۽ وجد جي حالت ۾ صحيح حالت ۾ به بيمثال هو. جڏهن به ڪو اهڙو آواز ٻڌندو هو ته وجد ۾ اچي ويندو هو.

هڪ دفعي حارث محاسبي جي گهر ۾ ٻڪريءَ جو ٻيڪاٽ ٻڌائين ته وجد ۾ اچي ويو ۽ چيائين ته عزالله جل جلاله. حارث چيس ته اها ڪهڙي حالت آهي، جيڪڏهن ٻڌائين ٿو ته فبها نه ته توکي قتل ڪندس، چيائينس اي ويچاره! وڃ، رک ۽ چاڻ انٽي جو پاڻ ۾ ملائي چند سال ڪائيندو رهه ته تنهنجو مسئلو توتي روشن ٿي ويندو.

## ابوحمزه بغدادي

سندس نالو محمد بن ابراهيم هو. عيسيٰ بن ابان جي فرزندن مان هو. سري سقطي جو همعصر هو ۽ سندس بشر حافي به صحبت يافته هو. ابوتراب نخشبي جي سفر جو رفيق هو،

ابوبڪر ڪتاني، خيرنساج وغيرهما ڪائنس حديث روايت ڪندا هئا. "قال حب الفقرآء شديد ولا يصبر عليه الا صديق" (چيائين تہ فقرآء جي محبت سخت آهي، صديق ڪانسواءِ ٻيو ڪوبہ ان تي صبر ڪري نہ سگهندو). جنيد، ابوحمزه خراساني جي وقت ۾ ابو سعيد خراز ڪان پوءِ سن 289ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## سيد الطائفہ جنيد بغدادي

هي حضرت سري سقطي جو ڀاڻيجو هو. سندس ڪنيت ابوالقاسم هئي. لقب قواريري، زجاج ۽ خرازهئس. قواريري ۽ زجاج لقب ان ڪري مٽس پيا جو سندس پيءُ شيشا وڪڻندو هو ۽ خراز ان ڪري جو پاڻ موزه ڳنڍيندو ۽ ٽاهيندو هو. پاڻ اصل نهاوندي هو پر جائو ۽ نپنو بغداد ۾. مسلڪ ابوثور رکندڙ هو ۽ هڪ مهينو شافعي جو بہ شاگرد رهيو ۽ مذڪور آهي تہ مسلڪ سفيان ثوري رکندو هو. سري سقطي، حارث محاسبي ۽ محمد قصاب ڪان بہ فيض حاصل ڪيو هئائين. هن قوم مان امام ۽ سادات هئا سندس نسبت خراز، نوري ۽ شبلي وغيره سان بہ رهي.

ابوالعباس عطا جو چوڻ آهي تہ "امامنا من هذا العلم و مرجعنا المقتدي به الجنيد" (اسان جو هن علم ۾ امام ۽ مرجع مقتديٰ جنيد آهي).

ذڪر آهي تہ: خليفہ بغداد ڪنهن کي چيو، اي بي ادب! هن چيو تہ مان بي ادب ڪونہ آهيان. چو تہ جيڪڏهن ڪوبہ اڌ ڏينهن، جنيد جي صحبت ۾ گذاري ٿو تہ اهو بي ادب نٿو ٿي سگهي، پوءِ گهڻو وقت ساڻس رهڻ وارو ڪيئن بي ادب ٿيندو؟

شيخ ابوجعفر حداد جو قول آهي تہ جيڪڏهن عقل کي ڪا صورت هجي ها تہ اها صورت جنيد هجي ها.

مذڪور آهي تہ اهڙي درجي جا ٽي شخص هئا ۽ ڪِن جو چوڻ آهي تہ چار شخص هئا. (1) جنيد بغداد مان (2) ابوعبدالله جلا، شام ملڪ مان، (3) ابوعثمان حيري، نيشاپور مان. مذڪور آهي تہ هڪ دفعہ ننڍپڻ ۾ جنيد ٻارن سان راند ۾ مشغول هو تہ سري ڪائنس پڇيو تہ "ما تقول في الشڪر يا غلام!" اي ڇوڪرا، شڪر جي تعريف بيان ڪر!

جواب ۾ چيائين تہ الشڪر ان لا تستعين بنعمه علٰي معاصيه. ترجمو: شڪر جي تعريف اها آهي تہ الله جي نعمتن کي ان جي نافرمانين ۾ استعمال نہ ڪر.

سري سقطي چيو تہ گهڻو ڊڄان ٿو تہ هينئر ئي توکي زبان جو اهو ڀهرو نصيب ٿيو آهي. جنيد چيو تہ هميشہ انهيءَ ڳالهہ ڪان ڊڄندو هئس، تانجو هڪ ڏينهن انهيءَ درجي تي پهتس ۽ جنهن جو محتاج هئس، ان کي ساڻ آندم. انهيءَ چيو تہ توکي بشارت هجي جو حق تعاليٰ ڪان درخواست ڪئي هئم تہ هن کي ڪاميابي يا توفيق عطا فرماءِ پوءِ سري سقطي ڪيس وعظ ڪرڻ جو مشورو ڏنو. چيائين تہ اوهان جي حياتيءَ ۾ وعظ ڪرڻ مون کي مناسب نظر ڪونہ ٿو اچي. ليڪن انهيءَ جمعي رات پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن کي خواب ۾ ڏٺائين، جن ڪيس وعظ ڪرڻ جو حڪم فرمايو: "تڪلم علي الناس" پوءِ صبح جو جڏهن مان بيدار ٿيس تہ سري

سقطي جي گهر جي در تي پهتس ۽ خواب بيان ڪرڻ جو ارادو ڪيم ته پاڻ اڳي ئي فرمايائين ته هاڻي ته تون منهنجي ڳالهه سمجهي ويو آهين، جيڪا توکي اڳي ئي چوندو هئس. پوءِ صبح جو هڪ مجلس جو اهتمام ڪندس ۽ ڳالهه جي شروعات مان ڪندس. اها خبر ڦهلجي وئي ۽ هڪ جوان عيسائي ويس ۾ اچي مجلس جي پرسان وينو ۽ چيائين ته: "ايها الشيخ ما معنيٰ قول رسول الله صلي الله عليه وسلم اتقوا فراسة المؤمن فانه ينظر بنور الله"[1]

ترجمو: مؤمن جي فراست کان ڊڄندا رهو ڇو ته اهو الله جي نور سان ڏسندو آهي.

اهو ٻڌي حضرت جنيد فرمايو ته انهيءَ جومقصد اهو آهي ته توکي مسلمان ٿيڻ گهرجي ڇو جو اسلام تو وٽ پهچي چڪو آهي ۽ پوءِ اهو شخص مسلمان ٿيو.

جنيد جي فوت ٿيڻ جو سال 298هه آهي. سندس فوت ٿيڻ جو سال 99 يا 89 پڻ بيان ڪيو ويو آهي.

سلسله طريقه جنيدي مشهور ۽ معروف آهي. طريقه جدام ولافطار بعد سبعة ايام والرياضة الشاقة و قبول الفتوح و الصرف علي الفقرآء و اڪثر ذڪرهم الڪريم الوهاب ذوالطول. ڪارڪ تي روزو رکڻ ۽ هفتي کان پوءِ ان جو کولڻ، سخت رياضت، نذرانو قبول ڪري، ان کي مسڪينن تي خرچ ڪرڻ ۽ اڪثر انهن جو ذڪر الڪريم، الوهاب، ذوالطول آهي.

## ابراهيم بن خواص

سندس ڪنيت ابواسحاق هئي. سندس استاد جعفر خلدي، سيرواني مهين هو. پاڻ بغدادي هو ۽ سندس پيءُ آمل جو هو. جنيد ۽ ثوري جو هم عصر هو.

چيائين ته: "العلم ڪله في ڪلمتين لا تتڪلف ماڪفيت ولا تضيع ما استڪفيت" علم سارو ٻن ڪلمن ۾ آهي يعني جيڪو رزق توکي ڪافي ٿئي، ان ۾ تڪلف نه ڪر ۽ جيڪا شيءِ تنهنجي لاءِ ڪافي هجي، ان کي ضايع نه ڪر.

سن 291هه ۾ فوت ٿي ويو، سندس قبر حصار طبرڪ ۾ آهي، شيخ الاسلام (عبدالله) انصاري جو بيان آهي ته سندس قبر هرگز ڏسي نه سگهيس، ڇو ته اتي شينهن ستل هو. ان جي هيبت کان اتي وڃي نه سگهيس.

## زڪريا بن داويه

سندس ڪنيت ابويحيٰ هئي. نيشاپور جو رهاڪو هو. احمد بن حرب جي شاگردن مان هو. جيڪي جمله زاهد ۽ متوڪلين هئا. غذا جي باري ۾ محتاط هوندو هو. پنهنجي هٿ جي ڪمائي ڪري کائيندو هو.

ابوعثمان حيري جو قول آهي ته ابو يحيٰ زيد وانگر ڪيس موت جو انديشو، موت کان پوءِ ڪونه رهيو، سندس وفات 294هه ۾ ٿي.

---

[1] الحديث: ترمذي

## ابوالحسن نوري

سندس نالو احمد بن محمد ۽ احمد وڌيڪ درست آهي، ابن بغشوري جي نالي سان معروف آهي. سندس پيءُ بغشور جو رهاڪوهو. اهو شهر، هرات ۽ مرو جي وچ ۾ هو. پر ڄائو پليو بغداد ۾ هو. سري سقطي، محمد بن علي قصار ۽ احمد ابي الحواري جن کان فيض حاصل ڪيل هئس ۽ ذوالنون مصري کي بہ ڏٺو هئائين ۽ جنيد جو همعصر هو، پر جنيد کان ڪجھ اڳ جو هو ۽ جنيد جي وقت ۾ ئي فوت ٿي ويو. سندس وفات جو سال 295ھ هو. بعض جو چوڻ آهي تہ سال 286ھ ۾ وفات ڪيائين.

جڏهن نوري گذاري ويو جنيد چيو تہ ذهب نصف هذا العلم بموت النوري.

ترجمو: نوري جي وفات سبب هن علم (تصوف) جو اڌ هليو ويو.

## ابوعثمان حيري

سندس نالو سعيد بن اسماعيل الحيري آهي. اصل نيشاپور جو رهاڪو هو. شاھ شجاع جو مريد هو. ابوحفص حداد ۽ يحيٰ بن معاذ رازي کان ڪيس فيض حاصل ٿيل هو. وقت جو بي مثل امام هو. نيشاپور وارن جو استاد ۽ مرشد هو. مرو کان شاھ شجاع سان گڏ نيشاپور ۾ آيو هو.

ابوحفص ڪيس چيو تہ جڏهن شاھ شجاع واپس پنهنجي عيال ڏانهن وڃي تہ تون اتي رهي پئج. جڏهن شاه واپس موٽي ويو تہ ابوعثمان حيري ابوحفص وٽ رهي پيو ۽ ابوحفص کان فيض حاصل ڪندو رهيو. سال 298ھ ۾ فوت ٿي ويو. سندس قبر نيشاپور ۾ آهي.

ڪانئس پڇيو ويو تہ جوان مرد ڪير آهي، چيائين تہ جيڪو پاڻ کي ڪجھ بہ نہ سمجهي.

## ابو احمد قلانسي

سندس نالو مصعب بن احمد بغدادي هو. اڪابرين مشائخ مان هو. اصل مرو جو هو. جنيد جي وقت جو هو ۽ ڪيس ڏٺو هئائين.

چوي ٿو تہ هڪ ڏينهن مان پنهنجي قوم ۾ موجود هئس. چيم تہ منهنجو آزار، منهنجي گفتگو کي زائل ڪري ٿو ڇڏي تہ تون مون مٿان ڳالهائين ٿو.

شيخ سيرواني چوي ٿو تہ جڏهن صوفي چوي تہ منهنجا جوتا منهنجي لاءِ آزار آهن، تہ سمجھ تہ هو چوي ٿو تہ انهن کي ملڪ نہ آهي.

"في التاريخ حج ابواحمد قلانسي أمات بمكة بعد انصراف الحاج بقليل290ھ"

ترجمو: حج جي موقعي تي جڏهن حاجي واپس ٿيڻ لڳا، تڏهن ابواحمد قلانسي ٿورو بعد ۾ فوت ٿي ويو، تقريباً 290ھ ۾.

مذڪور آهي تہ قلانسي بيمار ٿيو ۽ موت جي قريب ٿيو، تڏهن دعا گهريائين تہ خداوندا! اگر تو وٽ منهنجي ڪابہ مقبوليت آهي تہ منهنجو موت بين المنزلين ۾ ٿئي ۽ ائين ئي ٿيو جو ڏوليءَ ۾ ڪيس ٻي جاءِ تي ڪٽي وڃڻ لاءِ آندو ويو پئي تہ واٽ تي ئي فوت ٿي ويو.

## عمروبن عثمان مڪي صوفي

سندس ڪنيت ابوعبدالله هئي. حسين منصور حلاج جو استاد هو. سندس نسبت حضرت جنيد سان هئي ۽ خراز کان بہ فيض حاصل ڪيو هئائين ۽ انهن جوئي همعصر هو ۽ ابوعبدالله نباجي کي بہ ڏٺو هئائين.

"وكان يقول ماصحبت احدا كان انفع لي صحبة ورؤية من ابي عبدالله النباجي"

ترجمو: ۽ بيان ٿو ڪري تہ سيني کان وڌيڪ مون کي نفعو پهچائيندڙ ابو عبدالله نباجي جي صحبت ۽ ديدار هو، علم حقائق جو عالم هو. اصل يمن جو هو. سندس سخن باريڪ هو سندس ڪلام کي ڇڏيو ويو هو. مڪه کان جڏهن جده آيو تہ ڪيس قاضي مقرر ڪيو ويو "في كتاب صفوة الصفوة لابن الجوزي انه توفي ببغداد297هـ"

ترجمو: ابن الجوزي پنهنجي ڪتاب "صفوة الصفوة" ۾ بيان ڪيو آهي تہ هو سال 297هـ ۾ بغداد ۾ فوت ٿي ويو.

مذڪور آهي تہ عمروبن عثمان هڪ "گنج نامہ" تصنيف ڪيو هو. حلاج جيڪو سندس شاگرد هو، ڪجهي طور ڪٽي ويو ۽ ان کي ظاهر ڪيائين. ان ۾ باريڪ ڳالهيون هيون، جن جا ماڻهو منڪر ٿي پيا ۽ ڪيس ڇڏي ڏنائون. انهيءَ حرڪت سبب حلاج پنهنجي استاد جي غضب هيٺ آيو.

مذڪور آهي تہ هڪ ڏينهن منصور کي (سندس استاد) ڪجھ لکندي ڏٺو. ان کان پڇيائين تہ ڇا ٿو لکين؟ چيائين: اها شي لکان ٿو جيڪا قرآن جو مقابلو ڪري، پوءِ ڪيس بددعا ڏنائين. پوءِ هو اپاهج ٿي ويو ۽ مٿس بددعا جو اثر رهيو. والله اعلم.

## سمنون بن حمزه محب ڪذاب

سندس ڪنيت ابوالقاسم يا ابوالحسين هئي. پنهنجو پاڻ کي ڪذاب (ڪُوڙو) جو لقب ڏنو هئائين. جيڪو ڪيس ائين نہ سڏيندو هو، ان ڏانهن توجہ نہ ڏيندو هو. علم ۾ ممتاز هو ۽ محبت جو امام هو، ساري عمر ڪيس ائين سڏيندا هئا. سري سقطي، محمد بن علي القصاب ۽ ابواحمد قلانسي جو صحبت يافتہ هو، جنيد ۽ نوريءَ جو همعصر هو. ڪن جو چوڻ آهي تہ جنيد کان اڳي گذاري ويو ۽ ڪن جو چوڻ آهي تہ ان کان پوءِ گذاري ويو.

چيائين تہ: محبت ماڻهو کي پڪو صاف نہ ٿي ڪري جيستائين پاڻ کي ساري عالم کان برو نہ سمجهي. ابواحمد قلانسي جو بيان آهي سمنون جو اهو ورد هو، جو هو رات ڏينهن ۾ پنج سو رڪعتون نماز جون پڙهندو هو. بغداد ۾ هڪ دفعو هڪ شخص فقراء تي چاليهہ هزار درهم خرچ ڪيا. سمنون چيو تہ اي ابا احمد قلانسي! ايتري خرچ ڪرڻ جي مون منجهہ طاقت ڪونہ آهي، البتہ هڪ درهم جي عوض هڪ رڪعت نماز پڙهندس، پوءِ مدائن ويندس ۽ چاليهہ هزار رڪعتون نماز پڙهندس.

غلام خليل نالي هڪ شخص هو، جو پاڻ کي خوامخواهه صوفي مشهور ڪندو هو ۽ هميشه وقت جي خليفه جي اڳيان صوفياء ڪرام جون برايون انهيءَ نيت سان ڪندو رهندو هو ته ماڻهو انهن جي بجاءِ سندس معتقد ٿي وڃن. جنهن وقت سمنون ڪي شهرت حاصل ٿي وئي ته ڪنهن عورت ساڻس نڪاح ڪرڻ جي درخواست ڪئي، ليڪن سمنون انڪار ڪري ڇڏيو. عورت حضرت جنيد جي خدمت ۾ سفارش ڪرڻ لاءِ پهتي ته ان به ڪيس ڌڪاري ڇڏيو پوءِ اها عورت غلام خليل وٽ پهچي (سازش ڪري) انجي ذريعي، سمنون تي زنا جي تهمت لڳائي ۽ غلام خليل خوش ٿي خليفه وٽ ويو ۽ ان جا ڪن ڀري ڪانئس سمنون جي قتل ڪرڻ جي اجازت حاصل ڪيائين. جڏهن جلاد سان گڏ پاڻ خليفه جي دربار ۾ پهتو ۽ خليفه سندس قتل جي حڪم ڪرڻ لاءِ ارادو ڪيو ته خليفه جي زبان بند ٿي وئي ۽ انهيءَ رات ئي خليفه خواب ۾ ڏٺو ته ڪيس ڪوئي چئي رهيو آهي ته جيڪڏهن تو سمنون کي قتل ڪرايو ته سارو ملڪ تباهي هيٺ اچي ويندو. ٻئي ڏينهن خليفه ڪانئس معافي وٺي ڪيس رخصت ڪيو.

## زهرون مغربي

هيءُ طرابلس جو رهاڪو هو. مظفرڪرمان شاهيءَ جو همعصر هو. ٻئي هڪ ٻئي جا ساٿي هئا ۽ گڏجي مڪه پاڪ روانا ٿيا. زهرون اڳ ۾ هو ۽ مظفر پنيان ۽ سيده زوجه مظفر انهن جي پنيان ۽ سڀ اهي "رملہ" ۾ گذاري ويا.

ابوعبدالله مغربيءَ جو بيان آهي ته جوانمردن ۾ زهرون جهڙو ٻيو ڪوبه جوانمرد ڪونه ڏٺم.

## عرون بن وثابه

سندس ڪنيت ابوالاصبح هئي.

شيخ الاسلام انصاري بيان ٿو ڪري ته احمد ابن ابي الحواري جي ڪتاب ۾ ڏٺم ته هو مڪه ۽ شام جو شيخ هو. جڏهن دنيا جهان مان هليو ويو ته ڪيس خواب ۾ ڏٺو ويو ۽ ڪانئس پڇيو ويو ته چيائين ته پڪڙ هيٺ اچڻ وارن ۾ مون کي شمار ڪيو ويو، پوءِ امن هيٺ آندو ويو، ۽ پوءِ ڇڏيو ويو.

## رويم بن احمد

بن يزيد رويم ابومحمد يا ابوبڪر يا ابوالحسين يا ابوشيبان ڪنيت رويم جو پوٽو مهين آهي، جيڪو قرائت نافع ڪان روايت ٿو ڪري ۽ اهل بغداد مان آهي. هو مجيل مشائخ مان ۽ فقيه ۽ آئمه به هو. داؤد اصفهاني جي مسلڪ تي هو ۽ پاڻ کي جنيد جو شاگرد سڏرائيندو هو ۽ انهيءَ طبقي سان تعلق رکندڙ هو.

ابوعبدالله خفيف جو بيان آهي تہ توحيد بيان ڪرڻ جي ڪلام ۾ رويم کان وڌيڪ مون ڪنهن کي بہ ڪونہ ڏٺو.

آخري ۾ هن پنهنجو پاڻ کي دنيادارن جي روپ ۾ لڪائي ڇڏيو هو. ڪاروبار ڪرڻ ۾ ڪيس ڪوبہ حجاب ڪونہ ٿيندو هو. سري سقطي ۽ جنيد جو چوڻ آهي تہ اسان فارغ مشغولي ۾ هوندا هئاسون ۽ هو مشغول فارغ.

## ابوجعفر سماڪ

بغدادي، سري سقطي جي مشائخ مان هو.

جنيد جو چوڻ آهي تہ مون کي سري ٻڌايو تہ هڪ ڏينهن ابوجعفر سماڪ وٽس آيو ۽ ڏٺائين تہ مون وٽ ماڻهن جو وڏو ميڙ وينو هو. پوءِ بيهي رهيو ۽ وينو نہ ۽ پوءِ مون سان مجلس نہ ڪيائين ۽ چيائين تہ "ياسري صرت مناخ الباطلين" (ترجمو) اي سري! تون باطل پرستن جو مرڪز ٿي ويو آهين. ۽ پوءِ واپس هليو ويو ۽ اهڙي جماعت جو اجتماع، منهنجي چوڌاري پسند نہ ڪيائين.

## محمد بن منصور طوسي

استاد عثمان بن سعيد دارمي ۽ ابوالعباس (مسروق) ابوجعفر حداد مهين ابوسعيد خراز ۽ جنيد هو.

## ابوبڪر ڪسائي دينوري

حضرت جنيد جي اولين اصحاب مان هو. عراق جي قهستان علاقي جو رهندڙ هو، جنيد جو بيان آهي تہ ابوبڪر ڪسائي نہ هجي ها تہ مان بہ عراق ۾ نہ هجان ها. هي جنيد جي هوندي ئي فوت ٿي ويو.

## زياد ڪبير همداني

هيءُ بہ جنيد جي جماعت مان هو. مستجاب الدعواة هو. ڪهمش همداني ڪيس صاحب ڪرامت سڏيو آهي.

## ثابت الخباز

هن حضرت جنيد ۽ رويم کان فيض حاصل ڪيو هو.

## ابويعقوب خراط عسقلاني

هن ابوالحسن نوري کي ڏٺو هو. مگر ڪانئس فيض يافتہ ڪونہ هو ۽ وقت جو ناميارو هو.

## حسن بن علي

سندس ڪنيت ابوعلي هئي. جنيد ۽ ابوحمزه جي استادن مان هو، پر سندن ساٿين مان ٻه هو ۽ سري سقطي جي اڪابر اصحابن مان هو.

مذڪور آهي ته محمد بن عبدالله گاذر، ڪيس هڪ تنهائي واري هنڌ تي ڇڏي آيو ۽ ان ڪان اها ڳالهه پورو هفتو وسري وئي (جو وٽس نه ويو) ۽ جڏهن ياد پوڻ تي وٽس آيو ته وسارڻ جو ان وٽ عذر پيش ڪيائين ته حسين بن علي کيس چيو ته فڪر ۽ رنج نه ڪر جو ته الله تعاليٰ پنهنجي دوستن کي تنهائيءَ جي وحشت کي برداشت ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائيندو آهي.

## محمد و احمد

اُهي ابي الورد جي اولاد مان هئا ۽ عراق جي بزرگ مشائخن مان هئا. جنيد جا همعصر هئا ۽ سري سقطي، ابوالفتح عمال، حارث محاسبي ۽ بشرحافي جا صحبت يافته هئا.

## ابوجعفر بن ڪرنبي

حضرت جنيد جو همعصر هو. بغداد جي جمله مشائخ جو رهنما هو.

## احمد بن ابراهيم مسوحي

سندس ڪنيت ابو علي هئي. سري سقطي ۽ بشرحافي جو صحبت يافته ۽ روايت ڪندڙ هو.

مذڪور آهي ته: جڏهن حج ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو ته پاڻ سان هڪ چولو، پراڻي چادر، ٻنا ڪٽڙي جي جتي ۽ هڪ ڪئنرو ساڻ ڪنيائين ۽ مناسب سڪل ماني به ساڻ ڪنيائين ۽ هر شام جو ان سڪل ماني مان ٽڪر ڪڍي ڪئنري ۾ پسائي رکندو هو ۽ صبح جو کائيندو هو. اهڙي طرح بغداد کان مڪه پاڪ تائين سفر پورو ڪيائين.

## ابويعقوب مزابلي

هيءُ بغدادي هو ۽ حضرت جنيد جو همعصر هو.

کانئس پڇيو ويو ته تصوف ڇا آهي؟ چيائين ته "تضمحل فلها معالم الانسانية".

ترجمو: جنهن شخص ۾ بشري خصوصيتيون ختم ٿي وڃن.

## ابويعقوب زيزي

ابوعبدالله خفيف چوي ٿو ته ابويعقوب زيزيءَ سان محفل سماع ۾ شامل هئس. قوال هڪ بيت چيو، ابن زيزيءَ پنهنجا هٿ اُبتا زمين تي رکيا ۽ پنهنجي سيني کي اڳتي ڪيائين ۽ آسمان ڏانهن نهاري چوڻ لڳو ته بيت چؤ الله جو قسم! مون کان سواءِ ڪو نٿو ٻڌي. اوچتو ان

جي گردن جي رڳن ۾ رت وهڻ لڳو جڻ تہ ڪنهن ڦڪو هڻايو آهي. انهيءَ حالت ۾ بيهوش ٿي ويو. اتان ان کي کڻي ويا. سندس رت کي اگهيائون. ابراهيم خواص ان کي ڏٺو هو.

## ابوجعفر حفار بغدادي

هيءُ اصحاب جنيد جو همعصر هو ۽ ان جي ئي قريب سن هو.

## ابوجعفر صيدلاني

ابوالحسن صايغ دينوري جو استاد هو. جنيد ۽ ابوالعباس عطا جو همعصر هو، مڪه پاڪ جو مجاور هو ۽ مصر ۾ گذاري ويو. سندس قبر زقاق مصري جي پاسي ۾ آهي ۽ ابوسعيد خراز جو صحبت يافتہ هو.

ابوصايغ دينوري جو بيان آهي تہ منهنجي استاد (مرشد) ابوجعفر صيدلاني مون کي ٻڌايو تہ هڪ رات پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن کي خواب ۾ ڏٺم تہ سندن چوڌاري ڪل مشائخ وينل هئا. ان وقت هڪ فرشتو آسمان تان لهي آيو سندس هٿ ۾ دسترخوان ۽ ابريق (پاڻيءَ جو ٿانو) هئا ۽ هرهڪ جي اڳيان دسترخوان ۽ ابريق رکندو ويو ۽ پوءِ منهنجي اڳيان اهو دسترخوان کڻي ويو ۽ چيائين تہ هيءُ انهيءَ جي لاءِ نہ آهي. عرض ڪيم تہ يارسول الله صلي الله عليه وسلم! جيڪڏهن مان انهن منجهان نہ آهيان تہ انهن کي دوست تہ رکان ٿو. فرمايائون تہ دسترخوان ٻيهر ايندو. حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جڏهن مون کي روئندي ڏٺو تہ تبسم ڪندي فرمايائون تہ اسان کي پيارو گهرين ٿو يا دسترخوان کي؟ چيائين تہ هن وقت مون کي هن مجلس ۾ شريڪ ڪونہ ڪيو پيو وڃي، اهو رنج ٿو ٿئي.

تمثيل: ابراهيم ادهم جو بيان آهي تہ هڪ رات خواب ۾ ڏٺم تہ هڪ فرشتو هڪ ڊگهو ورق کڻي آيو ۽ هن ۾ لکڻ لڳو، پڇيم تہ ڇا ٿو لکين: چيائين تہ سندس دوستن جا نالا. چيم تہ منهنجو نالو بہ لک، چيائين نہ! چيم تہ ڇا مان انهن مان نہ آهيان يا انهن کي دوست نٿو رکان؟ مان انهن مان آهيان ۽ ڪين دوست رکان ٿو. وري انهيءَ وقت ٻيو فرشتو آيو ۽ چيائين تہ ڪاغذ کڻ ۽ سندس نالو مٿي ۾ لک تہ ڪيس دوست رکندڙ بہ منهنجا دوست آهن.

ابوالعباس عطا جو چوڻ آهي تہ تنهنجو هٿ جيڪڏهن انهن وٽ نٿو پهچي سگهي تہ سندس دوستن وٽ پهچاءِ پر جيڪڏهن تون سندن درجي تائين رسائي نٿو ڪري سگهين تہ تنهنجا شفيع تہ ٿيندا.

## ابوبڪر خباز

هيءُ حريري جي استادن مان آهي.

## ابوبڪر بن ابي سعدان

احمد بن محمد بن ابي سعدان بغدادي. حضرت جنيد جي اصحاب مان هو ۽ ابوسعيد خراز جو صحبت يافتہ هو.

## ابوعبدالله اڪبري بصري

سندس اصل نالو محمد بن حسان هو. ابوتراب نخشبي جو صحبت يافته هو.

## ابوجعفر خراز اصطخري

هيءُ حسن بن حمويه جي اصحاب مان هو ۽ ابوعبدالله خفيف جو همعصر هو.

## هشام بن عبدان

سندس ڪنيت ابومحمد هئي. ابوعبدالله خفيف ڪيس ڏسي، سندس ڏاڍي تعريف ڪئي.

## ابومحمد خفاف

هيءُ ابوعبدالله خفيف جو مريد هو.

## عبدالله قصار

هيءُ خفيف ۽ سهل تستري جو همعصر هو.

## ابوعبدالله سالمي

سندس نالو احمد بن سالم هو ۽ تستري جي خليفن مان هو.

## شيخ عبدالله باڪويه

سندس نالو علي بن محمد بن عبدالله هو. مگر باڪويه مشهور هو. جوانيءَ ۾ ابوعبدالله خفيف ڪي ڏٺو هئائين.

## ابوالعباس احمد بن يحيٰ شيرازي

شيخ ابوعبدالله خفيف جو مرشد هو. جڏهن رڻ پٽ ۾ ويو ته اتي شينهن سان لڙائي ڪئي هئائين، سهل تستري ڪي ڏٺو هئائين.

## ابوبڪر اشناني

سندس جواني جو حال نامعلوم آهي. قوالي ڪندو رهندو هو. ابوبڪر اشناني جڏهن صبح جو پنهنجي گهر ۾ قوالي ٻڌي ته وجد ۾ اچي ويو ۽ بيخودي ۾ اچي بي حال ٿي ويو. ۽ شيخ عبدالله خفيف ڪي چيائين ته هو صبح جو اچي. پوءِ جڏهن صبح جو وٽس آيو ته ڏٺائين هو فوت ٿي چڪو هو. پوءِ ڪيس دفن ڪري ڇڏيائون. ابوعبدالله ان گهر ۾ قوالي ٻڌي ته چار ڏينهن ازخود غائب هو.

## عبدالرحيم اصطخري

ڪنيت ابوعمر ۽ رويم جو صحبت يافته هو ۽ سهل بن عبدالله تستري ڪي ڏٺو هئائين. سندس طريقت جو طريقو خفيه ۽ "شطاره" جي لقب سان مشهور آهي. جعفر حداد ڪي به ڏٺو هئائين.

ڪنهن شخص ڪيس نصيحت ڪرڻ لاءِ عرض ڪيو، چيائين ته همت، همت، همت ته همت رک سيئي شيون همت تي مدار رکن ٿيون.

## ابوعبدالله عباداني

هيءُ عبدالله بن سهل تستري جي خاص مريدن مان هو. حضرت شبلي ﷫ ڪي به ڏٺو هئائين.

## ابوجعفر معاذ مصري

هيءُ ابوالحسين سيرواني ڪهين جو مرشد هو ۽ ابوجعفر حداد مصري ۽ ابن البرقي ڪي ڏٺو هئائين.

## ابوعبدالله سجزي

هيءُ ابوحفص جو صحبت يافته هو.

## موسيٰ بن عثمان جيرفتي

شيخ عبدالله طاقي جو مرشد هو. ابوعبدالله خفيف جو همعصر هو.

## شيخ ابوالحسن بشري سجزي

هيءُ ابوعبدالله خفيف جو مريد هو. نوري ڪي ڏٺو هئائين.

## احمد بن عاصم انطاڪي

سندس ڪنيت ابوعلي يا ابوعبدالله هئي. اتباع تابعين سندس طريقو هو. بشرحافي سري سقطي ۽ حارث محاسبي جو همعصر هو ۽ فضيل عياض ڪي ڏٺو هئائين ۽ احمد ابي الحواري جي استادن مان هو. سندس عمر دراز هئي.

نڪتو: سندس چوڻ آهي ته هر عمل، علم آهي ۽ امام هر علم جي عنايت.

نڪتو: ڪانئس، اخلاص بابت پڇيو ويو، چيائين ته جنهن وقت تون عمل صالح نٿو ڪرين ته تون اها طلب نه رک ته توکي ياد ڪيو وڃي ۽ انهيءَ لاءِ (تون عمل صالح ڪرين) ته

توڪي بزرگ تصور ڪن ۽ عمل صالح جي ڪرڻ ۾ اها اميد ۽ خواهش نہ رکڻ تہ سندس تعريف ڪئي وڃي، اهو اخلاص آهي.

## ابوحامد اسود

هيءُ بالزنجي نالي سان مشهور آهي. بوعلي رودباري جي استادن مان هو ۽ ٽي سال ساندهہ مسجد الحرام ۾ ڪعبة الله جي پرسان ويٺو رهيو. ڪڏهن بہ ٻاهر نہ آيو. البتہ طهارت لاءِ نڪرندو هو ۽ ڪنهن بہ ڪيس ڪا شيءِ کائيندي نہ ڏٺو نہ وري ڪو قوت وٽس ايندي ڏٺو ويو. جنهن وقت ۾ هو وجد ۾ ايندو هو تہ سفيد ٿي ويندو هو، پوءِ وري سياهہ ٿي ويندو هو.

## ابوجعفر بن بڪرحداد

هيءُ ابن عطا جو مريد هو. ابوجعفر حداد ٻئي ڪبير ۽ صغير بغدادي هئا. حضرت جنيد ۽ رويم جو همعصر هو.

## ابوجعفر بن بڪر حداد صغير

هيءُ مصري هو ۽ ابوبڪر ڪبير جي اصحاب مان هو. ابن عطا سان مجلس ڪندو هو ۽ ان جي ئي شاگرديءَ ۾ آيو ۽ ابوتراب نخشبي جو صحبت، يافتہ هو.

## ابوعبدالله حصري، بصري

هيءُ بغداد جي قديم مشائخ مان هو. فتح موصلي جو مريد هو.

## ابوعبدالله رودباري

سندس نالو احمد بن عطا هو. شام جي مشائخ مان هو. ابوعلي رودباريءَ جو ڀائيجو هو.

## ابوالحسن بن شعره

هيءُ صوفي مشائخ مان هو. ابواحمد اسود جو همعصر هو. ساڻس جامع مصر ۾ هليو ويو. مذڪور آهي تہ: سندس قبر مان قرآن شريف پڙهڻ جو آواز ايندو هو جو زيارتي ٻڌندا هئا.

## عبدالله بن خبيق انطاڪي

سندس ڪنيت ابومحمد هئي. اصل ڪوفہ جو رهاڪو هو. پوءِ انطاڪيہ ۾ مقيم رهيو. سندس تصوف ۽ طريقت جو سلسلو، سفيان ثوري جي طريقہ تي هو ۽ اصحاب سفيان جو صحبت يافتہ هو.

فتح بن شخرف ڪيس ڏنو هو. بيان ٿو ڪري ته مان ڪيس ڏنو هو، چيائين ته: اي خراساني! چئن شين کان سواءِ ٻيو ڪجھ به ڪونه آهي. (1) اکيون، (2) زبان، (3) دل، (4) خواهش. پنهنجي اکين جي حفاظت ڪر ته الله تعاليٰ جي منع ڪيل شين ڏانهن هرگز نه نهارين ۽ زبان جو خيال ڪر ته جيئن اهي الفاظ نه ڪڍين، جنهن کي الله تعاليٰ پسند نه ڪندو هجي ۽ دل ڏانهن نگاهه رک ته جيئن اها ڪنهن به مسلمان جي خلاف بغض ۽ ڪينو نه رکي ۽ خواهش کي قبضي ۾ رک ته جيئن اها ناشائسته شيءِ ڏانهن مائل نه ٿئي. جيڪڏهن اهي خصلتون تو منجهه ڪونه آهن ته پوءِ تون پنهنجي مٿي ۾ مٽي وجهي ڇڏ جو بدبخت آهين.

## ابوالحسين مالڪي

سندس نالو احمد بن سعيد مالڪي هو، بغدادي فصيح هو. حضرت جنيد، نوري ۽ انهيءَ طبقي جي مشائخ جو صحبت يافته هو، پوءِ طرطوس ويو ۽ اتي فوت ٿي ويو.

## شيخ محمد بن علي حڪيم ترمذي

سندس ڪنيت ابوعبدالله هئي. ابوتراب نخشبي، احمد خضرويه ۽ ابن جلا جو صحبت يافته هو. ابوبڪر وراق جيڪو سندس مريد هو. بيان ٿو ڪري ته هر ڇنڇر جي رات حضرت خضر عليه السلام وٽن ايندو هو ۽ هڪ ٻئي کان حال احوال پڇندا هئا.

## محمد بن خالد ترمذي

سندس ڪنيت ابوبڪر هئي، احمد خضريه کي ڏٺو هئائين. سندس چوڻ آهي ته: تنهنجو سرمايه تنهنجي دل آهي. جڏهن تون پنهنجي دل کي ظن ۽ گمان ۾ مشغول رکندين ته جنهن خاطر تون آيو آهين، اهو وقت ضايع ڪيئي جو ته اهو وقت وري تو وٽ ٻيهر ڪونه ايندو.

۽ چيائين ته: ”الانسان في خلقه احسن ما في جديد غيره“

## ابونصر محمد بن حامد

هيءُ خراسان جي نوجوانن مان هو.

## قاسم عربي

هي هڪ دفعي بيمار ٿي پيو. بشر حافي سندس عيادت ۽ زيارت لاءِ ويو. ڏٺائين ته سندس مٿي هينان هڪ سِر رکيل آهي ۽ پراڻي ٻوريءَ جو هڪ ٽڪر سندس پاسي ۾ رکيل آهي. جڏهن بشر حافي ٻاهر آيو ته قاسم عربي جي هڪ پاڙيسري کيس ٻڌايو ته ٽن سالن کان وٺي هيءُ اسان جي پاڙي ۾ رهيل آهي، مگر هرگز اسان کان ڪابه شيءِ ڪونه گهري اٿائين.

## ابوبڪر شقاق

سندس نالو محمد بن عبدالله هو، ابوسعيد خراز جي اصحاب مان هو.

## ابوالحسين بنان

ابوسعيد خراز جو صحبت يافته ۽ پڻ ان جو مريد هو. تيه نالي رڻ پٽ ۾ فوت ٿي ويو.

## ابو نصر خباز ۽ ابوالحسن سوهان آزن

هيءُ حصري جو هم عهد هو ۽ گاذرگاهه مشائخ مان هو ۽ به واسطا قديم تر هو ۽ هرات جو رهندڙ هو. ابونصر، شاگردِ حصري هو. ابوالحسن سوهان جامع مسجد ۾ ويهندو هو. سندس شاگرد (مريد) شيخ الانصار بيان ٿو ڪري ته اسان جو پير سائين رمضان شريف جي ساري رات سجدي ۾ گذاريندو هو ۽ صبح جو سجدي مان اُٿندو هو ۽ هر سال حج ڪندو هو ۽ روزو ۽ نماز پورا ڪندو هو. قرآن مجيد جي تلاوت خشوع سان ڪندو هو. بيشتر توبه و استغفار ڪندو هو ۽ عبادت جي قبوليت لاءِ دعا گهرندو هو.

## باب فرغاني

سندس نالو عمرهو ۽ فرغانه جو رهاڪو هو. اتان جي درويشن ۽ بزرگ مشائخن کي باب سڏيندا هئا.

شيخ عمووي کي ڏٺو هئائين، ڪشف المحجوب واري لکيو آهي ته هيءُ اوتاد الارض هو.

## ابونصر سراج

سندس لقب طائوس الفقرآء هو. ابومحمد مرتعش، سري سقطي ۽ سهل تستري کي ڏٺو هئائين. سندس مسڪن ۽ مدفن طوس آهي.

## ابومحمد حداد

ابوحفص حداد نيشاپوريءَ جو مريد هو ۽ نيشاپور جي هڪ ڳوٺ جو رهندڙ هو. ابوحفص کيس چيو ته لوهارڪو ڌنڌو ڪر ۽ ان جي ڪمائي درويشن تي خرچ ڪر ۽ پاڻ نه کاءِ ۽ پنهنجو گذارو سوال ۽ گهرڻ ذريعه ڪندو رهه ۽ هن اهڙي طرح ڪيو ته ماڻهن جو لاڙو ڏانهس وڌندو ويو ۽ خلق سندس پويان هوندي هئي ۽ هر ماڻهو پنهنجو هٿ هن اڳيان احسان ڪرڻ لاءِ ٽنگيندو هو. (اهو حال ڏسي) ابوحفص کيس چيو ته هاڻي سوال ڪري کائڻ، توتي حرام آهي ۽ جيڪو ڌنڌو ڪرين ٿو ان جي آمدني مان پنهنجو گذارو ڪر ۽ پاڻ کاءِ.

مذڪور آهي ته جنهن وقت سندس مريد ان ڏانهن ايندا هئا ته ڪين چوندو هو ته پنهنجي مقصد ڪي هن طريقه سان حاصل ڪيو وڃي جو حجامت جو ڏنڌو شروع ڪريو ته توهان ڪي حجام سڏيندا ته اهڙي طرح توهان ڪي ڪو به عارف جي حيثيت سان ڪونه سڃاڻيندو ۽ اهو طريقو صاحب ملامت ۽ خلاف نفس جو مذهب آهي.

## ابوبڪر صيدلاني

هيءُ فارس جو هو ۽ نيشاپور ۾ وفات ڪئي هئائين. شبلي ڪيس بزرگ تصور ڪندو هو.

## ابراهيم فازويه

سندس ڪنيت ابواسحاق هئي. محمد بن سعيد جو فرزند هو. فارس جي مشائخ مان هو. نيشاپور ۾ فوت ٿي ويو، ابوحفص ڪي ڏٺو هئائين، ابوعثمان حيري جو مريد هو، مروت ۽ سخاوت ۾ عظيم الشان مقام رکندڙ هو. حسن قرائت ۾ بهترين ۽ عمده آواز هئڻ سبب ڪيس نازويه جي لقب سان سڏيندا هئا.

ڪانئس پڇيو ويو ته: فقير ڪير آهي؟ چيائين ته اهو آهي، جنهن کي ڪا حاجت نه هجي، شيخ الاسلام بيان ٿو ڪري ته: نه ڪانئس ڪو حاجت رکي ۽ نه ڪو ڪنهن ۾ حاجت رکي. دنيا جي حق ۾ تنهنجي نظر ۽ مقصد صرف سرسري هجي، حصول دنيا لاءِ اضطراري ڪيفيت نه هجي ۽ راه گذاري ۾ اختصار هجي.

## ابوحمزه

جنيد ڪيس شونيزيه شهر ۾ ڏٺو هو، ۽ اهو ۽ جنيد، ابوعلي مسوحي جا شاگرد هئا.

## حسين بن محمد بن موسيٰ سلمي

شيخ ابوعبدالرحمٰن سلمي سندس والد هو ۽ عبدالله منازل ۽ ابوعلي ثقفي جو صحبت يافته هو. شبلي ڪي ڏٺو هئائين.

## عبدالله بن محمد بن منازل

سندس ڪنيت ابومحمد هئي. طريقت جو سلسلو حمدون قصار ڪان حاصل ڪيائين ۽ نيشاپور جي بزرگ مشائخ مان هو.

## ابوعباس نهاوندي

سندس اصل نالو احمد بن محمد بن فضل هو. شاگرد (مريد) جعفر خلدي ۽ پير شيخ عمو جو هو.

## محمد يوسف بن معدان بناء

سندس ڪنيت عبدالله هئي، جنيد، سندس فضيلت جو قائل هو.

## محمد بن فاذه

سندس ڪنيت ابوجعفر هئي ۽ پاڻ ابويوسف جي مريدن مان هو.

## علي بن حمزه اصفهاني حلاج

هيءُ محمد يوسف بنا جو شاگرد هو.

## ابوغريب اصفهاني

محققن مان هو، عين جمع جي عشق ۾ پهتو هو. ڪيس حلولي سڏيندا هئا. ابوعبدالله خفيف سندس دوست هو.

## شيخ علي سهيل بن ازهر اصفهاني

سندس ڪنيت ابوالحسن هئي. يوسف بنا جو مريد هو، ۽ جنيد جو همعصر هو.

## ابوعبدالله بن بانيڪ

سندس نالو احمد بن ابراهيم هو، ارغان فارس جو رهاڪو هو. بندار ارغانيءَ جو مريد هو، شبليءَ ڪي ڏٺو هئائين ۽ سندس عمر سو سال کان به مٿي هئي.

## ڪهمش بن حسين همداني

تمام گهڻن مشائخ کي ڏٺو هئائين ۽ انهن جو صحبت يافته هو. جنيد، زيارت لاءِ وٽس ويو هو.

## ابوثابت رازي

يوسف بن حسين رازيءَ سان سلسله طريقت قائم ڪيو هئائين.

## ابوبڪر رازي

مڪه معظمه ۾ ابوعمرو زجاجي کي ڏٺو هئائين.

## شيخ ابوقاسم جعفر

سندس نالو جعفر بن احمد بن محمد هو. نيشاپور جو رهندڙ هو ۽ ابن عطا محمد بن حواري ۽ ابوعلي رودباري جو صحبت يافته هو.

## عبدالله بن محمد

هيءُ عبدالرحمٰن رازي، شعراني جو فرزند هو، ۽ ابوعثمان حيري جي اڪابر اصحاب مان هو.

## ابوجعفر فرغاني

سندس نالو محمد بن عبدالله هو. ابوعثمان حيري ۽ اصحاب جنيد ۽ نزيل بغدادي جو خادم رهيو هو.

## ابوعلي جورجاني

سندس نالو حسن بن علي هو. محمد بن علي ترمذي ۽ محمد فضل بلخي جو صحبت يافته هو ۽ انهن جي عمر جي قريب هو. سندن ئي طريقت تي هو.

چوي ٿو ته: بخل ۾ ٽي حرف آهن، ب سان بلا (مصيبت) خ سان خسران (نقصان) لام جو لوم (ملامت) پوءِ بخل مصيبت آهي پنهنجي نفس لاءِ ۽ نقصان آهي، پنهنجي خرچ ڪرڻ تي ۽ بخل سبب مٿس ملامت به آهي.

## غيلان موسوس

ڪيس غيلان مجنون سڏيندا هئا. محمد بن سمين جو چوڻ آهي ته هن کي ڪوفه جي ويران جڳهه تي ڏٺم. هو نه ڪنهن کان گهرندو هو ۽ نه ڪنهن جي شيءِ کي قبول ڪندو هو. ڪنهن به ڪيس نه ڏٺو ته هو ڇا ٿو کائي.

## ابويعقوب اقطع

جنيد جو ڪاتب هو ۽ (راسله) مڪه ۾ هو.

## ابوموسيٰ ديلمي

بايزيد جو همعصر هو.

## عباس بن احمد شاعر ازدي

ابومظفر ڪرمانشاهيءَ جو مريد هو. ابوالقاسم بوسلم (باوردي) ان کي ڏٺو هو. سندس گهر (برمله) شام ۾ هو. شيخ ابوسعيد (ماليني) حافظ بربالين سندس انتقال وقت موجود هئو، بيان ٿو ڪري ته ڪانئس پڇيم ته تنهنجو ڪهڙو حال آهي. چيائين ته تشويش ۾ آهيان، سمجهه ۾

نٿو اچي تہ ڇا ڪريان. جيڪڏهن وڃڻ کي اختيار ڪريان تہ ڊڄان ٿو تہ دليري ظاهر ٿيندي. ۽ گستاخيءَ جو خطرو آهي ۽ جيڪڏهن هٽ رهڻ پسند ٿو ڪريان تہ خوف ٿو ٿئي تہ متان آرزو رکڻ ۽ ديدار کان ڪراهت جو قصوروار ٿيان. منتظر آهيان تہ هو خود ڇا ٿو ڪري، پوءِ اهو چوڻ هجي تہ منهنجي لاءِ روئڻ، رڙڻ نہ ڪجو، پوءِ جڏهن هو روانا ٿي ويا تہ جان ڏنائين.

## ابوشعيب مقنع

سندس نالو صالح هو ۽ ابوسعيد خراز جو همعصر هو، ۽ مصر جو رهندڙ هو.

## ابوبڪر زقاق ڪبير

سندس نالو احمد هو ۽ مصر جو رهاڪو هو. ابوبڪر زقاق صغير ۽ ابوبڪر دقي جو مرشد هو.

## ابوبڪر زقاق صغير

سندس ڪنيت ابوبڪر هئي. بغداد جو رهاڪو هو. ابوبڪر زقاق ڪبير جو مريد هو.

## شيخ ابوالقاسم ابوسلم باوردي

اڪثر مشائخن کي ڏٺو هئائين ۽ اهڙي طرح ابوعبدالله روڌباري ۽ يعقوب نهرجوريءَ جو صحبت يافتہ هو.

## ابوجعفر محمد بن علي نسوي

محمد عليان جي نالي سان معروف هو ۽ ابوعثمان جيري جي پيارن صحابن مان هو. چوي ٿو تہ:

نڪتو: جنهن بہ پسندگي ۽ گهُر سان ڪرامت جو اظهار ڪيو، اهو مدعي آهي ۽ جنهن کان بنا گهُر جي ڪائنس ڪرامت جو ظهور ٿيو اهو ولي آهي.

نڪتو: سندس چوڻ آهي تہ جيڪو غيرالله کي پڪاري سڪون حاصل ڪري ٿو تہ الله تعاليٰ کيس وساري ڇڏي ٿو ۽ جيڪو الله تعاليٰ کي پڪاري سڪون حاصل ڪري ٿو تہ الله ٻين طريقن کان کيس بي نياز ڪري ڇڏي ٿو.

## ابوحسين باروسي

سندس نالو سلم بن حسن هو ۽ ڪنيت ابوعمران هئي حمدون قصار جي استادن مان ۽ نيشاپور جي قديم مشائخ مان هو.

## ابوعبدالله ڪرام

هيءُ ابوالحسين باروسيءَ جو همعصر هو. ڪائنس پڇيو ويو تہ منهنجي جماعت جي حق ۾ ڇا راءِ رکين ٿو. چيائين تہ سندن باطن جو جيڪو احوال آهي، سو جيڪڏهن ظاهر هجي ها ۽ جيڪو زهد سندن ظاهر تي آهي، سندن باطن ۾ هجي ها، تہ اهي حق جا مرد هجن ها. ڪين گھڻو نماز پڙهندي ڏٺم ۽ روزي ۾ فراواني آهي پر (نور) ايمان ڪا ٻي شيءِ آهي، جيڪو نہ آهي. چيائين تہ باطن جي اونداهي ظاهر جي اونداهي آهي.

**مولف جي وضاحت**: اهو ظاهر آهي تہ هنن مشائخ جي وفات جو سال بيان نہ ڪيوويو آهي، البتہ سندن همعصرن جي قياس مان ظاهر آهي تہ ٿوري گھڻي گھٽ وڌائي جي باوجود اهي هن صديءَ جا بزرگ آهن. وڏ ۾ وڏ سندن وفات جي سالن ۾ ڏهن ويهن سالن جو فرق آهي، تنهن ڪري انهن کي ٽين صدي اندر تحرير ڪرڻ ۾ ڪو مضائقو ڪونہ آهي.

## ابوالعباس بن مسروق

سندس نالو احمد بن محمد بن مسروق، اهل طوس مان هو ۽ بغداد ۾ رهائش اختيار ڪئي هئائين. قطبن مان هو ۽ قطب مدار جو صحبت يافتہ هو. ابوعلي رودباري جي استادن منجهان هو. حارث محاسبي، سري سقطي محمد بن منصور ۽ محمد بن حسين برجلاني جي شاگرديءَ ۾ رهيو هو ۽ انهن کان ئي صحبت جو شرف حاصل ڪيو هئائين.

قال من ترک التدبير عاش في راحة ترجمو: جنهن تدبير ترڪ ڪئي، اهو راحت ۾ رهيو.

قال: ڪنت ببصره فرايت صياد اصطاد السمک علٰي بعض السواحل والٰي جنبه في دوخلة زدت الصبية السمک الٰي عاد فالتفت الرجل فقال لابنته اي شيءِ عملت بالسمکة فقالت يا ابي اليس يروي عن رسول الله عليه وسلم انه قال: لا تقطع سمکة في سبکة الا اذا غفلت عن ذکر الله فتبکي الرجل ورمي بالشباک.

ترجمو: چيائين تہ مان بصره ۾ هئس، پوءِ هڪ مڇي جي شڪاريءَ کي ڏٺم تہ ساحل تي (شڪار) لاءِ وينو هو. سندس پر ۾ هڪ نينگريءَ مڇي ڦاسائي ٻاهر ڪڍي. پوءِ اهو شخص، نينگريءَ ڏانهن متوجه ٿي پڇڻ لڳو تہ اي ڌيءُ! ڪهڙي طرح تو مڇيءَ کي ڦاسايو؟ پوءِ چيائين: اي ابا! ڇا تو پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن جي اها حديث ڪونہ ٻڌي آهي تہ مڇي تڏهن ڦاسندي آهي جڏهن الله جي ذڪر کان غافل هوندي آهي. پوءِ اهو شخص ڏاڍو رُنو ۽ ڄار کي سٽي ڇڏيائين.

## ابوعبدالله مغربي

سندس نالو محمد بن اسماعيل هو. ابراهيم خواص ۽ ابراهيم بن شيبان جو استاد (مرشد) هو ۽ ڪرمانشاهي ۽ ابوبڪر بيڪندي جو بہ استاد هو ۽ ابوعلي الحسين علي (رزين) هروي جو شاگرد (مريد) هو.

مذڪور آهي ته ابو عبدالله جي عمر هڪ سو ٻاويهه سال هئي، عمر سندس استاد هو، ان جو استاد ابوالحسين هو. ابوالحسين عبدالواحد زيد بصري جو شاگرد هو، جيڪو حسن بصري جو شاگرد هو. سندس قبر ابوعبدالله جي ڪوهه طور سينا تي، سندس استاد ابوالحسين رزين جي پر ۾ خرنوب جي وڻ هيٺان آهي. سندس وفات جو سال 273هه آهي.

شيخ الاسلام انصاريءَ جو بيان آهي ته هن اونداهي هرگز ڪونه ڏني هئي، جنهن وقت خلق کي اونداهي نظر ايندي هئي، هن کي روشني نظر ايندي هئي.

## ممشاد دينوري

عراق جي بزرگ مشائخ مان هو، يحييٰ جلا جو صحبت يافته هو. جنيد، رويم ۽ نوريءَ جو همعصر هو.

سندس قول آهي ته: الله تعاليٰ عارف کي آئينو ڏئي ڇڏيو آهي ته جيئن پنهنجي فڪر ۽ خيال کي ڇوڏاري نه ڊوڙائي بلڪ انهيءَ آئيني ۾ الله تعاليٰ کي ڏسندو رهي.

هڪ ڏينهن سندس گهر جي ٻاهران هڪ ڪُتي پونڪ ڪئي. ممشاد چيو لا اِله الا الله پوءِ ڪتو اُتي ئي مري ويو.

ابوعامر نالي هڪ سندس مريد هو. حڪايت ٿو ڪري ته هڪ ڏينهن ممشاد جي مجلس ۾ وينو هئس ته هڪ جوان سندس حجره ڪان نڪري آيو ۽ ميزباني جي اجازت گهريائين ۽ شيخ کيس اجازت نه ڏني. جڏهن هو ٻاهر ويو هليو ته مريدن چيو ته شيخ ائين هرگز ڪونه ڪندو آهي، ڇا سبب آهي؟ فرمايائين ته: هيءَ انهن ماڻهن مان آهي، جنهن جي هٿ ۾ دنيا ايندي ويندي رهي ٿي. هيءُ چاهي ٿو ته ڪجهه خرچ ڪريان ته جيئن سندس سرمايو وري وري حاصل ڪري سگهان. سندس دل جو مقصد حصول دولت آهي. سندس وفات س هه ........۾ آهي.[1]

سلسله چشتي ان ڪان ئي ابتدا ڪري ٿو، شيخ ابواسحاق چشتي خليفه پيران چشت جو مرشد هو.

مذڪور آهي ته: شيخ ممشاد سندس نالو پڇيو. فرمايائين ته توهان چشتي خواجه آهيو ۽ سلسله چشت اوهان وٽان شروع آهي. پوءِ کيس چشت جي خرقه خلافت عطا ڪيائين. پنج شخص طريقه چشت جا پڪيڙيندڙ آهن:

(1) ابواسحاق چشتي

(2) خواجه احمد چشتي

(3) خواجه محمد چشتي

(4) خواجه ناصرالدين چشتي

(5) خواجه قطب الدين (مودود) چشتي.

---

[1] نفحات ۾ سندس وفات جو سال 299هه ڏنل آهي.

انهن مان هرهڪ چشتي سلسلہ سان پيوستہ آهي.

چشت: هرات جي هڪ ڳوٺ جو نالو آهي ان سلسلہ جو باني ان ڳوٺ سان تعلق رکندڙ هو، انهي ڪري ان سلسلہ سان نسبت ڪري ڪين چشتي سڏيو وڃي ٿو.

## طيفور بايزيد

سندس نالو بايزيد هو ۽ حبيب عجميءَ جو خليفو هو. سندس عمر هڪ سو ٻاونجاهہ سال هئي. حسن بصري رحمة الله عليه ۽ امام جعفر صادق عليه السلام ڪي ڏٺو هئائين ۽ سندن خدمت بہ ڪئي هئائين. چار شخص سندس خاص مريد هئا، جيڪي پاڻ ڪي طيفوريہ سڏائيندا هئا جن ڪي خرقہ خلافت بايزيد پاڻ پهرائي هئي.

سلسلہ طيفوريہ هن ريت آهي، هن ۾ بہ فرقا هئا ۽ آهن: (1) طيفوريہ بسطاميه (2) طيفوريہ شطاريہ.

طيفوريہ بسطامي: هيءُ طريقہ ابي يزيد طيفور بن عيسيٰ بسطامي سان منسوب آهي. هي طريقة التخلق باخلاق الله تعاليٰ والاستغراق في الله تعاليٰ مع التعطش بحيث يقول بلسان خارج هل من مزيد و المجاهدة والقلق والاضطراب والسماع واكثر ذكرهم: انت الاول والآخر والظاهر والباطن وتارة الفوز الباسط الظاهر سماع عند القوم وتارة هو الله، هو الله وتارة الله، الله يكشف الراس والرجل.

ترجمو: هن طريقي ۾ الله تعاليٰ جي صفات ۾ غور ۽ فڪر ڪرڻ ۽ الله تعاليٰ جي ذات ۾ مستغرق رهڻ ۽ اهڙي طرح تي وڃڻ جهڙي طرح ڪو اُڃايل پاڻي لاءِ پريشان تڙپندو آهي ۽ ظاهري طور زبان سان ٻولڻ تہ اڃا بہ وڌيڪ آهي ۽ مجاهده، تشنگي، اضطراب (مالڪ جي محبت جي لنوَ ۾) ۽ اڪثر سندن ذڪر هوندو آهي تون اول آهين ۽ تون آخر آهين ظاهر آهين باطن آهين ۽ ٻيو دفعہ الفوز، الباسط، الظاهر جماعت ۾ ۽ وري هو الله، هو الله ۽ وري الله، الله. مٿي ڪي گوڏن تي رکي تصور ڪرڻ (مراقبہ ڪرڻ).

(2) اما شطاريه منسوبة الي شيخ عبدالله الشطاري وسمي به الآن بلالقيه النفي والاثبات المعال له غير الله موجود حتيٰ فعال انت الشطار ومن سمه اشتهر اتباعه بالشطارية فهي طريقة التخلق باخلاق رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم والا شتله امة بالشهود والبقاء. بجميعة ليس شمه فنا وكذا قيل هدايتهم نهاية عنهم و اكثر ذكرهم جليل و جميل والله حاضري والله ناظري والله شاهدي والله معني واشغالهم وطرقهم مذكور في جواهر الخمسة.

ترجمو: شطاريہ سلسلو، شيخ عبدالله شطاري ڏانهن منسوب آهي ۽ هاڻي ڪيس الشيخ بلالقيه جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. سندن طريقہ نفي ۽ اثبات ۽ بلنديءَ سان ذڪر الله ڪانسواءِ سڀ ڪجهہ غير موجود آهي. ايستائين جو تون شطار ٿي وڃين ۽ جنهن بہ انهي طريقہ جو اتباع ڪري نالي ڪي مشهور ڪيو، اهو شطاريہ آهي ۽ هن طريقہ ۾ تابعداري باخلاق رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم ۽ اڪثر سندن ذڪر هي آهي، جليل جميل ۽ الله حاضر آهي ۽ الله ناظر

آهي، الله شاهد آهي ۽ الله مون سان گڏ آهي ۽ سندن سلسلہ طريقت ۽ ”اشغال جواهر الخمسه“ ڪتاب ۾ مذڪور آهي.[1]

---

[1] ”جواهر الخمسہ“ محمد غوث گواليار جي تصنيفن ۾ تمام گهڻي شهرت رکندڙ ڪتاب آهي. شطاريہ سلسلي جي صوفيا جو ان ڪتاب تي باقاعده عمل رهيو آهي. شاه محمد غوث جي شيخ طريقت حاجي حميدالدين حصور (930هه/1523ع) پهرين دفعي مطالعہ ڪان پوءِ چئي ڏنو تہ:

”هيچ ولي نباشد ڪه برين اسرار مطلع فه گردو“

شاه وجيه الدين پنهنجي خليفي سيد صبغة الله ڀڙوچي، جنهن پنهنجي خليفي شيخ احمد شناوي جنهن پنهنجي خليفي شيخ احمد قشاشي کي جواهر الخمسه جي اجازت ڏني. جنهن شيخ ابراهيم کي جنهن پنهنجي فرزند شيخ ابوطاهر جنهن پنهنجي شاگرد رشيد حضرت شاه ولي الله کي اجازت ڏني.

شاه ولي الله پنهنجي ڪتاب ”انتباه في سلاسل اوليا الله“ ۾ حضرت شاه محمد غوث گواليار جو ذڪر ڪيو آهي.

جواهر الخمسه جي ديباچ ۾ مصنف جي تحرير مان، ان تصنيف جو سال 928هه بمطابق 1521ع لڳي ٿو. جڏهن محمد غوث گواليار گجرات آيو تہ اتي 956هه/1549ع ڌاري ان ڪتاب ۾ ترميمون ڪيائين. اهي اضافا ايترا تہ هئا جو ڪتاب نئين ۽ بهتر صورت وٺي سامهون آيو.

جواهر الخمسه اصل فارسي زبان ۾ ئي تحرير ڪيو ويو، پر انسائيڪلوپيڊيا آف اسلام جي مقالہ نگار عبدالمقتدر شيخ محمد غوث گواليار جو ذڪر ڪندي لکي ٿو:

”علم تصوف ۾ سندس ڪيترين ئي تحريرون آهن، جواهر الخمسه کي تمام گهڻي شهرت حاصل ٿي جيڪو عربيءَ ۾ تحرير ٿيل آهي. 1549ع/956هه ۾ پاڻ ان کي مڪمل ڪيائين جنهن بعد ان ۾ ترميمون ۽ اضافا ڪري ان کي فارسيءَ ۾ منتقل ڪيائين.

انديا آفيس لائبريري لندن ۾ موجود ”پرشن قلمي نسخا“ جي عنوان تحت ڇپيل پهريون جلد 1903ع ۾ جواهر الخمسه جي فارسي نسخي 1173هه جو تعارف ڪرائيندي ايٿي رقمطراز آهي تہ:

”شيخ محمد غوث عربيءَ ۾ علم تصوف جي متعلق جيڪو ضخيم ڪتاب لکيو آهي هيءُ ان جو فارسي ترجمو آهي.“

شيخ موصوف لاءِ اسٽوري جيڪو ”فارسي ادب“ جلد اول ۽ ثانيءَ جو مصنف آهي لکي ٿو:

“Author of the Arabic Sufi work at Jawahiral Khamsa”

اهي جلد 1953ع ۾ لندن مان شايع ٿيا. اسٽوري پنهنجي تائيد ۾ برو ڪلمن جو حوالو ڏئي ٿو. جنهن پڻ جواهر الخمسه کي عربي الاصل لکيو آهي، مگر ڪنهن بہ عربي نسخي نہ ملڻ ڪان علاوه خود جواهر الخمسه جو مطالعو ان ڪتاب کي فارسي الاصل هجڻ ثابت ڪن ٿا.

محمد غوثي شطاري گلزار ابرار ۾ جواهر الخمسه مان جيڪي اقتباسات ورتا آهن، سي پڻ ان جي فارسي الاصل هجڻ جو دليل ڏئي رهيا آهن. هن همعصر بزرگ ڪٿي بہ اهو نہ ڄاڻايو آهي تہ اهو ڪتاب اصل عربيءَ ۾ تحرير ڪيو ويو هو.

البت ڪتاب ۾ عربي ٻوليءَ ۾ دعائون ۽ لفظن جو استعمال ڪنهن اهڙي ماڻهو لاءِ مغالطي جو سبب بڻجي سگهي ٿو. جنهن کي عربي ۽ فارسي لفظن جي فرق ڪرڻ ۾ ڏکيائي ٿيندي هجي.

مٿين حقيقت واضح ٿيڻ ڪان پوءِ سوال اهو ٿو پيدا ٿئي تہ ان فارسي ڪتاب جو عربي ترجمو ڪڏهن ۽ ڪنهن ڪيو، جو اها غلط فهمي پيدا ٿي. نواب صديق حسن خان شيخ وجيه الله الڀڙوچي (1015هه/1606ع) جي شاگرد سيد صبغت الله الڀڙوچي (1015هه/1606ع) جي حالات ۾ لکي ٿو:

”شيخ وجيه الدين گجراتي ڪان مختلف علم حاصل ڪيائين. تنهن ڪان پوءِ ڀروچ واپس وريو. 999هه ۾ مالوه بہ ويو ۽ بلاد دڪن ۾ احمدنگر جي بادشاه برهان الملڪ وٽ ترسيو. حرمين جو بيهر سفر ڪيائين. دوران سفر جڏهن بيجاپور آيو تہ سلطان ابراهيم سندس وڏي خدمت ڪئي ۽ سفر جو سامان مهيا ڪيو.

الشيخ محمد غوث جي طريقي جا خرقا چئن قسمن جا آهن:

(1) خرقہ شڪر پاره مختلف رنگن جا ٽڪرا

(2) خرقہ هزار ميخي

(3) خرقہ چار گوشي چورس

(4) خرقہ زنده پيل پراڻي ڪپڙن جا ٽڪرا سٽ سان سبيل.

انهن چئن خرقن کي جن حضرات اختيار ڪيو انهن جا سلسليوار نالا هي آهن:

1. شيخ مسعود
2. شيخ محمود
3. شيخ ابراهيم
4. شيخ احمد

شيخ مسعود شڪر پاره اختيار ڪيو، شيخ محمود خرقہ هزار ميخي قبول ڪيو ۽ شيخ ابراهيم خرقہ چورس اختيار ڪيو ۽ شيخ احمد خرقہ زنده پاتو.

---

پاڻ وري سفر تي روانو ٿيو ۽ بالآخر مدينه منوره ۾ پهتو، جبل أحد جي پر ۾ سڪونت اختيار ڪيائين. موصوف جواهر الخمسه کي فارسيءَ مان عربي ۾ منتقل ڪيو. 1015هه ۾ مدينه منوره ۾ وفات ڪيائين ۽ اتي ئي دفن ڪيو ويو. (نواب صديق حسن خان ابجد العلوم جزثالث رحيق المختوم مطبوعہ ڀوپال 1295هه، ص 898)

سبحة المرجان ۾ غلام علي بلگرامي بہ اهو لکيو آهي تہ: سيد صبغة الله (1015هه) جواهر الخمسه جو معرب آهي. بيان ڪيل حوالن جي پيش نظر اهو چئي ٿو سگهجي تہ شيخ محمد غوث گواليارِي 928هه/1521ع ۾ جواهر الخمسه جو معرب آهي.

برلن يونيورسٽي جرمنيءَ ۾ سيد صبغة الله پڙوچي جو عربي ترجمو گواليارِي 928هه/1521ع ۾ جواهر الخمسه فارسيءَ ترجمو ڪيو. گجرات اچڻ کان پوءِ ڪجهہ دوستن جي چوڻ تي 956هه ۾ ان ۾ اضافو ڪيائين.

جواهر الخمسه جا قلمي نسخا پاڪ- هند ۾ ڪيترن ئي هنڌن تي ڏسڻ لاءِ ملن ٿا. جنهن مان ڪتاب جي مقبوليت جو اندازو ٿئي ٿو. جيئن:

(1) سينٽرل لائبريري سنڌ يونيورسٽي
(2) نسخہ اسلاميہ ڪاليج پشاور
(3) اسلامڪ ريسرچ انسٽيٽيوٽ بمبئي
(4) دارالمصنفين اعظم گڙهہ
(5) فورٽ وليم ڪاليج لنڊن
(6) نسخہ بيجاپور لنڊن
(7) نسخہ خدا بخش لائبريري پٽنہ.

ان کان علاوه سنڌ ۾ ڪامل ۽ نامڪمل نسخا ڪيترين ئي خانگي لائبررين ۾ موجود آهن، جن مان ڪجهہ جو ذڪر"خزينة المخطوطات" ۾ ڪيو ويو آهي. مسيح الاوليا شيخ عيسيٰ جندالله سنڌي جيئن تہ حضرت غوث محمد گواليارِيءَ جي خليفي شيخ لشڪر محمد عارف جو خليفہ ارشد هو، ان ڪري يارهين صدي يا ان کان بعد جي ڪجهہ قلمي نسخن ۾ مسيح الاوليا جي حوالي سان پڻ ڪجهہ وظائف ان ڪتاب ۾ شامل ٿي ويا آهن. جن ۾ لکيل آهي تہ هن وظيفي شروع ڪرڻ کان اڳ هيترا نفل پڙهي ان جو ثواب حضرت مسيح الاوليا سنڌي جي روح پرفتوح کي بخشيو وڃي. ان کان پوءِ وظيفو شروع ڪجي.

جيڪو بہ انهيءَ سلسلہ ۾ آيو ۽ خلافت حاصل ڪيائين، انهيءَ ان روش کي جاري رکيو. طعام جا ٽي لقما يا ٻہ لقما کائيندو هو ۽ سندس نگاه اڪثر فيض رسان هوندي هئي ۽ جنهن جي طرف نظر ڪرم ڪندا هئا تہ سندن الله تعاليٰ سان تعلق جوڙي ڇڏيندا هئا.

مذڪور آهي تہ شيخ علاء الدين طرطوسي ۽ شيخ نجم الدين ڪبريٰ فردوسيءَ جي وچ ۾ پڻ پائيچارو قائم هو. ٻئي ضياء الدين ڪبري وٽ آيا ۽ عرض ڪيائون تہ اسان جي عمر آخري درجي تي پهتي آهي. ڳالھ ايتري تائين پهتي آهي تہ هاڻي مجاهده سان اسان کي پنهنجو مقصد هٿ نہ ٿو اچي. ڪهڙو حيلو ڪرڻ گهرجي؟ شيخ فرمايو تہ مان پاڻ بہ انهيءَ مسئلہ ۾ مبتلا آهيان. سو ڪنهن جو مريد نٿو ٿي سگهان، جيستائين خود مطلب حاصل نٿو ڪريان. پوءِ ٻنهي بزرگن چيو تہ جنهن بہ جڳھ لاءِ مخدوم فرمائيندو اتي وڃي مريد ٿينداسون. پوءِ ٽئي بزرگ گڏجي شيخ وجيه الدين ابوحفص بن عمير وٽ ويا ۽ مريد ٿيا. بعد از ارادت شيخ ضياء الدين سهروردي ۽ شيخ علاء الدين طرطوسي کي خلافت ڏنائون ۽ حڪم ڪيائون تہ پنهنجي شهر ۾ وڃي الله جي ٻانهن جي رهبري ڪريو.

خانواده طرطوسي: دراصل هن سلسلي جو باني شيخ يوسف ابوالفرح طرطوسي آهي. ظاهري طرح ان جي نسبت شيخ وجيه الدين ابوحفص ابن عمير سان آهي، يعني سلسلہ طوسيان هاڻي ان ڏانهن منسوب آهي ۽ مذڪور آهي.

هي طريقة التسليم و التفويض والرضا والقضا والجود بها جاء علي السوية بين المسلم والكافر والفقير والغني والسماع والقيام بالتواجد واڪثر ذڪرهم يارب العالمين.

ترجمو: هن طريقي ۾ تسليم سپردگي، رضا، قضا ۽ سخا، مسلم ۽ ڪافر تي فقير ۽ مالدار سڀ تي هڪجهڙائي قائم رکڻ جو سلسلو آهي. سماع، قيام، وجد ان جا جزا آهن ۽ سندن اڪثر ذڪر يارب العالمين هوندو آهي.

خانواده سهروردي: هن سلسلہ جو بنياد وجهندڙ بہ بزرگ نالي ضياء الدين ڪبريٰ ۽ شيخ نجم الدين ڪبريٰ آهن. شيخ ضياء الدين ڪبريٰ ڪيس فرمايو تہ تنهنجو نالو تازه ۽ روشن ٿيندو شيخ ضياء الدين، ستن مهينن ڪان پوءِ. شيخ نجم الدين کي خلافت ڏني چيائين تہ تون فردوسيہ جي مشائخ مان هڪ آهين، انهيءَ آثار تي ان ڏينهن ڪان وٺي هرهڪ مريد فردوسي سلسلي جو سڏائيندو رهي ٿو ۽ ان ۾ ڪبريٰ فردوسي جو بہ واڌارو ڪيو وڃي ٿو. ممشاد دينوري بہ انهن مان آهي. اهڙي طرح جنيد بغدادي جا پوئلڳ فردوسي سلسلہ سان گڏوگڏ سهروردي طريقہ جا سماع ۽ ساز ڪل ٻڌندا رهن ٿا ۽ ذڪر جلي بہ ڪن ٿا. خير ۽ شر جيڪا بہ شيءِ ڪين رسندي هئي ان کي نعمت ڄاڻندا هئا چون چرا ڪون نہ ڪندا هئا. ماصنع الله فهو خير مومنن ۽ ڪافرن جي سخن کي برابر سمجهندا آهن.

## شيخ هبيره بصري

هيءُ خواجہ حذيفہ مرعشيءَ جو مريد هو. انهيءَ خواجہ ابراهيم ادهم ڪان، انهيءَ فضيل عياض ڪان فيض حاصل ڪيو هو.

سلسلہ هبيريه: هي سلسلو سندس نالي سان منسوب آهي. هنن جي روش اها آهي تہ هو ڳوٺ يا شهر جي آبادي ۾ ڪونہ رهندا آهن ۽ بيابان ۾ اڪيلا رهندا آهن ۽ جهنگ جو ميوو ۽ گاهہ ڪائيندا آهن. رات ۽ ڏينهن وضو سان رهندا آهن. دنيا ۽ دنيادارن ڏانهن توجه ڪونہ ڏيندا آهن ۽ ڪنهن جي بہ سوکڙي قبول ڪونہ ڪندا آهن ۽ ٽئين يا چوٿين ڏينهن جهنگ جي ميوي يا بغير لوڻ جي سبزيءَ سان افطار ڪندا آهن ۽ جيڪو بہ سندن مريد ٿيندو آهي، ڪيس اهڙي روش ڪي اختيار ڪرڻو پوندو آهي. سندن اڪثر ذڪر لاحول ولاقوة اِلا باللهِ العلي العظيم هوندو آهي.

## ابو عبدالله برقي قدس سره

هيءُ شام جي اڪابرين مشائخ مان هو.

شيخ الاسلام انصاري بيان ٿو ڪري تہ ابوعلي ڪاتب، ابوعثمان مغربي کي ٻڌايو تہ هڪ دفعي ابن البرقي بيمار هو، سندس ڪاڌي لاءِ حلوه پيش ڪيو ويو. چيائين تہ ملڪ ۾ ڪو حادثو ٿيو آهي. ٽيرهن ڏينهن ڪابہ شي ڪونہ ڪاڌائين آخر خبر آئي تہ قرامطہ حرم شريف تي حملو ڪيو آهي ۽ خلق کي قتل ڪيو اٿائون ۽ حجر اسود کي ٽڪرا ڪري ڇڏيو اٿائون.

ابوعثمان مغربي، ابوعلي ڪاتب کي چيو تہ ائين نہ آهي، ابوعلي چيو تہ اگر ائين نہ آهي تہ ٻڌاءِ تہ مڪه ۾ ڪهڙو واقعو ٿيو آهي، چيائين تہ اڄ مڪه ۾ ڪاري اوندهہ آهي طلحين ۽ بڪرين جي ماڻهن جي وچ ۾ جنگ جاري آهي، طلحين جو اڳواڻ هڪ مرد ڪاري رنگ جي گهوڙي تي سوار ڳاڙهي پڳ سان آهي، آخر ائين ئي معلوم ٿيو. قرامطہ وارو واقعو سال 317هہ ۾ ٿيو هو.

نڪتو: شريف حمزه عقيلي، بلخ ۾ چيو تہ اهو عارف نہ آهي، جو ملڪ ۾ ڪا شي جنبش ڪري يا پيدا ٿئي تہ ان جي ڪيس خبر نہ پوي.

شيخ الاسلام انصاري چيو تہ اهو غلط آهي ۽ اهو ٻانهپ جي شان جي خلاف آهي تہ هو ڳجهہ کي ظاهر ۽ آشڪار ڪري.

فلايظهر علٰي غيبه احدا- وما ڪان الله ليطلعڪم علي الغيب.

۽ سيڪجهہ الله تعالٰي توڃاڻي ۽ بس.

## ابوالحسن بن هند قريشي

سندس نالو علي بن هند هو. فارس جي خاص مشائخ مان هو. جعفر حداد ۽ ان جهڙن ٻين بزرگن مثلاً عمر بن عثمان، جنيد ۽ انهيءَ ئي طبقي وارن ٻين بزرگن ڪان فيض حاصل ڪيو هئائين.

سندس قول آهي تہ الله تعالٰي جلشانه جنهن کي پنهنجي قرب جو درجو عطا ڪندو آهي، ان کي انهيءَ ئي نعمت سان مسرور ۽ راضي رکندو آهي جو تہ بساط قرب ۾ بي سڪوني ۽ ناخوشيءَ جو عنصر هرگز ڪونہ هوندو آهي.

ابوعبدالله خفيف جو بيان آهي ته: شيخ ابوالحسن بن هند پنهنجي ڪثير جماعت سان شيراز ۾ هڪ دعوت ۾ موجود هو ۽ آءٌ سفر ۾ هئس (ان دوران) چيائين ته ابوعبدالله پنهنجو نصيب وڃائي وينو. جماعت عذر پيش ڪيو ته هو سفر ۾ آهي. (اتي موجود ڪونه آهي) وري اتي ئي چيائين سندس نصيب شامل آهي ان وچ ۾ مان به اتي پهچي ويس ۽ سلام ڪيم ۽ ابوالحسن اتي بينو ۽ پنهنجي پهراڻ ڪي ويڙهي ۽ ڪڇ ۾ قابو ڪندي مون ڏانهن قري آيو ۽ چيائين ته قلوب المومنين لا يڪذب (مومنن جون دليون غلط ڪونه ڳالهائينديون آهن) پوءِ مان ڪين چيو ته ڪجهه بچائي رکجو مون کي ڏاڍي بک لڳي آهي. اهڙي طرح جماعت ۾ اچي شامل ٿيس.

## تُحفة رحمها الله

سري سقطي بيان ٿو ڪري ته: هڪ رات مون کي ننڊ هرگز نه آئي ڏاڍيءَ پريشاني ۽ بي چيني ۾ مبتلا هئس ۽ تهجد کان به محروم ٿي ويس. عجيب حالت هئي، ائين پيو معلوم ٿئي ته شايد دل تنگ واري آهي. صبح جي نماز کان پوءِ طبيعت ۾ سڪون حاصل ڪرڻ لاءِ ٻاهر نڪتس ۽ بي چيني کي رفع ڪرڻ ۽ علاج لاءِ شفاخاني پهتس ته حڪيم کي احوال ڪري دوا وٺان. اتي پهچڻ شرط دل کي ڪجهه سڪون حاصل ٿيو ۽ اوچتو هڪ ڪنيز تي نظر پئي، جيڪا نهايت خوبصورت پاڪ ۽ صاف پوشاڪ پهريل هئي. مگر سندس هٿ ۽ پير ٻڌل ۽ بند ٿيل هئا ۽ مون کي ڏسي، سندس اکين ۾ پاڻي ڀرجي آيو ۽ چند شعر به پڙهيائين.

شفاخاني جي مالڪ کان پڇا ڪيم ته هيءَ ڪير آهي. چيائين ته ٻانهي آهي مگر ديواني آهي، سندس مالڪ هٿ پير ٻڌي (هِت شفاخانه ۾) ڇڏي ويو آهي. اها ڳالهه ٻڌي ڪنيز جو آواز روئڻ وانگر ڀرجي آيو ۽ انهيءَ ئي حالت ۾ چند اشعار پڙهيائين. جن شعرن مون کي روئاري ڇڏيو. مون کي روئندو ڏسي ان ڪنيز چيو ته اي سري! مالڪ جي صفت ٻڌي صرف روئين ٿو. توکي ان وقت بيهوش ٿيڻ کپي ها، پوءِ مان پاڻ اتي وٽس ويس ۽ ڪانئس پڇيم ته اي ڪنيز! چيائين لبيڪ اي سري! چيم: مون کي ڪيئن سڃاتئين ٿي چيائين ته: زماني کان بي خبر ڪونه آهيان جو اوهان کي نه سڃاڻان ۽ وري ڪيس چيم ته ڪنهن کي دوست ٿي رکين، جنهن جي فراق ۾ ايڏو پريشان آهين؟ چيائين ته ان کي دوست ٿي رکان جنهن مون کي بيحد نعمتن سان نوازيو آهي ۽ پنهنجي ذات کان مون کي واقف ڪيو آهي، پوءِ ڪانئس پڇيم ته هن جاءِ تي توکي ڇو بند ڪيو ويو آهي. چيائين ته اي سري! حاسدن جي پاڻ ۾ ياري آهي پوءِ يڪدم رڙ ڪري (نعرو هڻي) ڪري پئي. مون گمان ڪيو ته شايد مري وئي. مگر ٿوري دير کان پوءِ اُٿي وري شعر چوڻ شروع ڪيائين. مون شفاخاني جي مالڪ کي چيو ته هن کي آزاد ڪريو پوءِ هڪدم ٻانهيءَ چيو ته مان ڇو آزاد ٿيان؟ ڪيس چيم وڃ. جيڏانهن توکي وڻي. چيائين ڪيڏانهن ويندس. مون کي منهنجي حبيب هڪ مالڪ جي مِلڪ بڻايو آهي پوءِ مالڪ جي راضي ٿيڻ تائين صبر ۾ روئنديس. ايتري ۾ سندس مالڪ به شفاخانه ۾ آيو ۽ مون کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ تعظيم

سان سلام ڪيائين. مون کيس چيو ته منهنجي تعظيم ڪرڻ کان وڌيڪ ته هن ڪنيز جي تعظيم ڪرڻ بهتر آهي. مگر هن کي تو ڇو بند ڪيو آهي. چيائين ته ديواني آهي نه کائي ٿي ۽ نه پئي ٿي ۽ نه وري ننڊ ئي ڪري ٿي. منهنجي پونجي آهي، مون کيس ويهه هزار درهم ۾ خريد ڪيو آهي ۽ سندس هنر تي ڪاتو لڳائي ڏنم ته ويهه هزار رقم نفعي بخش ئي آهي. ڪانئس پڇا ڪيم ته کيس ڪهڙو هنر هو؟ چيائين ته مطربه (سني ڳائڻي) هئي. وري ڪانئس پڇيم ته ڪهڙي وقت کان ونئي، اهڙي حال ۾ آهي. چيائين ته هڪ سال کان ونئي ائين آهي. هڪ ڏينهن ڳائيندي ڳائيندي اٿي بيني ۽ ڳائڻ واري ساز کي ٽوڙي ٽڪرا ڪري ڇڏيائين. آهه ۽ زاري ڪرڻ لڳي مون سوچيو ته ڪنهن جي محبت ۾ مبتلا ٿي وئي آهي. مگر معلوم ٿيو ته ائين نه آهي.

شيخ سري جو چوڻ آهي ته مون تحفه جي مالڪ کي چيو انهيءَ ٻانهيءَ جي واجب رقم مان ادا ڪندس. ان کان وڌيڪ به توکي نفعو ڏيندس. سندس مالڪ رڙ ڪري مون کي چيو ته اي درويش! تون هن کي ڇا ڪندين! ۽ ايڏي رقم تون ڪٿان ادا ڪندين. کيس چيم ته ان جو تون فڪر نه ڪر. تون پنهنجي جاءِ تي رهه مان هاڻي رقم ڪٺي تو وٽ حاضر ٿيان ٿو. پوءِ روئندي گهر ڏانهن روانو ٿيس ۽ الله جو قسم ته مون وٽ هڪ دينار به موجود نه هو. ساري رات فڪر ۽ پريشانيءَ ۾ رهندي الله تبارڪ و تعاليٰ کي ٻاڏائيندو رهيس ته اي منهنجا پروردگار تنهنجي فضل تي اعتماد ڪندي، هيءُ وعدو ڪيو اٿم. هاڻي مون کي رسوا نه ڪج. صبح جو اوچتو منهنجي در تي احمد بن مثنيٰ آيو ۽ پاڻ سان گڏ پنج سون جون ٿيلهيون به ڪٺي آيو ۽ چيائين ته هاتفي مون کي حڪم ڪيو ته هي سون اوهان کي پيش ڪريان ته جيئن تحفه کي خريد ڪيو. پوءِ الله تعاليٰ جي اڳيان سربسجود ٿي، سندس شڪر بجا آندم. پوءِ ان سان گڏجي شفاخاني ڏانهن روانو ٿيس، ڏٺم ته مالڪ شفاخاني ۾ بيتابيءَ جي حالت ۾ ڦري رهيو آهي. مون کي ڏسي خوش ٿيو ۽ مرحبا ڪيائين ۽ چيائين ته بيشڪ تحفي جو الله تعاليٰ وٽ وڏو درجو آهي ۽ کيس ان جو قرب حاصل آهي. ڇو ته مون کي به خواب ۾ اهڙي آگاهي ٿي هئي. پوءِ تحفي اسان کي ڏٺو ۽ اکين ۾ پاڻي آڻي، عاجزي جي ڪيفيت ۾ چيائين ته مون کي مخلوق ۾ مشهور ڪري ڇڏيئي. ايتري ۾ تحفه جو مالڪ به روئندو حاضر ٿيو. کيس چيم ته ڇا جي لاءِ ٿو روئين. تو جيڪا رقم چئي هئي سا آندي اٿم ۽ ان کان وڌيڪ پنج هزار نفعو به آندو اٿم. چيائين ته الله جو قسم هرگز نه! چيم ڀلا جيڪي چوين توکي ڏيان. چيائين ته ساري دنيا جي دولت ڏين ته به هرگز قبول ڪونه ڪندس. هاڻي خالص الله تعاليٰ سبحانه جي نالي تي تحفي کي آزاد ڪري ڇڏيم. پڇيم ته ڇا ماجرا آهي؟ چيائين ته رات مون تي عتاب نازل ٿيو. هاڻي توکي شاهد ٿو ڪريان ته انهيءَ مال کان بري ۽ بيزار آهيان ۽ مثنيٰ ڏانهن نهاريم ته هو به روئي رهيو هو. ڪانئس روئڻ جو مقصد پڇيم ته چوڻ لڳو ته الله تعاليٰ جنهن ڪم لاءِ مون کي سڏايو هو ته معلوم ٿو ٿئي ته مون کان ناراض آهي ۽ هاڻي آءٌ توکي شاهد ڪري چوان ٿو ته مون پنهنجو سمورو مال راهه خدا ۾ صدقو ڪري ڇڏيو. مون چيو ته سبحان الله اهو سڀ تحفه جي برڪت جو نتيجو آهي. پوءِ تحفه اٿي ۽ پنهنجي بدن تان ريشمي لباس لاهي ٽاٽ جو لباس پهري ٻاهر روئندي رواني ٿي

وئي. ان ڪانپوءِ اسان به ان جي ڪڍ ٻاهر نڪتاسون ۽ سندس ڪافي ڳولها ڪئي سون، مگر هوءِ اسان کي نظر ڪونه آئي.

ڪجهه وقت کان پوءِ اسان ٽئي ڄڻا، ڪعبة الله جي زيارت ڪرڻ جو قصد ڪري روانا ٿياسون. ابن مثنيٰ ته رستي ۾ ئي فوت ٿي ويو ۽ باقي تحفه جو مالڪ ۽ آءٌ مڪه ۾ پهتاسون. ڪعبة الله جي طواف جي دوران مون هڪ درد ڀري آواز سان ڳائڻ ۽ شعر جو آواز ٻڌو. آءٌ طواف بعد انهي درد ڀري آواز جي آڌار تي پهتس. مون کي ڏسي چيائين ته اي سري! چيم لبيڪ! تون ڪير آهين، الله تعاليٰ توتي رحمت ڪري. چيائين. لا اِلٰه اِلاّ الله جي سڃاڻ هوندي به مون کي نٿو سڃاڻين؟ مان اهائي تحفه آهيان. ليڪن تحفه ڏاڍي ڪمزور ٿي وئي هئي. ڪانئس پڇيم ته تنهائي پسند ڪرڻ کان پوءِ ڪهڙو فائدو حاصل ڪيئي؟ چيائين ته مون کي الله تعاليٰ پنهنجو قرب ۽ انس ۽ محبت عطا فرمائي ۽ غير سان وحشت ۽ نفرت پيدا ڪيائين. ڪيس ٻڌايم ته احمد مثنيٰ ته فوت ٿي ويو. چيائين ته الله تعاليٰ مٿس رحم فرمائي وڏو بزرگ ۽ ڪافي خوبين جو مالڪ ۽ صاحب ڪرامت هو ۽ هو بهشت ۾ منهنجو پاڙيسري هوندو ۽ وري ڪيس ٻڌايم ته تنهنجو مالڪ، جنهن توکي آزاد ڪيو هو، سو مون سان گڏ هت آيو آهي. پوءِ انهيءَ جي حق ۾ دعا گهريائين ۽ پوءِ ڪعبة الله جي ديوار وٽ آئي ۽ ڪِري پئي ۽ ساهه نڪري ويس. جڏهن سندس مالڪ آيو ته تحفه کي مرده ڏسي هو به ڪِري پيو. مان ڪيس اٿارڻ لاءِ پهتس ۽ ڏٺم ته هو فوت ٿي چڪو هو. ان کان پوءِ ٻنهي کي ڪفن ڏئي سندن جنازه پڙهي ڪين دفن ڪيو ويو.

## جاريه سوداء

ذوالنون بيان ٿو ڪري ته هڪ ڪاري رنگ جي ڪنيز کي ڏٺم (محلي جا) ٻار ڪيس پٿر چٽي رهيا هئا جو هو چئي رهي هئي ته مان الله کي ڏسان ٿي. آءٌ ٿورو اڳتي وڌيس ته مون کي سڏ ڪيائين، پوءِ ڪانئس مون پڇيو ته مون کي ڪيئن ٿي سڃاڻين. چيائين ته الله تعاليٰ جي دوستن جو جامو هڪ جهڙو هوندو آهي. پوءِ ان سان سڃاڻيندا آهن. ڪيس چيم ته ٻارَ ائين چو ٿا چون. چيائين ته اهي سچ ٿا چون چو ته مون ان کي سڄاتو آهي، صرف پردو رکيل آهي.

## امراة مجهولة

اهڙي طرح ذوالنون مصري کان ٻي روايت آهي ته طواف ڪري رهيو هئس ته ڏٺم ته آسمان کان هڪ چمڪندڙ نور جي لاٽ وسي رهي آهي. طواف پورو ڪري، ڪعبة الله جي ديوار کي ٽيڪ ڏئي اڄرج ۾ پئجي ويهي رهيس. اوچتو هڪ درد ڀريو آواز منهنجي ڪن تي پيو. انهيءَ آڌار تي اوڏانهن ويس ۽ ڏٺم ته هڪ ڪنيز ڪعبة الله جي پردي کي چنبڙيل، سوز ۽ گداز سان مناجات ڪري رهي هئي. مون ڪيس ڪجهه چيو جواب ۾ چيائين ته مالڪ کي چونه اهڙي طرح ٻاڏايان تون ڀري هليو وڃ.

## جاريه مجهولة

ذوالنون هيءَ بہ حڪايت ٿو ڪري تہ هڪ نهايت عبادتگذار ٻانهي بابت ٻڌو هئم تہ هوءَ هڪ نامناسب محلي ۾ رهي ٿي. پوءِ سندس ديري تي پهتس ۽ ڏٺم تہ سندس چهري تي رات جي بيخوابيءَ جا آثار هئا. ڪيس سلام ڪيم. هن جواب ڏنو. ڪيس چيم تہ اي جاريه! نصاريٰ جي علائقي ۾ سڪونت اختيار ڪئي اٿئي؟ چيائين تہ الله تعاليٰ ڪانسواءِ ٻيو ڪنهن ڪي بہ ڪونہ ٿي ڏسي سگهان. ڪيس چيم تہ ڇا تنهائيءَ جي وحشت محسوس ڪونہ ٿي ڪرين، چيائين هرگز نہ! مالڪ منهنجي دل کي پنهنجي محبت، حڪمت ۽ لطائف سان پُر ڪري ڇڏيو آهي ۽ سندس ديدار جو شوق دل ۾ ڦرندو رهي ٿو. ان جي ياد ڪانسواءِ دل ۾ ٻيو ڪجهہ نہ ٿي رکان. ڪيس چيم تہ حڪمت واري نظر تي اچين پوءِ مون کي بہ تنگ راهہ مان ڪڍي ٻاهر ڪشادي راهہ ۾ آڻ.

چيائين اي جوانمرد! تقويٰ سان پاڻ کي سينگار، زهد ۽ پرهيزگاري جي راهہ تي گامزن رهہ ۽ الله تعاليٰ کان خوف رکندڙ وارن جو سلوڪ اختيار ڪر ۽ سندس در تي ڪوبہ پردو لڳل نہ آهي ۽ نہ وري ان جي در تي ڪو دربان آهي. پنهنجن خادمن کي فرمائي ٿو تہ ڪنهن بہ ڪم ۾ منهنجي نافرماني نہ ڪن.

## محمد خير

هيءَ مشائخ هو. مذڪور آهي تہ هن ۾ جڏهن نيڪيءَ جو خيال پيدا ٿيو تہ شبلي وٽ آيو ۽ توبهہ ڪيائين ۽ ساڻس بيعت ڪرڻ جو ارادو ڏيکاريائين تہ شبلي محمد خير کي جنيد ڏانهن موڪليو.

ڪشف المحجوب واري لکيو آهي تہ جنيد ڏانهن موڪلڻ ڪو عجز سبب ڪونہ هو، بلڪ شبلي، جنيد جي عزيزن مان هو.

## ابوبڪر محمد بن اسماعيل قفال (شاشي)

ڪتاب هفت اقليم ۾ سندس نالو حسين بن علي بن اسماعيل ڄاڻايل آهي. هيءَ فقيه، محدث، شاعر ۽ وقت جو امام هو. ڪيس باطني علوم ۾ سند هئي. فقه ۾ اول هن ئي تصنيف ڪئي هئي ۽ فقه شافعي کي هن ئي ماوراء النهر ۽ شاش ۾ پکيڙيو.

طبقات فقهاء ۾ شيخ ابواسحاق شيرازيءَ سندس لاءِ تمام گهڻي تعريف ۽ توصيف بيان ڪئي آهي. سندس ولادت سال 291هہ ۾ ٿي ۽ انتقال 330هہ ۾ ٿيو. هن پنهنجي عمر کي ٽن قسمن يعني ٽن درجن ۾ ورهائي ڇڏيو هو، پهرين قسم يعني اول سال ۾ حج ڪرڻ، ٻئي سال ۾ جهاد لاءِ روم ڏانهن وڃڻ ۽ ٽئين سال ۾ پنهنجي ولايت جو فيض پهچائڻ.

## خواجہ محمد نامي

هيءُ خواجہ نصيرالدين عبيدالله احرار جي ڏاڏاڻن مان هو. بغداد جو رهندڙ هو ۽ جنهن وقت قفال حج ڪرڻ لاءِ ويندو هو تہ خواجہ محمد بغداد مان پنهنجي اهل و عيال سميت شاش ۾ اچي رهندو•هو ۽ قفال جي نمائندگي ڪندو هو.

## محمد بن صباح

هيءُ اڪابرين جي زمره ۾ شمار هو ۽ طلحہ بن محمد صباح السلمي جو والد بيان ڪيو تو وڃي.

## سعدون مجنون

سالڪ مجذوب محبوب هو. هڪ دفعي محمد بن صباح نيلي، بصره جي بيابان ۾ اڃ سبب بي حال ٿي ويل هو. اوچتو هي اتي نمودار ٿيو تہ هن ڪان پڇيائون تہ توکي ڇا گهرجي. چيائين تہ مون کي پاڻيءَ جي ضرورت آهي. چيائين تہ آسمان جي سينہ مان يا ويران زمين جي سينہ مان تو گهرين. جواب ۾ چيائين تہ آسمان وارو تو گهران، پوءِ بس هڪ دفعي آسمان ڏانهن نظر ڪيائين تہ ان وقت ئي وڄ ۽ گجگوڙ شروع ٿي ويو ۽ ڪڪر پيدا ٿي وسڻ لڳا.

مالڪ دينار ۽ ذوالنون مصري ڪيس ڏٺو هو ۽ ڪرامتن جو بہ مشاهدو ڪيو هئائون. محقق بڪمال ۽ عقل ۾ مجنون الحال هو ۽ پنهنجي بابت چوندو هو تہ: انا مجنون الجوارح لست بمجنون القلب يعني: مان ظاهري حالت ۾ مجنون آهيان ۽ قلب ۾ مجنون ڪونہ آهيان.

## ابوعبيد خواص

بشرحافي ذڪر تو ڪري تہ هن ستر سالن تائين آسمان ڏانهن نہ نهاريو. ڪانئس سبب پڇيو ويو تہ چيائين تہ حياءُ تو ٿئي تہ محسن ڏانهن هن بدڪار منهن سان ڪيئن نهاريان.

وا عجباه من مطيع تبدل وتستحي مع احسانه و من عاص تتذلل لايستحي مع عصياته. يعني: هاءِ عجب آهي انهيءَ فرمانبردار شخص تي جيڪو احسان شناس هجڻ جي باوجود الله ڪان حياءُ تو ڪري ۽ عجب آهي انهيءَ نافرمان شخص تي جيڪو نافرمانيءَ جي باوجود الله ڪان حياءُ نٿو ڪري.

## بلال خواص

سندس چوڻ آهي تہ تيہ ۾ هڪ عجيب بني اسرائيل شخص کي ڏٺم، الهام سان معلوم ٿيو تہ خضر آهي. ڪانئس پڇيم تہ شافعي ڇا هو؟ چيائين تہ هو اوتاد هو ۽ احمد حنبل ڇا هو؟ چيائين تہ هو مرد صديق هو. چيم تہ بشر بن حارث ڪيئن آهي؟ چيائين تہ اهو پنهنجو مٽ پاڻ آهي. چيم توکان ٻار جي ٻاري ۾ پڇان تو. چيائين تہ وڃو بهترين نيڪي اها آهي تہ ماءُ جي خدمت ڪري.

## عبدالله بن صالح

سهل بن عبدالله تستري جو همعصر معلوم ٿو ٿئي. وقت جو معروف صاحب ڪمال هو. ذڪر آهي ته مالڪ بن قاسم الجبلي کي ڏٺو هئائين.

## مالڪ بن قاسم جبلي

عبدالله بن صالح بيان ٿو ڪري ته هميشه شهر شهر گهمندو ڦرندو، مڪه پاڪ وڃي پهتس، پوءِ اتي ئي مقيم ٿي ويس ڇو جو اهوئي شهر برڪت وارو آهي ۽ هر جمعه جي رات، دنيا جا ماڻهو حاضر ٿيندا آهن. آخر شيخ کي انهي جاءِ تي لڌم. سندس مڪان سوگز ڪان پري ڪونه هو.

## حماد بن عيسيٰ (جهي ڪوفي) بصري

مذڪور آهي ته هن حضرت امام موسيٰ ڪاظم عليه السلام جن جي خدمت ۾ پهچي عرض ڪيو ته حضرت دعا گهرو ته حق تبارڪ و تعاليٰ مون کي گهر، زال، خادم ۽ پٽ عطا ڪري ۽ رزق جي فراواني ڏئي ۽ مون کي توفيق ڏئي ته هر سال حج جي سعادت حاصل ڪريان. حضرت عليه السلام هٿ کڻي دعا ڪئي ته اللهم صل عليٰ محمد و آل محمد وارزقه داراً وزوجة، وخادماً، وولداً و حج خمسين سنة. ڪيس دعا جي برڪت سان سڀ ڪجهه حاصل ٿيو ۽ پنجاهه حج ڪيائين. هڪ دفعي قفاة واديءَ ۾ احرام جو غسل ڪري رهيو هو ته اوچتو پاڻي جو سيلاب اچي ويو ۽ ان ۾ ٻڏي فوت ٿي ويو.

سندس عمر ستر سالن ڪان وڌيڪ هئي. فوت ٿيڻ جو سال 209هه آهي.

## يونس بن يعقوب بن قيس بحلي دهني

هيءُ بن حضرتن حضرت امام جعفر صادق ۽ امام موسيٰ عليهما السلام جن جي خاص خادمن مان هو. امام رضا عليه السلام جن جي ڏينهن ۾ مدينه ۾ فوت ٿي ويو. امام عليه السلام جن ولايت ڪري سندس ڪفن دفن ۽ تجهيز جو اهتمام ڪيو ۽ پنهنجي غلام ۽ پنهنجن وڏن جي غلام کي موڪليو ته هو ڪيس بقيع ۾ دفن ڪري اچن ۽ ڪوفه جي شيعن مان هڪ خاص شيعي کي موڪليو ته هو سندس نماز جنازه پڙهائي. ۽ ڪيس حڪم فرمايائين ته سندس باري ۾ الله جي ٻاجهه جو مشاهدو ڪر جو عراق ڪان اچي پيغمبر جي پاڙي ۾ پهتو آهي.

## عبدالرحمٰن بن حجاج بحلي ڪوفي

هيءُ حضرت امام جعفر صادق عليه السلام جو وڪيل هو. ان ڪان پوءِ امام موسيٰ ڪاظم عليه السلام جن جو خادم رهيو ۽ ان ڪان پوءِ امام رضا عليه السلام جن جي خدمت ۾ رهيو. انهن ڏينهن ۾ جڏهن مامون، حضرت امام صاحب کي پنهنجو وليعهد بڻايو، هيءُ فوت ٿي ويو. امام موسيٰ ڪاظم عليه السلام ڪيس اهل بهشت چيو آهي.

## حسن بن علي بن فضال ڪوفي بحلي

حضرت امام موسيٰ عليه السلام جي خدمت ۾ رهندڙ هو. حضرت امام رضا عليه السلام جو به خدمتگار هو. وڏي ۾ وڏو عابد هو. علائقي جي صحرا ۾ وڃي سجدي ۾ مشغول ٿي ويندو هو، صحرا جا سمورا پکي سندس چوڌاري جمع ٿي ويندا هئا. اهي به ساڻس زمين تي محو ٿي ويندا هئا. ان وقت ائين معلوم ٿيندو هو ته گويا زمين تي ڪا چادر وڇايل آهي ۽ صحرا جا وحشي جانور به وٽس وٽان ڪندا هئا ۽ هرگز نه ڊڄندا هئا ۽ اهڙي طرح ساڻس هري ويا هئا، گويا انهن ئي منجهان آهي.

## عبدالجبار بن مبارڪ نهاوندي

هيءُ هڪ ڏينهن حضرت امام محمد بن علي جواد عليه السلام جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين ته اسان جي پيءُ ڪي اوهان جي بزرگن کان هيءُ روايت پهتي آهي ته: گمراهن سان لڙائي ڪندي هر فتح ۾ جيڪا به شي هٿ اچي اها وقت جي امام جي ملڪ آهي. فرمايائون هائو! پوءِ هن چيو ته گمراهن سان جنگ ڪندي مون کي چند فتوحات ۾ جيڪي ڪجهه هٿ آيو هو، پاڻ کي ان کان پري رکندي، اوهان جي خدمت ۾ کڻي آيو آهيان ۽ چاهيان ٿو ته اوهان مون کي پنهنجي غلاميءَ ۾ قبول ڪريو. فرمايائون ته قبول ڪيم پر دستور موجب منهنجي مڪان تي حاضري پريندو رهج. پوءِ ٻارهن، تيرهن سال سندن جاءِ تي برابر ويندو رهيس ۽ کين پنهنجي غلاميءَ کي ياد ڏياريندو رهيس. آخر ۾ فرمايائون انت حُرَ بوجه الله (يعني تون الله جي راهه ۾ آزاد آهين) پوءِ پنهنجن هٿن سان آزادي نامو لکي مهر مبارڪ هڻي مون کي عطا ڪيائون.

## ابراهيم بن عبده نيشاپوري

هن کي امام حسن عسڪري عليه السلام هڪ پروانو لکي ڏنو هو. جنهن ۾ لکيل هو ته نيشاپور ۽ ان جي آسپاس وارن شيعن لاءِ امام صاحب جي طرفان کيس وڪيل مقرر ڪيو وڃي ٿو.

## عبدالله بن حمدوية بيهقي

کيس امام حسن عسڪري عليه السلام پروانو لکي روانو ڪيو، جنهن ۾ لکيل هو ته اهل نيشاپور ابراهيم بن عبده جي تابعداري ڪن.

## اسحاق بن اسماعيل نيشاپوري

کيس امام حسن عسڪري عليه السلام هڪ پروانو پنهنجي صحيح ۽ خاص مهر هڻي لکي ڏئي، هن کي نيشاپور ڏانهن روانو ڪيو ته نيشاپور ۽ سندس آسپاس وارا شيعا ابراهيم بن عبده جي علي الوڪالت تابعداري ڪن.

## عبدالله بن خاقان

هيءُ خالص الاعتقاد مؤمنين مان هو. متوڪل عباسيءَ، مٿس شيعت جي تهمت هڻي، قيد ڪيو هو، ڪافي مدت کان پوءِ جڏهن هو آزاديءَ مان مايوس ٿي ويو ته امام علي نقي عليه السلام ڏانهن خط لکيائين ته سندس لاءِ الله تعاليٰ کان دعا گهري. حضرت امام عليه السلام جن دعا گهري انهيءَ ئي رات متوڪل بيمار ۽ بيقرار ٿيو. ايستائين کيس آرام ڪونه آيو. جيستائين هن سيني قيدين کي آزاد نه ڪيو. عبدالله جي آزاديءَ لاءِ هن خصوصي فرمان جاري ڪيو.

## خيران خادم قراطبي

هيءُ ابوالحسن ثالث علي بن محمد بن اصحاب مان هو ۽ بئي قول موجب تہ سندن وڪيل هو.

## يونس بن عبدالرحمٰن يقطيني

هيءُ حضرت امام رضا عليه السلام جن جو وڪيل هو. امة احمدي جي درميان ان حديث موجب تہ علماء أمتي كانبياء بني اسرائيل هو (يعني منهنجي امت جا علماء بني اسرائيل جي انبياء وانگر آهن) حضرت امام رضا عليه السلام فرمايو تہ ابوحمزه (شمالي) منهنجي زماني ۾ ائين آهي. جهڙي طرح پاڻ سڳورن جي وقت ۾ سلمان رضي الله تعاليٰ هو ۽ يونس بہ پنهنجي وقت ۾ سلمان رضي الله عنہ وانگر هو.

ڪتاب يوم وليلة ۾ امام حسن عسڪري عليه السلام بابت ذڪر ڪيو آهي ۽ فرمايو ويو آهي تہ اعطاء الله بكل حرف نور يوم القيامة. يعني الله تعاليٰ ڪيس قيامت جي ڏينهن هرهڪ حرف جي بدلي ۾ نور عطا فرمائي.

ڪيس چاليهہ پائر هئا. روزانو وٽن سلام ڪرڻ ويندو هو. ويهہ سال روزا رکيائين ۽ ويهہ سال سوال ڪندڙ ڪي برابر ڏيندو رهيو. پنجيتاليهہ حج ۽ چوونجاهہ عمره ڪيا هئائين. سال 220هہ ۾ مدينه ۾ وفات ڪري ويو.

## صفوان بن يحييٰ بجلي ڪوفي

هيءُ امام رضا ۽ امام محمد جواد عليهما السلام جن جو راوي ۽ سندن وڪيل هو. سندس والد، حضرت امام جعفر عليه السلام جن وٽ وڏو رتبو رکندڙ هو. عبدالله بن جندب ۽ علي بن نعمان جيڪي بئي متقي مؤمنين مان هئا، انهن سان شريڪ مال تجارت هو. يعني ساڻن گڏجي واپار ڪندڙ هو. انهن مان هرهڪ بيت الله شريف ۾ روزانو ايڪونجاهہ رڪعتون نفل نماز پڙهندو هو ۽ پاڻ ۾ اهو عهد ڪيو هئائون تہ اسان منجهان هرهڪ تي لازم آهي تہ فرض نماز ڪانسواءِ هو نفل نمازون بہ پڙهندو رهي ۽ زڪواة ڏئي ۽ روزا بہ رکي. صفوان بہ انهن مان هو ۽ هيءُ روزانو هڪ سو ٽيونجاهہ رڪعتون نفل نماز پڙهندو هو ۽ هر سال ۾ ٽي مهينا روزا رکندو هو ۽ هر سال ۾ ٽي دفعا پاڻ تي زڪواة ڏيڻ لازم ڪري ڇڏي هئائين ۽ هر خيرات ۽ نيڪي جيڪا پنهنجي لاءِ ڪندو هو تہ اهڙي طرح انهن (مرحومن) دوستن لاءِ بہ ڪندو هو ۽ ان جو ثواب سندن روحن کي بخشيندو هو ۽ تقويٰ جي باري ۾ ايتري قدر پختہ هو جو هڪ دفعي سفر ۾ هڪ اَٺ ياڙي تي حاصل ڪيائين ۽ ان تي سامان بہ رکيائين (منزل تي پهچي) هڪ شخص کي بہ دينار امانت طور ڏنائين تہ ڪوفي ۾ ان جي مالڪ کي پهچائي جو تہ سامان بابت ان کان اجازت ورتل ڪونہ هئي ۽ نہ وري ياڙو ڳالهائڻ وقت سامان ۾ داخل هو.

## حسن بن محبوب بجلي ڪوفي (الزراد)

سندس پڙڏاڏي جو نالو وهب هو. هو جرير بن عبدالله بجلي صحابيءُ جو غلام هو. هي زره ناهڻ جو ڪاريگر هو (وهب) حضرت امير جي خدمت ۾ حاضر ٿيو تہ جرير کان خلاصي ڏياري وڃي ۽ هڪ روايت آهي تہ کين آزاد ڪيو ويو هو تہ جيئن حضرت امير جي خدمت ۾ رهي.

محمد بن ابي نصر جو بيان آهي تہ حضرت امام رضا عليه السلام جن کي عرض ڪيم تہ حسن بن محبوب اوهان کان اسان کي ڪتاب پهچايو هو، چيائين تہ نيڪ. لا تقل الزراد بل قل السراد ان الله تعاليٰ يقول وقدر في السرد. پر ڪيس زراد نہ سڏيو بلڪ ڪيس سراد سڏيو، ڇو تہ الله تعاليٰ قرآن شريف ۾ فرمايو آهي تہ وقدر في السرد يعني اندازي سان زره ۾ ڪڙيون ملاءِ زراد ۽ سراد جي معنيٰ هڪ ئي آهي.يعني زرھ ٺاهيندڙ. حسن جي عمر 75 سال هئي. سن 224ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## عبدالله بن جندب بصري

هيءُ حضرت امام موسيٰ ۽ امام رضا عليهما السلام جن جي راوين مان هو. امام عليه السلام سندس حق ۾ فرمايو آهي تہ: ”اِني راض عنک والله و رسوله صلي الله عليه وسلم“ (مان توکان راضي آهيان ۽ الله ۽ ان جو رسول صلي الله عليه وسلم بہ.)

## عبدالله بن مغيره ابومحمد بجلي عقيلي ڪوفي

هيءُ دراصل واقفي مذهب رکندڙ هو. بيان ٿو ڪري تہ حج پورو ڪرڻ کان پوءِ جڏهن ملتزم ڏانهن وڃي اتي الله تعاليٰ کان پنهنجي هدايت لاءِ دعا گهريم تہ پوءِ منهنجي دل ۾ اها تمنا پيدا ٿي تہ حضرت امام رضا عليه السلام جن جي خدمت جو شرف حاصل ڪريان ۽ آخر حضرت جن جي خانہ مبارڪ جي در تي پهچي بيهي رهيس تہ اندران حضرت جن جي ندا ٻڌم فرمايائون تہ اي عبدالله بن مغيره! ڪيئن آيو آهين ۽ وري پاڻ فرمايائون تہ الله تعاليٰ توکي قبول ڪيو آهي ۽ دين جي هدايت جي حصول لاءِ حڪم فرمايو آهي.

## زڪريا بن آدم بن عبدالله بن سعد اشعري قمي

هيءُ حضرت امام رضا عليه السلام جن وٽ ڏاڍو مڪرم هو. هڪ ڏينهن عرض ڪيائين تہ ارادو اٿم تہ پنهنجي مائٽن کان پاڻ کي پري رکان ڇو تہ هو مون سان بدسلوڪي سان هلن ٿا. فرمايائين تہ الله تعاليٰ توکي پنهنجن مائٽن جي بدسلوڪي کان بچائي رکندو. اهڙي طرح اهل بغداد هڪ شخص جي ذريعہ حضرت امام عليه السلام کي عرض رکيو تہ دين جي مسائل معلوم ڪرڻ لاءِ هر وقت اوهان جي خدمت ۾ حاضر ٿيڻ نٿو ٿي سگهي. انهيءَ ڪري ڪو اپاءُ ڪيو وڃي، فرمايائون تہ دين ۽ دنيا جي مسائل حل ڪرڻ لاءِ زڪريا بن آدم قمي مقرر آهي (ڪانئس فائدو حاصل ڪريو). ڪيس عظيم سعادت هيءُ حاصل آهي تہ هڪ سال حضرت امام عليه السلام سان حج ۾ مدينه کان مڪه تائين رفيق رهيو.

## محمد بن عبدالله بن جعفر بن حسين

بن جامع بن مالڪ حميري قمي.سندس ڪنيت ابوجعفر هئي. صاحب الامر جو ڪاتب هو. حضرت جن کان جيڪي شريعت جا سوال پڇيا ويندا هئا، انهن جا جواب هيءُ لکندو هو ۽ دستخط حضرت جن ڪندا هئا.

ڪيس ٿي پائر هئا. جعفر حسين ۽ احمد بربڪ ۽ اهي سيئي حضرت امام عليه السلام جا آزاد ڪيل غلام هئا.

## محمد بن احمد بن الجنيد ابوعلي ڪاتب الاسڪافي

شيخ نجاشي چوي ٿو ته مون پنهنجن ڪن بزرگن کان ٻڌو آهي ته ڪيس وقت جي حاڪم طرفان مال ۽ تلوار ملندو هو، ان ڏس ۾ پنهنجي ٻانهيءَ کي وصيت ڪئي هئائين، آخرڪار اهو مال ۽ اها تلوار ضايع ٿي وئي.

## محمد بن احمد بن عبدالله بن قضاعہ بن صفوان بن مهران الجمال اسدي

اماميہ فرقہ جو شيخ هو. موصل جي قاضيءَ سان مناظري سبب، موصل جي واليءَ وٽ جو آل حمدان جي سلاطين مان هو، ڪافي قدر ۽ منزلت حاصل ڪئي هئائين. چيو وڃي ٿو ته محمد بن احمد سندس مباهلو پڙهيو. هن پنهنجي حيثيت ۽ مباهلہ ۾ فوقيت کي قائم رکڻ لاءِ سخت مناظرو ڪيو جنهن سبب عناد جي صورت پيدا ٿي پئي. مباهلہ کان پوءِ چيائين منهنجي هٿ سان محمد بن احمد پنهنجو هٿ ملائي (هٿ ملائڻ بعد) سندس هٿ سُڄي ڪارو ٿي ويو ۽ ڪيس بخار ٿي پيو ۽ ٻئي ڏينهن انهيءَ ئي حال ۾ ساهہ ڏنائين.

## عثمان بن سعيد عمري اسدي

هيءُ عمر بن حريث صيرفي ڪوفي جي اولاد مان هو ۽ امام ابي جعفر محمد بن علي هادي عليه السلام جن جي اصحاب مان هو. يارهن سالن جو هو ته امام صاحب جن جي خدمت ۾ آيو. سندس پرورش بہ پاڻ ڪيائون. آخر حضرت امام حسن عسڪري جن جي وڪالت جي شرف سان فائز ٿيو. ٻهريون سفر هو جو حضرت عسڪري جن ڪيس وڪالت جي سلسلي ۾ صاحب الامر مقرر ٺهرايو. فرمايائون ته صاحب الامر جي وڪالت کان پوءِ پيءُ جي وڪالت سندس پٽ ابوجعفر جي حوالي ڪئي وڃي.

## ابوسري منظور بن عمار پوشنجي

گزيده ۾ لکيل آهي ته شروعاتي زماني ۾ هن هڪ ڪاغذ جو ٽڪرو لڌو ۽ ان کي رکڻ لاءِ ڪيس ڪا مناسب جڳهہ نظر ڪونہ آئي ۽ پوءِ انهيءَ ڪاغذ کي ڳهي ڇڏيائين. پوءِ ان جي برڪت سبب مٿس علم جا دروازا کوليا ويا.

فوت ٿيڻ کان پوءِ ڪانئس پڇيو ويو ڪهڙي ڳالهہ سبب توکي نجات حاصل ٿي ته چيائين ته صلوٰة ۽ حب علي بن ابي طالب عليه السلام سبب نجات حاصل ٿي. نفحات جي طبقہ اوليٰ ۾ ڪيس اهل مرو ۽ اهل باورد چيو ويو آهي. بعض ڪيس پوشڪند لکن ٿا ۽ بصره جو هو ۽ حڪماء مشائخ مان هو.

## شيخ ابوعلي حسين محمد الاڪار

هيءُ شيخ ابوعبدالله خفيف جي احباب مان هو ۽ شيخ ابواسحاق گاذروني جو مرشد هو.

مذڪور آهي تہ: شيخ حسين اڪار جڏهن گاذرون ۾ پهتو تہ مشائخ صاحبان اڳيئي اتي گڏ ٿيل هئا. شيخ حسين جي پهچڻ ڪان پوءِ هڪ ڇوڪرو انهيءَ مجلس ۾ آيو تہ انهن شيخ حسين کي ٻڌايو تہ هيءُ قرآن مجيد ڏاڍو سهڻو پڙهندو آهي. انهيءَ ڇوڪري کي چيو ويو تہ قرآن شريف پڙهہ. هن پڙهيو ۽ شيخ وجد ۾ اچي ويو جڏهن فارغ ٿيو تہ مشائخ کان گهر کندي چيائين تہ هن ڇوڪري کي شيراز پهچايو. پوءِ هو اتي پهتو ۽ شيخ جي صحبت ۾ رهيو.

سال 300هہ ۾ فوت ٿي ويو ۽ سندس قبر شيخ ابوعبدالله خفيف جي روضي جي پر ۾ آهي.

## طلحہ بن محمد صباح نبلي

هيءُ ابوعثمان حيري جي اڪابر ساٿين مان هو. سال 302هہ ۾ فوت ٿي ويو.

## يوسف بن حسين رازي

سندس ڪنيت ابويعقوب هئي. شيخ ري ۽ جبال سندس زماني ۾ هئا ۽ ذوالنون مصريءَ جو مريد هو. ابوتراب نخشبي، يحيىٰ معاذ رازي ۽ نظير کي سندس صحبت حاصل هئي ۽ ابوسعيد خراز جو رفيق هو. ڪيس جنيد سان ڪافي خط و ڪتابت هوندي هئي. امام هو پر هن طائفه کي سندن طريقي جي ڪري مٿن ملامت ڪئي ويندي هئي. پنهنجي وفات جي وقت چيائين تہ الٰهي! خلق کي تنهنجي سچاڻ ڪرائڻ ۾ ڪافي جهُد ڪيم ۽ جيڪو ٿي سگهيو تہ پاڻ ٻہ عمل ڪيم. منهنجا مالڪ! هاڻي منهنجي ڪوتاهين کي بہ معاف ڪج ۽ انهن کي بہ بخش پوءِ گذاري ويو. سندس وفات جو سال 303هہ آهي.

خواب ۾ ڪانئس پڇيو ويو توسان ڪهڙو ورتاءُ ٿيو. چيائين تہ الله سبحانه و تعالىٰ مون کي فرمايو تہ اُهي الفاظ وري چؤ. پوءِ مون بيهر چيا. پوءِ فرمايائين تہ توکي انهيءَ ڪري بخشي ڇڏيم.

## ابوالعباس سريج

سندس نالو احمد بن عمران بن سريج هو. سندس بزرگي جي نسبت، مير شافعي کهين سان بيان ڪئي پئي وڃي. عراق جو فقيه هو. بغداد ۾ حضرت جنيد سان مجلس ڪندو هو ۽ ان جو صحبتي هو ۽ جڏهن وعظ ڪندو هو تہ ماڻهن ۾ خوشي ۽ جذبو پيدا ٿيندو هو ۽ چوندو هو تہ هن گفتگو جي ميناج ۽ برڪت جو سبب حضرت جنيد جون مجلسون آهن. شيخ ابوعبدالله

خفيف فرمائي ٿو تہ ابن سريج جي شيراز ۾ اچڻ کان اڳ عالم سڳورا صوفين کي جاهل تصور ڪندا هئا. جڏهن ابن سريج شيراز ۾ آيو ۽ صوفين جو مرتبو ۽ مقام بيان ڪيائين. پوءِ اهو شان ٻڌي انهيءَ جي وقت جي علماء ڪرام صوفين جي مقام کي سڃاتو. سال 305ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## ابوبڪر بن عيسيٰ مطوعي

ابهري. ابوبڪر طاهر جي زماني ۾ هو ۽ ان کان بزرگ تر هو. سال 305ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## شيخ ابوالقاسم بشر ياسين

پنهنجي وقت جي اڪابرين مشائخ مان هو. شيخ ابوسعيد چوي ٿو تہ مان ننڍو ٻار هئس تہ مون کي منهنجو پيءُ نماز تي گڏ وٺي ويندو هو. رستي ۾ پير ابوالقاسم ملندو هو. هڪ دفعي منهنجي پيءُ کان پڇيائين تہ اي ابوالخير هيءُ ٻار ڪير آهي؟ تہ مان نہ پيو سمجهي سگهان تہ هن جهان کان وڃڻ بعد اها خالي جاءِ ڪا پُر ٿيندي. مگر هاڻي پڪ ٿيم تہ هيءُ اوهان جو فرزند اها سعادت حاصل ڪندو. پوءِ چيائين تہ نماز کان فارغ ٿي مون وٽ اچجو. پوءِ جڏهن مان وٽس ويس تہ هو هڪ مٿانهين طاق وٽ وينو هو ۽ منهنجي پيءُ کي چيائين تہ ابوسعيد کي ڪلهي تي چاڙهہ تہ هو مٿي طاق تي رکيل ٽڪي لاهي ڪٽي اچي. پوءِ ائين ڪيوسون. ٽِڪي لاٽي سون، ٽڪي گرم هئي. منهنجي هٿ کي ٽڪي جي گرمي محسوس پئي ٿئي. پوءِ انهيءَ ٽِڪيءَ کي ٻہ ٽڪرا ڪيائين ۽ ان جو هڪڙو ٽڪرو پاڻ کاڌائين ۽ هڪڙو ٽڪرو مون کي کائڻ لاءِ ڏنائين. منهنجي پيءُ چيو تہ ڇا منهنجو نصيب ان ۾ ڪونہ آهي؟ چيائين تہ اي ابوالقاسم ٽيهہ سالن کان وٺي اها ٽِڪي طاق تي رکيل آهي ۽ وعدو ورتل هو تہ هيءُ ٽِڪي ان کي عطا ڪئي ويندي، جنهن جو هٿ ان سان گرم ٿئي. هاڻي اها بشارت توتي پوري ٿي. هي سال 308ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## حسين بن منصور حلاج

سندس ڪنيت ابوالمغيث هئي. عمرو بن عثمان المڪي صوفي جو مريد هو ۽ جنيد بغدادي جي صحبت جو فيض حاصل ڪيو هئائين. اڪثر مشائخ سندس بزرگيءَ جو انڪار ڪندا آهن. ليڪن چند شخص مثلاً ابن عطا، عبدالله خفيف، شبلي، ابوالقاسم نصيرآبادي ۽ ابوالعباس سريج سندس قتل کي رضا نہ ٿا ڄاڻن. شيخ ابوالقاسم ڪزه ڪاني (گرگاني) شيخ ابوعلي فارمدي. امام يوسف همداني ابوالقاسم بشريٰ هن سلسلي ۾ توقف اختيار ڪيو آهي. ٻئي طرف کي حضرات ڪيس حلولين مان شمار ڪن ٿا. ٻين جو چوڻ آهي تہ پاڻ ٻي ڪا هستي هو.

چون ٿا تہ عمرو بن عثمان هڪ ڪتاب تصنيف ڪيو هو. ان کي ڳجهي طور حاصل ڪري آشڪار ڪيو هئائين ان ڪتاب ۾ باريڪ ڳالهيون هيون. تنهن ڪري فتنو ۽ فساد پيدا ٿيو. پوءِ هن حلاج جي حق ۾ بددعا ڪئي. جنهن جو اثر ظاهر ٿيو ۽ هو قتل ٿيو.

سندس شهادت باب الطاق وٽ بغداد ۾ سنہ 309ھ تاريخ 24 ذيقعد بروز سومر ٿي. سندس شاگرد نالي[1]......... هو ان کي بہ قتل ڪيو ويو هو تہ اهڙي طرح سندس ٻئي شاگرد نالي ابوالحسين کي بہ قتل ڪيو ويو هو.

## عبدالملڪ اسڪاف

هيءُ حلاج جو مريد هو. سندس عمر هڪ سؤ ويہ (120) سال هئي. بلخ شهر ۾ شريف حمزه عقيلي سان گڏ هو.

شيخ الاسلام انصاري جو بيان آهي تہ هو ۽ منهنجو پيءُ، پير فارسي، ابوالحسين طبري ۽ ابوالقاسم حنانہ سيئي شريف حمزه عقيلي وٽ گڏ هوندا هئاسون.

عبدالملڪ اسڪاف جو چوڻ آهي تہ: هڪ دفعي حلاج کان پڇيم تہ اي شيخ عارف ڇا آهي؟ چيائين تہ اِها خبر توکي اڱاري ڏينهن پوندي. پوءِ ذي القعد جي مهيني ۾ سال ٽي سؤ نو هجريءَ ۾ ڪيس باب الطاق تي نيبو ويو ۽ سندس هٿ ۽ پير ڪاٽيا ويا ۽ سندس اکيون ڪڍيون ويون ۽ اونڌو ڦاسيءَ تي لٽڪائي ماريو ويو ۽ پوءِ ڪيس ساڙيو ويو ۽ اُها رک درياءَ ۾ اُڇلائي وئي.

## فارس بن عيسيٰ بغدادي

حلاج جو صحبت يافتہ هو. ڪيس ان کان خلافت بہ مليل هئي. سندس ڪنيت ابوالقاسم هئي، خراسان کان آيو هو ۽ اتان سمرقند هليو ويو. وفات تائين اتي ئي رهيو. شيخ ابوالقاسم حڪيم سمرقندي ۽ شيخ علم الهديٰ ابومنصور ماتريدي جو همعصر هو. ابومنصور جي وفات سال 335ھ ۾ ٿي ۽ ٽي شخص بہ ان سان هئا، جن جو موت بہ ان کان جدا ٿيو. فارس مقبول ترين هو. سندس ملفوظات تصنيفات ۾ آندا ويا آهن.

فارس جو بيان آهي تہ حلاج کان پڇيم تہ مريد ڇا آهي؟ چيائين تہ: "هوالرامي باول قصده الي الله فلا يعرج حتيٰ يصل" يعني: مريد اهو آهي جنهن جو منزل مقصود الله جو قرب حاصل ڪرڻ هجي پر جيڪڏهن ان درجي تائين نٿو رسي سگهي تہ پوءِ نہ ڪنهن جي دستگيري وٺي ۽ نہ وري ڪنهن ڏانهن متوجه ٿئي.

## ابراهيم بن فاتڪ

ڪيس احمد بن فاتڪ سڏيو ويندو هو. سندس ڪنيت ابوالفاتڪ هئي، جنيد ۽ نوري جي احباب مان هو. حلاج جو مريد هو.

---

[1] اصل متن ۾ نالي جي جڳهہ تي ڪجهہ بہ لکيل نہ آهي.

سندس بيان آهي تہ جنهن رات حلاج کي ڦاسيءَ تي چاڙهيو ويو هو تہ انهيءَ رات الله سبحانه و تعاليٰ کي خواب ۾ ڏٺم. عرض ڪيم تہ اي منهنجا مالڪ! هي حسين سان ڇا ڪيئي. فرمايائين تہ: سرِ خود متس آشڪار ڪيم. جيڪو خلق کي ٻڌائيندو رهندو هو، اهو ڪيس ڏٺم. خلق کي خود آرائي پاڻ ٻڌائيندو هو.

## احمد بن حسين بن منصور حلاج

هيءُ پنهنجي پيءُ جو مريد هو. عبدالله باڪويه سندس همعصر هو.

## ابوالخير حمصي

وقت جي نامور مشائخ مان هو، ڪيترا دفعا بيابان لتاڙيندي توڪل ڪندي، پيادل ڪعبة الله جي زيارت لاءِ مڪه پهتو. سال 310هہ کان پوءِ فوت ٿيو.

## ابوبڪر بن شفيق

طرطوس جي مشائخ مان هڪ ڳالهہ تو ڪري تہ مون ابوالخير کان حڪايت ٻڌي، ليڪن منهنجي دل يقين نہ ڪيو. پڇيم تہ اها حڪايت ڪهڙي آهي. چيائين عيسيٰ بن مريم بابت مشائخ مان هڪ ٻڌايو تہ من مثل قول ابوالخير محمد بن حامد کان ٻڌم تہ: ”وقد ذڪر قول النبي صلي الله عليه وسلم ڪيف اخاف علي أمتي انا اولهم و عيسيٰ آخرهم صلواة الله عليهما. فقال ابن حامد ان عيسيٰ عليه السلام ينزل ثلاث مرات يظهر في اول مرة علي الاولياء و في الثانية علي الصلحاء وفي الثالثة ينزل بيت المقدس فيراه الخلق العام“.

ترجمو: نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جو فرمان ذڪر ڪيائين تہ آءٌ پنهنجي امت تي خوف ڪيئن ڪريان، جنهن جو پهريون شخص آءٌ آهيان ۽ ان جي آخر ۾ عيسيٰ عليه السلام آهي. ابن حامد چيو تہ عيسيٰ عليه السلام ٽي دفعا دنيا تي لهندو پهريون دفعو اولياء ڪرام تي ظاهر ٿيندو ۽ ٻيو دفعو صالحن تي ٿيندو، ۽ ٽيون دفعو بيت المقدس ۾ لهندو. پوءِ ڪيس عام خلق ڏسندي.

## حسن اطروش

بن علي بن حسن بن علي بن عمر الاشرف بن امام زين العابدين عليه السلام سال 301هہ ٽي سو هڪ ۾ ديلمان ۾ خروج ڪيائين ۽ طبرستان کان حوزه اڪثر ايندو رهندو هو. فقه زيديه جون تصنيفات ڪيون هئائين ۽ گيلان جي سيني ماڻهن کي زيديه بڻائي ڇڏيو هئائين. 311هہ ۾ وفات ڪيائين.

## علي مرعش

بن عبدالله بن محمد الملقب بالسليق بن الحسن بن الحسين الاصغر بن امام زين العابدين عليه السلام سندس اولاد ڇئن فرقن ۾ ورهائجي وئي:

(1) سادات مازندران: هنن کي سلطنت به حاصل ٿي هئي.

(2) سادات شوشتر: سادات شوشتر انهن جي پوئين مان مير شمس الدين اسدالله معروف شاهه مير ۽ مير سيد شريف هو.

(3) مرعشيه اصفهان: هيءُ متاخرين ۾ افضل شمار ڪيو ويندو هو. انهن مان خليفه اسدالله بزمان صفويه مشهد جو متولي هو.

(4) مرعشيه قزوين: صفويه جي وقت ۾ سندن پوٽن مان آستانه شاهزاده حسين متولي ٿيو. بعض جو قزوين سان لاڳاپو هو. جن مان مير علاؤالملڪ مرعشي به هو.

## ابوجعفر بن احمد

بن حمدان بن علي سنان، هيءُ ابوعثمان جو صحبت يافته هو. ابوحفص کي ڏٺو هئائين. سال 311هه ۾ فوت ٿي ويو.

نڪتو: چيائين ته "تڪبر المطيعين علي العصاة بطاعتهم شر من معاصيهم واضر عليهم" يعني: فرمانبردارن جو پنهنجي فرمانبرداريءَ سان گنهگارن جي نافرمانين تي فخر ڪرڻ، اها ڳالهه سڀ کان وڌيڪ خراب ۽ هاجيڪار آهي.

نڪتو: "جمال الرجل في حسن مقاله وڪماله في صدق فعاله". يعني: ماڻهو جو جمال سندس سهڻي ڳالهائڻ ۾ ۽ سندس ڪمال سندس عملن جي سچائيءَ ۾ آهي.

## ابوالعباس بن عطا

بن محمد سهل بن عطاء الادمي. جنيد جو مريد هو. ابراهيم مارستاني جو شاگرد هو. ڪيس ابوسعيد خراز بزرگ تصور ڪندو هو ۽ دوست رکندو هو. حلاج سان تعلق هئڻ سبب ڪيس قتل ڪيو ويو.

"سئل ابن عطا ما افضل الطاعات قال ملاحظة الحق علي دوام اوقات" يعني: ابن عطا کان پڇيو ويو ته افضل اطاعت ڪهڙي آهي چيائين ته هر وقت حق جو ملاحظ ڪرڻ. ۽ هيءُ به چيائين ته: "الادب الوقوف مع المستحسنات فقيل له وما" معنيٰ ذالڪ فقال ان تعامل الله بادب سرّا وعلانية فاذا ڪنت ڪذالڪ ڪنت اديباً و ان ڪنت اعجمياً. ترجمو: چيائين ته ادب سهڻي پلائين تي قائم رهڻ آهي. چيو ويو ته ان جي معنيٰ ڇا آهي؟ جواب ڏنائين ته ظاهر ۽ ڳجهه ۾ الله تعاليٰ سان ادب وارو معاملو ڪرين. جڏهن تون ائين ڪندين ته تون باادب شخص ليکيو ويندين، جيتوڻيڪ تون غير عربي هجين.

سال 309هه ۾ فوت ٿي ويو.

## ابومحمد جريري

سندس نالو احمد بن محمد حصين يا حسين بن محمد يا عبدالله بن يحييٰ هو. جنيد جي اڪابر احباب مان هو، جنيد کان پوءِ سندس جانشين ٿيو. قرامط واري جنگ ۾ اُج جي وگهي فوت ٿي ويو. سندس وفات جو سال 317هه آهي.

هڪ درويش جو بيان آهي تہ ابومحمد جريري کي نهايت خستہ حالت ۾ ڏٺم. سندس حالت ڏاڍي خراب هئي. چيم يا شيخ دعا ڪر تہ اها مصيبت رفع ٿي وڃي. چيائين تہ دعا ڪيم تہ جواب آيو تہ مان اهو ڪندس جيڪو مان چاهيان ٿو. درويش چوي ٿو تہ ڪيس مان بار بار اهوئي چوڻ لڳس تہ مون کي فرمايائين تہ اي برادر! هيءَ دعا جو وقت ڪونہ آهي. هيءُ وقت رضا ۽ تسليم جو آهي، مصيبت جي نزول کان اڳ دعا هوندي آهي. جڏهن مصيبت اچي تہ رضا ٿي ويندي آهي.

## حسن بن قاسم

بن حسن بن عبدالرحمٰن الشجري بن قاسم بن حسن بن زيد بن امام حسن عليه السلام، سال 304هہ ۾ گيلان ۽ مازندران جو فرمانروا ٿيو. سندس لقب ”داعي الي الحق صغير“ هو. سنہ 316هہ ۾ فوت ٿي ويو.

## محمد بن فضل بلخي

سندس ڪنيت ابوعبدالله هئي. سندس مذهب سبب متعصب ماڻهن ڪيس بي گناهہ بلخ کان ٻاهر هڪالي ڇڏيو. پوءِ شهر فرا ۾ پهتو ۽ ڪيندڙن تي ملامت ڪيائين.

شيخ الاسلام انصاري جو بيان آهي تہ ان کان پوءِ بلخ کان ڪوبہ صوفي سمرقند اچڻ لاءِ آماده نہ ٿيو. ڪيس اتان جو قاضي مقرر ڪيو ويو. ان کان پوءِ حج جي اراده سان اتان نڪتو ۽ نيشاپور ۾ پهتو ۽ اتي ڪيس وعظ ڪرڻ لاءِ چيو ويو. پوءِ ڪرسي تي وينو ۽ چيائين تہ الله اڪبر ولذڪر الله اڪبر ورضوان من الله اڪبر ۽ ڪرسي کان هيٺ لهي آيو. آخر ۾ سمرقند موٽي ويو ۽ اتي ئي گذاري ويو.

مذڪور آهي تہ ابوعثمان حيري ڏانهن لکيائين تہ شقاوت (بدبختي) جي علامت ڪهڙي آهي، چيائين تہ ٽي شيون آهن: 1-”اها آهي تہ ڪيس علم هجي ۽ عمل جي توفيق نہ هجيس. 2- ٻيو اخلاص کان محروم هجي ۽ 3- ٽيون اولياء الله جي صحبت جي برڪت کان بي بهره هجي.

ابوعثمان چيو تہ محمد بن الفضل ماڻهن تي تنقيد ڪندڙ آهي. اهو بہ چيائين تہ عجب ٿو لڳي تہ ڪو ماڻهو بيابان ۽ واديون لتاڙيندي، عبور ڪري پنهنجي گهر تائين پهچي ٿو ۽ لنگهندي اتي آثار انبياء ڏسي ٿو، مگر نفس ۽ خواهشات جي واديءَ ڪي عبور نہ ٿو ڪري سگهي تہ جيئن پنهنجي دل تائين پهچي ۽ پروردگار جا آثار خود ڏسي سگهي.

سندس وفات جو سال 319هہ آهي.

## محفوظ بن محمود نيشاپوري

هيءُ ابوعثمان حيري جو صحبت يافتہ هو. ابوحفص جي احباب مان هو. ابوحفص جي پاسي ۾ ئي دفن ٿيو. سندس وفات جو سال 314هہ هو.

## بڪير دراج

هي ابوالحسن دراج جو پاءُ هو. بغداد ۾ رهندو هو ۽ سندس پاءُ ابوالحسن ڪانئس وڌيڪ فاضل، زاهد ۽ بزرگ هو. سندس چوڻ آهي تہ جڏهن ڪان وٺي مان هن راھ (دين) ۾ قدم رکيو آهي، منهنجي مَنَ ۾ ڪڏهن بہ فاسد خيالات ڪونہ آيا آهن.

## ابوعمرو دمشقي

ابوعبدالله جلا ۽ ذوالنون جي احباب جو صحبتي هو. سال 320ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## وليد بن عبدالله سقاء

سندس ڪنيت ابواسحاق هئي ۽ ذوالنون جي احباب جو صحبت يافتہ هو. سال 320ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## ابوبڪر واسطي

سندس نالو محمد بن موسيٰ هو. پر ابن فرغاني جي نالي سان مشهور هو، ثوري ۽ جنيد جي اولين ساٿين مان هو ۽ قوم جي مشائخ علماء مان هو. هن تصوف جي اصول بابت جيڪي نڪتا بيان ڪيا، ٻئي ڪنهن بہ اهڙا بيان ڪونہ ڪيا آهن. اصول ۽ ظاهري علمن جو عالم بہ هو. ڪيس هڪ استاد ۽ شاگرد بہ هو. سندس استاد حضرت جنيد هو ۽ شاگرد ابوالعباس سياري هو. مرو شهر ۾ سال 330ھ ۾ فوت ٿي ويو. سندس تربت بہ اتي آهي.

## ابوالحسين دراج

هيءُ بغداد جو هو. ابراهيم خواص جو شاگرد هو. ابوعمران مزين ۽ شيخ ابوعمرو دمشقي جو صحبت يافتہ هو. سال 320ھ ۾ سماع ٻڌندي فوت ٿي ويو.

## ابوالحسين وراق

سندس نالو محمد بن سعد هو. نيشاپور جي اولين مشائخ مان هو ۽ عثمان حيري جي احباب مان هو. سال 320ھ کان اڳ فوت ٿي ويو.

## عبدالله بن محمد خراز

سندس ڪنيت ابومحمد هئي، ڪيترائي سال مڪه جي مجاورت ڪئي هئائين ۽ ابوعمران ڪبير جو صحبت يافتہ هو. ابوحفص کي ڏٺو هئائين ۽ بايزيد جا احباب ڪيس بزرگ تصور ڪندا هئا. چيائين تہ: ”الجوع طعام الزاهدين والذڪر طعام العارفين“ يعني: بُکَ زاهدن جو کاڌو آهي ۽ ذڪر عارفن جو طعام آهي.

يوسف بن الحسين جو بيان آهي تہ عبدالله جو مَٿ مون کونہ ڏنو ۽ نہ وري هُنَ پنهنجو مَٿ ڏنو. سال 320هہ کان اڳ فوت ٿي ويو.

فتوت ۾ هڪ پير جو بيان آهي تہ هڪ دفعي ويهن ماڻهن جي جماعت سان گڏ حج جي نيت سان ري شهر کان ٻاهر روانو ٿيو ۽ جڏهن هڪ اهڙي منزل تي پهتو جو باقي مکه پاڪ پهچڻ ۾ يارهن منزلون هيون تہ سنگت کي چيائين تہ: استودعكم الله (اوهان کي هاڻي الله جي حوالي ٿو ڪريان) چيو ويو. اي سائين ڪيڏانهن ٿا وڃو: هاڻي مکه مکرمه تہ اوهان جي آڏو آهي، چيائين تہ ري شهر کان هيستائين اوهان سان گڏجي ان ڪري آيس تہ اوهان جي دل جيئن خوش ٿئي، مون حج جي نيت ڪونہ ڪئي هئي. اوهان جي خوشي خاطر هت آيس، هاڻي وري موٽي ري وڃان ٿو تہ جيئن اتان حج جي نيت ڪري وري اچان ۽ حج جي موسم ۾ اجان پنج مهينا پيا آهن. ان شاء الله تبارڪ و تعاليٰ اوهان سان اچي ملندس.

## ابوعلي رودباري

سندس نالو احمد بن محمد بن ابوالقاسم بن منصور هو. وزراء جي اولاد مان هو ۽ سندس نسبت ڪسريٰ سان ملي ٿي. هيءُ حديث جو حافظ، عالم، فقيه، امام ۽ قوم جو سردار پڻ هو. ابوعبدالله رودباري چوي ٿو تہ ابوعلي ڪاتب کي ”سيدنا“ ڪري سڏيندا هئا. سندس چوڻ آهي تہ اهو شريعت کان طريقت ۾ ۽ حقيقت کان شريعت ۾ آيو ۽ بغداد ۾ جنيد، نوري ۽ ابوحمزه (حسن) مسوحي جو صحبتي هو. شام ۾ ابوعبدالله کان فيض يافتہ هو. اصل بغداد جو هو پر مصر ۾ مقيم رهيو ۽ مصر جا مشائخ ۽ صوفي ڪيس ”پيرابوعلي مشتولي“ سڏيندا هئا. سن 321هہ ۾ فوت ٿي ويو.

## ابوبڪر ڪتاني

سندس نالو محمد علي بن جعفر بغدادي هو. ڪيس چراغ حرم سڏيندا هئا ۽ جنيد جي احباب مان هو. سال 322هہ ۾ فوت ٿي ويو.

## شيخ محمد بن اسماعيل خيرالنساج

هيءُ اصل سامره جو هو ۽ بغداد ۾ رهائش اختيار ڪيائين سري سقطي جو مريد هو ۽ جنيد جو همعصر هو. نوري، ابن عطا ۽ جريري جو مرشد هو. ابراهيم خواص ۽ شبلي ٻئي سندس اڳيان توبه تائب ٿيا هئا، ادب سبب شبلي کي حضرت جنيد ڏانهن موڪليو هئائين. بعمر صدو بيست سال در گذشتہ 322هہ.

نقل ڪيو ويو آهي تہ جعفر خلدي چيو تہ خير النساج کان پڇيم تہ اهو نالو توتي ڪيئن پيو؟ ٻڌايائين تہ مان الله تعاليٰ سان عهد ڪيو هو تہ مان تازه ڇوهارو وغيره ڪونہ کائيندس. پوءِ مون هڪ ڏينهن (عهد ٽوڙيو) ۽ تازه ڇوهارو کاڌم. اوچتو هڪ شخص مون کي ڏنو چيائين

تہ "اي خير! آقا ڪان پڳل غلام آهين." ظاهري طور مون کي پڳل غلام پيو سمجهي، چو تہ منهنجي صورت ۽ لباس اهڙي قسم جو هو. پوءِ تہ ماڻهو مڙي آيا ۽ چيائون تہ تنهنجو نالو خير آهي ۽ تون ڪنهن جو (پڳل) غلام آهين. حيران ٿي ويس ۽ پوءِ سمجهيم تہ مون کي انهيءَ عهد ٽوڙڻ جي سزا ملي آهي، جيڪو الله سان ڪيو هئم. پوءِ مون کي (ڪپڙي) اڻڻ جي جڳهہ تي وٺي ويو، جتي ٻيا غلام بہ ڪپڙو اُڻي رهيا هئا. مون کي بہ اتي ڪپڙي اُڻڻ جي آڏاڻي تي ويهاريائين. مون بہ اهڙي طرح ڪپڙو اُڻڻ شروع ڪيو، گويا اڳ ئي آءٌ بہ ڄاڻندو هئس. چئن مهينن ڪان پوءِ وضو ڪيم. پنهنجي مالڪ جي آڏو سجدي ۾ ڪري پيس ۽ توبہ ڪيم. ٻئي ڏينهن اصلي صورت ۾ آيس ۽ آزادي حاصل ڪيم. اهڙي طرح منهنجو نالو (نساج) اُڻندڙ پيو.

ابوالحسن مالڪي بيان ٿو ڪري تہ نزع (موت) جي وقت خيرالنساج وٽ موجود هئس. مغرب جي نماز جو وقت ٿيو تہ هو بلڪل هوش ۾ اچي ويو ۽ پنهنجون اکيون پٽي پنهنجي گهرجي دروازي ڏانهن اشارو ڪري چيائين تہ قف! عافاڪ الله يعني: بيهہ! معاف ڪري توکي الله. تون مون کي نماز پڙهڻ جي مهلت ڏي تہ مان نماز پڙهي وٺان، چو تہ جيئن توکي ساهہ ڪڍڻ جو حڪم آهي. اهڙي طرح مون کي وقت تي نماز پڙهڻ جو حڪم آهي ۽ نماز پڙهڻ فرض آهي. پري ٿيءُ تہ مان نماز ادا ڪريان پوءِ پاڻي گهرائي وضو ڪيائين ۽ نماز پڙهي سمهي پيو ۽ اکيون بند ڪيائين ۽ ساهہ ڏنائين.

## بنان بن محمد حمال

هيءُ اصل واسطي جو هو ۽ مصر ۾ رهائش اختيار ڪيائين. حضرت جنيد جو صحبت يافتہ هو ۽ ابوالحسن نوري جي استادن مان هو. سال 316هہ ۾ فوت ٿي ويو.

## ابومحمد مرتعش

سندس نالو عبدالله بن محمد هو. نيشاپوري هو. پوءِ بغداد جي شهر جي محلہ حيره ۾ مقيم ٿيو. ابوحفص جي احباب مان هو ۽ جنيد کي ڏٺو هئائين ۽ طريقت جو سلسلہ سلطان ابواسحاق گاذروني سان هئس ۽ ان جو شيخ ابوبڪر خطيب ۽ ان جو محمد عبدالله بن محمد نيشاپوري سان ۽ ان جو شيخ ابوالقاسم خطيب ۽ ان جو شيخ ادين خليفہ بغدادي سان هو. ابومحمد مرتعش مسجد شونيزيه ۾ سال 328هہ ۾ گذاري ويو.

## ابوعلي ثقفي

سندس نالو محمد بن عبدالوهاب هو. ابوحفص حداد ۽ حمدون قصار کي ڏٺو هئائين. نيشاپور ۾ امام و مقتدا هو. علوم شرعي کي نظرانداز ڪري علم صوفيان ۾ مشغول ٿي ويو. ابوعثمان حيري کيس بزرگ تصور ڪندو هو.سندس وفات جو سال 328هہ آهي.

## ابويعقوب نهرجوري

سندس نالو اسحاق بن محمد هو، مشائخ علماء مان هو. جنيد ۽ عمرو بن عثمان مڪي جو صحبت يافتہ هو ۽ ابو يعقوب سوسي جو مريد هو. ڪيترائي سال مڪه ۾ مجاور ٿي رهيو ۽ اتي ئي گذاري ويو. سندس وفات جو سن 330ھ آهي. "قال الدنيا بحر والآخرة ساحل المرڪب التقويٰ والناس عليٰ سفر." چيائين تہ دنيا سمنڊ آهي ۽ آخرة ڪنارو آهي ٻيڙي تقويٰ آهي ۽ انسان سفر ۾ آهي.

## ابوبڪر عبدالله

بن طاهر بن حارث طائي ابهري، جبل جي اڪابرين مشائخ مان هو ۽ شبلي جو همعصر هو ابويوسف بن الحسين جو صحبت يافتہ هو مظفر ڪرمانشاهي جو رفيق هو. سال 330ھ ۾ وفات ڪري ويو.

## ابوالحسن صايغ دينوري

سندس نالو علي بن محمد سهل هو. دينور جي اڪابر مشائخ مان هو ۽ مصر هليو ويو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين. شيخ ابوالحسن قرافي، دقي ۽ ابوعثمان مغربي جو مرشد هو. سال 330ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## ابوعبدالله خفيف شيرازي

سندس نالو محمد بن خفيف بن اسڪفشاذ الضبي هو. شيراز جو رهواسي هو ۽ سندس والده نيشاپوري هئي. ڪيس شيخ الاسلام سڏيندا هئا. شيخ ابوطالب خزرج بغداديءَ جو مريد هو. رويم ڪي ڏٺو هئائين ۽ ڪتاني، يوسف بن الحسين مالڪي ابوالحسين مزين ابوالحسين دراج، طاهر مقدسي، ابو عمرو دمشقي ۽ ٻين ڪيترن جو پڻ صحبت يافتہ هو. شافعي مذهب رڪندڙ هو. ابتداء ۾ هڪ رڪعت ۾ ڏهہ هزار دفعا "قل هو الله احد" پڙهيائين ۽ فرض نماز ڪانسواءِ هڪ هزار رڪعتون پڙهندو هو. ويهہ سال ٽاٽ جو ڪپڙو پاتائين ۽ هر هفتي ۾ ست داڻا ڊاڪ ڪائڻ تي افطار ڪندو هو. انهيءَ ڪري سندس لقب "خفيف" پيو. جنهن سال دنيا مان رحلت ڪري ويو، انهيءَ سال چاليهہ چلا ڪديا هئائين. بادشاهہ زاده هئڻ سبب چار سو عورتن سان نڪاح ڪيو هئائين. ڪمال تي پهچڻ سبب مٿس ڪيس پنهنجون ڌيئرون خوشي سان نڪاح ۾ ڏيندا هئا. دخول کان اڳ ڪين طلاق ڏيئي ڇڏيندو هو. چاليهہ عورتون سندس خادم فراش هونديون هيون. انهن سيني زالن ۾ صرف هڪ زال جيڪا وزير جي ڌيءَ هئي، ڪيس چاليهہ سال پنهنجي نڪاح ۾ رکيو هئائين. انهن سيني ڪان پڇيو ويو تہ خلوت ۾ شيخ جو ڪهڙو حال هوندو هو؟ چيائون تہ اسان کي خبر ڪانہ آهي، آخر سيني زالن گڏجي ائين چيو وزير جي ڌيءَ کي خبر هوندي، جو تہ اها چاليهہ سال سندس نڪاح ۾ رهي آهي. ان ڪان پڇيو ويو تہ

شيخ جو ڪهڙو حال آهي؟ چيائين ته پهريائين جڏهن خلوت ۾ آيو ۽ ٿورو مون کي ڏنائين ۽ طعام جيڪو مان تيار ڪيو هو نه کاڌائين ۽ منهنجو هٿ وٺي ڇڪي پنهنجي پيٽ تي گهمايائين. ڏٺم ته سندس سيني کان وٺي ناف تائين ان جي پيٽ تي پندرهن ڳنڍيون هيون. چيائين ته اهي سڀ ڪجهه منهنجي صبر جي قليل نعمت آهي. پوءِ مون کي تنهنجي حسين صورت ۽ اهڙي طعام سان دلچسپي ڪونه آهي. پوءِ بغير کائڻ جي اٿيو هليو ويو. سال 331ھ ۾ فوت ٿي ويو.

**خفيف**: اها جماعت آهي، جيڪا سندس اقتدا ڪندي هئي.

## امّ محمّد

هيءَ خاتون شيخ ابي عبدالله خفيف جي والده هئي ۽ اصل نيشاپور جي هئي. رمضان المبارڪ جي آخري ڏهاڪي ۾ ساري رات جاڳي نماز پڙهندي هئي ته جيئن ڪيس شب قدر جي برڪت ۽ نعمت نصيب ٿئي ۽ صبح تائين نماز ۽ عبادت ۾ گذاريندي هئي. هڪ رات ام محمّد پنهنجي گهر ۾ الله تعاليٰ جي عبادت ۾ مشغول ويٺي هئي ته اوچتو مٿس شب قدر جا انوار ظاهر ٿيا. پنهنجي پٽ کي سڏ ڪري چيائين ته جيڪو مان طلبيان پئي اهو هت آهي، شيخ پڄندو آيو،انوار ڏٺائين ۽ ماءُ جي قدمن ۾ ڪري پيو ۽ ان کان پوءِ چيائين ته هن وقت والده جو قدر محسوس ڪيم. پوءِ پنهنجي پٽ سان گڏجي ساموندي سفر جي ذريعي حجاز مقدس ۾ پهتي.

## شيخ ابوبڪر شبلي

جعفر بن يونس يا دلف جعفر يا دلف بن حجدر سندس نالو هو. سندس قبر تي جعفر بن يونس مرقوم آهي. اصلي مصري آهي پوءِ بغداد ۾ آيو ۽ خير نساج جي مجلس ۾ توبه تائب ٿيو. جنيد جو مريد هو ۽ عالم ۽ فقيه برجسته هو ۽ مالڪي مذهب رکندڙ هو. سندس والد خليفه وقت جي هڪ خاص عهدي تي فائز هو ۽ رشحات ۾ درج آهي ته سندس والد واسطي جو حاڪم هو.

هن پهريائين انابت ۽ توبه، وقت جي معروف مشائخ محمد خير جي اڳيان ڪئي. شبلي، جنيد جي عزيزن مان هو. تنهن ڪري ادب ۽ لحاظ جي رعايت ڪندي شبلي کي جنيد ڏانهن روانو ڪيو.

”في طبقات السلمي انه خراساني الاصل بغدادي المنشاء والمولد اصله من اسروشنه من فرغانه ومولده (ڪما قيل) سامره“ يعني: طبقات سلمي ۾ مذڪور آهي ته هو اصل خراساني هو بغداد ۾ ڄائو نپنو ۽ وري مذڪور آهي ته اصل اسروشنه فرغانه جو هو ۽ سندس ڄمڻ جو هنڌ، جيئن چيو ويو آهي ته سامره هو.

جنيد جو چوڻ آهي ته ”لا تنظروا الي ابي بڪرالشبلي بالعين التي ينظر بعضڪم اليٰ بعض فانه عين من الله تعالي“ يعني: ابوبڪر شبلي ڏانهن انهيءَ اک سان نه نهاريو جهڙي طرح توهان هڪ ٻئي ڏانهن نهاريندا آهيو، ڇو ته سندس اک الله تعاليٰ جي اکين مان (هڪ) آهي.

پڻ فرمائي ٿو تہ: ”لڪل قوم تاج و تاج هذا القوم الشبلي“ يعني: هر قوم لاءِ هڪ تاج هوندو آهي ۽ هن قوم جو تاج شبلي آهي. ماه ذوالحج سال 334هہ ۾ ستاسي سال جي عمر ۾ گذاري ويو.

بڪير دينوري جو بيان آهي تہ سندس موت جي گهڙي ۾ مان وٽس موجود هئس ۽ نماز جو وقت آيو، چيائين تہ مون کي وضو ڪرايو، مون کيس وضو ڪرايو. سندس ڏاڙهيءَ مبارڪ ۾ مون کي خلال ڪرڻ وسري ويو. زبان سان ڳالهائي نہ پئي سگهي ۽ پوءِ منهنجي هٿ کي وٺي، پنهنجي ڏاڙهي مبارڪ جي وچ ۾ آندائين تہ خلال ڪر ۽ ان وقت ئي سندس ساهہ پرواز ڪري ويو. جڏهن هڪ بزرگ اهو ٻڌو تہ چيائين تہ شبلي پنهنجي عمر جي آخري گهڙي تائين بہ آداب شريعت کي نہ ڇڏيو.

بڪير وڏيڪ بيان ٿو ڪري تہ شبلي وٽ سندس وفات واري ڏينهن موجود هئس ۽ هو سمهيل هو ڪيس ويهاڻي جي ٽيڪ ڏيئي وهاريم ۽ هڪ ميت جو جنازو اتان لنگهيو. شبلي چيو تہ سياڻي مون سان بہ اهائي ڪار ٿيندي. مان جامع مسجد ڏانهن ويس نماز ڪان فارغ ٿي موٽي آيس. ڏٺم تہ شبلي فوت ٿي چڪو آهي. چيائون تہ فلاڻي ڳوٺ ۾ هڪ صالح شخص آهي جو ميت کي غسل ڏيندو آهي، ان کي وٺي اچ پوءِ پرهہ ڦٽي جو انهي صالح جي گهر وٽ پهتس ۽ آهستي در ڪڙڪايم اندران آواز آيو تہ ”شبلي گذاري ويو“ ۽ پوءِ ٻاهر آيو، ڏٺم تہ اهوئي شخص آهي. ڪانئس پڇيم تہ توکي شبلي جي وفات جي خبر ڪيئن پئي؟ چيائين تہ اي نادان! انهيءَ وقت خبر پئي جڏهن شبليءَ چيو تہ سياڻي ساڻس اها ڪار ٿيندي.

مذڪور آهي تہ هڪ شخص شبليءَ کان پڇيو تہ سو درهم تي ڪيتري زڪواة ڏيڻ گهرجي؟ چيائينس تہ تنهنجي لاءِ پنج درهم ۽ منهنجي لاءِ بہ سو پنج درهم. انهيءَ شخص عرض ڪيو تہ منهنجي لاءِ پنج جو ۽ توهان جي لاءِ بہ سو پنج ڪيئن؟ فرمايائون تہ بہ سو درهم ايثار ڪرڻ ۽ پنج درهم زڪواة ڏيڻ. پڇيائين تہ اهو ڪنهن جو مذهب آهي چيائين تہ اهو مذهب ابوبڪر جو آهي.

## ابراهيم بن شيبان ڪرمانشاهي

سندس ڪنيت ابواسحاق هئي. علائقي جبل جو شيخ هو. ابوعبدالله مغربي ۽ ابراهيم خواص جي احباب مان هو. سال 337هہ ۾ وفات ڪري ويو.

## ابوسعيد اعرابي

سندس نالو احمد بن محمد هو، اصل بصره جو هو ۽ مڪه پاڪ ۾ رهائش اختيار ڪئي هئائين. حرم جو شيخ هو ۽ جنيد، عمروبن عثمان، نوري، مسوحي، ابوجعفر حفاد ۽ ابوالفتح حمال جو صحبت يافتہ هو. سندس وفات سال 340هہ يا 341هہ ۾ ٿي.

سندس چوڻ آهي تہ الله تعاليٰ بعض پنهنجي دوستن جا اوصاف دشمنن کي ڏيندو آهي تہ جيئن انهن صفتن جي ذريعي دوستن سان مهرباني ڪن، جن جي هو لائق هوندا آهن.

## شيخ ابوبڪر طمستاني

هيءُ فارس جو هو، شبلي ۽ ابراهيم دباغ شيرازيءَ جن جو تربيت يافتہ هو. شبلي کيس بزرگن ۾ شمار ڪندو هو ۽ سندس تعظيم ڪندو هو.

فارس ۾ جڏهن کيس ڪو اطمينان حاصل نہ ٿيو تہ مشائخ وقت کان پنهنجي اطمينان حاصل ڪرڻ لاءِ خراسان روانو ٿيو.

نيشاپور ۾ آيو ۽ اتي سن 340ھ کان پوءِ گذاري ويو.

سندس قول آهي تہ الله تعاليٰ دنيا کي ڪارخانہ حڪمت بنايو آهي ۽ هر فرد پنهنجي استعداد ۽ ڪشف مطابق نصيب حاصل ڪري ٿو ۽ چيائين تہ وصل بي فصل آهي، جڏهن وصل ايندو آهي فصل ظاهر ٿيندو آهي ۽ چيائين تہ عقلمند شخص اهو آهي، جيڪو بقدر ضرورت ڳالهائي ۽ ضرورت کان وڌيڪ نہ ڳالهائي. ۽ چيائين تہ زندگي موت ۾ آهي، يعني نفس جو موت دل جي حياتي آهي. سندس سال وفات 340ھ آهي.

## ابوالخير تيناتي الاقطع

سندس نالو حمّاد هو، غلام هو. تينات جو رهندڙ هو. تينات هڪ ڳوٺ هو جيڪو مصر کان چند ميل پنڌ تي هو يا ولايت مغرب جي مصيصہ نالي هڪ هنڌ تي هو ۽ هيءُ ڪپڙو اُڻڻ جو ڪم ڪندو هو. ڪوبہ نہ ڄاڻندو هو تہ ڪيئن ٿو اُٺي چو تہ ٻنهي هٿن کان معذور هو. شينهن سندس مطيع هو. ابوعبدالله جلاد ۽ جنيد جو صحبت يافتہ هو. سال 341ھ ۾ فوت ٿي ويو.

”قيل له ان السباع انس بک قال نعم الکلاب تانس بعضها ببعض“ يعني: ڪانئس پڇيو ويو تہ ڇا توسان جهنگلي جانور هِري مِري ويا آهن؟ چيائين تہ هائو! ڪتا بہ هڪ ٻئي سان نهيل هِريل هوندا آهن.

سندس قول آهي تہ پنهنجي عمل کي پاڻ ظاهر ڪرڻ رياء، ڏيکاء آهي ۽ پنهنجي حال کي خود ظاهر ڪرڻ تڪبّر آهي.

مذڪور آهي تہ هن اهو عهد ڪيو هو تہ هر اها شيءِ جيڪا زمين مان اُيري پيدا ٿئي ٿي، ان ڏانهن هٿ بہ نہ ڊگهو ڪندس ۽ نہ ان مان ڪجهہ کائيندس. ليڪن هڪ دفعي ڪانئس اهو عهد وسري ويو ۽ هن ميوي دار وڻ ڏانهن هٿ ڊگهو ڪري ان مان ڪجهہ ڀَڃي حاصل ڪري کائي ڇڏيو. فوراً کيس عهد ياد آيو، پوءِ جو ڪجهہ سندس هٿ ۽ وات ۾ هو ڪڍي ٻاهر اُڇلايائين. اوچتو سپاهي آيا ۽ کيس پڪڙي، حاڪم آڏو وٺي ويا ۽ ٻين چورن ۽ ڌاڙيلن سان گڏ هن کي بہ شامل ڪيائون ۽ حڪومت جي قانون مطابق ٻين سان گڏ هن جو بہ هٿ ۽ پير ڪپيائون. پوءِ الله تعاليٰ کي عرض ڪيائين تہ

ياالله! منهنجي هٿ خطا ڪئي جو ڏڳهو ٽي ميوو پٽيائين، ليڪن منهنجي پير ته خطا ڪونه ڪئي. حاڪم ڪيس ان وقت سڃاتو ۽ نادم ٿيو ۽ پنهنجي گهوڙي ڏنائيس ۽ چيائين ته افسوس آهي جو غلط ڪيو اٿم. چيائين ته تو غلط ڪونه ڪيو آهي، ڇو ته منهنجي هٿ خطا ڪئي هئي، ان جي سزا پوڳيائين.

## ابوعلي مشتولي

سندس نالو حسن بن موسيٰ آهي. ابوعلي ڪاتب ۽ ابويعقوب موسيٰ جو مريد هو. مشتولي هڪ ڳوٺ جو نالو هو. جيڪو مصر شهر کان تقريباً ٽن ميلن جي مفاصلي تي هو. سندس وفات جو سال 340هه آهي.

## شيخ ابوالعباس دينوري

سندس نالو احمد بن محمد هو. يوسف بن الحسين جوصحبت يافته هو ۽ عبدالله خراز، جريري، ابن عطا ۽ رويم ڪي ڏٺو هئائين. ڪانئس پڇيو ويو ته الله تعاليٰ ڪي تو ڪهڙي طرح سڃاتو. چيائين ته مون مالڪ ڪي عجز ۽ انڪساري ذريعي سڃاتو ۽ معرفت حاصل ڪيم. سمرقند ۾ سال 340هه ۾ فوت ٿي ويو.

## جعفر حذاء

هيءُ جنيد جو صحبت يافته هو. شبلي سندس فضيلت جو قائل هوءِ بندار بن الحسين ڪيس شبلي تي فوقيت ڏيندو هو. سال 341هه ۾ فوت ٿي ويو.

## ابوالقاسم حڪيم

سندس نالو اسحاق بن محمد بن اسماعيل هو ۽ ابوبڪر وراق جو مريد هو. سال 341هه ۾ وفات ڪري ويو.

## ابوالعباس سياري

سندس نالو قاسم بن القاسم بن المهدي هو ۽ احمد بن سيار جو ڏهٽو هو ۽ اهل مرو مان هو ۽ ابوبڪر واسطي جو مريد هو. ان جي صحبت ۾ رهي درجي تي پهتو. امام صنفي جو چوڻ آهي ته انهيءَ جي خاندان ڪي سياريہ سڏيندا آهن. هيءُ سال 342هه ۾ فوت ٿي ويو. سندس قبر مرو ۾ آهي.

## ابوالقاسم طباطبا

بن محمد بن اسماعيل ابراهيم طباطبا سندس نالو آهي. مصر جي معزز اڪابرين مان هو. انهيءَ علائقي جي طالبان جو رئيس هو. پنهنجي زندگيءَ جو اڪثر حصو جهاد ۾ گذاريائين. زهد ۽ تقويٰ ۾ پنهنجو مَٽ پاڻ هو. سال 345هه ۾ فوت ٿي ويو.

سندس فرزند ابومحمد عبدالله: سردار، عالم فاضل صاحب گفتار هو ۽ ڪيس ڪافي ملڪيت، جائداد ۽ زمين هئي ۽ بيشمار خادم رکندڙ هو. مصر ۾ رهندڙ هو ۽ سندس شان ۾ سندس بزرگي بابت خواب ۾ ارشاد نبوي ﷺ صادر ٿيو ته ”اذا فات زيارتي فارزقه ابي عبدالله بن احمد طباطبا“ يعني: جڏهن توکان منهنجي زيارت فوت ٿي وڃي ته ابوعبدالله بن احمد طباطبا جي وڃي زيارت ڪر.

## ابوبڪر مصري

سندس نالو محمد بن ابراهيم هو. ابوبڪر دقي ۽ قرافي جو مرشد هو ۽ زقاق ڪبير جو مريد هو. جنيد ۽ نوريءَ جو صحبت يافته هو. سال 345ھ ۾ ابوبڪر عطوفي سان گڏ وفات ڪيائين.

## ابوبڪر عطوفي

سندس نالو محمد بن علي بن حسين بن وهب عطوفي هو ۽ جنيد جو مريد هو. سال 345ھ ۾ رمله ۾ وفات ڪري ويو.

## ابوالحسن زاهد

هيءَ عليه طائف جو بزرگ هو. سال 345ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## ابومزاحم شيرازي

سندس بيعت شبلي ۽ جنيد سان هئي، سندس وفات سال 345ھ ۾ ٿي. هو جڏهن معرفت بابت وعظ ڪندو هو ته مشائخ ئي خائف ٿي ويندا هئا.

مذڪور آهي ته هو ابوحفص جي زيارت جي لاءِ ويندو رهندو هو. ابوحفص ۽ سندس جماعت وٽ خيراتي چند درهم آيا هئا. جماعتين چيو ته انهن سان اسان پنهنجيون پوشاڪون پاڪ ڪنداسون. ابوحفص چيو ته اهو ته اسان ڪري ڇڏيو آهي، البته هاڻي پنهنجو پاڻ کي پاڪ ڪريون. انهيءَ گفتگو ۾ مشغول هئا ته هڪ شخص اتي آيو چيائين ته پهريائين پنهنجو پاڻ کي ڌوئو ۽ پوءِ پوشاڪون پهريو. اهو شيخ ابو مزاحم هو جو فارس کان اچي پهتو هو. چيائين ته اگر اهو ابومزاحم آهي ته مان ان کي سڃاڻيندس ته هن به مون کي ڏٺو هوندو. ان وقت ابومزاحم آڏو آيو ۽ جڏهن اهو ڏٺائين ته سلام ڪيائين ۽ ڪپڙو مٿي تي رکي ڪم ۾ لڳي ويو.

نڪتو: ابوالحسين قوشنجي جو قول آهي ته: ”مَن ذل في نفسه رفع الله قدره ومن عز في نفسه اذله الله في اعين عباده“ يعني: جنهن پنهنجي نفس کي مات ڪيو، الله تعاليٰ ان جي درجي کي بلند ڪيو ۽ جنهن پنهنجي نفس ۾ غرور آندو ته الله تعاليٰ ڪيس پنهنجي بندن جي نظر ۾ ذليل ڪيو.

## حسين بن محمد موسيٰ سلمي

سندس پيءُ جو نالو شيخ ابوعبدالرحمٰن سلمي هو. اڪابرين مشائخ مان هو. ابوعبدالله منازل ۽ ابوعلي ثقفي جو صحبت يافته هو ۽ شبليءَ کي ڏٺو هئائين. مذڪور آهي ته جڏهن عبدالرحمٰن کي پٽ ڄائو، تڏهن پنهنجي ساري ملڪيت کي ڪجهه وڪڻي ۽ ڪجهه صدقو ڪري ڇڏيائين. ماڻهن ڪيس چيو ته توکي پٽ ڄائو آهي، انهيءَ لاءِ ڪجهه بچائي رکين ها. چيائين ته جيڪڏهن صالح ٿيندو ته وهو يتولي الصالحين، يعني الله تعاليٰ نيڪ ماڻهن جو مددگار آهي، پر جيڪڏهن مفسد ٿيو ته مان سندس فساد ۾ مددگار ٿيڻ نٿو گهران. سال 348ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## ابراهيم بن يوسف بن محمد زجاجي

سندس ڪنيت ابواسحاق هئي. سندس والد ابوعمر زجاجي هو ۽ ابوحفص جي اڪابر احباب مان هو. طريقت ۾ ملامتي سلسلو رکندڙ هو ۽ خلاف نفس صاحب مذهب هو.

## ابوعمرو زجاجي

سندس نالو محمد بن ابراهيم هو، ڪيس ابراهيم به چيو ويو آهي. اصل نيشاپوري هو ۽ ابوعثمان حيري، جنيد، رويم ۽ خواص جو صحبتي هو. تقريبًا سٺ حج ڪيا هئائين. ابوعمرو، جنيد کي ٻڌائي پيو ته مڪه پاڪ ۾ هئس ۽ مشائخ وقت جهڙوڪ ڪتاني، ابوالحسن، مزين ڪبير ۽ صغير ۽ ٻيا به ڪيترا حلقو ٻڌي وينا هوندا هئاسين ۽ وچ ۾ ابوعمرو زجاجي ويهندو هو. سندس وفات جو سال 348ھ آهي.

مذڪور آهي ته حج جي وقت ۾ وٽس هڪ عجمي آيو ۽ عرض ڪيائين ته مان حج پورو ڪيو آهي ۽ مون کي برائت (ڇوٽڪارو) وني ڏي، جو ته مون کي دوستن اوهان لاءِ چيو آهي ته هو (ڇوٽڪارو) ڪرائي ڏيندو آهي. سندس سادگي ۽ صدق ڏسي ساڻس مزاح طور زمزم ڏانهن اشارو ڪندي ڪيس چيائين هوڏانهن وڃ اتي پهچي هيئن چئه.

يارب اعطني البرائة يعني: اي رب! مون کي ڇوٽڪارو عطا ڪر. ٿوري دير ڪان پوءِ اهو عجمي واپس موٽي آيو ۽ سندس هٿ ۾ هڪ ڪاغذ هو. جنهن تي سبز حروف ۾ لکيل هو ته: هذا برائة فلان بن فلان من النّار.

## ابوالحسن صوفي علي بن حسن بن سهل قوشنجي

ابو عثمان حيري ڪيس عالم مثال ۾ ڏٺو ۽ سندس وفات جو سن 348ھ آهي.

عهد ڪيو هئائين ته جنهن وقت مان بالغ ٿيس ته انهيءَ وقت پنهنجون ڪجهه شيون درويشن کي خيرات ڏيندس، چاڪاڻ ته عبادت ۾ خلل خوراڪ جي ڪري پوندو آهي يا دوزخ

جي باهه جي انديشي جي ڪري. پوءِ رڻ پٽ ۾ بالغ ٿيو. تنهن ڪري پنهنجي گوڏ ڪي لاهي ٻبر جي وڻ ۾ ٻڌي ڇڏيائين ته جيئن ڪنهن درويش ڪي ڪم اچي.

چيائين ته توبه اها آهي ته وري ان گناهه جو ذڪر ئي نه ڪري ذڪر ڪري ته حلاوت نه لهي.

ڪانئس پڇيو ويو ته توڪل ڇا آهي؟ چيائين ته جيڪو ملي ته ڪائي خوش ٿئي ۽ نه ملڻ تي غمگين نه ٿئي.

چيائين ته شيخ جي فوت ٿيڻ ڪري هرات آيس. انهيءَ ڪري اتي رهي پيس. چيائين ته ڪجين جي باغ ڪان قبرستان وجي رهيو هئس. هڪ عورت قبر جي پرسان ويٺي هئي ۽ ڇٽي رهي هئي ته ماءُ جو جگر بي مثل هوندو آهي. سندس انهيءَ ڳالهه جي ڪري منهنجو حال اهو ٿيو آهي. سندس فوت ٿيڻ ڪان پوءِ گهرجي پرسان ڪيس دفن ڪيو ويو ۽ قبر تي مريدن خانقاهه قائم ڪئي ۽ گهر جي مٿان چار صوفي مجاور رهندا هئا، جن جو مقصد هو ته هڪ ٻئي جي پويان ان جي پاسي ۾ دفن ٿين.

## ابومحمد جعفر

بن محمد بن نصير خلدي. خلد بغداد شهر جو هڪ محلو هو. تڏا ناهيندو هو جنيد جو مريد هو ۽ ابراهيم خواص، (رويم) نوري، سمنون ۽ حريري جو صحبت يافته هو. شيخ ابوالعباس نهاوندي جو پير هو. سندس قبر شونيزيه ۾ سري ۽ جنيد جي قبرن جي پرسان آهي. سندس وفات جو سال 348ھ آهي.

سندس قول آهي ته "الفتوة احتقار النفس وتعظيم حرمة المسلمين". ترجمو: پنهنجي نفس ڪي حقير سمجهڻ ۽ مسلمانن جي تعظيم و احترام ڪرڻ ئي جوانمردي آهي.

جعفر بن نصير خلدي خواص جو بيان آهي ته مان بيت المقدس ۾ موجود هئس ته ڏنم ته هڪ شخص جنهن ڪي عبا ويڙهيل هئي. اوچتو آسمان ڏانهن نگاه ڪري چيو ته جيڪڏهن مون ڪي تون دوست رکين ٿو ته مون ڪي ملائي ۽ فالوده کاراءِ ورنه مان تنهنجي گهر جون سيئي شمع (قنديلون) ٽوڙي ٽڪر ڪري ڇڏيندس. پوءِ هو سمهي پيو ٿوري دير ڪان پوءِ هڪ شخص آيو جنهن ڪي هڪ ٿانو ۾ ملائي ۽ فالوده هو. سو ان شخص ڪي ڪائڻ لاءِ ڏئي ويو. پوءِ پاڻ ڪاڌائين ۽ باقي بچيل طعام لاءِ چيائين ته پنهنجي فرزند ڪي کاراءِ، هو ٻاهر آيو. ڪانئس پڇيم ته هي ڪير آهي، چيائين ته نه سڃاتم ته (ڪير) آهي. البته مون ڪي هڪ ماٺهو ڏئي ويو. منهنجا فرزند، ڪجهه ڏينهن ڪان وٺي ملائي ۽ فالوده جي طلب ڪري رهيا هئا ۽ پوءِ ميسر ٿيو، اوچتو غيبي آواز آيو ته وڃ! اهو فلاڻي شخص ڪي کاراءِ ۽ باقي هيءُ فرزندن ڪي ڏي چو ته هيءُ انهيءَ جي لاءِ توڪي ڏنو ويو آهي.

## ابوبڪر بن دائود دينوري

هيءُ شام ملڪ جو رهاڪو هو ۽ ابن جلا جو صحبت يافته هو.

سندس قول آهي تہ معده طعام جو محلات آهي. جيڪڏهن ان ۾ حلال رزق وجهندين تہ تو منجهہ نوراني طاقت پيدا ٿيندي ۽ منجهس شبهي واري (مال وجهڻ جي حالت) ۾ حق ڪان پري ٿي ويندين ۽ جيڪڏهن حرام (مال وجهندين) تہ گناهن ۾ غرق ٿي ويندين. پورا سو سال زنده رهيو ۽ دينور ۾ سال 350هہ ۾ گذاري ويو.

## بندار بن الحسين

بن محمد بن مهلب شيرازي، سندس ڪنيت ابوالحسن هئي ۽ شيراز (بازجان) جو هو. سندس قبر بہ اتي ئي آهي. شبلي جو مريد هو، جعفر حداد جو صحبت يافتہ هو ۽ ابوعبد الله خفيف جو مرشد هو. سندس وفات جو سال 353هہ هو.

## ابراهيم بن دائود قصار رقي

سندس ڪنيت ابواسحاق هئي. جنيد ۽ ابوعبدالله جو همعصر هو. سندس عمر تمام ڏگهي هئي. سال 326 ۾ فوت ٿيو. هو متقين جو قبلو ۽ صوفين جو ڪعبو هو.

قصو بيان ڪيل آهي تہ هڪ درويش ڪنهن واديءَ مان لنگهيو پيو وجي تہ شينهن مٿس حملو ڪرڻ چاهيو ۽ جڏهن شينهن جي سندس پوشاڪ تي نظر پئي تہ شينهن هيٺ ڪنڌ ڪري هليو ويو ۽ پوءِ درويش جڏهن پنهنجي جبي تي نظر وڌي تہ ڏٺائين تہ سندس جبہ ۾ ابراهيم جي خرقي جي چتي لڳل هئي ۽ سبيلُ هو. پوءِ سمجهيائين تہ اها ان جي برڪت هئي.

چيائين تہ ڪفايت شعاريءَ ۾ سڪون آهي. زياده طلبي ۾ رنج ۽ پريشاني آهي. چيائين اهو راضي آهي. جيڪو سوال نٿو ڪري.

## ابوعبدالله تروغبدي

سندس نالو محمّد بن محمد الحسين هو. طوس جي مشهور مشائخ مان هو ۽ ابوعثمان حيري جوصحبت يافتہ هو. سندس وفات جو سال 350هہ آهي.

"قال طوبٰي لمن لا يكن له وسيلة اليه غيره."

يعني: چيائين تہ ان کي مبارڪ هجي جنهن کي ان (مالڪ) کان سواءِ ان ڏانهن ٻيو ڪوبہ وسيلو ڪونہ هجي.

"قال ترڪ الدنيا للدنيا جمع الدنيا."

يعني: چيائين تہ جنهن دنيا کي ڏيکارڻ لاءِ دنيا کي ترڪ ڪيو، گويا ان گهڻي دنيا ۽ دولت جمع ڪئي.

چيائين تہ الله تبارڪ و تعاليٰ پنهنجي ٻانهي کي ان جي وسعت موجب معرفت عطا ڪئي آهي ۽ انهيءَ ئي مطابق معرفت جي مصيبت ۾ بہ مبتلا ڪيو آهي تہ جيئن اها مصيبت، معرفت ۾ سندس حفاظت ڪندي رهي.

چيائين ته بغير ڪنهن امتياز جي مخلوق جي خدمت ڪر، چو ته اها خدمت تنهنجي لاءِ سودمند، برڪت ۽ شان واري آهي. پوءِ سيني حقدارن جي خدمت ڪر ته تون پنهنجي مراد کي حاصل ڪرين ۽ مقصد تنهنجي هٿن کان نه وڃي.

## شيخ ابواسحاق شامي

هيءُ برگزيده بزرگ هو ۽ سندس قبر شام ملڪ ۾ عڪه شهر ۾ آهي ۽ شيخ علو ممشاد جي احباب مان هو ۽ هو وري شيخ هبيره بصري جي احباب مان هو ۽ اهو وري حذيفه مرعشي جي احباب مان هو ۽ اهو وري ابراهيم ادهم جي احباب مان هو.

ابواسحاق شامي، ڳوٺ چشت ۾ پهتو ۽ خواجه ابواحمد ابدال، جيڪو قديم چشتي مشائخ مان هو، ان وٽ پهتو ۽ سندس صحبت ۾ رهي تربيت حاصل ڪيائين.

چشتي خاندان: هن جڳهه تان چشتي وجود ۾ آيو ۽ چشت، هرات جي هڪ ڳوٺ جو نالو آهي. سلوڪ چشتي جي روش هي آهي ته شهرن ۾ وڃي مخلوق کي الله جلشانه جو نالو سيکاريندا آهن. دنيا ۽ اهل دنيا کان بي نياز رهندا آهن ۽ هميشه رياضت ۾ هوندا آهن ۽ مسڪينن سان ميل جول رکندا آهن. فقيرن کي، اميرن تي ترجيح ڏيندا آهن ۽ فقيرن جا هٿ، پير خود ڌوئيندا آهن ۽ ڪين پنهنجي هٿن سان ڪاڌو کارائيندا آهن. "اي طريقه ترک الدنيا و اسبابها والاجتهاد في الرياضة والذکر بالجهر من النفي والاثبات والجلا رفع الاخظ کا تعلعة وسماع الغنا من الغير لهو تمت."

## خواجه ابواحمد ابدال چشتي

هيءُ فرسنانه جي سلطان جو پٽ هو. شريف خاندان مان هو ۽ سندس پيءُ علائقي جو حاڪم هو. سلطان جي ڀيڻ نهايت نيڪ، پرهيزگار ۽ صالحه هئي. شيخ ابواسحاق شامي وٽس ايندو هو ۽ ان وٽ ئي ماني کائيندو هو. هڪ دفعي ان صالحه کي چيائين ته تنهنجي ڀاءُ کي پٽ پيدا ٿيندو، جنهن جو عظيم شان هوندو. البته تون پنهنجي ڀاڄائي جي غذا جي حفاظت پاڻ ڪج، جيئن ايام حمل ۾ سندس پيٽ ۾ ڪا حرام يا شبهي واري شيءِ نه وڃي ۽ اها پوڙهي، پرهيزگار عورت، شيخ جي چوڻ موجب پاڻ پنهنجي هٿن سان چرخي ۾ سُٽ ڪتي، انهيءَ جي آمدني مان پنهنجي ڀاڄائي کي خوراڪ مهيا ڪري ڏيندي هئي. آخر سال 260هه ۾ خواجه ابواحمد پيدا ٿيو ۽ انهيءَ صالحه عورت ان جي ٻه پنهنجي گهر ۾ حلال رزق سان تربيت ڪئي.

ڪڏهن ڪڏهن شيخ ابواسحاق ايندو هو ۽ ٻالپڻ جي عمر ۾ خواجه کي ڏسندو هو. چوندو هو ته جڏهن هيءُ ڇوڪرو، وڏو ٿيندو ته پنهنجي خاندان جو بزرگ شخص ظاهر ٿيندو ۽ جڏهن خواجه ويهن سالن جي عمر جو ٿيو ته پنهنجي پيءُ سان گڏ شڪار جي ارادي سان جبلن ۾ ويو ۽ اتان پنهنجي خادمن ۽ اهلڪارن کان جدا ٿي ويو ۽ جڏهن جبلن جي وچ ۾ پهتو ته ڏٺائين ته

چاليهه شخص رجال الله جبل ۾ بينا آهن. انهن ۾ شيخ ابواسحاق بہ موجود آهي. اهو حال ڏسي هو گهوڙي تان هيٺ لهي آيو ۽ شيخ ڪي پيرين پيو ۽ مجلس ڪان پوءِ پنهنجو گهوڙو ۽ هٿيار وغيره اتي ڇڏي ڏنائين ۽ گودڙي پهري انهن سان گڏ روانو ٿي ويو ۽ ان بعد سندس پيءُ ۽ اهلڪارن سندس ڏاڍي ڳولا ڪئي، مگر هو ملي نہ سگهيو ۽ ڪجهہ ڏينهن ڪان پوءِ معلوم ٿيو تہ هو شيخ ابواسحاق سان گڏ فلاڻي ڳوٺ ۾ رهي ٿو. سندس پيءُ اهلڪار موڪليا تہ ڪيس وٺي اچو. سائس هر قسم جا حيلا هلايائون نصيحتون ڪيائون ۽ ڪيس بند ڪيائون تہ بہ ان ڪي واپس آڻي نہ سگهيا، آخر سندس پيءُ ان جون ڪرامتون ڏسي توبه ڪئي. سال 355هہ ۾ فوت ٿي ويو.

## علي بن بندار

بن الحسين صوفي، صيرفي، نيشاپوري. سندس ڪنيت ابوالحسن هئي. نيشاپور ۾ عثمان حيري ۽ محفوظ جو صحبتي هو ۽ سمرقند ۾ محمد فضل بلخي سان، بلخ ۾ محمد ۽ حامد سان، جرجان ۾ علي جرجاني سان، ري ۾ يوسف بن الحسين سان، بغداد ۾ جنيد، رويم، سمنون، ابن عطا ۽ جريري سان، شام ۾ طاهر مقدسي، ابن جلا ۽ ابوعمر دمشقي سان، مصر ۾ ابوبڪر مصري، ابوبڪر دقاق ۽ ابوعلي رودباري سان سندن صحبت ۾ رهيو هو. ساري جهان جا مشائخ ڏٺا هئائين. سال 359هہ ۾ فوت ٿي ويو.

## ابوبڪر دقي

سندس نالو محمد بن دائود دمشقي هو. چون ٿا تہ اصل دينوري هو پوءِ شام ۾ آباد ٿيو. ابوعلي رودباريءَ جو هم عصر هو. زقاق ڪبير جو مريد هو. جنيد ڪي ڏٺو هئائين ۽ ابوبڪر مصري جو صحبتي هو. هڪ سو ويهہ (120) سال جي عمر ۾ سال 359هہ ۾ گذاري ويو.

## ابوبڪر شبهي

سندس نالو محمد بن جعفر شبهي هو. وقت جي ممتاز مشائخ مان هو ۽ نيشاپور ۾ شيخ عثمان حيري جي صحبت حاصل ڪئي هئائين. سال 360هہ ڪان اڳ فوت ٿي ويو.

## ابوبڪر مفيد

محمد بن احمد بن ابراهيم. هي جرجر شهر جو برگزيده امام هو. جنيد ۽ يوسف بن الحسين ڪي ڏٺو هئائين ۽ ابوعثمان حيريءَ جو صحبت يافتہ هو. سال 364هہ ۾ وڏي ڄمار ۾ گذاري ويو.

## ابوعمرو اسماعيل بن نجيد

بن احمد سلمي، شيخ ابوعبدالرحمٰن سلمي جي ماءُ جو ڏاڏو هو ۽ ابوعثمان حيري جي خاص مريدن مان هو. جنيد ڪي ڏٺو هئائين. سال 365هہ ۾ فوت ٿي ويو.

## ابو عبدالله مقري

سندس نالو محمد بن احمد بن محمد هو. يوسف بن الحسين، عبدالله خراز رازي، مظفر ڪرمانشاهي ۽ ابن عطار جريري جو صحبت يافتہ هو. سال 366هہ ۾ گذاري ويو.

## ابومحمد راسبي

سندس نالو عبدالله بن محمد راسبي بغدادي هو. جنيد ڪي ڏٺو هئائين ۽ ابن عطا، جريري ۽ جنيد جي مريدن جو صحبت يافتہ هو. سال 367هہ ۾ فوت ٿي ويو.

## ابوبڪر قطيعي

هيءُ بغداد ۾ حافظ ۽ امام هو. حديث جي علم ۾ هيءُ عبدالله بن احمد بن (حنبل) جو شاگرد هو. جنيد ڪي ڏٺو هئائين. سال 368هہ ۾ فوت ٿي ويو.

## ابراهيم بن ثابت

سندس ڪنيت ابواسحاق هئي، جنيد جو صحبت يافتہ هو، ان ڪان شيخ ابومحمد جعفر بن محمد نصير الخلدي، ان ڪان شيخ ابوالحسن، ان ڪان بنان بن محمد حمال صحبت حاصل ڪئي. سندس استاد ابوالحسن هو. سال 369هہ ۾ گذاري ويو.

## شيخ عبدالله رودباري

سندس نالو احمد بن عطا هو. شام جو شيخ هو ۽ صور شهر جو وينل هو. صور شهر درياهہ جي ڪناري تي هو. سندس قبر بہ اتي هئي، پوءِ درياهہ جي نذر ٿي وئي. سندس وفات جو سال 369هہ آهي.

## ابوسهل صعلوڪي

سندس نالو محمد بن سليمان صعلوڪي الفقير هو. وقت جو امام ۽ علوم شريعت ۾ وحيد زمان هو ۽ شبلي، مرتعشي ۽ ابوعلي ثقفي جو صحبت يافتہ هو ۽ ابوالحسن قوشنجي ۽ ابونصر الصفار نيشاپوريءَ جو رفيق هو.

شيخ ابوعبدالرحمٰن بيان ٿو ڪري تہ سماع بابت ابوسهل ڪان مسئلو پڇيو ويو. چيائين تہ "يستجب لاهل الحقايق ويباح لاهل العلم ويكره لاهل الفسق والفجور". يعني: اهل حق لاءِ مستحب آهي ۽ اهل علم لاءِ مباح آهي ۽ فاسقن فاجرن لاءِ ناجائز آهي. سال 369هہ ۾ نيشاپور ۾ گذاري ويو.

## حسن بن حمزه بن علي معروف مرعشي

سندس نالو حسن بن حمزه بن علي بن عبدالله بن محمد بن الحسن ۽ لقب سليق بن حسين الاصغر هو ۽ طبرستان ۾ رهندڙ هو ۽ مشهور مرعشي هو. وقت جي برگزيده بزرگن ۽ فقيهن مان هو ۽ پوءِ بغداد آيو ۽ اتي ئي گذاري ويو. سندس وفات جو سال 358هه آهي.

## ابوبڪر فاليزبان

هيءُ بخارا جو برگزيده بزرگ هو. جنيد کي ڏٺو هئائين. سندس عمر طويل هئي ۽ شيخ عمودي کي به ڏٺو هئائين.

## ابوالحسن حصري

سندس نالو علي بن ابراهيم بن علي بصري هو. بغداد ۾ رهندڙ هو. شبليءَ جو مريد هو. سندس وفات جو سن 371هه هو.

## ابوالقاسم نصرآبادي

سندس نالو ابراهيم بن محمد بن محمويہ هو. نيشاپوري هو. ابراهيم شيبان جو مريد هو. شبلي ۽ واسطي کي ڏٺو هئائين. ابوعلي رودباري، مرتعشي ۽ ابوبڪر طاهر ابهريءَ جو صحبت يافتہ هو. سال 372هه ۾ فوت ٿي ويو.

## شيخ اسماعيل نصرآبادي

هيءُ شيخ ابوالقاسم نصرآباديءَ جو وڏو فرزند هو.

## ابوعثمان مغربي

سندس نالو سعيد بن سلام مغربي هو. ابوالحسن صايغ دينوري جو مريد هو ۽ مغرب يعني مراڪش جي شهر قيروان شهر جي ڳوٺ ۾ رهندڙ هو.

سندس بيان آهي تہ شروعات ۾ مون کي ٻيو ڪوبہ ڪم ڪونہ هو. گهوڙا ۽ ڪتا پاڻ وٽ پالي رکندو هئس ۽ قريبي ٻيٽ ۾ وڃي شڪار ڪندو هئس ۽ پاڻ سان ڪانيءَ جو هڪ وڏو پيالو بہ رکندو هئس ۽ ان ۾ کير وجهي رکندو هئس. هڪ ڏينهن ارادو ڪيم تہ ان پيالي مان کير پيئان پر منهنجي ڪتي ايڏو تہ شور مچايو ۽ مون سان وڙهي ويو جو مان پيالي منجهان کير پي نہ سگهيس، وري ٻيو دفعو پيالي مان کير پيئڻ جي ڪوشش ڪيم، تہ منهنجي ڪتي مون کي کير پيئڻ نہ ڏنو ۽ جڏهن ٽيون دفعو کير پيئڻ جو ارادو ڪيم تہ مون کان اڳ ئي ڪتي پنهنجو وات پيالي ۾ وجهي کير پي ڇڏيو ۽ ٿوري دير ۾ ڪتوسُجي ويو ۽ مري ويو. پوءِ پيالي ۾ نظر ڪيم تہ ان ۾ ڪو نانگ پنهنجو زهر وجهي ويو هو. اهڙي طرح مون تان ڪتو فدا ٿي ويو، پوءِ ڏاڍو پڇتايم ۽ توبہ ڪيم.

ابوالحسن ڪواشاني جو بيان آهي تہ ابوعثمان پيشنگوئي ڪئي هئي تہ جنهن ڏينهن مان گذاري ويندس، ان ڏينهن ملائڪن جي اچڻ سبب مٽي اڏامندي. پوءِ ڏٺو ويو تہ سندس وفات واري ڏينهن ايڏي تہ مٽي اُڏامي جو جنازي جا حاضرين هڪ ٻئي کي ڏسي نٿي سگهيا.

هيءُ ڪيترائي سال مڪہ جو مجاور رهيو. ڪيس وقت جو امام سڏيندا هئا ۽ وڏن برگزيده مشائخن مان هو. آخري وقت ۾ نيشاپور آيو ۽ سال 373هہ ۾ وفات ڪري ويو. سندس قبر نيشاپور ۾ ابوعثمان حيري جي پاسي ۾ آهي.

## ابوبڪر طرطوسي حرمي

سندس نالو علي بن احمد بن محمد هو ۽ سندس لقب طاؤس الحرمين هو. ابوالحسين مالڪيءَ جو شاگرد هو. ابراهيم شيبان ڪرمانشاهي سان سندس صحبت ۽ نسبت هئي. سندس وفات جو سن 374هہ هو.

## عبدالواحد بن علي سياري

هيءُ ابوالعباس جو ڀائيجو ۽ سندس مريد هو ۽ مرو ۾ پنهنجي سراءِ کي صوفين لاءِ وقف ڪري ڇڏيو هئائين. سال 355هہ ۾ فوت ٿي ويو.

## ابوالقاسم مقري

سندس نالو جعفر بن احمد بن محمد مقري هو. ابوعبدالله مقري جو ڀاءُ هو ۽ ابن عطاء، جريري، ابوبڪر بن ابي سعدان، ابوبڪر ممشاد ۽ ابوعلي رودباري جو صحبت يافتہ هو. سال 378هہ ۾ وفات ڪري ويو.

## ابوالقاسم رازي

سندس نالو جعفر بن احمد بن محمد هو ۽ نيشاپوري هو. ابن عطاء، محمد بن ابي الحواري ۽ ابوعلي رودباريءَ جو صحبت يافتہ هو. سال 378هہ ۾ وفات ڪري ويو.

## جعفر بن امام عاشر علي نقي

سندس لقب جعفر ثاني هو. هيءُ سال 251هہ ۾ پيدا ٿيو ۽ هڪ سو ويهہ سال نو مهينا عمر پوري ڪري سن 374هہ ۾ گذاري ويو ۽ ڪيس هڪ سو ويهہ فرزند هئا.

سيد عبدالله: سندس لقب علي اصغر هو. بخارا جي سادات جي جد مان هو ۽ سيد جلال بخاري ساڪن اچ انهن مان هو ۽ سيد احمد ولد سيد عابد جد سادات مشهدي ساڪن محلہ مغل واره ٺٽو ۽ سادات انجوي ساڪن ٺٽہ اولاد سيد محمد انجوي جي نسبت ان ڏانهن آهي.

سيد اسماعيل: ولد سيد جعفرثاني سادات بکر (نزد سکر) جي اولاد جي نمائندگي انھن مان آھي. سيد محمد مکي بہ انھي مان آھي.

## متنبي

ھيءُ معروف مقبول شاعر ۽ سريع الاجابت ھو. ھڪ ڏينھن ھو رستي تان لنگھي رھيو ھو تہ رستي تي ھڪ بيمار ڪتو سمھيو پيو ھو تہ سعبويہ جو ياءُ نفطويہ جنھن پورا چاليھہ سال علم نحو جي حصول ۾ مشقت ڪئي ھئي. مذاق طور چوڻ لڳو تہ جيڪڏھن متنبي اھو آھي تہ ان کان بھتر ھيءُ ڪتو آھي. ڪانئس پڇيائين تہ تنھنجو نالو ڇا آھي. چيائين نفطويہ نالو اٿم. چيائين احرق اللہ. اتفاق سان ڏياري جي رات (شب برات نصف شعبان) ھئي. ڇوڪرا آتش بازي ڪري رھيا ھئا. ھيءُ اتان لنگھيو، ڪيس باھہ لڳي وئي ۽ سڙي ويو.

ابن رشيق پنھنجي ڪتاب "عمده" ۾ بيان ڪيو آھي تہ ھو ڌاڙيلن سان لڙائي ڪندي، پاڻ سندس پٽ ۽ مفلح نالي غلام قتل ٿي ويا ۽ اھو سال 354ھ ھو.

## ابوالخير حبشي

سندس نالو اقبال ھو. سندس لقب "طاؤس الحرم" ھو. جرجان جي پيرن جو غلام ھو، مالڪ ڪيس آزاد ڪري ڇڏيو ھو ۽ سٺ سال مڪہ ۽ مدينہ جي مجاورت ۾ رھيو. شيخ عمر ۽ شيخ عباس، سندس زيارت تي فخر ڪندا ھئا. سن 383ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## ابوبڪر بن محمد بن عبداللہ

ھيءُ پنھنجي وقت جو زاھد ترين شخص ھو ۽ امام شافعي جي فقہ ۾ زندگي گذاريائين ۽ بخارا شھر جي ھڪ محلي ڪلاباد ۾ سن 385ھ ۾ گذاري ويو.

## ابراھيم آجري ڪبير

حضرت جنيد جو بيان آھي تہ مون عبدون زجاج کان ٻڌو تہ ھن چيو تہ ابراھيم آجري مون کي چيو تہ: "لان ترد الي اللہ عزوجل ھمک ساعة خيرلک مما طلعت عليہ الشمس". يعني: ھڪ گھڙي اللہ ڏانھن رجوع ڪرين تہ اھا ڳالھہ تنھنجي لاءِ انھن سيني شين کان ڀلي آھي، جنھن تي سج اڀري ٿو.

## ابوبڪر سوسي

سندس نالو محمد بن ابراھيم ھو. ملڪ شام جو صوفي ھو ۽ رملہ شھر ۾ شيخ عمو ۽ احمد ڪوفي کي ڏٺو ھئائين دمشق ۾ سال 386 ۾ فوت ٿي ويو.

## ابوبڪر بن محمد ابوالحسن بن محمد مزين

سندس نالو علي بن محمد هو. اهل بغداد مان هو. جنيد ۽ اهڙن ٻين مشائخن جو صحبت يافته هو. سال 388ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## ابوطالب محمد بن علي بن عطية حارثي مڪي

صاحب قوت القلوب پنهنجي ڪتاب دقايق ۾ تصنيف ڪيو آهي ته تصوف ۾ سندس نسبت شيخ عارف ابوالحسن محمد بن ابي عبدالله احمد بن سالم بصري سان هئي ۽ انتساب شيخ ابوالحسن جو پنهنجي پيءُ ابو عبدالله احمد بن سالم ۽ ان جو انتساب پنهنجي پيءُ سهل بن عبدالله تستري قدس الله ارواحهم سان هو. سال 386ھ ۾ مڪه ۾ فوت ٿي ويو.

## ابوالحسن محمد

بن احمد بن اسماعيل بن سمنون. "ڪان يلقب بالناطق الحڪمة از مشائخ بغداد". يعني: بغداد جي مشائخ ۾ ڪيس حڪمت سان ڳالهائيندڙ جي لقب سان ياد ڪيو ويندو هو.

## ابويعقوب ميداني

نصيبين جي مشائخ مان هو. شبلي بغداد کان مصر ويو. ميداني به انهيءَ جي تقليد ڪئي، شبلي سندس استقبال ڪيو. شبلي، پنهنجو هٿ سندس مٿي تي رکي چيو ته خيرڪ الله يعني: الله توکي پنهنجي لاءِ پسند ڪري ۽ انهيءَ جي زبان ۽ وارن مان به آواز نڪتو آمين.

## ابوصالح مزين

هيءُ ابن عطاء جو صحبت يافته هو. سهل بن عبدالله تستري بيان ٿو ڪري ته ڪيس حرم پاڪ ۾ ڏٺم. ساڻس نسبت جي طلب ڏيکاريم چيائين اي سهل! اگر ابوصالح سياٽي اچي ته انهيءَ سان نسبت قائم ڪجانءِ. چيم ته خبر ڪونه اٿم ته ڪٿي آهي؟ چيائين ته اتي ئي هو، ليڪن هينئر نظر کان غائب ٿي ويو آهي.

## ابراهيم آجري صغير

سندس ڪنيت ابواسحاق هئي. ابومحمد جريري ۽ابواحمد مغازلي ڪيس ڏٺو هو. مذڪور آهي ته هڪ يهودي آجر وٽ آيو. چيائين ته ڪا ڪرامت مون کي ڏيکار ته ايمان آڻيان. آجر يهودي کان سندس چادر وٺي پنهنجي چادر سان گڏ ويڙهي ڳنڍو ڪري تنور جي باھ ۾ اُڇلائي ڇڏي. ٿوري دير کان پوءِ جڏهن ڪڍيائون ته سندس چادر صحيح سلامت هئي ۽ يهوديءَ جي چادر سڙي رک ٿي وئي. پوءِ يهودي ايمان آندو.

## محمد بن خالد آجري

هيءُ بزرگ مشائخ مان آهي. جعفر خلدي سندس بابت ڪافي حڪايتون بيان ڪندو هو.

## ابوجعفر مجذوم

هيءُ ابوالعباس عطا جو همعصر هو. پنهنجي وقت جو يڪتا ۽ پوشيده غوث هو. ابوالحسن دراج ڪيس قادسيہ مسجد ۾ ڏٺو هو.

## ابوبڪر ارموي

سندس نالو حسين بن علي بن يزدانيار هو. سندس طريقہ تصوف مخصوص ۽ نرالو هو. جنهن جو بعض مشائخ مثلاً شبلي وغيره انڪار ڪيو آهي.

## ابوجعفر معاذ مصري

سندس مرشد ابوالحسين سيرواني ڪهين هو. سندس چوڻ آهي تہ ابوجعفر حداد مصري ۽ ابن البرقي، اهي ٻئي مصر ۾ هئا. ڪانئن پڇيو ويو تہ تصوف ڇا آهي؟ ٻنهي بزرگن چيو تہ اهو اثر آهي جو زمين تي ڪڏهن نروار ۽ ڪڏهن لڪل هوندو آهي.

## ابوطالب الاخميمي

ابوعثمان مغربي بيان ٿو ڪري تہ مون ابوطالب ڪي ڏٺو تہ هو پڪين سان ڳالهائيندو هو ۽ هيءُ بہ ٻڌائي ٿو تہ مان ابوطالب سان سفر ۾ گڏ هئس. رستي ۾ مون ڪي جهنگلي جانورن ۽ درندن جو ڏاڍو خوف پئي ٿيو، ڇو تہ درندا تمام گهڻا هئا. ڪيس چيم تہ تمام جلد هيءُ منزل پار ڪري هلون. پوءِ هڪ رات هڪ جڳهہ تي قيام ڪيوسون. هو سمهي ننڊ ڪرڻ لڳو. ليڪن مون ڪي ننڊ نہ آئي. مون ڪي چيائين ڇو نٿو سمهين، چيم تہ جهنگلي جانورن جي خوف ڪان ننڊ نٿي اچي. مون ڪي چيائين تہ حق تعاليٰ ڪان خوف رک، ٻئي ڪنهن جو بہ خوف نہ ڪر.

## ابوبڪر موازيني

هيءُ مصر جو هو. شيخ سيرواني جو مرشد هو. هو بيان ٿو ڪري تہ ابن خباز ڪان ٻڌم تہ عيدالاضحيٰ جي ڏينهن جمره جي پرسان بيٺو هئس تہ هڪ درويش نظر آيو، جنهن ڪي هٿ ۾ ڪوزو هو. چوي پيو تہ "ياسيدي! تقرب الناس اليک بذبائحهم و قرباناتهم وليس بي ملک الا نفسي فشهق شهقة ومات. ترجمو: اي منهنجا مالڪ! ماڻهو پنهنجين قربانين ۽ ذبح جي ذريعي تنهنجو قرب حاصل ڪن ٿا. ليڪن مون ڪي پنهنجي جان ڪانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ آهي. پوءِ ڏاڍي سخت رڙ ڪيائين ۽ مري ويو.

## ابوبڪر مغازلي

مصر جو هو ۽ سيرواني جو مرشد هو. اهو بيان ٿو ڪري ته هڪ ڏينهن اهو ارادو ڪيم ته ابوالحسن مزين کي آزمايان. پوءِ سندس سراءِ جي در تي ويس ۽ چيم ته يااهل الدار واسوني بشيءِ يعني مون کي ڪنهن شيءِ جي بخشش ڪريو. پوءِ هن پنهنجن گهر وارن کي چيو ته هن کي ڪا شيءِ ڏيو. جيڪڏهن هو الله کي سچاڻي ها ته مون وٽ آزمائش لاءِ نه اچي ها. پوءِ جڏهن اهي الفاظ ٻڌم ته ان کي ڇڏي هليو ويس.

## ابوالحسن سيرواني (ڪبير)

سندس نالو علي بن محمد هو. ابوالحسين سيرواني صغير جو مرشد هو. سيروان مغرب جو هو ۽ دمياط ۾ رهندو هو ۽ پوءِ خواص کي گهرائي، ڪيس وصيت ڪيائين ته: الزم الفقرآء فان الخير فيهم معنيٰ: فقراء جي صحبت اختيار ڪر چو ته انهن ۾ ئي ڀلائي آهي.

## ابوالحسين سيرواني (صغير)

سندس نالو علي بن جعفر دائود هو. سيروان مغرب جو هو. سيرواني ڪبير جو شاگرد هو. مصر جي خواص جو ساٿي هو. پوءِ بيت الله جو مجاور ٿي رهيو ۽ اتي ئي گذاري ويو. ابوبڪر موازيني، جنيد، شبلي، ابوالخير تيناني، ڪتاني، ابوعلي ڪاتب ۽ ابوبڪر مصري وغيره انهن سڀني کي ڏٺو هئائين. سندس عمر هڪ سو چوويهه سال هئي. آخري عمر ۾ ڪرسي استعمال ڪندو هو ۽ جڏهن موذن تڪبير چوندو هو ته نماز لاءِ اٿي بيهندو هو ۽ نماز کان پوءِ وري ڪرسيءَ تي ويهي رهندو هو ۽ سماع جي وقت به ائين ڪندو هو.

## ابوالحسن سيوطي

سهل تستري جي ساٿي هارون ڪيس ڏٺو هو. ابوعلي رودباري ذڪر ٿو ڪري ته دوستن تي مهربان ۽ شفيق ابوالحسن سيوطي جهڙو ٻيو ڪونه ڏٺو. هڪ دفعي بيابان ۾ سفر ڪندي رات جو قيام ڪيوسون. سخت بک لڳي هئي. رستي ۾ آبادي جي ۽ ڳوٺن جي به خبر ڪانه پئي لڳي. پوءِ سيوطي گڏڙ ۽ بگهڙ وانگر اونايون ڪيون ته جيئن ڪتن جي جاءِ جي خبر پوي. پوءِ اونايون تي ڪتا ڀونڪڻ لڳا ۽ انهن جي آوازتي ويو ۽ دوستن لاءِ ڪجهه شيون ۽ ڪاڏو ڪٽي آيو.

## ابوعلي ڪاتب

**مصر جي اڪابرين مشائخ مان هو. ابوبڪر مصري ۽ ابوعلي رودباري جو صحبت يافته هو. سندس پير ابوعلي مشتولي هو. ابوعثمان مغربي ڪيس بزرگ هستي چوندو هو ۽ رودباري**

ٻه سندس علم ۽ بزرگي سبب تعظيم ڪندو هو. سندس چوڻ آهي ته جنهن ٻه وقت مون کي ڪا مشڪل پيش ايندي هئي ته خواب ۾ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن جي زيارت ٿيندي هئي ۽ پاڻ سڳورن کان ئي حل پڇندو هئس.

## حمزه بن عبدالله علوي حسيني

سندس ڪنيت ابوالقاسم هئي. ابوالخير تيناتي جو مريد هو.

چيائين ته صوفي کي گهرجي ته هو سفر ۽ حضر ۾ هڪ ئي حال ۾ هجي، يعني هر حال ۾ پنهنجي اوصاف کي قائم رکي. سافر البادية علي المتوڪل سنين ولم يضع جنبه علي الارض سنين. يعني ٻه سال پورا جهنگل ۽ بيابان ۾ گهمندو رهيو، ليڪن ٻئي سال زمين تي پني نه رکيائين.

گري خويش علوين مان هڪ شخص شيخ الاسلام انصاري وٽ آيو ۽ چيائين ته منهنجو پيءُ پورا پنج سال هر روز پنهنجي پير ابوزيد وٽ ويندو هو ۽ صوفين کي مرو ڏانهن موڪليندو هو.

## ابوالعباس باوردي

بزرگ هو، شبلي کي ڏٺو هئائين، نيشاپوري آهي، شيخ ابوبڪر طمستاني به نيشاپور ۾ هو، ٻنهي شبلي کي ڏٺو هئو، شبلي صاحب حال هو. توحيد جو ذرو به نه رکندو هو.

شيخ الاسلام انصاري چوي ٿو ته جيئن ماڻهو چون ٿا، تيئن صحيح آهي، شبلي توحيد جي باري ۾ ڪا دعويٰ نه ڪندو هو پر اهو مطلب نه آهي ته ان جو يقين نه رکندو هو.

## ابوالعباس بردعي

سندس نالو احمد محمد بن هارون بردعي صوفي هو. هن ٻڌايو ته مرتعش مون کي چيو ته جيترو توکي ديدار (زيارت) فائدو پهچائيندي، اوترو توکي وعظ نفعو نه پهچائي سگهندو ۽ هيءُ ٻه چيائين ته ابوطاهر ابهري ٻڌايو ته: لايصلح الڪلام الا لرجل اذا سڪت خاف العقوبة بسڪوته. يعني: ڪلام انهيءَ شخص کي فائدو ڏئي سگهي ٿو، جو جڏهن اهو خاموش ٿئي ته سندس خاموشيءَ جي ڪري ان جي سزا جو خوف ٿئي.

## ابوعلي خيران

سندس نالو حسن بن صالح بن خيران هو. فقه شافعي جو پيرو هو ۽ متقي ۽ فقيه هو. ڪيس سختيءَ هيٺ آندو ويو جو جڏهن قاضي القضاة جو عهدو قبول نه ڪيائين ته مقتدر بالله عباسي جي وزير علي بن عيسيٰ علائقه جي امير کي لکيو ته شيخ ابوعلي خيران کي پيش ڪر ته ڪيس قضا جو عهدو ڏنو وڃي، مگر هن هرگز قبول نه ڪيو.

## ابوعبدالله حضرمي

مرتعش جو بيان آهي تہ ڪانئس تصوف بابت سوال ڪيم. مگر ويهن سالن تائين انهيءَ پنهنجي طرفان ڪا ڳالهہ نہ ڪئي، هر جواب قرآن مجيد جي آيت سان ڏيندو هو: رِجَالٌ صَدَقُوْا مَا عَاهَدُوا اللّٰهَ عَلَيْهِ (اهي اهڙا ماڻهو آهن جو انهن جيڪو الله سان انجام ڪيو هو، ان کي سچو ڪيائون) مون پڇيو تہ سندن صفت ڪهڙي آهي؟ چيائين تہ لاَ يَرْتَدُّ اِلَيْهِمْ طَرْفُهُمْ وَاَفْئِدَتُهُمْ هَوَآءٌ (سورة ابراهيم) (سندن نظر انهن ڏانهن وري نہ سگهندي ۽ سندن دليون پيون ڌڪنديون) مون پڇيو تہ انهن جو هنڌ ڪٿي آهي؟ جواب ۾ چيائين تہ: فِيْ مَقْعَدِ صِدْقٍ عِنْدَ مَلِيْكٍ مُّقْتَدِرٍ (سورة القمر). (اهي سچي مجلس ۾ طاقتور بادشاهہ وٽ رهندا) پڇيم تہ وڌيڪ ٻڌاءِ. چيائين: اِنَّ السَّمْعَ وَالْبَصَرَ وَالْفُوَادَ كُلُّ اُولٰئِكَ كَانَ عَنْهُ مَسْئُوْلاً (سورة بني اسرائيل) (بيشڪ ڪَنَ ۽ اکيون ۽ دليون ۽ سيني (عضون جي باري ۾) پڇا ڪئي ويندي.)

## ابوبڪر رازي بجلي

سندس نالو محمد بن عبدالله هو. نيشاپور جو رهاڪو هو. عبدالله سلمي جو استاد ۽ ابوبڪر بيڪندي جو شاگرد هو. مرد مجاهد ۽ متقي هو. مذڪور آهي تہ ان ڪان وڌيڪ ڪوبہ مشائخ الله تعالىٰ جي خوف ڪان روئڻ وارو ڪونہ هو. هر مريد ۽ مبتدي جيڪو بہ ڪيس ڏسندو هو تہ سندس محبت ۾ گرفتار ٿي ويندو هو. ابتدائي دور ۾ مڪه پاڪ جو سفر ڪيائين ۽ اتي پهچي مشائخ ۽ صوفين سان مليو ۽ هڪ سال مڪه جي مجاورت ڪيائين. سندس چوڻ آهي تہ مڪه پاڪ ۾ مون تي تنگ وقت آيو. پوءِ مان يمن روانو ٿيس. مون وٽ هڪ دينار هديه جو موجود هو. سفر جو سامان ساڻ ڪنيم. ارادو ڪيم انهيءَ دينار جو جُبو خريد ڪندس ۽ موٽي مڪه پاڪ ۾ ايندس ۽ دينار کي بن پٿرن جي وچ ۾ پوري ڇڏيم ۽ ان تي نشاني ڪري ڇڏيم. مڪه پاڪ ۾ موٽي آيس ۽ طواف ڪان پوءِ ابوعمر زجاجي کي ڏٺم. ڪانئس مسئلو پڇيم. هن چيو تہ اهو دينار ڪڍي اچ ۽ پنهنجي جان تي خرچ ڪر.

## ابوبڪر شبيڪر

نيشاپوري هو. پنهنجي وقت جو وڏو صاف دل صوفي هو. خواجہ سهل صعلوڪي جي عزيزن مان هو. هڪ ڏينهن خواجہ سهل ان کي ڏٺو ۽ ڪيس چيائين تہ مائٽ مون ڏانهن ڇو نہ ٿو اچين؟ چيائينس تہ آءٌ توڏانهن آيو هئس، مگر تون آرام مان نہ اٿئين مان مايوس ٿي موٽي آيس. يعني تو تڪبر ڪيو ۽ مان فقير درويش آهيان. مون پنهنجي لاءِ ذلت محسوس ڪونہ ڪئي. چيائين تہ اچ هاڻي ضرور اٿي ايندس. هڪ دفعي خواجہ سهل پنهنجي سراءِ ۾ موجود هو (هي ويو) ڪيس آذر ياءُ ڪيائين پر جڏهن موٽي اچڻ لاءِ هو ٻاهر آيو تہ عزت افزائي لاءِ هو ٻاهر بہ قدم نہ آيس. پوءِ وري وٽس هرگز نہ ويو.

## ابوبڪر قصري

هي اصل قصر هبيره جو هو. ليڪن شيراز ۾ سڪونت اختيار ڪئي هئائين. محقق بزرگ هو ۽ اهل غيب ڪيس نظر ايندا هئا.

شيخ عبدالله خفيف جو بيان آهي ته هڪ ڏينهن قصري مون ڪي چيو ته اُٿ ته صحرا ڏانهن هلون. پوءِ ٻئي روانا ٿياسون ته اتي هڪ قوم کي ڏٺوسون ته بازار جي منڊ ۾ نرد راند پيا ڪيڏن. شيخ ابوبڪر ساڻن ويهي رهيو ۽ پاڻ کي راند ۾ شامل ڪيائين. مون کي شرمندگي ٿي ته هيءُ ڇا ٿو پيو ڪري ۽ وري روانا ٿياسين ۽ اڳتي هلي ڏٺوسين ته ڪجهه ماڻهو شطرنج راند پيا ڪيڏن. پوءِ انهن ڏانهن ويو. ويهڻ وارو وڇاڻو ڦاڙي ۽ ڪيڏڻ وارو سامان ۽ ڪانيون ٽوڙي ڇڏيائين. انهن گهڻيون ئي دانهون ڪيون، پوءِ جڏهن اتان روانا ٿياسين ته رستي ۾ مون ساڻس جهڳڙو ڪيو ته هيءُ ڪهڙو طريقو آهي جو هن جاءِ تي تون انهن سان فراخدلي سان پيش آئين ۽ هاڻي هت تو ساڳي ئي عمل ۾ وري هنن سان سختي ۽ عتاب وارو سلوڪ اختيار ڪيو؟ چيائين ته اها حالت علم لدني واري هئي، جنهن ڪري ڪوبه فرق نه ڏٺم ۽ هاڻي علم ظاهري واري حالت ۾ آهيان جو حڪم وارو طريقو اختيار ڪيم.

## ابوبڪر بن ابي سعدان

احمد بن محمد بن ابي سعدان بغداد جو هو. جنيد جي احباب مان هو ۽ رودباريءَ جو همعصر هو. وقت جي مشائخ مان هن علم جو سڀ کان وڌيڪ ڄاڻو هو. ابوالحسن صديق ۽ ابوالعباس فرغاني جو چوڻ آهي ته هن زماني ۾ ٻن شخصن کان وڌيڪ انهي ٽولي ۾ ٻيو ڪوبه ڪونه ٿا ڏسون: ا- ابوعلي رودباري مصر جو 2- ٻيو عراق جو ابوبڪر پٽ سعدان. ابوبڪر، ابوعلي کان علم ۾ وڌيڪ آهي. رويم ۽ ابوعبدالله کي ڏٺو هئائين.

## ابوالعباس ارزيزي

ابوالحسين عباداني جو بيان آهي ته مان ۽ هڪ درويش بصره مان مون سان گڏ ٻيڙي ۾ سوار ٿيو ۽ درويش کي ڏٺوسين ته هڪ ڪنڊ ۾ سرجهڪائي نماز پڙهڻ لاءِ وينو آهي. جڏهن هو فارغ ٿيو، تڏهن ڪيس چيوسين ته اسان هاڻي توکان موڪلايون ٿا. ڪو ڪم ڪار هجي ته فرمايو، چيائين ته سياڻي شام جو هن دنيا منجهان مان موڪلائي ويندس. ملاح کي منهنجي جُبي مان ڪجهه شيون ڪڍي ڏجو ته جيئن ڪشتي کي ڪناري تي لڳائي ۽ فلاڻي وڻ هيٺان هڪ بزرگ به موجود هوندو. مون کي دفن ڪندو ۽ منهنجي فقيراڻي گودڙي حله (محله) ۾ هڪ جوان کي ڏجو جو اوهان کي ان جي نشاني ڏيندو. پوءِ جيڪو به هن چيو، تيئن ڏٺوسين ۽ ائين ڪيوسين ۽ حله جي محلي ۾ آياسين، جتي اهو جوان موجود هو. جيڪو درويش ٻڌايو هو. گودڙي ورتائين پوءِ ڪيس خدا جو واسطو ڏئي چيوسين ته هي درويش ۽ تنهنجو قصو ڪيئن

آهي؟ چيائين تہ اهو درويش هو وٽس ميراث هئي. مون کي اها ڏيکاري ويو هو. چيائين تہ وارثن جي طلب تي کين ڏج. اهو چئي گودڙي ڍڪي ۽ سمورو سامان مون کي ڏئي موڪلائي نظر کان غائب ٿي ويو. اسان حله جي مسجد ۾ رهياسين. ٻن ڏينهن کان وني ڪابہ شيءِ ڪونہ ڪاڏي سين ۽ ڪا شيءِ ڪٿي ويو تہ جيئن ڪاڏي لاءِ ڪو سامان وني اچي. اتان جا ماڻهو ڪيس جبي سميت حله جي سردار ڏانهن وني ويا. ڪيس سردار چيو تہ هي جبو منهنجي پٽ جو آهي، جيڪو ٽن ڏينهن کان وني غائب آهي. ان کي نشان ٻڌايا ويا ۽ سارو قصو بيان ڪري ٻڌايو ويو. سجده شڪر بجا آندائين ۽ چيائين شڪرآهي جو منهنجي پشت ۾ اهڙو ۽ ان وانگر ظاهر ٿيو.

## ابوالفضل جعفر جعدي

شيخ ابوعبدالله خفيف جو بيان آهي تہ مون کي جعفر جعدي ٻڌايو تہ ابو عمرو اصطخري ڪيس چيو تہ غسل ڪري رهيو هئس تہ منهنجي گوڏ ڍلي ٿي وئي. پوءِ ڏنم تہ ٻہ هٿ منهنجي پنيءَ تي لڳا ۽ منهنجي گوڏ کي مضبوط ڪري منهنجي چيلهہ تي ٻڌي ڇڏيو. پوءِ جعفر جعدي اٿيو ۽ اصطخر سان گڏجي ابوعمرو جي گهر آيا. سندس پير پڪڙيو ويو. ابوعمرو جا جماعتي اٿي بيٺا ۽ چيائين درگذر ڪريو. ان جو غُصو الله ڪارڻ هوندو آهي ۽ ٻارهن ميل مفاصلو پيرين پنڌ ڪري آيو آهي. پوءِ ابوعمرو معذرت ڪئي، چيائين تہ هيئن مان نہ چيو آهي. بلڪ هيئن ۽ هيئن چيو آهي ان کان پوءِ پنهنجي جماعتين کي فرمايائين تہ سندس بهترين خدمتگاري ڪريو.

## عبدالعزيز بحراني

سخت سرديءَ جي موسم ۾ هيءُ شهر شيراز ۾ پهتو. پاڻ سان ڪٿي آيل خوراڪ جون شيون اچي ايثار ڪيائين. ابو عبدالله خفيف جو بيان آهي تہ شهر کان نڪرڻ وقت مون ڪانئس پڇيو تہ ڪيڏانهن ٿو وڃين. چيائين تہ هڪ ساموندي ڳوٺ ٿو وڃان. مان ٻہ ساڻس سنگت ڪئي ۽ اتي ڏنوسون تہ ابوالخير مالڪي پنهنجي مسند تي دروازي ڏانهن منهڙ ڪيو ويٺو هو. چيائين تہ بحران جو هتان گذرگاهہ آهي. ڪاڻ وارا آيا. هيءُ اٿي بيٺو اسان کي چيائين تہ مهرباني فرمائي اوهان بہ طعام ڪائو. پوءِ اسان ڪاڌوسون. مگر بحراني اٿيو ۽ پوءِ پنهنجي چادر ڪٿي پنهنجي ڪلهي تي رکيائين ۽ پوءِ ابوالخير مالڪيءَ چيو تہ جيڪر هن طعام منجهان ڪابہ شي هو پاڻ سان کنيو وڃي ها، جو پڪل ڪاڌو پنهنجي آڏو پيل آهي. پوءِ ابوالخير پڇيو تہ هاڻي هن ڪاڏي کي ڪيڏانهن ڪيان؟ چيائين ڪتن جي آڏو اُڇلائي ڇڏ.

## ابوالحسين حڪيمي

سندس بيان آهي تہ مون کي جنيد ٻڌايو تہ هڪ ڏينهن سري سقطي جي مجلس ۾ موجود هئس. اتي ٻيا بہ ڪافي ماڻهو موجود هئا مگر مون پاڻ کي سيني کان سرس پئي سمجهيو. اتي

انهيءَ ڳالهه تي ذڪر ڇڙيو ته نند ڪي گهٽ ڪهڙي شيءِ تي ڪري؟ انهن منجهان هڪ چيو ته پاڻيءَ ڪي گهٽ پيئڻ ۽ ٻئي چيو ته ٻڪ ڪڍڻ. مگر مون چيو ته: علي القلوب باطلاع الله تبارڪ وتعالي عليٰ ڪل نفس بما ڪسبت يعني: پنهنجي قلب ڪي الله جلشانه ڏانهن اهڙي طرح راغب ڪرڻ جو ڪيس نفس تي فوقيت حاصل ٿئي. چيائين ته پُٽ! تو بلڪل صحيح ۽ بهتر ٻڌايو. پوءِ مون ڪي نزديڪ ڪيائين. پوءِ جڏهن ٻه مان ڪنهن ٻه اهڙي مجلس ۾ هوندو هئس ته مون ڪي مقدم رکندو هو.

## موسيٰ بن عمران جيرفتي

هيءُ بزرگ، جيرفت شهر جو رهندڙ هو. شيخ عبدالله انطاڪي جو پير هو. شيخ عبدالله خفيف ڪي ساڻس ڪجهه رنجش هئي. هڪ دفعي ڏانهس چوائي موڪليائين ته شيراز شهر ۾ منهنجا هزارين مريد آهن. اگر هرهڪ تي هزار دينار رکان ته هڪ رات لاءِ ڪو حاجتمند ڪونه رهي، موسيٰ بن عمران ڪيس جواب ۾ چوائي موڪليو ته جيرفت (شهر) ۾ منهنجا هزارين دشمن آهن. اگر ڪنهن ٻه وقت هو مون تي هٿ ڪڻن ته هڪ رات ٻه مون ڪي فرصت ڪونه رهي.

## ابوعبدالله مانڪ

ارغان فارس جو هو. سندس نالو احمد بن ابراهيم مالڪ آهي، بندار جو شاگرد هو. ارغاني ۽ شبلي ڪي ڏٺو هئائين. سندس عمر هڪ سو نو ورهيه هئي. جڏهن گفتگو ڪندو هو ته ٻه شخص سندس وات ڪي لعاب ڪان پاڪ صاف ڪندا رهندا هئا. جو ته ڪيس ڏند ڪونه هئا.

شيخ الاسلام انصاري بيان تو ڪري ته منهنجي پير شيخ ابونصرقباني، ابو عبدالله مانڪ ڪي ڏٺو هو.

هڪ ڏينهن شبلي منبر تي چڙهي چيو ته "حق."جنيد ابوعبد الله حاضر هو، چيائين ته غيبت حرام آهي.

## ابوعبدالله دوني

دون شهر جو رهواسي هو ۽ شوريٰ رکندو هو.

شيخ الاسلام انصاري، خرقانيءَ ڪان روايت تو ڪري ته مان دونيءَ جي هڪ مريد ڪان ٻڌو ته چيائين شيخ اسان جو، مست تي زندگيءَ ۾ رهندو ۽ مست ئي رهي وفات ڪري ويندو. ابوعبدالله دوني ڪان پڇيو ويو ته فقر ڇا آهي؟ چيائين اسم واقع فاذا تم هو الله. اهو اسم واقع آهي، پوءِ جڏهن پورو ٿيندو آهي ته اهوئي الله آهي.

قرآن شريف جي تلاوت تمام گهڻي ڪندو هو ۽ سماع سان ٻه ڪيس ڏاڍو لڳاءُ هوندو هو. جڏهن تلاوت ۾ زڪواة ۽ صدقه بابت ڪا آيت ايندي هئي ته ڏاڍو خوش ٿيندو هو ۽ ونس جو

ڪجھ ھوندو ھو تہ اھو خيرات ڪري ڇڏيندو ھو. ھڪ شخص کي چيائين تہ ھينئر در ڪان ٻاھر وڃ وري موٽي اچ تہ توکي وري وري ڏيان. ابوالحسين طرزي جوھم طريقہ ۽ ھمعصر ھو.

## ابوالحسين طرزي

طرز فارس ۾ ھڪ ھنڌ جو نالو آھي. ھيءُ وقت جو وڏو بزرگ ھو. بزرگن ۽ درويشن کي ڪافي دوست رکندڙ ھو.

شيخ الاسلام انصاري بيان ٿو ڪري تہ ابونصر حاجي مون کي ٻڌايو تہ شيخ ابوالحسين طرزي کي ڏنم تہ ھو درويشن جا پير مھٽيندو ھو ۽ سندن مٿي جي مالش بہ ڪندو ھو.

شيخ الاسلام انصاري بيان ٿو ڪري تہ دعا ڪرائڻ لاءِ شيخ عبدالله طاقي وٽ پنھنجي سنگت وٺي ويس. دريافت ڪيائين تہ اوھين شادي شده آھيو؟ چيم ھائو! چيائين محنت ڪري ڪمائيندا آھيو؟ چيم ھائو!چيائين ۽ اھل وعيال سان خوش رھو، ڪم ڪار ڪندا رھو، رات جو وقت گھر ۾ گذاريندا ڪريو ۽ گھر ٻار ڪان سواءِ پريشان حال ماڻھن جي پرگھور ڪندا ڪريو. ھو خوش ٿيو ۽ دعا ڪيائين. شيخ عمو جڏھن اھو ٻڌو تہ چيائين تہ عبدالله دوني ۽ ابوالحسين جا احباب بہ ائين ئي ڪندا ھئا.

## ابوعبدالله دينوري

سندس نالو محمد بن عبدالخالق دينوري ھو ۽ پنھنجي وقت جي بزرگ ترين مشائخ ۽ اڪابرين مان ھو.

طبقات سلمي ۽ شيخ الاسلام انصاري بيان ٿو ڪري تہ ھو پنھنجي آخري عمر ۾ وادي القريٰ جي ھڪ مسجد ۾ مسافر ٿيو. ماڻھن ڪيس رھڻ نہ ڏنو ۽ مھمانداري نہ ڪيائون. ھو بک جي وگھي فوت ٿي ويو. ٻئي ڏينھن ماڻھن ڪيس مرده ڏٺو ۽ ڪيس ڪفن ڏيئي دفن ڪري آيا. ڪجھ دير ڪان پوءِ ڏٺائون تہ اھو ڪفن محراب ۾ پيل موجود آھي ۽ ان ۾ ھڪ ڪاغذ بہ پيل آھي، جنھن ۾ خط لکيل آھي تہ منھنجي دوستن مان ھڪ دوست اوھان وٽ آيو، پر ان کي مھمان توھان ڪونہ رکيو ۽ ھو بک جي وگھي فوت ٿي ويو. باقي اوھان جو ڪفن ڇا ڪبو ۽ اھو خط ڪنھن انسان جو لکيل ڪونہ ھو.

## ابوالحسين سرڪي

شيخ سيرواني، ابوالعباس سھروردي، شيخ ابواسامہ ابوالخير حبشي، ابوسعيد شيرازي ۽ شيخ محمد ساخري ھڪ ٻئي جا دوست ھئا ۽ سرڪيءَ جي وڏي تعظيم ڪندا ھئا.

شيخ ابوالحسين ڪپڙو اُڻندو ھو. ھڪ ڏينھن مذڪوره دوستن سان گڏجي صحرا ۾ ويو. تيز صحرائي ھوا (باد سموم) ھلڻ لڳي. دوست پريشان ٿيا. چيائين تہ پريشان نہ ٿيو، ھيءَ آنڌي مون کي ڪٽي ويندي ۽ مان ويندس ھليو. اوھان کي چوٽڪارو ملندو، سيلاب ايندو ۽ اوھين

سيراب ٿيندا. پوءِ ائين ئي ٿيو هو گذاري ويو، پوءِ دوست آيا ۽ سيراب ٿيا ۽ سيلاب ڪيس گهلي ڪڍي هليو ويو.

## شيخ محمد ساخري

هيءُ بشوريدي قوم جو برگزيده ۽ معروف بزرگ هو. مذڪور آهي ته هڪ دفعي حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جي قبر مبارڪ تي آيو ۽ چيائين يارسول الله صلي الله عليه وسلم اوهان جو مهمان آهيان. مون کي ڏءُ ڪرايو يا هي قنديلون پجي ڇڏيان؟ پوءِ هڪ شخص ان ڏانهن آيو ۽ ڪيس گهر وٺي ويو ۽ خوب ڪاڏو ڪارايائينس ۽ ڏءُ ڪرائيائينس ۽ چيائينس ته جناب نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن مون کي خواب ۾ حڪم فرمايو ته منهنجو بي باڪ مهمان آيل آهي، ان کي وٺي وڃي خوب ڪاڏو ڪارائيس ۽ پوءِ ڇڱو جيڪو گهرين. هيءُ آرزوءَ جي جاءِ نه آهي.

## شيخ احمد جوالگر

هيءُ محمد ساخري جي ساٿين مان هو، جيڪي هڪ ٻئي جا صحبتي هئا. اصل ۾ فرغانه جو رهاڪو هو ۽ حرم پاڪ جو مجاور هو. هڪ دفعي مڪه پاڪ ۾ قحط پيو. سندس قوم جي صوفين شاديون ڪيون ۽ وليما ڪيائون. پوءِ فراخي حاصل ٿي. شيخ جوالگر به زال حاصل ڪئي، رات گذري وئي. ٻئي ڏينهن صوفين کي چيائين ته منهنجي طرفان هن ڪم ۾ ڪو بخل نه آهي جو مان ان تي خوش نه ٿيان، (مگر منهنجي زال مون سان) ڪي گهڙيون به (پيار جون) ڳالهيون نه ڪيون.

## ابوالحسين حداد هروي

درويش بزرگ ۽ صوفي هو. مڪه پاڪ جو مجاور هو. هڪ ڏينهن مشائخ ۾ شيخ ابوالعباس قصاب آيو ۽ پڇيائين ته جوانمردي ڪهڙي آهي؟ چيائين ته ٻڳل مليدي کي ٽڏو نه ڪر ظاهر ۾ پنهنجن دوستن کي وعدو ڏنو هئائين. ۽ مليدو سندن آڏو آندائين.

شيخ الاسلام احمد ڪوفاني کان نقل ٿو ڪري ته ابوالحسين پنهنجي آخري عمر ۾ استرآباد ۾ رهندو هو. هڪ شخص ڪيس چيو ته جنهن رات به تنهنجي ميزباني نه ٿئي ته منهنجي گهر هليو ايندو ڪر. چيائين ته ائين خود ڪڏهن ڪڏهن ٿو ٿئي ۽ اهو مون کي پنهنجو پاڻ لاءِ ڪرڻ گهرجي.

آخري عمر ۾ صوفين کان ملول ٿيو ۽ چيائين ته خدايا! مون کي پاڻ ڏانهن گهراءِ. انهيءَ دعا کان پوءِ ٽي ڏينهن زنده رهيو.

## ابو المظفر ترمذي

سندس نالو جبال بن احمد هو. حنبلي مذهب جو امام هو. ترمذ جو رهندڙ هو ۽ وقت جو برگزيده بزرگ هو ۽ خضر عليه السلام ساڻس گفتگو ڪندو هو ۽ مجلس ڀ ڪندو هو. محمد حامد واشگردي ۽ ابوبڪر وراق جو شاگرد ۽ شيخ الاسلام جو مرشد هو.

## اميرچهٔ سفال فروش (ڪنير)

شيخ الاسلام انصاري بيان ٿو ڪري ته مون پنهنجي والد کان ٻڌو ته اميرچهٔ نڪر جا ٿانو وڪندڙ ڪي وچونءَ پنهنجي دڪان کان بي دل ڪري ڇڏيو هو. هو ڪنهن بئي هند صحرا ۾ هليو ويو. اتي ئي فوت ٿي ويو ۽ چوي ٿو ته خود منهنجي پيءُ ٻه ڪنهن جاندار کي ڪونه کهندو هو. اهو ابدالن جو مذهب آهي ۽ اهي ابدالن منجهان هئا.

## ابو الحسين مرو رودي

شبلي کي ڏنو هئائين ۽ بيان ٿو ڪري ته شبلي کان پڇيم ته اڪرم الاڪرمين ڪير آهي؟ چيائين ته هي اهو آهي هڪ دفعي ڪنهن جي خطا معاف ڪري ته وري ان جو ڪڏهن ٻه تذڪرو نه ڪري ته فلاڻي دوست يا ماڻهو جي خطا معاف ڪئي هئم ۽ نه وري ان کي ڪا تڪليف پهچائي.

## شيخ لقمان سرخسي

مجنونن ۾ عقلمند مجنون هو. شيخ ابوسعيد ابوالخير اڪثر چوندو هو ته شيخ لقمان خدا تعاليٰ جي طرفان امر ۽ نهي کان آزاد ٿيل آهي. شيخ ابوسعيد جو بيان آهي ته اسان سرخس ۾ ابوالفضل وٽ هئاسون ته هڪ شخص آيو ۽ چيائين ته لقمان سخت بيمار پيو آهي. پاڻ فلاڻي رباط ۾ آيل آهي ۽ ٽن ڏينهن کان وڻي ڳالهائي ئي ڪونه ٿو ۽ اڄ صرف اهو چيائين ته پير ابوالفضل کي وڃي چئو ته لقمان وڃي رهيو آهي. ابوالفضل جماعت سميت اتي پهتو. لقمان ڪيس ڏسي مشڪيو ۽ ٿوري دير کان پوءِ فوت ٿي ويو. پر سندس اکين ۾ ڪوبه ڦيرو نظر ڪونه آيو. ماڻهن سندس موت ۾ اختلاف ڪيو پر پير ابوالفضل چيو ته فوت ٿي ويو آهي، پر جيستائين اسين هتي آهيون اکيون بند نه ڪندو. آخر جڏهن اهي اتي آيا ته پوءِ اکيون ٻوٽيائين.

## شيخ محمد قصاب آملي

هيءُ دامغان جو هو ۽ ابوالعباس قصاص جو مريد هو. هڪ دفعي شيخ ابوالعباس سان مجلس ڪري موٽيو پئي آيو ته سندس آواز بلند ٿيو. شيخ الاسلام انصاري ڪيس جرجاني تصور ڪري ٿو.

## ابوالخير مالڪي

سندس نالو بندار بن يعقوب مالڪي آهي. شيخ عبدالله خفيف ڪيس ڏٺو هو.

## ابوبڪر شعراني

هيءُ عبدالله خفيف جو همعصر هو. خفيف ڪيس اصطخر ۾ ڏٺو هو.

## ابومحمد عتايدي

هيءُ عبدالله خفيف جي استادن مان هڪ هو.

## هشام بن عبدان

سندس ڪنيت ابو محمد هئي، شيخ ابوعبدالله خفيف کان پڇيو ويو ته ڪهڙو سبب آهي جو هشام نماز نه ٿو پڙهي. چيائين ته مطالعه غيب ۾ پيوسته ٿيل آهي، غيبي امور مٿس غلبو ڪري ويا آهن. حيرت جي مقام ۾ غرق آهي ۽ ظاهري اعمال کان پوئتي پيل آهي.

## مومل جصاص

هيءُ شيراز جي اڪابرين مشائخ مان آهي. ابوالحسن مزين کي ڏٺو هئائين. سندس ڏاڍي تعظيم ڪندو هو. ابوعبدالله خفيف جو بيان آهي ته خردي ۾ حج جو ارادو ڪيم ته مومل جصاص مون کي وصيت ڪئي ته جنهن وقت عرفات جي ميدان ۾ پهچين ته اتي اوليا الله جي ڳولها ڪج، چو ته انهي جاءِ تي هو ضرور هوندا آهن. پوءِ مان اتي ميدان جي هيٺانهين ۾ پهتس ۽ ڏٺم ته اتي ڏهه شخص بيٺا آهن ۽ انهن جي وچ ۾ هڪ شيخ بزرگ ۽ منهنجو شيخ ابومحمد عتايدي به ساڻن گڏ موجود هو ۽ مون کي پاڻ ڏانهن سڏ ڪري پنهنجي پاسي ۾ جاءِ ڏنائين ۽ ٻين کي به چيائين ته هن ٻار جي حفاظت ڪجو. جڏهن وري مزدلفه ۾ پهتس ته منهنجي شيخ مون کي فرمايو ته پنهنجي سنگت کي به سڏ ڪر پوءِ سڏ ڪيم پر جواب نه مليو ۽ هڪدم اهي سڀ منهنجي نظر کان غائب ٿي ويا.

## علي بن شلويه

هيءُ مومل جصاص جو همعصر هو. شيخ ابوعبدالله خفيف ڪيس ڏٺو هو.

## ابوبڪر اسڪاف

شيخ ابوعبدالله خفيف جو بيان آهي ته ابوبڪر اسڪاف ٽيهه سال روزا رکيا. نزع موت جي حالت ۾ ڪپهه جو ٽڪر پاڻيءَ ۾ پسائي سندس وات تي رکيو پئي ويو ته ان کي پري هٽائي رهيو هو. دنيا مان روزي سان لاڏاڻو ڪري ويو.

## ابوالضحاڪ

شيخ ابوعبدالله خفيف بيان ٿو ڪري ته مون کي ابوالضحاڪ ٻڌايو ته هڪ ڏينهن مان پنهنجي گهر جي ڇت تي وينو هئس ته شيطان کي ڏٺم ته هو گهٽين ۾ گهمي رهيو هو. ڪيس چيم ته اي ملعون هتي ڇا پيو ڪرين. يڪدم ٽپُ ڏيئي منهنجي ڇت تي چڙهي آيو ۽ درهم آڏو اُڇلايائين. مون ڪيس زور سان ٺٺ هنئي ۽ پوءِ هٽي ويس ڪجهه سالن کان پوءِ حج ڪرڻ لاءِ روانو ٿيس ته رستي ۾ هڪ وڏي ندي ڏٺم. حيران ٿي بيهي رهيس پوءِ هڪ ضعيف پوڙهو ڏٺم ته لنگهي ويو ۽ انجي پنيان ڪافي پاڻي نمودار ٿيو. مان ٻڌڻ جي قريب هئس مگر مشڪل سان ڪناري تي پهتس. پوڙهي کي ڏٺم ته ڪناري تي بيهي نظارو ڪري رهيو آهي. مون کي ڏسي چيائين ته اي ابوضحاڪ توبه ڪر. وري بيهر مون کي چماٽ نه هڻجان ۽ پوءِ غائب ٿي ويو.

## ابومحمد خفاف

شيخ ابوعبدالله خفيف ذڪر ٿو ڪري ته ابوالحسن مزين اسان ڏانهن لکيو ته اوهان جو مريد درياهه ۾ آهي. جيڪڏهن بچي ويو ته جلد اوهان لاءِ جواهر آڻيندو. سندس مطلب ابومحمد خفاف هو.

## ابوجعفر خراز اصطخري

حسن بن حمويه جو دوست هو. ابوعبدالله خفيف ٻڌائي ٿو ته هو اصطخر ۾ اسان وٽ هو. ابن زيدان التماس ڪيو ته ڪيس ان جي اڳيان پيش ڪيم.

## عبدالله قصار

ابوعبدالله خفيف جو همعصر هو. سهل بن عبدالله تستري سندس فضيلت جو قائل هو.

## ابراهيم المتوڪل

شيخ ابوعبدالله خفيف حڪايت ٿو ڪري ته اسان جي ٽولي منجهان هڪ شخص مون کي چيو ته مان ٻاهر صحرا ۾ وڃان ٿو. ڏٺم ته ابراهيم متوڪل پنهنجا ڪپڙا ڌوئي اُس ۾ سڪڻ لاءِ رکيا. ڪيس چيم ته مون ڏانهن اچ ته شيون کائون. پنهنجو پسيل چولو ئي پهري مون سان گڏ روانو ٿيو ۽ جڏهن ٿورو پنڌ ڪيوسون ۽ ڏٺوسون ته ٿورو ڪانول پيرو رستي ۾ پيل آهي. انهيءَ اهو کڻي کاڌو ۽ ويهي رهيو ۽ چيائين ته تون وڃ، مون کي هي ڪافي آهي. هر طرح جي ڪوشش ڪيم مگر اهو نه آيو.

## ابوطالب خزرج بن علي

هيءُ جنيد جي احباب مان هو. شيراز آيو ۽ ڪيس پيٽ جي خرابي هئي، ابوعبدالله خفيف حڪايت ٿو ڪري ته سندس خدمت اختيار ڪيم. هر رات يارهن، ٻارهن دفعا (حاجت) لاءِ اُٿندو هو. هڪ رات مون کي سڌ ڪيائين مگر گهري ننڊ سبب نه ٻڌم وري سڌ ڪرڻ تي اٿيس. ٿانو سندس آڏو رکيم. چيائين اي فرزند! مخلوق جي خدمت ڪرڻ وقت سگهه ڏيکار ته جيئن پنهنجي خالق جي عبادت ڪرڻ ۾ توکي سگهه پيدا ٿئي.

## ابوعلي وارچي

ابوعبدالله خفيف ڳالهه ٿو ڪري ته (ابوعلي) شيراز ۾ آيو. ان وقت حڪومت اهو حڪم جاري ڪيو هو ته هڪ وسيع دسترخوان قائم ڪيو وڃي ۽ فقرا کي ان مان کاڌو کارايو وڃي. عشا جي نماز کان پوءِ اسان سان مجلس ڪيائين. هڪ رات ارادت جي ڏينهن جو ذڪر نڪتو. پوءِ هن پنهنجو پيراهن مٿي ڪري، ڪنڌ جي هيٺان طوق جي مقدار موجب نشان ڏيکاريو. ڪانئس پڇيوسين ته هيءُ ڇا آهي؟ چيائين ته جبل تي مون کي لغام لڳل هو. ٿاٿ جي پوشاڪ پهريندو هئس. ان سبب ڪنڌ جو گوشت ڪاڇي ويو. جڏهن ان کي لاٿم ته ڪنڌ جو گوشت پرجي آيو ۽ باقي نشان رهجي ويا. ڪانئس پڇيو ويو ته هت اچڻ ۾ تنهنجو ڪهڙو مقصد آهي؟ چيائين ته منهنجي ماءُ ڏاڍي ڪمزور ۽ ضعيف ٿي وئي آهي. منهنجي مٿان ڪافي قرض ٿي ويو آهي، انهيءَ سبب محتاج ٿي ويو آهيان ته شايد ڪو نظر ڪري.

## ابوسليمان نيلي

هيءُ ابوالحسن قرافي جو همعصر آهي. چيائينس اي ابا سليمان توکي خلق جي لباس ۾ گهڻو ٿو ڏسان، پر تنهنجي ٻن پرون جي وچ ۾ حڪومت ڏسي رهيو آهيان. واقعي آخر ۾ مغرب جو حاڪم ٿيو.

اهڙي طرح ابوبڪر دقي، قرافي وٽ آيو ۽ ڪيس چيائين ته هن وقت تون مجرد (ڪنوارو) آهين، مگر توکي ٻن پينگهن جي وچ ۾ ڏٺم. آخر دقي زال پرڻيو ۽ ڪيس ٻه فرزند پيدا ٿيا، جيڪي ٻن پينگهن ۾ لڏڻ لڳا. ان وقت قرافي کي ياد ڪيائين.

## ابوسليمان خواص مغربي

هڪ دفعي هو گورستان ۾ گڏهه تي سوار هو، گڏهه کي مک چڪ سان پٽي رهي هئي ۽ گڏهه لتون پيو هڻي ۽ گڏهه جي لت وڻ جي ٽارين ۾ ڦاسي پئي. هن گڏهه کي لٺ سان ڌڪ هنيو. گڏهه منهن ورائي، ڪيس فصيح زبان ۾ چيو ته اهو ڌڪ پنهنجي دماغ تي هڻ.

هيءُ ابوالخير جو همعصر هو ۽ دمشق ۾ فوت ٿي ويو.

## شيخ احمد (حراني)

هيءُ حضرت ٽيهه سال مسلسل مڪه پاڪ ۾ مجاور رهيو ۽ صرف صبح جي ڪاڌي تي سارو ڏينهن گذاريندو هو. حصري ۽ جهم رقي کي ڏٺو هئائين.

## جهم رقي

هڪ ڏينهن هڪڙو شخص سندس اڳيان رقص ڪرڻ لڳو. هو اٿيو ۽ انهيءَ شخص جو مٿو ٻنهي پيرن ۾ وجهي مضبوط ڪري ۽ ڪيس مٿي کڻي هڪ ديوار ڪان ٻي ديوار تي هڻندو رهيو. ايستائين جو هو شخص بيهوش ٿي ويو.

## ابوالحسن ارموي

هيءُ حصري ۽ ابوعبدالله رودباري جي ڏينهن ۾ هو ۽ ابن خفيف جي وقت ۾ فوت ٿي ويو. سندس قبر انهيءَ ئي جڳهه تي آهي.

## ابوبڪر وراق ترمذي

سندس نالو محمد بن عمرالحڪيم هو. ابوعيسيٰ ترمذي جو مامو هو. آسماني ڪتاب توريت، انجيل ۽ زبور ڄاڻندو هو. سندس قبر ترمذ ۾ آهي.

## بڪر سغدي

هيءُ سمرقند جي سغد شهر جو هو. ابوبڪر وراق جو مريد هو. وفات واري ڏينهن هي وٽس موجود هو.

## صالح بن مڪتوم

هيءُ بلخ جو هو ۽ ابوبڪر وراق جي مريدن مان هو.

## ابوزيدا يا ابويزيد مرغزي

هيءُ خراسان جو هو. ڪيس ابراهيم شيباني ڪرمانشاهيءَ جي صحبت حاصل هئي. جڏهن هيءُ فوت ٿيو ته سخت بارش هئي گهر ۾ ئي امانت ۽ رعايت طور دفن ڪيو ويو پوءِ جڏهن سندس قبر ٻئي هنڌ تيار ڪري، مدفن کي کوليو ويو ته اتي هو موجود ڪونه هو.

## ابراهيم مرغيناني

سندس ڪنيت ابواسحاق هئي. هو چوندو هو تہ جنهن وقت ڪن علم حاصل ڪري ٿو تہ فهم وري حڪمت حاصل ڪري ٿو ۽ انهي ٻنهي جي حصول کي حياتي چئجي ٿو.

## سيد اجل شريف حسين

بن محمد ابراهيم بن امام همام موسيٰ ڪاظم عليه السلام عراق جي سادات عالي درجات جي نقابت جو سلسلو هن وٽ ختم ٿو ٿئي. سندس وفات جو سال 400ھ آهي.

## ابوالعباس نهاوندي

سندس نالو احمد بن محمد بن الفضل هو. جعفر خلدي جو مريد ۽ شيخ عمر جو پير هو. سندس چوڻ آهي تہ رياضت جي ابتدائي دور ۾ مڪمل ٻارهن سالن تائين سرگردان ڦرندو رهيس، تڏهن وڃي منهنجي قلب جي هڪ گوشہ جو انڪشاف ٿيو.

فرمايائين تہ عام ماڻهن جي اها تمنا هوندي آهي تہ الله تعاليٰ هڪڙي ساعت ساڻن ساڻ هجي ليڪن منهنجي تمنا اها هوندي آهي تہ الله تعاليٰ مون کي اها توفيق ڏئي تہ مان پنهنجي ذات جو مشاهدو ڪريان تہ مان ڇا آهيان ۽ ڪيڏانهن ٿو وڃان.

نڪتو: شيخ ابوسعيد ابوالخير جي سخنن ۾ مذڪور آهي تہ اصل ۾ هيءَ حديث آهي تہ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن فرمايو آهي تہ: اللهم لا تڪلني اليٰ نفسي طرفة عيني ولا اقل من ذٰلڪ. ترجمو: اي الله! مون کي اک ڇنڀ جيتري دير يا ان کان بہ گهٽ گهڙيءَ لاءِ منهنجي نفس جي حوالي نہ ڪر.

## ابوالعباس نسائي

سندس نالو احمد بن محمد بن زڪريا هو. اصل ۾ نسا جو هو ۽ پوءِ مصر ۾ مقيم ٿيو.

شيخ الاسلام انصاري جو چوڻ آهي تہ شيخ عباس فقير هروي ان کي مصر ۾ ڏٺو هو ۽ شيخ عمو کي مڪه پاڪ ۾. عباس مون کي ٻڌايو تہ سندس سراءِ جي در تي هميشہ گهوڙا ۽ سواري جا جانور ٻينل هوندا هئا، جو خلق زيارت لاءِ ايندي هئي ۽ ڪڏهن ڪڏهن مون کي موڪليندا هئا تہ جانورن جي سنڀال ڪر ۽ مان دل ۾ چوندو هئس تہ نيڪي جو ڪم منهنجي حوالي ڪيو ويو آهي ۽ خراسان کان مصر آيس ۽ جانورن جو نگران ٿيس. هڪ دفعي ڪو آيو ۽ شيخ سڏ ڪري چيو تہ "اي هروي! تون اجا قبر ۾ نہ ويندين. تمام جلد تون بلند درجي تي پهچندين ۽ تنهنجي در تي بہ سواريءَ جا جانور ٻڌل هوندا ۽ ماڻهو زيارت لاءِ ايندا رهندا ۽ آخر ائين ٿيو. سندس ارادت تحت زيارت لاءِ وٽس ايندا هئا. مذڪور آهي تہ هڪ آتش پرست ٻڌو تہ

مسلمانن ۾ صاحب فراست ٻه ڄڻا آهن. پوءِ پهريائين شيخ ابوالعباس قصاب جي خانقاه ۾ داخل ٿيو ته شيخ ڪيس فرمايو ته بيگانن جي آستاني ۾ اچڻ جو ڪهڙو ڪم؟ هن جڏهن اهو ٻڌو ته چوڻ لڳو ته هي انهن مان پهريون شخص آهي. پوءِ سڌو شيخ عباس نهاونديءَ جي خانقاه ۾ آيو. شيخ نهاوندي ڪيس ڪجهه به نه چيو پورا چار مهينا سانده جماعت سان وضو ڪري نماز پڙهندو رهيو ۽ چئن مهينن کان پوءِ جڏهن آتش پرست واپسيءَ جو ارادو ڪيو تڏهن شيخ ڪيس فرمايو ته اها ڳالهه جوانمردي جي خلاف آهي ۽ نان ۽ نمڪ جو اهو حق نه آهي ته جهڙي طرح خالي آيو، ته اهڙي طرح ئي خالي واپس هليو وڃي. اهو ٻڌي آتش پرست سچي دل سان مسلمان ٿيو ۽ سندن خدمت ڪري ڪمال درجي تي پهتو. سندس وفات کان پوءِ ان جو جانشين ٿيو.

## ابوصالح هارون حدثاني

هي برگزيده بزرگ هو. سندس بيان آهي ته ابوالخير تيناتيءَ جي گهر سندس زيارت لاءِ ويس. چيائين ڪيڏانهن ٿو وڃين. چيم طرطوس ٿو وڃان ۽ چيائين ته هن سال ڪهڙو ارادو اٿئي، چيم ته مڪه پاڪ وڃڻ جو ارادو اٿم. چيائين ته الله تعاليٰ اوهان کي نعمتون عطا ڪيون آهن. ان جو حق ڪونه ٿا ڄاڻو ۽ ان جي فرمانبرداري نه ٿا ڪريو. الله تعاليٰ توهان لاءِ ديهات ۽ دريا سڀ پيدا ڪري اوهانجي اختيار ۾ ڏيئي ڇڏيا آهن. ابوصالح چوي ٿو ته مان ڪيس چيو ته اي شيخ حج ۽ جهاد لاءِ ٿو چوين. چيائين هائو! ڇا لاءِ پنهنجي فرصت جي وقت کي غنيمت نه ٿا ڄاڻو ۽ اجايو وڃايو ٿا.

مثال: شيخ الاسلام انصاري ٻڌائي ٿو ته ابوالقاسم خلال مروزي وٽ هڪ شخص آيو. کانئس سفر ڪرڻ جي اجازت گهريائين. پير ان کان پڇيو ته ڇالاءِ سفر ۾ ٿو وڃين؟ چيائين ته جيڪڏهن پاڻي وهندو نه رهندو ته پوءِ خراب ٿي ويندو. ڪيس پير چيو ته پوءِ درياهه ڇو نٿو ٿئين جو نه به وهي تڏهن به خراب نه ٿئي.

## زهير بن بڪير

هيءُ مشهور صاحب تصانيف هو. سندس چوڻ آهي ته ڪيترو وقت مون کي پنهنجا غلام نظر نه آيا، پر اصل عرب غلام ڏسڻ ۾ آيا. هڪ رات مون خواب ڏٺو ته انهيءَ ٽولي وارا قطارن جي صورت ۾ آسمان جي در تي بيٺل آهن ۽ مون کي آواز پيو اچي ته اي پٽ بڪير! اهي سڀ غلام جيڪي تون ڏسين ٿو اهي عجمي آهن. البته انهن جي وچ ۾ هڪ شخص آهي سو عرب جو آهي.

شيخ الاسلام انصاري جو چوڻ آهي ته مان تيرهن ابوالخير سڃاڻان ٿو، جيڪي انهيءَ ٽولي مان سڀ غلام هئا ۽ جهانن وارن جا سردار هئا ۽ بعض جا نالا مون کي ياد آهن. ابوالخير تيناتي ابوالخير مالڪي، ابوالخير حبشي، ابوالخير عسقلاني ۽ ابوالخير حمصي.

## ابومسلم مغربي

ابراهيم رقي جو بيان آهي تہ پنهنجي شروعاتي دور ۾ مسلم مغربي جي زيارت ڪرڻ جو ارادو ڪري وٽس ويس ۽ جڏهن مسجد ۾ پهتس تہ ڏٺم هو امامت ڪري رهيو هو ۽ الحمد ئي پڙهڻ ۾ چند غلطيون ڪيائين. مون دل ۾ خيال ڪيو تہ منهنجو پنڌ ئي اجايو ۽ ضايع ٿي ويو. انهيءَ رات اتي ترسي پيس. ٻئي ڏينهن طهارت جي خيال سان فرات نديءَ جي ڪناري تي ويس ۽ ڏٺم تہ رستي ۾ شينهن ستو پيو آهي. پوءِ موٽي آيس ۽ ٻئي دفعي بہ ساڳي حالت درپيش آئي. آخر سڏ ڪيم تہ ابومسلم پنهنجي عبادتخاني کان ٻاهر نڪري آيو. پوءِ جڏهن شينهن ڪيس ڏٺو تہ سندس تواضع ڪيائين. پوءِ ابومسلم هرهڪ شينهن جي ڪن کي پڪڙي سندن گوشمالي ڪئي ۽ چيو تہ اي ڪتؤ! توهان کي مان ڪونہ چيو هو تہ مهمانن جي عزت ڪجو. پوءِ مون سان مخاطب ٿي چيائين تہ اي اباسحٰق! اوهان هن ظاهري حالات کي ڏسندي ائين سمجهندو تہ اسين خلق کان ٿا ڊڄون. ليڪن اسان پنهنجي باطن کي ڏسون ٿا تہ خلق اسان کان ٿي ڊڄي.

## ابراهيم دهستاني

شيخ الاسلام انصاري بيان ٿو ڪري تہ شيخ محمد قصاب، دامغان ۾ مون کي چيو تہ اهو وقت ايندو جو هن علائقي ۾ اهل ڪلام اچي ظاهر ٿيندا. پوءِ ان جاءِ تان دل برداشتہ ٿيس. پوءِ اٿيس ۽ شيخ ابراهيم دهستاني وٽ ويس ۽ ان کان سندن مذهب ۽ سخن بابت پڇڻ لاءِ روانو ٿيس ۽ جڏهن وٽس پهتس تہ بيان ڪرڻ کان اڳ ئي مون کي چيائين تہ مُحَمَّد! موٽي وڃ. لايعرفه احد غيره يعني: الله کي الله کانسواءِ ڪنهن بہ نہ سڃاتو. ذوالنون جو قول آهي تہ العلم في ذات الله جهل. يعني: الله جي ذات جي باري ۾ علم حاصل ڪرڻ جهالت آهي.

شيخ الاسلام بيان ٿو ڪري تہ سندس قول آهي تہ الله کي ان کان سواءِ ۽ ان جي ڪلام کان سواءِ ڪوبہ سڃاڻي ڪونہ ٿو سگهي. جڏهن تو ان جي قرآن ۽ سنت کي سڃاتو تہ گويا تو ان کي سڃاتو، يعني تصديقي ۽ تسليمي سڃاڻپ صرف عقل جي ذريعي حاصل ٿي نہ ٿي سگهي. عقل مخلوق آهي، جنهن جي تخليق محدود آهي. لهٰذا الله جي سڃاڻپ عقل ۽ قياس سان حاصل ڪري نہ ٿي سگهجي، ڇاڪاڻ تہ ايمان سماعي آهي، عقلي نہ آهي.

## ابوجعفر محمد بن عثمان بن سعيد عمري اسدي

ناحيہ مقدسہ ۾ تقريبا پنجاهہ سال حضرت جن جي خدمت ۾ امر ۽ وڪالت جو پيشڪار هو. جيڪي بہ حضرت جن وٽ سوالات عرضداشت وغيره سندن مخلصين جي طرفان پيش ٿيندا هئا، تن جا جواب باصواب حضرت جن جي دستخط سان روانا ڪندو هو. جڏهن جمادي الاول سال 305هہ ۾ بيمار ٿيا ۽ بيماري سخت ٿيندي وئي، تڏهن شيعہ فرقي جي جماعت ابوجعفر کان پڇڻ لڳي تہ جيڪڏهن تون وفات ڪري وڃين تہ ڪنهن کي تنهنجو جانشين ڪريون؟ ابوالقاسم حسين بن روح ڏانهن اشارو ڪيائين.

## ابوالقاسم حسين بن روح بن ابي بحرنوبختي

حضرت صاحب الامر جي ايڪويھ سال سفارت ڪيائين. شعبان سال 326ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## ابوالحسن علي بن محمد سمري

ابوالقاسم حسين بن روح ڪان پوءِ حضرت قايم الدين جي سفارت جو منصب هن حضرت اختيار ڪيو ۽ سال 328ھ ۾ حضرت صاحب الزمان جي دستخط سان هڪ خط ظاهر ٿيو، جنهن ۾ لکيل هو تہ سندس مرڻ ڪان پوءِ ڇهن ڏينهن بعد ان تي سفارت ختم ٿي ويندي ۽ اهو ذڪر حضرت صاحب الامر جي وصيت ۾ بيان ٿيل آهي.

## ابوالحسن علي بن حسين بن موسيٰ بن بابويہ القمّي

هيءُ ابن بابويہ جي نالي سان مشهور هو. علي بن بابويہ اهل قم جو بزرگ هو ۽ هو پنهنجي زماني ۾ عراق ۾ اچي رهيو ۽ ناحيہ مقدسہ مهدويہ ۾ ابوالقاسم حسين بن روح جو وڪيل رهيو. ڪانئس ڪجھ ديني مسئلا پڇيائين ۽ موڪلائڻ وقت هڪڙو خط لکي، علي بن جعفر بن اسود جي هٿ ۾ ڏنائين تہ هو حضرت کي پهچائي ۽ انهيءَ خط ۾ اها استدعا ڪيل هئي تہ دعا فرمائيندا تہ الله تعاليٰ نرينہ اولاد عطا ڪري. جڏهن اهو خط صاحب الامر جي خدمت ۾ پهتو، تڏهن جواب ۾ لکيائونس تہ، وقد دعوت الله لک بذالک وسترزق ولدي ذکرين خيرين يعني: ۽ بيشڪ مون تنهنجي لاءِ اها دعا گهري آهي ۽ سگهوئي توکي الله ٻہ پيارا فرزند عطا ڪندو. حضرت جن جي دعا جي برڪت سان الله تعاليٰ ڪيس ٻہ فرزند عطا ڪيا: ابوجعفر ۽ ابوعبدالله.

ابو جعفر جو چوڻ آهي تہ مان حضرت صاحب الامر جي دعا سان پيدا ٿيس ۽ ان تي مون کي فخر آهي. علي بن بابويہ سال 329ھ ۾ وفات ڪري ويو ۽ سندس باري ۾ سيني جو چوڻ آهي تہ هڪڙي ڏينهن ابوالحسن علي بن محمد سمري جي خدمت ۾ هڪ صاحب الامر جي وڪيل، جيڪو سندن ويجهو وينو هو. انهيءَ اوچتو پنهنجي زبان سان هي ڪلمات چيا تہ رحم الله علي بن الحسين ابن بابويہ. حاضرين عرض ڪيو تہ اهو زنده آهي. چيائين تہ اڄ ئي وفات ڪري ويو. پوءِ انهيءَ جماعت اها تاريخ لکي ڇڏي، ڪين معلوم ٿيو تہ برابر اها ئي تاريخ آهي.

## محمد بن علي بن حسين بن موسيٰ بن بابويہ القمّي

سندس ڪنيت ابوجعفر هئي ۽ ابوعبدالله جو ڀاءُ هو. حضرت صاحب الزمان جي دعا سان پيدا ٿيو هو. ان پيدائش تي فخر ڪندو هو. روايت آهي تہ هن ٽي سو تصانيف ڪيون هيون. ري جي شهر ۾ سال 331ھ ۾ وفات ڪيائين.

## خواجہ يحيٰ بن عمار شيباني

هن شيخ عبدالله خفيف کي شيراز ۾ ڏٺو هو. شيخ الاسلام انصاريءَ جو بيان آهي تہ علم جي رسمن کي پوري ڪرڻ لاءِ خواجہ يحيٰ هرات ۾ آيو.

قاضي ابوعمرو بسطامي بہ ڪيس هرات واري مجلس ۾ ڏٺو هو ۽ چيائين تہ بر ۽ بحر جو گشت ڪيم، مگر دين کي ترو تازه هرات ۾ ڏٺم ۽ قاضي ابوعمر پنهنجي وقت جو بي مثل بزرگ هو. هڪ دفعي خواجہ يحيٰ بيمار ٿيو، جڏهن بهتر ٿيو تہ هڪ مجلس قائم ڪيائين ۽ ان ۾ ٻن چوڪرن کي هٿ کان وٺي منبر ڏانهن وٺي ويو ۽ چيائين تہ يحيٰ عمار پنهنجي ذميداري جو بار لاهي هنن جي مٿان رکڻ گهري ٿو. ليڪن هن وقت نٿو ڪري سگهان. جڏهن يحيٰ عمار هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري وڃي تہ ذميداري مٿائن ايندي. حضرت مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جن هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويا، سندن جانشين سيدنا ابوبڪر ﷺ ٿيو ۽ سيدنا ابوبڪر ﷺ لاڏاڻو ڪري ويو تہ سندس جانشين سيدنا عمر ﷺ ٿيو ۽ جڏهن سيدنا عمر ﷺ لاڏاڻو ڪري ويو تہ سندس جانشين سيدنا عثمان ﷺ ٿيو ۽ سيدنا عثمان کان پوءِ سندس جانشين سيدنا علي ﷺ ٿيو. منهنجي لاڏاڻي کان پوءِ عبدالله منهنجو جانشين ٿيندو ۽ مسند تي ويهي ملحدن ۽ بدعتن جو دماغ درست ڪندو.

شيخ الاسلام انصاري چوي ٿو تہ مان انهيءَ ڏينهن سندس ڪرسيءَ جي پرسان ويٺو هئس. خواجہ مون ڏانهن اشارو ڪندي چيو تہ عبدالله هيءُ چوڪرو آهي. پوءِ شيخ عمو مون کي چيو تہ عبدالله تون آهين؟

شيخ الاسلام چيو تہ برگزيده مشائخ جو ديدار ۽ نسبت اتم ۽ اهي ٻڌائيندا هئا تہ فلاڻي پير کي ڏٺم ۽ فلاڻن مشائخن جي صحبت حاصل ڪيم.

في تاريخ امام اليافعي توفي الامام الواعظ يحيِيٰ بن عمار الشيباني السجستاني نزيل هرات في 402هہ امام يافعي جي تاريخ ۾ آهي تہ امام الواعظ يحيٰ بن عمار شيباني سجستاني نزيل هرات ۾ سال 402هہ ۾ فوت ٿي ويو هو.

## ابوطيب سهل

بن محمد بن سليمان صعلوڪي، مشهور مشائخ مان هو. سندس وفات جو سال 404هہ آهي.

## ابوعلي دقاق

سندس نالو حسن بن محمد دقاق هو. نصرآباديءَ جو مريد هو. نيشاپور ۾ رهائش ڪيائين ۽ سنہ 405هہ ۾ فوت ٿي ويو.

## السيد شريف الرضي

هيءُ بغداد جي اشراف مان هو ۽ مير مرتضيٰ علم الهدي نقيب علويہ جو ڀاءُ هو. سال 406هہ ۾ فوت ٿي ويو.

## قاضي ابوعمر بسطامي

هيءُ پنهنجي وقت جو بي مثل بزرگ هو. خواجہ يحيٰ ابن عمار شيباني کي ڏٺو هئائين. سال 408هہ ۾ فوت ٿي ويو.

## خواجہ محمّد

بن ابي احمد چشتي سلطان محمود بن سبڪتگين سومنات واري جهاد ۾ ڪيس پاڻ سان گڏ وٺي ويو هو. سال 411هہ ۾ فوت ٿي ويو.

## محمد ڪاڪو آسيابان

هيءُ چشت جو رهاڪو ۽ خواجہ محمد بن احمد چشتي جو مريد هو.

## شيخ عبدالرحمٰن سلمي

محمد بن حسين بن محمد موسيٰ سلمي شيخ ابوالقاسم نصرآباديءَ جو مريد هو ۽ نصرآبادي شبليءَ جو مريد هو. شيخ ابوسعيد ۽ پير ابوالفضل جي فوت ٿيڻ کان پوءِ ان جي صحبت ۾ رهيو ۽ خرقو پاتائين.

شيخ ابوسعيد جو چوڻ آهي تہ پهرين دفعي ڪيس مون ڏٺو تہ هو پنهنجو تذڪرو خوشخط ۾ لکي رهيو هو. سمعت جدي ابا عمرو بن نجيد السلمي يقول سمعت ابا القاسم الجنيد بن محمد البغدادي يقول التصوف هو الخلق من زاد عليک (بالخلص زاد عليک) بالتصوف واحسن ماقيل في التفسير الخلق ما قال الشيخ الامام ابوسهل الصعلوکي الخلق هو الاعراض عن الاعتراض.

شيخ عبدالرحمٰن چيو آهي تہ: الذي لابد الصوفي منه شيئان الصدق في جميع الاحوال و الادب في المعاملات.

ترجمو: مون پنهنجي ڏاڏي ابوعمرو بن نجيد سلمي کان ٻڌو ۽ هن چيو تہ مون ابوالقاسم الجنيد بن محمد بغداديءَ کان ٻڌو، جنهن چيو تہ تصوف جو (مطلب) خُلق آهي، جنهن توکي خُلق ۾ وڌايو، تنهن توکي تصوف ۾ وڌايو. ۽ خلق جي بهترين تفسير شيخ امام ابوسهل صعلوڪي جي آهي تہ خلق جي معنيٰ اعتراض کان پاسو ڪرڻ آهي

۽ شيخ عبدالرحمٰن چوي ٿو تہ بيشڪ صوفي اهو آهي جنهن ۾ ٻہ شيون هجن هڪ هر ڳالهہ ۾ صدق ۽ ٻيو هر معاملہ ۾ ادب.

## ابوالحسن بن جهضم

سندس نالو علي بن عبدالله حسن بن جهضم همداني هو. ڪوڪبي ۽ جعفر خلدي جو مريد هو. ڪيس هڪ فرزند هو جو سندس خلاف طريقه هو. پيءُ ڪانئس ناراض هو، هڪ ڏينهن مسجد الحرام ۾ موجود هو ته هڪ شخص سيرواني کي چيو ته اهو شيخ ابوالحسين جو پٽ آهي. ڪهڙو سبب آهي جو مٿس پيءُ رنج ۽ ناراض آهي. شيخ سيرواني چيو ته هر پٽ، پيءُ جو پٽ نه هوندو آهي. جيڪڏهن سندس پيءُ جي بزرگي نه هجي ها ته ان کي ڪير سڃاڻي ها. اها پيءُ جي بزرگي ئي آهي جنهن جي ڪري مخلوق جي زباني سندس پٽ مشهور آهي. ابوالحسين سن 414ھ ۾ وفات ڪري ويو.

## ابوالحسن محمد

بن علي بن حمزه بن محمد بن الحسن بن محمد بن علي بن محمد يحيٰ بن امام رابع زين العابدين عليه السلام ڪوفه ۾ ڄائو ۽ پليو بغداد جي خليفي جو مددگار هو. عراق جي سادات جي نقابت ڪيس حاصل هئي. حج جي امارت ۾ شريف مرتضيٰ جو نائب رهيو. سال 415ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## شيخ ابوزرعه

سندس نالو عبدالوهاب بن محمد بن ايوب اردبيلي هو ۽ شيخ ابوعبدالله خفيف سان گڏ حجاز کان مديني تائين سفر ڪيو هئائين ۽ سال 415ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## شيخ عبدالله طاقي

محمد بن الفضل بن محمد سجستاني هروي، موسيٰ بن عمران جيرفتي جو مريد هو. ظاهري ۽ باطني علوم جو عالم هو.

شيخ الاسلام انصاريءَ جو بيان آهي ته هو منهنجو مرشد ۽ پڻ استاد هو، حنبلي اعتقاد رکندڙ هو. ڪنهن به جيڪڏهن ان کي بي ادبيءَ جي نگاهه سان ڏٺو ته اهو نابين ٿي ويندو هو. وقت جا مشائخ سندس ڏاڍي تعظيم ڪندا هئا. سال 419ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## شيخ ابوعبدالله دهستاني

سندس نالو محمد بن علي هو ۽ لقب سندس شيخ المشائخ هو. شيخ ابوالحسن جو همعصر هو. سندس طريقت جي نسبت ٽن واسطن سان شيخ عموبسطاميءَ سان لڳي ٿي. سندس پائيتو سلطان العارفين بايزيد بسطامي جو مريد هو. سال 417ھ ۾ فوت ٿي ويو ۽ سندس قبر بسطام ۾ آهي، جيڪا بسطام جي عجائب مان آهي. هڪ سڪل وڻ سندس قبر جي مٿان هو. پاڻ

سڳورن صلي الله عليه وسلم جن جي عصا مبارڪ جيڪا امام ناطق جعفر صادق عليه السلام کي پهتل هئي، سا بايزيد کي ڏنل هئي ته ٻه سو ورهين کان پوءِ دهستان ۾ هڪ درويش پيدا ٿيندو انهيءَ کي پهچائجو ۽ ان جي زمين تي نشان ۽ وڻ ٻه ٻڌايو ويو هو. شيخ جي فرزندن منجهان هڪ فرزند ان جو معائنو ڪيو ۽ پوءِ وصيت موجب اها امانت سندس حوالي ڪيائين.

## شيخ ابوالحسن خرقاني

سندس نالو علي بن جعفر هو. پنهنجي وقت جو بي مثل غوث ۽ قبلو هو. تصوف ۾ سندس نسبت سلطان العارفين بايزيد بسطامي سان هئي ۽ سندس سلوڪ جي تربيت ۽ روحانيت جو رشتو ابويزيد سان هو. سندس وفات جو سال 425هه آهي. سندس قول آهي ته جيڪڏهن ڪو شاعر حق جي تلاش جي خواهش ڪري ته کيس گهرجي ته قرآن شريف جي تلاوت ڪري ان کان سواءِ ڪڏهن به حق کي رسي نه سگهندو.

سندس قول آهي ته، حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جو وارث اهو آهي، جيڪو پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن جي فعل جي پيروي ڪري ۽ اهو نه آهي جيڪو صرف ڪاغذ ڪارا ڪندو رهي.

سندس قول آهي ته: روشن ترين دليون اهي آهن جيڪي دنيا و دولت کان بي نياز آهن ۽ بهترين عمل اهو آهي جنهن ۾ خلق کي ڏيکارڻ جو غرض نه هجي ۽ حلال ترين رزق اهو آهي، جنهن ۾ محنت ۽ جدوجهد هجي ۽ بهترين دوست اهو آهي، جنهن جي زندگيءَ جو مقصد الله تعاليٰ کي راضي ڪرڻ هجي.

## شيخ ابواسحاق ڪازروني(گاذروني)

بن شهر يارڪازروني، اصل فارس جو هو. سندس پيءُ مسلمان ٿيو ۽ نورد ڪازرون شهر ۾ جائو ۽ پليو ۽ ابوعلي حسين بن محمد الفيروزآباد الاڪار جو مريد هو

مذڪور آهي ته وقت جي حڪومت جي وزيرن منجهان هڪ وزير سندس معتقد هو. جنهن کيس بيحد اصرار ڪيو ته سندس تحفا ۽ شيون قبول ڪري. مگر هن ونڻ کان صاف انڪار ڪيو. پوءِ وزير چند غلام آزاد ڪري ان جو ثواب شيخ لاءِ نذر ڪيو. جڏهن شيخ کي اها خبر پئي ته چيائين ته بندن کي آزاد ڪرڻ اسان جو شيوو نه آهي. بلڪ اسان جو مذهب اهو آهي ته آزاد بندن کي پنهنجي شفقت، مهرباني ۽ احسان سان بند ڪريون. سندس وفات سال 426هه ۾ ٿي.

## ابوالقاسم شريف مرتضيٰ علم الهديٰ

بن حسين بن محمد بن ابراهيم بن امام همام موسيٰ ڪاظم عليه السلام. عراق جي سادات عالي درجات جي نقابت سيد حسين تي ختم ٿئي ٿي. سندس وفات جو سن 400هجري آهي.

سيد ابوالقاسم مرتضيٰ ڪي علم الهديٰ جو لقب جناب حضرت شاھ اولياء ڪان مليل ھو. سندس وفات جو سال 436ھ ھو. جيئن تہ سندس عمر ۽ ترڪو ھر جنس مان اسي اسي ھو انھيءَ ڪري ”ثمانين“ جي لقب سان معروف ھو.

## ابومنصور محمد انصاري

ھيءَ مت انصاري ھروي جي فرزندن مان ھو. شيخ حمزه عقيلي جو مريد ھو. ابوالمظفر ترمذي جي خدمت ۾ رھيو ۽ بلخ شھر ۾ فوت ٿي ويو. سندس قبر پنھنجي مرشد حمزه عقيليءَ جي پرسان آھي.

شيخ الاسلام بيان ٿو ڪري تہ مون ستر سال علم پڙھيو ۽ لکيو، تڪليفون سٺم. مگر پھريائين عقيدي جون ڳالھيون سڀ پنھنجي پيءُ ڪان سکيون ھيون.

## ابواسمٰعيل عبدالله بن ابي منصور محمد انصاري

شيخ الاسلام جو بيان آھي تہ منھنجو پيءُ بلخ شھر ۾ حمزه عقيلي سان گڏ رھندو ھو. ھڪ دفعي ھڪ خاتون، شريف ڪي چيو تہ ابومنصور ڪي چئو تہ مون سان شادي ڪري. منھنجي پيءُ ڪي چيائين تہ ھن قبول نہ ڪيو، وري چيائينس تہ آخر شادي ڪندين، توکي پُٽ ٿيندو. چيائين، چا پُٽ! پوءِ جڏھن ھرات ۾ آيو ۽ شادي ڪيائين پوءِ مان وجود ۾ آيس.

نفحات ۾ ذڪر آھي تہ ھن پنھنجي متعلق ٻڌايو تہ مون کي ڇھ ھزار شعر ۽ اشعار عرب مان سو ھزار بيت ياد آھن. الله تعاليٰ سبحانه مون کي حفظ جي ايڏي طاقت عطا ڪئي آھي تہ جيڪو بہ علم مان لکندس اھو مون کي فوراً ياد ٿي ويندو. ٽي ھزار حديثون مون کي ياد آھن، ۽ ٽي سو دفعا ھزار ھزار اسناد احاديث جي طلب ۾ مون جيڪا بہ سعي ڪئي آھي. ٻئي ڪنھن بہ اھڙي سعي ڪونہ ڪئي ھوندي.

عشاق جي مجالس ۾ ايندو ھو تہ خواجہ عبدالله جيڪو شيخ ابوالحسن خرقاني جو مريد ھو، سو بہ اتي موجود ھوندو ھو. شيخ چيو تہ عبدالله بياباني سورمو ھو. ۽ زندگيءَ جي تازگي جي طلب لاءِ اچانڪ آيو ۽ ابوالحسن خرقاني سان زندگيءَ جي تازگي لاءِ ناتو جوڙيائين. ھاڻي نہ عبدالله رھيو ۽ نہ خرقاني.

خود خواجہ عبدالله پاڻ بيان ٿو ڪري تہ جڏھن مان شيخ جي خدمت ۾ پھچندو ھئس تہ صبح ڪان وٺي شام تائين سندس جميعت جي چراغدان جي نور سان اقتباس ڏسندو ھئس ۽ جيڪڏھن اھا صحبت رات جي پھر ۾ ڪو حاصل ڪرڻ گھرندو ھو تہ انھيءَ ئي نور جا شعاع پاڇي وانگر ڦرندا رھندا ھئا ۽ اھي وري مون ڪان فيض جو حصول ڪندا ھئا.

ان چيو تہ تذڪري ۽ تفسير ۾ خواجہ عمار جو شاگرد ھئس ۽ چوڏھن سالن جوھئس تہ وٽس رھندوھئس ۽ آخر ۾ سکڻ ۽ پڙھڻ وارن کي چوندو ھو تہ ھينئر عبدالله جو تعاون حاصل ڪريو چو تہ ھاڻي مون ڪان پوءِ اھوئي امام ٿيندو.

## شيخ ابوسعيد

فضل الله بن ابوالخير ۽ پير ابوالفضل سرخسي جي مريدن مان هو. مذڪور آهي تہ سندس چوڻ موجب خرقہ خلافت شيخ عبدالرحمٰن سلمي ڪان پاتو هئائين. سندس عمر هزار مهينا هئي ۽ پنهنجي پير جي فوت ٿيڻ ڪان پوءِ هڪ سال شيخ ابوالعباس وٽ رهيو. سال 440هہ ۾ فوت ٿي ويو.

مذڪور آهي تہ هڪ رات ابوالعباس پنهنجو پهراڻ هن ڪي پهرايو ۽ هن جو پهراڻ خود پاتائين ۽ ان وقت ۾ سيئي مشائخ ساڻس مسخري ڪندا هئا. شيخ ڪان پڇيائون تہ هن جي معنيٰ ڇا آهي: تفڪر ساعة خير من عبادة سنة يعني: هڪ گهڙي فڪر ڪرڻ، هڪ سال جي عبادت ڪان وڌيڪ چڱو آهي. چيائين تہ: نفس جي نيستي جو فڪر (انديشو) هستيءَ جي هڪ سال ڪان بهتر آهي.

بيت

جڏهن منهن تنهنجو ڏٺم اي شمع طراز،
نہ ڪم ڪيم، نہ روزو رکيم، نہ نماز
جڏهن توسان گڏ هيم مجاز من جمل نماز
هيم توسان بہ نماز من جمل مجاز

## شيخ عمو

سندس ڪنيت ابواسمٰعيل هئي ۽ نالو احمد بن محمد بن حمزه صوفي هو. شيخ الاسلام انصاري جو چوڻ آهي تہ هو منهنجو پير (فرشاد) آهي يعني صوفين جا آداب ۽ طور طريقا انهيءَ ڪان سکيا اٿم ۽ عمو منهنجو مريد هو ۽ جڏهن هو ڪيڏانهن ويندو هو تہ مان سندس جاءِ تي هوندو هئس ۽ جيڪڏهن مان ڪيڏانهن ويندو هئس تہ هو منهنجي جڳهہ تي هوندو هو.

شيخ ابوالعباس نهاوندي، ڪيس عمو جو لقب ڏنو هو. شيخ ابوبڪر فرار ڪي هُن نيشاپور ۾ ڏنو هو ۽ حج لاءِ پهريون سفر شيخ ابونصر طالقاني سان گڏ ڪيو هئائين ۽ شيخ ابوبڪر فاليزبان ڪي بخارا ۾ ڏنو هئائين ۽ جنيد ۽ شيخ مفيد ڪي بہ ڏنو هئائين ۽ شيخ سيروانيءَ جي بہ ڪيس صحبت حاصل هئي ۽ ابوالحسن جهضم همداني، شيخ ابوالخير حبشي، شيخ محمد ساخري، شيخ جوالگر، شيخ ابواسامہ، ابوالحسن سرڪي ۽ ابوالعباس نسائي وغيره سندس ئي وقت جا مشائخ هئا ۽ سيني ڪيس فيض رسايو هو ۽ شيخ ابوالفرح طرطوسي ڪي بہ ڏنو هئائين. بيانوي سال جي عمر ۾ سال 441هہ ۾ وفات ڪري ويو.

## ابوعبدالله باڪو

سندس نالو علي بن محمد بن عبدالله المعروف ابن باڪو هو. جواني ۾ شيخ عبدالله خفيف کي ڏٺو هئائين. جڏهن شيراز کان نيشاپور پهتو ته اتي استاد امام قشيري ۽ شيخ ابوسعيد سان ملاقات ڪئي هئائين. شيخ ابوالعباس نهاوندي سان ڪافي عرصو مجلس ڪيائين. هو به سندس فضيلت جو قائل هو ۽ ان کان پوءِ وري شيراز موٽي آيو. ويجهو ڪنهن ٽڪري تي گوشه نشيني اختيار ڪيائين. وقت جا سيئي مشائخ، علماءِ ۽ فقراء اتي ڪانئس فيضياب ٿيندا هئا. سال 442هه ۾ فوت ٿي ويو.

## خواجه يوسف

بن محمد بن سمعان نالو هئس. خواجه محمد بن ابي احمد چشتي جو پاٽيجو هو. پنهنجي مامي جو مريد ۽ تربيت يافته هو. سندس ئي جانشين ٿيو. سال 459هه ۾ فوت ٿي ويو.

## اخي فرج زنجاني

هيءُ شيخ ابوالعباس نهاونديءَ جو مريد هو. سندس وفات جو سن 457هه آهي. سندس قبر زنجان ۾ آهي.

مذڪور آهي ته هن هڪ ٻلو پاليو هو (جنهن جي خاصيت هي هئي ته جيترا به مهمان خانقاهه ۾ ايندا هئا، هيءُ اچي انهن کي ڏسي مهمانن جي تعداد مطابق ميائون ڪندو هو. پوءِ خانقاهه جو خادم ٻلي جي آواز جي حساب تي ديڳ ۾ پاڻيءَ جا پيالا وجهندو هو. هڪ ڏينهن مهمانن جي تعداد کان هڪ عدد وڌيڪ ميائون ڪيائين. تعجب ڪيائين. پوءِ ٻلو مجلس ۾ آيو ۽ هرهڪ مهمان کي سُنگهندو ويو ۽ انهن مان هڪ شخص تي پيشاب ڪيائين ۽ پوءِ معلوم ڪيو ويو ته اهو بيگانو هو.

هڪ ڏينهن بورچيخاني جي خادم ديڳ ۾ کير جو ڀريل ٿانو وجهي ڇڏيو. پوءِ ٻلي ڏٺو ته نانگ جو ٻچو کير ۾ پيل آهي. ٻلو ديڳ جي گرد ڦريو ۽ رڙيون ڪيائين ۽ سخت پنهنجي پريشاني ڏيکاريائين ۽ خادم جي دامن کي چنبڙي پيو ته کير ۾ نهاري مگر خادم ڪوبه خيال ڪونه ڪيو. آخر ٻيو چارو نه ڏسي پاڻ ديگ ۾ ٽپو ڏيئي اندر ويو ۽ مري ويو. پوءِ جڏهن ديڳ جي کير کي هاريو ويو ته منجهانئس ڪارو نانگ برآمد ٿيو. شيخ فرمايو ته ٻلو درويشن مٿان قربان ٿيو، تنهن ڪري ان تي قبر جوڙيائون ۽ زيارتگاهه به ناهيائون. هفت اقليم جي صاحب لکيو آهي ته اجا تائين اها قبر ماڻهن جي زيارتگاهه بڻيل آهي.

## ابوالحسن سالبہ بن ابراهيم

هيءُ شيخ ابومسلم نسوي جي احباب مان هو. عباس هروي جو پير هو. سال 473ھ ۾ وفات ڪري ويو ۽ سندس خانقاهہ ۾ ئي ڪيس دفن ڪيو ويو. جڏهن سندس وفات جو وقت آيو تہ پنهنجي خادم کي شيخ عبدالله بن عبدالرحمٰن ڏانهن موڪليائين تہ ڪفن جي ترتيب ڪري. هو بازار مان بہ ڪفن خريد ڪري آيو. سندس پهچڻ کان اڳ شيخ وفات ڪري ويو ۽ جڏهن ڪفن کڻي در تي پهتو تہ وفات جي خبر ٻڌائين ۽ هي بہ الله اڪبر جو نعره هڻي وفات ڪري ويو. پوءِ ان کي بہ شيخ جي پاسي ۾ دفن ڪيو ويو.

## امام الدين ابوالقاسم قشيري

سندس نالو عبدالڪريم بن هوازن القشيري هو. ابوعلي دقاق فارمدي جو مريد هو. سال 465ھ ۾ فوت ٿي ويو. ڪشف المحجوب جو مصنف سندس قول لکي ٿو تہ منهنجي شروعاتي حالت ۾ مون کي هڪ پٿر اڇي لڳندو هو. اهو هر روز گهر جي روشندان مان اچي منهنجي پرسان ڪرندو هو، جيڪو سون ٿي ويندو هو. ان جو سبب هي هو تہ پٿر ۽ سون ٻئي مون وٽ هڪجهڙا هوندا هئا، بلڪ سون پٿر کان بہ گهٽ درجي جو هوندو هو.

## شيخ ابوالحسن نجار هروي

هيءُ قهندز شهر ۾ واڍڪو ڪم ڪندو هو. وقت جو برگزيده بزرگ هو. مگر ڪيس ڪنهن بہ نہ سڃاتو. ڪنهن وقت ڪيس مڪه ۾ بہ ڏٺو ويندو هو. سال 487ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## شيخ احمد ڪوفاني

شيخ الاسلام انصاري بيان ٿو ڪري تہ هو شيخ عمو جو خادم هو. گهڻن پيرن سان ملاقات ڪئي هئائين ۽ گهڻا سفر ڪيا هئائين. هن مون کي چيو تہ توکي بخوبي خبر آهي تہ مان ڪنهن ڪنهن سان ملاقاتون ڪيون آهن. يعني تون انهن جي حقيقت کان بخوبي واقف آهين. هي سال 481ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## ابونصر بن ابي جعفر بن ابي اسحاق هروي خانچہ بادي

مذڪرر آهي تہ ابونصر محمد بن احمد بن ابي جعفر اصل ڪرمان جو هو. سندس توبهہ ڪرڻ جو واقعو هن ريت آهي تہ هڪ ڏينهن ڪو شخص فتويٰ پڇڻ آيو تہ هن مسئلي ۾ دين جا امام ڇا ٿا فرمائين تہ جوانيءَ ۾ هڪ شخص ڪاوڙ مان پنهنجي لٺ ڪٺي ٻانهي جي ڪن تي زور سان هنئي، پوءِ ٻانهي منهن ڦيرائي ڪيس چيو تہ اي مالڪ! اڄ جهڙي طرح مون تي ڪاوڙ ڪري مون کي رنج پهچايو اٿئي، اهڙي طرح سياڻي حساب واري ڏينهن توکي بہ اهڙوئي رنج

پهچايو ويندو. ان کان پوءِ ويهه سال تي ويا آهن، جو اهو شخص اجا تائين روئندو رهي ٿو. هاڻي سندس اکين مان پاڻيءَ جي بجاءِ رت وهي رهيو آهي. ان حالت ۾ طهارت جو ۽ نماز جو ڇا ٿيندو. اهو ٻڌي ابونصر جو هوش هليو ويو ۽ انهيءَ شخص کي ڏسڻ جو عزم ڪيائين ۽ جڏهن وٽس پهتو تہ ڏٺائين تہ هڪ پيرسن شخص نوراني چهرو ۽ سفيد وارن سان آهي جنهن جي اکين مان اجا تائين رت جاري آهي. مون کي ڏسي ٿورو کِليو ۽ جان ڏٺائين. ابونصر کيس ڪفن ڏئي دفن ڪرايو پوءِ پاڻ ٻاهر روئندو آيو. وات تي هڪ ٻيو پيرسن کيس مليو ۽ چيائين اي جوان! ڇا لاءِ ٿو روئين؟ ڇا تو الله تعاليٰ جي اها آيت نہ ٻڌي آهي تہ ائين ڪرڻ نہ گهرجي، تنهنجو ائين روئڻ دامن کي ساڙي ٿو ۽ نہ دل کي. پيرسن ائين چئي اُتي جو اُتي فوت ٿي ويو. ابونصر کي ڏک مٿان ٻيو ڏک پهتو. پوءِ ان مان فارغ ٿي ٻاهر آيو ۽ ٿي سو فقراء جي زيارت ڪيائين. انهن جي خدمت بہ ڪيائين ۽ حضرت خضر عليه السلام سان بہ ملاقات ڪيائين.

آخر هرات شهر ۾ 120 سالن جي عمر ۾ سال 500هہ ۾ گذاري ويو. سندس قبر هرات جي خانچہ باد ڳوٺ ۾ آهي.

## خواجہ مظفر

بن احمد بن حمدان سندس نالو ۽ ڪنيت ابومحمد هئي . شيخ ابوسعيد کيس وڏو بزرگ سمجهندو هو ۽ چوندو هو تہ اسان هن درگاهہ ۾ بندگي لاءِ ايندا آهيون. خواجہ خداوندي راهہ ۾ ايندو آهي، يعني اسان مجاهده سان مشاهده ماڻيندا آهيون ۽ هو مشاهده کان مجاهدو حاصل ڪندو آهي.

هڪ ڏينهن خواجہ مظفر نوقان چيو تہ اسان ۽ شيخ ابوسعيد جي درجات ۾ اهو فرق آهي تہ پيمانہ ارزق ۾ هڪ داڻو شيخ ابوسعيد کي حاصل آهي، باقي مون وٽ آهي. شيخ ابوسعيد جي مريدن مان جڏهن هڪ مريد اهو ٻڌو تہ کيس ڪاوڙ لڳي ۽ اٿي هليو ويو ۽ پنهنجي شيخ کي ساري ڳالهہ ٻڌايائين. پوءِ شيخ ابوسعيد فرمايو تہ خواجہ مظفر کي وڃي چؤ تہ تون يا اسان ان ميدان ۾ ڪجهہ بہ نہ آهيون.

## شيخ ابوالفضل بن حسن سرخسي

سندس نالو محمد بن حسن هو. شيخ ابوسعيد ابوالخير جو پير ۽ شيخ ۽ ابونصر سراج جو مريد هو.

شيخ ابوسعيد جو بيان آهي تہ پير ابوالفضل موت جي حالت ۾ هو تہ ڪانئس پڇيو ويو تہ اي شيخ! توکي ڪٿي دفن ڪيو وڃي؟ جواب نہ ڏنائين. وري کيس چيو ويو تہ فلاڻي قبرستان ۾ توکي دفن ڪيو وڃي؟ چيائين الله، الله مون کي اوڏانهن هرگز نہ ڪٽي وڃجو، اتي اولياء ڪرام، امام ۽ بزرگ دفن ٿيل آهن. مان ڪير آهيان جو مون کي سندن مٿي کان دڙي تي

دفن ڪيو ويو. اتي گنھگارن ۽ ناپسندن جا مقبرا بہ موجود آھن. دوستن، بيگانن جي گوڙڙي پھري آھي ۽ ٻئي ڏينھن مسجد جي ميدان ۾ کيس دفن ڪيو ويو.

## شيخ حمزه عقيلي ھروي

بلخ شھر ۾ رھندو ھو. حضرت خضر عليه السلام جي صحبت حاصل ڪيائين ۽ سندس دوستن مان ھو. شيخ الاسلام انصاري جي پير جو بہ پير ھو، سندس سڀئي دوست صاحب ڪرامت ھئا. جھڙوڪ پير فارسي، عبدالملڪ اسڪاف، ابوالقاسم ختانہ، حسن طبري، عارف عيار ۽ ابومنصور محمد انصاري.

سندس قول آھي تہ جيڪڏھن تون ڪا نيڪي ڪرين ٿو تہ پنھنجي لاءِ ڪرين ٿو ۽ جيڪڏھن جفا ڪرين ٿو تہ بہ تون پنھنجي لاءِ ٿو ڪرين ۽ رستو بند ٿو ڪرين.

چيائين تہ جيڪڏھن توکي ڪو شخص ڪا شيءِ ڏئي تو تہ گويا اھو توکان پنھنجو حق طلب ڪري ٿو. جيڪڏھن توکي ڪا شيءِ نہ ٿي ملي تہ ان جو ڪو فڪر نہ ڪر.

## ابوبڪر جوزقي

سندس قبر نيشاپور ۾ آھي.

ابوسعيد ابوالخير جو چوڻ آھي تہ ھڪ ڏينھن ابوبڪر جوزقي جي سراءِ ۾ ويس تہ ڏٺم پير صاحب ڏاڍي شان ۽ شوڪت سان وينو ھو. ڪانئس حقيقت پڇيم تہ چيائين تہ حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ الله تبارڪ و تعالىٰ جا بہ لشڪر آھن. ھڪ لشڪر آسمان تي ملائڪن جو آھي ۽ ٻيو لشڪر زمين تي صوفين جو آھي.

## خواجہ ايوب انصاري

ھيءُ قنذار جي مشائخ مان ھو. خواجہ عبدالله انصاريءَ جو ڀاءُ ھو.

## شيخ جمال الدين ابويعقوب يوسف ڪوراتي

ھيءُ روشن دل پير ھو. سندس ھٿ ۾ منھن صاف ڪرڻ جو ڪپڙو يعني رومال ۽ لٺ ھوندا ھئا. شيخ الاسلام انصاري ڪيس ڏٺو ھو.

## شيخ نورالدين عبدالرحمٰن

ھيءُ شيخ جمال الدين ابويعقوب ڪوراتيءَ جو مريد ھو.

## ابوعبدالله مولي

هيءَ هرات جو هو ۽ پير ابوسعيد جو همعصر هو.

## عارف عيار

سندس نالو منصور هو. بلخ جو رهندڙ هو. شريف حمزه عقيلي جي احباب مان هو. هڪ ڏينهن چيائين تہ علي عليه السلام خيبر کي فتح ڪيو. جيڪڏهن الله تعاليٰ جي مدد هجي ۽ ذوالفقار مون کي ملي ۽ مشاهدو مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جن جو ٿئي تہ جيڪڏهن مان ڪوه قاف فتح نہ ڪريان تہ مون تي تاوان ٿئي.

شيخ الاسلام انصاري بيان ٿو ڪري تہ علي عليه السلام جي حق ۾ ائين چوڻ نقص آهي، بلڪ اهو آشڪار آهي تہ علي عليه السلام کي ٿي شيون عطا ٿيل هيون.

## شيخ ابوعمران ثلثي

مصر جي ويجهو هڪ ڳوٺ ۾ رهندڙ هو. شيخ الاسلام انصاري زباني شيخ عباس فقير چيو تہ شيراز ۾ شيخ ابوالحسين سالبہ وٽ ويس تہ ابوعمران ثلثي اتي آيو. شيخ سندس استقبال ڪيو ۽ ڪيس وٺي ويو.

مذڪور آهي تہ سندس اها عادت هئي تہ هو مهمان ڪانسواءِ هرگز ماني ڪونہ ڪائيندو هو ۽ جيڪڏهن مهمان نہ ايندو هو تہ روزو رکندو هو. هڪ ڏينهن ڪوبہ نہ آيو تہ روزو رکيائين. شام جي ويجهو ڪوئي مهمان اچي ويو. ان ڪيس حديث ٻڌائي. رات ٿيڻ کان اڳ ئي شيون کاڌائين. انهيءَ رات الله تعاليٰ کي خواب ۾ ڏٺائين. الله تعاليٰ ڪيس فرمايو تہ اي عمران تو هڪ نيڪ عادت رکي هئي تہ اسان بہ توسان نيڪ سنت جاري رکي هئي. تون پنهنجي عادت بدلي ڪئي تہ اسان بہ پنهنجي سنت کي تبديل ڪري ڇڏيوسون. بيدار ٿيو ۽ سخت غم ۾ پئجي ويو. دير نہ ٿي تہ مصر جي والي عمران جي ملڪ ۾ ثلث ڳوٺ تي چڙهائي ڪئي ۽ پنهنجي حاڪم کي موڪليائين تہ ان تي زوريءَ قبضو ڪري، ڪيس ماري پيش ڪيو وڃي.

## شيخ ابوالعباس قصاب آملي

سندس نالو احمد بن محمد بن عبدالڪريم هو. طبرستان جي آمل شهر جو بزرگ هو. محمد بن عبدالله طبري جو مريد هو ۽ اهو وري ابومحمد جريري جو مريد هو. پنهنجي وقت جو قبلہ ۽ غوث هو. شيخ الاسلام انصاري سندس همعصر هو.

مذڪور آهي تہ هڪ ملحد شخص مصر کان شيخ ابوالعباس جي آزمائش لهڻ لاءِ آمل ۾ آيو ۽ طهارت خانہ ويو ۽ ڪوزا ڪونرا سڀ ٽوڙي ڇڏيائين. چيائين تہ استنجي لاءِ مون کي

ڪونرو آڻي ڏيو. شيخ بازار مان ٻيا ڪونرا گهرائي ڪيس ڏنا ۽ اهي ٻه ٻيجي ڇڏيائين ۽ پوءِ چيائين ته شيخ ڪي گهرجي ته پنهنجي ڏاڙهي آڻي ته مان ان سان استنجو ڪريان. شيخ جي ڏاڙهي وڏي هئي، اها پنهنجي ٻنهي هٿن ۾ جهلي وٽس ويو ۽ چيائين ته وٺ! ڪاسائي جو پٽ اهڙي جاءِ تي اچي پهتو آهي، جو سندس استنجو ڏاڙهي کان سواءِ نه ٿو ٿي سگهي. پوءِ اهو ڏسي ملحد شخص سندس پيرن تي ڪري پيو، معافي ورتائين ۽ توبهه ڪري مسلمان ٿيو ۽ سندس ئي مريد ٿيو.

انهيءَ شخص ڪانئس ڪرامت جي طلب ڪئي. چيائين ته اها ڳالهه نه ٿو ڏسان ته ڪاسائي جو پٽ، ڪاسائي پيءُ کان ڪجهه سکي سگهي. پوءِ شبلي وٽ بغداد ويو. اتي شورش ڏسي وري مڪه پاڪ ويو ۽ اتي ڪجهه شورش ڏسي وري مدينه پاڪ ويو. پوءِ مدينه کان بيت المقدس ويو ۽ اتي ڪيس خضر عليه السلام مليو. ان سندس دل کي فيض سان رنڱيو ۽ اهو قبول ڪري واپس پنهنجي ماڳ تي آيو ۽ مخلوق تي ظاهر ڪيائين ته مون توبه ڪئي آهي. پوءِ الله تعالىٰ جون نعمتون ڪافي حاصل ٿيس. پوءِ پروانا سندس چوڌاري فيض جي حصول لاءِ پهچي ويا. سندس ڪرامتون تمام گهڻيون آهن.

## خالوي نيشاپوري

سندس نالو احمد هو ۽ سرخس جو رهاڪو هو. سرخس مان هليو ويو. محمد حسن نالي شيخ جو مريد هو. پنهنجي سموري عمر پنهنجي شيخ تي قربان ڪري ڇڏيائين. دنيا کان لاڏاڻي وقت سندس ڪفن جي بندوبست ڪرڻ ۾ هئا ته چيائين اوهان جو ڪفن مون کي نه ڪپي. مالڪ مون کي پاڻيهي سڀ ڪجهه عنايت ڪندو ائين چئي دم ڏنائين.

## ابوعلي رازي

شيخ الاسلام انصاري روايت ٿو ڪري ته اهو هن صوفي ٽوليءَ جون روايتون بيان ڪندو هو.

## سيد علي بن عباس موسوي

چوٿين صدي هجري ۾ هيءُ سنڌ ۾ وارد ٿيو. الور ۽ پانيرا شهر جو حاڪم دلوراءِ جو پٽ هو، جنهن جي ظلم جي ڪري اهو شهر زمين ۾ غرق ٿي ويو. پوءِ سيد جي خدمت ۾ حاضر ٿي توبه ڪيائين ۽ پنهنجي نياڻي سيد صاحب جي نڪاح ۾ ڏنائين. انهيءَ منجهان جيڪا اولاد ٿي اها عرب ٿي. سندس اولاد جي رهڻ واري جڳهه جو نالو لڪعلوي هو. سندس اولاد مان ڪافي بزرگ اولياء پيدا ٿيا ۽ سيد جي اولاد مان چار قبيلا ٿي ويا. هڪ قبيلو ڳوٺ آمر ۾ رهڻ لڳو جو دلوراءِ جي پيءُ آمر جي نالي سان منسوب هو.

ڇتو ولد آمر دلوراءِ جو نندو ڀاءُ هو. راه هدايت جي طلب ۾ حجاز مقدس روانو ٿيو ۽ اتي هڪ قاريہ خاتون جيڪا صاحبہ جمال هئي سان نڪاح ڪيائين ۽ سنڌ ۾ موٽي آيو. سندس ڀاءُ، جيڪو نهايت ظالم هو، تنهن پنهنجي هن ڀاءُ جي زال تي طمع جي نظر وڌي. ڇتي کي ڏاڍو صدمو پهتو. نيٺ پاڻ ۽ پنهنجي پاڪدامن گهر واري سميت سندس شهر کي ڇڏي، سيوهڻ ۾ وڃي رهائش اختيار ڪيائين ۽ اتي ئي فوت ٿي ويو.

## ابوسليمان خواص مغربي

شيخ ابوسعيد ابوالخير جو همعصر هو ۽ دمشق ۾ فوت ٿي ويو.

## شيخ ابوالقاسم گرگاني

سندس نالو علي هو. سندس نسبت ٽن واسطن سان شيخ ابوعثمان مغربي شيخ ابوعلي ڪاتب، شيخ ابوعلي رودباري سان لڳي ٿي. پوءِ وري سيد الطائفہ جنيد تائين پهچي ٿي. رشحات ۾ سندس باطني نسبت ٻن طرفن کان لکيل آهي: هڪ شيخ ابوالحسن خرقاني سان روحاني نسبت، ٻي شيخ عثمان مغربي سان.

صاحب ڪشف المحجوب لکي ٿو تہ: هڪ واقعو مون کي پيش آيو، جنهن جي حل ٿيڻ جو ٻيو چارو نہ ڏسي شيخ وٽ ويس ۽ ڏٺم تہ هو مسجد ۾ وينو آهي ۽ سوال جو جواب مسجد جي سُتون کان پيو پڇي. ڪيس عرض ڪيم تہ اي شيخ! منهنجو واقعو هن طرح آهي... چيائين تہ اي پٽ! الله تعاليٰ هن سُتون (ٿنڀي) کي هن وقت مون سان ڳالهائڻ جو امر فرمايو آهي.

مذڪور آهي تہ نيشاپور جي جبلن ۾ هڪ چشمو هو. شيخ ابوالقاسم هڪ ڏينهن گهوڙيءَ تي سوار ٿي انهيءَ چشمي تي ويو. گهوڙيءَ کي پرسان ٻڌي، پاڻ نماز ۾ مشغول ٿي ويو پوءِ هڪ گهوڙي چشمي مان نڪري، گهوڙيءَ تي ٽپو ڏيئي جفت (لڳ) ڪيو. مقرر مدت کان پوءِ گهوڙيءَ مان هڪ عجيب غريب ڦر پيدا ٿيو. شيخ ۾ بيهر لالچ پيدا ٿي. وري ٻئي دفعي انهيءَ گهوڙيءَ تي سوار ٿي، چشمي تي ويو تہ چشمي منجهان اوچتو هڪ گهوڙو ٻاهر نڪتو ۽ انهيءَ ٻچي کي پاڻ سان گڏ وٺي چشمي ۾ اندر غائب ٿي ويو. شيخ انهيءَ گهوڙي جي ٻچي کي سڏ ڪيا ۽ آواز ڏنا پر ڪيس ڪجهہ بہ حاصل نہ ٿيو ۽ انهيءَ ڪري مٿس لقب شيخ ڪرهہ ڪاني (گرگاني) پيو.

ڪڏهن ڪڏهن شيخ ابوسعيد ۽ شيخ ابوالقاسم طوس شهر ۾ گڏجي هڪ تخت تي ويهندا هئا ۽ سيئي درويش سندن اڳيان بيٺا هوندا هئا. هر درويش جي دل ۾ اهائي ڳالهہ هوندي هئي تہ هنن ٻنهي بزرگن جي منزلت ڪهڙي آهي. شيخ ابوسعيد ان درويش ڏانهن رخ ڪري چيو تہ هرهڪ ائين ٿو دل ۾ چوي تہ ٻہ بادشاهہ پاڻ ۾ گڏ هڪ وقت ۾ هڪ هنڌ هڪ تخت تي نہ ويهي سگهندا آهن، مگر هي ٻہ درويش هن ۾ تنگي محسوس ڪونہ ٿا ڪن. حق تعاليٰ انهيءَ جي

اڪين آڏو پردو ڪٽي ڇڏيو، تہ جيئن شيخ جي صدق جو سخن ان جي دل تي ظاهر ٿئي. پوءِ انهيءَ درويش جي دل تي اهو ظاهر ٿيو انهن ٻنهي شيخن جي وچ ۾ ڪوبہ فرق ڪونہ آهي. ابوسعيد فرمايو تہ مختصر ملڪ آهي ۽ انهيءَ ۾ هر روز اسان جهڙا ستر هزار ماڻهو نہ پهچي سگهن ٿا ۽ نہ وري وجي سگهن ٿا.

شيخ ابوالقاسم چيو تہ تمام گناهن جي ارتڪاب جو مرڪز عقل ۽ پنهنجو هوش آهي، سواءِ نشہ جي بيهوشي جي. پوءِ بادشاهہ جڏهن نشو ڪندو آهي تہ پنهنجي عقل واري تخت تان معزول ٿي ويندو آهي. پوءِ بيهوشي واري حالت ۾ پنهنجي ظلم جي هٿ کي دراز ڪري ملڪ کي تباهي ۽ غارتگري طرف ڏڪيندو آهي. عقل جي زائل ٿيڻ سبب سندس دماغي قوت غضب ۽ شهواني حالات ۾ تبديلي ٿي ساري ملڪ ۾ تباهي آڻي ڇڏيندي آهي.

## خواجہ علي بن حسن ڪرماني

هيءَ ڪرمان جو شيخ هو. شيخ عمو جي مريد هجڻ جي دعويٰ ڪندو هو. مرشد جي زندگيءَ ۾ ڪڏهن بہ مسند تي نہ وينو.

## خليل خازن

هيءَ پنهنجي وقت جي معروف صوفين مان هو. هن ۽ خواجہ علي حسن جي وچ ۾ ڪجهہ رنجيدگي هئي، ليڪن ڪڏهن بہ ان کي ظاهر نہ ڪيو هئائون.

## شيخ ابوعلي فارمدي

سندس نالو فضل بن محمد هو. خراسان جو شيخ الشيوخ هو. وعظ ۽ نصيحت ڪرڻ ۾ ابوالقاسم قشيري جو شاگرد هو. تصّوف ۾ سندس نسبت ٻن طرفن کان هئي. اول شيخ ابوالقاسم ڪره ڪاني (گرگاني) طوسي کان ۽ ٻي شيخ ابوالحسن خرقاني کان.

هيءَ پنهنجي حڪايت بيان ٿو ڪري تہ پنهنجي ابتدائي دور ۾ نيشاپور ۾ علم پڙهڻ ۾ مشغول هئس تہ ابوسعيد کي ڏٺم تہ سماع ۾ پنهنجو پهراڻ ڦاڙي ذرا ذرا ڪري ڇڏيائين، پوءِ ان کي وري جمع ڪيائين ۽ هڪ آستين جي ڪپڙي جو ٽڪرو جدا ڪري مون کي سڏ ڪيائين تہ اي ابوعلي طوسي تون ڪٿي آهين؟ مان ڪندہ ۾ وينو هئس، مون کي نہ ڏٺو هئائين. سڏ جو جواب ڪيس نہ ڏٺم تہ شايد منهنجي نالي جهڙو ماڻهو ڪو ٻيو هجي ۽ ٽيون دفعو مون کي چيائين تہ شيخ! مان توکي ٿو سڏيان. وڃس ويس. پوءِ انهي ڦاٽل ڪپڙي جو ٽڪرو مون کي ڏئي چيائين تہ: جيئن تہ هيءَ آستين جي ڪپڙي جو ٽڪر اِن لاءِ ڪنيو اٿم تہ بطور برڪت اهل کي ڏيان ۽ هن مان مون ڪافي فائدا حاصل ڪيا پر هاڻي مان تحصيل ڪري چڪو آهيان. هڪ قلم ۽ مس ڪُپڙي ٻاهر ڪديم ۽ استاد جي اڳيان اچي اها ڳالهہ ڪيم. پوءِ چيائين تہ تون پنهنجي تحصيل کي پوشيده رکج پوءِ مدرسہ کان سفر ڪري، خانقاهہ ۾ آيس.

هڪ ڏينهن استاد وٽ هئس، سخت گرمي هئي. گرميءَ سبب ٻه چار پاٽيءَ جا ڏول بدن تي هاريم. استاد ٻه گرميءَ سبب ٻاهر آيو ۽ ڏنائين ۽ پڇيائين. مان خوف سبب خاموش رهيس اها غلطي مون کان ٿي آهي. جڏهن ٽي دفعا پڇا ڪيائين. تڏهن چيم ته مان هئس . فرمايائين ته ابوالقاسم ستر سالن تائين صرف هڪ ڏول مان ڪم ڪديو پئي، پوءِ ڪجهه مدت امام وٽ رهيس. هڪ ڏينهن اوچتو منهنجي حالت ۾ ڪجهه ڦيرو آيو ۽ مان پنهنجي حالت ۾ گم ٿي ويس ۽ ان حالت جو تذڪرو استاد سان ڪيم. جنهن چيو ته اي ابوعلي هن ڪان وڌيڪ مون وٽ ڪجهه نه آهي جو توکي فيض رسايان، ۽ نه وري مون کي اها ڪا خبر آهي ته وڌيڪ تون ڪٿان حاصل ڪري سگهندين. پوءِ پنهنجي دل ۾ فڪر ڪيم ته هاڻي ڇا ڪريان. ان وقت ۾ شيخ ابوالقاسم گرگاني جو نالو ٻڌو هئم، ان جي خدمت ۾ ويس ۽ ڪيس سارو احوال بيان ڪري ٻڌايم پوءِ فرمايائين ته تنهنجي ابتدا مبارڪباد جي قابل آهي. اگر تربيت حاصل نه ڪندين ته درجي تي نه پهچي سگهندين. پوءِ سندس خدمت ۾ رهي رياضتون ڪندو رهيس ۽ منزل تي پهتس.

ڪجهه مدت ڪان پوءِ هڪ مجلس منعقد ٿي ۽ پنهنجي فرزند کي منهنجي حوالي ڪيائين. مجلس منعقد ٿيڻ کان پوءِ شيخ ابوسعيد مهنه کان طوس آيو هو. ابوعلي کي سندس خدمت لاءِ مقرر ڪيو هئائون. شيخ چيو ته اي ابوعلي! جلدي ڪر ننڍو طوطو ٻولڻ لڳو آهي، پوءِ سخن جا دروازا مون تي کُلي ويا ۽ هو موتي ويو.

## شيخ ابوبڪر بن عبدالله طوسي نساج

هيءُ ابوالقاسم ڪره ڪاني (گرگاني) جي ساٿين مان هو ۽ ابوبڪر دينوريءَ جو صحبت يافته هو.

ڪانئس پڇيو ويو ته مطلوب جو ديدار ڪهڙي طرح حاصل ڪري سگهجي ٿو، چيائين ته صدق جي آئيني جي طلب ۾ ڏسي سگهجي ٿو.

چيائين ته جيستائين پاڻيءَ جي اُڃ جو تصوّر نه رکندين ۽ ٻاهه جي گرميءَ جا خيال ذهن ۾ نه رکندين. تيستائين مطلوب جي طلب جي دعويٰ کي نه پهچي سگهندين.

چيائين ته جيستائين پنهنجي هستيءَ کي مٿائي وسوسن ۽ وڏائي کي ختم نه ڪندين ۽ دل جي ديد کي غيرالله جي خيال کان مٿائي روشن نه ڪندين، تيستائين صدق جو ٻج ايمان جي زمين ۾ پوکي نه سگهندين.

مذڪور آهي ته هن ابتدائي دور ۾ ڪافي مجاهدا ۽ ڪشالا ڪديا، مگر مشاهدو ماڻي نه سگهيو، پوءِ پروردگار جي درگاهه ۾ ٻاڏايائين ته مٿس ندا آئي ته اي نساج طلب جي ورد تي قناعت ڪر، تون وڌيڪ حاصل ڪري ڇا ڪندين؟

چيائين ته الهي! ما الحكمة في خلقي يعني: يا الله! منهنجي پيدائش ۾ ڪهڙي حڪمت آهي؟ جواب آيو ته الحكمة في خلقک رؤيتي في مراة روحک و محبتي في قلبک يعني:

تنهنجي پيدائش ۾ حڪمت هيءَ آهي تہ تنهنجي روح جي آئيني ۾ پاڻ کي ڏسان ۽ تنهنجي قلب ۾ پنهنجي محبت کي پسان.

سندس مرشد شيخ احمد غزالي هو.

## شيخ ابونصر قباني

شيخ الاسلام جو بيان آهي تہ هن ڪافي ۽ مفيد سفر ڪيا ۽ بيشمار مشائخن سان مليو. شيخ ابوعمرو اڪاف وٽ اردن ۾ رهيو ۽ سندس ڪافي خدمت ڪيائين، ابوعمرو نجيد شيخ ابونصر عبدالله مانڪ کي ڏٺو هو ۽ شبلي جو مريد هو.

## شيخ ابومنصور گاذر

شيخ الاسلام جو بيان آهي تہ هي شان شوڪت وارو درويش هو. ڪافي مشائخ جي زيارت ڪئي هئائين. عمو جو مريد هو. شيخ احمد نجار استرآبادي کي بہ ڏٺو هئائين ۽ ابونصر سراج مصنف ڪتاب لمعه کي بہ ڏٺو هئائين.

## اسماعيل دباس جيرفتي

شيخ الاسلام سندس پيرن مان سڏيو وڃي ٿو. چيائين تہ منهنجو پير روشن ضمير هو ۽ شيخ مؤمن شيرازي کي ڏٺو هئائين.

## شيخ ابوالحسن بشري سجزي

شيخ الاسلام انصاري جو چوڻ آهي تہ منهنجي مرشدن مان هو. جن مشائخ سان منهنجو تعلق هو، اهي ٽي هستيون هيون: 1. خرقاني، 2. طاقي اهي ٻئي جاسوس القلوب هئا ۽ ابوالحسن بشري صوفين جي روايات ۾ ثقہ آهي. بيشمار مشائخ جي زيارت ڪئي اٿس. مثلاً سيرواني، شيخ ابوالحسن جهضم، ابوبڪر طوسي، ابوعمرو نجيد، نوري، ابوذرعہ طبري ۽ مصري وغيره. ابوعبدالله خفيف جو مريد هو.

## ڪاڪا ابوالقصر بستي

شيخ الاسلام انصاري جو بيان آهي تہ هو برگزيده بزرگ شخص هو. مان ننڍو هئس تہ منهنجو پيءُ مون کي اوڏانهن نہ وٺي ويندو هو. هڪ جمعي جي ڏينهن مون کي انهن بزرگن ڏانهن وٺي ويو تہ منهنجي مٿي تي دعا ۽ برڪت جو هٿ گهمرائي. پر پوءِ انهن وٽ پيش نہ ڪيائين تہ متان ماڻهو ملامت نہ ڪن. شيخ ابوالحسن تيشي ساز ۽ سندس ڀاءُ ابواحمد، ابوالقصر بستي جي مريدن ۽ خادمن مان هئا.

## ڪاڪا احمد سنبل ۽ سندس برادر محمد خواجہ

شيخ الاسلام انصاري جو چوڻ آهي تہ هيءُ سندس ڀاءُ هو ۽ باطن جي درجي ۾ ان ڪان وڌيڪ نيڪ هو، پر سندس ڀاءُ هن کان ظاهر ۾ وڌيڪ پرهيزگار، صاحب ڪرامت ۽ مشهور هو.

## ابوالحسن مثني

سندس نالو علي بن مثني هو.

شيخ ابوسعيد ابوالخير چوي ٿو تہ مان جوان هئس تہ استرآباد ۾ شيخ ابوالحسن وٽ ويس ۽ هو فضل ۽ شان وارو پير هو ۽ شبلي جي بہ صحبت حاصل ڪئي هئم.

## شيخ مؤمن شيرازي

شيخ الاسلام انصاري جو بيان آهي تہ شيخ اسماعيل دباس مون کي ٻڌايو تہ مان حج جي نيت سان روانو ٿي شيراز ۾ پهتس ۽ مسجد ۾ اندر ويس تہ شيخ مؤمن کي ڏٺم، جيڪو درزي گري ڪندو هو. سلام ڪري سندس پر ۾ وينس. مون کان پڇيائين تہ ڪهڙي ارادي سان روانو ٿيو آهين. چيم تہ حج جي نيت سان پڇيائين تہ ماءُ زنده اٿئي. چيم تہ هائو زنده آهي چيائين تہ مان پورا پنجاهہ حج پيرين اگهاڙي پنڌ ادا ڪيا آهن، انهن جو ثواب توکي ٿو ڏيان ۽ تون مون کي پنهنجي ماءُ جي خدمت ڪرڻ ۽ ان جي خوش ٿيڻ جو ثواب ڏي.

## ابوسعيد معلم

شيخ الاسلام چوي ٿو تہ پير روشن هو ۽ شيخ ابراهيم گيلي کي ڏٺو هئائين.

## شيخ محمد ابوحفص

شيخ الاسلام کيس پنهنجن مرشدن ۾ شمار ڪندو هو.

## شيخ ابوالليث فوشنجي

شيخ الاسلام چوي ٿو تہ ليث فوشنجي هڪ خدا رسيده بزرگ ۽ عارف هو.

## محمد بن عبدالله گاذر هروي

هيءُ هرات ۾ پنهنجي قوم ۾ هڪ وڏو بزرگ هو. سندس تاريخ هن ريت آندي اٿئون. وهو محمد بن عبدالله القصاري الهروي من فتيان مشائخ هرات يعني: پاڻ محمد بن عبد الله قصاري هروي هو، هرات جي نوجوان مشائخ مان هو. خواجہ عبدالله بوذهل منجهس وڏي عقيدت رکندڙ هو. هڪ ڏينهن کيس چيائين تہ آخر تون منهنجي هن شهر مان ڪڏهن نہ ڪڏهن ٻاهر ڪڍيو ويندين. هن پناهہ گُهري. اتفاقًا جڏهن سندس ڳالهہ جو اثر ماڻهن وساري ڇڏيو، عام و خاص دنيا جي رنگيني ۾ ڦاسي پيا تہ قدر نہ ڄاڻندي سندس املاڪ کي ٻاهر ڪڍي اُڇلايائون.

خواجہ ڪانئن معذرت گهرندي چيو تہ مان خود شهر ڪان ٻاهر نڪري وڃڻ گهران ٿو، اوهان اهڙي زحمت ڇو ٿا ڪريو پوءِ شهر ڪان نڪري ويو.

## قربنج

شيخ الاسلام چوي ٿو تہ هو درويش پير هو. الله تعاليٰ کيس ولايت سان گڏ فراست بہ عطا ڪئي هئي. گاذرگاهہ ۾ مدفون آهي.

## خواجہ خيرچہ

شيخ الاسلام انصاري بيان ٿو ڪري تہ هو صاحب ڪرامت هو. غلام هو ۽ مالڪ کيس آزاد ڪيو هو. پوءِ گاذرگاهہ ۾ هنرمندي ڪندو هو. اتي ئي رهائش اختيار ڪئي هئائين.

## ابوعبدالله احمد

بن عبدالرحمٰن بن نصرالماليني هرات جي وڏن مشائخ مان هو. شيخ عمو جو همعصر هو ۽ ان سان حج بہ ڪيائين ۽ حرم جي مشائخ سان مليو. سندن صحبت جو شرف حاصل ڪيائين. سندس احباب مان هڪ عبدالله بن محمد بن عبدالرحيم جي نالي سان هو. شيخ مون کي هڪ دفعي چيو تہ فلاڻي کي هن طرح ۽ هن طرح پيغام ڏئي اچ. جڏهن ان جي حڪم سان چند قدم پنڌ ڪيم تہ پاڻ کي مڪه پاڪ ۾ موجود ڏٺم. اداء رسالت ڪرڻ گهريم ۽ حج پورو ڪيم. اتي ڪنهن شخص چيو تہ شيخ جي هدايت جي خلاف ڪم نہ ڪر. وڃ وگرنہ ٽي مهينا رستي ۾ رهين ها. پوءِ واپس ويو ۽ ظهر جي نماز پنهنجن ساٿين سان پڙهيائين. سندس قبر، هرات جي مالين شهر ۾ آهي.

## شيخ ابوذر بوزجاني

شيخ الاسلام چيو تہ مون هڪ شخص کي ڏٺو، پوءِ گويا اهوئي شخص ڏٺو.

هڪ ڏينهن سبڪتگين، يعني سلطان محمود جو پيءُ جنهن جي وفات 387هہ ۾ ٿي هئي، ڏنوسين تہ هو، سندس خدمت ۾ آيو، جنهن کي سختيءَ سان نصيحت ڪيائون. سلطان محمود، ان وقت اڃا ٻار هو. ان کي جڏهن شيخ جي خدمت ۾ پيش ڪيو ويو تہ شيخ کيس پنهنجي ياڪر ۾ ونئي متس ڏاڍي شفقت ڪئي.

## شيخ احمد نصر

اڪابر مشائخ مان هو. حصري کي ڏٺو هئائين ۽ ابوالعباس قصاب جو همعصر هو. ويهارو ڪن حج ڪيا هئائين. اڪثر خراسان کان ئي احرام ٻڌندو هو. ڪڏهن ڪڏهن حرم شريف

۾ صوفين جون پراسرار، عجيب ۽ سمجهہ ۾ نہ ايندڙ ڳالهيون ٻڌندو هو تہ ڪيس ناگوار لڳنديون هيون. ان وقت ٻہ سو ستر صوفي حرم ۾ موجود هئا. سيني کي حرم مان ٻاهر ڪڍي ڇڏيائين. ان وقت حصري پنهنجي گهر کان ٻاهر نڪري آيو ۽ پنهنجي خادم کي چيائين تہ هيءُ جوان خراسان کان هر سال ايندو آهي. جيڪڏهن وري اچي تہ ڪيس هرگز رستو نہ ڏج. احمد نصر جڏهن آيو ۽ اها ڳالهہ ٻڌائين تہ يڪدم بيهوش ٿي ويو. ڪجهہ وقت کان پوءِ حصري آيو ۽ چيائينس تہ ادب کي ترڪ ڪرڻ سبب توکي اها سزا ملي جو توکي ٻہ ٻاهر ڪڍيو ويو. طرطوس ۾ ڪافرن مسلمانن جي مٿان مصيبت ۽ تباهي آندي آهي ۽ الله تعالىٰ کي ٻاڏاءِ ۽ رات ڏينهن نماز ۾ مشغول رهہ ۽ عاجزي ڪر، شايد انهن صوفين جي دل راضي ٿئي ۽ تنهنجو ڪفارو ادا ٿي وڃي. پوءِ احمد نصر ائين ڪيو. ڪجهہ وقت گذرڻ کان پوءِ حصري وٽس آيو ۽ خطاب ڪيائين تہ يا ولدي و قرة عيني يعني: اي منهنجا پٽ! ۽ منهنجين اکين جا نار! تنهنجي مراد توکي هاڻي حاصل ٿي ۽ هاڻي جڏهن ٻہ تون حرم ۾ ويندين تہ اهل حرم تنهنجو استقبال ۽ تعظيم ڪندا.

## ابوعلي شبوي مروزي

سندس پورو نالو محمد بن محمد بن عمر بن شبويہ آهي ۽ ابوالعباس سياري جي احباب مان هو.

في تاريخ مشائخ الصوفية القاسم بن القاسم ابوالعباس بن بنت الامام احمد بن سيار المروزي يعني: مشائخ الصوفيه جي تاريخ ۾ آهي تہ ابوالعباس قاسم بن قاسم احمد بن سيار مروزي جي ڌيءُ جو پٽ هو. ۽ ابوعلي دقاق ۽ شيخ ابوسعيد ابوالخير جو همعصر هو.

## معشوق طوسي

سندس نالو محمد هو. برگزيده بزرگ هو، مگر مجذوب هو. طوس شهر ۾ رهندو هو. سندس قبر بہ اتي آهي.

شيخ ابوسعيد ابوالخير ڪيس ڏٺو هو. عين القضاة همداني پنهنجي بعض رسالن ۾ لکيو آهي تہ محمد معشوق نماز ڪونہ پڙهندو هو. خواجہ محمود حمويہ، امام غزالي کان روايت ٿو ڪري تہ قيامت ڏينهن صديقن جي اها تمنا هوندي تہ ڪاش! اسان مٿي هجون ها ۽ محمد معشوق ان تي قدم گهمائي ها.

## شيخ ابوالعباس شقياني

شيخ ابوالخير ان جي وقت ۾ هو. سندس نالو احمد بن محمد هو. ڪيترن ئي مشائخ سان ملاقات ڪئي هئائين، اڪابرين اهل تصوف مان هو.

## امير علي عبور

عين القضاة پنهنجي چند مڪتوبات ۾ بيان ٿو ڪري ته حاضر ۽ غائب ۾ ڪڏهن به يڪسان نه هوندو هو. بلڪ باوجود قلبن جي ويجهڙائي جي مقام تي فائز هجڻ جي، ماڻهن جي قرب جي تمنا به ڪندو هو. مذڪور آهي ته امير علي عبور هڪ بزرگ پير هو ۽ محمد شهر آبادي سندس هڪ مريد هو. هڪ ڏينهن ڪيس مرشد چيو ته بازار مان ڪجهه شيون وني اچ. ڪيس خريد ڪرڻ جي استطاعت ڪونه هئي. پوءِ پاڻ ڪي وڪڻي اهي گهربل شيون خريد ڪري، مرشد ڏانهن موڪلي ڏنائين. ڪجهه ڏينهن ڪان پوءِ جڏهن مرشد ڪي انهيءَ واقعي جي خبر پئي ته مريد وڪامجي ويو آهي ته ڏانهس ماڻهو موڪليائين ته هيڏانهن اچ. پوءِ پنهنجي پير وٽ حاضر ٿيو. ڪيس چيائينس ته اي جوانمرد! هزارين سال جڏهن ڪان دنيا پيدا ٿي آهي ته سوز عشق فراق ۾ ايترو پچندو رهيو آهين، ان تي به تو بس نه ڪئي، پوءِ وري هي ظاهري فراق ۽ وڇوڙي ۾ پچڻ اختيار ڪيئي.

هيءُ محمد معشوق جو يار ۽ همعصر هو.

## ابوالفضل بن محمد بن الحسن ختلي

صاحب ڪشف المحجوب ذڪر ٿو ڪري ته منهنجي طريقت جي اقتدا ان سلسلي جي آهي. هو حصري جو مريد هو ۽ صاحب ڪرامت و باطن هو ۽ ابوعمرو قزويني ۽ سالبه جو همعصر هو. سٺ سالن تائين بحڪم خلوت ۽ گوشه نشيني ۽ گمناميءَ ۾ گذاريائين ۽ هو اڪثر جبل لگام جي دامن ۾ رهندو هو.

صاحب ڪشف المحجوب ذڪر ٿو ڪري ته ڪڏهن ڪڏهن اولياء ڪرام ڪنهن واديءَ ۾ گڏجاڻي ڪندا هئا. هڪ دفعي حصري مون ڪي به پاڻ سان گڏ وني ويو. پوءِ اتي ڏٺم ته هر هڪ تختي تي اچي ويهي پيو رهي. حصري انهن ڏانهن ڪوبه توجهه ڪونه پيو ڪري. ايتري ۾ هڪ شخص ظاهر ٿيو جنهن جي پير ۾ پراڻي چتيون ڳنڊيل جتي ۽ هٿ ۾ پڳل لٺ هئي. هلڻ جي رفتار هيڻي، بدن نيم برهنه ڏبرو ضعيف ۽ ڪمزور هو. پوءِ حصري هڪدم اٿيو ۽ سهارو ڏئي، ڪيس هڪ بلند جڳهه تي ويهاريائين. مان حيران ٿي ويس ۽ ڪانئس پڇا ڪيم. چيائين ته حق تبارڪ و تعاليٰ جي اولياء ڪرام مان هڪ ولي آهي. مگر ولايت جي تابع نه آهي بلڪ ولايت سندس تابع آهي ۽ اهو ابوالفضل هو.

دمشق جي ويجهو پنئين طرف بيت الجن نالي هڪ ڳوٺ آهي، جنهن ۾ هن وفات ڪئي.

## ابومنصور سوخته

شيخ الاسلام انصاري ذڪر ڪري ٿو ته ابومنصور قهندز ۾ "پير سوخته" مشهور هو، جو ته هن پنهنجي نفس ڪي سوز عشق ۾ ساڙي ڇڏيو هو. انهي ڪري سندس نالو سوخته (سڙيل) پئجي ويو ۽ هيءُ مرد صادق هو.

## ابوحفص غاورداني

شيخ الاسلام جو بيان آهي تہ ابوحفص غاوردان جيڪڏهن زندهہ هجي ها تہ حيا سبب اوهان پنهنجي پهراڻ سان پنهنجي منهن کي لڪايو ها. مون کيس ڏٺو هو سيد بزرگ هو. هو ظاهري صاحب ڪرامت ۽ صاحب عظيم فراست هو. سندس دوست پوشيده هوندا هئا. ساڻن سندس دوستي اهڙي طرح پوشيده هوندي هئي جو انهن کان سواءِ ڪنهن کي بہ دوست نہ رکندو هو ۽ پنهنجن دوستن کان سواءِ ڪنهن کي نہ سڃاڻندو هو.

بوبشرڪواشاني، احمد مرجانہ ۽ احمد ڪاهہ دستاني اهي ٽئي ابوحفص غاورداني جا هم سماع ۽ همعصر هئا.

## شيخ احمد حاجي

شيخ الاسلام انصاري چيو تہ شيخ احمد حاجي منهنجي پيرن مان هو ۽ شيخ حصري ۽ ابوالحسن طرزي کي ڏٺو هئائين.

## شيخ ابوسلمه باوردي

شيخ الاسلام هروي انصاري جو چوڻ آهي تہ هيءُ منهنجن پيرن مان هو. منهنجو پير خطيب، صوفي ۽ سياح هو. تمام گهڻن مشائخن جي زيارت ڪئي هئائين.

مثلاً: ابوعبدالله رودباري، عباس شاعر، ابوعمر نجيد ۽ ابويعقوب نهرجوري وغيره.

## ابوعلي ڪيال

شيخ الاسلام انصاري جو چوڻ آهي تہ مان ابوعلي ڪيال کي ننڍپڻ ۾ ڏٺو هو. سيستان جو شيخ هو. ملامتيہ طريقہ جو پير هو. ڪرامت ڏيکارڻ کي سٺو نہ چوندوهو ۽ نہ ان جي واڪاڻ ڪندو هو، بلڪ چوندو هو تہ تنهنجو ڇهروئي ڪرامت آهي. شيخ احمد نصر شيخ ابوسعيد ماليني انهيءَ سان صوفين جي سراءِ صفہ ۾ ويهندا هئا ۽ مان بہ اتي موجود هوندو هئس.

## ابوعلي زرگر

شيخ الاسلام جو چوڻ آهي تہ هيءُ بہ منهنجي پيرن مان هو ۽ مڪيہ صوفي پيرن مان هو. ابوالعباس قصاب آملي جو مريد هو.

## علي بن عثمان بن علي جلابي غزنوي

سندس ڪنيت ابوالحسن هئي ۽ شيخ ابوالفضل بن حسن ختني جو مريد هو. بين بہ بيشمار مشائخ جو صحبت يافتہ هو. تصوف جي ڪتاب ڪشف المحجوب جو منصف آهي، جنهن ۾ گهڻا لطائف ۽ حقائق بيان ٿيل آهن. فن تصوف ۾ نهايت معتبر ڪتاب آهي.

سندس چوڻ آهي تہ شيخ ابوالقاسم گرگاني کان دريافت ڪيم تہ درويش لاءِ ڪمترين شيءِ ڪهڙي آهي، جنهن موجب هو فقر جي نالي ڪي لائق بڻائي. چيائين تہ ٽي شيون آهن: (1) سچ جي ڦاٽل ٽڪري کي سبڻ ڄاڻي، (2) سچي ڳالهہ کي چوڻ ۽ ٻڌڻ جي ڄاڻ رکي، (3) زمين تي سچو قدم رکڻ ڄاڻي.

مون سان گڏ ٻيو ٽولو بہ هو. انهن مان هرهڪ پنهنجي پنهنجي وضاحت ڪئي. مون چيو تہ سچ جي ٽڪري کي سبڻ جو مطلب آهي تہ فقر اختيار ڪري ۽ نہ ڪہ زينت. جڏهن فقر کي سبندو تہ پوءِ جيڪڏهن غلط سبجي ويس تہ بہ صحيح ٿي ويندو. سچو سخن اهو آهي جو حياتيءَ ۾ ٻڌي ۽ نہ مماتيءَ ۾. پنهنجي زندگي جو تصرف حصول حق لاءِ ڪري ۽ نہ بيهودگي لاءِ. زندگيءَ گذارڻ جي طريقي ۾ فهم اختيار ڪري ۽ نہ ڪہ عقل. سچائيءَ جو قدم زمين تي رکڻ مان مراد اها آهي تہ زمين تي وجد سان پير رکي نہ ڪہ لهو سان ۽ اهو سخن بعينہ انهيءَ بزرگ جي اڳيان نقل ڪيو ويو. چيائين تہ اصاب علي جزاه الله.

## خواجہ احمد حماد سرخسي

صاحب ڪشف المحجوب ذڪر ٿو ڪري تہ هيءُ پهريائين جنگجو طبيعت جو مالڪ هو ۽ ڪافي عرصو منهنجي رفاقت ۾ رهيو. هو پنهنجي ابتدائي توبهہ ڪرڻ جو ذڪر خود ٻڌائي ٿو تہ جهنگل ۾ اُٺ چرندا هئا. هڪ ڏينهن شينهن هڪ اُٺ تي حملو ڪري ڪيس ڪٽي ويو. اُٺ جي ٻچي مٿي هئي هن رڙيون ڪيون ۽ انهن رڙين تي جهنگ جا سيئي جانور پنهنجين جاين مان نڪري اتي پهتا ۽ اُٺ کي ڦاڙي چيري ڇڏيائون. شينهن پري هليو ويو. جانور بيهي رهيا، بگهڙ، گدڙ، لومڙيون سڀ اچي اُٺ جو گوشت ڪائيندا ويا ۽ پيٽ ڀري واپس ويندا رهيا. جگر جي گوشت جو ٽڪر رهيل هو، جو شينهن ڪائڻ پيو گهري، هڪ لومڙي پري ڏسڻ ۾ پئي آئي، جيڪا شينهن جي پري ٿيڻ جو انتظار ڪري رهي هئي. شينهن پري هليو ويو ۽ لومڙي اچي پنهنجو پيٽ ڀري واپس هلي وئي. آخر ۾ شينهن آيو ۽ بچيل گوشت ۽ جگر جو ٽڪرو ڪاڌائين. مان پري کان ڏسي رهيو هئس ۽ واپس وڃڻ وقت شينهن نهايت فصيح زبان ۾ چيو تہ اي احمد! لقمي تي مرڻ، ڪتن جو ڪم آهي، ۽ مرد هيئڻ هوندا آهن. مون هيءُ ڏٺو ۽ ٻڌو (مون تي ڪافي اثر ٿيو) پوءِ سڀ ڪم ڇڏي توبہ ڪيم.

## اديب ڪمندي

صاحب ڪتاب ڪشف المحجوب جو همعصر هو. چيو وڃي ٿو تہ ويهہ سال بيٺي نماز پڙهندو رهيو، ڪڏهن بہ نماز جي تشهد ۾ نہ وينو. ڪانئس پڇيو ويو تہ نماز ۾ چو نہ ٿو ويهين؟ چوڻ لڳو تہ منهنجو درجو اڃا تائين انهيءَ جاءِ تي نہ پهتو آهي، جو مان مشاهده حق جي اندر وينو رهان.

## شيخ ابوعبدالله صومعي

هيءُ گيلان جي بزرگ مشائخ مان زاهدن جو امير هو ۽ وڏين ڪرامتن وارو هو. جيڪا بہ رب تعاليٰ کان دعا گهرندو هو، فورًا قبول ٿي ويندي هئي.

مذڪور آهي تہ سندس ئي جماعت جا چند حضرات واپار جي ارادي سان سمرقند روانا ٿيا. پوءِ جڏهن سمرقند جي ويجهو پهتا تہ هڪ ڦورن جو ٽولو ان قافلي کي ڦُر لُٽ ڪرڻ لاءِ آيو. جماعتن پنهنجي مرشد کي ياد ڪيو. ڏٺائون تہ سندن مرشد وچ ۾ بيٺو آهي ۽ هي پڙهي ٿو: سبوح قدوس ربنا الله. هي لٽيرا دور ٿي وڃن. پوءِ اهي ڦورو سڀ ڇڙوڇڙ ٿي ويا، ڪوبہ نقصان نہ پهچائي سگهيا ۽ پوءِ مرشد نظر کان غائب ٿي ويو ۽ ڪنهن بہ نہ ڏٺو تہ ڪيڏانهن ويو. پوءِ جڏهن گيلان ۾ واپس موٽي آيا تہ معلوم ڪيائون تہ سندن شيخ هرگز هتان ڪونہ ويو هو ۽ اهو مرشد شيخ عبدالقادر جو ڏهٽو هو.

## قاضي ابراهيم باخرزي

شيخ الاسلام بيان ٿو ڪري تہ هن ٻڌايو تہ مان الله تبارڪ و تعاليٰ جلشانه کي خواب ۾ ڏٺو ۽ عرض ڪيم ياالله! ٻانهو تو وٽ ڪهڙي طرح پهچي سگهي ٿو؟ فرمايائين تہ جنهن بہ وقت ٻانهو هٽڙا ڪٽي مون کي پڪاري ٿو تہ ان وقت ڪابہ شيءِ وچ ۾ حائل ڪونہ هوندي آهي.

## پير محمد ڪشو

شيخ الاسلام بيان ٿو ڪري تہ سچي توبه ڪندڙ هو. ڪيترين ئي رياضتون وصال لاءِ ڪيون هئائين. وصال لاءِ روزه رکڻ جو ارادو ڪيائين ۽ آءٌ وصال جي وقت وٽس موجود هئس. چاليهہ ڏينهن مون کي اڳ ۾ چيو هئائين تہ هو اوهان وٽ ستر ڏهاڙا پورا ڪندو ۽ اهو بہ چيو اٿن تہ سو ڏهاڙا. والله اعلم.

مون کي چيو هئائين تہ اگر تون مون کي ٻاهر ڳولهيندين تہ اوير ۽ اولهہ ۾ ڪونہ هوندس.

## شيخ عبدالله زاهد هروي

مدت ٽي سال وصال جو روزو رکيائين. وقت جو مشهور و معروف صاحب قبول هو. ان وقت جي سردارن جي خاندان مان هڪ نوجوان ڇوڪري. عقيدت هئڻ سبب ساڻس نڪاح ڪيو. ٻارهن سال سندس گهر ۾ رهي، پر ڪنواري جو ڪنواري رهي. جڏهن شيخ الاسلام هرات ۾ آيو تہ شيخ عبدالله پنهنجي گهر واريءَ کي چيو تہ پهراڻ آٽي ڏي تہ لباس ڍڪي شيخ احمد جي خدمت ۾ وڃان. چون ٿا تہ بزرگ شخص آهي. ڏسان تہ ڪهڙو حال اٿس. ڪيس گهر واري چيو تہ جيڪڏهن آزمائش وٺڻ لاءِ وڃين ٿو

تہ پلي وچ ۽ جيڪڏهن اچڻ لاءِ چوي تہ پوءِ ڪيس وٽني اچج. پوءِ هو شيخ الاسلام وٽ آيو ۽ ڪيس سلام ڪيائين، فرمايائين تہ تنهنجي گهر واري توکي ڇا چيو آهي؟ پوءِ ڪم ڪندين. چيائين هائو! پوءِ چيائين تہ موٽي وڃ ۽ جبل سنگين جي لنگهہ وٽ محمد قصاب ڪاشتڪار جو دڪان آهي، جنهن تي پڪين جو پڪل گوشت ٽنگيل آهي. اهو وٺ ۽ خوشبو ۽ ٽورو گيهہ ۽ سوجي بقال تان خريد ڪر ۽ هٿ ۾ کڻي وڃي پنهنجي گهر وارن کي ڏي. حمل سلعته فقد بري من الڪبر يعني: انهيءَ منهنجو سامان کنيو تہ پوءِ تڪبر کان آجو ٿي ويو. ۽ انهن کي چئہ تہ هن جو ٻوڙ چاڙهن ۽ ان مان سوجي ۽ گيهہ ۾ مناڻ وجهن. پوءِ پنهنجي گهر واريءَ سان گڏجي کاءُ پوءِ جيڪي ڪجهہ توتي ٻارهن سالن کان وٽني واجب آهي ۽ تو ان جي پورائي نہ ڪئي آهي، تنهن جي پورائي ڪر ۽ پوءِ حمام ۾ وڃي غسل ڪر. جو ڪجهہ تون ان ۾ چاهيندين، اهو حاصل ڪندين. جيڪڏهن نہ حاصل ٿئي تہ منهنجو دامن اچي پڪڙج. شيخ عبدالله پاڻ ۾ اها قوت نہ پيو سمجهي. ڊڄي پيو. شيخ فرمايس تہ نہ ڊڄ جيڪڏهن ڪا حاجت درپيش اچي تہ منهنجي مدد طلب ڪج. شيخ زاهد جڏهن اها خوراڪ کاڌي تہ مرداني قوت پيدا ٿي پيس. سندس گهر واري چيو تہ هيءَ شيءِ کاءُ ان کان پوءِ جيڪو وڻئي سو ڪر. شيخ زاهد انهيءَ خوراڪ کائڻ کان پوءِ ڪم شروع ڪري ڏنو ۽ جڏهن دخول جي قوت پاڻ ۾ نہ ڏٺائين تہ شيخ کي ياد ڪيائين. ۽ شيخ انهيءَ مهل هڪ مجلس ۾ وينو هو ۽ مشڪيو ۽ هڪل ڪيائين تہ اي زاهد! پنهنجي ڪم ۾ لڳي وڃ ۽ ڊڄ هرگز نہ! پوءِ زاهد پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿي ويو. پوءِ حمام ۾ ويو ۽ اتي چار ديوار شهر جو نظارو مٿس منڪشف ٿيو. پوءِ جڏهن شيخ جي خدمت ۾ آيو ان فرمايو تہ احمد جو کهڙو قصور تنهنجي همت شهر جي چوديواريءَ کان وڌيڪ نہ هئي. اگر همت هجي ها تہ شهر جي چوديواريءَ جي بجاءِ دنيا جي چوديواريءَ جو ڪشف ٿئي ها.

## بيبڪ مرويہ

شيخ ابوسعيد ابوالخير جو چوڻ آهي تہ مرو مون وٽ آيو ۽ چيائين تہ توکي هڪ حقيقت پيش ڪرڻ آيو آهيان. چيم تہ ڇا ڳالهہ آهي تہ ماڻهو لاءِ دعا گهرين تہ اسان کي هڪ دم کي بہ پري نہ ڪر ۽ مان ٽن سالن کان وٽني اهو عرض ڪندو رهان ٿو تہ اڪ ڇنپ جيتري دير مون کي رخصت ڏي تہ مان پاڻ کي ڏسان تہ مان ڇا آهيان يا مان خود آهيان بہ. مگر اجا تائين ڪونہ مڃي اٿم.

## باب ارسلان

هيءُ اولين ترڪ مشائخ مان هو. خواجہ احمد يسوي ذڪر ٿو ڪري تہ تربيت جي اول نظر وٽانئس حاصل ڪئي هئائين. پوءِ هو خواجہ يوسف همداني وٽ ويو ۽ ڪمال حاصل ڪيائين ۽ سندس ٽيون خليفو ٿيو. سندس پهرين پٽ منصور اتا ان کان ئي تربيت حاصل ڪئي هئي. پوءِ پنهنجي پيءُ جي اشاري سان خواجہ احمد يسوي وٽ ويو ۽ ڪماليت جي درجہ تي پهچي سندس پهريون خليفو ٿيو.

منصوراتا جو فرزند عبدالملڪ خواجہ. سندس فرزند تاج خواجہ. ان جو پٽ تاج زنگي اتا، حڪيم اتا جي اول خليفن مان هو. هرهڪ ڪمال کي پهتل هو.

## حجة الاسلام محمد بن محمد غزالي طوسي

سندس ڪنيت ابوحامد هئي ۽ لقب زين الدين هئس. تصوف ۾ سندس نسبت شيخ ابوعلي فارمدي سان هئي. ابتدا ۾ علوم جي تحصيل ۽ تڪميل طوس ۽ نيشاپور ۾ ڪئي هئائين. ان وقت ۾ وزير نظام الملڪ سان بہ ملاقات ڪيائين، جنهن سندس ڏاڍو قدر ڪيو ۽ سن 484ھ ۾ بغداد ويو. اتي زهد ۽ تقويٰ جي تربيت حاصل ڪيائين. سن 488ھ ۾ حج ڪيائين ۽ ان ڪان پوءِ شام ڏانهن هليو ويو. ڪافي مدت اتي قيام ڪيائين، پوءِ اتان وري بيت المقدس ويو. بعد ۾ مصر ۽ اسڪندريہ جو سير ڪندي، پنهنجي وطن واپس آيو. مخلوق کان ڪنارو ڪري خلوت اختيار ڪيائين ۽ انهيءَ سلسلي ۾ ڪافي مفيد ڪتاب تصنيف ڪيائين. مثلا احياء العلوم، جواهر القرآن ۽ تفسير ياقوت التاويل ۽ چاليهہ رسالا ۽ مشڪواة الانوار وغيره. وري نيشاپور ۾ واپس اچي درس ڏيڻ شروع ڪيائين. ڪجهہ وقت کان پوءِ ان کي ترڪ ڪري وطن واپس آيو ۽ اتي صوفين لاءِ هڪ خانقاه جوڙيائين ۽ ديني طلباء لاءِ هڪ وڏو مدرسہ قائم ڪيائين. مساڪين ۽ حاجتمند طلباء لاءِ وظائف مقرر ڪيائين. پوءِ پنهنجي ساري زندگي، تعليم القرآن، صوفين سان صحبت ارباب قلوب سان ڪچهريون ۽ تدريس علوم لاءِ وقف ڪري ڇڏيائين.

آخر سال 505ھ ۾ هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو.

## شيخ احمد غزالي

هيءُ شيخ ابوبڪر نساج جي احباب مان هو. معتبر تصنيفات جو مالڪ هو. انهن مان هڪ معروف تصنيف سوانح (العشاق) آهي. ڪتاب لمعات از شيخ فخرالدين عراقي، سندس سنن تي واقع آهي.

مذڪور آهي تہ هڪ ڏينهن ڪنهن شخص هن کان سندس ڀاءُ حجة الاسلام لاءِ پڇيو تہ اهو ڪٿي آهي؟ جواب ۾ چيائين تہ هو رت ۾ آهي. سائل ڳولها ڪندي ڪيس ڏٺو تہ هو مسجد ۾ ويٺو آهي. پوءِ احمد جي انهي قول تي ڪيس تعجب ٿيو ۽ حجة الاسلام کي سندس ڀاءُ جو اهو قصو ٻڌايائين. هن چيو تہ احمد سچ چيو آهي. جو تہ مان ان وقت هڪ حيض جي مسئلہ جي حل ڪرڻ ۾ مصروف هئس.

ذڪر آهي تہ قزوين جي صوفين مان هڪ صوفي طوس ۾ آيو ۽ حجة الاسلام سان سندس ملاقات ٿي. ان کان سندس ڀاءُ احمد بابت پڇا ڪيائين تہ هو ڪٿي آهي. چيائينس تہ تون ڪيس سڃاڻندو آهين يا هن سان تنهنجي ڪا ڳالهہ ٻولهہ ٿي آهي؟ چيائين تہ هائو پوءِ انهيءَ ئي ساعت احمد سامهون اچي ويو. ان کي ڏسي چيائين تہ سبحان الله! اسان طلب ڪئي تہ احمد ملي ويو.

مذڪور آهي تہ وفات جي وقت سندس ڪٽ ڊلي هئڻ سبب، بدن تي ورم اچي ويو هو. حاضرين جي ڪجهہ گفتگو ٻڌي چوڻ لڳو، جڏهن اسان هيٺ لهي وينداسون تہ پوءِ جنهن کي وڻي سو سوار ٿئي.

هيءَ سال 517ھ ۾ فوت ٿي ويو. سندس قبر قزوين ۾ آهي ۽ خواجہ ابونجيب سُهروردي سندس ئي تربيت يافتہ هو.

## خواجہ يوسف بن ايوب همداني

سندس ڪنيت ابويعقوب هئي. طريقت جو فيض ڪيس ابوعلي فارمدي کان حاصل ٿيو ۽ شيخ عبدالله جويني ۽ شيخ حسن سمناني جي بہ ڪيس صحبت حاصل هئي. ٻين ڪيترن ئي اولياء سان منسلڪ رهيو. سال 545ھ ۾ فوت ٿي ويو ۽ مروند ۾ مدفون آهي.

ڪتاب فصل الخطاب ۾ از شرف الدين العقيل الانصاري البخاري ۾ خواجہ محمد پارسا جي ولادت 440ھ ۽ وفات 535ھ لکيل آهي. يافعيءَ لکيو آهي تہ سندس وفات رستي ۾ ٿي آهي. هرات کان اچي رهيو هو تہ رستي ۾ سندس موت واقع ٿيو ۽ اتي ئي ڪيس دفنايو ويو. ابن النجار جو سندس مريد هو ان جو چوڻ مرو لاءِ آهي.

مذڪور آهي تہ خواجہ يوسف همداني ڪي چار خليفا هئا. ان جي وفات کان پوءِ هرهڪ دعوت جي ڪم ۾ سندس جانشيني اختيار ڪئي.

(1) پهريون خليفو: خواجہ عبدالله برقي، جيڪو ”برق“ ڏانهن منسوب آهي، جو تہ هن جا وڏا ٻڪرين ۽ ڇيلن جا واپار ڪندا هئا. سندس قبر بخارا ۾ شورستان جي دڙي تي شيخ ابوبڪر اسحاق ڪلابادي جي قبر جي پرسان آهي.

ٻيو خليفو: خواجہ حسن انداقي آهي. سندس ڪنيت ابومحمد هئي ۽ حسين جو پٽ هو، انداق اندڪ مان معرب آهي. هيءَ هڪ ڳوٺ هو. بخارا کان ٽي ميل پنڌ تي آباد هو. سندس ولادت 469ھ ۾ ٿي ۽ وفات 593ھ ۾ ٿي ۽ سندس قبر بخارا جي ڳوٺ ڪلاباد جي ٻاهرين دروازي وٽ شيخ ابوبڪر اسحاق ڪلابادي جي قبر جي اوپر ۾ آهي.

ٽيون خليفو: خواجہ احمد يسوي: ڪيس اتايسوي بہ سڏيندا هئا.

”اتا“ ترڪي زبان ۾ پيءُ کي سڏيندا آهن. مشائخ ۽ بزرگ جي عزت تحت ڪيس ”اتا“ سڏيو ويندو هو. شهر يسيءَ ۾ پيدا ٿيو هو. يسي ترڪستان جي شهر مان هڪ شهر هو. ابتدا ۾ باب ارسلان کان تربيت حاصل ڪئي هئائين، جو ترڪستان جي اوائل مشائخ مان هو. خواجہ جڏهن ڪمال کي رسيو تہ حسب تقرر خواجہ يوسف ان کان پوءِ خواجہ عبدالله برقي ۽ خواجہ حسن انداقي خلق کي دعوت ۽ فيض رسائڻ لاءِ مرشد جو قائم مقام ٿيو. جڏهن غيبي اشاره تحت ترڪستان ڏانهن متوجهہ ٿيو تہ پنهنجي جماعت جي متابعت ۽ خدمت جي ذمہ داري خواجہ عبدالخالق غجدواني جي سپرد ڪيائين جو پڻ يسي (يسوي) هو.

چوٿون خليفو خواجہ عبدالخالق غجدواني ئي هو.

خواجہ احمد يسوي، تُرڪ مشائخ جي حلقي جو رهبر هو. اڪثر مشائخ جي نسبت ان سان لڳي ٿي ۽ ان کي چار خليفا هئا:

پهريون خليفو: منصوراتا: هيءُ باب ارسلان جو فرزند ارجمند هو. اول پنهنجي پيءُ کان تربيت حاصل ڪئي هئائين ۽ ان جي وفات کان پوءِ وصيت موجب هن حضرت کان تربيت حاصل ڪري ڪمال درجي کي پهتو.

ٻيو خليفو: عبدالملڪ اتا. هيءُ منصور اتا جو وڏو فرزند هو. پنهنجي پيءُ جو ئي قائم مقام هو.

تاج خواجه کان پوءِ عبدالملڪ اتا جو پيارو پٽ. زنگي اتا جو والد خواجه بزرگوار هو. ان کان پوءِ ٻيو خليفو خواجه احمد يسوي (سعيداتا) آهي.

ٽيون خليفه خواجه احمد يسوي (سليمان اتا) هو. اهو ترڪن جي اڪابر مشائخ مان هو. سندس حڪمتون ترڪي زبان ۾ لکيل آهن. سندس ڪتاب جو نالو "شافعي" آهي، جيڪو سندس تصنيف ٿيل آهي. منجهس درويشن جي مقامات جو به ذڪر آهي، جنهن جو فارسي ترجمو پڻ ٿيل آهي.

نڪتو: هر شخص کي خضر سمجهه ۽ هر رات کي شب قدر ڄاڻ.

نڪتو: سيئي نيڪ آهن، پر مان بد آهيان.

نڪتو: سيئي ڪڻڪ آهن، ليڪن مان جَوَ آهيان.

چوٿون خليفو: حڪيم اتا جيڪو خوارزم جي علائقي ۾ فوت ٿي ويو، جنهن جي قبر ڳوٺ آق قورغان ۾ مشهور آهي.

## زنگي اتا

ڪيس زنگي بابا ڪري سڏيندا هئا. حڪيم اتا جو وڏو ۽ اول خليفو هو. سندس رهائش شاش شهر ۾ هئي ۽ قبر به سندس اُتي ئي آهي.

خواجه عبدالله کان منقول آهي ته مان جڏهن به زنگي اتا جي قبر تي زيارت لاءِ ويس ته سندس قبر مان الله، الله، جو آواز ٻڌم ٿي.

باب ارسلان جو پوٽو تاج خواجه جو فرزند ڪيترائي سال پنهنجي والد جي تربيت هيٺ هو. سندس وفات کان پوءِ اشاره غيبي موجب حڪيم اتا جي خدمت ۾ رهيو. حڪيم اتا جي وفات کان پوءِ سندس گهر واري جنهن جو نالو عنبر اتا هو. براق خان جي نياڻي هئي، عدت ۾ آئي ۽ عنبر اتا جي جيڪي به اولاد هئا، سي سڀ بزرگ عالم، فاضل ۽ ڪامل هئا ۽ هرهڪ پنهنجي وقت جو مقتدا، سالڪ هو.

مذڪور آهي ته حڪيم اتا سياه چمڪندڙ رنگ جو هو. هڪ ڏينهن عنبر اتا مذاق ڪندي چيو ته ڪاش حڪيم اتا اهڙي ڪاري رنگ جو نه هجي ها. جڏهن حڪيم اتا سندس انهيءَ مذاق کان واقف ٿيو ته ڪيس چيائين ته تيار ٿي وقت پري نه آهي، جو مون کان به وڌيڪ ڪاري رنگ جو تنهنجو ساٿي ٿيندو ۽ اهو اشارو انهيءَ ڳالهه ڏانهن هو ته مون کان پوءِ تنهنجي زندگي اتا سان پيوسته ٿيندي ۽ ڪن جو چوڻ آهي ته زنگي اتا ۽ حڪيم اتا جو بظاهر ڪوبه ميلاپ ڪونه

هو. البتہ روحاني طور حڪيم اتا سندس تربيت يافتہ هو. حڪيم خوارزم ۾ وفات ڪئي ۽ زنگي اتا تاشقند ۾ رهندو هو. جڏهن حڪيم اتا جي وفات جي خبر ٻڌائين تہ تعزيت لاءِ خوارزم پهتو. جڏهن عنبر اتا جي عدت جا ڏينهن گذري ويا تہ سندس محرم جي هٿ ان ڏانهن نڪاح جو پيغام موڪليائين. پر عنبر اتا نہ صرف نڪاح کان انڪار ڪيو، بلڪ ضد ۽ ناراضگيءَ جو اظهار ڪيو. عنبر اتا جي انهيءَ انڪار ۽ ناراضگي تي درويش کي ڏاڍو رنج پهتو. پوءِ زنگي اتا ڏانهن جوابي موڪليائين تہ عنبر اتا کي شايد اهو قول ياد ڪونہ آهي جو پاڻ حڪيم اتا کي مذاق ۾ چيو هئائين تہ ڪاش! حڪيم اتا ڪاري رنگ جو نہ هجي ها. جنهن کي حڪيم اتا جواب ۾ چيو تہ توکي تمام جلد مون کان وڌيڪ ڪارو ساٿي ملندو. اهو اشارو مون ڏانهن هو. عنبر اتا جڏهن اهو ٻڌو تہ ڏاڍو رئڻ لڳي ۽ نڪاح جي رضامندي ڏيکاريائين. حالات ڦيرو کاڌو، ضد ڇڏي راه راست تي اچي وئي.

زنگي اتا کي بہ چار خليفا هئا، جن جا نالا هي آهن:

(1) اوزون حسن اتا، (2) سيد اتا، (3) صدر اتا، (4) بدر اتا.

اهي چارئي خليفا ابتدا ۾ بخارا جي مدرسن ۾ علوم جي تحصيل ۾ مشغول هئا. هڪ رات اوچتہ انهن چئني کي روحانيت ۽ طريقت جي تربيت جي حصول جو ذوق پيدا ٿيو. علي الصباح پنهنجن گهرن کي تاراج ڪري، جهنگ ڏانهن روانا ٿيا. پوءِ اتان ترڪستان پهچي زنگي اتا جي خدمت ۾ حاضر ٿي ڪانئس فيض حاصل ڪيائون.

## اوزون حسن اتا

زنگي اتا جو پهريون خليفو هو.

مذڪور آهي تہ چئن طالب العلم، زنگي اتا کي تاشقند جي جهنگ ۾ ڏٺو، جيڪو نيم برهنہ حالت ۾ اجرت تي مال چاري رهيو هو. سندس اهوئي گذران جو ذريعو هو. نماز کان پوءِ جڏهن ذڪر ۾ مشغول ٿي ويندو هو تہ ڍڳن کي چرڻ لاءِ ڇڏي ڏيندو هو. ٻيا ڏنار بہ پنهنجو مال ڇڏي، حلقو ٻڌي ساڻس گڏ ذڪر ۾ مشغول ٿي ويندا هئا. هنن چئني کي ڏٺائين تہ انهن سيني سندس اڳيان اچي ڪيس سلام ڪيو. زنگي اتا سلام جو جواب ڏئي، ڪانئس پڇيو تہ ڪيئن آيا آهيو ۽ ڇا ٿا چاهيو؟ چيائون تہ طالب العلم آهيون ۽ مرشد جي ڳولها ۾ آهيون. فرمايائين تہ مان نشان توهان کي ڏيان ٿو، پوءِ پنهنجي نظر چئني طرفن ڏانهن ڦيرايائين. پوءِ فرمايائين تہ هر طرف هوا ۾ سنگهي ڏٺم، مگر اوهان جو مرشد ۽ رهنما مون کان سواءِ ٻيو ڪوبہ نظر نہ آيو.

سيد اتا ۽ بدر اتا کي اها ڳالهہ ٻڌي دل تي ڏاڍو بار پيو ۽ چوڻ لڳا تہ اسان سيد ۽ عالم آهيون. هن ڪاري شخص ڳنوار جا اسان ڪيئن تابع ٿيون. باقي حسن اتا ۽ صدر اتا انڪار نہ ڪيو (اهي ٻئي بيعت ڪرڻ لاءِ راضي ٿي ويا) زنگي اتا انهي چئن جي دلين تي توجه ڪري، پاڻ ڏانهن ڇڪي جذب ڪرڻ جو عمل ڪيو، پوءِ بعد تڪميل عمل اوزون حسن اتا کي پنهنجو خليفو بڻايو.

## سيّد اتا

سندس نالو احمد هو. هر طرح جي، سخت رياضت ڪيائين. مگر ڪيس ڪوبہ فائدو حاصل ڪونہ پيو ٿئي. عنبر اتا جي ذريعي (مرشد زنگي اتا) جي سفارش بہ ڪرايائين. عنبر اتا جي سفارش ٻڌي زنگي اتا مُشڪيو ۽ فرمايائين تہ سيّد هجڻ ۽ علم سندس راہ ۾ رڪاوٽ بڻيل آهن. شروع ۾ تہ منهنجو انڪار ڪيو هئائين، پوءِ صدر اتا تي متوجه ٿيو ۽ ڪيس منزل مقصود تي پهچايائين.

## صدر اتا

سندس نالو صدرالدين هو.

## بدر اتا

سندس نالو بدرالدين هو، زنگي اتا جو ٽيون يا چوٿون خليفو هو. بخارا شهر ۾ هجڻ وقت يا تہ حجره ۾ وينو هوندو هو، يا سبق وٺڻ ۾ مصروف هوندو هو، يا سفر ۾ رهندو هو. هڪ وڃاٽي ڪان سواءِ ننڊ ڪونہ ڪندو هو. زنگي اتا پهريائين صدر اتا ڏانهن متوجه ٿيو هو، جو تہ مرشد وٺڻ ڪان هن انڪار نہ ڪيو هو. البتہ بدر اتا، شروعاتي انڪار سبب، آهستي آهستي فيض جي رسائي حاصل ڪندو رهيو ۽ آخر ۾ عنبر اتا جي سفارش تي ڪماليت جي منزل تي پهتو.

## شيخ حمّاد دباس

بن مسلم. شيخ عبدالقادر جيلانيءَ جي وقت جي جملہ مشائخ مان هيءُ هڪ هو. سندس خاص مصاحب مان هو، ڪان اميا و فتح عليه باب المعارف والاسرار وصار قدوة المشايخ الڪبار شيخ.

هيءُ أمي (اڻپڙهيل) هو، ليڪن مٿس معارف ۽ اسرار جو دروازو ڪلي ويو. پوءِ عارف ۽ شيخ ڪبير بڻجي ويو.

روايت ۾ نقل آهي تہ شيخ عبدالقادر جيلاني، جوانيءَ ۾ شيخ حماد جي صحبت ۾ ويهندو هو. هڪ ڏينهن ادب ۽ احترام سان سندس مجلس ۾ شيخ عبدالقادر جيلاني وينو هو. اٿي ڪري وڃڻ لڳو تڏهن شيخ حماد چيو تہ هن عجميءَ ڪي الله تعاليٰ اهڙا قدم عطا فرمايا آهن جو سندس وقت جي تمام اولياء ڪرام جي گردن تي ان جا قدم هوندا ۽ انهيءَ ئي وقت الله تعاليٰ ڪان ڪيس حڪم مليو تہ چيائين تہ قدمي هٰذا علىٰ رقبة ڪلّ ولي الله يعني منهنجو هيءُ پير، هر ولي الله جي گردن تي هوندو ۽ سندس وفات جو سال 529ھ آهي.

حڪايت: شام جي علماء مان هڪ عالم نالي عبدالله ڳالهه ٿو ڪري تہ آءٌ ۽ ابن سقا بغداد ۾ هئاسون. ان وقت بغداد ۾ هڪ بزرگ شخص رهندو هو، جنهن کي غوث ڪري سڏيندا هئا. هو ڪنهن وقت ظاهر ٿيندو هو. ڪنهن وقت غائب. آءٌ ابن سقا ۽ شيخ عبدالقادر عليه الرحمة پڻ جوانيءَ ۾ هئاسون ۽ سندس زيارت لاءِ وٽس ويندا هئاسون. ابن سقا ٻڌايو تہ ڪانئس هڪ مسئلو پڇيوسين، تہ جواب نہ ڏنائين. مون چيو تہ اهو مسئلو مان تو پڇان. پوءِ مسئلو ان جي اڳيان پيش ڪري، جواب جو انتظار ڪرڻ لڳم. شيخ عبدالقادر عليه الرحمة فرمايو تہ آءٌ تو وٽس وڃان ۽ سندس برڪات جو انتظار پيو ڪندس. پوءِ جڏهن سندس جاءِ تي آياسون تہ هو موجود ڪونہ هو. ٿوري دير ڪان پوءِ ظاهر ٿيو ۽ غصي سان ابن سقا ڏانهن نگاهہ ڪيائين ۽ چيائين تہ مسئلو تو پڇين چا جواب نٿو ڄاڻان؟ مسئلو هن طرح آهي ۽ جواب هن طرح. ڪفر جي باهہ تنهنجي زبان تي وسي ٿي، ان ڪان پوءِ عبدالله ڏانهن مخاطب ٿي چيائين تہ اي عبدالله! مون ڪان مسئلو تو پڇي ۽ ڏسي ٿو تہ مان چا ٿو چوان ۽ اهو مسئلو هن ريت آهي. جواب بہ هن ريت. هر طرح دنيا توکي غافل رکڻ گهري ٿي. شيخ عبدالقادر پاڻ انهيءَ مسئلي کي سمجهي ٿو ۽ ڄاڻي ٿو ۽ بزرگي جو ادب رکي ٿو ۽ پوءِ چيائين تہ اي عبدالقادر! ادب جي نگاهہ رکڻ سبب الله تعاليٰ ۽ ان جو رسول ﷺ توکان ڏاڍو خوش آهن ۽ مان ڏسان پيو تہ توکي منبر تي ويهاريندا ۽ تون چوندين تہ قدمي هٰذه عليٰ رقبة ڪل اولياء الله ۽ ڏسان ٿو تہ وقت جا سڀ اولياء الله پنهنجا گردنَ تنهنجي قدم جي هيٺان آڻيندا. ائين چئي غائب ٿي ويو. پوءِ ڪيس هرگز ڪونہ ڏٺم. ابن سقا، علوم ۾ مهارت رکڻ سبب روم روانو ٿي ويو. روم جي بادشاهہ علم جو قدر ڪندي، ڪيس پاڻ وٽ رکيو ۽ پوءِ بادشاهہ جي ڌيءَ تي عاشق ٿيو ۽ ڪانئس ان جو سڱ گهريائين. انهيءَ ڪيس چيو تہ اگر تون نصراني ٿئين تہ توکي پنهنجي ڌيءَ جو سڱ ڏيان ٿو. هن نصراني ٿيڻ قبول ڪيو. آخر غوث جو چوڻ صحيح ثابت ٿيو ۽ عبدالله دمشق ۾ اوقاف جو نگران مقرر ٿيو، اهڙيءَ طرح دنياداري ۾ لڳو.

مذڪور آهي تہ هڪ ڏينهن شيخ عبدالقادر پنهنجي رباط ۾ مجلس ڪوٺائي، جنهن ۾ سڀ مشائخ اندازاً پنجاهہ جي قريب حاضر ٿيا. جن ۾ هيءَ بہ هئا: شيخ علي هيئتي، شيخ بقا بن بطو، شيخ ابوسعيد قيلوي، ابونجيب سهروردي، شيخ جاڳر، قضب البان، موصلي ۽ شيخ ابوسعود وغيره. انهن ڪان سواءِ ٻيا بہ ڪيترائي اڪابرين مشائخ اچي حاضر ٿيا. ان مجلس ۾ شيخ عبدالقادر منبر تي ويهي اعلان ڪيو تہ قدمي هٰذه عليٰ رقبة ڪل ولي الله. انهيءَ اعلان ڪان پوءِ شيخ هيئتي اٿي منبروٽ آيو ۽ شيخ عبدالقادر رحمة الله جو قدم مبارڪ پنهنجي هٿ سان وٺي، پنهنجي گردن تي رکيو تہ پوءِ سندس دامن جي هيٺان اچي ويٺو ۽ انهيءَ ڪان پوءِ سڀ مشائخ اٿيا ۽ انهن مان هرهڪ سندس قدم مبارڪ کڻندو پنهنجي گردن تي رکندو ويو. شيخ ابوسعيد قيلوي چيو تہ جڏهن عبدالقادر رحمه الله اهو اعلان ڪيو تہ حق سبحانه و تعاليٰ سندس دل تي تجلي ڪئي ۽ رسول الله ﷺ جن مقربين ملائڪن جي جماعت سان گڏ تشريف فرما ٿيا. ٻهريان ۽ پويان اولياء ڪرام سڀ حاضر ٿيا. انهن ۾ زنده اولياء پنهنجي جسمن سان اچي

حاضر ٿيا ۽ جيڪي مماتيءَ ۾ هئا، سي پنهنجي روحن سان اچي حاضر ٿيا ۽ شيخ عبدالقادر جي خلعت ۾ اچي شريڪ ٿيا، ملائڪ، رجال غيب انهيءَ مجلس ۾ صفن وانگر قطارن ۾ ڪٿا رهيا، ساري روءِ زمين تي اهڙو ڪوبہ ولي ڪونہ رهيو، جنهن انهيءَ موقعي تي پنهنجي گردن کي جهڪايو نہ هجي ۽ بعض جو چوڻ آهي تہ عجم جو هڪ شخص مجلس ۾ موجود هو، جنهن تواضع ڪونہ ڪيو ۽ اهو ان حال کان بي خبر رهيو.

## حڪيم سنائي غزنوي

سندس ڪنيت ۽ نالو ابوالمجد مجدود بن آدم هو. شيخ رضي الدين علي لالا سندس سؤٽ ان سان گڏ هو. صوفيہ طبقي جي شاعرن مان وڏو شاعر هو. سندس توبہ ڪرڻ جو واقعو ۽ سبب هيءُ آهي جو سياري جي موسم ۾ سلطان محمود سبڪتگين چند ڪافرن جي ٽولي کي سيڪت ڏيڻ لاءِ غزنين کان چڙهائي ڪري هت آيو ۽ هن سندس تعريف ۾ قصيده ٺاهي ان جي اڳيان پيش ڪيو. اتي هڪ مدهوش شخص، جيڪو شراب پي بيخوديءَ جي حالت ۾ باهہ جي انگيٺيءَ وٽ وينو هو، تنهن پنهنجي ساقي کي چيو تہ هڪ جام محمود سبڪتگين رند کي بہ پيار. ساقي کيس چيو تہ هو مسلمان غازي مرد آهي. چيائين تہ پوءِ اها مردانگي ڪهڙي ڪم جي آهي، جيڪو تخت تي وينو آهي، تڏهن بہ سندس حڪم نٿو هلي. کيس ڪپي تہ هليو وڃي تہ جيئن ملڪ لاءِ ڪو ٻيو اچي. پوءِ چيائين تہ پلا هڪ پيالو ٻئي رند سنائيڪ شاعر کي ڏي. ساقي کيس چيو تہ سنائي مرد فاضل ۽ لطيف مزاج آهي. چيائين تہ جيڪڏهن هو لطيف مزاج هجي ها تہ ڪنهن ڪم ۾ مشغول هجي ها ۽ پوءِ هو ڪارآمد ٿئي ها. ڪاغذ تي چند خوشامدي جملا لکي پيش ٿو ڪري. پوءِ کيس خبر نہ آهي اهي ڪارآمد ٿيندا يا نہ. کيس ڪو شاباش جو عيوض ملندو يا نہ؟ پوءِ. سنائي جڏهن اهو ٻڌو تہ سندس طبيعت ۾ ڦيرو اچي ويو ۽ سلوڪ سان رغبت رکيائين.

مولانا جلال الدين رومي جي بيتن ۾ بيان آهي تہ حڪيم سنائي پنهنجي وفات ٿيڻ وقت ڪجھ چئي رهيو هو. حاضرين جڏهن سندس وات تي ڪن ڏنو تہ هيءُ بيت پڙهي رهيو هو:

بيت

باز گشتم ز آنچہ گفتم ز آنکہ نيست

در سخن معني و در معني سخن

معنيٰ: توبہ ڪيم ان کان جيڪو ڪجھ چيم. جو هو ئي ڪونہ، ڪلام ۾ معنيٰ ۽ معنيٰ ۾ ڪلام.

سندس عزيز اهو ٻڌي چيو تہ عجب حال ۾ آهي جو هلڻ وقت بہ ڪلام سان ڪلام ڪرڻ ۾ مشغول آهي.

سندس وفات جو سال 525هہ آهي.

## خواجہ قطب الدين مودود

هن ستن سالن جي عمر ۾ قراءَة سان قرآن مجيد حفظ ڪيو ۽ تحصيل علوم لاءِ بہ مدرسي ۾ داخل ٿيو. ويهن سالن جي عمر ۾ سندس والد سڳورو فوت ٿي ويو. هيءُ انهيءَ جو جانشين ٿيو. انهيءَ وقت شيخ الاسلام شيخ احمد النامقي الجامي، جام نالي ولايت کان روانو ٿي هرات ۾ آيو. اڪثر خواجہ جا خدام ڪيس چوڏاري وڪوڙي ويا، پر سندس معتقدين ان جي ويجهو اچڻ ۾ رڪاوٽ بڻيا. اهو ڏسي شيخ الاسلام پاڻ اٿيو ۽ ان ڪشمڪش کي پار ڪندي، سندس محبت جي غلبي تحت خود ان وٽ پهتو ۽ تمام ويجهو وڃي وٽس ويهي رهيو. ٿي ڏينهن خواجہ شيخ الاسلام وٽ رهندي، نوازشون حاصل ڪندو رهيو ۽ پوءِ بلخ ۽ بخارا ڏانهن روانو ٿي ويو ۽ چئن سالن کان پوءِ موٽي چشت ۾ آيو. شاهہ سنجان رڪن الدين محمود نالي سندس ٺئي تربيت سان منزل مقصود تي پهتو ۽ شاهي لقب سان نوازيو ويو. ان کان اڳ ۾ ڪيس صرف خواجہ سجان سڏيو ويندو هو، بعد ۾ شاهہ سنجان جي خطاب سان هميشہ سرفرازي ۽ فخر جو ڪيس مقام مليو. مودود سال 532هہ ۾ فوت ٿي ويو.

## شيخ ابوبڪر شادان

هيءُ وقت جو قطب هو. سال 531هہ ۾ فوت ٿي ويو.

## عين القضاة همداني

سندس پورو نالو ابوالفضايل عبدالله بن محمد ميخانجي عين القضاة هو. شيخ محمد بن حمويہ جو صحبت يافتہ هو. ڪانئس ڪافي ڪرامتون ظهور ۾ آيون، جيئن ڪنهن کي جيارڻ ۽ مارڻ. هن چيو تہ مون ۽ منهنجي پيءُ، فقرائي ٽولي سان گڏ هڪ صوفيءَ جي گهر ۾ رقص ڪيوسون. ابوسعيد ترمذي بيتڪي جو چوڻ آهي تہ منهنجي پيءُ بہ ان کان گريز نہ ڪيو. چيائين خواجہ احمد غزالي کي بہ رقص ڪندي ڏٺو هئم، جنهن جي لباس جا نشان بہ ياد اٿم. ابو سعيد چيو تہ مرڻ جي تمنا اٿم، پوءِ مون ڪيس چيو تہ مري وڃ ۽ انهيءَ ٺئي حال ۾ اچي مري ويو. وقت جو مفتي موجود هو. جنهن چيو تہ جهڙي طرح زنده کي مرده ٿو ڪرين تہ ڇا مرده کي بہ زنده ڪري سگهين ٿو؟ چيم تہ مرده ڪير ۽ ڪهڙو آهي؟ چيائين سعيد. عرض ڪيم تہ اي الله! سعيد کي زنده ڪر، انهيءَ ٺئي گهڙيءَ زندهہ ٿي ويو.

حبيب السير ڪتاب ۾ لکيل آهي تہ قوام الدين ابوالقاسم درڪزيني، جو سنجر جي سلطان جو وزير هو، ڪيس عين القضاة جي باري ۾ پڙڪايو ويو تہ هو واعظن جي ذريعي ماڻهن ۾ بداعتقادي ۽ فساد پکيڙي رهيو آهي. ان ڪري وزير عين القضاة جي قتل جي ارادي سان چڙهائي ڪئي ۽ وقت جي فقيهن ۽ عالمن، عين القضاة جي ان ظاهري عمل موجب ان جي قتل جي فتويٰ ڏني هئي. پوءِ عين القضاة کي ان وقت گرفتار ڪري ڦاسيءَ تي لٽڪايو ويو. هو ان

وقت پنهنجي مدرسي ۾ درس ڏيئي رهيو هو. قاسيءَ ڪان پوءِ سندس جسم کي ساڙي رک ڪري رک کي هوا ۾ اُڏاريو ويو. اهو واقعو 533هه جو آهي.

چيو ٿو وڃي ته عين القضاة پنهنجي قتل کان اڳ هڪ ڪاغذ جو ٽڪر مهر هڻي پنهنجي احباب جي حوالي ڪري ڇڏيو هو. چيو هئائين ته فلاڻي تاريخ تي جمعي جي نماز کان پوءِ کولي پڙهجو. اتفاقن سندس شهادت جو ڏينهن ۽ تاريخ به اها هئي جنهن جي لاءِ چئي ويو هو. پوءِ جڏهن ڪاغذ کي کولي پڙهيو ويو ته هي رباعي لکيل هئي:

رباعي

اسان شهادت جي موت جي دعا گهري سون
هيءُ جو ٿي گهڻ قيمت شيون اسان گهريون
دوست ائين ئي ڪيو جيئن اسان گهريوسون
جيڪي باهه ۽ لفظ ۽ تڏو گهريوسون.

ارشادات

(1) چيائين ته جنهن شيءِ سان توکي محبت ۽ پيار آهي، گويا تنهنجو خدائي اهو آهي ۽ تنهنجي نفساني خواهش ئي تنهنجي مالڪ آهي.

(2) چيائين ته تون چوين به ٿو ۽ ڄاڻي به ٿو ته الله هڪ آهي پوءِ ڇو تون هزار رب جوڙي، انهن کي سجدو ٿو ڪرين.

(3) چيائين ته همت جي نشاني اها آهي جو هو نفعي ۽ نقصان تي هرگز نظر نه ڪري، بلڪ سندس مالڪ ئي سندس مقصود هجي.

(4) چيائين ته انس ۽ آسائش قناعت کان سواءِ حاصل نه ٿيندو آهي.

چيائين ته صاحب همت کان درد پيدا ٿيندو آهي. اهڙي طرح ابوالحسن خرقاني چيو ته حسنو (ڪيس) کي درد پيدا ٿيو آهي، پوءِ جتي به هو وڃڻ گهري ٿو درد سندس ساڳي جاءِ تي موجود آهي. جوانمرد کي گهرجي هميشه اهڙي طرح مستعد رهي جو منزل کي ماڻڻ لاءِ خريف جي سامان لاءِ سياري ۾ ئي تياري ڪري.

## ابوالعباس بن عريف صنهاجي اندلسي

سندس نالو احمد بن محمد هو. سندس خدمت ۾ بيشمار طالب رهندا هئا. ايڏي اجتماع هئڻ سبب بادشاهه وقت کي پنهنجي زوال جو خوف پيدا ٿيو. ان ڪري ڪيس دربار ۾ طلب ڪيائين. هو رستي ۾ ئي فوت ٿي ويو ۽ بعض جو چوڻ آهي ته پهچڻ سان ئي فوت ٿي ويو ۽ بعض جو چوڻ آهي پهچڻ کان ڪجهه وقت پوءِ فوت ٿي ويو.

صاحب فتوحات پنهنجي شيخ ابوعبدالله الشعراني کان نقل ڪيو آهي ته هن فرمايو ته هڪ ڏينهن مان پنهنجي شيخ ابن عريف وٽان ٻاهر نڪري، جهنگ جو سير ڪرڻ ويس ۽ ڏٺم ته وڻ ٽڻ ۽ گاهه سڀ مون تي خصوصيت سان جهڪن پيا. موٽي اچڻ کان پوءِ پنهنجي شيخ سان

اهو قصو ڪيم. انهيءَ فرمايو تہ اسان اهڙي تنهنجي تربيت ڪونہ ڪئي آهي، الله تعاليٰ تنهنجو اهو امتحان ٿو وٺي. آءٌ توکي الله تعاليٰ جي ئي حوالي ڪريان ٿو. پوءِ توبه ڪر ۽ توبه جي صدق جي علامت اها آهي تہ جڏهن تون انهيءَ جاءِ تي موٽي ويندين تہ وڻ تنڻ توکي ڪجهہ بہ نہ چوندا ۽ نہ تو ڏانهن توجه ڏيندا. پوءِ ابوعبدالله جڏهن موٽي انهيءَ جڳهہ تي ويو ۽ انهي وڻ وغيره ڪان ڪجهہ ڪونہ ٻڌائين. شڪر جو سجدو بجا آندائين ۽ پوءِ پنهنجي شيخ ڏانهن موٽي ويو.

شيخ ابن عريف جي وفات جو سن 536هہ آهي.

## شيخ الاسلام احمد نامقي جامي

سندس ڪنيت ابونصر هئي. بن حسن حضرت جرير بن عبدالله الجلي ﷛ جي فرزندان مان هو.

شيخ کي 42 يا 43 فرزند هئا. سندس وفات کان پوءِ صرف 14 پٽ سندس رهيا ۽ سيئي عالم، پيشوا، ڪامل ۽ صاحب ڪرامت ۽ تصنيف هئا. شيخ أمي هو. ٻاويهن سالن جي عمر ۾ کيس توبه جي توفيق ٿي ۽ هو جبل ۾ هليو ويو ۽ ارڙهن سالن جي رياضت کان پوءِ موٽي اچي چاليهن سالن ۾ ارشاد خلق جي عمل تي مامور ٿيو. مٿس علم لدني جا دروازا کلي ويا ۽ علم توحيد، معرفت، باطني حڪمت، روش طريقت ۽ اسرار حقيقت جي متعلق ٽن سون کان وڌيڪ صفحن تي ڪتاب تصنيف ڪيائين. ڪو عالم ۽ حڪيم ان تي ڪوبہ اعتراض ڪري نہ سگهيو.

شيخ ظهيرالدين عيسيٰ جيڪو شيخ جو فرزند هو. ان پنهنجي ڪتاب "رموزالحقائق" ۾ لکيو آهي تہ منهنجي پيءُ جي هٿ تي ڇهہ سو هزار ماڻهن توبه ڪري فرمانبرداري قبول ڪئي ۽ پاڪ زندگي گذارڻ لڳا.

مذڪور آهي تہ شيخ ابوسعيد ابوالخير کي هڪ جبو خلعت ۾ مليو هو. جيڪو سيدنا ابوبڪر صديق ﷛ جي ميراث هو. کيس حڪم ٿيو تہ پنهنجي فرزند شيخ احمد ۽ ان جي فرزند ابوطاهر کي وصيت ڪر تہ منهنجي وفات کان چند سال بعد هڪ سهڻو نوجوان بلند بالا سهڻين اکين وارو ظاهر ٿيندو، جنهن جو نالو احمد هوندو. منهنجي هيءُ خلعت (خرقه) ان کي ڏجو. اهو خرقہ ٻاويهہ مشائخ پهريو هو. آخر ۾ شيخ الاسلام کي رسيو. ۽ اخي علي عابدي کان روايت آهي تہ هڪ دفعي شيخ الاسلام نامق جي جبل ۾ موجود هو تہ کيس خبر پئي تہ سندس پيءُ لاچار ٿي ويو آهي. هو ڊوڙندو آيو ۽ والد وٽ پهچي تازو وضو ڪري، شام واري نماز پڙهي، پنهنجي مصلّي تي ويهي رهيو. سندس حالت متغير ٿي وئي ۽ پوءِ بيهي مناجات شروع ڪيائين ۽ عرض ڪيائين تہ اي منهنجا الله! تنهنجي بارگاهہ کان اها ئي توقع هئي تہ منهنجي غير موجودگيءَ ۾ منهنجي پيءُ جو جڏهن اهڙو حال ٿيندو تہ ضرور مون کي خبر پهچندي ۽ بي نماز ٿائين انهيءَ ئي مناجات ۾ ڪڙو رهيو. پوءِ پنهنجي هٿ کي ڊگهو ڪري پنهنجي پيءُ جي ڪاڌيءَ کي پڪڙي دعا ڪندو رهيو. پوءِ سندس پيءُ چيو تہ آخرت جو حال ڏسان پيو. منهنجي پٽ کي جيڪو ڪم

ڪرڻو هئو سو ڪيائين، پوءِ پٽ کي مخاطب ڪري چيائين ته هاڻي وڏيڪ ڇا ڪرڻ گهرجي. چيائينس ته اول توبه ڪر ۽ ڪلمه شهادت پڙهه ۽ خواجه ائين ئي ڪيو. ڇهن ڏينهن تائين زنده رهيو پوءِ وفات ڪري ويو. شيخ احمد جي وفات جو سال 539ھ هو.

## سهلا سرخسي

هيءُ عقلمند مجنونن مان هو. صاحب ڪرامت هو. شيخ الاسلام جاميءَ جي صحبت ۾ رهيو.

## حڪيم عثمان بن محمد مختاري

هيءُ حڪيم سنائي غزنوي جي وقت جو هو. سندس ئي معتقد هو. سال 554ھ ۾ گذاري ويو.

## جاريه حبشيه

شيخ عبدالقادر جيلاني قدس سره فرمائي ٿو ته آءٌ جوانيءَ ۾ پهريون دفعو حج جو ارادو ڪري بغداد کان روانو ٿيس ۽ شيخ عدي به منهنجو رفيق هو. هڪ ڏينهن جاريه حبشيه برقعه پوش عورت نمودار ٿي ۽ تيزيءَ سان اچي اسان کي پهتي. سڏ ڪري چيائين ته اي نوجوانو! ڪٿان آيا آهيو. چيوسون عجم کان. چيائين ته اڄ مون کي ڏاڍي تڪليف پهتي آهي. پڇيوسون ته ڪيئن؟ چيائين ته هن ئي گهڙي، بلاد حبش ۾ ڏٺم ته الله تعاليٰ تنهنجي دل جي مٿان تجلي ڪئي ۽ برڪت عطا ڪئي، ايتري قدر جو اڳ ٻئي ڪنهن کي عطا ڪونه ڪئي وئي آهي. توکان سواءِ ٻين کي ته سڃاڻان پر توکي سڃاڻڻ جو ارادو ڪيم، ته ڏسي وٺان ۽ سڃاڻان. انهيءَ ڪري هت حاضر ٿيس. پوءِ چيائين ته اڄ اوهان سان مجلس ڪنديس ۽ اڄ رات اوهان سان گڏ افطاري ڪنديس. پوءِ واديءَ جي هڪ طرف رواني ٿي ۽ اسان وري ٻئي طرف روانا ٿياسون. جڏهن رات آئي ته هوا مان هڪ طبق هيٺ اچي پيو، جنهن تي ڇهه نان هئا ۽ ان کان پوءِ ٿي لوٽا پاڻيءَ جا پهتا. پوءِ مانيون ڪاڏيون سين ۽ پاڻي پيتوسين، جيستائين اسان ڪاڏو نه ڪاڏو انهيءَ به نه ڪاڏو ۽ جيستائين اسان پاڻي نه پيتو، تيستائين انهيءَ به پاڻي نه پيتو. ائين ئي (جاريه حبشيه) اسان کان جدا ٿي وئي ۽ پوءِ هرگز ڪيس راهه ۾ ڪونه ڏٺوسين. جڏهن مڪه پاڪ پهتاسون ته شيخ عدي کي طواف دوران هڪ تجلي ڏسڻ ۾ آئي. ڳولها ڪئي سون. پر چيو ويو ته مرده آهي. اوچتو جاريه نظر آئي، جيڪا سندس سيراندي کان بيٺل هئي ۽ چئي رهي هئي ته جيتوڻيڪ تون زنده جاتو وڃين ٿو حالانڪ تنهنجي موت جو حڪم ٿي چڪو آهي، پر پيرن تي ڪڙو ٿي بيهه. ان کان پوءِ مون کي طواف ڪندي تجلي نظر آئي ۽ پنهنجي باطن ۾ اول خطاب ٻڌم ۽ آخر ۾ مون کي چيو ويو ته اي عبدالقادر! تنهائي کي ڇڏي ظاهري زندگي ۾ رهه ۽ توحيد کي پاڻ تي لازم ڪندي مخلوق کي نفعو رساءِ. دنيا ۾ منهنجا خاص ٻانها موجود آهن، مان چاهيان ٿو ته تنهنجي

ذريعي ڪين قرب جو شرف بخشيان. اوچتو اتي جاريہ نمودار ٿي ۽ چيائين اي جوان! مون کي خبر نہ پئجي سگھي تہ تنهنجو الله وٽ ڪيڏو بلند درجو آهي، چو تہ اڄ تنهنجي مٿان نور جو ڪَڪَرُ بينل ڏٺم ۽ آسمان جا مقرب ملائڪ تنهنجي چوڌاري اچي جمع ٿيا ۽ اهڙو تنهنجو مقام ڏسي سيني اوليائن جون اکيون حيران ٿي ويون. اهڙي درجي جي حصول ۾ تمنا ڪندي اميد وار ٿيا. ان ڪان پوءِ جاريہ هلي وئي. مون وري ڪيس نہ ڏٺو.

## عدي بن مسافر شامي ثم هنڪاري

هيءُ شيخ عقيل منهنجي ۽ حماد دباس جو صحبت يافتہ هو. حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني جي پهرين حج ۾ سندس ساٿي هو. هن جو ذڪر مٿي جاريہ حبشيہ جي بيان ۾ ڪيو ويو آهي. سندس وفات جو سال 554هہ آهي.

## شيخ محي الدين سيّد عبدالقادر جيلاني قدس سره و نور مرقده

سندس ڪنيت ابو محمد هئي، بن شيخ موسيٰ جنگي دوست بن عبدالله بن يحيٰ زاهد بن دائود بن محمد بن موسيٰ الجون بن عبدالله بن حسن المثني بن حسن مجتبيٰ عليه السلام.

نسبہ ابوعبدالله صومعي سندس والده سڳوري ام الخير امة الجبار فاطمه بنت ابي عبدالله الصومعي.

مذڪور آهي تہ سندس والده سڳوري بيان ٿي ڪري تہ جڏهن منهنجو فرزند عبدالقادر پيدا ٿيو تہ رمضان شريف جو مهينو هو. ڏينهن جو کير هرگز نہ پيئندو هو. هڪ دفعي آسمان تي جهڙ هئڻ سبب رمضان شريف جو چنڊ نہ ڏيکارجي سگهيو، پوءِ شيخ عبدالقادر جن جي والده سڳوري کان پڇا ڪيائون، جنهن ٻڌايو تہ اڄ عبدالقادرؒ کير ڪونہ پيتو آهي، پوءِ پڪ ٿي تہ روزو آهي. آخر معلوم ٿيو تہ رمضان شريف جي پهرين تاريخ آهي.

سندس ولادت 471هہ ۾ ٿي، جنهن جو عددي لفظ عاشق جي عدد سان لڳي ٿو. شيخ عبدالقادر ؒ جن جي زباني. روايت آهي تہ چيائين مان ننڍو هئس تہ عرفہ جي ڏينهن ٻاهر صحرا ۾ نڪري ويس تہ هڪ ساٺ ۾ نهنجي حفاظت لاءِ آيو ۽ هُن مون کي موٽايو ۽چيائين تہ اي عبدالقادرؒ تون هر ڪم لاءِ مامور نہ آهين ۽ نہ وري تون عام مخلوق آهين. مان ڊڃي ويس ۽ موٽي آيس ۽ پنهنجي سراء جي ڇت تي ويهي رهيس ۽ ڏٺم تہ حاجي سڳورا عرفات ۾ بيٺا آهن. پوءِ مان پنهنجي والده سڳوري جي خدمت ۾ آيس ۽ ڪيس عرض ڪيم تہ مون کي الله تعاليٰ جي راهہ ۾ وقف ڪري ڇڏ ۽ مون کي اجازت ڏي تہ بغداد وڃي علم پڙهڻ ۾ مشغول ٿيان ۽ الله تعاليٰ جي نيڪ ٻانهن، صالحين جي بہ زيارت ڪريان. پوءِ مون کان انهيءَ اِرادي ڪرڻ جو سبب پڇيائين. مون ڪيس ساري ڳالهہ ٻڌائي، پوءِ روئي پيئي ۽ مون کي اجازت بہ ڏنائين ۽ اسي دينار ڪڍي آئي جيڪا منهنجي پيءُ جي ميراث هئي. انهن منجهان چاليهہ دينار منهنجي ڀاءُ لاءِ رکيائين ۽ چاليهہ دينار منهنجي پهراڻ جي اندران سبي سفر جي اجازت ڏنائين ۽ وصيت

ڪيائين ته هر حال ۾ سچ ڳالهائج. پوءِ موڪلائي مان ٻاهر آيس. چيائين الله تعاليٰ جي راهه ۾ توکي روانو ڪريان ٿي ۽ ان جي ئي حوالي ٿي ڪريان. پوءِ هڪ ننڍڙي قافلي سان گڏ مان بغداد روانو ٿيس. جڏهن همدان کان لنگهياسون ته سٺ ڦورو ڦري آيا ۽ قافلي کي ڦري لُٽي ويا ۽ مون سان ڪابه ڇيڙڇاڙ نه ڪيائون. انهن منجهان هڪڙو لنگهيرو سڌو مون وٽ آيو ۽ پڇيائين ته اي فقير! تو وٽ به ڪجهه آهي. چيم هائو، مون وٽ چاليهه دينار آهن. هُن سمجهيو ته شايد مسخري ٿو ڪري. پوءِ مون کان وري ٻئي لُٽيري پڇيو، ان کي به ساڳي ڳالهه ٻڌايم. وري ٽئين ڦورو پڇيو مون ان کي به چيو ته مون وٽ برابر چاليهه دينار آهن. دينارن جي ڳالهه ٻڌي سردار به حيرت ۾ پيو ۽ پڇيائينس ته اهي تنهنجا دينار ڪٿي آهن. چيم منهنجي پهراڻ جي اندرين پاسي ۾ سِبيل آهن. منهنجو پهراڻ وٺي ان کي کوليائين ته دينار حاصل ڪيون. ڌاڙيلن جي سردار مون کي چيو ته تو اهي ڇو ظاهر ڪيا، حالانڪ اسان کي ڪابه خبر ڪونه پئجي سگهي ها. چيم ته منهنجي والده سڳوري مون کان سچ تي رهڻ جو عهدو ورتو هو، انهيءَ ڪري سندس عهد جي خيانت نه ڪيم. پوءِ اهو چورن جو سردار ڏاڍو رُنو ۽ چيائين ته ڪيترن ئي سالن کان وٺي مان پنهنجي پروردگار جي عهد ۾ خيانت ڪري رهيو آهيان. پوءِ منهنجي هٿ تي توبه ڪيائين. سندس ٽولي ڏٺو ته جڏهن اسان جي سردار انهيءَ ڪم کان توبه ڪئي آهي ته پوءِ ڇو نه اسان به توبه ڪريون. پوءِ سيني ڦورن منهنجي هٿ تي توبه ڪئي ۽ ڦُر لُٽ ڪيل سڀ مال مالڪن کي موٽائي ڏنائون. اهي منهنجي هٿ تي توبه ڪرڻ وارا پهريان شخص هئا.

شيخ عبدالقادر رحمة الله عليه جيلاني وڏيڪ فرمايو ته جمع جي ڏينهن بعض سيّاح بغداد ۾ آيا ۽ انهن مان هڪ پيرين اگهاڙي بيمار ۽ رنگ ڦِريل نظر آيو. مون کي چيائين ته السلام عليک يا سيّد عبدالقادر! مون به کيس جواب ڏنو. چيائين ته منهنجي ويجهو اچ ۽ مون کي ڏس. پوءِ سندس ويجهو ويس ۽ ڏٺم ته سندس جسم جو گوشت تازو وڌيل هو، مگر کيس ڪونه سڃاتم. پڇيائين ته ڇا مون کي سڃاتو اٿئي؟ چيم ته نه! چيائين ته مان دين اسلام آهيان جو اهڙي طرح لاغرُ ۽ ناتوان ٿي ويو آهيان. هاڻي الله تعاليٰ مون کي تنهنجي هٿان زنده ڪندو. انت محي الدين. پوءِ جڏهن جامع مسجد ۾ داخل ٿيس ته ماڻهو استقبال لاءِ اٿي آيا ۽ منهنجون جتيون منهنجي آڏو ناهي رکيائون ۽ چيائون ته شيخ محي الدين. پوءِ جڏهن نماز ختم ڪيم ته هر طرف کان ماڻهو ڦري آيا ۽ منهنجا هٿ، پير چُمڻ لڳا ۽ اهوئي خطاب ڪرڻ لڳا ان کان پوءِ مون کي انهيءَ ئي لقب سان سڏڻ لڳا. سن 488هه ۾ بغداد آيس ۽ وعظ ۽ تبليغ جي تربيت حاصل ڪيم. 521هه ۾ مجلس وعظ شروع ڪيم.

فرمائي ٿو ته پورا يارهن سال هڪ برج ۾ ويهي عبادت ڪيم. الله تعاليٰ سان عهد ڪيم ته جيستائين ڪاڏي جو لقمو منهنجي وات ۾ وجهي نه ڪارائيندين، تيستائين هرگز نه کائيندس ۽ جيستائين نه پيارينديِن، تيستائين هرگز نه پيئندس. هڪ دفعو پورا چاليهه ڏينهن نه کاڌم. چاليهه ڏينهن کان پوءِ هڪ شخص آيو ۽ ٿورو طعام منهنجي اڳيان رکي هليو ويو. سخت بک هئڻ سبب منهنجي نفس گهريو ته طعام کي کائڻ شروع ڪريان. پوءِ خيال آيو ته جيڪو

الله سان عهد ڪيو اٿم، ان ڪي نہ ٽوڙيان پوءِ ٻڌم تہ منهنجي باطن مان ڪو بلند آواز سان فرياد ٿو ڪري تہ الجوع، الجوع (ٻُک، ٻُک) اوچتو شيخ ابوسعيد مخزومي اتان لنگهيو ۽ اهو آواز ٻڌائين. چيائين تہ اي عبدالقادر هي ڇا آهي؟ چيم تہ نفس جي پريشاني ۽ بي چيني آهي، پر منهنجو روح برقرار آهي. الله تعاليٰ جي مشاهدي ۾ پرسڪون آهي. چيائين منهنجي گهر اچ پوءِ روانو ٿيڻ لڳس، وري پنهنجو پاڻ کي چيم تہ ٻاهر هرگز نہ ويندس ايتري ۾ ابوالعباس خضر عليه السلام آيو. چيائين تہ اُٿ ۽ ابوسعيد وٽ وڃ! پوءِ روانو ٿيس ۽ جڏهن ابوسعيد جي گهر وٽ پهتس تہ ڏٺم تہ هو اڳي ئي منهنجو انتظار ڪري رهيو آهي. مون کي ڏسي چيائين تہ اي عبدالقادر! منهنجي چوڻ تي نہ آئين ۽ جڏهن خضر توکي چيو تہ پوءِ آيو آهين، پوءِ مون کي پنهنجي گهر ۾ وٺي ويو ۽ طعام آندائين. پوءِ گرهہ گرهہ ناهيندو منهنجي وات ۾ وجهندو ويو، تانجو منهنجو بلڪل ڍءُ ٿي ويو ۽ مون کي خلعت (خرقہ) پهرايائين. ان کان پوءِ صحبت کي پاڻ تي لازم ڪري ڇڏيم.

الشيخ ابومحمد عبدالقادر بن ابي صالح بن عبدالله الجيلي الخرقه من يد الشيخ ابي سعيد المبارڪ بن علي المخزومي وهو لبسها من يد الشيخ ابي الحسن علي بن محمد بن يوسف القرشي الهنڪاري وهو لبسها من يد الشيخ ابي الفرح الطرطوسي وهو من يد الشيخ ابي الفضل عبدالواحد بن عبدالعزيز التميمي وهو من يد الشيخ ابي بڪر الشبلي قدس الله تعاليٰ ارواحهم.

ترجمو: شيخ ابومحمد عبدالقادر بن ابي صالح بن عبدالله جيلانيءَ کي هي خلعت (پوشاڪ) الشيخ ابي سعيد المبارڪ بن علي مخزومي جي هٿان پهرائي وجي ٿي ۽ ان کي الشيخ ابي الحسن علي بن محمد بن يوسف القرشي هنڪاري جي هٿ سان پارائي وئي هئي. ۽ ان کي وري شيخ ابي الفرح طرطوسي هٿ سان پارائي هئي ۽ ان کي وري ابي الفضل عبدالواحد عبدالعزيز تميمي پنهنجي هٿ سان پارائي هئي ۽ ان کي شيخ ابوبڪر شبلي پنهنجي هٿ سان پارائي هئي.

پڻ فرمايائين تہ هڪ دفعي سير ڪرڻ لاءِ ٻاهر نڪتس تہ هڪ شخص مليو جنهن کي مان اڳ ڪونہ ڏٺو هو. مون کي چيائين تہ مون سان سنگت ڪندين، مون چيو تہ هائو! پوءِ چيائين تہ بشرطيڪ تون مخالفت نہ ڪندين. چيم تہ نہ ڪندس. پوءِ چيائين تہ اتي ويهي رهہ، جيستائين جو مان موٽي اچان پوءِ هڪ سال گذري ويو. مان اُتي وينو رهيس مگر هو نہ آيو ۽ هڪ سال کان پوءِ آيو هڪ گهڙي ويهي، پوءِ اُٿيو ۽ چيائين تہ جيستائين مان نہ اچان، هتان ڪيڏانهن بہ نہ وڃ وري سال کان پوءِ موٽي آيو ۽ ساڳي طرح چئي وري هليو ويو ۽ وري سال کان پوءِ آيو پاڻ سان نان ۽ کير کڻي آيو ۽ چيائين تہ مان خضر آهيان ۽ مون کي حڪم ٿيو آهي تہ توسان گڏ کاڌو کان. پوءِ اسان گڏجي کاڌوسون پوءِ چيائين تہ اُٿ هاڻي بغداد هلون پوءِ بغداد ۾ پهتاسون.

سندس وفات بحساب عدد "معشوق الهٰي" هم عدد 561ھ بعمر 91 سال هم عدد "ڪامل" قادريہ سلسلہ ساڻس ڏانهن منسوب آهي. ان جو طريقو سندس تصنيفات مان معلوم ڪري

سگهجي ٿو. سلسلہ جو خاص ذڪر ماهوجي. يا اهڙي طرح آهي. اهڙي طرح مير سعدالله پنهنجي رسالي ۾ لکيو آهي تہ سندس سَنَدَ شيخ جنيد بغدادي تائين پهچي ٿي. جيئن تہ هو از قطب الاوان ابي سعيدالمبارڪ ۽ اهو از قطب شيخ ابي الحسن علي القريشي ۽ اهو از شيخ يوسف طرطوسي ۽ اهو از شيخ عبدالعزيز تميمي ۽ اهو از شيخ احمد ۽ اهو از شيخ ابي بڪر شبلي ۽ اهو از سيد الطائفہ جنيد بغدادي. ڪيس ڏهہ فرزند صاحب ڪرامت هئا:

1. شيخ سيف الدين عبدالوهاب، سندس فرزندن مان وڏو فرزند هو.
2. شرف الدين عيسيٰ.
3. شيخ تاج الدين ابوبڪر عبدالرزاق.
4. شيخ سراج الدين عبدالجبار. سندس ڪنيت ابوالفرح هئي. پنهنجي والد سڳوري کان فيض جو ڪمال حاصل ڪيو هئائين ۽ عراق جو مفتي هو. سندس وفات ۽ قبر بغداد ۾ آهي.
5. شيخ عبدالحق ابراهيم هن بہ پنهنجي پيءُ کان صوري ۽ معنوي ڪمالات حاصل ڪيا ۽ سندس قبر واسط شهر ۾ آهي.
6. شيخ ابوالفضل سندس قبر بغداد ۾ آهي.
7. شيخ ابوعبدالرحمٰن عبدالله پنهنجي پيءُ کان علم فقه ۽ حديث پڙهي هئائين ۽ سندس قبر بغداد ۾ آهي.
8. شيخ ابوزڪريا يحيٰ هيءُ بہ فاضل ۽ ڪامل هو. سندس قبر بغداد ۾ پنهنجي ياءُ سيد عبدالوهاب جي قبر جي پرسان آهي.
9. ابونصر موسيٰ پنهنجي پيءُ جي حياتيءَ کان پوءِ ڪسب ڪمال لاءِ دمشق ويو ۽ اتي فوت ٿي ويو. سندس قبر بہ انهيءَ جاءِ تي آهي.

## شيخ ضياء الدين ابونجيب عبدالقاهر سُهروردي قدس سره

سندس نسب ٻارهن واسطن سان حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه سان ملي ٿو ۽ طريقت ۾ سندس نسبت شيخ احمد غزالي سان آهي. ڪيس ظاهر ۽ باطن ۾ ڪمال حاصل هو. سندس تصنيفات ۽ تاليفات تمام گهڻيون آهن ۽ سال 563هہ ۾ فوت ٿي ويو.

## شيخ شرف الدين عيسيٰ

هيءُ حضرت شيخ محي الدين سيّد عبدالقادر جيلانيءَ جو ٻيو نمبر فرزند هو. علم پنهنجي پيءُ کان حاصل ڪيو هئائين. پنهنجي پيءُ کان پوءِ حديث ۽ فقه جو درس ڏيندو هو. حضرت غوث ڪتاب فتوح الغيب ڪي سندن لاءِ تصنيف ڪيو. ۽ ڪتاب جواهر الاسرار سندس ئي تاليف ڪيل آهي ۽ هيءُ سال 573هہ ۾ وفات ڪري ويو. سندس قبر مصر ۾ آهي.

## خواجه احمد بن مودود بن يوسف چشتي

هڪ رات خواب ۾ ڏٺائين ته جناب رسالت مآب ﷺ مون کي فرمائي رهيا آهن ته جيڪڏهن تون اسان جو مشتاق آهين ته اسان به تنهنجا مشتاق آهيون. صبح جو ٽن سائين سان گڏجي حجاز ڏانهن روانو ٿيو. حج ڪرڻ کان پوءِ مدينه طيبه ۾ پهتو ۽ ڇهه مهينا حرم جي مجاورت ڪيائين. سندس حرم ۾ خدمتگار ٿي رهڻ، اتان جي اڳين خادمن تي ڏاڍو گران گذريو. پوءِ ڪيس رنجائڻ ۽ پڄائڻ جون ترڪيبون سوچي رهيا هئا. پوءِ روضه مبارڪ مان آواز آيو، جنهن کي سڀني حاضرين ٻُڌو ته هن کي هرگز نه رنجايو وڃي، ڇو ته اهو اسان جي مشتاقن منجهان آهي.

بعد ۾ واپس بغداد پهتو ۽ شيخ شهاب الدين سُهروردي، سندس وڏو استقبال ڪيو ۽ وڏي عزت ۽ احترام سان ڪيس پنهنجي خانقاه تي وٺي آيو. چاڪاڻ ته ڪيس خليفي خواب ۾ ڏٺو هو، تنهنڪري سندس تعظيم ڪيائين ۽ هديه ڏنائينس ۽ ان کان هديه واريون شيون وٺي فقراء ۾ تقسيم ڪري ڇڏيائين.

سندس ولادت 507هه ۾ آهي ۽ سندس وفات 577هه ۾ آهي.

## حيات بن قيس حراني

هيءُ انهن چئن شخصن منجهان آهي جن لاءِ شيخ ابوالحسن قريشي فرمايو آهي ته مشائخ مان چئن شخصن کي مان ڄاڻان ٿو جيڪي پنهنجن قبرن ۾ تصرف ٿا ڪن:

(1) معروف ڪرخي، (2) شيخ عبدالقادر جيلي، (3) شيخ عقيل مينجي (منبجي) ۽ (4) شيخ حيات حراني.

سندس وفات جو سال 581هه آهي.

## شهاب الدين مقتول سهروردي

سندس نالو يحييٰ بن حبش هو. مشائيان[1] ۽ اشراقيان[2] جي حڪمت ۾ امتيازي حيثيت جو حامل هو. انهن مان هرهڪ بابت تصنيفات به ڪيون اٿائين.

بعض جو چوڻ آهي ته ڪيس علم سيميا[3] جي ڄاڻ هئي. چنانچه هڪ دفعي پنهنجي سنگت سان سفر ۾ نڪتو ۽ بيابان ۾ ڪين ٻڪ لڳي ارادوڪيائون ته هڪ ٻڪري خريد ڪئي وڃي. ان ڏس ۾ ٻڪرار ضد ڪيو. سنگت کي چيائين ته اوهان ٻڪري ڪاهي هلو مان ڪيس

(1) مشائيان: قديم حڪماء جو اهو ٽولو جيڪو پاڻ ۾ هڪ ٻئي وٽ وڃي علمي حقائق ۽ اسرار معلوم ڪندا هئا.

(2) اشراقيان: اهو ٽولو جيڪو ڪثرت رياضت سان، باطن جي صفائي ڪندو هو. هڪ ٻئي وٽ وڃڻ جي ضرورت محسوس ڪونه ڪندا.

(3) سيميا: علم طلسم- علم نظر بندي- علم روح

راضي ڪندس پوءِ اُهي جڏهن ٻڪري کي ڪاهي پري هليا ته هن به وڃڻ جو ارادو ڪيو ته ٻڪرار سندس هٿ کي پڪڙي پاڻ ڏانهن ڇڪيو ته سندس هٿ جدا ٿي، ٻڪرار جي هٿ ۾ هليو آيو ۽ ان مان رت به وهڻ لڳو. هو هٿ کي ڦِٽو ڪري روئڻ لڳو. اهو رومال ڳاڙهو هٿ ۾ هو. پاڻ سنگت وٽ اچي پهتو.

حلب جي علمائن سندس لاءِ قتل جي فتويٰ جاري ڪئي. پوءِ 63 ورهين جي عمر ۾ سال 587هه ۾ قتل ڪيو ويو.

بعض ڪيس ملحد ۽ زنديق سڏين ٿا ۽ بعض جو چوڻ آهي ته صاحب ڪرامت هو. سندس قتل کان پوءِ هن جي ڪرامات جا ڪافي شواهد ميسر ٿيا.

شيخ شمس الدين تبريزي فرمايو ته خدا جي پناهه! هو ڪافر نه ٿي ويو هجي، جو سندس علم هن جي عقل تي غالب ٿي ويو هو. علم آيو ۽ عقل مغلوب ٿي ويو.

## افضل الدين حقايقي بديل خاقاني

سندس لقب سلطان الشعراء حسان العجم آهي. فلڪي شاعر جو شاگرد هو. شعر جي ڪري ڪيس ڪافي شهرت حاصل هئي. هر قصيدو حضرت بادشاهه جي خدمت ۾ موڪلي ان جو صلہ هڪ هزار دينار مع تشريفات ۽ انعامات حاصل ڪندو هو. ان ڪان سواءِ هو مبدع سخن هو. سندس ڪلام جي طرز نرالي هئي ۽ حضرت خاقان ڪبير منوچهر سان سندس نسبت قوي هئي ۽ ان جي خواص مان هو. انهيءَ حالت ۾ چند سال گذارڻ بعد ڪيس اوچتو ذوق فقر پيدا ٿيو. پوءِ شيروان شاهه جي اجازت ڪان بغير بلقان ڏانهن روانو ٿيو. شاهه جي اهلڪارن ڪيس رستي ۾ ئي گرفتار ڪري شاهه وٽ پيش ڪيو. شاهه ڪيس ست مهينا شاهران قيد ۾ بند ڪيو. آخر خاقان ڪبير جي ڪوشش ذريعي آزاد ٿيو. پوءِ مڪه پاڪ ڏانهن روانو ٿيو.

سفر دوران اسرار ڏنائين. خضر عليه السلام سان ملاقات ڪيائين. دين جي ڪيترن ئي مشائخ سان مليو. جن جو تذڪره تحفة العراقين ۾ ڪيو اٿائين. ان بعد تبريز ۾ واپس آيو ۽ دنيا ڪان لاتعلق ٿي آخرت جي پلائي لاءِ گوشه نشيني اختيار ڪيائين. آخر سال 595هه ۾ فوت ٿي ويو. ڪيس سرخاب ۾ دفن ڪيو ويو.

## شيخ ابومدين مغربي

سندس نالو شعيب بن حسين ۽ حسن هو. پنهنجي حلقه جي اڪابرين مان هو. وقت جي ڪافي مشائخ جو صحبت يافته ۽ تربيت يافته هو. شيخ محي الدين عربي به سندس تربيت ڪئي هئي.

امام يافعي ٿو فرمائي ته يمن جي اڪثر شيوخ جي نسبت شيخ عبدالقادر سان آهي. بعض جي نسبت ابومدين سان آهي. يعني انهن ٻنهي مان هڪ شيخ مغرب آهي ته ٻيو شيخ مشرق يعني شيخ عبدالقادر. هيءُ سال 590هه ۾ فوت ٿي ويو.

## شيخ جايگير قدس سره

هن جي شيخ ابوالوفا ڏاڍي تعريف ڪئي آهي ۽ پنهنجي طاقيہ (درويشن جي پائڻ جي هڪ خاص قسم جي ٽوپي) شيخ علي هيئتي جي ذريعي ان ڏانهن موڪلي ڏني هئائين، پر خود حاضريءَ جي زحمت نہ ڪيائين. چيائين تہ مون حق تعاليٰ کي عرض ڪيو آهي تہ جايگير کي منهنجو مريد بڻاءِ پوءِ الله تعاليٰ مون کي اهو عنايت فرمايو آهي.

هيءُ اصل ڪرمان جو باشندو هو. پوءِ عراق جي صحرا ۾ هڪ ڏينهن سامره ۾ ترسيو ۽ ان جاءِ تي ئي هو تہ فوت ٿي ويو. سندس وفات جو سال 590ھ آهي.

## شيخ نظامي گنجوي

سندس پيدائش جو هنڌ قُم آهي. هيءُ علوم ظاهر ۽ باطن جي جامع عالم هئڻ سان گڏ سرڪاري ضابطن جو وڏو ڄاڻو هو. پنهنجي ساري زندگي قناعت، تقويٰ ۽ گوشه نشيني ۾ گذاريائين. اهل دنيا ڏانهن سندس توجہ هرگز ڪونہ هو.

سندس ڪتاب مثنوي پنجگانہ يعني پنج گنج ڪتاب کي ڪافي شهرت حاصل آهي. ان ۾ ظاهري طور تي افسانا ۽ سلاطين کي نصيحتون آهن، پر روحانيت ۽ حقيقت تي ٻڌل آهي. هيءُ سال 594ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## شاه سنجان

سندس نالو رڪن الدين هو. سنجان خواف جي هڪ ڳوٺ جو رهاڪو هو. خواجہ مودود جو مريد هو. ڪجھ وقت چشت ۾ امامت ڪيائين ۽ ڪيس خواجہ سنجان سڏيندا هئا.
شاھ جو لقب ڪيس خواجہ مودود عطا ڪيو هو. انهيءَ ڪري ڪيس شاھ سنجان بہ سڏيندا هئا. سندس وفات جو سال 597ھ آهي.

## ابومحمد الحسن بن علي بن حمزه بن محمد بن الحسن الحسيني معروف بابن الاقساسي

سندس ولادت ۽ پرورش ڪوفي ۾ ٿي. بغداد جي خليفي ناصر سادات عالي درجات جي نقابت ان جي ئي سپرد ڪئي. اسي ڪان وڌيڪ ورهين جي عمر ۾، سال 593ھ ۾ گذاري ويو.

## شيخ سيدي احمد بن ابي الحسن رفاعي

هيءُ امام موسيٰ ڪاظم عليه السلام جي اولاد مان هو. سندس خرقه خلافت پنج واسطن سان شيخ شبلي تائين پهچي ٿو. جهڙوڪ هن جو واسطو شيخ علي سواسطي مغاوي سان ۽ هن

جو واسطو شيخ ابي الفضل بن ڪافح سان ۽ هن جو واسطو شيخ علي بن علام سان، هن جو شيخ علي بن بازياري سان، هن جو شيخ مملي العجمي سان ۽ آخري واسطو ابي بڪر شبلي سان. سلسله رفاعيه سندس نالي سان منسوب آهي.

طريقة الزهد والمجاهدة والستر علي عيوب الخلق والشفقة عليهم و ترک العقاب الي الدنيا و دوام اشتغال بالا ذڪار الجليلة و اڪثر ذڪرهم هو الحي القيوم والله لا اِلٰه اِلاّهو الحي القيوم الفا ليلا و نهارا.

يعني سندن زهد جو طريقو: تقويٰ، نفس جي خلاف مجاهدا ڪرڻ، مخلوق جي عيبن جي پرده پوشي ڪرڻ، خلق جي مٿان شفقت ڪرڻ، دولت ۽ دنيا کان ڪناره ڪشي ڪرڻ، ايذاء تي صبر ڪرڻ ۽ رات ۽ ڏينهن ۾ ذڪر ۾ مشغول رهڻ سندن اڪثر ذڪر رات ڏينهن ۾ هڪ هزار ڀيرا هو الحي القيوم ۽ والله لا اِلٰه اِلاّهو الحي القيوم جو ورد هو.

سندس پويان سيد علي رفاعي سيد عبدالرحيم رفاعي ۽ قطب الاقطاب شاهه مسعود اسفرايني ۽ اُم عبيده ساڪن بطايح هئا،

ابوالحسن علي جو سندس پاڻيجو ٿئي. بيان ٿو ڪري ته هڪ ڏينهن هن وٽ خلوت ۾ آءُ وينو هئس . اتي ڪوبه آواز ڪونه ٻڌم ۽ نه وري ڪا شيءِ ڏٺم. البته روشندان مان برق رفتار چمڪندڙ هوا جو گذر ٿيو. مون شيخ کان پڇيو ته اهو ڇا هو؟ چيائين تو ان ڪي ڏٺو ڇا؟ چيم هائو! چيائين ته هيءُ شخص انهن ڇئن مان آهي جنهن کي ٽن ڏينهن کان مهجور ڪيو ويو آهي پر ڪيس خبر ڪونه آهي. عرض ڪيم اي سائين! هن جي مهجور ٿيڻ جو سبب ڪهڙو آهي. فرمايائين ته هو بحر محيط جي هڪ ٻيٽ ۾ مقيم هو. ان جاءِ تي ڇهه ڏينهن رات مسلسل برسات پئي. پوءِ هن پنهنجي خيال خاطر ڇيو ته جيڪر اها برسات ڪنهن آباديءَ جي مٿان وسڪارو ڪري ها، پر استغفار نه ڪيائين. انهيءَ بي ادبي ۽ اعتراض سبب ڪيس مهجور ڪيو ويو. پوءِ وري عرض ڪيم اي سائين! سندس مهجور ڪرڻ کي ظاهر ڇو نه ڪيو وڃي. فرمايائين ته نه! مون ڪي شرم ٿو اچي، ڇيم جيڪڏهن مون کي فرمايو ته مان ظاهر ڪريان، فرمايائين ته ڇا تون ظاهر ڪندين؟ ڇيم هائو!

فرمايائين ته پنهنجي ڪند کي گريبان ۾ وجهي مراقبو ڪر. مون ائين ڪيو ته ٿوري دير کان پوءِ منهنجي ڪنن ۾ آواز پيو ته اي علي! پنهنجو ڪند مٿي ڪر، پوءِ ڪند مٿي ڪري ڏٺم ته مان بحر محيط جي هڪ جزيره ۾ آهيان. اهو ڏسي حيران ٿي ويس. اتان اٿي ٿورو پنڌ ڪيم ۽ اڳتي وڌي ڏٺم ته هڪ شخص موجود آهي. ان کي سلام ڪري ڪيس اهو سمورو قصو ٻڌايم. مون کان قسم وٺي چيائين ته جو ڪجهه به توکي چوان، اهو توکي ڪرڻو پوندو. چيم هائو ڪندس. چيائين ته هيءُ منهنجي خلعت منهنجي ڪند ۾ وجهي مون کي زمين تي گهليندو وڃ ۽ اعلان ڪندو وڃ ته هيءُ سزا انهيءَ شخص کي ملي آهي، جنهن شخص الله تعاليٰ جي حڪمت تي اعتراض ڪيو هو. پوءِ وعدي موجب مون ائين ڪيو. پوءِ غيبي آواز آيو ته اي علي! هاڻ ان

ڪي ڇڏي ڏي. آسمان جا ملائڪ انهي لاءِ آهه و زاري ڪن ٿا. الله تعاليٰ ڪانئس راضي ٿي ويو آهي. پوءِ جڏهن اهو آواز ٻڌم تہ بيهوش ٿي ويس. جڏهن هوش ۾ آيس تہ پاڻ کي پنهنجي پير جي اڳيان موجود ڏٺم.

سيدي احمد جي فوت ٿيڻ جو سال 578ھ آهي.

## شيخ ابوعبدالله محمد بن ابراهيم قريشي هاشمي

هيءُ امام العارفين ۽ دليل السالڪين هو. هيءُ پاڻ ذڪر ٿو ڪري تہ آءٌ منيٰ ۾ هئس. تمام سخت اُڃ لڳي پاڻي ڪونہ لڌم. آخر گهڻي ڳولها ۽ پريشاني کان بعد پاڻيءَ جو هڪ کوهہ ڏٺم، جنهن جي مٿان پاڻي حاصل ڪرڻ لاءِ ماڻهن جو انبوهہ بيٺو هو. انهن مان هڪڙي کي مون چيو تہ هن لوٽي ۾ مون کي ٿورو پاڻي ڏي. منهنجي هٿ کان ڇڪ سان لوٽو ڪسيندي وري واپس ڏنائين. مون سمجهيو تہ شايد پاڻي ڏيڻ نہ ٿو چاهي، شڪستہ دل سان لوٽو ورتم پر ڏٺم تہ ان ۾ منو پاڻي موجود آهي، اهو پاڻي پيتم وري لوٽي کي پاڻيءَ سان پري واپس آيس ۽ سنگتين سان اهو قصو ڪيم. هو ڊوڙندا ويا مگر ان جاءِ تي ڪجهہ بہ ڪونہ ڏٺائون.

سندس وفات جو سال 599ھ آهي.

## السيد الاجل الاشرف شرف الدين حسن بن ناصر علوي

دولت شاھ، تذڪرو آندو آهي تہ سيد صاحب هڪ مجلس ڪوٺائي، جنهن مجلس ۾ تقريبًا ستر هزار ماڻهو جمع ٿيا. جڏهن بهرام شاھ اها خبر ٻڌي، تڏهن هُن ٻہ اڳهاڙيون تراريون هڪ مياڻ ۾ وجهي ڏانهس موڪلي ڏنيون. سيد صاحب بهرام شاھ جو غرض سمجهي ويو ۽ فورًا سفر اختيار ڪري مدينه طيبہ ۾ حاضر ٿيو ۽ نبي اڪرم ﷺ جن جي روضة المبارڪ تي پهچي التجائي عرضداشت پڙهيائين. حمد الله مستوفي پنهنجي ڪتاب تاريخ گزيده ۾ ذڪر ڪري ٿو تہ سيد صاحب روضه اطهر تي جڏهن هي بيت پڙهيو:

بيت

لاف فرزندي نيارم زد در اين حضرت ولي
مدحتي آوردم اينڪ خلعتي بيرون فرست

ترجمو: فضول طلب نہ آندي آهي، فرزند هن حضرت وارث وٺ مگر مدح آندي اٿم تہ خلعت منهنجي ٻاهر موڪلي وجي.

پوءِ فورًاخلعت روضه اطهر کان ٻاهر نڪري آئي، ماڻهن جڏهن اهو ڏٺو تہ هر طرف کان ڊوڙندي سندس گرد جمع ٿي ويا ۽ اعتقاد ۾ مربوط ٿي ويا. پوءِ جڏهن هي بغداد ۾ آيو تہ ان وقت سلطان مسعود بن محمد بن ملڪ شاھ (529ھ/ 1134ع) ۾ المسترشد بالله عباسي[1] کي قتل

[1] صحيح لفظ آهي المسترشد ... ڏسو معجم البلدان ص291 ج1، ڪشف الظنون ص1169 ج2. انهيءَ ڪري متن ۾ لکيل المرشد درست ڪيو ويو آهي.

ڪري، بغداد جو مالڪ بڻجي وينو ۽ ڏولي سامان ۽ زر جي پري ڪيس نذر ڪيائين ۽ تمام عزت ۽ احترام سان خراسان ڏانهن ڪيس روانو ڪيائين. جڏهن جوين پهتو ته ڳوٺ ۾ ئي (مال متاع تقسيم ڪري) پاڻ کي آزاد رکيائين. سال 539ھ ۾ سندس مرغ روح هن عنصري پنجري مان پرواز ڪري ويو.

## جمال الدين محمد بن ناصر علوي

هيءُ سيد حسن جو وڏو پاءُ هو. حسن ڪلام ۽ افراد کان بزرگ ترين هو. بهرام شاهه ڪيس عالي مرتبي تي فائز ڪيو.

## شيخ ابوطاهر ڪرد

هيءُ حضرت خضر عليه السلام جي صحبت ۾ رهيو هو. سندس مرشد شيخ احمد جام هو. شيخ احمد جام کي ساڻس ڪافي محبت هئي.

## ابي عبدالله احمد نقيب قم بن محمد اعرج

بن احمد بن موسيٰ المرقع بن امام تقي عليه السلام سندس نسب شريف سادات رضويه مشهد شريف تائين پهچي ٿو. سيد نقيب مير شمس الدين محمد تيرهن واسطن سان اتي ختم ٿو ٿئي.

سلطنت مرزا شاهه رُخ جي زماني ۾ سن 850ھ ۾ گذاري ويو. هيءُ قم شهر کان مشهد آيو. ميرزا ابوطالب سندس اولاد مان مشهور آهي. سندس پائر، اولاد ۽ پائٽيا ڏاڍي شان، شوڪت ۽ حشمت سان مشهد ۾ رهيا هئا. سندس جماعت جا ڪافي فرد سنڌ ۽ هند ۾ اچي آباد ٿيا.

## شيخ صدقه بغدادي

هڪ ڏينهن شيخ صدقه وعظ ڪيو ته ظاهري شريعت مطابق سندس مؤاخذو ڪندي. اها ڳالهه خليفي تائين پهچائي وئي. خليفي تعزير لاءِ ڪيس طلب ڪيو. جڏهن سندس متي کي اگهاڙو ڪيو ويو ته خادم آواز بلند ڪيو ته اي شيخ! تڏهن ڏڪ هڻڻ واري جو هٿ شل ٿي ويو ۽ متس هيبت طاري ٿي وئي. اهو ڏسي خليفو به ڊڄي ويو ۽ ان تي به هيبت طاري ٿي وئي. حڪم ڪيائين ته هن کي ڇڏي ڏيو. پوءِ شيخ صدقي اتان سڌو رباط ۾ آيو ڏٺائين ته ڪيترائي ماڻهو ۽ مشائخ سندس لاءِ منتظر وينا آهن. پوءِ ٻاهر آيو ۽ وعظ شروع ڪيائين. پوءِ مشائخ ۾ اچي وينو. جڏهن ٻاهر آيو ته متي منبر تي وجي وينو. ان بابت ڪجهه به نه چيو هئائين ۽ قاريءَ کي به نه چيو هئائين ته ڪجهه کي آيتون پڙهه. پر ماڻهو تمام وڏي وجد ۾ اچي ويا ۽ حالت قوي ٿي وئي. شيخ صدقه دل ۾ چيو ته نه مان ڪجهه چيو ۽ نه وري قاري ڪجهه پڙهيو، باقي هيءُ وجد ڪهڙي سبب ڪري ٿيو. شيخ عبدالقادر ان ڏانهن منهن ڪري چيو ته ياهٰذا! منهنجو هڪ مريد بيت المقدس کان هٽ هڪ گام ۾ آيو آهي، جيڪو منهنجي هٿ تي توبه ڪندو. اڄ حاضرين سندس مهماني ڪئي آهي. ان تي شيخ صدقه چيو ته جيڪو شخص

بيت المقدس کان هڪ گام ۾ آيو آهي، ان کي توبه ڪرڻ ۽ مرشد رکڻ جي کهڙي ضرورت آهي. شيخ عبدالقادر وري ڪيس چيو ته ياهذا! هو توبه ٿو ڪري ته ٻئي دفعي هوا ۾ نه ويندو. منهنجي ضرورت ڪيس اها آهي ته حق سبحانه تعاليٰ جي محبت ۽ قرب جي راهه ڪيس ڏيکاريان.

## شيخ بقا ابن بطو

سندس بيان آهي ته هڪ ڏينهن شيخ سيد عبدالقادر رحمة الله عليه جي مجلس ۾ موجود هئس ۽ هو وعظ ڪري رهيو هو. اوچتو خاموش ٿي ويو ۽ منبر تان پاڻ هيٺ لهي زمين تي اچي وينو. ٿوري دير کان پوءِ منبر ڏانهن وجي ٻئي نمبر ڏاڪي تي ويهي رهيو. پوءِ مون ڏٺو ته پهريون ڏاکو تمام ڪشادو ٿي ويو ۽ جيتري قدر مون ڏٺو ته ريشمي ۽ بهترين سبز رنگ جون قالينون وڇايون ويون. چيو ويو ته رسول الله ﷺ جن پنهنجي اصحاب سميت اچي هت ويهندا ۽ حق سبحانه وتعاليٰ شيخ عبدالقادر جي دل تي تجلي ڪندو. اهڙي طرح ٿوري دير کان پوءِ هو هڪدم جنبش ڪري تواضع لاءِ اٿيو. رسول الله ﷺ جن ڪيس پاڪر ۾ ونئي متس نگاهه ڪئي. ان کان پوءِ هو يڪدم ننڍو ۽ ڏٻرو ٿي ويو، ايتري قدر جو مثل جهرڪي. وري ان کان پوءِ ڏڱهو. وڏو ٿي ويو، مگر صورت هيبتناڪ ان کان پوءِ مون کان سڀ ڪجهه پوشيده ٿي ويو. پوءِ حاضرين شيخ بقا کان پاڻ سڳورن ﷺ جن جي ۽ سندن اصحاب سڳورن رضوان الله عليهم اجمعين جي ڪيفيت جي معلومات لاءِ پڇا ڪئي. فرمايائين ته الله تبارڪ وتعاليٰ کين اهڙي قوت بخشي آهي، جو هو پنهنجن ارواحن مطهره کي متشڪل ڪري ۽ جسمن ۾ آڻي ۽ صفات سان اعيان ڪري سگهن ٿا ته مخلوق کين ڏسي، اهو يقين ڪري ته اهڙي قوت الله تعاليٰ کين برابر بخشي آهي. بعد ۾ جنبش ڪرڻ، ننڍو ٿي وڃڻ ۽ وڏو ٿي وڃڻ بابت جڏهن شيخ کان پڇيو ويو ته چيائين ته تجلي اول اهڙي صفت اوليٰ جي حامل هئي جو بشر کي ان جي برداشت ڪرڻ جي طاقت ڪونه هئي، مگر نبي ڪريم عليه الصلوٰة والسلام جن جي تائيد سان اها برداشت ٿي وئي. جيڪڏهن رسول الله ﷺ جن جي تائيد نه هجي ها ته شيخ ختم ٿي وڃي ها. ٻي تجلي بصفت جلال هئي. ان کي به شيخ برداشت ڪري ويو، مگر ننڍڙو ٿي ويو ۽ ٽين تجلي بصفت جمال هئي، جنهن تجلي سان شيخ وڏو ۽ ڏگهو ٿي ويو.

ذٰلِکَ فَضۡلُ اللّٰهِ يُؤۡتِيۡهِ مَنۡ يَّشَآءُ وَاللّٰهُ ذُوالۡفَضۡلِ الۡعَظِيۡمِ. ترجمو: اِهو الله جو فضل آهي، جنهن کي گهري ٿو، تنهن کي ڏئي ٿو ۽ الله وڏي فضل وارو آهي.

## شيخ ابا عثمان صريفيني

هيءُ شيخ عبدالقادر جو مريد هو.

سندس بيان آهي ته هڪ دفعي مان صريفين شهر ۾ سڌوسنئون سمهيو پيو هئس. منهنجو منهن آسمان ڏانهن هو. ڏٺم ته هوا ۾ پنج ڪبوتر اُڏامندا ويا. ان مان هڪ ڪبوتر هيءُ پڙهندو ويو: سُبُحانَ مَن عنده خزائن الارض ڪل شيء وما ينزله اِلا بقدر معلوم. ترجمو: تعريف آهي ان جي جنهن وٽ زمين جي سيني شين جا خزانا آهن ۽ قدر موجب ان کي لاهيندو آهي. ٻئي

ڪبوتر هن ريت پڙهيو: سُبۡحَانَ مَنۡ اَعۡطٰي كُلَّ شَيۡءٍ خَلۡقَهٗ ثُمَّ هَدٰي ترجمو: تعريف آهي ان جي جنهن سڀ شي کي سندس خلقت عطا ڪئي، پوءِ ڪيس راهه ڏيکاريائين. ۽ ٽئين ڪبوتر هن ريت پڙهيو: مَنۡ بَعَثَ الۡاَنۡبِيَاءَ حُجَّةً عَلٰي خَلۡقِهٖ وَ فَضَّلَ عَلَيۡهِمۡ مُحَمَّدًا. ترجمو: جنهن موڪليو نبين کي حجت طور پنهنجي مخلوق جي مٿان ۽ فضيلت بخشيائين مُحَمَّد کي انهن جي مٿان. ۽ چوٿين ڪبوتر هن ريت پڙهيو: كُلُّ مَا فِي الدُّنۡيَا بَاطِلٌ اِلاَّ مَا كَانَ لِلّٰهِ وَلِرَسُوۡلِهٖ ترجمو: الله ۽ سندس رسول کان سواءِ جيڪي ڪجهه دنيا ۾ آهي سڀ باطل آهي. آخري ڪبوتر هن ريت پڙهيو: يَا اَهۡلَ الۡغَفۡلَةِ عَنۡ مَوۡلَاكُمۡ قُوۡمُوۡا اِلٰي رَبِّكُمۡ رَبٍّ كَرِيۡمٍ يُعۡطِي الۡجَزِيۡلَ وَ يَغۡفِرُ الذُّنُوۡبَ ترجمو: اي پنهنجي مولا کان غافل بندو! اٿو ۽ نوڙو پنهنجي رب ڏانهن (اهو) ربّ ڪريم آهي، اوهان کي تمام گهڻو عطا ڪندو ۽ اوهان جا گناهه بخشي ڇڏيندو.

پوءِ جڏهن مون اهو ڏٺو ۽ ٻڌو تہ بيهوش ٿي ويس ۽ جڏهن هوش ۾ آيس تہ محسوس ڪيم تہ دنيا ۽ جو ڪجهه دنيا ۾ آهي، ان کان منهنجي دل بيزار ٿي چڪي آهي. پوءِ دل ۾ نيڪي طرف وڃڻ جو عهد ڪيم ۽ عرض ڪيم ياالله! مون کي سڌي راهه ڏيکارڻ وارو هادي عطا ڪر. پوءِ روانو ٿيس ۽ اها خبر ڪونہ هئم تہ ڪيڏانهن وڃي رهيو آهيان. اوچتو مون کي هڪ پوڙهو شخص مليو ۽ سلام ڪيائين، منهنجو نالوبہ ڪنيائين. پوءِ مون ڪيس قسم ڏئي پڇيو تہ تون ڪير آهين؟ ۽ منهنجي نالي جي خبر توکي ڪيئن پئي؟ چيائين تہ مان خضر عليه السلام آهيان. شيخ عبدالقادر قدس سره جي مجلس ۾ وينو هئس تہ مون کي چيائين تہ اي ابوالعباس! ڪالهہ رات صريفين ۾ هڪ شخص نيڪي جو عهد ڪيو آهي، جيڪو قبول ٿيو آهي ۽ ستين آسمان کان مٿان ندا آئي آهي تہ مرحبا! هڪ منهنجي ٻانهي مون سان عهد ڪيو آهي، شيخ جي اطاعت کي تسليم ڪيو آهي. پوءِ تون اوڏانهن وڃ ۽ ڪيس مون وٽ آڻ! پوءِ چيائين تہ يا ابا عثمان! عبدالقادر سيّد العارفين قبلة الواحدين في هٰذا الوقت فعليک بملازمة خدمته و تعظيمه ترجمو: اي عثمان جا پيءُ! عبدالقادر هن وقت عارفين جو سردار ۽ مؤحدين جو قبلو آهي. پوءِ سندس خدمت ۾ رهڻ ۽ عزت و احترام ڪرڻ تنهنجي مٿان لازم ڪيو ويو آهي. پوءِ مان پاڻ تہ حاضر نہ ٿي سگهيس، مگر ٿوري دير کان پوءِ پاڻ کي بغداد ۾ موجود ڏٺم ۽ خضر عليه السلام غائب ٿي ويو. پوءِ مان شيخ عبدالقادر جي خدمت ۾ حاضر ٿيس. شيخ چيو مرحبا بمن جذبه مولاه اليه بالسنة الطير و جمع له ڪثيرا من الخير. اي ابا عثمان! خوش ٿيءُ جو الله تعاليٰ توکي منهنجي مريدي ۾ ڏنو آهي. سندس اصل نالو عبدالغني بن نقط هو. ايڏو تہ بلند مرتبہ وارو ٿي ويو جو اڪثر اولياء الله ڪرام مٿس رشڪ ڪندا هئا. ملائڪ ڪرام فخر ڪندا هئا. ان کان پوءِ پنهنجي مٿي تي طاقيہ (درويشي ٽوپي) پهريائين ۽ پوءِ چيائين تہ حاصل ڪيم سڀ ڪجهه حاصل ڪيم.

## محمد الاواني معروف بہ ابن قايد

هيءُ حضرت شيخ محي الدين سيد عبدالقادر قدس سره جي مريدن مان هو.

ڪتاب فتوحات مڪيہ ۾ مذڪور آهي تہ شيخ عبدالقادر ڪيس مفرد الحضرت جي لقب سان سڏيندو هو. فرمائيندو هو تہ محمد بن قايد من المفردين.

صاحب فتوحات چوي ٿو تہ مفرودن جي جماعت اها آهي، جيڪا قطب جي دائري کان ٻاهر آهي ۽ خضر عليه السلام انهن مان آهي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جن جي بعثت کان اڳ آهي.

ابن القايد چوي ٿو تہ سيئي لاڳاپا لاهي، حضرت وٽ اچي حاضر ٿيس، اوچتو پنهنجي اڳيان قدمن جا نشان ڏٺم تہ مون کي جوش آيو ۽ چيم تہ هيءُ ڪنهن جي قدم جو نشان آهي. جڏهن جو مون کي يقين هو تہ مون کان اڳ ڪوبہ ڪونہ اچي سگهندو. چيائين تہ هيءُ نشان قدم تنهنجي نبي ڪريم ﷺ جن جو آهي. پوءِ منهنجي دل کي تسڪين حاصل ٿي.

## ابوسعود بن شبلي قدس سره

هيءُ بہ حضرت شيخ محي الدين سيد عبدالقادر جيلاني قدس سره جن جي مريدن مان هو. چوي ٿو تہ هڪ دفعي مان درياءَ دجلہ جي ڪناري سان وڃي رهيو هئس تہ اوچتو مون کي خيال پيو ۽ سوچڻ لڳس ڇا حق تعاليٰ جا اهڙا ٻانها هوندا، جيڪي درياءَ ۾ سندس بندگي ڪندا هوندا. ان وقت ئي پاڻي پري ٿيو ۽ هڪ شخص ان مان ظاهر ٿيو ۽ چوڻ لڳو تہ اي اباسعود! الله تعاليٰ جا اهڙا ٻانها موجود آهن. جيڪي پاڻيءَ ۾ ئي سندس بندگي ڪن ٿا ۽ مان بہ انهن منجهان آهيان. تڪريت شهر ۾ فلاڻي ڏينهن يعني پندرهن ڏينهن کان پوءِ هن طرح حادثو رونما ٿيندو، پوءِ آخر ائين ئي ٿيو. ڪتاب فصوص ۾ مذڪور آهي تہ هڪ دفعي شيخ ابوالسعود پنهنجي مريدن جي مجلس ۾ چيو تہ:

پندرهن سال ٿيا آهن تہ الله تعاليٰ مون کي مملڪت ۾ تصرف جواختيار ڏئي ڇڏيو آهي، مگر مون تصرف ڪونہ ڪيو آهي. ابن قايد، هڪ ڏينهن ڪانئس پڇيو ڇا لاءِ تون تصرف ڪونہ ٿو ڪرين؟ چيائين تہ مون پنهنجو تصرف حق تعاليٰ جي حوالي ڪري ڇڏيو آهي. جهڙي طرح هو چاهي تصرف ڪري.

عجيب طريقي جو مالڪ هو. جيڪو بہ ڪانئس ڪو سوال يا طلب ڪندو هو تہ ان کي هرگز رد ڪونہ ڪندو هو. پاڻ ڪنهن کان بہ ڪا شيءِ ڪونہ گهرندو هو. ڪائڻ پيئڻ ۽ پوشاڪ پائڻ ۾ تڪلفّ ڪندو هو.

هڪ دفعي هڪ درويش ڪيس ڏنو تہ سندس پڳ دستار بيش بها رقم يعني بہ سو دينار جي هئي. خاص طور ان درويش چيو تہ ان رقم مان بہ سو درويشن جا پهراڻ نهي سگهن ٿا. هڪ درويش ايڏي قيمتي دستار جو پهري آهي. پوءِ جڏهن شيخ کي اها خبر پئي تہ چيائين تہ پاڻ ڪونہ دستار ٻڌي آهي. البتہ جيڪڏهن تون چاهين تہ هيءَ دستار ڪٽي وڃ ۽ وڪرو ڪري ان رقم مان ڪپڙا ۽ دستار وٺي درويشن کي پهراءِ. هو دستار ڪٽي ويو ۽ وڪرو ڪري آيو ۽ درويشن لاءِ سڀ ڪجهہ وٺي آيو ۽ سندن آڏو اچي رکيائين. مگر نماز ظهر وقت ڏٺائين تہ اها ساڳي دستار شيخ جي مٿي سان ٻڌل آهي. ڏاڍي تعجب ۽ حيراني ۾ پئجي ويو تہ هي ڇا آهي. ڪيس ساٿي چيو تہ تعجب ڇو ٿو ڪرين، فلاڻي

ڪان پڇ ته هيءَ دستار تو ڪٿان آندي؟ پوءِ جڏهن دستار آڻيندڙ ڪان پڇيو ويو ته هن چيو ته پر سال ٻيڙيءَ ۾ هئس ته طوفان سبب ٻيڙيءَ جي ٻڏڻ جو خوف ٿيو، پوءِ اهو نذر ڪيم ته جڏهن منهنجي ٻيڙي سلامتيءَ سان منزل تي پهتي ته بهترين دستار شيخ کي هديه طور پيش ڪندس. ڇهن مهينن کان وٺي اهڙو هديو بغداد ۾ ڳولهيندو رهيس. مگر هٿ ڪونه ٿي آيو ۽ شرم کان هيڏانهن نه پئي رهيس. مگر اڄ فلاڻي دڪان تي ڏٺم ۽ پوءِ خريد ڪري شيخ جي خدمت ۾ آڻي پيش ڪيم.

## ابوربيع ڪفيف ماليقي

هيءَ ابوالعباس عريف جي مريدن مان هو.

هو چوي ٿو ته مون ستر هزار دفعا ڪلمه طيبه جو ورد (لا اِلٰه اِلا الله) جو پڙهيو ۽ ڪنهن جي به نالي تي بخش ڪونه ڪيو هئم. هڪ ڏينهن سنگت سان گڏ دسترخوان تي ڪاڌو ڪائي رهيو هئس ته اسان سان گڏ هڪ نينگر به کائڻ لڳو ۽ ڇوڪرو صاحب ڪشف هو. جنهن وقت انهيءَ نينگر ڪاڌي لاءِ پنهنجو هٿ طعام ڏانهن وڌايو ته اوچتو دانهن ڪري روئڻ لڳو. ڪانئس روئڻ جو سبب پڇيو ويو. چيائين ته هن وقت دوزخ جو مشاهدو ڪيم ۽ ڏٺم ته منهنجي ماءُ ڪي عذاب تي رهيو آهي. ابوربيع چوي ٿو ته مون پنهنجي دل ۾ چيو اي رب تعاليٰ تون ڄاڻين ٿو ته مون سترهزار دفعا ڪلمه لا اِلٰه اِلا الله پڙهيو آهي. ان کي هن نينگر جي ماءُ جي ڇوٽڪاري لاءِ سندس ماءُ کي بخش ڪيم. جيئن جو اها بخشش جي نيت ڪيم ته ڏٺم ته ڇوڪرو کِلي رهيو آهي. چيائين ته منهنجي ماءُ کي ڇوٽڪارو ملي ويو. پوءِ طعام کائڻ شروع ڪيائين.

شيخ فرمائي ٿو ته پاڻ سڳورن ﷺ جن جي صحيح حديث آهي ته فرمائين ٿا ته جنهن شخص ستر هزار دفعا ڪلمه لا اِلٰه اِلا الله پاڻ لاءِ يا ڪنهن ٻئي لاءِ پڙهيو ته ان کي دوزخ جي باهه کان نجات حاصل ٿي ويندي. اها تصديق انهيءَنينگر جي ڪشف مان حاصل ٿي وئي.

## سلطان مجدالدين طالبه

هيءَ اهل عسڪر مان هو. توڪّل ۽ تجديد ۾ بي مثل هو.

هڪ دفعي سخت سيلاب آيو جو هرات شهر کي ٻوڙي پيو، ڪيس انهيءَ حالت جي خبر ڏنائون. چيائين ته منهنجو هيءُ جُبّو ڪٽيُ وڃو ۽ سيلاب جي اڳيان رکو. پوءِ ائين ڪيائون ۽ سيلاب اڳتي وڌڻ کان رُڪجي ويو.

امام فخرالدين رازي به ان جي زماني ۾ هو. سندس صحبت جو قرب ۽ برڪت به حاصل ڪئي هئائين. وفات کان پوءِ ڪيس فيروزآباد ۾ اندرون دڙب خشڪ ۾ دفن ڪيو ويو.

## شيخ محمود اشنوي

رساله "غاية الامڪان في معرفة الزمان والمڪان" جو مصنف هو. هيءُ مولانا شمس الدين محمد بن عبدالملڪ ديلمي جو شاگرد ۽ اڪابرين مشائخ ۽ محققين مان هو. هن حقيقت زمان

تي جيڪا تحقيق ڪئي آهي. سا ڪنهن ٻئي مصنف تمام گهٽ ڪئي آهي. هيءُ سلطان مجدالدين طالبه جي پرسان مدفون آهي.

## شيخ احمد چشتي

هيءُ ٻيو شيخ احمد چشتي بن مودود آهي، جنهن جو مٿي ذڪر ٿي چڪو ۽ شيخ نجارڪي ڏنو هئائين.

## خواجه اسماعيل چشتي

هيءُ شيخ احمد چشتي جو پاءُ هو.

شيخ الاسلام انصاريءُ جو بيان آهي ته عقل ۽ فراست ۾ احمد جي پاءُ جهڙو مون ڪونه ڏٺو.

## درويش محمد چرگر

هيءُ ابدالن مان هڪ برگزيده ابدال هو. هرات جي جامع مسجد ۾ زندگي بسر ڪندو هو. هڪ دفعي مسجد ۾ ستو پيو هو ته ڪنئري مان پاڻي هارجي پيو ۽ اُتي آلاڻ ٿي وئي. مسجد جي خادم سمجهيو ته هن مسجد ۾ پيشاب ڪيو آهي. سو هن کي ايتري ته مارڪُٽ ڪيائين جو سندس عضوا ٽٽي پيا. درويش پوءِ آهه پريندو روانو ٿي ويو. پوءِ مسجد کي باهه لڳي ۽ مسجد ۾ جيڪو به ڪاٺ هو سڀ سڙي ويو ۽ باهه وڌندي بازار کي لڳي ۽ دڪانن کي به ساڙڻ لڳي. اها خبر سلطان مجدالدين کي ڏنائون. هو جلد اچي پهتو ۽ چيائين ته اي چرگر! مسلمانن جي شهر کي نه ساڙ! پوءِ چرگر پنهنجي اکين جو پاڻي باهه تي اُڇلايو ۽ باهه ختم ٿي وئي. چرگر هيءُ بيت ڳائيندو رهيو.

رباعي

هيءُ باهه اوچتو جو پڙڪي، انهيءَ کي سيڪت هئي جنهن منهنجي دل کي ساڙيو.
جيڪڏهن منهنجي اکين جو آب مدد نه ڪري ها ته سيئي دڪاندار سڙي وڃن ها.

## شيخ عمار ياسر

هيءُ حضرت شيخ نجيب الدين سهروردي جي مريدن مان هو. هيءُ ناقصن جي تڪميل ۽ مريدن جي تربيت ۽ ڪشف ۾ ڪمال رکندڙ هو.

شيخ نجم الدين ڪبريٰ، فواتح الجمال ڪتاب ۾ لکي ٿو ته جڏهن شيخ عمار جي خدمت ۾ پهتس ۽ انهيءَ جي امر سان خلوت ۾ رهڻ جو قصد ڪيم ۽ خلوت ۾ رهيس، مگر دل نه لڳي. جڏهن اڪتساب علوم ظاهري پورو ڪيم ته هر فتوحات غيبي جيڪا مون حاصل ڪئي هئي پوءِ منبر تي چڙهي طالبان حق تائين پهچايم. جنهن نيت سان خلوت اختيار ڪيم ته اهو مقصد

حاصل ڪرڻ تي سگھيو، انهيءَ ڪري اها ڇڏي ٻاهر نڪري آيس. پوءِ شيخ فرمايو تہ اول صحيح نيت ڪر ۽ پوءِ خلوت اختيار ڪر. پوءِ تنهنجي باطن ۾ نور پيدا ٿيندو. پوءِ پنهنجي ڪتابن کي وقف ڪري ڇڏيم ۽ سڀ ڪپڙا فقيرن ۾ تقسيم ڪري ڇڏيم. صرف هڪڙو جُبو رکيم جو پاڻ پاتم ۽ پوءِ چيم تہ هيءُ خلوتخانہ منهنجي قبر آهي ۽ هيءُ جُبو منهنجو ڪفن آهي ۽ ٻاهر اچڻ لاءِ ٻيو ڪوبہ امڪان ڪونہ اٿم ۽ اهو عزم ڪري ڇڏيم تہ جيڪڏهن ڪنهن سڏيندڙ مون کي ٻاهر نڪرڻ تي مجبور ڪيو تہ پنهنجي جبّي کي ڦاڙي ذرا ذرا ڪري ڇڏيندس، جيئن اگھاڙي حالت ۾ ٻاهر نڪرڻ ڪان شرم محسوس ٿئي ۽ ٻاهر نڪرڻ ڪان رڪجي وڃان. پوءِ شيخ منهنجي مٿان توجهہ ڪيو ۽ چيائين تہ هاڻي تون نيت درست ڪئي آهي ۽ هاڻي وڃ. پوءِ مون خلوت ۾ اچي پنهنجي مقصد کي حاصل ڪيو ۽ شيخ جي نظر سان مون لاءِ فتوحات جا دروازا کُلي ويا.

## شيخ عبدالجميل

هيءُ روم ۾ وقت جو امام و مقتداء هو. کيس حضرت خضر عليه السلام ڪان فيض صحبت حاصل ٿيل هو. هن کيس فرزند جي ڄمڻ جي بشارت ڏني هئي ۽ غجدوان شهر ۾ اقامت پذير هو. اتي ئي گذاري ويو.

## خواجہ عبدالخالق غجدواني

هيءُ شيخ عبدالجميل جو فرزند هو. اهو نالو سندس پيءُ حضرت خضر عليه السلام جي چوڻ سان رکيو هو. جوانيءَ ۾ قلبي ذڪر جو سبق حضرت خضر عليه السلام ڪان ورتو هئائين. ان وقت فرمائين تہ حوض ۾ وڃي پاڻيءَ ۾ ٻُڀي هڻ ۽ دل سان لاَ اِلٰهَ اِلاَّ اللهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوۡلُ اللهِ صَلَّي اللهُ عَلَيۡهِ وَسَلَّمَ پڙهہ. پوءِ ائين ڪيم ۽ جڏهن خواجہ يوسف همداني هتي آيو تہ سندس صحبت کي پاڻ تي لازم ڪري ڇڏيم. پوءِ خواجہ يوسف جو مان چوٿون خليفو ٿيس ۽ ٽن خليفن جو ذڪر اڳتي بيان ٿيندو.

نقشبندي سلسلو ڏانهس منسوب آهي جيئن تہ:

اعمال هذه الطريقة مشهورة و اکثر ذکرهم الخفي بالجلالة. ترجمو: هن طريقي جا اصول مشهور آهن ۽ سندن ذڪر اڪثر خفي الله جل جلاله سان هوندو آهي. جڏهن هيءُ گذاري ويو تہ سندس خليفا چار رهيا.

(1) خواجہ احمد صديق: هيءُ ان ڪان پوءِ سندس جانشين ٿيو. سندس قبر ڳوٺ فغيان ۾ آهي جو بخارا ڪان 3 ميل پنڌ تي آهي.

(2) خواجه اولياءِ ڪلان: کيس ڪبير بہ سڏيندا هئا. اصل بخارا جو هو. سندس قبر خاڪريز حصار تي برج عيار جي ويجهو واقع آهي. جڏهن سندس وفات جو وقت ويجهو آيو تہ چئن شخصن جن جا نالا مذڪور آهن، کيس خلافت ۽ ارشاد جي اجازت ڏئي ڇڏي.

خواجہ اولياء ڪبير جا خليفا هي آهن:

(1) خواجہ دهقان قلتي: هيءُ اولياء ڪبير جو پهريون خليفو آهي ۽ مرشد جي وفات ڪان پوءِ سندس مسند ارشاد تي ويٺو ۽ سندس قبر ڳوٺ قلت ۾ آهي، جيڪو ڳوٺ بخارا شهر جي اتر ۾ ٻن ميلن جي پنڌ تي واقع آهي.

(2) خواجه زڪي خدآبادي: هيءُ خواجہ اولياء جو ٻيو نمبر خليفو هو. خواجہ دهقان ڪان پوءِ ان جي مسند تي ويٺو ۽ باقي خلفاء ۽ جماعت سندس خدمت ۾ رهڻ لڳي. سندس قبر ڳوٺ خدآبادي ۾ موجود آهي، جيڪو بخارا شهر ڪان پنج ميل پنڌ تي هڪ تمام وڏو ڳوٺ آهي.

(3) خواجہ سوڪمان: خواجہ اولياء جو هيءُ ٽيون خليفو هو. خواجہ زڪي ڪانپوءِ هيءُ خلق جي اصلاح ۽ دعوت حق ڏيڻ ۾ مشغول ٿي ويو. ساري جماعت سندس ئي تابعداري ڪرڻ لڳي. سندس قبر خواجہ اولياء جي پرسان آهي.

(4) خواجہ غريب: هيءُ خواجہ اولياء جو صلبي فرزند هو. پنهنجي پيءُ جو چوٿون نمبر خليفو هو. خواجہ سوڪمان ڪان پوءِ خلق جي هدايت ۽ وارشاد لاءِ هن پنهنجي زندگي وقف ڪري ڇڏي.

شيخ سيف الدين باخرزي، جيڪو شيخ نجم الدين ڪبريٰ جي احباب جو همعصر هو. فتح آباد بخارا ۾ شيخ سيف الدين جي قبر آهي، تنهن سان ڪافي صحبت ڪئي هئائين. ان وقت ۾ شيخ مجذوب محبوب القلوب شيخ حسن بلغاري جو ارسن ۽ بلغار ڪان بخارا جي ولايت ۾ آيو ۽ نوي سال جي عمر جو هو، خواجہ غريب جي خدمت ۾ آيو، جنهن جو اهو اڻ ڏني معتقد ٿيو هو.

خواجہ غريب جا خليفا:

(1) خواجہ اولياء پارسا: خواجہ غريب جي چئن خليفن مان هيءُ پهريون خليفو هو. سندس مسڪن ۽ مدفن ڳوٺ خرمن ۾ آهي. هيءُ ڳوٺ بخارا جي علائقي ۾ آهي، جنهن کي هاڻي مندرس ۽ مطموس جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو.

(2) خواجہ حسن ساوري: خواجہ غريب جو ٻيو نمبر خليفو آهي. سندس قبر بخارا علائقي جي ڳوٺ ساور ۾ آهي.

(3) خواجہ اوڪتمان: هيءُ خواجہ غريب جو ٽيون نمبر خليفو هو. سندس قبر بخارا جي ويجهو حوض مقدم دڙي تي آهي. انهيءُ شهر جو نالو قبله خواجہ آهي.

(4) خواجہ اولياء غريب: خواجہ غريب جي خليفن مان هيءُ چوٿون نمبر خليفو آهي.

## خواجہ سليمان ڪرميني

هيءُ خواجہ عبدالخالق غجدوانيءُ جو ٽيون نمبر خليفو آهي. بعض ڪيس خواجہ اولياء جي خليفن ۾ شمار ڪن ٿا. ٿي سگهي ٿو تہ پهريائين خواجہ عبدالخالق جي خدمت ۾ رهيو هجي ۽ بعد ۾ سندس امر سان خواجہ اولياء جي خدمت ۾ وقت پورو ڪيو هجيس.

ڪانئس پڇيو ويو تہ ”والمخلصون عليٰ خطر عظيم“ جيڪو حديث ۾ آيو آهي، اهو ڪهڙو عظيم خطرو آهي؟ چيائين تہ: جيڪڏهن اهو خطرو يا خوف هجي ها تہ مصدر جي لفظ سان اچي ها. پر جيئن تہ مصدر تي عليٰ جو حرف آهي، جنهن ۾ دليل آهي تہ ”خطر عظيم“ مان مراد عالي مقام آهي، جيڪو مخلصين کي حاصل ٿيندو. پوءِ انهيءَ مقام تي خوف لازم ٿيندو ۽ مٿن خوف غالب رهندو ۽ اهو مقام نهايت بلندي وارو آهي. مثال ائين آهي تہ جهڙي طرح سج کي جيتري قدر ويجهو وجبو اوترو ان جي گرميءَ جي تاثير وڌيڪ ٿيندي. خواجہ سليمان جي قبر، ڪرمينہ ولايت جي هڪ ڳوٺ ۾ آهي. اهو بخارا علائقي جي ڏهن ڳوٺن مان هڪ ڳوٺ آهي.

## خلفاء خواجه سليمان ڪرميني

اول: خواجه محمود شاه بخاري.

ٻيو: شيخ سعدي غجدواني هرهڪ پنهنجي پنهنجي وقت جو صاحب ارشاد ۽ مريدن جي رهنمائي ڪندڙ رهيو آهي.

شيخ ابوسعيد بخاري: هيءُ خواجہ سليمان جي اڪابر احباب مان هو. شيخ محمد بخاريءَ جو پير ۽ مقتدا هو. شيخ محمد بخاري ڪتاب مسلڪ العارفين ۾ لکيو آهي تہ خواجہ سليمان، شيخ ابوسعيد جي جاءِ تي طالبن جو رهبر ٿيو.

شيخ ابوسعيد کان پڇيو ويو تہ خيالات اچن ٿا، پوءِ ٽري وڃن ٿا.جيڪڏهن اسان انهن خيالن کي ٽارڻ جي ڪوشش ڪريون ٿا تہ ٽري وڃن ٿا، پوءِ اسان ڪيئن سمجهون تہ اهي خيالات نفساني آهن يا شيطاني؟

فرمايائين تہ جيڪڏهن (ٽارڻ کان پوءِ بہ) ساڳي حالت وري اچي رهي تہ سمجهو تہ اهو نفساني خطري وانگر آهي چو تہ تنگ ڪرڻ ۽ اُلجهن ۾ وجهڻ اُن جي صفت آهي. هو هڪ آرزو جي بار بار طلب ڪندو آهي، تانجو سندس مقصد حاصل ٿئي. پر جيڪڏهن ٻي حالت ظاهر ٿئي تہ اهو شيطاني خطرو آهي. چو تہ شيطان جو مقصد گمراھ ۽ غافل ڪرڻ هوندو آهي. هڪ طريقي سان نہ، تہ ٻئي طريقي سان. سالڪ جي راھ وڃائڻ شيطان جو مقصد آهي.

## خواجہ عارف ريوڪروي

هيءُ خواجہ عبدالخالق غجدواني جوچوٿون نمبر خليفو هو. ريوڪري هڪ ڳوٺ هو جو بخارا جي علائقي ۾ هو. بخارا شهر کان ڇهن ميلن جي مفاصلي تي هو. ان جاءِ کان غجدوان هڪ ميل شرعي پنڌ تي واقع آهي. ارادت ۽ طريقت جي سندس نسبت خواجہ بهاؤالدين نقشبندي سان هئي، جيڪو خواجہ عبدالخالق جي چئن خليفن مان هو.

## خواجہ محمود فغنوي

هيءُ خواجہ عارف جي افضل احباب مان هو. سندس ڄمڻ جو هنڌ ڳوٺ انجير فغنوي هو. هيءُ ڳوٺ ولايت بخارا جي مضافات ۾ آهي ۽ سندس رهڻ جو هنڌ وري وابڪني هو. اهو ڳوٺ اتان جي سيني ڳوٺن ۾ وڏو هو. بخارا شهر کان ٽي ميل پنڌ تي هو. سندس قبر بہ انهيءَ جڳهہ تي آهي. سندس ڌنڌو گلڪاري هوندو هو.

خواجہ محمود جي وفات کان پوءِ خواجہ عارف وابڪني ڳوٺ ۾ اعلانيہ ذڪر ۾ مشغول ٿيو. خواجہ حافظ الدين، جيڪو وقت جو وڏو عالم هو. سندس جدّ اعليٰ خواجہ محمد پارسا استاد شمس الدين حلوائي جي چوڻ سان بخارا شهر ۾ هڪ وڏي علماء جي ميڙ ۾ خواجہ عارف کان سوال ڪيو تہ اعلانيہ ذڪر اوهان ڪهڙي نيت سان ٿا ڪريو؟ جواب ۾ چيائين تہ جيئن سُتل جاڳي پوي ۽ غافل هوشيار ٿئي ۽ سڌي واٽ تي اچي.

سائل چيو تہ اوهان جي نيت صحيح آهي ۽ اوهان جو اهو شغل جائز آهي. وري خواجہ محمود عرض ڪيو تہ اعلانيہ ذڪر جا ڪي شرط بيان فرمايو. فرمايائين تہ شرط هي آهن تہ ذڪر ڪندڙ مسلمان هجي، سندس زبان پاڪ هجي، ڪوڙ ۽ گِلا کان پرهيز ڪندڙ هجي، رزق حلال کائي شبهيّ واري کاڌي کان بہ پاسو ڪري، سندس دل ريا ۽ ڏيکاء کان پاڪ هجي ڪپڙا ۽ سندس بدن پاڪ هجي. پنهنجي ربّ ۽ مالڪ کان سواءِ ٻئي ڪنهن ڌانهن ڌيان نہ ڏي.

## امير خرد وابڪنوي

سندس نالو امير حسين هو. خواجہ محمود جي خليفن منجهان ٻهريون خليفو هو. سندس وڏو ڀاءُ امير حسن، مير ڪلان جي لقب سان مشهور هو. خواجہ محمود جي مريدن مان هو. پر خلافت امير خرد کي مليل هئي.

امير خرد جي قبر وابڪني شهر ۾ آهي.

## خواجہ علي ارغنداني

هيءُ امير خرد جو خليفو هو. سندس قبر ڳوٺ ارغنہ ۾ آهي ۽ هي ڳوٺ بخارا شهر کان پنج ميل پنڌ تي آهي.

## شيخ بدرالدين ميداني

هيءُ حسن بلغار جي اڪابر احباب مان هو. ان جو ئي صحبت يافتہ هو. ان کان پڇيو ويو تہ قرآن مجيد ۾ "ذڪراً ڪثيراً" جو حڪم آهي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ: واذڪروا الله ذڪرا ڪثيرا. (پوءِ ذڪر زبان آهي يا دل؟) فرمايائين تہ ابتدائي ذڪر زبان آهيءِ انتهائي ذڪر دل آهي.

ابتدائي ذڪر قرب الٰهي پيدا ڪرڻ جي ذريعي آهي. البت انتهائي ذڪر دل کي متاثر ڪري ٿو. دل جي متاثر ٿيڻ ڪري جسم جا سڀئي عضوا ذڪر جي عمل ۾ شروع ٿي وڃن ٿا. انهيءَ ذڪر ڪثير سبب سالڪ حقيقت کي پهچي وڃي ٿو.

حقيقت جي حال تي پهچڻ بعد ان جي هڪ ڏينهن جي عبادت جو درجي ٻئي جي سڄي سال جي عبادت جي برابر آهي.

فرمايائين ت آيت توبوا الي الله ۾ انهيءَ ڳالھ ڏانهن اشارو آهي ت توبه ڪرڻ ۾ قبوليت جي بشارت آهي. جو ت جيڪڏهن قبوليت ن هجي ت توبه ڪرڻ جو حڪم ن فرمايو وڃي ها.

## شيخ ابومحمد عبدالرحمٰن طفسونجي

طفسونج شهر، بغداد جي علائقي ۾ آهي. هڪ دفعي طفسونج ۾ شيخ ابومحمد عبدالرحمٰن منبر تي چڙهي چيو ت انا بين الاولياء ڪالڪرڪي بين الطيور اطولهم عنقا يعني آءٌ اولياء ڪرام جي درميان ۾ اهڙي طرح آهيان، جهڙي طرح ڊگهي ڳچي وارو پکي هوندو آهي[1]

شيخ ابوعلي الحسن بن احمد جيڪو شيخ عبدالقادر جي مريدن مان هو. جنت شهر جي پسگردائي ۾ رهندڙ هو. اتي مجلس ۾ موجود هو. اٿيو ۽ هڪ شخص ڪان فقرائي ٽوپي يا پوشاڪ وني پنهنجي مٿي تي رکي شيخ عبدالرحمٰن کي چوڻ لڳو ت تيار ٿيءُ مان توسان ملھ وڙهندس. شيخ عبدالرحمٰن خاموش ٿي ويو. پنهنجي جماعت کي چيائين ت هيءَ ڳالھ مان ڪنهن مصلحت ڪان خالي نٿو ڏسان. پوءِ شيخ ابوعلي حسن کي چيائين ت دلق (فقرائي ٽوپي يا پوشاڪ) تون پنهنجي پاءِ! شيخ ابوعلي چيو ت مان جتان آيو آهيان، ٻيهر واپس ن ويندس پوءِ پنهنجي ڳوٺ جنت ڏانهن منهن ڪري پنهنجي گهر واريءَ کي سڏ ڪري چيائين ت اي فاطمه! منهنجو پهراڻ آڻ ت مان پهريان. سندس گهر واريءَ اتي ڳوٺ ۾ آواز ٻُڌو ۽ پهراڻ موڪليائين. ڪيس راھ ۾ ئي ملي ويو. پوءِ شيخ عبدالرحمٰن ڪانئس پڇيو ت تنهنجو مرشد ڪير آهي؟ چيائين ت شيخ عبدالقادر. پوءِ شيخ عبدالرحمٰن چيو ت سندس ذڪر ت مان ٻڌو آهي. مگر چاليهن سالن ڪان وني مون کي درڪات تي قدرت حاصل آهي. هرگز ڪيس اُتي ڪون ڏٺم ۽ پوءِ پنهنجي مريدن کي چيائين ت بغداد ڏانهن وڃو ۽ شيخ عبدالقادر کي وڃي چئو ت عبدالرحمٰن اوهان کي سلام ٿو چوي ۽ چوي ٿو ت چاليهن سالن ڪان وني درڪات جي دروازي تي مون کي قدرت حاصل آهي. مگر مون توکي هرگز ن ڏٺو آهي، ن اندر ۽ ن ٻاهر. شيخ عبدالقادر ٻ انهيءَ ئي وقت پنهنجي بعض مريدن کي فرمايو ت طفسونج ڏانهن روانا ٿيو. جو رستي ۾ اوهان کي شيخ عبدالرحمٰن طفسونجي جا مريد ملندا. جيڪي مون ڏانهن پيغام کڻي پيا اچن، سو انهن کي واپس ڪجو ۽ جڏهن عبدالرحمٰن وٽ پهچن، پوءِ ڪيس هيءُ چوين ت عبدالقادر اوهان کي سلام ٿو چوي ۽ چوي ٿو ت:

---

[1] سنڌيءَ ۾ ان کي ٻگھ چوندا آهن (فرهنگ جعفري ص187)

انت في الدرڪات ومن هو في الدرڪات لايري من هو في الحضرات و من هو في الحضرة لايري من هو في المخدع و انا في المخدع ادخل و اخرج من باب السر من حيث لاتراني بامارة ان خرجت لڪ الخلعة الفلانية في الوقت الفلاني علي يدي خرجت لڪ وهي خلعة الرضا و بامارة خروج التشريف الفلاني في الليلة الفلانية لڪ عليٰ يدي. خرجت لڪ وهو تشريف الفتح وبامارة ان اخلع عليڪ في الدرڪات بمحضر من اثني عشر الف ولي الله سبحانه خلعة الولاية وهو فرجية خضراء طرازها سورة اخلاص علي يدي خرجت.

ترجمو: تون بہ هئين درڪات ۾ ۽ اهو ڪير هو درڪات ۾ جنهن ڪي نہ ڏٺو ويو ۽ ڪير هو حضرات ۾ ۽ اهو ڪير هو اتي موجود جنهن ڪي نہ ڏٺو ويو ۽ ڪير هو اتي پوشيده جڳهہ تي ۽ اهو آءٌ هئس پوشيده هنڌ. پوءِ ڳجهي دروازي ڪان داخل ٿيس پئي ۽ ٻاهر نڪتس پئي، پر مون ڪي جتي ڪنهن بہ نہ ڏٺو ۽ انهيءَ جي نشاني هيءَ ظاهر ٿي،جو تنهنجي لاءِ خلعت فلاڻي ۽ فلاڻي وقت تي منهنجي هٿان نڪتي تنهنجي لاءِ ۽ اها هئي خلعت رضا ۽ انهيءَ نشاني سان تہ فلاڻي تشريف جو خروج ٿيو. فلاڻي رات ۾ تنهنجي لاءِ منهنجي هٿان ۽ نڪتي جيڪا تنهنجي لاءِ اها تشريف فتح هئي. انهيءَ نشاني سان جو مان توکي پوشاڪ پهرائي درڪات ۾ ٻارهن هزارن اولياء الله جي موجودگيءَ ۾. اها خلعت ولايت جي هئي ۽ اها قبا سائي رنگ جي هئي ۽ نمونہ ان جو سورة اخلاص جي مانند هو اها بہ تنهنجي لاءِ منهنجي هٿان نڪتي.

پوءِ واٽ تي شيخ عبدالرحمٰن جا مريد ڪين مليا، جن ڪي واپس ڪيائون ۽ شيخ عبدالرحمٰن ڪي اهو پيغام پهچايائون. پوءِ شيخ عبدالرحمٰن چيو تہ صدق الشيخ عبدالقادر هو سلطان الوقت و صاحب التصرف فيه. يعني: شيخ عبدالقادر سچ فرمايو آهي ۽ هو وقت جو بادشاهہ ۽ ان ۾ تصرف جو مالڪ آهي.

## شيخ اسمٰعيل قصري

هيءُ شيخ ابونجيب سُهروردي جي مريدن مان هو. پر شيخ نجم الدين ڪبريٰ جي صحبت ۾ رهيو ۽ خرقو انهيءَ جي هٿان حاصل ڪيائين. ان وري خرقہ محمد بن مانڪيل جي هٿان حاصل ڪيو، جنهن وري محمد بن دائود ڪان، جيڪو خادم الفقراء جي نالي سان معروف هو. انهيءَ ابوالعباس ادريس ڪان، انهيءَ ابوعبدالله بن عثمان ڪان، ۽ انهيءَ وري ابويعقوب نهرجوري ڪان، جنهن ابويعقوب سوسي ڪان، جنهن وري عبدالواحد بن زيد ڪان ۽ انهيءَ ڪميل بن زياد ڪان حاصل ڪيو.

## شيخ روزبهان ڪبير مصري

هيءُ اصل گاذروني هو. پر مصر ۾ مقيم ٿيو ۽ شيخ ابونجيب سهروردي جي مريدن مان هو. اڪثر اوقات استغراق ۾ رهندو هو. شيخ نجم الدين ڪبريٰ جي صحبت ۾، رياضت ۾

مشغول رهندو هو، جتي گوشہ نشيني بہ اختيار ڪئي هئائين. شيخ روزبهان سندس دامادي بہ قبول ڪئي هئي، جنهن مان ڪيس بہ پٽ پيدا ٿيا.

في ڪتاب تحفة البررة سمعت شيخنا ابا الجناب يقول سمعت روزبهان بمصر قيل لي مرارا اترک الصلوٰة فانکَ لايحتاج اليها فقلت يارب اني لا اطيق ذالک کلفني شيئا آخر.

ترجمو: تحفة البررة ڪتاب ۾ آهي تہ مون پنهنجي شيخ ابي الجناب کان ٻڌو، جنهن چيو مون مصر ۾ روزبهان کان ٻڌو تہ هن مون کي ڪيترائي دفعا چيو تہ نماز کي ڇڏي ڏي، چو تہ توکي انهيءَ جي ضرورت نہ آهي. پوءِ مون چيو تہ يارب! بيشڪ مان ان جي طاقت نٿو رکان، منهنجي ڪفالت ڪنهن ٻئي شيءِ سان ڪر.

## قضيب البان موصلي

سندس ڪنيت ابوعبدالله هئي.

شيخ محي الدين ابن عربي جي ڪامل مرٖيدن مان هو. موصل جو هڪ فقيه قاضي ساڻس سخت اختلاف، ڪينو ۽ حسد رکندڙ هو. هڪ ڏينهن موصل جي گهٽين مان لنگهندي ڪيس اهو قاضي سامهون اچي ويو. قاضي دل ۾ خيال ڪيو تہ اڄ هن کي پڪڙي، حاڪم جي حوالي ڪرڻ گهرجي تہ جيئن ڪيس سخت سزا ڏئي. پوءِ اوچتو ڏٺائين تہ پري کان مٿي اُڏامندي پئي اچي ۽ پوءِ جڏهن اها مٿي ويجهو آئي تہ ان منجهان هڪ فقيه جي صورت ۾ انسان ظاهر ٿي بيٺو ۽ قاضي کان پڇڻ لڳو تہ ڪهڙي قضيب البان کي حاڪم جي حوالي ڪري ڪيس سزا ڏيارڻ گهرين ٿو؟ پوءِ قاضي توبه ڪئي ۽ سندس مريد ٿيو.

بعض ماڻهن شيخ عبدالقادرؒ کي شڪايت ڪئي تہ قضيب البان نماز ڪونہ پڙهندو آهي. فرمايائون تہ ان جو سِرُ هميشہ خانہ ڪعبه ۾ سجدي ۾ پيو هوندو آهي.

## ابوالحسن علي بن احمد

هيءُ شيخ عبدالقادر جيلاني جي مريدن مان هو. بغداد جي پسگردائيءَ جي ڳوٺ جنت ۾ رهندڙ هو. شيخ عبدالرحمٰن طفسونجي پنهنجي مريدن جي مجلس ۾ سندس شان بيان ڪندي ٻڌايو تہ سندس هڪ وار بہ الله جي عنايت کان خالي نٿو ڏسان.

## شيخ ابوالحسن بستي

هيءُ جيئن تہ خواجہ يوسف همداني، شيخ ابوعلي فارمدي جي مريدن مان هو، جنهن جي هيءُ رباعي بمشڪل عين القضاب همدانيءَ جي رسالن مان معلوم ٿي سگهي آهي.

رباعي

ترجمو: ڏٺوسون پوشيده دنيا ۽ اصل ٻنهي جهانن کي ۽ علت ۽ عار کان گذري وياسون آساني سان، انهي نورسيہ کان لا جي نقطه کي برتر ڄاڻ ۽ انهيءَ کان پڻ اهڙيءَ طرح گذري وياسون جو نہ هي رهيو ۽ نہ هو رهيو.

## شيخ حسن سڪاڪ سمناني

هيءُ شيخ ابوالحسن بستي جي مريدن مان هو. سمنان ۾ سڪاڪيہ جي نالي سان سندس خانقاه هئي. اوائل ۾ اتي شيخ رڪن الدين علاوالدولہ مقيم هو. پنهنجي ڪجهہ ملڪيت بہ وقف ڪري ڇڏي هئائين، جيڪا ڏانهس ئي منسوب هئي.

## محمد بن حمويه جويني

سندس ڪنيت ابوعبدالله هئي. شيخ ابوالحسن بستي جي مريدن مان هو. علوم ظاهري ۽ علوم باطني سان آراستہ هو. "سلوة الطالبين" جي نالي سان هڪ تصوف جي باري ۾ ڪتاب لکيو هئائين. جنهن ۾ گهڻن حقائق ۽ دقائق جو تذڪرو درج ڪيو هئائين.

## شيخ علي هيئتي

هيءُ برگزيده مشائخ مان هو. ڪرامتن ۽ ڪشف ڪاني جو صاحب هو. حضرت شيخ عبدالقادر جيلانيءَ جو مريد هو.

مذڪور آهي تہ هڪ دفعي شيخ عبدالقادر جيلاني مجلس ۾ وعظ فرمائي رهيو هو، تہ شيخ علي هيئتي بہ سندن پرسان وينو هو. ان کي ننڊ اچي وئي. شيخ عبدالقادرؒ اهل مجلس کي فرمايو تہ خاموش رهو. پوءِ پاڻ منبر تان لهي هيٺ آيو تہ شيخ علي هيئتي جي اڳيان سامهون ادب سان ويهي رهيو. پوءِ شيخ علي بيدار ٿيو. ان وقت شيخ عبدالقادر کيس فرمايو تہ ڇا تون حضور نبي ڪريم عليه الصلوٰة والسلام جن جي خواب ۾ زيارت ڪئي. چيائين هائو!

شيخ عبدالقادرؒ فرمايو تہ مان سندن لاءِ ئي ادب ۾ وينو هئس. وري شيخ علي کان پڇيائون تہ ڪهڙي وصيت فرمايائون. چيائين تہ اوهان جي خدمت ۾ رهڻ جو حڪم فرمايائون. پوءِ شيخ علي چيو تہ مون جيڪي بہ خواب ۾ ڏٺو سو عبدالقادرؒ بيداريءَ ۾ ڏٺو.

## سيد ڪبيرالدين

هي علويہ خاندان ۾ برگزيده عالم ۽ افضل ولي الله هو. سندس سلسلہ طريقت مصطفويہ هو. سندس نسبت اسماعيل بن امام ناطق جي واسطي سان حضرت جعفر صادق عليه السلام تائين پهچي ٿي. صديقيه طائفه جو نالو انهيءَ ئي سيد جي تصديق سبب مشهور ٿيو. اهڙيءَ طرح تقيه بہ اثني عشري ٽولي جو آهي، پاڻ کي ٻارهن امامن سان منسوب ڪندا آهن. سندن ايمان آهي تہ سڀ بار ۽ ذميواري امام صاحب پاڻ پنهنجي سر تي کڻي ويو ۽ اثني عشري کي پاڪ ڪري ويو. هن ٽولي جا هزارين ماڻهو ولايت هند مثلاً ملتان، سنڌ، گجرات ۽ لاهور وغيره ۾ رهندڙ آهن ۽ اهوئي ٽولو آهي، جيڪو پنهنجي مال جو خمس (پنجون حصو) سيد ڪبير جي اولاد کي ڏيندو رهندو آهي.

## شيخ ابوعبدالله قرباقي

فتوحات ابن عربي ۾ ذڪر آهي تہ شيخ ابوالعباس حريري سن ڇهہ سو ٽي هجري ۾ مصر ۾ مون کي ڳالهہ ٻڌائي تہ آءٌ شيخ ابوعبدالله قرباقي سان گڏ بازار ۾ پئي ويس ۽ ان پنهنجي ننڍڙي ٻار لاءِ هڪڙي قصريہ خريد ڪئي. قصريہ انهيءَ ٿانوَ کي چيو ويندو هو. جنهن ۾ ٻارن کي پيشاب ڪرايو ويندو هو. اهو ٿانوَ شيشي جو هوندو هو. جمامہ نالي هڪ صالح مرد بہ اسان سان گڏ هو. پوءِ هڪ جاءِ تي ويهي ڪجهہ شيون کائڻ وياسون. پوءِ خيال آيو تہ ڪجهہ نان ۽ حلوو کائڻ لاءِ ونجي، پر حلوي لاءِ ٿانوَ ڪونہ هو. پوءِ چيائون تہ هيءُ ٿانوَ (قصريہ) اجا تائين پاڪ ۽ صاف آهي. انهيءَ ۾ ئي حلوو وجهي کائجي. پوءِ ان ۾ کاڌوسون. جڏهن سنگت هلي وئي ۽ ابوعبدالله اهو ٿانو قصريہ هٿ ۾ ڪٺي روانو ٿيو تہ خدا جو قسم! مون ۽ ابوعبدالله قرباقي ٻنهي ڄڻن قصريہ مان آواز ٻڌو تہ جنهن شيءِ ۾ الله تعاليٰ جي اولياء ڪرام ڪا شيءِ کاڌي هجي، تنهن کي پيشاب يا ناپاڪ شيءِ لاءِ استعمال هرگز نہ ڪرڻ گهرجي. انهيءَ آواز کان پوءِ اهو ٿانوَ سندس هٿ کان زمين تي ڪِري پيو ۽ ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويو. اها عجب حالت منهنجي ذهن ۾ گهمندي رهي. شيخ ابوعبدالله چيو تہ مون شيخ ابوالعباس کي اها ڳالهہ ٻڌائي. چيائين تہ اوهين قصريہ جي نصيحت کان غافل ٿيل آهيو. اوهان جو خيال اهو هوندو تہ ڪيترائي ٿانو آهن، جن ۾ اوهان کان افضل ۽ بهتر ماڻهو کاڌو کائي چڪا هوندا، اهي ٿانوَ ناپاڪ هنڌن تي پيل آهن، سو اها ڳالهہ نہ آهي. هن مان اوهان کي تنبيهہ ڪرڻ مقصود آهي تہ حصول معرفت کان پوءِ الله تعاليٰ کان پنهنجي دلين کي اغيار ڏانهن نہ ڦيريو (يعني جنهن ٿانوَ ۾ معرفت الٰهي هجي انهيءَ ٿانوَ ۾ غيرالله جو تصور نہ اَچي.) ۽ ٿانوَ جي ٽٽڻ جو اشارو انهيءَ ڳالهہ ڏانهن آهي تہ ٿي سگهي ٿو تہ حق سبحانہ تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ اهڙي طرح اوهين بہ ٽٽي وڃو.

## شيخ ابوعبدالله تونسي

هيءُ خلق خدا کان ڪناره ڪش ٿي، تلمسان شهر کان ٻاهر هڪ ننڍڙي ڳوٺ ۾ رهندو هو. هڪ ڏينهن تلمسان جو بادشاهہ نالي يحيٰ جيڪو گهوڙي تي نهايت دبدبي سان وڃي رهيو هو. انهيءَ شيخ کي واٽ تي ڏٺو، پوءِ گهوڙي کي ڦيرائي وٽس وڃي سلام ڪيائين ۽ ان وقت هو ريشمي لباس ۾ ملبوس هو. پڇيائين تہ اي شيخ! هن لباس ۾ جيڪو مون پاتو آهي، نماز جائز آهي يا نہ؟ شيخ کِليو! پڇيائين تہ ڇو ٿو کلين؟ چيائين تہ تنهنجي ناداني ۽ بي سمجهي تي ٿو کلان؟ تنهنجو حال ان ڪُتي جي مثل آهي، جيڪو جڏهن ڪو مردار پيل هوندو آهي تہ ان مردار کي کائي ڍءُ ڪندو آهي ۽ مٽي کان وني پيرن تائين نجاست ۽ پليديءَ ۾ پريل هوندو آهي. پوءِ جڏهن پيشاب ڪندو آهي تہ پنهنجي ٽنگ کي مٿي ۽ پري ڪري پيشاب ڪندو آهي تہ متان اوچتو پيشاب جا ڇنڊا نہ لڳن ۽ تنهنجو بہ پيٽ حرام مال سان پريل آهي ۽ مخلوق تي ڪيل ظلمن جو بار تنهنجي گردن تي بي انداز آهي. هاڻي تون مون کان پڇين ٿو تہ هنن ڪپڙن ۾

نماز جائز آهي يا نہ؟ پوءِ يحيٰ تمام ڏاڍو رُنو ۽ گھوڙي تان هيٺ لهي، سندس پيرين پيو ۽ توبه ڪري سلطنت ڇڏڻ جو عزم ڪيائين.

## يحيٰ بن يعان

هي تلمسان جو اهو بادشاهہ هو، جنهن توبه ڪئي هئي ۽ روحاني رنگ لڳڻ سبب سلطنت ڪي ڇڏي، شيخ ابوعبدالله جي خدمت ڪرڻ ۽ ان وٽ رهڻ جو عمل اختيار ڪيائين.

ٽن ڏينهن ڪان پوءِ ڪيس شيخ چيو تہ هاڻي تنهنجي مهماني وارا ڏينهن ختم ٿي ويا، هاڻي رَسو ڪٽي ڪاٺيون ڪري وڪڻي گذارو ڪر. پوءِ جهنگ ۾ ڪاٺيون ڪري پنهنجي مٿي تي ڪٽي اچي بازار ۾ وڪڻي، انهيءَ رقم مان پنهنجي ضرورت آهر ڪٽي، باقي صدقو ڪري ڇڏيندو هو. شهر جا ماڻهو اهو ڏسي روئندا هئا تہ سلطنت ڪي ڇڏي ڪهڙي حال ۾ راضي آهي، پنهنجي ساري زندگي انهيءَ ئي شهر ۾ گذاريائين تانجو اتي ئي فوت ٿي ويو.

مذڪور آهي تہ شيخ ابوعبدالله تونسي هر وقت يحيٰ جي حق ۾ دعا گهرندو رهندو هو. فرمائيندو هو تہ يحيٰ بادشاهي ڪان زهد ڏانهن آيو، پر جيڪڏهن اسان انهيءَ آزمائش ۾ مبتلا ٿيون ها تہ شايد زهد ڏانهن نہ اچي سگهون ها.

## شيخ حافظ ابوالعلاء حسن بن احمد عطا

هي نهايت برگزيده صوفي طبقي مان هو. خاقاني ڪتاب ”تحفه“ ۾ سندس ڏاڍي تعريف بيان ڪئي آهي.

## تنڪور شيخ

هيءُ ترڪستان جي اعليٰ مشائخ مان هو. اتايسوي جي اڪابرين خاندان مان هو. خواجہ عبيدالله (احرار) پنهنجي چاچي خواجہ محمد ڪان نقل تو ڪري تہ سندن چوڻ آهي تہ هي خاندان تنڪور ڪان ترڪستان ويو، جتي ڪافي فائدا حاصل ڪيائون.

## شيخ ابي زيد قرطبي

هيءُ پنهنجي وقت جي برگزيده مشائخ مان هو. مشهور صاحب ڪرامات هو.

## شيخ ابوالعباس جوري

هيءُ اندلس جي اشبيلہ علائقي جي ڳوٺ جور ۾ رهندڙ هو. پنهنجي وقت جو صاحب ڪمال، منتخب اهل ڪمال ۽ ارباب حال هو.

## شيخ ابي اسحاق بن ظريف

هيءُ برگزيده مشائخ مان هو. وقت جو شاندار مڪاشفن ۽ عجيب مقامات جو صاحب هو.

شيخ ابي العباس قسطلاني ڇهه سو مشائخ کي ڏٺو ۽ انهن سڀني منجهان صرف ڇئن برگزيده مشائخ جي متابعت ڪيائين، جن منجهان ٽي بزرگ اهي آهن ۽ چوٿون بزرگ شيخ ابي الربيع مالقي هو.

## شيخ ابوبڪر بن هوار بطائحي

شيخ تاج العارفين ابوالوفا، احمد شنبڪي کان آندو آهي ته ابن هوار شروعات ۾ بطائح ۾ ڦرلٽ جو پيشو ڪندڙ هو، جڏهن ان ڌنڌي کان توبه ڪيائين ته عراق جي زمين ۾ اهل طريقت جو ڪوبه شيخ نظر ڪونه آيو. الله تعاليٰ جي حضور ۾ گريه ۾ سوال ڪيائين پوءِ هڪ رات خواب ۾ حضور اڪرم ﷺ جن کي ڏٺائين. حضرت ابابڪر رضي الله عنه سندن اڳيان هو. پاڻ سڳورن ﷺ جن کي خلعت هئي، پوءِ حضرت ابابڪر صديق رضي الله عنه کي حڪم فرمايائون ته خرقه ۽ ٽوپي کيس پهرائي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جن سندن شان ۾ فرمايو ته عراق ۾ سندن سنت کي زنده رکڻ لاءِ قيامت تائين تون ئي مڪلف رهندين.

هيءُ شيخ ابومحمد شنبڪي جو مريد هو. سندس حياتي ۾ شينهن ۽ ٻيا جهنگلي جانور سندس مطيع رهندا هئا.

## تاج العارفين شيخ ابوالوفا

هيءُ عراق ۾ پنهنجي وقت جي نامور مشائخ مان هو. کيس چاليهه ارباب ڪمال خادم هئا، جهڙوڪ شيخ علي هيئتي، شيخ بلقا بن بطو، شيخ عبدالرحمٰن طفسونجي، شيخ مطر باذراني، شيخ ماجد ڪردي ۽ شيخ احمد بقلي يماني.

مذڪور آهي ته جنهن وقت کيس ڪي مشڪلات درپيش ايندي هيون ته انهن جي حل لاءِ پنهنجي مرشد جي خدمت ۾ حاضر ٿيندو هو. شيخ وٽ هڪ مقصد لاءِ ويو ته ڏٺائين ته شيخ ننڊ ۾ ستو پيو آهي. سندس سڀئي عضوا الله تعاليٰ جي تسبيح ۽ تهليل ۾ مشغول آهن. پوءِ سندس سجاڳ ٿيڻ تائين انتظار نه ڪيائين ۽ نه وري کيس سجاڳ ڪرڻ جي گستاخي ڪيائين. هڪ دفعي سندس مرشد جي عضون ئي، سندس مشڪل کي حل ڪرڻ جو طريقو ٻڌايو. پوءِ انهيءَ جواب ۾ کيس تسلي ٿي ۽ موٽي آيو.

اول ئي تاج العارفين جو لقب حاصل ڪيائين.

ومن ڪلامه: لايڪون الشيخ شجاصي يعرف من قاف الي قاف فقيل له ما قاف اليٰ قاف؟ قال بطيعه الله عليٰ جميع مافي الاڪوان من ابتداءِ خلقه يڪن الي مقام "وقفوهم انهم مسئولون" قال الذڪر شهود الحقيقة وخمود الخليفة.

ترجمو: سندس ڪلام مان آهي ته شيخ شجاصي کي ڄاڻ نه هئي ته قاف کان قاف تائين ڇا آهي؟ پوءِ کيس چيو ويو ته جيڪو قاف کان قاف تائين آهي، سو الله تعاليٰ جي قدرت ۽ فرمان هيٺ آهي، ۽ سموري مخلوق جيڪا ابتدا کان حشر ۾ قيام تائين هوندي، تن کان بيشڪ

پڇيو ويندو، پوءِ هيءَ آيت پڙهيائين: "۽ انهن کي روڪيو، انهن کان سوال ڪيو ويندو." پوءِ چيائين تہ ذڪر حقيقت جو مشاهدو آهي ۽ ذميواريءَ جو بار.

## شيخ منصور بطائحي

هي بزرگ مشائخ مان هو. صاحب ڪرامات عاليه هو.

شيخ علي هيئتي فرمائي ٿو تہ هڪ دفعي جهنگ ۾ هڪ شينهن هڪ جوان جي ٻانهن ٽوڙي ٻہ ٽڪر ڪري ڇڏي، پوءِ شيخ اچي ڏٺو ۽ شينهن کي چيائين تہ ڇا توکي نہ چيو هئم تہ پاڙيسرين کي تڪليف هرگز نہ ڏج. شينهن جي پيشانيءَ جا وار پڪڙي چيائينس تہ مري وڃ! الله تعاليٰ جي حڪم سان مري ويو. پوءِ جوان جي ٻازو جيڪا شينهن ٽوڙي جدا ڪئي هئي، ان کي ڪٽي جوان جي ٽنل جاءِ تي رکي چيائين تہ يَا حَيُّ يَا قَيُّومُ يا ذوالجلال والاڪرام، پوءِ انهيءَ دم جوان جي ٻانهن جڙي درست ٿي وئي، جهڙي طرح پهريائين هئي.

## الشيخ الڪبير عارف بالله عقيل منبجي، المعروف "طيار"

لانه لما اراد الانتقال من قرية التي كان بها مقيما، ببلاد الشرق صعد الٰي منارتها طار في الهواءِ والناس ينظرون اليه فجاؤ فوجدوه في منبج و هو احد الاربقة الذي قال فيهم الشيخ ابوالحسن القرشي رايته اربعة من المشائخ يتصرفون في قبورهم كتصرف الاحياء الشيخ معروف الكرخي رحمة الله عليه والشيخ سيد عبدالقادر جيلاني قدس الله سره والشيخ عقيل منبجي والشيخ حيات بن القيس الحراني.

ترجمو: ڇاڪاڻ تہ جڏهن انهيءَ پنهنجي ڳوٺ کان ايرندي شهر وڃڻ جو ارادو ڪيو تہ مناري تي چڙهيو ۽ اُڏامي هوا ۾ هليو ويو ۽ ماڻهو کيس ڏسندا رهيا. پوءِ کيس "منبج" ۾ ڏٺائون. پاڻ انهن چئن هستين مان هڪ آهي، جن جي باري ۾ شيخ ابوالحسن قرشي فرمائي ٿو تہ مون مشائخ مان چئن شخصن کي ڏٺو، جيڪي پنهنجي قبرن ۾ اهڙي طرح تصرف ڪن ٿا جهڙي طرح زنده شخص زندگي ۾ تصرف ڪندا آهن. جن ۾ شيخ معروف ڪرخي، شيخ سيد عبدالقادر جيلاني، شيخ عقيل منبجي ۽ شيخ حيات بن قيس حراني شامل آهن.

چيو وڃي ٿو تہ هڪ ڏينهن هڪ صاحب ڪمال ولي پنهنجي مريدن جي جماعت سان گڏ فرات نديءَ جي ڪناري تي آيو. پوءِ پنهنجو هڪ مصلو دريا جي پاڻيءَ تي وڇايائين ۽ انهيءَ تي ئي فوت ٿي ويو. پوءِ شيخ منبجي پنهنجي مصلي تي ويهي مصلي سميت پاڻي ۾ ٽٻي هڻي ۽ ٻئي ڪناري تي نڪتو. سندس جسم مصلو ۽ سامان بلڪل خشڪ هئا.

## شيخ ابي يعزا

شيخ ابي مدين بيان ٿو ڪري تہ قحط سالي (ڏڪار جي حالت) ۾ شيخ يعزا جي خدمت ۾ ويس، هو جهنگ ۾ وينو هو. سندس چوڌاري جهنگلي جانور ۽ پکي وينل هئا. هڪ هڪ تي

وٽس پکي ۽ جانور اچي رهيو هو. پنهنجي پنهنجي آواز ۾ ڪجھ چئي رهيو هو. پوءِ شيخ ابي يعزا جو جواب ٻڌي واپس هليو پئي ويو. اها ماجرا ڏسي مان شيخ کان پڇيو ته هيءَ ڇا ماجرا آهي. چيائين قحط سالي ۽ ٻڪ سبب اهي جانور پريشان آهن. سندن رزق جو هنڌ هن وقت مغرب جي زمين آهي. الله تعاليٰ کين رزق جي عطا ڪرڻ جي آگاهي فرمائي آهي، مگر ان جڳھ تي نشاندهي مان ٻڌائي رهيو آهيان.

## شيخ ابي الحسن ابن شيخ ابوالبرڪات اسماعيل بن ابي سعيد نيشاپوري بغدادي

هيءُ وقت جو صاحب حال و صاحب طريقت هو.

## شيخ عزاز بطائحي

هيءَ عراق جي اڪابر مشائخ ۽ ڪامل عارفين مان هو.

چيو وڃي ٿو ته جنهن وقت به ڪيس وڻ مان ميوو پٽي ڪائڻ جي خواهش ٿيندي هئي ته وڻ جي ميوي واريون ٽاريون خودبخود جھڪي سندس آڏو اچي بيهنديون هيون، ضرورت موجب ميوو پٽڻ کان پوءِ خودبخود وري موٽي پنهنجي ساڳي جاءِ تي وڃي بيهنديون هيون.

سندس ڪلمات هي آهن: الارادة تحويل القلب من الاشياء لرب الاشياء والتصوف الجلوس مع الله بلائهم والتجريد بارقة تحرق البقاء وتمحق الرسوم و تعصم من رؤية الكون والوجد نور يزهو مقرون بنيران اشتياق تحرق البقايا و يلوح عليٰ اليها ڪل آثارة و المحبة ڪاس لها وهج في الاسرار.

ترجمو: ارادو يعني پنهنجي قلب کي شين کان ۽ شين جي حاجت کان صاف ۽ پري رکڻ آهي ۽ تصوف پنهنجين آزمائشن ۾ الله سان لنو لڳائڻ آهي ۽ گوشهٔ نشيني خبرداريءَ سان رهڻ آهي ۽ تجريد پنهنجي هستي کي فنا ڪرڻ آهي، جنهن ۾ سالڪ پنهنجين عادتن ۽ خصلتن کي مِٽائي ڇڏيندو آهي ۽ زندگي جي ضرورتن کي، گھرج آھر حاصل ڪرڻ آهي ۽ وجد نور آهي، جيڪو عشق جي باھ مان پيدا ٿيندو آهي ۽ سالڪ جي هر باقي شيءَ کي ساڙي ڇڏيندو آهي ۽ محبت الٰهي ان جو جام آهي، جيڪو اسرار الٰهي جي روشني مان پيدا ٿيندو آهي.

## شيخ ابومظفر

عبدالسميع بن عبدالله بن عبدالسميع واسطي شيخ عزاز بطائحي کي ڏٺو هئائين ۽ سندس مقامات جي باري روايتون به ڪيون اٿس.

## شيخ جليل ابي عمر اسماعيل

بن ابي البرڪات واسطي، شيخ عزاز بطائحي جو خادم هو. وقت جو معروف صاحب ڪمال هو.

## الولي الڪبير،سيد محمد بن يعقوب

سندس ڪنيت اباحربہ هئي. ڇاڪاڻ تہ وقت جي سلطان جي ايذائن ۽ ظلمن ڪان الله جي مخلوق تنگ اچي وئي هئي. اهڙي حالت ڏسي هن شيخ پنهنجي آگر جي اشاره سان سلطان کي قتل ڪري ڇڏيو. سندس آگر حربہ يعني هٿيار جو ڪم ڪيو، انهيءَ ڪري سندس اها ڪنيت پئجي وئي. يافعي ڪيس حياتيءَ ۾ ڏٺو هو. سندس وفات ڪان پوءِ هن جي قبر جي زيارت ڪرڻ ويندو هو.

## شيخ ڪبير عارف بالله علي بن وهب سنجاري

جهڙي طرح خواب ۾ ابوبڪر بن هوار بطائحي، سيدنا ابوبڪر صديق رضي الله جن جي دست مبارڪ سان گودڙي پهري هئي. اهڙي طرح بيداريءَ ۾ هن پاڻ کي اهڙي گودڙي پهريل ڏٺي ۽ پنهنجي همعصر مشائخ ۾ وقت جو برگزيده عارف ڪامل هو.

## شيخ صالح ابي يعقوب اسرائيل

بن عبدالمقتدر الحميد سائح. هڪار، لبنان، عراق ۽ عجم جي جبلن ۾ سير ۽ سياحت ڪندو رهيو. اڪيلائپ جي زندگي بسر ڪندو هو. شيخ بن مسافر ۽ ان جي همعصرن سان مجلسون ڪندو رهيو ۽ صاحب ڪرامات عاليه هو.

## شيخ عبدالله متوفي

وقت جو مشهور صاحب ڪرامات هو. سندس لقب مفتي العارفين هو.

من ڪلامه: اول التصوف علم واوسطه عمل و آخره موهبة. فالعلم يڪشف من الاسرار و العمل يعين علي الطلب والموهبة. تبلغ غاية الامل واصله علي ثلث طبقات مريد طالب ومتوسط ساير و منتهي واصل فالمريد صاحب وقت و المتوسط صاحب الحال والمنتهي صاحب اليقين.

ترجمو: سندس ارشاد آهي تہ تصوف جو اول "علم" آهي ۽ وچ "عمل" آهي ۽ پڇاڙي ان جي "بخشش" آهي. علم اسرار کي کولي ٿو ۽ عمل طلب ۾ مدد ڪري ٿو ۽ بخشش آرزو جي

انتها آهي ۽ ان جو اصل مريد و طالب جي ٽن طبقات تي ٻڌل آهي: وچولو، ڪامل ۽ آخري. مريد اصل صاحب وقت، متوسط صاحب حال ۽ منتهي صاحب يقين هوندو آهي.

## شيخ ابي الحسن بن احمد طفسونجي

هن جو بيان آهي ته منهنجي مرشد شيخ عبدالرحمٰن طفسونجي، پنهنجي وفات وقت مون کي اها وصيت فرمائي هئي ته شيخ عبدالقادر جن جي خدمت کي پاڻ تي لازم ڪري ڇڏج ۽ ان وٽ ئي قيام ڪج. سندس وفات کان پوءِ وصيت موجب شيخ عبدالقادر جن جي خدمت ۾ رهڻ لڳس، خلعت حاصل ڪيم ۽ دامادي جي به نسبت جو شرف حاصل ٿيو. گويا وٽن قيام ڪرڻ جو حڪم نسبت داماد (ناني) ڏانهن اشارو هو.

## شيخ ابي البرڪات اسماعيل بن ابي سعيد نيشاپوري

هيءُ بغداد جو هو. وقت جي مشهور بزرگان دين مان هو. معروف، مشهور مشائخ مثلاً عزاز وغيره سندس پٽ هئا.

## شيخ ڪبير ابي الحسن

وقت جي معروف شخصيت هو.

## شيخ جليل ابي عباس احمد

بن علي صرصري هو. شيخ حماد دباس جو فيض يافته هو. سندس ئي خليفو به هو. شيخ ابوطاهر به سندس وقت جو معروف بزرگ هو.

## شيخ ابوسعيد قلوري

هيءُ اڪابر مشائخ مان هو. مستجاب الدعوات هو ۽ وقت جا برگزيده مشائخ سندس همعصر هئا. جهڙوڪ شيخ حماد باس وغيره.

## شيخ ابوسعيد

هي اڪابر عارفين ۽ معتبرين ۽ فقيهن مان هو.

شيخ ابو محمد مدني بيان ٿو ڪري ته شيخ بسير دمشق کان سفر جي اجازت گهريم. هن مون کي به عدد صوف ڏنا ۽ چيائين ته هڪ صوف وڃڻ وقت سفر دوران ڪائج ۽ ٻيو صوف ضرورت لاءِ رکي ڇڏج ۽ ٻي ڪنهن شيءِ جي ڪائڻ لاءِ توجهه هرگز نه ڪج ۽ عراق کان وٺي دمشق تائين سفر ڪيم ۽ هڪ ئي صوف تي گذارو ڪيم ۽ مون کي ٻئي ڪاڏي جي طلب ڪونه

ٿي ۽ نہ وري مون کي بک لڳي ۽ واپس موٽڻ وقت ٻئي رکيل صوف کي کاڌم تہ ساري واٽ مون کي بک ڪونہ لڳي. اهڙي طرح دمشق کان عراق جو سفر پورو ڪيم.

## شيخ امام ابي عمرو عثمان

بن مرزق القريشي. هي شيخ عقيل منبجي جو همعصر ۽ سندس دوست هو. سندس پٽ شيخ اصيل ابي الخير بہ معروف عارفين مان هو.

## شيخ ابي محمد مبارڪ بن محمد الفرازي

هن جو بہ وڏن مشائخن ۾ شمار هو. شيخ عقيل منبجي جو دوست هو.

## شيخ فقيه ناسڪ ابي محمد بن عبدالله بن محمد افريقي

هيءُ ابويعزا جي مريدن مان هو. هن جي تعريف ۾ بيحد مناقب بيان ڪيا ويا آهن.

## شيخ ابي مدين مشڪور

هيءُ بہ شيخ ابويعزا جي مريدن مان هو. پنهنجي شيخ جون ڪافي ڪرامتون بيان ڪيون اٿائين.

## شيخ صالح ابوعبدالله بن محمد

بن ڪامل الحسيني ۽ معروف زمان شيخ حضرت سيد عبدالقادر جيلانيءَ جن جي معارف جو بيان ڪندڙ آهي.

## شيخ ابومحمد شيبي محلي

هيءُ برگزيده مشائخ مان هو. شيخ سيد عبدالقادر جيلاني جن جي همعصرن مان هو.

## شيخ قيس بن يونس شامي

هيءُ بہ شيخ سيّد عبدالقادر جيلاني جي همعصر ۽ دوستن مان هو. وقت جي نامور مشائخ مان هو.

## شيخ علي بن ادريس يعقوبي

هيءُ شيخ بقا جي مخلص ۽ ارادتمند احباب مان هو.

## شيخ عبدالرحمٰن بن احمد اسيلي

هيءُ شيخ علي بن وهب جو همعصر هو. وقت جو برگزيده بزرگ هو.

## شيخ موسيٰ بن ماهين زولي

روايت آهي تہ بعض عرفا منجهان هڪ خاتون پنهنجي چئن مهينن جي عمر واري ٻار کي کڻي، شيخ جي خدمت ۾ حاضر ٿي ۽ چيائين تہ هيءُ ٻار فلاڻي جو پُٽ آهي ۽ هن عمر جو آهي ۽ هن لاءِ دعا فرمائيندا. شيخ انهيءَ ٻار ڏانهن پنهنجو رخ ڪري فرمايائون، اي پٽ! پڙهہ! قل هو الله احد پوءِ ٻار سورة اخلاص نهايت فصيح زبان سان پڙهي ويو ۽ ان وقت ئي ڳالهائڻ ۽ برجستو گهمڻ لڳو. راويءَ جو بيان آهي تہ ٽن سالن کان پوءِ ان ٻار کي ڏٺم! تہ ڪيس زبان ۾ اهائي فصاحت موجود هئي، جيڪا چئن مهينن جي عمر ۾ شيخ جي تصرف سان حاصل ٿي هئي.

## شيخ ابي محمد عبدالله بن مسعود معروف رومي

هيءُ شيخ ابي نجيب سُهروردي جي احباب ۽ خادمن مان هو.

## شيخ امام عارف تقي الدين علي

بن مبارڪ واسطي، هيءُ سيدي احمد رفاعي جو دوست ۽ ان سان گڏ رهندو هو.

## شيخ جليل ابي الحسن علي

هيءُ سيدي احمد رفاعي جو ڀاڻيجو هو. صاحب مقامات جليلہ هو. شيخ عمو ۽ سيدي احمد رفاعي جو صحبت يافتہ ۽ فيض يافتہ هو.

## شيخ علي بن مريس يعقوبي

هيءُ شيخ علي هبتي جي مريدن مان هو. پنهنجي زماني جي نامور مشائخ سان مجلسون ڪيون هئائين ۽ پاڻ بہ وقت جي نامورن مشائخ ۾ شمار ٿيندو هو.

## شيخ ابوالحسن جوسفي

هيءُ شيخ علي هيئتي جي دوستن مان هو. سندس تعريف ۽ مقامات جون ڪافي روايتون بيان ڪيون اٿائين.

## شيخ ابي نصر صالح

بن ابي المعالي، هن شيخ عبدالرحمٰن طفسونجي ۽ ان جي وقت جي مشائخ کي ڏٺو هو.

## شيخ ابوالفتح

هيءُ شيخ يحيٰ بن محمد بن مرتعش جو خادم هو.

سندس چوڻ آهي ته مون پنهنجي شيخ کان پڇيو ته مٿس ارتعاش لقب پوڻ جو سبب ڪهڙو آهي؟ فرمايائين ته شيخ بقا جي ڳوڻ جي مٿان هوا ۾ اُڏامندو ٿي ويس ته هڪ شخص کي مزبله ۾ وينل ڏٺم ته ڪيس چيم ته اي مزبله ۾ وينل شخص، اُٿ! پوءِ اسان ڏانهن نگاهه ڪيائين. ڏٺم ته شيخ بقا هو. ان جي نگاهه جي هيبت جي ارتعاش منهنجي مٿان غلبو ڪيو ۽ مان عاجز ٿي ويس.

## شيخ مطر باذراني

هيءُ ساداتِ عارفين ۽ اڪابر مشائخ محققين مان هو.

## شيخ عوض

بن سلامة بغدادي ۽ شيخ مطر جي دوستن مان هو.

## شيخ ابي طاهر

بن احمد صرصري پيءُ ۽ پٽ ٻئي ڄڻا، شيخ مطر باذراني جا فيض يافته هئا. شيخ جي مقامات جي حق ۾ ڪافي روايتون سندن بيان ڪيل آهن.

## شيخ ابي محمد ماجد الڪردي

صاحب ڪرامات عاليه هو. مقامات جليه جو مالڪ هو. سندس فرزند شيخ سليمان بيان ٿو ڪري ته هڪ ڏينهن پنهنجي پيءُ وٽ خلوت ۾ موجود هئس، ڪابه شي کائڻ يا پيئڻ لاءِ ڪونه هئي جو والد صاحب پنهنجي خلوت خانه مان ٻاهر نڪري آيو ۽ پنهنجي جڳهه تي ويهي رهيو. مان به سندس اڳيان ادب سان ويهي رهيس ته اچانڪ ويهه شخص وٽس اچي ويهي رهيا. پوءِ مون کي فرمايائين ته خلوت خانه ۾ وڃ، ڪجهه شيون کڻي اچ ته دوستن کي کارايون. آءٌ حيران ٿي ويس ته اتي ته ڪابه شيءِ ڪونه آهي، ڇا کڻي اچان؟ پر ادب کي ملحوظ رکندي مان خلوت ۾ اندر ويس ته ڏٺم ٻه خادم، طعام جا دسترخوان جهليو بيٺا آهن. پوءِ کڻي ٻاهر آياسون. سڀني کائي ڍءُ ڪيو، ليڪن طعام برابر باقي هو. انهيءَ ئي ساعت ۾ پندرهن شخص ٻيا به آيا، انهن به خوب کائي ڍءُ ڪيو ۽ پوءِ ٻيا به آيا جن طعام کاڌو ۽ اڳين به انهن سان ٻيهر طعام کائي ڍءُ ڪيو.

## شيخ ابوالحسن سنجاري

هيءُ هڪ وڏو بزرگ ۽ صاحب عرفان هو.

## شيخ العالم ابي طالب عبدالرحمٰن

بن ابي الفتح هاشمي واسطي، مغربي. هيءُ پنهنجي وقت جي اڪابرين مشائخ مان هو.

## شيخ القدوة جمال العارفين ابا محمّد

بن عبدالله بصري ابي العباس خضر عليه السلام جو صحبت يافته هو. ڪيترن ئي مشائخ سان مجلسون ڪيون هئائين. پاڻ به جليل القدر بزرگ هو.

## شيخ القدوة ابا عمرو بن عثمان بن مرزوق قرشي

شيخ احمد بن برڪات السعد بن صايغ بيان ٿو ڪري ته مصر ۾ ان وٺ به شخص حاضر ٿيا، انهن ۾ هڪ عربي هو. ٻيو شخص عجمي هو. انهن پنهنجي پنهنجي زبان يعني عربي ۽ عجمي جو مسئلو ڇيڙيو ۽ آخر ائين فيصلو ٿيو ته عرب ڪي ڪيپي ته هو عجمي زبان ۾ ڳالهائي ۽ عجميءَ ڪي ڪيپي ته هو عربي زبان ۾ گفتگو ڪري. پوءِ ٻئي ڏينهن ٻنهي شخصن ڪي ڏٺم ته عجمي شخص فصيح زبان ۾ گفتگو ڪري رهيو هو. عرب وري نهايت بلاغت سان عجمي زبان ۾ گفتگو ڪري رهيو هو. عرب ٻڌايو ته اڄ رات ابراهيم خليل الله عليه السلام ڪي خواب ۾ ڏٺم ته مون ڪي عجمي زبان سيکاري رهيو هو. عجمي ٻڌايو ته اڄ رات خواب ۾ حضور اڪرم ﷺ جن جي زيارت ڪيم جن مون ڪي عربي زبان جي تلقين فرمائي. جن سببن جي ڪري هرهڪ ڪي اها نعمت نصيب ٿي آهي.

## ابي العباس احمد

بن برڪات سعدي مقري، جليل القدر اولياء مان هو، پنهنجي مرشد شيخ قدوة ابا عمرو بن عثمان جي مناقب جون ڪافي حڪايتون بيان ڪيون اٿس.

## شيخ فرح عارف ابي عبدالله محمد

بن ابوالحسن مخرومي. هيءُ شيخ قدوة اباعمروبن عثمان جي دوستن مان هو. شيخ ابي عبدالله محمد جو مرشد هو.

## شيخ جليل الاصيل ابي الخير سعد

بن شيخ القدوة عارف بالله ابي عمرو بن عثمان بن مرزوق قريشي جو خدمت يافته هو.

## شيخ فرح بن عبدالله حبشي

صاحب حالات جليه هو. شيخ سويد سنجاريءَ جو مريد هو.

## شيخ المعارف ابي المحاسن يوسف

بن شيخ القدوة ابي الحسن زنجاني، شيخ فرح ۽ شيخ سنجار ڪي ڏٺو هئائين ۽ شيخ سنجار، سندس مقامات عاليه جو ڪافي بيان ڪيو آهي. جيئن ته بيان ٿو ڪري ته سمعت شيخي

سويد رضي الله عنه يقول جاهدت نفسي في بدايتي و منتها الماء مدة فاخذت في بعض سياحتي بغدير من الماء فراودتني نفسي علي الشرب فامتنعت فرايت من شيءِ اسود القي نفسه في الماء فاذا هي نفسي تمثلت بين يدي في الماء تسالني بالله تخفيف عنها فقلت والله لا حلت عليٰ مجاهداتي ولا مما بايعت الله تعاليٰ عليه.

ترجمو: شيخ سويد رضي الله کان ٻڌم، جنهن چيو ته ابتداء ۾ مون پنهنجي نفس سان ڏاڍو مجاهده ڪيو. ڪافي مدت پاڻي ۾ گذاريم (مگر پاڻي نه پيتم) پوءِ پاڻيءَ جي وڏي تلاء ۾ سير ڪرڻ شروع ڪيم. پوءِ منهنجي نفس مون کي پاڻي پيئڻ تي آماده ڪيو. پوءِ ڪجهه پيتم. ايتري ۾ ڏٺم ته ڪاري رنگ جي ڪنهن شيءِ پنهنجو پاڻ کي پاڻيءَ ۾ اڇلايو آهي. اها منهنجي نفس جي مثالي صورت هئي، جيڪا منهنجي آڏو اچي بيني ۽ الله جو قسم وجهي مون کي منٿون ڪيائين ته مون تي ڪجهه هلڪائي ڪر. مون ڪيس چيو ته پنهنجن مجاهدن ۾ هلڪائي ڪري سگهندس، مگر الله تعاليٰ سان عهد ڪيل ڳالهين ۾ هرگز نه ڪندس پوءِ وڏيڪ مون کي ٻڌايائين نفس کي عاجز ۽ مات ڪري آخر ۾ ڪيس رعايت ڪيم.

## شيخ جليل ابي الفضايل سويد سنجاري

سندس خلف رشيد، شيخ اصيل اسماعيل بيان ٿو ڪري ته سنجار جي سلطان ڪيس سڏايو، سندس مريدن کي خوف ٿيو. چيائين (ڪا ڳالهه ڪونهي) آءٌ توهان سان آهيان. پوءِ جڏهن سلطان جي وڏي در وٽ پهتا ته سلطان کي سخت قولنج شروع ٿي ويو ۽ جڏهن گهٽي ۾ پهتا ته درد جي شدت سبب سلطان کي بيهوشي طاري ٿي وئي. سلطان جي اهل ۽ عيال اهو يقين ڪيو ته شيخ کي گهرائڻ سبب اها تڪليف پهتي آهي. پوءِ مرد ۽ زالون روئندا، شيخ جي قدمن ۾ ڪِري پيا ۽ پوءِ شيخ جي دعا سان هو چڱو ڀلو ٿي ويو. هو وقت جي عارفين، اڪابر محققين ۽ مشائخ علمائن مان هو.

سندس قول آهي ته عارفين جو مقام ڇهن اصولن تي ٻڌل آهي اهي اصول هي آهن:

(1) القصد الي الله في السير (سيرسلوڪ ۾ الله تعاليٰ جي ڳولها جو ارادو ڪرڻ).

(2) والاعتصام بالله تعاليٰ في الامور (سيني ڪمن ۾ الله جي رضا مطلوب رکڻ).

(3) والجلوس مع الله تعاليٰ بالادب (الله تعاليٰ جي اڳيان ادب سان ويهڻ).

(4) والنصيحة العباد السر والجهر (ٻانهن کي ظاهري ۽ پوشيده نصيحت ڪرڻ).

(5) والڪتم اسرار الله تعاليٰ في الطي و ثبوت الحال مع العلم بالصبر (الله تعاليٰ جي اسرارن کي پوشيده ۽ ڍڪي رکڻ ۽ حال جي پختگي تي علم ۽ صبر سان قائم رهڻ.)

(6) وذڪر لااِلٰه اِلا الله الملک الحق المبين (۽ لا اِلٰه اِلا الله الملک الحق المبين جو ذڪر جاري رکڻ).

قال: العلم ثلاثة، العلم باحڪام الله و هو العلم بالامر والنهي والاحڪام الحدود و علم مع الله تعاليٰ وهو علم الخوف والرجاء والمحبة والشوق و علم بالله وهو العلم بنعوته وصفاته و علم

الظاهر وعلم الطريق و علم الباطن و علم المنزل يعني علم الحقيقة والمواطن الوصول اليٰ رب الخليقة و علم الحكم وعلم الشرع وكل باطن لا يقيمه ظاهر فهو باطل واصل العقل الصمت و باطنه و كتمان الاسرار وظاهره و الاقتداءِ بالسنة واذا غلب الهويٰ تواري العقل ومن احتجب في شيءِ من علوه فلا ينظر اليٰ شيءِ من عيوبه

ترجمو: چيائين ته علم ٽي قسم آهي: الله تعاليٰ جي احڪامن جو ڄاڻڻ امر ۽ نهي سان ۽ حدود جا احڪام ۽ الله تعاليٰ جي معرفت حاصل ڪرڻ خوف ۽ سندس محبت ۽ شوق اميد سان ۽ الله تعاليٰ جي نعمتن ۽ صفتن جي ڄاڻ، ظاهري علم، طريقت جي علم ۽ باطني علم جي جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ. منزل جي خبر يعني حقيقت ۽ مقامات ۽ وصل ربّ تعاليٰ جو علم هجڻ، ۽ شرعي احڪامن جي ڄاڻ جو هجڻ ۽ جيڪو به باطن، ظاهر جي اصلاح ڪي قائم نه ڪري، اهو باطل آهي ۽ عقل جو بنياد خاموشي آهي ۽ باطن، اسرارن کي پوشيده رکڻ ۾ آهي ۽ ظاهري اعتبار سان سنت رسول ﷺ جي پيروي ڪرڻ ضروري آهي. شهوتن جو غلبو عقل کي ختم ڪري ڇڏيندو آهي ۽ جيڪو شخص بلند مرتبي تي پهچي، پوءِ ان کان ڪا شيءِ ڳجهي رهي ته ڪيس ڪڏهن پنهنجو ڪو عيب نظر نه ايندو.

## شيخ رسلان

هيءُ شام جي اڪابرين مشائخ ۽ معروف عارفين مان هو. صاحب درجات هو. ڪافي مشائخ سندس صحبت حاصل ڪئي ۽ ان جا مناقب ۽ ڪرامتون به بيان ڪيون ۽ جن مشائخ سندس صحبت حاصل ڪئي ۽ مناقب بيان ڪيا تن مان خاص هي آهن: امام ابي الفرح عبدالرحمٰن بن شيخ ابي العلاء خزرجي ۽ شيخ عارف ابي محمد ابراهيم بن محمد بعلبڪي وغيره.

## ابومحمد صالح اڪاڪي

هيءُ شيخ ابومدين مغربي جي مريدن مان هو. فقيه ابي العباس احمد بن قريش تلمساني کان مذڪور آهي ته هڪ دفعي مغرب ۾، شيخ ابي مدين جي زماني ۾ مسلمانن ۽ يورپي عيسائين جي وچ ۾ جنگ لڳي. عيسائي مسلمانن تي غالب اچڻ لڳا. پوءِ شيخ چند مريدن سان گڏجي جهنگ ڏانهن روانو ٿيو ۽ هڪ واريءَ جي دڙي تي ويهي رهيو. پوءِ سڀ خنزير شيخ وٽ جمع ٿيا. پاڻ تلوار ڪڍي سڀني سوئرن کي قتل ڪري ڇڏيائين. ڪانئس پڇيو ويو ته فرمايائين ته هاڻي مسلمان فرنگين تي غالب ٿي ويندا. پوءِ انهيءَ تاريخ کي واقعي سان پيٽيو ويو ته اها ڳالهه صحيح نڪتي ۽ مسلمانن جي لشڪر ۾ موجود هڪ شخص ڳالهه ڪئي ته شيخ کي جنگ جي دوران ڏٺو ويو ته پنهنجي ترار سان فرنگين کي قتل ڪري رهيو هو. حالانڪ شيخ جي موجودگي واري جڳهه ۽ جنگ واري ميدان جو مفاصلو هڪ مهيني جي پنڌ تي هو.

۽ اهي مشائخ ڪرام جيڪي ڪانئس طريقت ۾ فيضياب ٿيا هئا، سي هي آهن:

(1) شيخ ڪبير عارف بالله عبدالرزاق مغربي

(2) شيخ صالح ابي عبدالله محمد بن حجاج مغربي
(3) شيخ صالح فاضل ابي العباس احمد بن محمد انصاري
(4) سندس فرزند شيخ جليل معارف ابي اسحٰق ابراهيم
۽ انهن کان سواءِ هڪ سندس صحبت جو فيضياب شيخ ابومدين مغربي هو.

## شيخ عبدالرحيم ۽ شخص عبدالرزاق

شيخ جليل ابي الحجاج الاقصري کان روايت آهي تہ مصر ۾ ہہ شخص گڏ هوندا هئا. عبدالرزاق چيو تہ لوح محفوظ ۾ ڏٺم تہ هڪ وقت بيت المقدس ۾ هڪ ابدال گذاري ويو آهي. پوءِ مون کي ان جي ڪفن، دفن ڪرڻ جو حڪم ٿيو آهي. انهيءَ ساعت ۾ بيت المقدس هليو ويو ۽ ان ابدال جو ڪم حڪم موجب پورو ڪري مصر ۾ موٽي آيو ۽ شيخ عبدالرحيم چيو تہ مون کي اهو حڪم ٿيو آهي تہ انهيءَ ابدال جو بدل شخص. مصر ۾ نيل ندي جي وچ ۾ ٻيڙيءَ ۾ سفر ڪري رهيو آهي. پوءِ ٻئي ڄڻا ويا ۽ ٻيڙيءَ کي نيل جي ڪناري تي ڏٺائون ۽ انهيءَ شخص کي ٻہ ٻيڙيءَ ۾ ڏٺائون. شيخ عبدالرحيم پنهنجي لٺ زمين ۾ کوڙي تہ ٻيڙي وانگر تي پاڻيءَ جي مٿان هلڻ لڳي. پوءِ نيل نديءَ جي وچ ۾ بيٺل ٻيڙي کي وجي پهتا ۽ انهيءَ شخص سان مليا. مصافحہ ڪري سندس هٿ چميائون پوءِ لٺ کي حرڪت ڏنائون. تہ اها ٻيڙي ٻہ رواني تي هلي ۽ مغرب جي نماز اتي پڙهيائون.
شيخ جي قبر جنانہ شهر ۾ آهي ۽ سندس نسبت حسيني آهي.

## شيخ جليل ابي الحجاج الاقصري

هن طريقي جي نامور بزرگن مان آهي.

## امام ابوالفرح عبدالرحمٰن

بن شيخ ابي العلاء خزرجي، هيءُ شيخ رسلان جو صحبت يافتہ هو. پنهنجي وقت جو برگزيده بزرگ هو.

## شيخ ابي محمد ابراهيم

بن محمود بعلبڪي هي ٻہ نامور مشائخ مان هو.

## شيخ ابي العباس احمد

بن قريش تلمساني ڪيس شيخ ابومدين مغربي جي سلسلي سان نسبت هئي.

## امام مجدالدين ابي الحسن علي

بن وهب قريشي ۽ حجاج الاقصريءَ جو همعصر ۽ مصاحب هو.

## شيخ امام تقي الدين

هيءُ امام مجدالدين جو فرزند هو. انهيءَ جي صفتن سان موصوف هو.

## شيخ الجليل عالم ابي اسحاق

بن ابي طاهر انصاري هن شيخ عبدالرحيم کي ڏٺو هو. پنهنجي وقت جي بزرگن کان فيض حاصل ڪيو هئائين.

## شيخ عبدالله قريشي

هيءُ برگزيده عارف صاحب برڪت ۽ مستجاب الدعوات هو. شيخ عبدالرحيم کي ڏٺو هئائين ۽ ان جي شان ۾ چيو هئائين ته: غلب علي انوار جميع احباب الاحوال من اهل الديار والمصرية في وقته.

ترجمو: پنهنجي وقت جي ڳوٺن يا شهر وارن، سڀني احباب الاحوال هستين مٿان ڪيس غلبو حاصل هو.

## شيخ ابوعثمان بن مرورة

هيءُ بزرگ ست سال سانده آسمان ڏانهن پنهنجي منهن ڪيو بيٺو رهيو، انهيءَ ساري مدت ۾ ڪابه شيءِ ڪونه کاڌائين نه پيتائين ۽ وري ڪو ڪپڙو پهريائين. ان کان پوءِ بشريت جي احڪام اندر آيو ۽ خيال ڪيائين ته پنهنجي گهر وڃان ۽ پنهنجي گهر واريءَ سان صحبت ڪريان ته نيڪ ۽ صالح فرزند مون کي پيدا ٿئي. پوءِ پنهنجي گهر واري وٽ آيو ۽ ڪيس اها ڳالهه چيائين. سندس گهر واري ڪيس چيو ته جيڪڏهن اهو ڪم رات جو ڪري هليو ويندين ته ڪنهن کي به خبر ڪونه رسندي ۽ پوءِ ماڻهو تنهنجي ۽ منهنجي باري ۾ ڪهڙي راءِ رکندا ۽ ڇا چوندا. بهتر اهو آهي ته صبح ٿئي ته ڳوٺ وارن کي پنهنجي اچڻ جي خبر ڪر. قدرت الهي سان انهيءَ وقت ڳوٺ ۾ نندي وڏي، مرد ۽ عورت سڀني جي ڪن تي انهيءَ جي آمد جي خبر پهچي وئي ته شيخ پنهنجي گهر واري وٽ آيو آهي. پوءِ گهر واريءَ سان صحبت ڪري هليو ويو. پوءِ ست سال بيا انهيءَ رنگ ۾ رهيو. ڪيس اگهڙ وارن جي پوشاڪ سان ڍڪيل هئي ۽ جتان به هيءُ لنگهيو پئي ته وڻ ٽڻ پري هٽندا پئي ويا ۽ جهنگلي جانور درندا ڪيس رستو ڏيندا پئي ويا ۽ پکي پرندا مٿس ڇانو ڪندا رهيا. پوءِ ستن سالن کان پوءِ شيخ ساڳي رنگ کان ٻاهر نڪري هوش ۾ آيو ۽ انسانيت جي اوصاف ۽ شرعي احڪامن جي پابندي ڪيائين. پورا چوڏهن سال سندس نمازون قضا ٿي ويون، سندس اڳيان ڪُتا ۽ شينهن رانديون ڪندا هئا.

## شيخ عارف ابي حفص عمر

بن مصدق واسطي، هيءُ شيخ عثمان بن مرورة جو صحبت يافته ۽ مريد هو.

## شيخ عارف ابي فتح بن ابي مغانم واسطي

هيءُ شيخ ابي حفص عمر جو يار طريقت ۽ عثمان بن مرورة جو صحبت يافتہ ۽ مريد هو.

## شيخ مڪارم النهر خايضي

هيءُ صاحب مڪارم ۽ صاحب ڪرامات عظيم هو. سندس قول هي آهن: قال اول وصال العبدالحق في هجرانه نيف و اول هجران العبد الحق مواصلة لنفسه واول درجات القرب محو شواهد النفس واثبات شواهد الحق ومن طلب الدلالة في انا لا غايته لها ومن طلب الله عزوجل وجده باول خطوته يقصده بها.

ترجمو: چيائين تہ ٻانهي تي حق تعاليٰ جو ڦهريون حق نفس ڪان جدائي آهي ۽ ٻانهي جو حق تعاليٰ جي قرب ڪان پري رهڻ جو ڦهريون سبب سندس نفس سان تعلق قائم ڪرڻ آهي. قرب جا درجا ماڻڻ لاءِ ڦهريون مقام نفس جي شواهد ڪي مِٽائڻ آهي ۽ حق جي شواهد ڪي مضبوط رکڻ آهي ۽ جنهن "انا" يعني نفس لاءِ دليل طلب ڪيو تہ پوءِ نفس جي سڌن جي ڪابہ انتها نہ آهي ۽ جنهن الله عزوجل ڪي طلب ڪيو تہ اهو پنهنجي مقصد ڪي ڦهرئين منزل تي ئي لهندو.

## شيخ ابي محمد علي

بن ادريس، هن جي ڪرامات جون حڪايتون شيخ ابوالڪرام بيان ڪيون آهن. شيخ ابي الحسن جوسيقي ۽ شيخ علي سان مجلسون ڪيون هئائين.

## شيخ خليفہ

بن موسيٰ عراقي، هيءُ عظيم محقق ۽ صاحب ڪرامات عاليہ هو.

قال صلاح القلب في اربع خصال: المتواضع لله والافتقار الي الله- والخوف من الله- والرجا في الله (دل جي اصلاح جون ٿي خصلتون آهن، الله تعاليٰ جي اڳيان عاجزي ڪرڻ، الله تعاليٰ جو ئي محتاج هجڻ ۽ الله تعاليٰ جو خوف رکڻ ۽ الله تعاليٰ جي رحمت ۾ اميد رکڻ).

## شيخ ڪبير عارف بالله ابي عبدالله محمد

بن احمد قرشي، هيءُ صاحب ڪمال ۽ وڏي شان وارو هو.

## شيخ ابي محمد عبدالخالق

بن ابي بقاء، هيءُ پنهنجي وقت جي برگزيده مشائخ مان هو.

## شيخ ابي العباس احمد

هيءُ بلسين علائقي جو گودڙي پوش هو.

## شيخ فضايل

بن علي مجرومي وقت جو برگزيده بزرگ هو.

## ابو العباس قسطلاني

بن قطب الدين ۽ شيخ عبدالله قرشي جو شاگرد هو.

من كلماته قال اذ اصع الفقير الفقر فهو الاسم الاعظم. قال احتقار الفقراء سبب لكل رذيلة

قال من له يصحب الفقرآء بالادب حرم بركتهم الولي في بداية هو الحريص عليٰ اخبار الاوليآء و احوالهم بسمع الحق فلاينكره ولايقرض عليه يشتاق الي الاحوال وتحرص علي حصولها ويتمني المقامات موصولها.

قال والولي في نهاية هو الذي يفيد ويستفيد ويجد في احواله و اعماله البركة.

قال والمريد من سلم نفسه الي الله حفظها حسن الخلقة حسن الخلق معاملة كل شيء بما يونسه ولا يوحشه فمع العلماءِ بحسن الاستماع والافتقار و مع اهل المعرفة بالسكون والانتظار ومع اهل المقامات بالتواضع والانكسار.

قال لقيت من المشائخ قريبا من الستماية شيخا فاقتديت باربعة: الشيخ ابي زيد القرطبي والشيخ ابي الربيع المالقي والشيخ ابي العباس الجوري والشيخ ابي اسحاق بن ظريف.

ترجمو: چيائين تہ جڏهن فقير پنهنجي فقر کي صحيح ڪيو تہ اهو اسم اعظم آهي. فقراء کي حقير سمجهڻ رذالت جو سبب آهي.

جنهن کي فقراء جي صحبت ادب سان نصيب ٿئي، اها سندن لاءِ برڪت آهي. شروعات ۾ ولي اولياء ڪرام جي خبرن ۽ احوالن ۾ دلچسپي رکندڙ هوندو آهي. حق جو ٻڌڻ ۽ ان جو انڪار نہ ڪرڻ ۾ نہ گهٽائيندو آهي، پنهنجي اشتياق کي اولياءِ جي احوال حاصل ڪرڻ ۾ ۽ ان ۾ دلچسپي کي وڌائيندو آهي ۽ انهيءَ مقامات تي پهچڻ جي تمنا رکندڙ هوندو آهي.

چيائين تہ ولي اهو آهي جنهن جي پڇاڙي پنهنجي احوال ۽ اعمال ۾ برڪت حاصل ڪرڻ هجي ۽ فائدو پهچائي ۽ فائدو حاصل ڪري.

چيائين تہ مريد اهو آهي جنهن پنهنجي نفس کي الله جي رضا آڏو جهڪايو ۽ ان جي حفاظت ڪيائين. بهتر اهو آهي جنهن جو خُلق هر شيءِ ۾ هر ڪنهن سان بهتر هجي ۽ ان ۾ انسيت هجي، وحشت نہ هجي ۽ علماء سان حسن ادب سان پيش اچي ۽ انهن جي فيض جي

حصول ۾ پراميد هجي ۽ اهل معرفت سان پرسڪون ۽ سندن ڪرم جو منتظر رهي ۽ اهل مقامات سان نوڙت ۽ عجز سان پيش اچي. چيائين تہ مون تقريبن ست سو مشائخن سان ملاقاتون ڪيون آهن، مگر پيروي صرف چئن مشائخن جي اختيار ڪيم، جن ۾ شيخ زيد قرطبي، شيخ ابي ربيع مالقي، شيخ ابي العباس جوري ۽ ابي اسحاق بن ظريف آهن.

## شيخ ابوالبرڪات

بن صحر اهوي. هيءُ اوير واري علائقي جي وڏن مشائخن مان هو، هيءُ صاحب ڪرامات ظاهره ۽ احوال باطنه ۽ بلند مقامات وارو هو. پنهنجي چاچي شيخ ابي الفضايل مشهور عدي بن مسافر ڪان فيض حاصل ڪيو هئائين. پنهنجي چاچي مرشد جي وفات ڪان پوءِ جبل هڪار (موصل جي هڪ ڳوٺ) هجرت ڪري ويو ۽ ڪلام حقائق ۾ ڪافي مهارت رکندڙ هو.

## شيخ ابي حفص عمر بن محمد معدني

هيءُ شيخ ابوالبرڪات جي مريدن مان هو. ڳالهہ ٿو ڪري تہ هڪ ڏينهن پنهنجي مرشد ابوالبرڪات جي خدمت ۾ وينو هئس تہ شيخ منهنجي خاطرداري ڪندي، گرم نان ۽ پڳل گوشت آڻي رکيو ۽ ساڳئي وقت گرم ڪير جي ملائي ۽ ان ۾ پڪل گوشت بہ آندائين. مان جڏهن کائڻ لاءِ اٿيس تہ شيخ فرمايو تہ اهو منهنجي اڳيان آڻي رک جو تہ مون ڪي اجا قرار نہ ٿو ٿئي. ايتري ۾ ڏٺم تہ هڪ شخص هوا ۾ اڏامندو اچي وارد ٿيو ۽ منهنجي بک ختم ٿي وئي ۽ انهي شخص اهو نان ۽ گوشت ڪاڌو ۽ ٿوري دير شيخ وٽ ويهي ڪجهہ ڳالهيون ڪري هوا ۾ اڏامي هليو ويو. پوءِ شيخ مون ڪي فرمايو تہ اي عمرو! جنهن ڪاڌي لاءِ تون آئين اهو ڪاڌو تنهنجو ڪونہ هو. اهو ڪاڌو انهيءَ شخص لاءِ هو جيڪو ڪائي هليو ويو ۽ جڏهن بہ سندس خاطرداري ڪندا آهيون، هو ان وقت ئي حاضر ٿيندو آهي ۽ هن وقت چين ملڪ جي بلاد اقصيٰ ۾ مقرر آهي.

## شيخ مقري ابوالفتح نصر

هيءُ ابوالبرڪات جي مريدن مان هو.

ڳالهہ ٿو ڪري تہ فصل خريف جي موسم ۾ آءٌ شيخ سان گڏجي ٻاهر واديءَ ۾ ويس ۽ سائين سان فقراء جي جماعت بہ ساڻ هئي. مون ڪي مني ڏاڙهون ۽ ڪٽي ڏاڙهون کائڻ جي تمنا ٿي. انهيءَ وقت اسان جي خاطر واديءَ ۽ جبل جا سيئي ميون جي قسمن وارا وڻ مٺن ۽ ڪٽن ڏاڙهن سان پرجي پُر ٿي ويا. پوءِ فرمايائون تہ انهن وڻن جيڪي صوف، آڙو ۽ ڊاک وغيره جا وڻ آهن. انهن مان مٺا ۽ کٽا ڏاڙهون چونڊي پٽي کاءُ. پوءِ انهن مان چونڊي پٽي ڪاڌم ۽ ڍؤ ڪيم. پوءِ ٻي ساعت ۾ اتي ويس ۽ شيخ ساڻ ڪونہ هو. پوءِ ڏٺم تہ انهن وڻن ۾ هڪ بہ ڏاڙهون نہ هو.

## شيخ عارف ابي فرح عبدالرحمٰن

بن ناسڪ ابي الفتح نصرالله بن علي حميدي شيباني، هيءُ بہ ابوالبرڪات جي مريدن مان هو. سندس فرزند شيخ اصيل ابي محمد عبدالله هو. هو ڳالهہ ٿو ڪري تہ مان پنهنجي پيءُ

ڪان ٻڌو هو جنهن ٻڌايو ته هڪ ڏينهن آءٌ جبل تي هئس ته سخت طوفان مون کي جبل تي ٽڪڻ ۽ هلڻ نه پيو ڏئي. شيخ به جبل تي منهنجي سامهون وينل هو. هٿ سان اشارو ڪيائين پوءِ آءٌ هوا ۾ معلق ٿي ويس ۽ ٿوري دير هوا ۾ رهيس. پوءِ شيخ آواز ڪري چيو ته اي طوفان! هن کي آهستي آهستي جبل تي رساءِ. پوءِ طوفان مون کي آرام سان جبل جي سطح تي رسايو.

## شيخ جليل ابي البرڪات

بن معدن عراقي، شيخ ابوالبرڪات بن صخر جو صحبت يافته هو.

هيءُ بيان ٿو ڪري ته هڪ دفعي مصر ۾ هئس ۽ ارادو ڪيم ته ٻيڙيءَ ۾ سير ڪريان. پوءِ هڪڙي شخص جي هڪڙي ننڍڙي ٻيڙي ڏٺم، جنهن ۾ صوفين جي جماعت ويني هئي. پوءِ آءٌ به انهيءَ ۾ سوار ٿي ويس، ٻيڙي رواني ٿي مگر ٻيڙي وارن مون کي ڪجهه نه چيو. ڪجهه وقت هلڻ ڪان پوءِ ٻيڙي ڪان هيٺ لٿاسون. پوءِ اتي مون کي اڻ ڏٺل هڪ ٻيٽ نظر آيو، پوءِ انهن سان گڏجي آءٌ به ٻيٽ ۾ آيس. اهو بحر محيط جو هڪ ڏورانهون خطو هو، جيڪو ماڪولات (ڪائڻ پيئڻ جي شين) سان پريل هو. اتي هڪ مسجد ۾ آياسون، جتي ست بزرگ صاحب ولايت موجود هئا ۽ انهن ۾ هڪ سڀ ڪان وڏو بزرگ وينل هو. جنهن مون ڪان پڇيو ته تون ڪيئن هت آيو آهين؟ چيم ته تقدير آندو آهي. هر نماز ۾ اهوئي بزرگ امامت ڪندو هو. نماز ڪان پوءِ هو پنهنجي هڪ ڪنڊ ۾ وڃي ويهي رهندو هو. روزاني مغرب جي نماز ڪان پوءِ انهن مان هڪ شخص اندر خلوت خانه ۾ گهڙي ويندو هو. طعام ڪٺي جماعت جي اڳيان اچي پيش ڪندو هو. پورو هفتو آءٌ اتي رهيس، مگر مون سان ڪنهن به گفتگو ڪونه ڪئي. هر شخص رات جو پنهنجي واري موجب خلوت خانه ۾ طعام ڪٺي جماعت جي آڏو پيش ڪندو هو. پوءِ ستين رات مون کي چيائون ته اڄ رات تنهنجو وارو آهي وڃي ۽ طعام ڪٺي اچ. آءٌ پوءِ خلوت خانه ۾ ويس مگر ڪجهه به ڪونه ڏٺم. سخت غمگين ٿيس ۽ الله تعاليٰ کي التجا ڪيم ته اي مالڪ! تون مدد فرماءِ. الله تعاليٰ دعا قبول ڪئي، ايتري ۾ ته طعام جا طبق آسمان ڪان هيٺ لهي آيا. پوءِ شڪر ڪيم ۽ اهي ڪٺي سنگت جي آڏو رکيم. پوءِ چيائون ته الحمدلله الذي رزقنا اخا صالحًا (الله جي تعريف آهي جنهن اسان کي صالح ڀاءُ جي هٿان رزق ڏنو). اجا اتي هئس ته انهيءَ رات سخت طوفان آيو ۽ سمنڊ جي پاڻيءَ جو وڏو شور ٻڌم ۽ يڪدم ننڊ مان سجاڳ ٿيس ۽ ڪلمه طيب زبان تي ورد ڪيم ۽ جماعت جو بزرگ منهنجي آڏو اچي ويٺو ۽ چيائين ته فرنگين جي جهازن (سامونڊي ٻيڙين) مسلمانن سان جنگ جوٽي آهي، انهيءَ ڪري انهن ٻيڙن کي غرق ڪرڻ لاءِ هيءُ طوفان ڪڙو ٿيو آهي. پوءِ ڪلمه طيبه پڙهندي تون هيٺ لهي ٻيڙي ۾ سوار ٿي روانو ٿيءُ. انهيءَ ڪلمه طيبه جي برڪت سان ٻيڙيون سلامتيءَ سان ڪناري تي رسنديون. پوءِ صبح جو انهن مان هڪ شخص آيو ۽ مون کي هٿ ڪان جهلي ڪناري تي پهچايائين ۽ اتي ساڳي ٻيڙي ڏٺم، جنهن ۾ ساڳيا ئي صوفي سوار هئا. ٿوري دير گذري ته ٻيڙي اچي ڪناري تي رَسي. آءٌ لهي ڪناري تي آيس ۽ پنيان نظر ڪيم ته ٻيڙي ۽ اهي سوار غائب ٿي ويا. بن سالن ڪان پوءِ مون جبل هڪار تي پاڻ ڪي، شيخ ابوالبرڪات بن صخر جن وٽ ڏٺو ۽ اهو بزرگ به پنهنجي

جماعت سان گڏ ادب سان وينل ڏٺم، جيڪي فيض حاصل ڪري رهيا هئا. پوءِ اتي سندس قدم بوسي ڪيم ۽ دعا لاءِ درخواست ڪيم، پوءِ هو دعا ڪري روانو ٿي ويو.

مون ڪي شيخ ٻڌايو ته هي اهو بزرگ اوتاد يا ابدال بندن جو رهبر آهي ۽ هن وقت بحر محيط جي ٻيٽن ۾ مقرر آهي.

## شيخ ابي مفاخر عدي

هيءُ شيخ ابي البرڪات بن صخر جو فرزند هو. جنهن کان ئي فيض ۽ رتبو حاصل ڪيو هئائين ۽ مشائخ جي ڪثير جماعت سندس معتقد هئي.

## شيخ ابي اسحاق ابراهيم اعرف

شيخ ابي المجد بن سعدان واسطي، ذڪر ٿو ڪري ته شيخ ابراهيم جي مجلس ۾ موجود هئس، حاضرين ڪي چيائين ته مون ڪي الله تعاليٰ تصرف جي طاقت ڏني آهي، جو منهنجي اڳيان ڪوبه مون کان اڳ اتي نه ٿو سگهي، جيستائين آءٌ نه چاهيان. شيخ ابي مجد بيان ٿو ڪري ته شيخ جو اهو ٻڌي منهنجي نفس لوڏو ڪاڏو ۽ وهم پيدا ٿيو. پوءِ شيخ مون ڏانهن رخ ڪري چيو ته جيڪڏهن توکي طاقت آهي ته اتي ڏيکار! انهيءَ وقت منهنجو بدن ڀاري ۽ ساڻو ٿي ويو ۽ ڪابه چرپر ڪري نه پيو سگهان. سخت بوجھ برداشت ڪندي، مون کي ڪٽي گهر پهچايو ويو ۽ منهنجو حال پاڻي کان ٻاهر ڦٿڪندڙ مڇي وانگر هو. پوءِ آخر ۾ سبب محسوس ڪيم ته ڇا آهي؟ چيم ته مون ڪي شيخ براهيم اغرب وٽ پهچايو. پوءِ مون ڪي شيخ وٽ پهچايو ويو ۽ ان منهنجي هٿ کي پڪڙي دم ڪيو. آءٌ انهيءَ ئي وقت صحيح ٿي ويس.

مذڪور آهي ته جڏهن شيخ ابراهيم اعزب گذاري ويو ته سج گرهڻ ٿي شام جي بعض مشائخ چيو ته زمين جو سج، آسمان جي سج تي غالب ٿي ويو آهي. پڇيو ويو ته زمين جو سج ڪير آهي. جواب ۾ چيائون ته شيخ ابراهيم.

هو پنهنجي مامي شيخ جليل سعدي احمد بن ابي الحسن رفاعي جو صحبت يافته هو. ان جي ئي سلسلئہ طريقت تي ڪاربند هو.

## شيخ العالم عارف ابي عبدالرحيم عسڪر

هيءُ عبدالرحيم نصيبي جو فرزند هو. شيخ عبدالقادر جيلانيءَ جو مريد هو. شيخ ابراهيم اعزب سان صحبت ڪئي هئائين.

## شيخ محي الدين عمرڪيماني

هيءُ ۽ شيخ عمر بزاز، ٻئي شيخ عبدالقادر جيلاني جا صحبت يافته هئا.

## شيخ جليل ابي محمد صالح مغربي اڪاڪي

هيءُ شيخ ابومدين جي مريدن مان هو. ان سان گڏ شيخ عبدالقادر جيلانيءَ سان مجلس ڪئي هئائين.

چيو وڃي ٿو تہ هو شيخ عبدالقادرﷺجي خدمت ۾ پهچي هڪ سو ويهہ ڏينهن سائنس خلوت جي مجلس ۾ رهيو ۽ هڪ ڏينهن ڪيس فرمايائين تہ قبلہ جي طرف نظر ڪر! پوءِ جڏهن ان نظر ڪئي تہ ڪعبة الله شريف ڪيس آڏو ڏسڻ ۾ آيو ۽ ان وقت ٿي وري ڪيس فرمايائين تہ مغرب جي طرف نظر ڪر! جڏهن اوڏانهن نظر ڪيائين تہ ڪيس، سندس مرشد شيخ ابومدين مغربي کي ڏٺائين. فرمايائين تہ توڙي جو تون هڪ قدم تي رسين يا ان ڪان وڌيڪ ڪيتري ئي مفاصلي تي هجين، سندس سلوڪ اهڙوئي هميشہ هوندو. فرمايائين تہ اهو بہ آءٌ ئي آهيان پوءِ هو اتان روانو ٿي شيخ ابومدين جي خدمت ۾ حاضر ٿيو.

## شيخ ابو البقا محمد

هيءُ ابهر صرفيني جو فرزند هو. هيءُ حڪايت ٿو ڪري تہ ڪيس عُمر ڪان آرزو هئي تہ مان رجال الغيب سان ناتو جوڙيان. ان وقت آءٌ شيخ محي الدين عبدالقادرﷺجي خدمت ۾ هئس. هڪ رات خواب ۾ ڏٺم تہ آءٌ احمد بن حنبل جي زيارت لاءِ سندس قبر تي ويل آهيان. اتي سندس قبر تي هڪ شخص کي بيٺل ڏٺم، پوءِ مون اهو خيال ڪيو تہ رجال الغيب جو هڪ فرد آهي، پوءِ جڏهن سجاڳ ٿيس تہ دل ۾ چيم تہ جيڪر اهو بيداريءَ ۾ بہ ڏسان. پوءِ امام جي زيارت لاءِ سندس قبر تي پهتس ۽ ڏٺم تہ ساڳي صورت وارو فرد اتي موجود آهي، پوءِ پڪ ٿيم تہ اهو رجال الغيب آهي. پوءِ انتظار ڪرڻ ڪان سواءِ تڪڙ ڪري سندس زيارت لاءِ ويجهو ويس ۽ دجلہ پهتس تہ چاهيم تہ ان کي عبور ڪريان. پوءِ عبور ڪري ان جي نزديڪ پهچي ڪيس قسم ڏنم تہ ٿوري دير اتي ترس. جڏهن هو ترسيو تہ ڪائنس پڇا ڪيم تہ تنهنجو مذهب ڪهڙو آهي. چيائين تہ حنيفا مسلما وما انا من المشرڪين. پوءِ دل ۾ چيم تہ اهو اشارو حنفي مذهن ڏانهن ڪري ويو. پوءِ شيخ عبدالقادرﷺجيلاني جي مدرسہ ڏانهن موٽي آيس. اجا در تي مس پهتس تہ اندران آواز آيو: يامُحَمَّد! ما في الارض من المشرق الي المغرب في هذا الوقت ولي الله عزوجل حنفي سواه (اي مُحَمَّد! هن وقت اوير ڪان اولهہ تائين جيڪو بہ زمين تي ولي الله آهي سو حنفي ئي آهي).

## شيخ خضر

هيءُ عبدالله حسيني موصلي جو فرزند هو. سندس فرزند شيخ ابي عبدالله محمد ڪان روايت آهي تہ سندس والد تيرهن سال شيخ عبدالقادر جيلاني جن جي خدمت ۾ بسر ڪيا.

## شيخ عباد ۽ شيخ ابوبڪر حامي

هي ٻئي بزرگ وقت جا صاحب ڪمال هئا.

ليڪن سيد شيخ عبدالقادر جيلاني سندن شان ولايت کي درجہ بدرجہ سلب ڪري ڇڏيو هو ۽ ڪافي مدت ڪان پوءِ ائمہ طريقت جي سفارش سان وري کين ساڳي حالت تي پهچائي ڇڏيو هو.

**ابوالحسن علي** بن يحيٰ بن ابي القاسم ارجي

**ابوالحسن علي** بن عبدالله ابهري

**ابومحمد رجب داري**

**ابي علي** بن نجيم خوارانی

**ابي محمد سالم** بن علي امباطي

انهن مان هرهڪ طريقت جو بزرگ ۽ معرفت ۾ صادق هو. هرهڪ شيخ سيد عبدالقادر جيلانيءَ جو فيض يافتہ هو.

## شيخ القدوة ابي سعود احمد

هيءُ ابي بڪر حريميءَ جو فرزند هو. شيخ سيّد عبدالقادر جيلانيءَ جن جو مريد هو.

## شيخ امام احمد

هيءُ صالح بن شافعي جيلي جو فرزند هو. شيخ سيد محي الدين عبدالقادر جيلاني جن جو مريد هو.

## شيخ عبدالله

هيءُ ابي الحسن بن جباتي جو فرزند هو. سيد عبدالقادر جيلاني جن جو مريد هو.

## شيخ ابي سعيد عبدالله

هيءُ سلمان هاشمي جيلي جو فرزند هو. سندس گهر واري اُم احمد هئي. بئي اهل طريقت ۽ صاحب مقامات شريفہ هئا.

## شيخ ابونصر بغدادي

هيءُ صحراوي نالي سان معروف هو. شيخ سيد عبدالقادر جيلاني جن جو مريد هو.

## شيخ ابي حفص

هيءُ عمر بن حسين بن خليل طبسي جو فرزند هو. شيخ سيّد عبدالقادر جيلاني جن جو مريد هو.

## شيخ امام حافظ ابي ذرعہ طاهر

هيءُ محمد مقدسي رازي جو فرزند هو. شيخ سيّد عبدالقادر جيلاني جن جو مريد هو.

## شيخ جليل ابي الخير

هيءُ شيخ القدوة ابي محمد مطر باذراني جو فرزند هو. هيءُ پنهنجي پيءُ جي ڳالهہ ڪندي چوي ٿو تہ جڏهن منهنجي پيءُ جي وفات جو وقت آيو تہ ڪانئس پڇيم تہ توبه ڪان پوءِ آءٌ ڪنهن جي پيروي ڪريان. چيائين تہ شيخ سيد عبدالقادر جيلانيءُ جي. آءٌ اهو گمان ڪري رهيو هئس تہ شايد غشي جي حالت ۾ ٿو چوي. ٿوري دير ڪان پوءِ وري ڪانئس پڇيم تہ وري بہ ساڳي ڳالهہ ڪيائين. آخري ٽيون دفعو پڇيم تہ وري بہ شيخ سيد عبدالقادر جيلاني جو نالو ڪنيائين. ان ڪان پوءِ شيخ عبدالقادرﷺجي خدمت ۾ حاضر ٿيس. شيخ فرمايو تہ پيءُ جي وصيت ڪي چا لاءِ دل سان تسليم نہ پيو ڪرين، حالانڪ ان منهنجي مٿان عظيم ذمہ داري وڌي آهي.

## شيخ ابي محمد مفرح

هيءُ بنهان شيباني نيساني جو فرزند هو. شيخ سيد عبدالقادر جيلانيءُ جن جو مريد هو.

سندس چوڻ آهي تہ جڏهن شيخ عبدالقادر جيلاني شهرت حاصل ڪئي تہ هڪ سو فقيهہ وٽس جمع ٿي مسائل دريافت ڪرڻ لڳا. فرمايائون تہ هرهڪ پنهنجو پنهنجو جدا علمي سوال پڇي تہ هو چا ٿو چاهي؟ آءٌ بہ انهن منجهان هڪ هئس ۽ شيخ جي هر مجلس وعظ ۾ حاضر ٿيندو هئس . هڪ دفعي شيخ جيلاني جي سيني مان تجلي نڪتي ۽ حاضرين ڪي مات ڪري وئي . هرهڪ جي علمي صلاحيت ختم ٿي وئي ۽ علم وساري ڇڏيائون. پوءِ سيئي هڪ عظيم اضطراب ۾ مبتلا ٿي ويا. پوءِ مٿي اگهاڙا ٿي شيخ جي ڪرسي وٽ وڃي سندس پيرن ڪي چنبڙي پيا. پوءِ شيخ جيلاني هرهڪ ڪي پنهنجي سيني سان لڳائيندو ويو ۽ هو اصلي حالت ۾ ايندا ويا، پوءِ فرمايائون تہ اوهان جا سوال هي آهن ۽ انهن جا جواب هي آهن.

## شيخ العارف ابي القاسم محمد

هيءُ احمد حسيني جو فرزند هو. شيخ سيّد عبدالقادر جيلاني جن جو مريد هو.

## شيخ ابي عبدالله محمّد

هيءُ محمد ازهري حسيني جو فرزند هو. شيخ سيد عبدالقادرجيلاني جن جو مريد هو.

## سيد ڪبير عارف معروف شيخ بقا

هيءُ شيخ سيد عبدالقادر جيلاني جن جي خاص مريدن مان هو.

## شيخ ابي الحسن علي

هيءُ محمد بن احمد بغدادي معروف ابن حماميءُ جو فرزند هو. سنہ 553هہ ۾ ڄائو هو. ننڍپڻ ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جن ڪي خواب ۾ ڏٺائين ۽ عرض ڪيائين تہ يارسول الله ﷺ ! هن

وقت ڪھڙي شخصيت ڪتاب ۽ اوھان جي سنت تي ڪامل ڪاربند آھي، جنھن جي پيروي ڪئي وڃي؟ فرمايائون تہ شيخ عبدالقادرؒآھي ۽ ائين ٽي دفعا فرمايائون. پوءِ ننڍ کان سجاڳ ٿيڻ بعد مون پنھنجي پيءُ سان اھا حقيقت ڪئي. منھنجو والد صبح جي نماز کان پوءِ مون کي شيخ عبدالقادرؒجن جي مجلس ۾ وٺي ويو. پاڻ ؒ مجلس کي وعظ فرمائي رھيا ھئا. خلق جو تمام وڏو ھجوم ھو. اسان اڳتي وڌڻ کان عاجز ٿي وياسون. پوءِ شيخؒاسان کي پاڻ سڏي ويجھو ويھاريو ۽ قميص منھنجي پيءُ کي ۽ ٽوپي مون کي پھريائين ۽ مجلس ختم ٿيڻ کان پوءِ خرقہ بہ سند طور عطا ڪيائين.

## شيخ صالح ابي محمد داؤد

ھي علي بغدادي، معروف بعلبڪيءِ جو فرزند ھو. شيخ عبدالقادر جيلاني جن جي مريدن مان ھو. سندس چوڻ آھي تہ سنہ 548ھ ۾ شيخ معروف ڪرخي کي خواب ۾ ڏٺم. ماڻھو ڪيس وڪوڙي بيٺا ھئا ۽ دعا ڪرڻ لاءِ عرض ڪري رھيا ھئا. قال لي ھات يا داوُد قصتڪ عرضھا علي اللہ قلت و شيخي عرفوہ اعني محي الدين. فرمود واللہ ما عرفوہ ولايعرفوہ. (چيائين تہ اي دائود! پنھنجو قصو اچي ٻڌاءِ، جنھن کي اللہ تعاليٰ بيان فرمايو آھي. مون چيو تہ پنھنجي شيخ جو قصو بہ بيان ڪريان، يعني شيخ محي الدين جو؟ انھيءَ فرمايو تہ اللہ جو قسم! ان کي ماڻھن نہ سڃاتو آھي ۽ نہ سڃاڻندا.

پوءِ بيدار ٿيس ۽ صبح جو شيخ جي مدرسي لاءِ روانو ٿيس. ان جي در تي وڃي وينس ۽ اندران آواز آيو تہ يا داؤد! استجبڪ ماعرفوہ ولايعرفوہ وھات قصتڪ اعرضھا علي اللہ. يعني: چيائين تہ اي دائود! پنھنجو قصو اچي ٻڌاءِ، جنھن کي اللہ تعاليٰ بيان فرمايو آھي. اللہ جو قسم! ان کي ماڻھن نہ سڃاتو آھي ۽ نہ سڃاڻندا.

## شيخ عمر ابي منصور

ھيءُ مبارڪ واسطي واعظ مشھور جراده جو فرزند ھو. شيخ عبدالقادر جيلاني جن جي خاص مريدن مان ھو.

## شيخ عيسيٰ

بن عبداللہ بن فيماز رومي ۽ شيخ عبدالقادر جيلاني جن جو مريد ھو.

(1) **شيخ ابي طلحہ بن مظفر**

(2) **شيخ ابي سعيد بن محمد**

(3) **شيخ ابي محمد عبداللہ بطائحي**

اھي سڀ شيخ عبدالقادر جيلاني جن جا مريد ھئا.

شيخ ابي محمد بطائحي ذڪر ٿو ڪري ته آءٌ شيخ وٽ ويس، جتي چار شخص ڏٺم، جن جو شان بلند ۽ بيمثل هو. جڏهن هو اٿي هليا ويا ته مون حضرت جن کان پڇيو ته هي ڪير هئا. فرمايائون ته ساڻن ملاقات ڪر ۽ ڪائن پڇا ڪر. پوءِ مدرسه جي صحن ۾ ئي انهن مان هڪ کي رسيس ۽ کيس دعا لاءِ عرض ڪيم. انهيءَ چيو ته "بشريٰ لک و انت خادم رجل ببرکة، يحرص الله تعاليٰ سهلها و جبلها وبرها و بحرها و بدعوته ترحم الخليفة برها وفاجرها و نحن وساير الاولياء تحت ظل قدمه و في دائر امره (ترجمو: خوش نصيب آهين تون جو برڪت واري شخص جو خادم آهين جو ڪيس تصرف ڏنو آهي الله تعاليٰ ماٿرين تي، جبلن تي، خشڪي تي، سمنڊ تي ۽ ميدانن تي، رحم وارو نائب بنايو اٿئين، ڪين نيڪ ۽ بد تي، اسين ۽ سمورا اولياء ڪرام سندس قدم جي پاڇي هيٺ آهيون ۽ سندس حڪم جي دائري اندر آهيون. ائين چئي هو مدرسي کان ٻاهر نڪري نظر کان غائب ٿي ويا. شيخؒ جي خدمت ۾ حاضر ٿيس، جنهن ٻڌايو ته اهي ڪوهه قاف جي اولياء جا سردار هئا.

## شيخ ابي القاسم احمد

هيءُ محمد بغدادي حريمي جو فرزند هو. شيخ عبدالقادر جيلاني جن جي مريدن مان هو. شيخ حافظ ابي محمد عبدالغني بن عبدالواحد مقدسي. حافظ ابي محمد عبدالعزيز بن نصر بغدادي معروف ابن الآخر، شيخ ابي محمد عبداللطيف بن ابي طاهر بغدادي صوفي، شيخ ابي عبدالله ابومحمد ابوالغنايم ازهر ابن ابي المفاخر حسيني بغدادي، اهي سيئي شيخ سيد عبدالقادر جيلاني جا مريد هئا.

## شيخ صالح ابي المظفر اسماعيل

هيءُ علي حيري جو فرزند هو. شيخ علي هيئتي ۽ شيخ سيد عبدالقادر جيلاني جن جي مريدن مان هو.

## شيخ القدوة ابي محمد علي

هيءُ ابوبڪر يعقوبي جو فرزند هو.

چيو وڃي ٿو ته شيخ علي هيئتي، هن کي سندس هٿ کان وٺي شيخ عبدالقادرؒ جن جي خدمت ۾ آندو ۽ چيائين ته هيءُ منهنجو غلام آهي. شيخ عبدالقادر جيلاني پنهنجو ڪُرتو لاهي ڪيس پهرايو ۽ فرمايائين ته هيءُ عافيت جي خلعت آهي.

هو بيان ٿو ڪري ته 65 سال اتي گذاريم، مون ڪي ڪوبه غم و فڪر هرگز ڪونه پهتو جو ان جي ڪابه شڪايت ڪريان ۽ ٻئي دفعي وري به حضرت شيخﷺجن جي خدمت ۾ وني ويو. پوءِ باطن جي خلعت جي درخواست عرض ڪيائين، پوءِ حضرت جن مون تي توجهه فرمايو ته ملڪ ۽ ملڪوت جا اسرار مون تي کُلي ويا، يعني ظاهر ٿي ويا.

(1) **شيخ ابي عبدالله حنبلي قروي**
(2) **شيخ ابي اسحاق ابراهيم** بن عبدالله طبري
(3) **شيخ القدوه ابي الحسن** علي قرشي فقيه
(4) **ابي القاسم** بن عبادة انصاري
(5) **شيخ عارف بالله** خليفه بن موسيٰ عراقي شهير ملڪي

هيءُ سڀ حضرت شيخ سيد عبدالقادر جيلانيءَ جا فيض يافته هئا.

(1) **شيخ ابي الرضي محمد** بن احمد بغدادي مشهور نالو "مفيد".
(2) **شيخ ابوالخليل احمد** بن اسعد بن وهب مقري بغدادي

اهي ٻئي شيخ ابي سعيد قيلوي ۽ شيخ علي بن هيتي جا همعصر ۽ شيخ سيد عبدالقادر جيلاني جن جا فيض يافته هئا.

## شيخ ابي سلمان داؤد

هيءُ يوسف سخي عالم جو فرزند هو. وقت جي نامور عارفن ۽ مشائخ مان هو.

## شيخ حسن بلغاري

هيءُ مجذوب ۽ محبوب القلب هو. جڏهن بخارا جي علائقي ۾ آيو، خواجه غريب نوي سال جي عمر جو هو. شيخ حسن ڪيس ڏنو ۽ پوءِ سندس اقتدا نه ڪيائين.

## شيخ ابوالقاسم محمّد

هيءُ مسعود بخاري جو فرزند هو. خواجه محمد پارسا جي اڪابرين مريدن مان هو.

## شيخ محمد بخاري

ڪتاب "مسلڪ العارفين" جي مصنف لکيو آهي ته هي شيخ ابوسعيد بخاريءَ جو مريد هو. خواجه سليمان ڪرمتني جي اڪابرين احباب مان هو.

## شيخ سيف الدين عبدالوهاب قدس سره

هيءُ شيخ محي الدين سيد عبدالقادر جيلانيءَ جن جو پهريون فرزند هو. علوم ظاهري ۽ علوم باطني پنهنجي والد سڳوري کان حاصل ڪيا هئائين ۽ پنهنجي والد سڳوري جن جي وفات کان پوءِ مدرسه ۾ پاڻ وعظ ڪندو هو. طلباءِ جي تعليم، تربيت ۽ تدريس جو ڪم ڪندو هو.

سندس قول آهي ته شجاعت صبر جي هڪ ساعت آهي.

سندس ولادت شعبان مهيني سنه 512هه ۾ ٿي ۽ وفات 25 شوال602هه ۾ ٿي سندس قبر بغداد ۾ آهي.

## شيخ سعدالدين حموي

سندس نالو محمد بن مؤيد بن ابي بڪر بن ابي الحسن بن محمد حمويه هو. شيخ نجم الدين ڪبريٰ جي مريدن مان هو. شيخ صدرالدين قونوي سندس خدمت ۾ پهتو. چوي ٿو ته مون انهيءَ کان ٻڌو ته ”ميثاق“ ست آهن، جيڪي ”الست“ ميثاق تي منحصر نه آهن. اهو مون پنهنجي شيخ، شيخ محي الدين کي عرض ڪري ٻڌايو ته فرمايائون ته ڪليات جو بيان ٿو ڪري نه ته جزئيات ان کان به وڌيڪ آهن.

سندس چوڻ آهي ته ڪنهن ڪنهن وقت منهنجو روح عروج تي هوندو آهي ۽ قالب کان جدا ٿي ويندو آهي ۽ ٽيرهن ڏينهن ان حالت ۾ رهندو آهي ۽ وري جڏهن قالب (جسم) ۾ اچي ويندو آهي ته اٿي ويهي رهندو آهيان. خبر نه اٿم وري ڪيترا ڏينهن قالب ۾ رهندو آهي. وري چيائين ته ٽيرهن ڏينهن اها حالت رهندي آهي. سندس وفات سال 605هه ۾ ٿي.

## شيخ روزبهان بقلي

سندس ڪنيت ابومحمد بن ابونصر بقلي نسوي ثم شيرازي آهي. عُشاق جو اڳواڻ هو. شروعات ۾ عراق، حجاز ۽ شام جو سفر ڪيائين ۽ ثغر اسڪندريه ۾ شيخ ابونجيب سُهروردي جي درس حديث صحيح بخاري ۾ شريڪ ٿيو ۽ شيخ سراج الدين محمود بن خليفه بن عبدالسلام بن احمد بن سالبه کان خرقه حاصل ڪيائين.

سندس تصنيفات تمام گهڻيون آهن، مثلاً: شرح شطحيات عربي ۽ فارسي ڪتاب الانوار في ڪشف الاسرار وغيره.

پنجاهه سال شيراز جي جامع عتيق ۾ درس ڏنائين ۽ سماع جو شائق هو. مگر آخر ۾ سماع کان باز آيو.

شيخ ابوبڪر طاهر جيڪو سندس مريدن مان هو، بيان ٿو ڪري ته هر سحر (اسر) ۾ پنهنجي شيخ سان گڏ قرآن شريف پڙهندو هئس. هڪ ڏهاڪو هو قرآن شريف پڙهندو هو ته آءٌ

ٻڌندو هئس ۽ هڪ ڏهاڪو آٿر پڙهندو هئس ته شيخ ٻڌندو هو. جڏهن هو فوت ٿي ويو، تڏهن سندس تربت جي مٿان ويهي قرآن شريف جي تلاوت ڪندو هئس ۽ شيخ جي قرائت ياد پوندي هئي ته نهايت غمگين ٿي ويندو هئس. ان ڪان پوءِ ڏهاڪي جي پوري ٿيڻ ڪان پوءِ قبر مان سندس قرائت جو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو هو. اهو سلسلو ٻئي ڏهاڪي پوري ٿيڻ تائين رهندو هو. جنهن وقت ماڻهو اچي مڙندا هئا ته آواز منقطع ٿي ويندو هو. مدت تائين اهو سلسلو جاري رهيو. جڏهن مون انهيءَ جو اظهار ڪيو ته اهو سلسلو بند ٿي ويو.

سندس وفات سال 606هه ۾ ٿي.

## شيخ ابوالحسن ڪردويه

ستن سال پورا شيراز شهر ۾ هيءَ گوشه نشيني حالت ۾ رهيو ۽ خضر عليه السلام جي صحبت ڪيس حاصل هئي.

سندس وفات جو سبب هيءَ ٿيو ته هڪ شخص وٽس آيو جنهن ڪانئس پڇيو ته هن جاءِ تي هڪ شخص آهي، جيڪو دعويٰ ٿو ڪري ته منهنجو نفس، حضرت عيسيٰ عليه السلام جي نفس مثل آهي، جو هو طبعي مُرده کي زنده ڪندو هو. آءٌ غفلت وارن مُردن کي زنده ڪندو آهيان. اهو ٻڌي شيخ هڪ آه ڀري چيو ته: يارب! منهنجي عمر ايڏي دگهي ڪئي اٿئي جو هن زماني کي پهچي، ماڻهن جون اهڙيون ڳالهيون ٻڌان ٿو ۽ هاڻي وڌيڪ نٿو چاهيان. پوءِ ڪيس پيٽ ۾ تڪليف ٿي ۽ انهيءَ ئي مرض ۾ محرم ماه جي آخر ۾ سال 606هه ۾ وفات ڪري ويو.

ڪجهه وقت اڳ جڏهن شيخ روزبهان بيمار ٿيو ته شيخ ابوالحسن ڪروديه ۽ شيخ علي سراج جيڪي وقت جا بزرگ ۽ عارف بالله هئا ۽ شيخ روزبهان جي اولاد جي نانگ مان هئا. شيخ روزبهان جي عيادت لاءِ وٽس آيا. شيخ روزبهان انهن ڏانهن منهن ڪري چيو ته هن اونداهي پنجري منجهان نڪرڻ جي آرزو ڪئي اٿم، سا قبول ٿي وئي آهي. پوءِ چيائين ته آءٌ اوهان کان اڳ روانو ٿي ويندس ۽ اي ابوالحسن تون پندرهن ڏينهن کان پوءِ مون وٽ اچي رسندين ۽ اي علي! تون هڪ مهيني کان پوءِ اسان وٽ ايندين. اهڙي طرح شيخ ابوالحسن محرم جي آخر ۾ ۽ شيخ علي وچ صفر مهيني ۾ سال 606هه ۾ وفات ڪري ويا.

## شيخ پهته ديولي

سندس ڪنيت ابوالخير ۽ لقب شاه عالم هو. سندس نالو حسين بن راجبال بن ڪاه بن لاڪو بن سخيره هو. اپلان قوم مان هئا.

اهڙيءَ طرح قاضي محمود علامه عباسي لکيو آهي ته شيخ بهاؤالدين زڪريا ملتاني رحمه الله جا گهرا دوست هي هئا: شيخ فريد شڪر گنج، سيد جلال بخاري سرخ، مخدوم عثمان مروندي عرف شهباز قلندر ۽ ابتدائي دور ۾ سندس گذر هن نڪري وٽان ٿيندو هو، جيڪا شيخ پهته جي

مدفن هئي. هتي پهچي پنهنجي قلب ڪي نور سان روشن ڪندا هئا ۽ هن جاءِ تي جبل ۾ هڪ غار بہ موجود هو. جنهن ۾ شيخ بلڪل تنها گوشہ نشيني ۾ الله تبارڪ و تعاليٰ جي ياد ۽ عبادت ۾ مشغول هوندو هو. مخلوق ڪانئس ناآشنا هوندي هئي. البتہ جڏهن هي بزرگ وٽس ويندا هئا تہ ظهور ۾ ايندو هو. مجلس ڪان پوءِ وري پوشيده ٿي ويندو هو.

سندس وفات جو سال 666هہ آهي.

سندس مدفن هڪ عجيب جڳهہ تي آهي، جتي اولياء ڪرام جا گذرگاهہ ۽ اهل الله جي زيارت گاهہ آهي. درگاهہ جا متولي، پاڻ سڳورن ﷺ جن جي ولادت واري تاريخ يعني 21 ربيع الاول تي ٽن ڏينهن لاءِ عرس جي ميلي جو اهتمام وڏي شان شوڪت سان ڪندا آهن، جتي سڀ فقراء جمع ٿيندا آهن.

شيخ جي دستار مبارڪ اڃا تائين متولين وٽ موجود آهي، سا تبرڪاً صاحب خانقاه پنهنجي مٿي تي رکي هجوم سان گڏ خانقاه ڪان نڪري مقرر جڳهہ تي ميلي جي صورت ۾ ويندا آهن. انهيءَ جي ڏسڻ سان اهل دل جي ڪيفيت تہ عجيب ٿي ويندي آهي، مگر عام مخلوق تماشو تصور ڪندي آهي.

## ابوالحسن علي بن حميد صعيدي

هيءُ ابن صباغ جي نالي سان معروف هو. سندس والد صباغ (رنگ ساز) هو، جيڪو ڪپڙا رنگيندو هو. هيءُ صوفي طريقي ۾ هليو ويو ۽ مٿس تصوف جو رنگ چڙهي ويو ۽ ان ڪان سندس والد ڏاڍو ناراض هوندو هو. هڪ ڏينهن رنگ لاءِ تمام گهڻا ڪپڙا اچي جمع ٿيا. ڪيس سندس پيءُ رنگائڻ ۾ مدد ڪرڻ لاءِ چيو، مگر هن هڪ ڪپڙو بہ ڪونہ رنگيو. سندس والد ڏاڍي ڪاوڙ ڪئي. پوءِ پيءُ جي ڪاوڙ ڏسي هن ڪپڙن ڪي ڌار ڌار رنگڻ جي بجاءِ سڀ ڪپڙا هڪ ئي رنگ ۾ وجهي ڇڏيا. اهو ڏسي سندس پيءُ ڪاوڙ ۾ پرجي ڪيس چوڻ لڳو تہ هيءُ وري تو ڪهڙي حرڪت ڪئي، جو ڪپڙا مختلف رنگن ۾ مطلوب هئا، مگر تو هڪ ئي رنگ ۾ وجهي ضايع ڪري ڇڏيا. اهو ٻڌي هن پنهنجو هٿ رنگ واري ڏول ۾ وجهي سيئي ڪپڙا ٻاهر ڪديا تہ هرهڪ ڪپڙو جدا جدا مطلوب رنگ ۾ رنگيل هو. سندس پيءُ اها ڪرامت ڏسي حيران ٿي ويو ۽ آئنده ڪڏهن بہ ڪيس ڪا تڪليف ڪونہ ڏنائين. هيءُ سال 612هہ ۾ فوت ٿي ويو.

## شيخ مجدالدين

سندس نالو مجدالدين شرف بن مؤيد بن ابن الفتح بغدادي هو. سندس ڪنيت ابوسعيد هئي. اصل بغداد جو هو. ان ڪان اڳ پندرهن سال شيخ نجم الدين ڪبريٰ جي خدمت ڪيائين. شيخ الشيوخ ڪيس خوارزم وٺي آيو.

هڪ ڏينهن سُڪر جي حالت ۾ چوڻ لڳو ته اسان بدڪ جو بيضو آهيون، درياء جي ڪناري تي ۽ اسان جو شيخ مرغي (ڪُڪڙ) آهي. جڏهن تربيت جا پَر (ڪنپ) اسان جي مٿي تي نڪري ايندا ته اسان بيضي منجهان ٻاهر نڪري درياء ۾ هليا ويندا سون ۽ شيخ ڪناري تي هوندو. سندس شيخ اها گفتگو ڪرامت جي ذريعي ٻڌي ورتي. فرمايائين ته تون درياء ۾ ٺي ويندين. پوءِ مجدالدين جڏهن سُڪر کان نڪري هوش ۾ آيو ته اها ڳالهه ٻڌي ڏاڍو پشيمان ٿيو. شيخ سعدالدين حموي کي چيائين ته جڏهن شيخ کي راضي ۽ خوش ڏسين ته مون کي خبر ڪج ته ڪيس مان عاجزي پيش ڪندس. پوءِ پيرين اگهاڙو ٻاهه سان پريل ٿالهه مٿي تي رکي شيخ وٽ حاضر ٿيو ۽ ٽِريون ڪوڙي بيهي رهيو. شيخ ڪيس فرمايو ته درويشي عذر تو ڏيکارين. ايمان ۽ دين ته سلامت ساڻ ڪنيو ٿو وڃين، پر جلدي وڃ درياء داخل ٿيندين ۽ اسان ته تنهنجي سِرَ جي مٿان بيٺل هونداسون ۽ (نه صرف اهو) پر سردارن جا سِرَ ۽ ملڪ خوارزم تنهنجي سِرَ جو (عيوض ٿيندو) ۽ سارو عالم درهم برهم ٿي ويندو.

مذڪور آهي ته انهيءَ ماجرا کان پوءِ تمام جلد خوارزم جي سلطان کي ماڻهن چيو ته تنهنجي ماءُ وعظ ٻڌڻ جي بهاني سان شيخ مجدالدين وٽ ويندي آهي ۽ ابوحنيفه جي مذهب موجب شيخ سان نڪاح به ڪيو اٿائين. سلطان حڪم ڪيو ته شيخ مجدالدين کي درياء دجله ۾ ٻوڙي ختم ڪري اچو. پوءِ ائين ڪيو ويو ۽ شيخ نجم الدين کي جڏهن اها خبر پئي ته متغير ٿي ويو ۽ يڪدم سجدي ۾ هليو ويو. جڏهن سجدي مان سِرُ مٿي ڪنيائين ته چيائين ته منهنجي فرزند مجدالدين جي خون جي عوض سلطان خوارزم جو سارو ملڪ ڪانئس کسجڻ وارو آهي. جڏهن سلطان اها ڳالهه ٻڌي ته گهٻرائجي ويو. پوءِ پيرين پنڌ حضرت جي خدمت ۾ پهتو ۽ سون زر جو ٿالهه پريل ۽ تلوار ۽ ڪفن ترار مٿي سان ٻڌل اچي پيش ڪيائين. ۽ عرض ڪيائين ته جيڪڏهن ديت قبول ٿا ڪريو ته هيءُ زر، سون حاضر آهي ۽ جيڪڏهن قصاص ٿا چاهيو ته هيءُ ترار ۽ منهنجو سِرَ موجود آهي. شيخ فرمايو ته ڪان ذالک في الڪتاب مسطوراً (يعني اهو ڪتاب ۾ سڀ ڪجهه لکيل آهي). فرمايائين ته ان جو ديت تنهنجو سمورو ملڪ آهي. تنهنجو سِرُ به ويندو ۽ ان خلق جو به ۽ اسان تنهنجي سِرَ مٿان بيٺا هونداسون. پوءِ چنگيز خان خروج ڪيو ۽ اهو سڀ ڪجهه ڪيائين جيڪو لکيل ٻڌايو ويو. چيو وڃي ٿو ته هڪ ڏينهن شيخ مجدالدين جي محفل ۾ قوال هي بيت ڳايو:

بيت

ازل کان عشق جو جام بهترين اٿيل آهي، جيڪڏهن ان جي ڪناري تي هڪ سبز رنگ جي لڪير به هجي ها.

سبز رنگ جي لڪير چوڻ وقت ان پنهنجي هٿ کي نِڙيءَ تي ترار وانگر گهمايو ۽ ساڳي وقت پنهنجي شهادت جو اشارو ڪندي هيءُ رباعي چيائين:

ترجمو: بحر محيط ۾ ٽٻي هڻڻ گهران تو يا ٻڏي ويندس يا موتي آڻيندس ڪم اهو تنهنجو خطري ڪان خالي ڪونہ آهي. يا تنهنجو چهرو سرخ ڪندس يا وري گردن ڪٽائيندس.

سندس شهادت سال 616هہ يا 617هہ ۾ ٿي.

ڪتاب "تحفة البرره" ۾ مذڪور آهي تہ سندس خرقہ جي نسبت پاڻ سڳورن ﷺ جن سان متصل آهي. صحيح حديث ۾ فرمايو ويو آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ خرقہ علي عليه السلام جن کي پهرائي، انهن وري حسن بصري کي، انهيءَ وري ڪميل بن زياد کي پهرائي. ڪميل وري عبدالواحد بن زيد کي ۽ ان وري ابويعقوب نهرجوري کي، انهيءَ عمرو بن عثمان مڪي کي ۽ انهيءَ وري ابويعقوب طبري کي ۽ انهيءَ وري ابوالقاسم رمضان کي ۽ انهيءَ وري ابوالعباس بن ادريس کي ۽ انهيءَ وري دائود خادم کي ۽ انهيءَ وري محمد بن مانڪيل کي ۽ انهيءَ وري شيخ اسماعيل قصري کي ۽ انهيءَ وري شيخ نجم الدين ڪبريٰ کي ۽ انهيءَ وري هن فقير مجدالدين بغداديءَ کي پهرائي.

## شيخ نجم الدين ڪبريٰ

سندس اصل نالو احمد بن عمر بن محمد بن عبدالله، خوارزمي خيوقي هو. سندس مشهور نالو نجم الدين ڪبريٰ فردوسي هو. سندس ڪنيت ابوالجناب هئي.

احمد بن عمر خيوقي ڪبريٰ ايام تحصيل علم جي وقت ۾ جنهن سان بہ مناظرو ڪندو هو تہ اڳلي تي غالب اچي ويندو هو. انهيءَ ڪري ماڻهو چوڻ لڳا تہ سڀ تي غالب ٿيڻ جو سبب سندس نظر جو تاثير آهي، جو جنهن تي بہ اها نظر وجهندو هو تہ هو ولي ٿي ويندو هو.

هڪ ڏينهن اصحاب ڪهف جو قصو پڙهيو تہ شيخ سعدالدين حموي جي دل ۾ اها ڳالهہ آئي تہ ڇا اڄوڪي اُمت ۾ اهڙو شخص بہ آهي، جنهن جي صحبت ڪتي تي بہ اثر ڪري؟ شيخ پنهنجي نورفراست ذريعي محسوس ڪيو ۽ اُٿيو ۽ خانقاہ جي در تي اچي بيٺو. اوچتو ڪُتو اچي پهتو. پڇ کي لوڏيندو شيخ جي آڏو آيو ۽ پوءِ شيخ مٿس نظر ڪئي تہ اتي ئي بيخوديءَ ۾ اچي ويو ۽ شهر ڪان پنهنجي رخ کي ڦيري قبرستان جو رستو اختيار ڪيائين ۽ پنهنجو مٿو زمين سان رڳڙيندو رهيو ۽ جتي بہ اچي يا وڃي پيو تہ پنجاهہ يا سٺ ڪُتا سندس چوڌاري حلقو ٻڌي بينا رهيا ۽ پنهنجن چنبن سان آداب بجا آڻيندا رهيا ۽ پوڻڪ هرگز سندس آڏو ڪونہ پئي ڪيائون ۽ نہ وري ڪجهہ ڪائي رهيا هئا. آخر اهو ڪُتو مري ويو. شيخ فرمايو تہ ڪيس دفن ڪري ڇڏيو ۽ سندس قبر تي عمارت جوڙي ڇڏيو.

علوم ظاهري جي حصول جي دوران حديث جي علم لاءِ اسڪندريہ وڃڻ جي اجازت طلب ڪيائين تہ انهيءَ رات خواب ۾ حضور اڪرم ﷺ جن جي زيارت ڪيائين. پاڻ سڳورن ﷺ ڪيس ابوالجناب جي ڪنيت سان خطاب ڪيو. ان جي معنيٰ اها آهي تہ دنيا ڪان اجتناب ڪرڻ وارو. پوءِ پنهنجي مرشد جي ڳولها ۾ نڪتو ۽ اول شيخ اسماعيل قصري جي خدمت ۾

حاضر ٿيو. هن سندس ڪجهه تربيت ڪري، جڏهن سندس دانشمندي جي رڳ ڦڙڪندي ڏٺائين ته ڪيس عمار ڏانهن موڪليائين ان وري ڪيس شيخ روز بهان بقلي ڏانهن موڪلي ڏنو. هن سندس ڪامل تربيت ڪئي. پوءِ موٽي عمار وٽ آيو. هن به سندس فيض ۾ اضافو ڪيو ۽ طريقه خاص جي ڪيس تربيت ڪيائين. ان طريقه کي طريقه ڪبرويه يا طريقه فردوسيه چيو پيو وڃي.

## حيدر

حرمين شريفين جو حاجي هو. سندس نسب امام زاده عبدالله بن امام موسيٰ ڪاظم عليه السلام جن سان ملي ٿو. اهڙي طرح پاڻ جو لکيو اٿائين ته سندس سلوڪ جي نسبت ۾ لفظ ”سيد“ کي مخفي رکيو ويو آهي ۽ سندس نسبت چند واسطن سان سيد ابراهيم خوارزمي تائين پهچي ٿي ۽ اهي سڀ امام موسيٰ ڪاظم عليه السلام جي مريدن مان آهن.

مشهور آهي ته جڏهن سيّد حيدر، حضرت اميرالمؤمنين عليه السلام جن جي روضي جي زيارت لاءِ اتي پهتو ته روضي جي پرسان هڪ پٿر لڳل هو، جنهن کي ٽيڪ ڏئي ويٺو رهيو ۽ پورو هفتو اتي رات ڏينهن ويٺو رهيو، ڪابه چرپر ڪونه ڪيائين. نه ڪاڌائين ۽ نه پيتائين. اٺين رات هڪ هولناڪ آواز آيو گويا قيامت جي صور ڦوڪڻ وارو آواز آهي. ان آواز ۾ چيو ويو ته منهنجي فرزند حيدر جي سارسنڀال لهو، جو شرف زيارت جي جستجو لاءِ نڪتو آهي. ڪيس منهنجي مقبري (روضي) تائين پهچايو.

منجمله اهڙي طرح جو قول اسماعيله فرقي جو به آهي ۽ اهڙي طرح اثناعشري فرقي وارا به ان قسم جي ارادت رکڻ واري کي مؤمن سڏين ٿا ۽ تبريز وارن جي اڪثريت ان جي ارادتمند ۽ پڻ ساڻس وابسته آهي. سندس قبر تبريز ۾ آهي.

## شيخ قطب الدين حيدر توني

هيءُ وقت جو قطب هو. حيدري فرقي وارا پاڻ کي ان ڏانهن منسوب ڪندا آهن. ڪيس ابدالن جو بادشاهه سڏيندا آهن. هن چنگيز خان جي اچڻ جي خبر ٻڌائي. پوءِ پاڻ 618هه ۾ غائب ٿي ويو.

## شيخ تاج الدين عبدالرزاق

سندس ڪنيت ابوبڪر هئي. حضرت شيخ سيّد عبدالقادر جيلاني جن جو پنجون نمبر فرزند هو. هيءُ ڪامل ولي الله هو. علوم ظاهري ۽ علوم باطني پنهنجي والد سڳوري کان حاصل ڪيا هئائين. ڪيس نرينه اولاد تمام گهڻي هئي.

پنهنجي والد سڳوري جو خليفو ۽ سجاده نشين هو. متاخرين جي نسبت اڪثر ساڻس لڳي ٿي. اسان جي موجوده زماني تائين ائين آهي. "سجاده"سندس هڪ فرزند جو نالو آهي. سندس ولادت سال 528ھ ۾ ٿي ۽ وفات سال 632ھ ۾ بغداد ۾ ٿي.

## شيخ فريدالدين عطار قدس سره

هيءُ شيخ مجدالدين بغداديءَ جو مريد هو. ڪتاب تذڪره اولياء جي ديباچي ۾ سندس نسبت بابت ذڪر ڪيو ٿو وڃي ته هڪ ڏينهن هو امام شيخ مجدالدين بغداديءَ جي خدمت ۾ آيو ته ڏٺائين ته هو روئي رهيو آهي. پڇيائينس ته خير ته آهي، ڇاڪاڻ ٿو روئين؟

چيائين ته ان ڪري جو هن اُمت جا اڳواڻ اڳوڻي اُمت جي انبياء ڪرام عليهم السلام جي مثل هوندا، جيئن فرمايو ويو آهي ته علماءُ اُمتي ڪانبياء بني اسرآئيل.(منهنجي امت جا علماءَ بني اسرائيل جي نبين وانگر آهن) پوءِ چيائين ته انهيءَ ڪري روئان پيو ته جيڪا ذميداري اسان جي مٿان الله تعاليٰ رکي آهي، ان مطابق اسان جو عمل ڪونه آهي. اسان هن قوم ڪان ڦريل آهيون يا قوم دنيا جي ڏيک ۾ مشغول آهي. ٻئي قسم جي اسان ۾ طاقت ڪونه آهي. روئان ٿو ته الله تعاليٰ اسان جي توبه قبول فرمائي. بعض جو چوڻ آهي ته ڪيس اويسي فيض رسيل هو.

مولانا جلال الدين رومي فرمايو آهي ته منصور جي نور ڏيڍ سو سالن ڪان پوءِ فريدالدين عطار جي روح تي تجلي ڪئي ۽ سندس مربي ٿي ويو. مذڪور آهي ته سندس توبهه ڪرڻ جو سبب هيءُ ٿيو ته شروع ۾ هي عطر جي دڪان جو مالڪ هو، هڪ ڏينهن پنهنجي ڪاروبار ۾ مشغول هو ته هڪ فقير درويش وٽس الله جي نالي تي ڪجهه شيءِ ڏيڻ جي ٻه چار دفعا صدا لڳائي، پر هُن ڪوبه توجهه درويش ڏانهن ڪونه ڪيو، ڪجهه اثر نه ڏسي. درويش ڪيس چيو ته اي سيٺ! تون ڌنڌي ۾ ايڏو مشغول هئڻ سبب ساهه ڪيئن ڏيندين؟ عطار جواب ۾ ڪيس چيو ته جيئن تون ساهه ڏيندين. درويش وراڻيو ته ڀلا مون وانگر ڪيئن ڏئي سگهندين؟ ائين چئي پنهنجي ڪشڪول ڪي مٿن ڪان رکي، چيائين ته الله! پوءِ فوت ٿي ويو. اهو ڏسي عطار جي دل تي ايڏو اثر ٿيو جو سڀڪجهه خيرات ڪري فقيري اختيار ڪيائين.

مذڪور آهي ته مولانا جلال الدين رومي بلخ وڃڻ وقت عطار وٽ نيشاپور ويو هو. ان وقت عطار تمام پوڙهو ٿي چڪو هو. جلال الدين ساڻس مجلس ڪئي هئي. جنهن جو ذڪر هن پنهنجي رسالہ "اسرارنامه" ۾ ڪيو آهي. جهڙي طرح چوي ٿو ته:

بيت

گرد عطار گشت مولانا

شربت از دست شمس بودش نوش

مولاناڦرندو هو عطار جي چوڌاري شمس جي هٿ شربت هو ان جو ۽ وري ٻئي هنڌ چيو اٿائين:

عطار روح بود و سنائي دوچشم او

ما ازپيءِ سنائي و عطار آمديم

(عطار ان جو روح هو. سنائي ان جون ٻه اکيون آهن. اسان سنائي ۽ عطار جي پٺيان آياسون) سندس شهادت جو سال 627ھ آهي. سندس قبر نيشاپور ۾ آهي.

## شيخ بهاؤالدين ولد قدس سره

هن بابت بعض جو چوڻ آهي تہ هيءُ شيخ نجم الدين ڪبريٰ جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ پڻ انهيءَ جوئي خليفو هو. سندس نالو محمد بن حسين بن احمد خطيب بڪري هو. حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جن جي اولاد مان هو. سندس والده، خراسان جي بادشاه علاؤالدين محمد خوارزم جي نياڻي هئي ۽ نبي ڪريم سيدالمرسلين صلي الله عليه وسلم جن جي اشاري موجب پنهنجي نياڻي حسين خطيبي جي زوجيت ۾ ڏنائين. پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن جي حضور مان ڪيس "سلطان العلماء" جي لقب جو شرف حاصل ٿيو. جڏهن شيخ ڏانهن الله جي مخلوق جو رجحان ٿيو ۽ ماڻهن جا ميڙ وٿس گڏ ٿيڻ لڳا تہ وقت جي ڪجھ علماء مثلاً امام فخرالدين رازي وغيره کي حسد ٿيو. سندس خلاف سلطان وقت جا ڪن ڀرڻ لڳا تہ ڪانئس خطرو آهي. سلطان معذرت سان ڪيس بلخ کان نڪري وڃڻ لاءِ حڪم ڪيو. مولانا رومي ننڍي ڄمار جو هو. هيءُ سيئي بغداد جي رستي مڪي پاڪ ڏانهن روانا ٿيا. بغداد ۾ جڏهن سيئي پهتا تہ ڪانئن هرڪو پڇڻ لڳو تہ هيءُ ڪهڙي جماعت آهي ۽ ڪٿان آئي آهي ۽ ڪيڏانهن وڃڻ گهري ٿي. شيخ فرمايو تہ من الله والي الله ولاحول ولا قوة اِلاَّ بالله ۽ جڏهن شيخ شهاب الدين سُهروردي اهو ٻڌو تہ فرمايائين تہ: ما هذا اِلاَّ بهاؤالدين البلخي پوءِ ڊوڙي وڃي سندس شاندار استقبال ڪيائين ۽ پنهنجي سواري کان هيٺ لهي اچي احترام سان سندس گوڏن کي چميون ڏنائين. پوءِ پنهنجي خانقاھ تي نزول فرمائڻ جي استدعا ڪيائين. مگر شيخ فرمايو تہ هن ٻانهي لاءِ مدرسو ئي وڌيڪ مناسب آهي پوءِ جامعه مدرسه مستنصريہ ۾ نزول ڪيائين.

شمس الدين افلاڪي پنهنجي ڪتاب مناقب العارفين ۾ ذڪر ٿو ڪري تہ علماء بغداد شيخ کي عرض ڪيو تہ مجلس کي وعظ ڪن. وعظ ڪرڻ سان خلق ايتري قدر تہ جمع ٿي، جو مسجد ۾ ويهڻ جي ڪابہ گنجائش ڪونہ رهي. منبر کي بہ مصلي تي رکيو ويو. شيخ شهاب الدين سُهروردي ۽ ٻيا بہ ڪيترائي بزرگان دين وعظ جي مجلس ۾ شريڪ ٿيندا هئا ۽ وعظ جي آخر ۾ قبرستان ڏانهن اشارو ڪندا هئا ۽ چند ميت پنهنجين قبرن مان زنده ٻاهر نڪري پنهنجي زبان سان ڪلمہ طيبہ پڙهي وري واپس زمين ۾ هليا ويندا هئا.

ڪجھ وقت بغداد ۾ رهڻ کان پوءِ مڪه معظمه ڏانهن روانا ٿيا. حرم ۾ ڪجھ وقت قيام ڪري، پوءِ روم ڏانهن روانا ٿيا. روم جي شهر زنجان ۾ چارسال ۽ شهر لارنده ۾ ست سال قيام ڪيائون. مولانا روم کي ارڙهن سالن جي عمر ۾ سنہ 623ھ ۾ سلطان ولد نالي پُٽ پيدا ٿيو ۽ جڏهن اهو وڏو ٿيو تہ اڻ ڄاڻائيءَ سبب ماڻهو پيءُ ۽ پُٽ ٻنهي کي ڀائر سمجهندا هئا. ان کان پوءِ ڪين سلطان لارنده کان قونيہ اچڻ جي استدعا ڪئي. مولانا بهاؤالدين اتي ئي پنهنجي رب ڏانهن لاڏاڻو ڪري ويو. وفات جو سال 628ھ آهي.

## شيخ ابن الفارض

سندس ڪنيت ابوحفص هئي، نالو عمر هو. بني سعد قبيلي منجهان هو. جيڪو پاڻ سڳورن ﷺ جن جي دائي بيبي حليمہ جو قبيلو هو. اصل حموي هو. مصر ۾ ڄائو هو. سندس والد حسن بن علي بن رشيد حموي اندلس (مغرب) جو هو. جڏهن علم فرائض ۾ ڪمال حاصل ڪيائين، تڏهن ابن الفارض جي نالي سان مشهور ٿيو. هيءُ اڪابرين علماء منجهان هو. مصر ۾ پالنا حاصل ڪيائين.

سندس فرزند ڪمال الدين محمد ڳالھ ٿو ڪري تہ مون کي والد ٻڌايو تہ مون اول پنهنجي پيءُ کان تجريد ۽ سياحت جي اجازت حاصل ڪئي. پوءِ مصر جي وادين ۽ جبلن جو سير ڪندو رهيس. ڪجھ وقت کان پوءِ موٽي پنهنجي پيءُ جي خدمت ۾ رهيس. پنهنجي پيءُ جي وفات کان پوءِ سياحت ۾ ئي وقت گذاريندو رهيس. ليڪن ڪجھ بہ فائدو ڪونہ رسيو. هڪ دفعي مصر جي هڪ مدرسي ۾ آيس ۽ ڏٺم تہ مدرسي ۾ پير بقال بي ترتيبو وضو ڪري رهيو آهي. عجب ۾ پئجي ويس. ايتري ۾ پيربقال آواز ڪيو تہ اي عمر! مصر ۾ تہ تو ڪجھ بہ حاصل نہ ڪيو، هاڻي چو نہ ٿو وڃين! مون چيو تہ مکو پاڪ تمام پري آهي، نہ موسم آهي نہ وري سفر جو توشو ۽ نہ وري سفر جو ڪو ساٿي آهي. چيائين مکو تہ اجهو سامهون آهي. پوءِ نظر ڪيم تہ مکو نظر آيو ۽ وري بيهر نظر ڪيم تہ پاڻ کي مڪي ۾ موجود ڏٺم، پوءِ تہ فتح جا دروازا سڀ مون تي کُلي ويا ۽ خوب سير ڪيم. مڪي جي پهاڙن ۽ وادين سيني جو سير ڪيم.

حرم کان ٻاهر ڪجھ مفاصلي تي قيام ڪندو هئس، ليڪن پنج وقت نماز حرم شريف ۾ جماعت سان پڙهندو هئس. پورا پندرهن سال انهيءَ حالت ۾ گذري ويا. اوچتو پير بقال جو آواز ڪن تي پيو فرمايائين تہ: ياعمر! تعال الیٰ قاهره احضر وفاتي يعني: اي عمر! قاهره هليو اچ جو منهنجي وفات جو وقت اچي ويو آهي. پوءِ تمام جلد روانو ٿي مصر پهتس ۽ ڏٺم تہ هو وفات جي گهڙين ۾ آهي. سلام ڪيم، جواب ڏنائين ۽ چند دينار مون کي ڏنائين تہ هن رقم سان منهنجي تجهيز ۽ تڪفين ڪج ۽ ڪجھ منهنجي جنازي جي تابوت کڻڻ وارن کي ڏج ۽ فلاڻي ڳوٺ ۾ منهنجو مڙھ کڻي وڃجو، جو اتي منهنجي شيخ جي قبر آهي ۽ منهنجو تابوت جنازو ان جاءِ تي رکي جنازي نماز پڙهجو، مگر جنازي نماز پڙهائڻ لاءِ اتي هڪ شخص ايندو. ان سان گڏ نماز پڙهجو، بس پوءِ الله کي پيارو ٿي ويو ۽ مون سندس وصيت موجب عمل ڪيو. ان جاءِ تي جبل مان ڪو ماڻهو آيو جيڪو پکي شتاب مثل هو. ڏٺم تہ سندس پير زمين تي پهتو. ان شخص کي سڃاتم تہ هيءُ تہ اهو شخص آهي، جيڪو بازار ۾ پيرين اگهاڙو گهمندو رهندو آهي ۽ ماڻهو ساڻس مسخريون ڪندا هئا ۽ کيس مکون ۽ ٺڦون بہ هڻندا هئا. مون کي چيائين تہ اي عمر! تون اڳ ۾ ٿيءُ ۽ جنازي جي نماز پڙهاءِ! ۽ نظر ڪيم تہ آسمان مان سبز ۽ سفيد پکي

لهي اسان سان گڏ نماز ۾ شريڪ ٿيا آهن. نماز کان پوءِ هڪ عجيب قسم جو پکي انهن مان هيٺ لهي آيو ۽ جنازي کي کلهو ڏئي کڻي هليو ۽ ٻيا پکي ان سان گڏ تسبيح پڙهندا روانا ٿي نظر کان غائب ٿي ويا. پوءِ ان شخص مون کي چيو ته: يا عمر! اما سمعت ان ارواح الشهداء في جوف طير خضر تسرح من الجنة حيث شائت هم شهداء السيوف واما شهداء المحبة فكلهم ارواحهم واجسامهم في جوف الطير خضر وهذا الرجل منهم ياعمر!

ترجمو: اي عمر! تو ٻڌو آهي ته بيشڪ شهيدن جا روح سائي پکيءَ جي قالب ۾ جنت ۾ جتي به کين وڻي کائن ۽ پيئن ٿا ۽ اهي ترار سان شهيد ٿيل آهن. محبت جا شهيد به، سندن کل ارواح ۽ جسم انهن جا سبز پکين جي قالب ۾ آهن ۽ اهو شخص انهن مان آهي.

اي عمر! مان به انهن مان آهيان. مگر منهنجي ذلت وجود ۾ آئي آهي، پوءِ مون کي انهن مان ٻاهر ڪڍيو ويو آهي ته هينئر بازار ۾ مون کي مکون ماريون ٿيون وجن ۽ ان سان ذلت جي تاديب ڪئي پيئي وڃي.

ابن فارض جي وفات جو سال 632 ھ آهي ۽ انهيءَ حساب سان سندس عمر نوي سال شمار ڪئي پئي وڃي.

## شيخ شهاب الدين الدين سهروردي قدس سره

ابوحفص عمر بن محمد البکري سندس نالو هو. هيءُ بزرگ سيدنا ابوبکر صديق رضي الله عنه جن جي اولاد مان هو. سندس طريقت جي نسبت پنهنجي چاچي شيخ ابونجيب رضي الله عنه سهروردي سان پيوسته هئي، ليڪن شيخ عبدالقادر جيلاني جن جي صحبت ۾ به ڪافي مدت رهيو. ان کانسواءِ ٻين ڪيترن ئي مشائخ جي به صحبت حاصل ڪئي هئائين. چيو وڃي ٿو ته جزيره عبادان ۾ به بعض ابدال جي صحبت ۾ ڪافي مدت رهيو ۽ خضر عليه السلام سان مجلسون ڪيون هئائين. شيخ عبدالقادر جيلاني جن سندس شان ۾ فرمايو آهي ته:

انت آخر المشهورين بالعراق (تون عراق جو آخري مشهور شيخ آهين). شيخ شهاب الدين ڪافي تصنيفات ڪيون آهن جن ۾ اهم تصنيف "عوارف المعارف" آهي، جيڪا هُن مڪه مڪرمه ۾ تصنيف ڪئي هئي. جنهن لاءِ فرمائي ٿو ته جڏهن به مون کي ان ۾ ڪا مشڪل درپيش ايندي هئي ته الله تعاليٰ جي بارگاهه ۾ حاضر ٿي نفل پڙهي خانه ڪعبة جو طواف ڪندو هئس ته مشڪل حل ٿي ويندي هئي.

هيءُ بزرگ پنهنجي وقت ۾ بغداد جو شيخ الشيوخ هو. اهل طريقت حضرات تمام ڏورانهين علائقي کان سفر ڪري سندس خدمت ۾ ايندا هئا ۽ فيض حاصل ڪري ۽ فتوائون به وٺي واپس هليا ويندا هئا.

ڪتب اليه بعضهم ياسيّدي! ان ترڪتُ العمل اخلدت الي البطالة و ان عملت دخلني العجب فڪتب في جوابه اعمل و استغفرالله من العجب. ترجمو: ڪنهن شخص ڏانهس لکيو تہ اي سائين! جيڪڏهن آءٌ عمل ڪي ترڪ ٿو ڪريان تہ سُستيءَ ۾ مبتلا ٿي وڃان ٿو ۽ جيڪڏهن عمل ڪي جاري رکان ٿو تہ مون ۾ عُجب (وڏائي ۽ فخر) پيدا ٿو ٿئي. جواب ۾ ڪيس لکيائين تہ عمل ڪي جاري رک ۽ عجب کان الله تعاليٰ جي اڳيان توبهہ ڪندو رهہ.

رسالہ "اقباليہ" ۾ مذڪور آهي تہ ڪنهن شخص شيخ سعدالدين حموي کان شيخ محي الدين جن جي درجي بابت پڇيو تہ فرمايائين تہ "بحر مواج لا نهاية له (سمنڊ جون موجون جن جي ڪا انتها نہ آهي) وري شيخ شهاب الدين سُهروردي جي درجي بابت ڪانئس پڇيائين تہ فرمايائين: "نور متابعة النبّي في جبين السُهروردي شيءُ آخر (سُهرورديءَ جي پيشانيءَ ۾ نبي ڪريم ﷺ جي متابعت جي نور جي (عراق ۾) آخري چمڪ آهي.)

سندس ولادت سال 539هہ ۾ ٿي ۽ وفات سال 632هہ ۾.

## شيخ علي سجزي

هيءُ خواجہ معين الدين سجزيءَ جو مقرب ۽ فيض يافتہ هو. سنہ 633هہ ۾ فوت ٿي ويو.

مذڪور آهي تہ هڪ ڏينهن سندس خانقاهہ ۾ احمد جام قوال هيءُ بيت پڙهيو. ترجمو: تسليم ۽ رضا جي خنجر سان ڪُٺلن کي هر زماني ۾ غيب کان زندگي ملندي آهي.

اهو بيت ٻڌي چار ڏينهن حيرت جي عالم ۾ هو. پنجين رات گذاري ويو. حسن دهلوي پنهنجي نظم ۾ انهي ڳالهہ ڏانهن اشارو ڪندي چيو آهي:

ترجمو: انهيءَ بزرگ بيت جي هڪ سٽ تي پنهنجي جان ڏني. ليڪن انهيءَ ڪانٺ ۾ هڪ ٻيو گوهر بہ آهي. تسليم جي خنجر سان ڪُٺلن کي هر زماني ۾ غيب کان ٻي زندگي بہ ملندي آهي.

## خواجہ معين الحق و الدين حسن سجزي

هيءُ طريقت جو شيخ الشيوخ هو. سندس هڪ خط ۾ لکيل عبارت لڏي وئي آهي، جنهن ۾ چوي ٿو تہ بغداد جي مسجد جنيد ۾ خواجہ عثمان هاروني جي خدمت ۾ حاضر ٿيس. جنهن چيو تہ ٻہ رڪعت نفل نماز پڙهہ. پڙهيم، پوءِ فرمايائين تہ هاڻي قبلي ڏانهن رُخ ڪري ويهہ، پوءِ وينس. پوءِ فرمايائين تہ سورة البقره هڪ دفعو ۽ ڪلمه سبحان الله ويهہ دفعا پڙهہ. پوءِ اهو پڙهيم. پوءِ چيائين تہ هيڏانهن اچ تہ تنهنجو تعلق الله سان ڳنڍي ڇڏيان. پوءِ قئنچي ڪٽي ان سان چار ترڪي ٽوپيون ڪٽيائين ۽ هڪ خاص ڪمبل عطا ڪيائين ۽ پوءِ چيائين تہ هاڻي ويهي هڪ هزار دفعا قل هو الله پڙهہ، اهو پڙهيم پوءِ چيائين تہ اسان جي سلسلي ۾ هڪ ڏينهن ۽ هڪ رات مجاهده بہ هوندو آهي پوءِ وڃ! هڪ ڏينهن رات ان کي پورو ڪر. پورو ڪري ٻئي ڏينهن

سندس خدمت ۾ حاضر ٿيس. پوءِ چيائين تہ مٿي نظر ڪر. آسمان ڏانهن نهاريم تہ فرمايائين ڇا توکي ڪجهہ نظر اچي ٿو، عرض ڪيم تہ هزارين جهانَ نظر ٿا اچن. پوءِ فرمايائين تہ بس! هاڻي تنهنجو مقصد پورو ٿيو.

مولانا جمال الدين ڪتاب سيرالعارفين ۾ لکي ٿو تہ هو ٻارهن سال، خواجہ عثمان هاروني جي خدمت ۾ رهيو. شيخ عبدالحق محدث دهلوي ڪتاب اخبار الاخيار ۾ لکي ٿو تہ پورا ويهہ سال سندس خدمت ۾ رهيو ۽ هو سفر ۽ حضر ۾ خواجہ جي جامہ جي سنڀال ڪندو هو. آخر خلافت جو شرف حاصل ڪيائين.

حضرت معين الدين، راجا پرٿوي راج جي زماني ۾ اجمير ۾ اقامت پذير ٿيو ۽ ڪيترائي خادم خواجہ جن جي خدمت ۾ رهڻ لڳا. هڪ دفعي راجہ پرٿوي راج خواجہ معين الدين جي خادم کي ڏاڍو ايذاءُ رسايو. جڏهن خواجہ کي خبر پئي تہ فرمايائين تہ راجہ کي زندهہ گرفتار ڪري ڪيس قاسي ڏني ويندي. پوءِ تمام جلد سلطان معزالدين غزني ڪان اچي چڙهائي ڪئي. پرٿوي راج ساڻس جنگ ڪئي، جنگ ۾ شڪست کائي زندهہ گرفتار ٿيو. ان واقعي کان پوءِ انهيءَ علائقي ۾ اسلام جو واڌارو ٿيو ۽ خواجہ جي فيض جو آفتاب اُڀريو. هر طرف ڏوم مچي وئي ۽ ستين رجب سنہ 633هہ ۾ وفات ڪري ويو. وفات کان پوءِ سندس پيشانيءَ تي لکيل هو تہ: حبيب الله مات في حب الله (الله جو پيارو هو. الله جي پيار ۾ ئي مري ويو.) سندس مدفن اجمير ۾ آهي. شروع ۾ سندس قبر سِرُن جي هئي ۽ بعد ۾ پٿرن جي. هڪ صندوق ناهي قبر جي مٿان رکي وئي، تہ قبر بلند ٿي وئي.

اول قبر جي مٿان جنهن مقبرو نهرايو هو، سو خواجہ حسين ناگوري هو. ان کان پوءِ خانقاہ جا دروازا وغيره هندوستان جي مختلف بادشاهن نهرايا.

خواجہ قطب الدين بختيار اوشي پنهنجي ڪتاب دليل العارفين ۾ خواجہ معين الدين چشتي جا ملفوظات لکيا آهن:

ارشاد فرمايائين تہ عاشق جي دل محبت جي باهہ جي آڙاهہ سان ڀريل آهي، جو ڪجهہ ان ۾ ايندو سڙي خاڪ ٿي ويندو.

چيائين تہ خواجہ عثمان هارونيءَ کان ٻڌو هئم، جنهن شخص ۾ ٽي خصلتون هونديون. ان کي الله تعاليٰ سبحانہ دوست رکندو آهي. (1) سخاوت دريا مثل، (2) شفقت سج مثل، (3) نوڙت ۽ عاجزي زمين وانگر.

چيائين تہ: نيڪي کان افضل نيڪ ماڻهن جي صحبت ۾ رهڻ آهي. بدي ڪرڻ کان بدتر گناهہ، بدترين ماڻهن جي صحبت ۾ رهڻ آهي.

چيائين تہ: ڪنهن مسلمان جي بي حرمتي ڪرڻ کان وڏيڪ بدترين گناهہ ٻيو ڪونہ آهي.

چيائين تہ: الله تبارڪ و تعاليٰ جي سڃاڻپ جي علامت اها آهي تہ هو مخلوق کان پاسو ڪري ۽ معرفت ۾ خاموش رهي.

چيائين تہ: عارف جي عبادت پاس انفاس (ذڪر) آهي.

چيائين ته: جنهن شخص سخاوت جي صفت حاصل ڪئي گويا هر نعمت حاصل ڪيائين.

چيائين ته: عارف جي نشاني هيءَ آهي جو هو موت کي دوست رکندو آهي ۽ راحت کي ترڪ ڪندو آهي ۽ الله تعاليٰ جي ذڪر سان انس رکندو آهي.

## شيخ نورالدين عبدالرحمٰن اسفرايني ڪسرقي

هيءُ شيخ احمد جوزفانيءَ جي مريدن مان هو. هي طالبان حق جي سلوڪ ۽ مريدن جي تربيت ۽ انهن جي حالات جي ڪشف ۾ وڏو شان رکندڙ هو.

شيخ رڪن الدين علاؤالدولہ بيان ٿو ڪري ته منهنجي پيءُ مون کان پڇيو ته هن زماني ۾ اولياءَ ڪرام ڪٿي ٿا رهن؟ مون کيس ٻڌايو ته يمن ۾ ابن عجيل ۽ شستر ۾ شمس الدين ساؤجي، ابهر ۾ خواجہ جامي ۽ چند مشائخ ٻيا بہ کيس ڳڻي ٻڌايم. پوءِ چيائين ته انهن جي هوندي خلق کي ارادو ڪري شيخ نورالدين ڏانهن ڇو ٿو اچين؟ مون جواب ۾ کيس چيو ته منهنجو اهو مقصد نہ آهي ته آءٌ انهن کي شهرت لاءِ وڃي ٿو وڃان، هرگز نہ! بلڪ اهو ٿو چاهيان ته خلق کي صحيح رستو ٻڌايان، ڇو ته هن وقت ۾ انهيءَ کان سواءِ ٻيو اهڙو ڪوبہ رهنما ڪونہ آهي، جو خلق جي مزاج مطابق سندن رهنمائي ڪري ۽ منهنجو اهو ڪم آهي ته بزرگ تر مشائخ جي نشاندهي ڪري، انهن جي خدمت ۾ ڪين پهچايان ۽ اهو عقل واري ماڻهو جو ڪم نہ آهي، جو سون جي خريدار کي لوهہ جي دڪان تي وٺي وڃي. چيو وڃي ٿو ته آخري زماني ۾ عبدالرحمٰن جي سلسلہ طريقت جو نشان بہ ڪونہ رهندو يا ڪونہ رهيو.

هيءُ بغداد ۾ سال 639هه ۾ وفات ڪري ويو.

## شيخ موسيٰ سدراني

هيءُ شيخ ابومدين مغربيءَ جي اڪابر مريدن مان هو.

شيخ سعدالدين فرغاني قصيده تائيہ ۾ ذڪر آندو آهي ته شيخ معتبر طلحہ بن عبدالله بن طلحہ تستري عراقي کان سنہ 665هه ۾ ٻڌم جنهن روايت ڪئي ته مون کي شيخ عمادالدين محمد بن شيخ شهاب الدين سُهروردي چيو ته هڪ دفعي حج جي موقعي تي آءٌ پنهنجي والد سان گڏ هئس ۽ آءٌ خانه ڪعبه جو طواف ڪري رهيو هئس ته ڏٺم ته هڪ مغربي شخص بہ طواف ڪري رهيو آهي ۽ خلق جو توجه ان شخص ڏانهن آهي ۽ منهنجو تعارف بہ ان کي ڪرايو ويو ته "هيءُ شيخ شهاب الدين سُهروردي جو فرزند آهي" پوءِ مون ڏانهن توجہ ڪري مون کي مرحبا ڪيائين ۽ منهنجي مٿي کي چمي ڏئي دعا ڪيائين. مون پڇا ڪئي ته هي ڪير آهي، ٻڌايائون ته هن کي شيخ موسيٰ ٿا سڏين. پوءِ اُتي پنهنجي پيءُ وٽ ويس ۽ کيس خبر ڪيم والد صاحب ڏاڍو خوش ٿيا. پوءِ اتي حاضرين مان بعض صاحبان سندس مناقب شروع ڪيا.

انهن چيو ته هو هڪ رات، ڏينهن ۾ ستر هزار قرآن شريف ختم ڪندو آهي. اهو ٻڌي منهنجو والد صاحب خاموش رهيو. انهن مان هڪ شخص جيڪو منهنجي والد صاحب جي خاص

مريدن مان هو. قسم کڻي ڳالھ ڪئي تہ هڪ رات مون شيخ موسيٰ کي طواف ڪندي ڏٺو. سندس پنيان آءٌ بہ طواف ڪري رهيو هئس. ڏٺم تہ حجراسود کي چمي ڏئي طواف شروع ڪيائين ۽ آغاز تلاوت سورة فاتحه کان ڪيائين. آءٌ بہ گڏ هئس. سندس تلاوت کي حرف بحرف صاف ٻڌي ۽ سمجهي رهيو هئس. اول طواف ۾ جڏهن خانه ڪعبه کي چڪر ڏئي حجراسود جي قريب آيو تہ قرآن شريف جو هڪ ختم پورو ڪيائين ۽ سندس سارو ختم مون حرف بحرف صاف ٻڌو. پوءِ منهنجي والد سڳوري تصديق ڪئي ۽ منهنجي والد سڳوري وڌيڪ چيو تہ اڳ بسط جو زمانو هو. بعض اولياٰء جي نسبت اهڙا واقعا رونما ٿيندا هئا.

حڪايت: شيخ الشيوخ ابن سڪينہ جو هڪ سونارو مريد هو. جنهن جي مٿان اهو ڪم رکيل هو تہ هر جمعي تي جمعي نماز کان اڳ خانقاه تان مصلا کڻي جامع مسجد ۾ صوفين لاءِ وڇائي ڇڏي ۽ نماز ختم ٿيڻ کان پوءِ اهي مصلا ويڙهي کڻي خانقاه تي پهچائي. هڪ جمعي تي خانقاه تي مصلن جو وينو ويڙهي رکيائين تہ مسجد کڻي ويندس. پوءِ درياء دجلہ جي ڪناري تي ويو تہ جمعي جو غسل ڪري اچان. پوءِ پنهنجا ڪپڙا بدن جا لاهي ڪناري تي رکي درياء ۾ غسل ڪرڻ لاءِ ويو، جيئن جو پاڻيءَ ۾ ٽٻي هڻي، منهن باهر ڪڍيائين تہ ڏسي هيءَ درياء دجلہ تہ ڪونہ آهي ۽ هيءَ تہ مصر جو نيل درياء آهي. پوءِ پاڻيءَ کان ٻاهر نڪري مصر شهر ڏانهن روانو ٿيو. اوچتو هڪ سوناري جي دڪان تي پهتو تہ جيئن ان کان ڪو ڪپڙي جو ٽڪر وٺي، اگهڙ کي ڏڪيان ۽ اهو سونارو بہ سمجهي ويو تہ هيءُ بہ سونارو آهي. امتحان ۾ مبتلا آهي. پوءِ ڪيس ڏاڍي عزت ۽ اڪرام سان پنهنجي گهر وٺي ويو ۽ پنهنجي نياڻيءَ سان سندس نڪاح ڪيائين ۽ ڪيس انهيءَ گهر واريءَ مان ٽي فرزند ٿيا ۽ ست سال اتي گهر واريءَ سان گذاريائين ۽ هڪ ڏينهن نيل درياء تي وهنجڻ آيو ۽ پاڻيءَ ۾ ٽٻي هڻي، جيئن جو مُنهن ٻاهر ڪڍيائين تہ پاڻ کي بدستور دجلہ درياء تي بغداد ۾ ڏٺائين ۽ سندس ساڳيائي ڪپڙا ڪناري تي رکيل هئا. پوءِ ڪپڙا ڍڪي خانقاه تي آيو ۽ ڏٺائين تہ مصلن جو وينو ائين ئي ويڙهيل رکيل آهي.

بعض دوستن چيو تہ جلدي ڪر، چو تہ ڪجهہ جماعت مسجد ۾ پهچي وئي آهي، مصلن کي مسجد ڏانهن کڻي ويس ۽ نماز کان پوءِ تمام تڪڙو گهر ۾ آيس تہ گهر وارن چيو تہ مهمانن لاءِ مڇي پچرائي، پوءِ ڪيڏانهن هليو ويو هئين. پوءِ مهمانن کي وٺي آيو ۽ مڇي کاڌائون. فارغ ٿيڻ کان پوءِ شيخ ابن سڪينہ جي خدمت ۾ ويس ۽ ڪيس سموري ڳالھ ٻڌايم. پوءِ چيائين تہ اها اولاد خودبخود مصر کان بغداد اچي رسندي، پوءِ ٿيو بہ ائين.

شيخ ابن سڪينہ مون کان پڇيو تہ ڇا انهيءَ ڏينهن ڪو شڪ يا انديشو تنهنجي دل ۾ وينو هو. چيم تہ هائو! ان ڏينهن مون کي آيت: ڪان مقداره خمسين الف سنة (مقدار ان جو پنجاهہ هزار سال) ۾ شڪ وينو هو. پوءِ شيخ چيو تہ اهو واقعو توتي الله جي رحمت آهي جو تنهنجي اعتقاد کي صحيح فرمايائين. الله تعاليٰ پنهنجي ٻانهن تي زماني کي بسط ڪري

ڇڏيندو آهي. شيخ موسيٰ جي ولادت سال 560ھ ۾ اندلس جي شهر مرسيہ ۾ ٿي ۽ سندس وفات سن 638ھ ۾ ٿي.

## مولانا شمس الدين تبريزي

نالو محمد علي بن ملڪ داد. نفحات ۾ پنهنجي ڳالھ ٿو ٻڌائي تہ آءٌ بلوغت کي پهتل هئس ۽ مڪتب ۾ پڙهندو هئس تہ عشق سيرت مُحَمَّدي ﷺ ۽ انهن جي محبت ۾ مون کي طعام کائڻ جي تمنا هرگز نہ رهندي هئي ۽ چاليهن ڏينهن کان پوءِ ٿورڙو کاڌو کائيندو هئس. شيخ ابوبکر سلہ باف تبريزي يا رکن الدين سنجاسي يا اوحد الدين ڪرماني يا بابا ڪمال خنجدي جو مريد هو. پر شايد ڪيس هر هڪ جي صحبت يا تربيت حاصل ٿي هجي. آخر ۾ هو سفر ۾ وقت گذارڻ لڳو ۽ ڪارو ڪمبل اوڙهي هرهنڌ ڦرندو رهيو ۽ هر جاءِ تي سراءِ ۾ قيام ڪندو رهندو هو.

جڏهن بغداد جي سرزمين تي پهتو تہ اوحدالدين ڪرمانيءَ کي ڳولهي وٽس آيو ۽ ڪانئس پڇيائين تہ ڇا پيو ڪرين؟ جواب ۾ چيائين تہ چنڊ کي پاڻيءَ جي پاٽ ۾ پيو ڏسان. مولانا شمس الدين ڪيس وراڻيو تہ جيڪڏهن توکي ڪا ڪنڌ ۾ تڪليف نہ آهي تہ آسمان ۾ چنڊ کي ڇو نہ ٿو ڏسين! مذڪور آهي تہ هڪ دفعي مولانا ڪمال بابا جي خدمت ۾ وينو هو تہ ان مجلس ۾ شيخ فخرالدين عراقي موجود هو. چوڻ لڳو تہ شيخ بهاؤالدين زڪريا ملتاني اهڙي مقام تي پهتو آهي، جو جيڪا بہ فتح ۽ ڪشف ڪيس حاصل ٿئي ٿو، ان جو اظهار نظم يا نثر ۾ ڪري، بابا ڪمال آڏو پهچائي ٿو، ليڪن شمس الدين اهڙو ڪوبہ اظهار نہ ٿو ڪري. فرزند شمس الدين کان اهڙا اسرار ۽ حقائق جن جو ذڪر شيخ فخرالدين ٿو ڪري تہ روشن ٿي نہ سگهندا. البتہ مشاهدو اهو ٻڌائي ٿو تہ سندس اسرار ۽ رموز ڪنهن واسطي سان شاندار نموني جلوه گر ٿيندا ۽ ان درجي تي پهچڻ جي مون ۾ قوت ڪونہ آهي.

بابا ڪمال وڌيڪ فرمايو تہ اي شمس الدين! حق تبارڪ و تعاليٰ هڪ ڏينهن توکي اهڙو ساٿي عطا ڪندو جيڪو اولين ۽ آخرين معارف حقائق کي تنهنجي نالي سان ظاهر ڪندو. اهو اشارو مولانا روم ڏانهن هو.

ان کان پوءِ سال 642ھ ۾ مولانا سفر اختيار ڪيو ۽ گهمندو ڦِرندو قونيہ جي علائقي ۾ پهتو ۽ ڳوٺ خان لشڪر ريزان ۾ قيام ڪيائين. انهيءَ زماني ۾ مولانا جلال الدين رومي درس ۽ تدريس ۾ مشغول هوندو هو. هڪ ڏينهن فاضلن جي جماعت ڳوٺ خان لشڪر ريزان کان لنگهندي ان ڳوٺ ۾ ترسيا تہ شمس الدين سندن استقبال ڪندي، مولانا جي سواريءَ جون واڳون جهليندي ڪانئس پڇڻ لڳو تہ يا امام المسلمين! بايزيد بزرگيءَ ۾ وڌيڪ آهي يا مُحَمَّد ﷺ؟ اهو ٻڌي مولانا متغير ٿي ويو ۽ چيائين تہ هيءُ جملو نهايت هيبتناڪ آهي. آءٌ ڄاڻان ٿو تہ انهيءَ جملي سبب ست آسمان بہ ڏڪي نہ وڃن ۽ زمين ڦاٽي نہ پوي ۽ خوفناڪ باھ منهنجي دماغ تي نہ پهچي ۽ عرش کان دونهون نہ اُٿي. ان کان پوءِ چيم مُحَمَّد ﷺ جن تہ عالمن جا اڳواڻ آهن

پوءِ بايزيد ڇا آهي ۽ هن قول جو ڪهڙو مطلب آهي جو پاڻ ڪريمن ﷺ فرمايو آهي ته ما عرفناڪ حق معرفتڪ (يعني تنهنجي سڃاڻپ جو اسان پورو حق ادا ڪونه ڪيو) ۽ بايزيد ٿو چوي ته سبحاني ما اعظم شاني و انا سلطان السلاطين (تعريف آهي منهنجي ۽ ڪيڏو نه آهي شان منهنجو ۽ بادشاهن جو به بادشاهه آهيان) پوءِ چيائين ته هنن قولن ڪي سمجهڻ جي ضرورت آهي، انهن ۾ بايزيد جي قرب تي اُڃ (پياس) جو ظرف ننڍڙو هو جو پاڻيءَ جي هڪ ڍُڪ پيئڻ سان ئي سيراب ٿي ويو ۽ اتي ئي ساڪت ٿي ويو ۽ پاڻ ڪريمن ﷺ جن جي قربَ جي پياس جي ظرف ڪي ڪا انتها ڪونه هئي. پياس ۾ پياس جاري هئي سندن سيني ڪي الم نشرح لڪ صدرڪ سان ڪوليو ويو. ارض الله واسعة ٿيو. قرب جي پياس جو پاڻي پياريو پئي ويو، مگر مزيد به استدعا ٿيندي رهي. پوءِ مولانا شمس الدين نعرو هڻي هيٺ ڪِري پيو. مولانا رومي سواري ڪان لهي آيو ۽ پنهنجن شاگردن ڪي فرمايائين ته هن ڪي ڪڻو ۽ مدرسي ڏانهن وني هلو ۽ سندس مٿي ڪي گوڏن ۾ قابو ڪيو ته هيءُ خودبخود هوش ۾ اچي ويندو ۽ پوءِ ڪيس ڪٺي روانا ٿيا. پهچڻ بعد پورا ٽي مهينا رات، ڏينهن خلوت ۾ رهيا ۽ ٻاهر هرگز ڪونه نڪتا.

۽ بعض جو چوڻ آهي ته شمس الدين قونيه ۾ پهچي مولانا جي مجلس ۾ آيو. مولانا جلال الدين ان وقت پاڻيءَ جي، حوض جي ڪناري تي وينو هو. ڪجهه ڪتاب سندس آڏو رکيل هئا. پڇيائينس ته هيءُ ڇا آهي؟ چيائين ته هن ڪي قيل ۽ قال چيو پيو وڃي. چيائينس ته هيءُ تنهنجي لاءِ ڪهڙي ڪم جا آهن؟ پنهنجو هٿ ڊگهو ڪري سڀ ڪتاب حوض ۾ اُڇلائي ڇڏيائين. مولانا ڪي سخت صدمو رسيو ۽ چيائين ته اي درويش! هيءُ ڇا ڪري ڇڏئي. هن ۾ منهنجي والد جا به فوايد هئا، ٻيا ملي ڪونه سگهندا. شمس الدين پنهنجو هٿ پاڻيءَ ۾ وجهي، هڪ هڪ ڪتاب ٻاهر ڪڍندو ويو. پاڻيءَ ڪنهن به ڪتاب ڪي ڪوبه اثر ڪونه ڪيو هو. ڪانئس مولانا پڇيو ته هيءُ ڪهڙو راز آهي. شمس الدين وراڻيو ته هيءُ ذوق ۽ حال آهي. توکي هن جي ڪهڙي خبر. ان ڪان پوءِ هڪ ٻئي سان مجلسون ڪندا رهيا.

چيو وڃي ٿو ته هڪ رات شمس الدين مولانا سان خلوت ۾ وينو هو ته ٻاهران هڪ شخص آيو ۽ شيخ ڪي ٻاهر اچڻ لاءِ اشارو ڪيائين. شيخ فوراً اُٿيو ۽ مولانا روم ڪي چيائين ته مون ڪي قتل ڪرڻ لاءِ سڏي رهيا آهن ۽ ان وقت ۾ ست ماڻهو انهيءَ ڪم لاءِ ٻاهر لڪا وينا هئا ۽ پوءِ شيخ نعرو هنيو ته اهو ٽولو بيهوش ٿي ويو ۽ هڪ انهن ۾ مولانا روم جو فرزند علاؤالدين محمد به هو، جو به داغ انه ليسَ مِن اَهلِڪ جي مصداق ٿيو ۽ جڏهن جماعت هوش ۾ آئي ته اتي رت جي چند قطرن ڪان سواءِ ٻيو ڪجهه به نظر ڪونه آيو ۽ ان ڪان پوءِ سندس ڪابه نشاني پيدا ڪونه ٿي. اهو واقعو سن 645هه ۾ ٿيو. اهي ظالم بدبخت ٿورن ڏينهن اندر مصيبت ۾ مبتلا ٿي هلاڪ ٿي ويا.

بعض جو چوڻ آهي ته بهاؤالدين ولد جي پاسي ۾ دفن ٿيل آهي ۽ پڻ چيو وڃي ٿو ته سندن بدن ڪي هڪ ويران کوهه ۾ اُڇلايو ويو هو. هڪ رات خواب ۾ سلطان ولد ڪي اشارو ٿيو ته فلاڻي کوهه ۾ آءٌ پيل آهيان. پوءِ اڌ رات جو دوستن ڪي ساڻ ڪري انهيءَ کوهه مان ڪيس ٻاهر ڪڍي مناسب جڳهه تي دفن ڪيائون.

## حڪيم ناصر خسرو

سندس ڪنيت ابوالمعين هئي. سندس نسب ڇهن واسطن سان امام موسيٰ رضا عليه السلام سان ملي ٿو. دنيا جي هر علم تي ڪيس ڪافي عبور حاصل هو. توريت، زبور ۽ انجيل جي به ڪيس ڪافي ڄاڻ هئي. بعض ماڻهو ڪيس ملحد چوندا ۽ بي دينيءَ جي تهمت مڙهيندا هئا ۽ بعض ماڻهو ڪيس موحد سڏيندا هئا.

خليفي مستنصر بالله عباسي جي زماني ۾ هن کي بدخشان علائقي جي وزارت ڏني وئي. علماء ڪرام هن جي ظاهر ڪان هراس ۾ هوندا هئا ته متان جبر ڪري ۽ پورا ويهه سال جبل يمگان جي هڪ غار ۾ عبادت ۾ مشغول هو. مختصر ڪاڌي تي وقت گذاريندو هو. آخر ۾ هڪ سو چاليهه سالن جي عمر ۾ سنه 653هه ۾ فوت ٿي ويو. فوت ٿيڻ وقت پنهنجي ڀاءُ نالي سعيد کي گهرائي وصيت ڪيائين ته جڏهن مان گذاري وڃان ته ڪنهن کي به خبر نه ڪج. جنيان جي علماء مان ٻه شخص حاضر ٿيندا ۽ انهن سان تون منهنجي جنازي جي امامت ڪج ۽ پوءِ فلاڻي جبل جي غار ۾ دفن ڪج ۽ غار جي در تي ٿورو پاڻي ڇٽڪج ۽ ان ڪان پوءِ غار جي در تي هڪ وڏو پٿر ڪوڙي ڇڏج.

## شيخ نجم الدين دايه

هيءُ شيخ نجم الدين ڪبريٰ جي مريدن مان هو. پنهنجي شيخ جي حڪم سان تربيت لاءِ شيخ مجدالدين جي خدمت ۾ ويو ۽ چنگيز خان واري واقعي دوران هيءُ خوارزم ڪان وٺس آيو. مولانا جلال الدين ۽ شيخ صدر الدين قونوي جن جي صحبت ۾ به ڪافي مدت رهيو. سال 654هه ۾ فوت ٿي ويو. سندس قبر بغداد جي علائقي شونيزيه ۾ شيخ سري سقطي ۽ شيخ جنيد جن جي مقبري جي ٻاهران آهي.

## شيخ سيف الدين باخرزي

هيءُ شيخ نجم الدين ڪبريٰ جي خليفن مان هڪ هو. ظاهري علم جي تحصيل ۽ تڪميل ڪان پوءِ شيخ نجم الدين جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ روحاني تربيت حاصل ڪيائين. شروعات ۾ ڪيس خلوت ۾ ويهاريائين ۽ ٻائيتاليهه ڏينهن ڪان پوءِ سندس خلوت جي در تي اچي در ۾ پنهنجي آڱر وجهي، سڏ ڪيائين ته اي سيف الدين!

ترجمو: مان عاشق تنهنجو آهيان ۽ غم جي لائق آءٌ آهيان.

تون معشوق آهين تنهنجو غم سان ڇا واسطو آهي.

اُٿي ٻاهر نڪري اچ. پوءِ هو ٻاهر نڪري آيو ۽ پوءِ هٿ، هٿ ۾ ڏئي بخارا ڏانهن روانو ٿي ويا.

چيو وڃي ٿو ته شيخ نجم الدين لاءِ خطا[1] ڪان ڪنيزيون آيل هيون. زفاف جي رات پنهنجي جماعت کي چيائين ته اج رات آءٌ لذت مشروعه ۾ مشغول رهڻ گهران ٿو ۽ اوهين ٻي موافقت ۽ ترڪ رياضت ۾ رهجو.

---

[1] خطا: چين ۽ ترڪستان جي سرحد وارو علائقو.

شيخ سيف الدين انهيءَ رات پاڻيءَ جو هڪ وڏو مٽڪو پري خلوت جي در تي ٻاهران بيهي رهيو ۽ صبح جو جڏهن شيخ ٻاهر آيو فرمايائين تہ اوهان کي مون نہ چيو هو تہ اڄ رات آرام ۾ رهجو ۽ آرام جو سرور حاصل ڪجو. سيف الدين چيو تہ ان کان وڌيڪ مون کي ٻيو ڪهڙو سرور حاصل ٿيندو جو آءٌ آستاني جي در تي خادم بڻجي بيٺو آهيان. فرمايائين تہ بشارت ملي آهي سلطان جي سواري رواني ٿي چڪي آهي.

چيو وڃي ٿو تہ هڪ سلطان سندس زيارت لاءِ وٽس آيو ۽ واپس وڃڻ وقت عرض ڪيائين تہ سائين! هڪ گهوڙو نذر ڪيو اٿم ان تي سواري ڪرڻ فرمائيندا. بادشاهہ رڪاب کي جهليو تہ جيئن شيخ سوار ٿئي، گهوڙو ڏاڍي سرڪشي پيو ڪري. پوءِ بادشاهہ گهوڙي جون واڳون پڪڙي، تقريباً پنجاه گامون سواري سان گڏ ڊوڙندو رهيو. شيخ بشارت جي حڪايت جيڪا سلطان کي ٻڌائي، جنهن ڪجهہ شعر چيا، جيڪي هي آهن:

ترجمو: هر رات تنهنجي ڳليءَ جي پاسبان وانگر آهيان ۽ تنهنجي آستاني جي ڳليءَ ۾ ڦرندو رهان ٿو. نڪري ايندو اي صنم قيامت جي ڏينهن، نالو منهنجو تنهنجيءَ ڳليءَ جي ڪتن جي لسٽ ۾.

مذڪور آهي تہ هڪ ڏينهن هو ڪنهن درويش جي جنازي ۾ حاضر ٿيو. حاضرين چيو اي شيخ! ڪا تلقين فرمايو ميت جي ڏينهن آيا آهيو فرمايائين:

ترجمو: جيتوڻيڪ آءٌ جملي جهان کان وڌيڪ گنهگار آهيان، مگر تو ۾ عفو جي اميد اٿم. تون منهنجو هٿ وٺندين. چيائين تہ بوقت عجز تنهنجو هٿ وٺندم، ان کان وڌيڪ عاجز جي گهر نہ ڪر جو (اڳيئي) عاجز آهيان.

بعض جو چوڻ آهي تہ شيخ سيف الدين هلاڪو خان جي وقت ۾ سال 648هہ ۾ فوت ٿي ويو. ڪن ڪيس منڪوقا آن جو همعصر چيو آهي ۽ منڪوقا آن جي والده پنهنجي پُٽ جي حڪومت جي زماني ۾ هڪ هزار بالش نقره بخارا ڏانهن موڪليا تہ اتي هڪ مدرسو قائم ڪيو وڃي ۽ متولي شيخ مفوض ڪي ڪيو وڃي.

سندس فوت ٿيڻ جو سال 658 هہ آهي. سندس قبر فتح آباد بخارا ۾ آهي.

## شيخ بهاؤالدين زڪريا ملتاني

سندس ولادت جمعي جي صبح 27 رمضان المبارڪ سن 566هہ ڳوٺ ڪوٽ ڪروڙ ملڪ ديپال ۾ ٿي. ٿي ڏينهن ڪير ڪونہ پيتائين جو روزا هئا. سندس والده جو نالو فاطمه بنت عيسيٰ بن قطب الڪونين شيخ سيد عبدالقادر جيلاني قدس سره هو.

سندس خاندان قريش هو. قصي بن ڪلاب سان منسوب آهي. واقدي ذڪر ٿو ڪري تہ:
وجدت نسخة موثوقة بخط شيخنا، شيخ الاسلام صدرالدين ابوالمغانم رضي الله كانت نبذه الانساب محمد بن زكريا بن محمد بن ابي بكر بن علي بن محمد بن حسن بن عبدالله بن حسين بن مطرفة بن لويمة بن خادم بن محمد بن مطرف بن عبد الرحمٰن بن عباد ۽ هن پاڻ

سڳورن ﷺ جن جي هٿ تي ايمان آندو هو. ابن الاسد بن المطلب بن اسد بن عبدالعزيز بن قصي بن ڪلاب.

ٻيو وجي ٿو تہ بهاؤالدين زڪريا بن شيخ ابومحمد بن شيخ ابراهيم بن شيخ عبدالله بن شيخ شهاب الدين بن شيخ زڪريا بن نورالدين بن شيخ سراج الدين بن شيخ وجد الدين بن شيخ مسعود بن شيخ رضي الدين بن القاسم بن جعفر بن ابوبڪر رضي الله عنہ. والعلم عندالله.

مذڪور آهي تہ بهاؤالدين جڏهن ڪير پياڪ ٻارڙو هو تہ سندس والد قرآن شريف جي تلاوت ڪندو هو. ان وقت تائين هو هرگز ڪير ڪونہ پيئندو هو جيستائين سندس والد جي تلاوت جاري هوندي هئي.

ٻئي طرف رسالہ ”خلاصة العارفين“ ۾ سندس احوال ۽ متضمن ملفوظات مطابق، سندس شيوخ ۾ شيخ جلال الدين بخاري، شيخ فريد الدين، شيخ نظام الدين ۽ شيخ الاسلام جعفر جو بہ ذڪر ڪيو ويو آهي.

شيخ بهاؤالدين پورا پندرهن سال درس تدريس ۽ وعظ و نصيحت ۾ مشغول رهيو. روزانو ستر علماء ۽ فضلاء ڪانئس فيض حاصل ڪندا هئا. آخر ۾ حج ڪرڻ ويو. حج پورو ڪري واپسي ۾ بغداد ۾ اچي شيخ شهاب الدين سُهروردي جي خانقاه ۾ حاضر ٿيو.

حديقة الاولياء ۾ لکيل آهي تہ جڏهن شيخ شهاب الدين ڪيس ايندي ڏٺو تہ فرمايائين مرحبا، مرحبا خوش آمديد. بشارت هجي توکي جو پاڻ سڳورن ﷺ جن تنهنجي باري ۾ تمام گهڻي سفارش فرمائي آهي ۽ فرمايائون تہ معراج جي رات عرش جي هيٺان هڪ پيراهڻ لٽڪيل ڏٺم، جيڪو الله تعاليٰ جي ذڪر جي جوش ۾ جهومي رهيو هو. پڇا ڪيم تہ جواب ۾ ٻڌايائون تہ اهو پيراهڻ تنهنجي اُمت جي هڪ شخص نالي بهاؤالدين جو آهي. پوءِ آءٌ ان ڏينهن کان وٺي تنهنجي انتظار ۾ آهيان. پوءِ ڪيس مريد ڪري ۽ خلافت جي سَنَدَ ڏئي ملتان ڏانهن واپس روانو ڪيائين.

شيخ بهاؤالدين اول سنڌ ۾ پنهنجي ارشاد جو سلسلو جاري ڪيو، سنڌ جي اڪثريت خصوصاً مشائخ سنڌ پنهنجي ارادت جي نسبت سندس خانقاه ڏانهن ڪندا آهن ۽ مريد سڏائڻ تي فخر محسوس ڪندا آهن.

شروعات ۾ سندس سير و سياحت جا ساٿي هي آهن: شيخ فريد اجوڌي، مخدوم عثمان مروندي ۽ سيد جلال سرخ بخاري. سندس وفات جو سال 660هه آهي سندس قبر ملتان جي پراڻي قلعي ۾ آهي. سندس ڪامل مريدن مان خاص هي آهن: شيخ فخرالدين عراقي ۽ ڪتاب الرموز، نزهة الارواح ۽ زاد المسافرين جو مصنف امير حسيني آهن.

## خواجہ ابوعلي کهري

هيءُ بزرگ علي عاشق جي نالي سان معروف هو. شيخ بهاؤالدين جي مريدن مان هو. واصل بالله هو. ملتان کان ٻاهر غار ۾ رهندوهو. سندس شيخ اوڏانهن ئي ساڻس ملڻ ويندو هو.

هڪ دفعي ڪنهن لرزش سبب شيخ جي نظر عنايت کان پري ٿي پيو ان سبب روزانو سو مڻ طعام ڪائڻ سان بہ سندس ڍءُ ڪونہ پئي ٿيو ۽ هڪ دفعي بک جي ئي حالت ۾ روانو ٿيو تہ شيخ جلال الدين تبريزي سان سندس ملاقات ٿي. شيخ سندس لرزش معاف ڪرڻ لاءِ مراسلہ ان جي شيخ ڏانهن موڪليو پوءِ سندس خطا معاف ٿي ۽ هو ساڳي درجي تي رسيو.

## حسن افغان

هيءُ بزرگ بہ شيخ بهاؤالدين جي مريدن مان اعليٰ مرتبہ وارو مريد هو. شيخ فرمائي ٿو تہ قيامت جي ڏينهن جيڪڏهن مون کان پڇيو ويو تہ اسان جي بارگاهہ ۾ ڇا کڻي آيو آهين؟ عرض ڪندس تہ "حسن افغان".

## شيخ محمد ڪجوجاني

ڪجوجان، هڪ ڳوٺ جو نالو آهي. جيڪو تبريز کان هڪ ميل پنڌ تي آهي ۽ هيءُ بزرگ پنهنجي وقت جو ڪامل ولي الله ۽ زهد ۽ تقويٰ ۾ بي مثل هو.

ابا قاخان جي وقت ۾ سن 663هہ ۾ فوت ٿي ويو.

## سلطان جاريہ

سندس نالو سيد حسين ولد سيد ابومحمد عبدالله اڪبر بن سيد ابي صالح موسيٰ بن عبدالله هو.

سال 666هہ ۾ وفات ڪري ويو ۽ اهو نالو ۽ نسب سندس قبر جي تختي تي لکيل آهي. اڃا تائين اهو يادگار باقي آهي.

مذڪور آهي تہ هيءُ بزرگ حسيني نسب آهي. جڏهن سنڌ ۾ وارد ٿيو تہ سنڌ جي بعض سابق مشائخن ڪيس برداشت ڪيو ۽ بعض سندس رهڻ کي پسند نہ ٿي ڪيو. پوءِ ان حسيني بزرگ پاڻ سڳورن ﷺ جن جي خدمت ۾ خواب ۾ اهڙو اظهار ڪيو. حڪم ٿيو تہ اهو سنڌ لاءِ مقرر ٿيل آهي. جيڪو وڻيس سو ڪري ۽ جيڪو وڻيس سو چوي.

سندس مزار ٺٽي جي الهندي طرف هڪ مشهور پهاڙي تي آهي.

## خواجہ قطب الدين بختيار اوشي ڪاڪي

هيءُ بزرگ خواجہ معين الدين چشتي جو جليل القدر خليفو هو. هميشہ ياد الاهي ۾ مستغرق هوندو هو. سندس پاڙي ۾ هڪ بقاليءَ جو دڪان هوندو هو، جنهن کان ضرورت جو سامان بطور قرض وٺندا هئا پر ڪيس چوڻ هو تہ قرض ٽي سو درهم کان وڌيڪ نہ ڏج ۽ جڏهن فتوحات اينديون هيون تہ قرض ادا ڪري ڇڏيندا هئا. هڪ دفعي قرض کان بيزار ٿي ارادو ڪيائين تہ ڇا بہ ٿي پوي قرض نہ کڻندس. ان کان پوءِ الله جي قدرت سان هڪ ماني روزانو

مصلي هينان مهيا ٿيندي هئي، جنهن تي سارو عيال گذارو ڪندو هو. ڪيترو ئي وقت ائين گذري ويو. انهيءَ دڪاندار اهو خيال ڪيو ته شايد خواجه مون کان ناراض ٿي ويو آهي. پوءِ پنهنجي گهر واريءَ کي موڪليائين ته خواجه جي گهر واريءَ کان اهو احوال معلوم ڪري اچ ته ڇا ماجرا آهي؟ خواجه جي گهر وارن ڪيس احوال ٻڌايو. پوءِ راز ظاهر ٿيڻ بعد، مانيءَ مهيا ٿيڻ بند ٿي وئي. افغاني زبان ۾ ڪاڪ مانيءَ کي چوندا آهن. انهيءَ ڪري خواجه جو لقب ڪاڪي (ماني وارو) پئجي ويو.

شيخ نظام الدين اولياء کان منقول آهي، فرمايائين شيخ معين الدين، خواجه قطب الدين کي پنج سو درهم تائين قرض وٺڻ جي اجازت ڏني هئي. خواجه جڏهن ڪمال درجي کي پهتو، تڏهن خواجه معين الدين، شيخ علي سجزي کي حڪم فرمايو ته هڪ تحرير لک ته قطب الدين دهلي روانو ٿي وڃي ۽ اسان اتان جي خلافت قطب الدين کي ڏئي ڇڏي آهي ۽ سندس رهڻ جي جاءِ دهلي آهي. سر تسليم ڪرڻ کان پوءِ ڪيس دستار، ٽوپي خاص ۽ خواجه عثمان هاروني جي عصا (هاسو) قرآن مجيد، مصلو، جُتي مبارڪ عطا ڪري رخصت ڪيائين. پوءِ حڪم موجب دهلي پهتو ۽ ساري عمر اتي رهيو ۽ سال 668هه ۾ گذاري ويو.

## شيخ جلال الدين احمد جوزفاني

هيءُ شيخ رضي الدين لالا جو مريد هو.

شيخ رڪن الدين علاو الدوله جو چوڻ آهي ته شيخ احمد ذاڪر عالي مرتبي وارو هو. تصوف ۽ سلوڪ جي سندس مناسبت شيخ ابوالحسن خرقاني ۽ ان کان رضي الدين علي لالا سلطان بايزيد سان هئي. شيخ رضي الدين علي لالا فرمائي ٿو ته جيڪو شخص اسان جي جلال الدين جي خاموشي ۽ سڪوت سان موافقت ڪري ته ٻين ماڻهن جو ڪجهه جنيد ۽ شبلي کان حاصل ڪيو آهي. اهو جمال الدين احمد کان حاصل ڪري سگهي ٿو. سندس وفات سنه 669هه ۾ ٿي.

## شيخ رضي الدين علي لالا غزنوي

سندس نالو علي بن سعيد بن عبدالجليل آهي، شيخ سعيد، سندس چاچي حڪيم سنائي جو فرزند هو. شروع ۾ هيءُ شيخ ابويعقوب يوسف همداني جي صحبت ۾ رهيو. بعد ۾ شيخ نجم الدين ڪبريٰ جي خدمت ۾ پهچي. سندس مريد ٿيو ۽ علم باطني ۽ ظاهري تي دسترس حاصل ڪيائين ۽ ڪافي اڪابر مشائخ جي صحبت به حاصل ڪيائين.

چيو وڃي ٿو ته هڪ سو چوويهه ڪامل مشائخ کان خرقه ولايت حاصل ڪئي هئائين ۽ سندس وفات کان پوءِ هڪ سو ٽيرهن خرقه باقي هئا. هندوستان جو سفر اختيار ڪيائين ۽ حضرت ابوالرضارتن جي خدمت ۾ پهچي ڪانئس مستفيض ٿيو ۽ ابوالرضارتن کان پاڻ سڳورن ﷺ جن جي امانت وصول ڪيائين. اهڙي طرح شيخ رڪن الدين علاو الدوله ان ڳالهه جي

تصديق ڪندي فرمائي ٿو تہ: صحب يعني شيخ رضي الدين علي لالا صاحب رسول الله ﷺ ابوالرضارتن بن نصر فاعطا مشطاً من امشاط الرسول ﷺ (شيخ رضي الدين علي لالا، صاحب رسول ﷺ ابوالرضا رتن ڪان امانت پاڻ سڳورن ﷺ جي ڦڻي مبارڪ حاصل ڪئي).

## ابوالرضا رتن بن نصر

هيءُ بابا رتن جي نالي سان مشهور هو. مذڪور آهي تہ هيءُ سن 6صدي هجري ڪان پوءِ هندوستان ۾ ظاهر ٿيو ۽ سندس دعويٰ هئي تہ آءٌ حضور اڪرم ﷺ جن جي اصحاب مان آهيان. چنانچہ گذريل ذڪر ڪيل پاڻ سڳورن ﷺ جن جي ڦڻي مبارڪ شيخ رضي الدين علي لالا ڪي ڏني هئائين. ۽ بابا رتن پاڻ سڳورن ﷺ جون ڪافي حديثون بيان ڪندو هو. چوندو هو تہ پاڻ سڳورن ﷺ جن جي دعا مبارڪ سان مون ڪي ايڏي ڊگهي عمر عطا ٿي آهي.

صاحب قاموس محمد بن يعقوب فيروزآبادي بيان ٿو ڪري تہ مون انهيءَ صحابي ڪان ڪيتريون حديثون ٻڌيون هيون.

شيعہ انهيءَ جي تڪذيب ٿا ڪن، ذهبي ان جي احاديث جي ڪذب ۾ ڪتاب تصنيف ڪيو آهي. والعلم عندالله.

## شيخ حميدالدين صوفي سعيد ناگوري سوالي

سندس لقب سلطان تارڪين هو. ڪنيت ابواحمد هئي. خواجہ معين الدين چشتي جي عظيم خليفن مان هو. سعيد بن زيد رضي الله عنہ صحابي جي اولاد مان هو.

سندس چوڻ آهي تہ دهلي جي فتح ٿيڻ واري ڏينهن مسلمانن جي گهراڻي ۾ اول پيدا ٿيڻ وارو آءٌ ئي هئس.

شيخ نظام الدين اولياءَ سندس تصنيفات مان سندس ئي ملفوظات جو انتخاب ڪري پنهنجي هٿ سان لکيا هئا ۽ سيرالاليا جي مصنف انهن ڪي سلطان المشائخ ڪان نقل ڪيا آهن.

مذڪور آهي تہ هڪ ڏينهن خواجہ معين الدين ڏاڍو خوش هئا. حاضرين ڪي فرمايائون تہ قبوليت جا دروازا ڪليل آهن جنهن ڪي جو بہ گهرڻو آهي گهري وٺي، پوءِ ڪنهن دنيا طلب ڪئي ۽ ڪنهن آخرت. پوءِ شيخ ڏانهن منهن ڪري فرمايائين تہ ڇا تون اهو گهرين ٿو تہ دنيا ۽ آخرت ٻئي تنهنجون منور هجن. چيائين تہ بنده ڪي ڪابہ خواهش ڪونہ آهي. گهُر گهُر پوءِ خواجہ حميدالدين ان وقت خواجہ قطب الدين ڏانهن پنهنجو رُخ ڦيرائي عرض ڪيو جو بہ حڪم ٿئي اهو سڀ اوهان جي اختيار ۾ آهي. پوءِ خواجہ معين الدين فرمايو: التارڪ الدنيا و الفارغ عن العقبيٰ سلطان التارڪين (سلطان التارڪين) يعني دنيا ڪان تارڪ ۽ آخرت ڪان فارغ ۽ تارڪين جو بادشاه حميدالدين صوفي. انهيءَ ڪان پوءِ سندس لقب تارڪ السلطان پئجي ويو.

مذڪور آهي تہ شيخ حميدالدين ناگور ڪي سوالي نالي هڪ ڳوٺ ۾ ڪجهہ زمين جو ٽڪرو هو. جنهن ڪي پاڻ پنهنجي هٿن سان آباد ڪري، پنهنجي عيال جو گذر اوقات ڪندو هو. سندس وفات 673هہ ۾ ٿي ۽ شهر ناگور ۾ ئي سندس قبر آهي.

## شيخ ابوالغيث جميل يمني

شروعات ۾ هيءُ ڦر لٽ ڪندڙ ڌاڙيل هو. هڪ ڏينهن ڦر ڪرڻ جي ارادي سان قافلي جي انتظار ۾ ويٺو هو ته غيبي آواز ٻڌائين يا صاحب العين عليک عين (اي قافلي تي) نظر ڪرڻ وارا تنهنجي مٿان به نظر (ڪيل) آهي. انهيءَ آواز سندس دل تي ڏاڍو اثر ڪيو ۽ توبهه ۽ انابت ڪري، شيخ ابن افلح يمني جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. جڏهن سندس ڪرامت جو ظهور ٿيو، تڏهن ابن افلح يمني کيس چيو ته هينئر تون مون وٽان هليو وڃ، ڇو ته هڪ مياڻ ۾ ٻه ترارون پئجي نه سگهنديون آهن. گهڻوئي کيس منٿون ڪيائين. مگر شيخ ابن افلح پاڻ وٽ کيس رهڻ جي اجازت نه ڏني. پوءِ ٻئي ڪنهن شيخ جي طلب ۾ نڪتو، هر ڪنهن شيخ کيس ائين ئي چيو ته اسان وٽ تنهنجي حاجت ڪونه آهي. آخر شيخ ڪبير علي اهل دل جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ هن کيس قبول ڪيو. ابوالغيث جو چوڻ آهي ته آءٌ جڏهن شيخ ڪبير علي جي خدمت ۾ پهتس ته پاڻ کي ائين محسوس ڪيم ته آءٌ سمنڊ جو صرف هڪ قطرو آهيان. سندس وفات جو سال 651هه آهي.

## شيخ ابوالحسن علي بن عبدالله مغربي شاذلي

سندس نالو علي بن عبدالله آهي. حسيني سادات مان هو. اسڪندريه جو رهاڪو هو. اتي وٽس ڪثير تعداد ۾ ماڻهو حاضر ٿي سندس صحبت کان فيضياب ٿيندا هئا ۽ هيءُ عظيم اولياء ۽ اڪابر مشائخ مان هو.

جڏهن ڪو دعا لاءِ وٽس ويندو هو ته چوندو هو ڪان الله لک. الله تنهنجي لاءِ (ڪافي) آهي. جيتوڻيڪ هيءُ ڪلمه ننڍو آهي پر مطلوبات سان پريل آهي.

يعني جنهن جو الله تبارڪ و تعاليٰ ساٿي ٿئي ته ان جون سڀ حاجتون پوريون ٿينديون. يعني "جنهن جو رب ته ان جو سڀ" اهڙي طرح پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو آهي ته من ڪان للهِ ڪانَ الله له. (جيڪو الله لاءِ آهي، الله تنهن لاءِ آهي)

شيخ ابوالحسن اهو به فرمايو آهي ته: ڪل فقير لم يکن فيه اربعة آداب فاجعله التراب سواء الرحمة للاصاغر والحرمة للاکابر والانتصاف من النفس و ترک الانتصاف يعني: فقير اهو هرگز نه آهي. جنهن ۾ چار خوبيون نه هجن، ننڍن تي برابر شفقت ڪرڻ، وڏن جي عزت ڪرڻ، پنهنجي نفس لاءِ انصاف جي تقاضا ڪرڻ ۽ ٻين سان انصاف نه ڪرڻ.

سال 654هه ۾ فوت ٿي ويو. کيس جهنگ ۾ دفن ڪيو ويو، جتان جو پاڻي ڏاڍو ڪارو ۽ ڪڙو هوندو هو. هن جي اتي دفن ٿيڻ کان پوءِ سندس برڪت سان انهيءَ جهنگ جو پاڻي مٺو ٿي ويو.

طريقهٔ شاذليه ڏانهس ئي منسوب آهي. واعمال هذه الطريقة الرياضات بالزهد و المجاهدات و ڪثرة الصوم و قليل النوم والخروج الي الصحرا و الاقامة عند القبور و ترک

التسية بامور دار الفرور و اكثر وردهم تلاوة القرآن والقراة الحزب المنسوب اليه قدس الله سره و تكرار بعلي العظيم والحكيم العليم والعزيز الرحيم و ذكرهم كلمة التوحيد بترديد الرس بالنفي والاثبات ثمالا بغير حزب ترجمو: هن طريقي ۾ رياضت تقويٰ سان ۽ مجاهدا ڪرڻ ۽ گهڻا روزا رکڻ ۽ ٿوري ننڊ ڪرڻ ۽ جهنگلن ڏانهن نڪرڻ ۽ (عبرت) لاءِ قبرن وٽ ترسڻ ۽ دنيا جي فريب کان بچڻ ۽ قرآن مجيد جي تلاوت تمام گهڻي ڪرڻ ۽ شيخ کان ڏسيل دعائن کي پڙهڻ ۽ الله تعاليٰ جي صفاتي نالن کي مثلاً عليّ العظيم حکيم العليم ۽ عزيز الرحيم بار بار پڙهڻ ۽ ڪلمہ توحيد جو ذڪر نفي ۽ اثبات سان پاڻ تي لازم ۽ هر وقت ڪرڻ.

## شيخ ابوالعباس مرسي

هيءُ شيخ ابوالحسن مغربي شاذلي جو مريد هو. صاحب ڪرامات ۽ عالي مقامات هو. هڪ شخص سندس مهماني ڪئي. شبهي وارو طعام آڻي سندس آڏو اچي رکيائين. پوءِ شيخ ڪيس چيو تہ جنهن پوک جي واهيءَ کي پرک واري رڳ هٿ ۾ هجي اهو ڪيئن شبهي واري طعام ۾ هٿ وجهندو. مون کي تہ اهڙيون سٺ رڳون آهن. اهو ٻڌي صاحب طعام توبهہ ڪئي.

## شيخ محي الدين محمد بن علي بن محمد بن عربي

هيءُ حاتمي طائي اندلسي هو. وحدت الوجود جي قائل ٽولي مان هو. ظاهري عالمن مٿس ڪافي تنقيد ۽ طعن ڪيو ۽ بعض صوفي جماعت جي علمائن ۽ فقهائن ڪيس عظيم شخصيت شمار ڪيو آهي.

شيخ مؤيدالدين جندي شرح فصوص ۾ بيان ٿو ڪري تہ هو. محرم جي شروع ۾ اندلس جي هڪ شهر اشبيليہ ۾ گوشہ نشين ٿيو ۽ سارو مهينو ڪاڏو نہ ڪاڏائين. عيد جو مهينو آيو تہ هيءُ گوشہ نشيني کان باهر نڪري آيو ۽ خوشخبري ڏنائين تہ آءٌ محمدي ولايت جي شاخ"مقيده" جي مُهر آهيان، جيڪا چئن ولايتن مان هڪ آهي.

شرح جي مقدمي ۾ سندس ولادت سال 560ھ ۾ ۽ وفات 688ھ ۾ ڄاڻايل آهي ۽ سندس قبر صالحيہ دمشقيہ ۾ آهي.

حضرت محقق رومي ان جو اشارو هن ريت ڪيو آهي:

ترجمو: اسان دمشقيہ جي عشق ۾ حيران ۽ سرگردان آهيون. جان ڏينديءَ دل بدل ۽ دمشقيہ جا شيدائي آهيون. صالحيہ جبل جي کاڻ اندر گوهر جي طلب ۾ دمشقيہ جي درياء ۾ غرق آهيون.

محمدي ولايت مطلقہ جي مهر (خاتم) حضرت صاحب الزمان عليه السلام هو. هن بزرگ جي خاتم (مُهر) محمدي محدودي آهي. اُهو مرتبہ روح جو مرتبہ آهي ۽ هيءُ مرتبہ قلب جو مرتبو آهي.

اڪابر مشائخ مان هڪ بزرگ سندس مناقب هڪ ڪتاب ۾ جمع ڪيا آهن ۽ ان ۾ لکي ٿو تہ شيخ محي الدين جون تصنيفات پنج سو کان بہ وڌيڪ آهن. بعض اصحاب پنهنجي رسالن

جي فهرستن ۾ سندس ڪتابن جو تعداد اڍائي سو کان وڌيڪ ڏيکاريو آهي. انهن ڪتابن جي اڪثريت تصوف تي مشتمل آهي. انهن ڪتابن جي ديباچي ۾ خود لکي ٿو تہ ٻين مصنفن ۽ مؤلفن وانگر منهنجو مقصد عام نہ آهي بلڪ هن ڪتاب جي لکڻ ۾ حق سبحانه تبارڪ و تعالىٰ جو امر وارد آهي ۽ اهو امر حق تعالىٰ کان خواب ۾ يا مڪاشفہ سان صادر ٿيو آهي ۽ انهيءَ جي حڪم سان آءٌ انهي ڪم تي مامور ٿيو آهيان.

امام يافعي تاريخ ۾ ذڪر ڪيو آهي تہ هن شيخ محي الدين جي هڪ دفعي شيخ شهاب الدين سُهروردي سان ملاقات ٿي مگر گفتگو ڪرڻ کان سواءِ هڪ ٻئي کي ڏسي جدا ٿي ويا. پوءِ ڪنهن شخص ڪائنس شيخ شهاب الدين بابت پڇيو تہ چيائين تہ: رجل مملو من فرقة الي قدمه من السنة

ترجمو: هيءُ شخص انهيءَ جماعت جو اڳواڻ آهي جنهن جو قدم سنت کان ٻاهر نہ آهي وري شيخ محي الدين متعلق شيخ شهاب الدين فرمايو تہ: هو بحر الحقائق (هو حقيقتن جو سمنڊ آهي).

ڪيس تصوف ۾ خرقہ جي نسبت هڪ واسطي سان شيخ محي الدين سيد عبدالقادر جيلانيءَ کان حاصل آهي ۽ خرقہ ولايت ۾ ٻي نسبت ڪيس هڪ واسطي سان خضر عليه السلام کان حاصل آهي.

لبست هذه الخرقة المعروفة من يد ابي الحسن علي بن عبدالله بن جامع بستانه بالمقلي خارج الموصل سنه احدي و ستماية ولبسها ابن جامع من يد الخضر عليه السلام في الموضع البسه اياها.

ترجمو: هي روايت معروف نہ آهي تہ هن بزرگ خرقہ ولايت ابي الحسن علي بن عبدالله بن جامع جي هٿ کان سندس باغ ۾ مقلي وٽ موصل کان ٻاهر سن 601 ۾ حاصل ڪئي ۽ ابن جامع اهو خرقو خضر عليه السلام جي هٿان پهريو ۽ اها روايت گهڙيل آهي. ۽ ٻي روايت ۾ آهي تہ سندس نسبت خضر عليه السلام سان بلاواسطہ آهي.

## شيخ حسن بلغاري

هيءُ شيخ شمس الدين رازيءَ جو مريد هو. شمس الدين وري شيخ حسن سقا جو مريد هو. شيخ حسن سقا شيخ ابونجيب سُهروردي جو مريد هو.

هيءُ اصل آذربائيجان جي ڳوٺ نخجوان جو رهاڪو هو. سندس والد نالي عمر خواجہ وڏو تاجر هو.

شيخ حسن 23 سالن جي عمر ۾ قيچاق جهنگ ۾ ڪافرن جي هٿ چڙهيو ۽ 7 سال انهن ڪافرن سان گڏ گذاريائين ۽ 30 سالن جي عمر ۾ سندس طبيعت ۾ ڦيرو آيو. توبہ ڪري ساري عالم اسلام ۾ حق جي ڳولها ۾ سير ڪندو رهيو. ڪيترن ئي اولياء ۽ مشائخ سان مليو ۽ مجلسون ڪيائين. 9 سال بلغار ۾ گذاريائين. 3 سال بخارا ۾ 27 سال ڪرمان ۾ ۽ 1 سال مراغہ تبريز ۾ گذاريائين.

سندس چوڻ آهي تہ پورا 30 سال جذبہ ۾ رهي قطب ٻڌجي ويس ۽ قلب محمّد ﷺ جن تي اهو جذبہ واقع ٿيو ۽ وري انهيءَ جذبي ۾ 30 سال ٻيا گذاريم ۽ 3 سال ٻيا پاڻ سڳورن ﷺ جن جي عمر برابر زندگي طلب ڪئي هئي.

اهڙي طرح سندس وفات سال 698هہ ۾ ٿي ۽ سندس قبر سرخاب تبريز ۾ آهي.

## شيخ عمر ياغستاني

هيءُ تاشقند جبل جي علائقي ياغستان جو رهندڙ هو. سندس ماءُ جي پيڙهي جو ڏاڏاڻ حضرت خواجہ عبيدالله هو. جنهن جو نسب نون واسطن سان عبدالله بن عمر بن الخطاب رضي الله سان ملي ٿو.

هيءُ شيخ حسن بلغاريءَ جو برگزيده خليفو قطب الواصلين شيخ مجذوب ۽ محبوب هو. شيخ حسن بخارا ۾ هو تہ شيخ عمر سندس خدمت ڪندو هو. ڪسب ڪمال جي رياضت ۾ مشغول هوندو هو.

ڪيس هڪ فرزند هو، جنهن جو نالو خاوند طهور هو. جنهن کي نصيحت ڪندي چوندو هو تہ اي طهور مُلا نہ ٿج، صوفي نہ ٿج، هيئن نہ ٿج ۽ هوئن نہ ٿج بلڪ مسلمان ٿج.

## شيخ خاوند طهور

هيءُ بزرگ شيخ عمر ياغستاني جو فرزند هو. صاحب علوم ظاهري ۽ باطني هو. ولايت ۾ پنهنجي والد کان بہ وڌيڪ عالي درجي تي پهتل هو. مشائخ جي صحبت ۾ رهي ڪافي فيض ۽ ڪمال حاصل ڪيو هئائين.

## خواجہ داؤد

هيءُ شيخ خاوند طهور جو فرزند هو.

مذڪور آهي تہ خواجہ محمد پارسا اندرجان علائقي کان سمرقند ڏانهن روانو ٿيو ۽ پنهنجي خاص ماڻهن مان هڪ فرد کي شاش جي رستي خواجہ داؤد ڏانهن موڪليو تہ ڪيس اسان جي سفر حجاز جي ارادي جي خبر ڪري. پوءِ خواجہ داؤد، خواجہ پارسا ڏانهن ڪوڏر يا ڪهاڙي جو هڪ طبق. موڪليو ۽ سندس قاصد کي انعام طور هڪ پوستين ڏنائين. پوءِ جڏهن خواجہ محمد پارسا ان کي ڏٺو تہ چيائين ڪوڏر يا ڪهاڙي جو موڪلڻ حڪمت کان خالي ڪونہ آهي. ضرور ان ۾ ڪا حڪمت آهي. آخر جڏهن مدينہ ۾ فوت ٿي ويو تہ قبر کوٽڻ لاءِ ڪوبہ اوزار ڪونہ هو. آخر انهيءَ ئي ڪوڏر سان قبر کي کوٽيو ويو ۽ قاصد کي رستي ۾ سخت سرديءَ ورتو. پوءِ جيڪڏهن پوستين نہ هجي ها تہ هلاڪ ٿي وڃي ها.

سيد عبدالاول پنهنجي مسموعات ۾ لکي ٿو تہ 888هہ جي مهيني ذيقعد جي آخري عشري ۾ خواجہ عبيدالله، تاشقند ۾ شيخ خاوند طهور جي مزار تي ويو. پڇا ڪيائين تہ حضرت

جي انتقال کي ڪيترا سال ٿيا آهن. فرمايائون ته 65 سال ٿيا آهن جو خواجه داؤد انتقال ڪري ويو آهي ۽ ان جي انتقال وقت حضرت 7 سالن جو هو. اهڙي طرح خواجه داؤد جي عمر 75 سال ٿي. اهڙي طرح هيءُ 888ھ ۾ 147 سالن جي عمر جو ٿيو.

## شيخ فريدالحق والدّين مسعود اجوڌني

هيءُ خواجه قطب الدين بختيار اوشي ڪاڪيءَ جو خليفو هو. خواجه معين الدين سجزيءَ کان به فيض حاصل ڪيو هئائين ۽ شيخ بهاؤالدين سان به سندس گهرو تعلق هو. ان جو رفيق سياحت به هو. سندس نسب فاروقي هو. فرخ شاهه ڪابلي جي اولاد مان هو.

هيءُ اجڙيل حال درويش شهر بشهر گهمندو رهيو. آخر اجوڌن (پاڪ پٽڻ) ۾ وارد ٿيو. اجوڌن جا شهري تند مزاج سخت ۽ ظاهر پرست هئا ۽ درويشن جا منڪر هئا. ڪيس شهر ۾ رهڻ نه ڏنائون. پوءِ پاڻ شهر جي ٻاهران هڪ پاسي ڪٻڙ جي وڻ هيٺان ديرو ڄمايائين ۽ عبادت ۾ مشغول ٿي ويو ۽ ڪيس ان جاءِ تي فرزندَ به پيدا ٿيا ۽ پاڻ عيال سميت فقر ۽ فاقي ۾ وقت گذاريندو رهيو.

مذڪور آهي ته جڏهن به مجاهده (چله ڪرڻ) گهريائين ٿي ته خواجه قطب الدين جي خدمت ۾ حاضر ٿي ڪانئس اجازت گهريائين. خواجه ڪيس فرمايو ته طي ڪر، پوءِ چلو شروع ڪيائين ٽي ڏينهن ڪجهه نه ڪاڌائين ٽن ڏينهن کان پوءِ هڪ شخص چند نان اچي آڏو پيش ڪيا. ان کي غيبي نعمت سمجهي قبول ڪيائين ۽ انهن سان افطار ڪيائين. پوءِ سندس دل قبول نه ڪيو ۽ انهن کي رد ڪري ڇڏيائين. ان کان پوءِ پنهنجي پير صاحب وٽ آيو ۽ ساري ماجرا ڪيس ٻڌايائين. پير صاحب ڪيس چيو ته هاڻي ٽي ڏينهن خماري طعام سان افطار ڪج. باري تعاليٰ جي عنايت سان معده ۾ قوت پيدا ٿيندي. وري پوءِ ٽي ڏينهن ٻيا به طئي ڪر ۽ جو ڪجهه غيب کان توکي ملي، انهيءَ سان افطار ڪج. ٽي ڏينهن روزا طئي وارا رکيائين، مگر افطاري وقت ڪيس ڪجهه به حاصل نه پيو ٿئي. سندس مزاج ۽ بدن ۾ ڪافي ڪمزوري پيدا ٿي پئي. لاشعوري طور زمين تي هٿ هڻي چند پٿر کڻي پنهنجي وات ۾ وڌائين ته الله جي قدرت سان اهي مِنائي ٿي ويا. وري خيال ڪيائين ته شايد هي فريب هجي. اُلٽي ڪري ٻاهر ڪڍيائين وري جڏهن ڪيس بک بي حال ڪيو، ضعف لاحق ٿي ويو ته وري چند پٿر وات ۾ وڌائين ته مِنائي ٿي ويا، وري ٻاهر ڪڍي اُڇلايائين. وري ٽيون دفعو وات ۾ وڌائين ته مِنائي ٿي ويا، پوءِ ڪيس يقين ٿيو ته هي الله جي طرفان نعمت آهي. پوءِ ڪاڌائين. ٻئي ڏينهن خواجه جي خدمت ۾ حاضر ٿي حقيقت ڪيائين ته خواجه ڪيس فرمايو ته تو صحيح عمل ڪيو آهي ۽ اهو سڀ غيب کان آيل هو. هاڻي تون هميشه مِنائي وانگر مِنو ئي رهندين. ان کان وٺي سندس لقب ”شڪر گنج“ پيو.

سير الاولياءِ ۾ وري هن طرح مذڪور آهي ته چند سوداگر اٺان شڪر (مِنائي) جي بار جو قافلو ڪاهيو پئي ويا ته خواجه صاحب کانئن ڪجهه شڪر مِنائي طلب ڪئي ته سوداگرن ڪوڙ ڳالهائيندي چيو ته اُنن تي ته لوڻ آهي. فرمايائين ته لوڻ هوندو. پوءِ جڏهن بار کي کوليائون

تہ ڏنائون تہ برابر لوڻ آهي. پوءِ ٻوڙندا حضرت خواجہ جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ معافي گهريائون ۽ عرض ڪيائون تہ دعا فرمايو تہ شڪر ٿي وڃي. پوءِ دعا سان وري شڪر ٿي وئي. انهيءَ سبب سندس لقب "شڪرگنج" پيو. سندس وفات 5 محرم 664ھ ۾ ٿي.

مذڪور آهي تہ شيخ فريدالدين ۽ شيخ بهاؤالدين ملتاني جو پاڻ ۾ ڏاڍو پيار ۽ سڪ هوندي هئي. اڪثر ڪري گڏ ويهندا ۽ سفر گڏ ڪندا هئا. بعض جو چوڻ آهي تہ پاڻ ۾ هڪ ٻئي جا ماسات بہ هئا. وقت بوقت شيخ بهاؤالدين ڏانهس بيت لکي موڪليندو رهندو هو، جيڪي شيخ فريدالدين جي مجلس موافق نہ هوندا هئا. هڪ دفعي شيخ بهاؤالدين ڏانهس هڪ رقعو موڪليو جنهن ۾ لکيل هو تہ:

ميان ما وتو عشقبازي است (اسان ۽ تنهنجي وچ ۾ عشبازي آهي) تہ جواب ۾ شيخ فريدالدين معذرت سان ڏانهس لکيو تہ:

ميان ما وشما عشق است، بازي نيست (اسان ۽ توهان ۾ عشق آهي مگر بازي راند ڦيرگهير) نہ آهي.

سندس مدفن پاڪ پتن ۾ آهي، جو مشهور شهر آهي.

## مولانا جلال الدين محمد بلخي رومي

سندس ولادت 604هجري ۾ ٿي.

پنجن سالن جي عمر جو هو تہ روحاني صورتون، غيبي شڪليون، ملائڪ، جن وغيره، قبائون ڍڪي، مختلف صورتن ۾ متس ظاهر ٿيندا هئا.

سندس والد مولانا بهاؤالدين ولد مرحوم جو هڪ لکيل خط لڌو ويو، جنهن ۾ لکيل هو تہ جلال الدين ڇهن سالن جي عمر جو هو تہ هڪ جمعي جي ڏينهن تي چند پنهنجي هڪ جيڏن ٻارن سان گهر جي ڇت تي ويهي نظارو پئي ڪيائون. انهن مان هڪ ٻار ٻين ٻارن کي چيو تہ اچو تہ هڪ ڇت کان ٻي ڇت تي ٽپا ڏيندا هلون ۽ سير ڪندا رهون. جلال الدين چيو تہ ان قسم جي حرڪت ڪُتا، ٻلا ۽ ٻيا جانور ڪندا آهن. پوءِ انسان تي افسوس آهي جو اهڙين حرڪتن ۾ مشغول ٿو رهي. جيڪڏهن اوهان ۾ قوت ۽ همت آهي تہ اچو تہ آسمان ڏانهن اڏامون. انهيءَ ڳالهہ ڪرڻ جي دوران جلال الدين ٻارن جي نظر کان غائب ٿي ويو. ٻارن وٺي دانهون ۽ رڙيون ڪيون ڪجهہ دير کان پوءِ جلال الدين ظاهر ٿيو مگر سندس رنگ ڦريل ۽ چهرو متغير ۽ پريشان هو. ٻڌائڻ لڳو تہ ان وقت جڏهن آءٌ اوهان سان گفتگو ڪري رهيو هئس تہ هڪ جماعت جنهن کي سبز قبائون پهريل هيون، مون کي آسمان ڏانهن کڻي ويا ۽ عجائب ملڪوت مون کي ڏيکاريائون ۽ اوهان جي رڙين ۽ دانهن تي مون کي موٽائي هت ڇڏي ويا. جلال الدين انهيءَ ئي عمر ۾ ٽن چئن ڏينهن کان پوءِ هڪ دفعو افطار ڪندو هو.

جڏهن پنهنجي والد سان گڏ، مڪه پاڪ جو سفر اختيار ڪيائين، نيشاپور ۾ قيام ڪرڻ وقت جيتوڻيڪ هيءُ تمام ننڍي عمر جو هو، مگر شيخ عطار سندس تمام گهڻي تعظيم ڪئي.

پنهنجو تصنيف ڪيل ڪتاب اسرار نامہ بہ ڪيس ڏنائين. مولانا فرمائي تو تہ آءٌ انهيءَ جسم ۾ نہ آهيان جو عاشقن جي نظر ۾ منظور هجان. بلڪ ان ذوق ۽ خوشيءَ ۾ آهيان تہ مريدن جا باطن منهنجي ڪلام سان نمايان ٿين تا. الله، الله مريد جيڪو ان ساھ ڪي حاصل ڪري ۽ ان ذوق سان لطف اندوز ٿئي تہ غنيمت ڄاڻي ۽ شڪر ڪري.

مذڪور آهي تہ جڏهن سلطان الاولياء مولانا جو والد گذاري ويو تہ سلطان علاؤالدين سلجوقي تمام اڪابرين ۽ صدور سان گڏجي سندس جاءِ تي اچي جمع ٿيا ۽ مولانا ڪي پنهنجي پيءُ جو جانشين ڪيائون. مولانا جي والد بهاؤالدين جو هڪ مريد هو جنهن جو نالو برهان ترمذي هو. هو سندس جوانيءَ ۾ مريد ٿي پنهنجي منزل مقصود ڪي رسيو هو. پنهنجي مرشد جي لاڏاڻي وقت هو حاضر ڪونہ هو. ڪجھ وقت ڪان پوءِ قونيہ ۾ آيو. ان ڪان هڪ سال اڳ بهاؤالدين رحلت ڪري ويو هو. مولانا ڪي علوم ظاهري ۾ ڪامل ڏسي چيائين تہ اگرچہ ظاهر ۾ پنهنجي پيءُ جي جڳھ وسائي اٿئي ليڪن باطني علم ڪان بهرور نہ ٿيو آهين، جيڪو مون تنهنجي پيءُ ڪان حاصل ڪيو آهي. جيڪڏهن تون منهنجو مريد ٿئين تہ توڪي حاصل ٿيندو. پوءِ مولانا خوشي سان سندس مريد ٿيو ۽ پورا نَوَ سال سندس خدمت ۾ رهيو.

جڏهن سندس سيد فوت ٿي ويو تہ پورا پنج سال شمس تبريزي سان منسلڪ رهيو. ان ڪان پوءِ صلاح الدين زرڪوب جي خدمت ۾ رهيو، بعد ۾ حسام الدين سان عمر گذاريائين.

سندس تاريخ ولادت 604ھ آهي ۽ وفات جي تاريخ 672ھ آهي.

سندس قول آهي تہ آزاد مرد اهو آهي جو اگر ڪيس ڪوئي تڪليف ۽ رنج پهچائي تہ رنجيده نہ ٿئي ۽ جوانمرد اهو آهي جو جيڪڏهن ڪو شخص تڪليف پهچائڻ جي لائق آهي انهيءَ ڪي بہ تڪليف ۽ ايذاءُ نہ پهچائي.

مذڪور آهي تہ مولانا سراج الدين قونوي جو صاحب صدر هڪ بزرگ شخص هو مولانا روم ڪان خوش نہ هو. هڪ ڏينهن بعض شخص مولانا سراج الدين ڪي ٻڌايو تہ مولانا روم چوي تو تہ آءٌ تيهتر فرقن سان گڏ آهيان. مولانا سراج الدين پوءِ پنهنجي هڪ خاص ماڻهو ڪي موڪليو تہ پڪ ڪري اچ تہ مولانا ائين چوي تو؟ جيڪڏهن اهو اقرار ڪري تہ ڪيس بي عزتو ۽ ذليل ڪج. پوءِ هو شخص آيو ۽ مولانا روم ڪان پڇيائين. هُن چيو تہ هائو! برابر آهي. پوءِ هن شخص مولانا ڪي گهڻ وڏ ڳالهايو ۽ بيهودگي سان پيش آيو. پوءِ مولانا کِليو ۽ چيائين تہ جيڪي ڪجھ تون چئي رهيو آهين، انهيءَ سان بہ گڏ آهيان. پوءِ اهو شخص شرمسار ٿيو ۽ اٿي هليو ويو.

هڪ ديندار شخص مولانا روم جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ عذر پيش ڪيائين تہ گهڻي حاضر ٿيڻ ڪان معذور آهيان. مولانا ڪيس چيو تہ عذر پيش ڪرڻ جي ضرورت نہ آهي. چو تہ جيڪي ماڻهو تنهنجي اچڻ ۾ خوش ۽ احسانمند رهن تا. آءٌ اوترو تنهنجي نہ اچڻ ۾ خوش ۽ احسانمند رهان تو.

علاؤالدين جو چوڻ آهي تہ مولانا روم جي اها ڳالھ مون ڪي ڏاڍي وڻندي هئي جو هميشہ پنهنجي خادم ڪان پڇندو هو تہ اج ڪائڻ پيئڻ جي ڪا شيءِ گهر ۾ موجود آهي. جيڪڏهن

هو چوندو هو تہ ڪا شيءِ ڪونہ آهي تہ خوش ٿي چوندو هو تہ الحمد لله! اڄ اسان جو گهر بہ پاڻ سڳورن ﷺ جن جي گهر مبارڪ جي مشابهہ آهي، پر جيڪڏهن خادم چوندو هو تہ سڀ شيون موجود آهن تہ غمگين ٿي ويندو هو. چوندو هو تہ اڄ اسان جي گهر مان فرعونيت جي بوءِ اچي رهي آهي.

هڪ ڏينهن مولانا رومؒ فرمايو تہ رباب جو آواز بهشت جي دروازي جو آواز آهي. جيڪو اسان ٻڌون پيا. هڪ سماع جي منڪر چيو تہ اسان بہ رباب جو اهوئي آواز ٻڌندا آهيون، جيڪو مولانا ٻڌي پيو. ليڪن اسين مولانا وانگر جوش ۽ وجد ۾ ڪونہ ايندا آهيون. مولانا منڪر جي جواب ۾ چيو تہ اسين جيڪو آواز ٻڌندا آهيون سو دروازي جي کُلڻ جو آواز هوندو آهي ۽ هي منڪر دروازي بند ٿيڻ جو آواز ٻڌندا آهن.

فرمايائين تہ هڪ شخص هڪ درويش جي خلوت گاهہ ۾ داخل ٿيو، چيائين تہ تنها ڇو وينو آهين؟ چيائينس تہ هينئر تنها ٿيو آهيان جو تون آيو آهين، جو تو مون کي حق تعاليٰ کان روڪيو آهي.

شيخ مؤيدالدين جندي کان سوال پڇيو ويو تہ شيخ صدرالدين حضرت مولانا جي شان ۾ ڇا فرمائيندو هو؟ چيائين والله! هڪ ڏينهن شيخ صدرالدين پنهنجي مخصوص احباب مثلاً شمس ابڪي، شيخ فخرالدين عراقي، شرف الدين موصلي ۽ شيخ سعيد فرغاني وغيره مجلس ۾ وينا هئاسون تہ مولانا روم جي خصلتن ۽ سيرت بابت گفتگو شروع ٿي. تڏهن شيخ چوڻ لڳو تہ جيڪڏهن بايزيد بسطامي ۽ جنيد هن زماني ۾ موجود هجن ها تہ هن جوانمرد جي حاشيه برداريءَ ۾ فخر محسوس ڪن ها. هي تہ فقر مُحَمّدي ﷺ جي خوان جو سالار آهي ۽ ان جي طفيل اسان مزا ماڻي رهيا آهيون.

## مخدوم عثمان مروندي

عرف لعل شهباز لعل قدس سره بن سيد ڪبيرالدين بن سيد صدرالدين هيءُ اسماعيل بن امام جعفر صادق عليه السلام جي اولاد مان هو. انهن ڇئن دوستن مان هڪ هو. جيڪي گڏجي سياحت ڪندا هئا. هيءُ سال 663هہ ۾ ملتان ۾ آيو. ان وقت دهليءَ جو حاڪم سلطان محمد بن سلطان غياث هو. اهل تصوف هو، صالح نيڪ مردن، اهل الله ۽ شاعرن سان صحبت ڪندو هو. سيد عثمان جا دوست، شيخ بهاؤالدين زڪريا ۽ شيخ فريد شڪرگنج سندس مقربين مان هئا ۽ امير خسرو ۽ امير حسين دهلوي سندس خدمت ۾ رهندا هئا. سيد عثمان جي سڪونت لاءِ سوچيو ويو. شاهہ بوعلي قلندر جي خدمت ۾ وڃڻ جو اشارو ٿيو، مخدوم عثمان، شاهہ بوعلي قلندر جي خدمت ۾ پهتو. جنهن ڪيس چيو تہ هندوستان ۾ اڳيئي ٿي سو قلندر رهن ٿا. بهتر آهي تہ تون سنڌ ڏانهن هليو وڃ ۽ سندس اشارو سنڌ جي سيوهڻ شهر ڏانهن هو. مخدوم شهباز قلندر سيوهڻ ۾ پهتو. اتفاقاً جنهن جڳهہ تي لعل شهباز رهڻ جو سوچيو اها جڳهہ فاحشہ عورتن جو اڏو هو. جتي ٻجڙايون ٿينديون رهنديون هيون. انهيءَ جاءِ تي شهباز قلندر جي پهچڻ بعد ان

رات ۾ ڪوبہ شخص بچڙائي ڪرڻ تي قادر نہ ٿي سگھيو. فاحش مردن ۽ عورتن اهو محسوس ڪيو تہ ان نئين شخص جي اچڻ ڪري ائين ٿيو آهي. صبح جو شهباز قلندر جي خدمت ۾ پهتا ۽ توبهہ ڪري پاڻ ۾ سڌارو آندائون.

ان ڪان پوءِ شيخ شهباز جو ارادو ٿيو تہ هڪ زمين جو ٽڪرو هٿ ڪري پوک بہ ڪئي وڃي. پوءِ زمين هٿ ڪيائون ۽ انهيءَ زمين تي احاطو ڪيڻ لاءِ مزدور ڇڏيائون ۽ خود هاسو پنهنجي هٿ ۾ جهلي زمين جي اندر بيهي رهيو. ايتري ۾ هڪ شخص آيو ۽ زمين جي مالڪ هجڻ جي دعويٰ ڪري رڪاوٽ پيدا ڪيائين. لعل شهباز ڪيس اهالٺ هڻي چيو تہ مَرُ. پوءِ مري ويو ۽ ڪيس دفنايو ويو. ميت جا مالڪ پهتا. لعل شبهاز سان گوڙ ڪيائون. ان فرمايو تہ مون ڪُتي کي ڪُنو آهي نہ ڪي ماڻهو کي ۽ هت زمين ۾ مدفون آهي. پوءِ جڏهن قبر کي کوٽي ڏٺائون تہ برابر ڪُتو آهي. پوءِ سمجهي ويا تہ هيءَ فقير صاحب جو مقام آهي. پوءِ سندس بيعت ڪيائون ۽ زمين ڪيس ڏئي ڇڏيائون.

سندس فوت ٿيڻ جو سال 673هہ آهي.

## صدرالدين قتال

هيءَ شيخ بهاؤالدين زڪريا ملتانيءَ جو فرزند ۽ جانشين هو. پنهنجي پيءَ وانگر صاحب رشد ۽ ارشاد هو پيءَ جي مسند تي ويهڻ ڪان پوءِ ڏهہ سال مريدن تي تصوف، طريقت ۽ سلوڪ جي تعليم تربيت ڏيندو رهيو. سندس ڪرامتون بي شمار ۽ مشهور آهن ۽ ڪنوز الفوائد ۾ لکيل ملفوظات معروف ۽ مفيد آهن.

سندس وفات جو سال 678هہ آهي.

## شيخ نجيب الدين علي بن بزغش

بزغش وقت جو وڏو تاجر ۽ سرمايہ دار هو. شام ڪان شيراز ۾ آيو ۽ اتي شادي ڪيائين. هڪ رات خواب ۾ ڏٺائين تہ اميرالمؤمنين علي عليه السلام طعام ڪڻي وٽس آيو آهي ۽ ان سان گڏجي کاڌائين. لهٰذا جڏهن ڪيس فرزند پيدا ٿيو تہ ان نسبت سان سندس نالو علي رکيائين.

پوءِ جڏهن علي وڏو ٿيو تہ خواب ۾ ڏٺائين تہ شيخ ڪبير جي روضي مان هڪ پيرُ بزرگ شخص ٻاهر نڪري آيو ۽ ان جي ڪڍ ٻيا ڇهہ پيرَ بزرگ شخص نڪري بيٺا. اول شخص ڪجهہ ڪِليو ۽ سندس هٿ کي وٺي آخري شخص جي حوالي ڪندي چيائينس تہ هيءَ تو وٽ الله جي امانت آهي. صبح جو خواب جي حقيقت پنهنجي پيءَ کي ٻڌايائين. ان زماني ۾ شيخ ابراهيم نالي هڪ عاقل مجنون هوندو هو. جنهن لاءِ ڪيس ٻڌايو ويو اهوئي توکي تعبير ٻڌائي سگهندو. ان ڪان پڇ. هن وٽ ويو ۽ ڪيس خواب ٻڌايائين. شيخ ابراهيم خواب ٻڌي چيو تہ پير اول شيخ ڪبير هو. ان جي پويان لڳل پير سندس طريقي تي هلندڙ هئا. تي سگهي ٿو تہ آخري پير حيات هجي ۽ تربيت ڪرڻ سندس ئي حوالي هجي، علي اهو ٻڌي حجاز مقدس ڏانهن روانو ٿيو ۽ جڏهن شيخ شهاب الدين سهرورديءَ جي خدمت ۾ پهتو تہ ان ڪيس سڃاتو تہ اهوئي شخص آهي، جنهن کي مون خواب ۾ ڏنو هو.

شيخ اڳ ئي سندس حال کان واقف هو. خواب ڪيس ٻڌايائين پوءِ شيخ شهاب الدين سُهروردي وٽ خادم ٿي رهيو ۽ ڪيترائي سال سندس خدمت ۾ رهي خرقہ خلافت ماڻيائين. پوءِ پنهنجي مرشد جي اجازت سان شيراز موٽي آيو ۽ شادي ڪري، پنهنجي خانقاه قائم ڪري طالبان حق جي هدايت ۽ تربيت ۾ مشغول ٿي ويو. سال 678ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## شيخ عبدالله بلياني

سندس لقب اوحدالدين هو. شيخ ابوعلي دقاق جي اولاد مان هو. جيئن: عبدالله بن مسعود بن محمد بن علي بن احمد بن عمر بن اسماعيل بن ابو علي دقاق.
ابو عليءَ کي هڪ پٽ هو. جنهن جو نالو اسماعيل هو. ۽ڪيس هڪ نياڻي هئي جنهن جو نالو فاطمه بانو هو. جيڪا شيخ ابوالقاسم قشيري جي زال هئي. عبدالله بلياني جو سلسلو طريقت هن ريت آهي:

هن پنهنجي پيءُ ضياء الله مسعود کان، جنهن کي امام مسعود بہ سڏيندا هئا، فيض ورتو ۽ هن اصيل الدين شيرازي کان، هن شيخ رڪن الدين سنجاسي کان، هن شيخ رڪن قطب الدين ابورشيد ابهري کان، هن شيخ جمال الدين عبدالصمد زنجاني کان ۽ هن شيخ نجيب الدين سُهروردي کان فيض حاصل ڪيو.سندس وفات جو سال 686ھ آهي.

## شيخ ياسين مغربي حجام

هيءُ صاحب ولايت ۽ صاحب ڪرامات هو. پاڻ کي حجام ۾ پوشيده رکيو هئائين. امام نووي بہ سندس مريدن ۽ معتقدين مان هو. سال 687ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## شيخ ابراهيم جعفري

سندس ڪنيت ابوابراهيم هئي، هن جو مذهب محو ڪلي ۽ نفي وجود ۽ افلاس ۽ ناداشت هئي. سال 687ھ ۾ وفات ڪري ويو.

## شيخ شرف الدين، مصلح الدين بن عبدالله سعدي شيرازي

هيءُ اڪابرين صوفين ۽ فاضلن مان هو. شيخ عبدالله خفيف جي خانقاه جو مجاور هو. ڪيترن ئي ملڪن جو سير ڪري چڪو هو. ڪافي پيادل حج ڪيا هئائين. سومنات ۾ هڪ وڏي بت کي ٽوڙيو هئائين. ڪيترن ئي وڏن مشائخ جي خدمت ۾ حاضري ڏنائين ۽ شيخ شهاب الدين سُهروردي جي خدمت ۾ بہ رهيو ۽ ان سان گڏ هڪ دفعي درياء ۾ ٻيڙيءَ جو سفر بہ ڪيو هئائين. بيت المقدس ۽ شام جي بعض علائقن ۾ (في سبيل الله) ماڻهن کي پاڻي پيارڻ جي مدت تائين خدمت بہ ادا ڪندو رهيو. هن جي خضر عليه السلام سان بہ مجلس ٿي هئي.

هڪ دفعي هڪ امير سان جو پڻ سيّد هو، سندس ملاقات تي جنهن شيخ ڪيس رنجيده ڪيو. پوءِ رات ان امير سيد کي حضور اڪرم ﷺ جن اچي خواب ۾ ملامت ڪئي. پوءِ جڏهن هو امير ننڊ مان سجاڳ ٿيو تہ سڌو شيخ جي خدمت ۾ پهچي، ان کان معافي ورتائين. شيخ پنهنجي دل مان رنج ڪڍي ڇڏيو.

مذڪور آهي تہ ان وقت هڪ شيخ ڪانئس منڪر هو. هڪ رات جو خواب ۾ ان منڪر شيخ ڏٺو تہ آسمان جا دروازا کوليا ويا آهن ۽ ملائڪ نور سان پريل طبق کنيو نازل ٿي رهيا آهن. شيخ انهن کان پڇيو تہ هي ڇا آهي ۽ ڪنهن جي لاءِ آهن. چيائون تہ شيخ شيرازيءَ جو انعام آهي جو هن هي شعر چيو آهي، جيڪو الله تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ قبول ٿيو آهي ۽ اهو بيت هي آهي:

بيت

برگ درختان سبز در نظر هوشيار،
هر ورقي دفتري ست معرفت ڪردگار.

(سبز وڻن جي پنن ۾ غور سان نظر ڪر، هر پن تي پالڻهار جي معرفت جي حقيقت درج آهي.)

اهو بزرگ جڏهن ننڊ مان سجاڳ ٿيو تہ چنڊ جي ڪامل رات هئي. انهيءَ وقت شيخ شيرازي کي خوشخبري ٻڌائڻ لاءِ سندس خلوت خانہ تي پهتو. ڏٺائين تہ چراغ ٻري رهيو آهي ۽ شيخ شيرازي جي زبان تي اهو بيت هو. شوال 691هہ ۾ وفات ڪيائين.

## شيخ فخرالدين ابراهيم عرف عراقي

هيءُ ڪتاب لمعات جو مصنف آهي ۽ همدان جي علائقي ۾ رهندڙ هو. ننڍپڻ ۾ ئي قرآن ڪريم حفظ ڪيو هئائين ۽ قرآن شريف نهايت سهڻي آواز ۽ تجويد سان پڙهندو هو. همدان جا ماڻهو سندس قرائت جا نهايت شيدائي هئا. ستن سالن جي عمر ۾ همدان جي مدرسي ۾ علم حاصل ڪرڻ لاءِ داخل ٿيو.

سندس جوانيءَ جو واقعو آهي تہ هڪ دفعي قلندرن جي جماعت همدان ۾ آئي، انهن سان گڏ هڪ نهايت خوبصورت ڳيرو ڇوڪرو بہ هو، شيخ انهيءَ ڇوڪري کي ڏٺو تہ مٿس عاشق ٿي پيو ۽ انهن جي رواني ٿيڻ کان پوءِ هن بہ انهن جو پيڇو ڪيو ۽ انهن جهڙو ئي ويس ڍڪي روانو ٿيو. شهر بشهر اچي هندوستان ۾ وارد ٿيو ۽ ملتان ۾ شيخ بهاؤالدين زڪريا ملتاني جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. شيخ قلندري ڪشالا ڪڍڻ لاءِ ڪيس چاليهہ ڏينهن لاءِ خلوت ۾ ويهاريو. اڃا ڏهہ ڏينهن مس گذريا تہ مٿس وجد طاري ٿي ويو ۽ سندس حال متغير ٿي ويو ۽ هيءُ غزل چوڻ لڳو:

مطلع

نخستين باده کاندر جام کردند،
ز چشم مست خوبان دام کردند.

ترجمو: پهريائين ئي جام جي اندر شراب پريائين، ۽ خوبصورت مست اکين سان ڦاسائي ڇڏيائين.

۽ انهيءَ شعر کي بلند آواز سان ڳائي رهيو هو. روئي رهيو هو. خانقاه جي فقراء انهيءَ طريقي کي خلاف آداب طريقت سمجهيو ۽ منع ڪرڻ تي نه مُڙيو ته اها خبر شيخ تائين پهچايائون ۽ پوءِ شيخ فرمايو ته اوهان جي لاءِ منع آهي ۽ هن لاءِ منع نه آهي. چند ڏينهن کان پوءِ شيخ جي هڪ خاص مريد جو گذر شراب خاني وٽان ٿيو ته اهو غزل سازن ۽ چنگ تي شراب خاني ۾ ڳايو پئي ويو. پوءِ اها حقيقت ۽ صورت حال به شيخ اڳيان پيش ڪئي وئي. شيخ چيو ته جيڪو غزل تو ٻُڌو آهي اهو مون کي چئي ٻڌاءِ ۽ پوءِ جڏهن هيءَ مقطع چيائين ته:

مقطع

چو خود کردند راز خويش را فاش
عراقي را چرا بدنام کردند.

ترجمو: جڏهن تو پنهنجي راز کي پاڻ ظاهر ڪيو ته عراقيءَ کي ڇو ٿا بدنام ڪن.

شيخ فرمايو ته عراقيءَ جي هاڻي منزل پوري ٿي چڪي آهي. پوءِ شيخ خلوت خانه ۾ آيو ۽ چيائينس ته اي عراقي! خراب جاين تي مناجات تو ڪرين ٻاهر نڪري آ پوءِ هو ٻاهر نڪري آيو ۽ پنهنجو سِرُ شيخ جي پيرن ۾ رکيائين. شيخ سندس مٿي کان مٿو مٿي ڪنيو ۽ پنهنجي پوشاڪ لاهي ڪيس پهريائين ۽ پنهنجي نياڻي به ڪيس نڪاح ۾ ڏنائين. جنهن مان ڪيس هڪ فرزند پيدا ٿيو ۽ ان جو نالو ڪبيرالدين رکيائين.

پورا پنجويهه سال پنهنجي مرشد جي خدمت ۾ رهيو ۽ وفات وقت شيخ ڪيس پنهنجو خليفو نامزد ڪيائين. شيخ جي ٻين خاص خادمن کي عراقيءَ سان حسد پيدا ٿيو ۽ وقت جي بادشاهه جا ڪن ڀرڻ لڳا ۽ چوڻ لڳا ته هيءَ خلافت جي لائق نه آهي، ڇو جو هو رات ڏينهن ڳيرو ڇوڪرن سان صحبت رکي ٿو. پوءِ جڏهن عراقي اهڙي ڳالهه ٻڌي ته خلافت ڇڏي، حرمين شريفين جي زيارت لاءِ روانو ٿي ويو ۽ زيارت کان پوءِ روم ڏانهن هليو ويو. شيخ صدرالدين سان ملاقات ڪيائين.

روم جو امير معين الدين سندس معتقد ٿيو ۽ ان جي زندگيءَ تائين روم ۾ رهيو. بعد ۾ مصر روانو ٿي ويو. مصر جو سلطان سندس مريد ٿيو ۽ ڪيس مصر جو شيخ الشيوخ بڻايائين. پر جيئن ته عراقي بي تڪلفي سان بازارن ۾ گهمندو ڦرندو رهندو هو ته اتي هڪ موچيءَ جي پُٽ تي عاشق ٿي پيو. پوءِ هميشه روزانو ان موچيءَ جي دڪان تي وڃي ڇوڪر جي سونهن جو نظارو ڪندو هو.

پوءِ مصر کان شام ملڪ ڏانهن وڃڻ جو قصد ڪيائين. پوءِ مصر جي سلطان شام جي امير ڏانهن لکي موڪليو ته امراء، اڪابر علماء ۽ مشائخ گڏجي عراقيءَ کي شاندار استقبال سان

مشرف ڪن. حڪم مطابق سندس شاندار استقبال ڪيو ويو. ان وقت اميرالملڪ سان گڏ سندس خوبصورت ۽ حسين فرزند ساڻ هو. پوءِ شيخ ان ڇوڪري کي ڏسي مٿس فريفتہ ٿي پيو ۽ ان سان روح رهاڻ ڪرڻ لڳو.

شيخ کي ڇھ مهينا دمشق ۾ گذريا تہ سندس فرزند ڪبيرالدين بہ ملتان کان هت دمشق ۾ اچي رسيو ۽ پوءِ ڪافي مدت پنهنجي پيءُ جي تربيت هيٺ رهيو ۽ ڪافي مدت کان پوءِ شيخ عراقي پنهنجي وفات واري ڏينهن پنهنجي فرزند ڪبيرالدين کي گهرائي، مريدن جي مجلس ۾ ڪيس ڪافي وصيتون ڪري رخصت ڪيو ۽ ان وقت هيءُ رباعي بہ پڙهيائين:

رباعي

در سابقہ چون قرار عالم دادند،
مانا کہ نہ بر مراد آدم دادند،
زان قاعده و قرار کان روز افتاد،
نہ بيش بکس وعده نہ کم دادند

ترجمو: اڳ ۾ جڏهن تہ ٻنهي جهانن جو قرار عطا ڪيائون، مڃان ٿو تہ آدميءَ جي مراد مطابق قرار ڏنائون. جيڪو سڪون ۽ قرار شروع ڏينهن کان نصيب ٿيو آهي، سو ڪنهن شخص کان نہ وڌيڪ نصيب ٿيو آهي ۽ نہ گهٽ نصيب ٿيو آهي.

شيخ جي وفات سال 688ھ ۾ ٿي ۽ سندس قبر شيخ محي الدين ابن عربي جي قبر جي پوئين پاسي دمشق جي علائقي صالحيہ ۾ آهي. سندس فرزند ڪبيرالدين جي قبر بہ سندس قبر جي پرسان آهي.

## شيخ عثمان چاؤچي

هيءُ غازان خان جي عهد ۾ هو. صاحب ڪمال ۽ عالي درجات هو. خان جي عهد ۾ ئي سال 695ھ ۾ وفات ڪري ويو. سندس قبر مشهد ۾ سيد اسحاق جي مدفن جي پرسان آهي.

## ابومحمد عبدالله جرجاني مغربي

هيءُ برگزيده مشائخ ۽ اڪابر صوفين مان هو. علوم الٰهي ۽ معارف رباني جا دروازا مٿس ڪليل هئا. سال 699ھ ۾ فوت ٿي ويو.

مذڪور آهي تہ جڏهن هيءُ شيخ آسمان ڏانهن منهن ڪري ڳالهائيندو هو تہ آسمان کان هڪ نور جو ٿنيو سندس وات تائين ڏسڻ ۾ ايندو هو. خاموش ٿي ويندو تہ اهو نور جو ٿنيو بہ منقطع ٿي ويندو هو. جڏهن شيخ اها ڳالھ ٻڌي تہ کِلڻ لڳو ۽ چيائين تہ جنهن وقت اهو نور جو ٿنيو منقطع ٿي ويو هو تہ آءٌ بہ خاموش ٿي ويو هئس ۽ اهو نور امداد الٰهي هو.

## شيخ سعيدالدين فرغاني

هيءُ اهل معرفت وڏو ڪامل ۽ وجدان ۾ وڏو بزرگ شمار ڪيو ويندو هو. ”مناهج العباد الي الميعاد“ سندس مشهور تصنيف آهي.

هن ڪتاب ۾ مريدن جو مشائخ ڏانهن منسوب ٿيڻ ٽن طريقن سان بيان ٿيل آهي. پهريون طريقو خرقہ ٻيو تلقين ذڪر ۽ ٽيون صحبت، خدمت ۽ ادب. خرقا ٻہ آهن. هڪ خرقو ارادت هيءُ پنهنجي شيخ مرشد ڪان سواءِ ٻئي ڪنهن ٻہ شيخ ڪان وني نہ ٿو سگهجي. ٻيو خرقہ تبرڪ هيءُ ٻين ڪيترن ئي مشائخ ڪان وني سگهجي ٿو. هو پنهنجي خرقہ ارادت بابت بيان ٿو ڪري تہ مون شيخ نجيب الدين بزغش شيرازيءُ ڪان خرقو پاتو ۽ ان شيخ شهاب الدين سهروردي ڪان حاصل ڪيو ۽ ان پنهنجي چاچي قاضي وجيه الدين ۽ ان پنهنجي پيءُ ابومحمد عمويه، ان اخي فرج زنجاني ڪان خرقو حاصل ڪيو. ان شيخ ابومحمد احمد اسود دينوري ڪان خرقو حاصل ڪيو. ان شيخ ممشاد دينوري ڪان خرقو حاصل ڪيو. ان ابوالقاسم جنيد ڪان، ليڪن اخي فرج جي نسبت هن طرح آهي تہ اخي فرج ابوالعباس نهاوندي ڪان ۽ هن شيخ عبدالله خفيف شيرازي ڪان ۽ هن ابومحمد رويم بغدادي ڪان ۽ هن جنيد قدس الله اسراهم ڪان ولايت جو خرقو پاتو. شيخ شهاب الدين سُهرورديءُ خرقي جي نسبت شيخ ابوالقاسم جنيد ڪان اڳتي ڪونہ وڌائي آهي ۽ جنيد ڪان حضور اڪرم ﷺ تائين نسبت صحبت بيان ڪئي اٿن نہ خرقي جي.

تلقين ذڪر شيخ سعيد، شيخ نجيب الدين ڪان ۽ هن شيخ شهاب الدين سهروردي ڪان ۽ هن پنهنجي چاچي شيخ ابونجيب سُهروردي ڪان ۽ هن شيخ احمد غزاليءُ ڪان هن ابوبڪر نساج ڪان ۽ هن شيخ ابوالقاسم گرگاني ڪان ۽ هن ابوعثمان مغربي ڪان ۽ هن ابوعلي ڪاتب ڪان ۽ هن علي رودباري ڪان ۽ هن سيد الطائفه جنيد قدس الله اسراهم جن ڪان حاصل ڪئي.

## شيخ جمال الدين نور

شيخ نجيب الدين بيان ٿو ڪري تہ هڪ شخص مون ڪي اچي ٻڌايو تہ هڪ نوري مسافر هن شهر ۾ آيو آهي ۽ ان جو نالو جمال الدين آهي ۽ هو قوي جذبي جو مالڪ آهي. جامع مسجد ۾ مقيم آهي. پوءِ آءٌ مسجد ۾ ويس ۽ ڏٺم تہ هو واقعي قوي جذبو رکندڙ آهي ۽ پوري استغراق جي حالت ۾ آهي. ان جون ٻئي اکيون رت سان پريل ٻن پيالن وانگر آهن. مون ڪيس سلام ڪيو ۽ هن مون ڪي جواب ڏنو ۽ چيائين تہ مون ڪي انهن ماڻهن سان ڪوبہ واسطو نہ آهي، جيڪي سفيد ڪي سياهہ ڪن ٿا. حاضرين مان ڪنهن شخص چيو تہ هيءُ هڪ صوفي آهي، پوءِ ڪانئس حال احوال پڇڻ لڳس. چيائين تہ آءٌ هڪ لوري مرد آهيان ۽ اڻ پڙهيل آهيان ڪابہ ڄاڻ ڪونہ اٿم. آءٌ گهوڙا پاليندو هئس ۽ مون وٽ ڪافي گهوڙا هوندا هئا. هڪ ڏينهن صبح جو آءٌ گهوڙن وٽ وينو هئس تہ اوچتو مون تي حال جو ڪشف ٿيو ۽ منهنجي اندر جذبو پيدا ٿيو ۽ حجاب جو

پردو هٽايو ويو. آءٌ بيهوش ٿي ڪِري پيس ۽ گهوڙن جي پيرن ۾ ليٽندو رهيس پوءِ جڏهن آءٌ هوش ۾ آيس تہ مون تي توحيد جو راز ڪُلي ظاهر ٿي ويو.

شيخ نجيب الدين بزغش فرمائي ٿو تہ ان جي زبان کان اڪثر شطحيات غير شرعي ڳالهيون ادا ٿينديون هيون پوءِ علماء ۽ فقهاء جي هڪ جماعت مٿس ڪفر جي فتويٰ صادر ڪئي ۽ اها فتويٰ اتابڪ ابوبڪر بادشاه جي اڳيان پيش ڪيائون تہ جيئن هن جي قتل ڪرڻ جو حڪم جاري ڪري. بادشاه چيو تہ جيستائين شيخ نجيب الدين بزغش ۽ شيخ معين الدين جيڪي وقت جا وڏا بزرگ آهن، فتويٰ نہ ڏيندا تيستائين سندس قتل جي اجازت نہ ڏيندس. پوءِ انهن ٻنهي کان جڏهن فتويٰ پڇي وئي تہ شيخ نجيب الدين بزغش شيرازي ۽ شيخ معين الدين اها فتويٰ ڏني تہ جمال الدين لوري مجذوب ۽ مغلوب الحال آهي، ان کي قتل ڪرڻ جائز نہ آهي. انهيءَ ڪري کيس رهائي حاصل ٿي.

شيخ نجيب الدين جو چوڻ آهي تہ آءٌ هڪ ڏينهن وضو ڪري رهيو هئس ۽ جمال الدين لوري مون کي ڏسي رهيو هو. جڏهن آءٌ پنهنجي منهن تي پاڻي هڻي رهيو هئس تہ چيم تہ ارفع الحدث آءٌ ناپاڪي کي دور ڪريان ٿو، اهو ٻڌي جمال الدين چيو تہ ڪوئي حدث پاڪائي باقي رهي ٿي تہ توکي ائين چوڻ کپندو هو تہ ارفع المحدث آءٌ مخلوق ۽ تمام تعينات کي پاڻ کان پري ڪريان ٿو.

## شيخ شمس الدين صفي

هيءُ نهايت عظيم بزرگ هو. ڪرامات ۽ مقامات جو مالڪ هو. شيخ نجيب الدين جي خدمت ۾ ويو ۽ ان کي قرآن شريف ٻڌائيندو هو. شيخ نجيب الدين کيس فقہ جا مسائل ٻڌائيندو هو. جڏهن شيخ شهاب الدين سُهروردي جن جي خدمت ۾ روانا ٿيا تہ ٻئي سفر ۾ گڏ هئا ۽ پهچڻ بعد شيخ جي خدمت ۾ بہ گڏ وينا هوندا هئا. ڪانئس فيض حاصل ڪرڻ بعد جڏهن واپس روانا ٿيڻ لڳا تہ شيخ شهاب الدين رخصت وقت هرهڪ کي ويهہ، ويهہ ڪلاه (ٽوپيون) ڏنيون، جن مان هرهڪ ٽوپيءَ تي ان بزرگ جو نالو لکيل هو. فرمايائين اول اهي ٽوپيون انهن بزرگن کي پهچائجو جن تي سندن نالا لکيل آهن. ان کان پوءِ ارشاد جو آغاز ڪجو ۽ ان کان پوءِ ٻين شخصن کي خرقو پهرائجو.

## شيخ اوحدالدين حامد الڪرماني

هيءُ رڪن الدين سنجاسيءَ جو مريد هو. اهو شيخ قطب الدين ابهريءَ جو مريد هو. ۽ اهو شيخ ابونجيب سُهروردي جو مريد هو. ڪافي بزرگن جي زيارت ڪئي هئائين ۽ شيخ محي الدين ابن عربيءَ جي خدمت ۾ بہ رهيو. شيخ شهاب الدين سُهورديءَ کي بہ ڏٺو هئائين.

پاڪباز عاشق مزاج هو. جڏهن سماع جي محفل ۾ جوش ۾ ايندو هو تہ حاضرين ۾ خوبصورت ڇيرو ڇوڪرن جا پيراهن ڦاڙي ٽڪرا ڪري ڇڏيندو هو. پوءِ هيءُ جڏهن بغداد ۾ آيو

تہ وقت جي خليفي جو فرزند بہ ڏاڍو حسين ۽ جميل هو. خليفي جڏهن اهو ٻڌو تہ چيائين تہ هو بدعتي ۽ ڪافر آهي ۽ جيڪڏهن منهنجي مجلس ۾ اهڙي حرڪت ڪيائين تہ ڪيس قتل ڪري ڇڏيندس. پوءِ پاڻ پنهنجي ان فرزند سميت سماع جي محفل ۾ آيو تہ شيخ ڪي ڪرامت جي ذريعي اها خبر پئجي وئي. پوءِ سماع جي محفل گرم ٿي تہ شيخ هيءَ رباعي پڙهي:

رباعي

سهل است مرا برسر خنجر بودن
درپاي مراد دوست بي سر بودن
تو آمده ڪہ ڪافري را بہ ڪشي
غازي چو توئي بجاست ڪافر بودن

ترجمو: آسان آهي خنجر هيٺان منهنجو سِرُ ڏيڻ. ائين دوست جي قدمن تي قربان ٿيڻ غازي آيو آهي. ڪافر ڪي قتل ڪرڻ، اي دوست روا آهي، هاڻي منهنجو ڪافر ٿيڻ.

اهو ٻڌي، خليفو پنهنجي پُٽ سميت شيخ ڪي پيرين پيا ۽ سندس مريد ٿيا.

## ابومحمد عيسيٰ

هيءُ شيخ شهاب الدين سُهروردي جي مريدن مان هو. صاحب ڪمال هو.

## شيخ محمد يمني

هڪ ڏينهن شيخ شهاب الدين سُهروردي فرمايو تہ ٻاهر وڃ ۽ جنهن بہ شخص ڪي ڏسين، ان ڪي هيڏانهن وٺي اچ. پوءِ ٻاهران هڪ اجنبي مسافر اندر آيو. شيخ ڪيس فرمايو تہ اي شيخ محمد هيڏانهن منهنجي ويجهو اچي ويهہ. ڇو تہ تو منجهان محبت جي خوشبوءِ اچي رهي آهي. پوءِ ڪيس پنهنجي ويجهو وهاريائين ۽ دسترخوان وڇايو ويو، جنهن سان گڏ ڪجهہ ڏاڙهون بہ کاڌائون. پوءِ مٿس توجه ڪيائون ۽ ڪيس خرقو ڏئي اجازت سان روانو ڪري ڇڏيائون.

## شيخ ابراهيم مجذوب

هيءُ هڪ عجيب حالت جو مالڪ هو. ڪجهہ ڏينهن برابر کاڌو کائيندو رهندو هو ۽ ڪجهہ ڏينهن سانده هرگز نہ کائيندو هو. ڪنهن وقت تہ ايتري قدر شيون کائي ويندو هو. جو ان جو ڪو حساب ئي ڪونہ هوندو هو. ڪڏهن هڪ ئي دفعي ۾ هڪ سو مڻ بہ کاڌو کائي ويندو هو. شيخ نجيب الدين علي بن بزغش سان ملاقات ڪئي هئائين.

## شيخ نورالدين عبدالصمد نطنزي

بن شيخ علي الاصفهاني، مريد شيخ نجيب الدين علي بن بزغش هو، سندس مريدن ۾ شيخ عزالدين محمود ڪاشي ۽ شيخ ڪمال الدين عبدالرزاق ڪاشي بہ هئا.

## شيخ عزالدين محمود ڪاشي

هيءُ عوارف جو مترجم هو. پنهنجي شاگردن جي اجازت نامي ڪي خود لکندو هو.

چوي ٿو ته انا اروي يعني ڪتاب عوارف المعارف عن شيخي ومولايي نورالدين عبدالصمد بن شيخ علي الاصفهاني و من الشيخ العالم ظهيرالدين عبدالرحمٰن بن علي بن بزغش وهما عن شيخهما الامام العالم العارف نجيب الدين علي بن بزغش شيرازي وهو عن شيخه قطب الاولياء سيد العارفين مصنف الڪتاب

ترجمو: آءٌ ڪتاب عوارف المعارف ڪي پنهنجي مرشد ۽ مولانا نورالدين عبدالصمد بن شيخ علي الاصفهاني ۽ شيخ عالم ظهيرالدين عبدالرحمٰن بن علي بن بزغش ڪان روايت ڪريان ٿو ۽ انهن ٻنهي حضرات پنهنجي شيخ امام عالم عارف نجيب الدين بن بزغش شيرازي ڪان ۽ هن پنهنجي قطب الاولياء سيد العارفين منصنف ڪتاب ڪان روايت ڪئي آهي.

## شيخ ڪمال الدين عبدالرزاق ڪاشي

هيءُ شيخ نورالدبن عبدالصمد نطنزي جو مريد هو. علوم ظاهري ۽ علوم باطنيءَ ۾ جامع هو. شيخ رڪن الدين علاؤالدولہ جو همعصر هو. سندن وچ ۾ وحدت الوجود جي قول تي مخالفت ۽ مباحثا ۽ دلائل جاري هوندا هئا.

## شيخ نورالدين عبدالرحمٰن مصري

هيءُ پنهنجي وقت جي برگزيده بزرگن ۾ شمار ٿيندو هو. ابتداء ۾ پنهنجي علائقي جي هڪ شيخ سان بيعت هو. پر ان شيخ ڪان سندس مقصد پورو نہ ٿيو. خود سندس شيخ فرمايو تہ تنهنجو مقصد عجم جي هڪ شيخ ڪان پورو ٿيندو. پوءِ پاڻ ان عجمي بزرگ جو انتظار ڪندو رهيو ۽ ڪجھہ مدت ڪان پوءِ شيخ جلال الدين يوسف نوراني مصر ۾ آيو. هيءُ سندس خدمت ۾ پهتو ۽ ويهن ڏينهن جي صحبت ۾ رهڻ سان سندس مقصد پورو ٿي ويو. شيخ يوسف نوراني ڪيس اجازت ڏني ۽ ان اجازت نامي ۾ ڪيس برادرم تحرير ڪيو ڇو تہ ان وقت هيءُ تمام وڏي عمر جو ٿي ويو هو. شيخ جمال الدين جي نسبت ٻن بزرگن سان آهي. هڪ شيخ حسام الدين شمشيري سان ۽ ٻي شيخ نجم الدين محمود اصفهاني سان ۽ هي ٻئي بزرگ، شيخ نورالدين عبدالصمد نطنزي جا مريد هئا.

## ابواسحاق بن ظريف

هيءُ شيخ محي الدين ابن عربي جي مشائخ مان هو. شيخ ابن عربي فتوحات ۾ لکي ٿو تہ هيءُ بزرگ ترين مشائخ مان هو. سندس هيءُ قول مذڪور آهي تہ: ”جيڪي ماڻهو مون ڪي سڃاڻن ٿا سي سڀ اولياء الله آهن. ڪانئس پڇيو ويو تہ اهو ڪيئن؟ چيائين تہ هرهڪ انهن

منجهان ٻن حالن کان ٻاهر نہ آهي يا هو منهنجي حق ۾ ڀلائي ۽ نيڪي جي ڳالهہ ٿو ڪري يا ان جي برعڪس برائي ٿو ڪري. اگر هو منهنجي حق ۾ ڀلائي جي ڳالهہ ٿو ڪري تہ هو منهنجي اها صفت بيان ٿو ڪري جيڪا سندس پنهنجي صفت آهي، ڇو تہ جيڪڏهن هو انهيءَ صفت سان موصوف نہ هجي ها تہ منهنجي اهڙي صفت بيان نہ ڪري ها. پوءِ منهنجي نظر ۾ اهو ولي الله آهي ۽ جيڪڏهن هو مون بابت برائي بيان ٿو ڪري ۽ مون کي برو سمجهي ٿو تہ هو صاحب فراست ۽ ڪشف جو مالڪ آهي ۽ الله تعاليٰ کيس منهنجي حال کان واقف فرمايو آهي. لهٰذا اهو شخص بہ اولياء الله مان آهي.

## شيخ نجيب الدين متوڪل

هيءُ شيخ فريدالدين شڪرگنج جو ڀاءُ ۽ خليفہ مجاز هو. نهايت متوڪل هو. ستر ورهين جي عمر ۾ گذاريائين. جيتوڻيڪ ڪاڏي پيتي جي ڪا مستقل آمدني ڪونہ هئي ۽ کيس گهر ٻار بہ هئا، مگر ان هوندي بہ ڏاڍو خوش گذاريندو هو. کيس خبر ئي ڪونہ هوندي هئي تہ ڏينهن ڪهڙو آهي، مهينو ڪهڙو آهي يا درم ڇا آهي، يا دينار ڇا آهي.

مذڪور آهي تہ هڪ دفعي عيد جي ڏينهن سندس گهر ۾ چند درويش اچي جمع ٿيا. وٽس ڪجهہ بہ ڪونہ هو، گهر جي ڇت تي وڃي الله تعاليٰ کي ٻاڏايائين. ان مهل ئي هڪ پوڙهو شخص ظاهر ٿيو ۽ هيءُ بيت پڙهي رهيو هو:

بيت

بادل گفتم دلاخضر را بيني
دل گفت اگر مرا نمايد بينم

ترجمو: مون پنهنجي دل کي چيو تہ ڇا اوهان خضر عليه السلام کي ڏسندا آهيو؟ دل مون کي چيو تہ جيڪڏهن هو مون کي ڏسڻ ۾ اچي تہ ڏسون!

پوءِ انهيءَ پوڙهي طعام جو هڪ وڏو طبق ڀريل شيخ جي اڳيان اچي رکيو ۽ چيائين تہ عرش تي ملاء اعليٰ جا ملائڪ تنهنجي توڪل جي تعريف ڪري رهيا هئا. چيائين تہ الله شاهد آهي تہ اهو مون پنهنجي نفس لاءِ نہ کيو آهي ۽ طعام آڻڻ وارو خواجہ خضر عليه السلام هو.

شيخ نظام الدين فرمائي ٿو تہ شيخ فريدالدين شڪرگنج، کيس ابدالن ۾ شمار ڪندو هو. خواجہ قطب الدين جي مزار واري رستي ۾ سلطان محمد عادل جي مشهور عمارت مندل جي سامهون شيخ نجيب الدين متوڪل جي قبر آهي ۽ خواجہ نظام الدين اولياء جي جڳهہ ۽ شيخ نجيب الدين جي جڳهہ بہ انهيءَ جاءِ تي هئي.

## قاضي حميدالدين ناگوري

سندس نالو محمد بن عطاء هو. خواجہ قطب الدين جي مصاحبن مان هو. سماع ۽ وجد جو ڏاڍو شائق هو. وقت جي علمائن سندس خلاف هڪ دستاويز تيار ڪري بادشاهہ وقت کي پيش

ڪيو هو. ان ڪان پوءِ نظام الدين ٻ سماع جو ڪافي شوق ۽ ذوق جو اظهار ڪيو. سندس تصانيف ڪافي آهن، جن ۾ "طوالع" مشهور آهي.

مذڪور آهي تہ پاڻ علوم شريعت، طريقت ۾ جامع ۽ مهارت رکندڙ هو، ۽ خوش طبعي ٻ ڪندو هو.

سندس قبر خواجہ قطب الدين جي پرسان آهي ۽ پاڻ وصيت ڪئي هئائين تہ منهنجي قبر جي سطح خواجہ جي قبر جي سطح ڪان هيٺ ڀرو رکجو. ليڪن سندس اولاد ان ڳالھ ڪي پسند نہ ڪيو ۽ خواجہ جي قبر ڪان بلند رکيائون.

## شيخ جمال الدين خطيب هانسوي

هيءُ شيخ فريدالدين شڪرگنج جو خليفو هو. ٻارهن سال هانسي ۾ ان جي خدمت ۾ گذاريائين. شيخ نظام الدين اولياء فرمائي ٿو تہ جڏهن شيخ فريد مون ڪي خلافت ڏني تہ مولانا جمال الدين مون لاءِ نہ ترسيو، حالانڪ ان ڪان اڳ اتي ترسيل هو. اهو مون ڪي ڏک پهچايو اٿس. حالانڪ اهو سندس شان ۽ مزاج جي موافق نہ هو. مولانا جمال الدين ڪي بذريعہ ڪرامت اهو معلوم ٿي ويو. چيائين تہ اهڙي ڳالھ هرگز نہ آهي، بلڪ تڪلفات ڪان بچڻ خاطر آءٌ هليو ويس.

## شيخ برهان الدين

هيءُ شيخ جمال الدين خطيب هانسويءَ جو فرزند هو.

## شيخ شهاب الدين خطيب هانسوي

شيخ نظام الدين اولياء هن بزرگ بابت فرمائي ٿو تہ هو هردلعزيز هو. هميشہ رات جو سورة بقره پڙهي سمهندو هو. هڪ رات سورة بقره پڙهي رهيو هو تہ گهر جي ڪنڊ مان هڪ آواز آيو.

بيت

داري سرما وگرنہ دوراز بر ما
ما دوست ڪشيم تونداري سر ما

ترجمو: تون اسان جي سر حاصل ڪرڻ لاءِ ايندو آهين ورنہ تون اسان ڪان پري ئي ٿي وڃين. اسان تہ توکي دوست سمجهندا آهيون، مگر تون اسان جي سر ڪان ناواقف آهين.

گهر وارا سيئي سمهيا پيا هئا. حيران ٿي ويس. وري ٻيهر اهو ئي آواز آيو. پوءِ الله تعاليٰ جي حضور ۾ التجا ڪيم تہ اي مالڪ! تنهنجي عهد جي حتي المقدور وفاداري ۽ حڪم جي تعميل ڪئي آهي. تنهنجي رحمت ۾ اميد اٿم تہ تون ٻ عهد جي وفا ڪندين. اي مالڪ! جڏهن منهنجي موت جو وقت اچي تہ مون وٽ نہ عزرائيل اچي ۽ نہ ڪو ٻيو ملائڪ فقط آءٌ هجان ۽ تنهنجي ذات هجي. آخر سندس انتقال ائين ئي ٿيو، جيئن سندس خواهش هئي.

## شيخ قطب الدين هانسوي

هيءُ عالي مقام مشائخ مان هو.

سندس صحبت مان فيضياب ٿيڻ وارا مريد هي آهن:

(1) شيخ نظام الدين هانسوي، (2) شيخ نور دولت مغل ڪش، (3) شيخ علم الدين حاجي ۽ (4) سيد تاج الدين شير سوار مارتازيانہ.

## شيخ صلاح الدين زرڪوب

سندس نالو فريدون قونوي هو. شروعات ۾ هي سيد برهان الدين محقق ترمذي جو مريد هو. هڪ ڏينهن مولانا روم زرڪوبين جي بازار مان لنگهي رهيو هو تہ ضرب جو آواز هنيائين تہ انهن زرڪوبين تي حال طاري ٿي ويو. اهي سپ گردش ڪرڻ لڳا.

شيخ صلاح الدين ڪي بہ الهام ٿيو ۽ هو پنهنجي دوڪان مان ٿپو ڏئي ٻاهر نڪري آيو ۽ مولانا جي قدمن تي پنهنجو سر رکيائين. مولانا بہ ڪيس ٻاڪر پائي پنهنجي شفقت ۽ توجہ هيٺ آندو ۽ مٿس ڪافي نوازشون ڪيائين ۽ ڪيس پاڻ سان گڏ وٺي آيو. ظهر جي نماز ڪان وٺي عصر جي نماز تائين سماع ۾ رهيا ۽ هيءُ بيت مولانا پڙهندو رهيو:

يڪي گنجي پديد آمد درين دڪان زر ڪوبي

زهي صورت زهي معنيٰ زهي خوبي زهي خوبي

ترجمو: هن زرڪوبي جي دڪان تي هڪ خزانو ظاهر ٿيو. واہ صورت واہ معنيٰ واہ خوبي واہ خوبي.

شيخ صلاح الدين پنهنجي دڪان جو سمورو سامان بيني بيني خيرات ڪري، مولانا سان گڏ روانو ٿيو ۽ سندس صحبت ۾ رهڻ لڳو. مولانا روم ساڻس اهائي محبت ۽ پيار رکندو هو. جهڙو ڪيس شيخ شمس الدين تبريز سان پيار هو. ڏهن سالن تائين سندن صحبت ۽ محبت قائم رهي. هڪ ڏينهن مولانا ڪان اهو سوال پڇيو ويو تہ عارف ڇا آهي يا ڪير آهي؟ فرمايائين تہ عارف اهو آهي جو تنهنجي دل جي ڳالهہ چئي ڏئي ۽ تون خاموش وينو رهين ۽ اهڙو مرد صلاح الدين آهي. جڏهن مولانا روم جو فرزند سلطان ولد پنهنجي سن بلوغت ڪي پهتو تہ شيخ صلاح الدين جي نياڻيءَ سان سندس نڪاح ڪرايائين ۽ عارف چلپي انهيءَ ئي جي بطن مان پيدا ٿيو.

شيخ صلاح الدين قونيہ ۾ مدفون آهي ۽ مولانا بهاؤالدين سندس پاسي ۾ مدفون آهي.

## شيخ حسام الدين بن حسن بن محمد بن حسن بن اخي ترڪ

جڏهن شيخ صلاح الدين گذاري ويو تہ مولانا سندس پٽ چلپي حسام الدين ڪي خلافت عنايت ڪئي ۽ ساڳيوئي انس ۽ محبت ان سان رکيائين. مثنوي جي ارڙهن بيتن، يعني مثنوي جي شروع "بشنو از ني" ڪان "پس سخن ڪوتاه بايد والسلام" جي نظم ڪرڻ جو سبب هيءُ

بزرگ ئي بڻيو. پوءِ مولانا پنهنجي دستار مان هڪ ڪاغذ ڪڍي حسام الدين کي ڏنو، جنهن ۾ ابتدائي ارڙهن بيت لکيل هئا. پوءِ اڪثر طور رات جي شروع ٿيڻ کان وٺي پرهه ڦُٽي تائين مولانا شعر چوندو ويندو هو. حسام الدين انهن کي لکندو ويندو هو.

هڪ ڏينهن چلپي حسام الدين مولانا سان ڳالهه ڪئي ته جنهن وقت منهنجي مخدوم جا احباب هيءَ مثنوي پڙهندا آهن ۽ حاضرين مجلس ان جي معرفت جي نور ۾ مستغرق ٿي ويندا آهن ته مان ڏسندو آهيان ته هڪ غيبي جماعت هٿن ۾ ترارون جهليو "پري ٿيو" جا الفاظ چوندي حاضر ٿيندي آهي ۽ جو شخص ان کي اخلاص سان نه ٻڌندو آهي ته (هيءَ رجال الغيب جي جماعت) ان جي ايمان جون پاڙون ۽ دين جون شاخون ڪاٽي ڇڏيندي آهي ۽ ان کي گهليندي گهليندي جهنم تائين رسائيندي آهي. پوءِ مولانا فرمايو ته ائين ئي آهي. جيئن تو ڏٺو.

مثنوي

دشمن اين حرف اين دم در نظر
شد تمثل سرنگون اندر سقر.
اي حسام الدين توديدي حال او
حق نمودت پاسخ افعال او

ترجمو: دشمن انهيءَ صورت ۾ انهيءَ طريقي تي نظر ايندو آهي، جو سندس صورت هيٺ جهڪيل ۽ اهو پاڻ دوزخ ۾ رهندو آهي. اي حسام الدين تو! جيڪا ماجرا ڏٺي سا سچ آهي. سندس افعال جو اهو ئي بدلو آهي.

## سيد برهان الدين محقق ترمذي حسني

هيءُ بهاؤالدين ولد جي مريدن مان هو. خراسان ۽ ترمذ ۾ سردارن جو سردار مشهور هو. صلاح الدين زرڪوب سندس مريد هو. مولانا روم جي به ابتدائي تربيت ڪئي هئائين. فرمائيندو هو ته پنهنجو حال صلاح الدين کي بخش ڪيم ۽ قال مولانا کي بخش ڪيم.

مولانا جي حياتيءَ ۾ ئي گذاري ويو. سندس مزار دارالفتح قيصريه ۾ آهي.

مذڪور آهي ته جڏهن شيخ شهاب الدين سُهروردي روم ۾ تشريف فرما ٿيو ته سيد برهان الدين جي زيارت لاءِ وٽس ويو. ڏٺائين ته سيد برهان الدين رَڪَ جي ڍير تي وينو آهي. ڪيس ڏسي ٿوري جنبش ڪيائين ۽ بس. شيخ شهاب الدين سُهروردي سندس پري کان ئي تعظيم ڪئي ۽ اتي ئي ويهي رهيو، ليڪن سندن پاڻ ۾ گفتگو نه ٿي. مريدن شيخ کان خاموشيءَ جو سبب دريافت ڪيو ته فرمايائين ته اهل حال، زبانِ حال سان گفتگو ڪندا آهن ۽ زبان قال سان نه ڪندا آهن. ماڻهن (شيخ شهاب الدين) کان دريافت ڪيو ته فرمايائين ته هو درياءِ معاني آهي جو حقائق مُحَمَدي ﷺ جي موتين سان مؤجزن آهي ۽ نهايت واضح به آهي ۽ نهايت پوشيده به آهي.

## شيخ صدرالدين محمّد

ولد اسحاق قونوي سندس ڪنيت ابوالمعالي هئي. شيخ مؤيدالدين جندي، مولانا شمس الدين ابڪي، شيخ فخرالدين عراقي، شيخ سعيدالدين فرغاني ۽ شيخ سعدالدين حموي جن جي ڪيس صحبت حاصل هئي.

## شيخ علي ڪردي

هيءُ دانائن ۾ ديوانو هو. اهل دمشق جي اڪثريت سندس مريد ۽ معتقد هئي ۽ انهن تي اهڙي طرح حڪم هلائيندو هو، جهڙي طرح مالڪ پنهنجي غلام تي هلائيندو آهي.

شيخ شهاب الدين سُهروردي جڏهن دمشق ۾ آيو ته هن جي زيارت ڪرڻ جو ارادو ظاهر ڪيائين. ماڻهن ڪيس چيو ته هو ته بي نمازي ۽ اگهاڙي جسم رهندو آهي. فرمايائين ته جيئن به آهي آءٌ سندس زيارت ڪندس. مون کي ان جي خدمت ۾ پهچايو. پوءِ ان وٽ ويو، هُن شيخ کي ڏسي پنهنجي اُگهڙ کي ڪجهه ڍڪيو. پوءِ شيخ چيو ته تون ڪهڙي به حالت ۾ هجين، اسان کي واپس ڪونه ڪري سگهندين. اڄ ته اسان تنهنجا مهمان آهيون. پوءِ ڪيس سلام ڪري سندس ويجهو ويهي رهيو. ان وقت اوچتو ٻه مزدور ظاهر ٿيا، جن کي ڪافي ڪاڏو ساڻ هو. شيخ علي انهن کي اشارو ڪيو ته اهو طعام اسان جي مهمان آڏو رکو. پوءِ انهن شيخ جي آڏو رکيو. پوءِ شيخ علي ڪيس چيو ته بسم الله. هيءُ اوهان جي مهماني آهي کائو! پوءِ شيخ اهو طعام کاڌو ۽ سندس بزرگي ۽ نيازمندي جو اعتراف ڪندي موڪلائي واپس هليو ويو.

## شيخ جمال الدين عين الزمان گيلي

هيءُ شيخ نجم الدين جي خليفن مان هو. زبردست عالم ۽ فاضل هو.

مذڪور آهي ته جڏهن تحصيل سلوڪ لاءِ شيخ نجم الدين جي خدمت ۾ حاضر ٿيڻ جو ارادو ڪيائين ته علمي ڪتابن کان انتخاب ڪري هڪ مجموعو تيار ڪري، پاڻ سان ڪنيائين ته سفر ۾ وندر رهندي.

جڏهن خوارزم جي ويجهو پهتو ته رات جو خواب ۾ ڏٺائين ته شيخ ڪيس چئي رهيو آهي ته اي گيليڪ! انهيءَ ڳنڙي کي اُڇلائي پوءِ اسان ڏانهن اچ! پوءِ جڏهن سجاڳ ٿيو ته سوچڻ لڳو ته ڳنڙي ڪهڙي آهي. ٻي رات به اهوئي خواب ڏٺائين ۽ آخري رات جي خواب ۾ پڇيائين ته ڪهڙي ڳنڙي آهي. جواب ۾ ڪيس ٻڌايو ويو ڪتاب جو مجموعو جيڪو ساڻ کنيو اٿئي. پوءِ جڏهن سجاڳ ٿيو ته ان ڪتابن کي دريا جيحون ۾ اُڇلائي ڇڏيائين. پوءِ جڏهن شيخ وٽ پهتو ته شيخ ڪيس چيو ته جيڪڏهن انهيءَ مجموعي کي تون درياهه ۾ نه اُڇلائين ها ته توکي ڪو به فائدو ڪونه رسي ها، پوءِ شيخ ڪيس خرقه پهرايو ۽ چاليهه ڏينهن چلي ۾ ڪيس ويهاريائين. چلو پوري ٿيڻ کان پوءِ ڪيس "عين الزمان" جو لقب ڏئي قزوين روانو ٿيڻ جي رخصت ڏنائين.

مذڪور آهي تہ قزوين جي سادات منجهان هڪ سيد، شيراز وڃڻ جو ارادو ڪيو. شيخ ڪي عرض ڪيائين تہ شيراز جو بادشاهہ اوهان جو ڪافي ارادتمند آهي. ان ڏانهن مون لاءِ سفارش لکي ڏيو. شيخ هڪ ڪاغذ جو ٽڪرو گهرايو ۽ ان تي صرف اهو لکيائين تہ "عسل و رازيانہ" پوءِ پرچ ڪيس ڏئي ڇڏيائين. جڏهن سيد صاحب شيراز پهتو ۽ بادشاهہ جي ملاقات جو ارادو ظاهر ڪيائين تہ ماڻهن ڪيس ٻڌايو تہ هو پيٽ جي درد ۾ مبتلا آهي ۽ غسل خاني ۾ آهي. پوءِ هو غسل خاني جي در وٽ پهتو ۽ ڏنائين تہ بادشاهہ پيٽ جي تڪليف سبب سخت پريشان آهي. بادشاهہ کي سلام ڪيائين ۽ بادشاهہ کانئس پڇيو تہ ڪٿان آيو آهين، چيائينس تہ قزوين مان. کانئس شيخ جو احوال پڇيائين. هن اهو ڪاغذ جو پرچو ڪيس ڏنو، بادشاهہ اهو کولي ڏٺو تہ ان ۾ لکيل هو تہ "عسل و رازيانہ" پوءِ چيائين تہ شيخ پنهنجي نور فراست سان منهنجو حال معلوم ڪري منهنجو علاج لکيو آهي. پوءِ ان وقت ئي گهرائي استعمال ڪيائين ۽ ڪيس فوراً فائدو ۽ شفا حاصل ٿي ۽ سيد صاحب جي ڪافي عزت ۽ رعايت ڪيائين.

## شاهہ جميل گرناري

سندس نالو عبدالهادي هو. امام موسيٰ ڪاظم عليه السلام جن جي اولاد مان هو. بموجب استدعا ۽ اخلاص، سلطان شاهہ عالم عرف "پير پته ديولي" جي پرسان هڪ عليحده مقبري خاص ۾ مدفون آهي ۽ سندس چلہ گاهہ ضلع ڪرنال جي سورٺ شهر ۾ آهي، جيڪو مخلوق جو مرجع ۽ خلق جي خاص ۽ عام جي حاجت روائي جو مرڪز آهي. اتي هڪ ٽڪريءَ جي پنيان هڪ بلند جڳهہ تي صاف دربار آهي. پوءِ جيڪو بہ شخص انهيءَ جڳهہ تي حاجت روائي لاءِ چلہ ڪيندو آهي تہ اهو مهمان غيب هوندو آهي ۽ سندس حاجت پوري ٿيندي آهي ۽ سندس چار ڪامل خليفا آهن:

(1) شاهہ وجيه الدين
(2) شيخ زڪريا
(3) شيخ ميمون
(4) شيخ ڪريہ قتال

## شاهہ وجيه الدين

ولد سيد فتح شاهہ، امام محمد تقي عليه السلام جي اولاد مان هو.
سندس مزار شيخ جميل جي دربار جي پنين پاسي احاطي جي اندر مشهور آهي.
سندس چار فرزند هئا، جن جا نالا هي آهن:

(1) شاهہ حسن: پنيور جبل جي مٿاهين پاسي ۾ آرامي آهي، سندس اولاد باقي آهي.
(2) شاهہ ڪهوريہ: سندس اولاد جو جهول ۾ هڪ وڏو ڳوٺ آهي.
(3) شاهہ آري: سندس مدفن شيخ جميل جي درگاهہ جي پُٺ ۾ اتر طرف ڪان آهي.

مذڪور آهي تہ هيءُ پنهنجي ڦٽي ۽ ڏنڊ هميشہ ساڻ رکندو هو. پير جي وفات کان پوءِ پاڻ کي زنده درگور ڪيائين ۽ ان ڏنڊ مان وڻ ٿي ويو، جو اجا تائين قبر جي مٿي ڪان بطور يادگار باقي بيٺو آهي.

(4) لال شاهہ چتو: ننڍپڻ ۾ پاڻ کي پاڻيءَ ۾ لڪائي ڇڏيو هئائين، سندس مزارون مختلف جاين ۽ علائقن ۾ آهن، پر جتي بہ ڪوٺائي ڪندا هئا تہ اتي ان جي قبر ٺاهي ڇڏيندا هئا.

## شيخ ميمون

هيءُ شيخ جميل گرناريءَ جو مريد ۽ خليفو هو. سندس مدفن ڳوٺ ڍنڍي ۾ مشهور آهي ۽ هڪ عهد هيٺ آيل مجموعہ مٿس مقرر آهي.

## شيخ پالہ لونڪ

شيخ جميل شاهہ گرناري پنهنجي وفات وقت اها وصيت ڪئي هئي تہ بہ شخص هڪ ڇهن آنگرين واري ٻار کي پيش ڪندا، اهوئي منهنجو جانشين آهي "پالہ لونڪ" مان مراد طفل (ٻار) هو.

سندس مدفن ٺٽي ۾ درياء جي اوپارين ڪناري تي آهي.

شيخ جميل خود ان کي پنهنجو جانشين مقرر ڪيو ۽ ان وري پنهنجي پٽ کي جانشين بڻايو.

## شيخ عمادالدين

اسماعيل ولد شيخ صدرالدين بن شيخ بهاؤالدين ملتاني ڪامل ولي الله ۽ ڪامل متقي هو. ملتان ۾ فوت ٿي ويو.

## سيد جلال سرخ بخاري

ولد سيد ابوالمؤيد علي، هيءُ جعفر ثاني بن امام همام علي نقي عليه السلام جي اولاد مان هو. شيخ بهاؤالدين ملتاني جي مريدن مان هو. ڪيس بہ فرمانبردار فرزند هئا: (1) سيد علي، (2) سيد جعفر جيڪو ملتان کان بکر ۾ آيو. جنهن سيد بدرالدين ولد سيد محمد مڪي جي ٻن نياڻين سان هڪ ٻئي جي پنيان شادي ڪئي (يعني هڪ جي فوت ٿيڻ کان پوءِ ٻيءَ سان شادي ڪيائين جن مان بہ فرزند پيدا ٿيا. (1) سيد محمد غوث، (2) سيد احمد ڪبير.

اهل فساد ۽ گمراهن جي نهايت ڪمال طريقہ سان اصلاح ڪيائين ۽ هدايت ۽ ارشاد جو سهڻو مثال پيدا ڪيائين.

اوچ شريف ۾ گذاري ويو ۽ سندس اولاد سنڌ پرڳڻي ۽ گجرات وغيره ۾ ڪافي آهي، جنهن ۾ برگزيده بزرگ اولياء ٿي گذريا آهن:

سلسلہ عليه بخاريه شاهيه مشهور جيلالي

اعمال هذه الطريقة البخاريه المنسوبة الي قطب العالم سيد جلال بخاري هي باخلاق الرسول الله صلي الله عليه وسلم ظاهراً و به باطناً و آخرهم ذڪر لا اِلٰه اِلا الله وايضاً ياحيُ يا قيّوم.

ترجمو: هيءُ طريقہ سلسلہ قطب العالم سيد جلال بخاري ڏانهن منسوب آهي ۽ هن جو بنياد پاڻ سڳورن ﷺ جن جي اخلاق ۽ سنت تي ٻڌل آهي. ظاهري ۽ باطني طور سندس ذڪر لا اِلٰه اِلاَ الله ۽ ياحيُ ياقيُوم آهي.

سندس سلسلہ جي سند هن ريت آهي: هيءُ پاڻ سيد محمود کان ۽ هو سيد احمد کان، هو سيد عبدالله کان ۽ هو سيد امام علي نقي کان ۽ هو امام سيد جعفر کان ۽ هو امام سيد علي کان ۽ هو امام سيد جواد کان امام جعفر صادق تائين. اهو امام کان حضرت امام شاهہ ولايت عليهم السلام تائين.

## سيد محمد مڪي [1]

هيءُ سلطان العارفين سيد محمد شجاع نقوي جو فرزند هو. ساڪن مشهد رضوي.

---

[1] سادات بکر جو مؤسس اعليٰ سيد محمد مڪي ﷺ جي قبر ڪليڪٽري/ڊپٽي ڪمشنر سکر جي بنگلي جي ڏکڻ طرف هڪ وڏي چوديواري اندر آهي. سندس قبر تي ٻارهن دريءَ جي طرز جي تعمير ٿيل آهي. جيڪا پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ سکر جي هڪ ميمڻ گرين شاپ جي واپاري سيمينٽ جي نهرائي هئي. سندس قبر جي آسپاس ڪيترين ئي قديم قبرن جا آثار ختم ٿي ويا آهن، سواءِ ٻنهي پاسي ٻن ٻن قبرن جي.

پير حسام الدين راشدي مقدمہ حديقة الاولياءِ ۾ قلمي ڪتاب "شجره سادات" مؤلف سيد قمبر علي رضوي بکري تاليف 1261ھ ۾ سيد محمد مڪي جي مزار ۽ قبرستان متعلق لکي ٿو: "سيد محمد مڪيءَ جي گهر واري جيڪا شيخ شهاب الدين سهروردي جي نياڻي ٿئي، ان جو نالو بي بي فاطمه هو، بي بي فاطمه جو مقبرو مڙس جي مقبري (قبر) جي اولاهين ديوار سان لڳ ٻاهران آهي."

سيد محمد مڪيءَ جي مزار تي لڳل قديم زماني کان شجره جو ذڪر الوحيد اسپيشل نمبر جون 1936 ۾ ڇاپيل آهي. ساڳيو حوالو ڏيندي رحيمداد خان مولائي شيدائي "تاريخ سکر" ۾ ساڳيو شجره ڏنو آهي. جيڪو پيڙهي بہ پيڙهي هن طرح آهي:

"تعويذ قبر حضرت قطب الاقطاب سلطان العارفين اميرالمؤمنين سيد محمد مڪي بن سيد شجاع نور الله مفجہ بن سيد عقيل بن سيد اسماعيل بن امير المؤمنين سيدنا جعفر ثاني بن امام علي تقي بن امام محمد تقي بن امام شان علي بن موسيٰ رضا بن موسيٰ ڪاظم بن امام جعفر صادق بن امام محمد باقر بن امام زين العابدين بن امام حسين بن حضرت اميرالمؤمنين امام المشارق والمغارب اسدالله الغالب علي بن ابي طالب رضي الله عنهم."

الوحيد اسپيشل سنڌ آزاد نمبر 1925ع ۽ تاريخ سکر مٿيون شجره نسبت ڏيڻ کان پوءِ لکن ٿا تہ: "ان ڪتبي مان ائين بہ معلوم ٿئي ٿو تہ سيد محمد مڪي حضرت سيدنا شيخ الشيوخ شهاب الدين سهرورديءَ جو ڏهٽو هو."

مٿي ڇاپايل ٻنهي ڪتابن ۾ اهڙي قسم جي ڪابہ عبارت ڏنل نہ آهي. البت ڪجھ ٻين حوالن ۾ سيد شجاع کي شيخ الشيوخ جو نائي ۽ سيد محمد مڪيءَ کي ڏهٽو ڏيکاريو ويو آهي. "منبع الانساب" مؤلف مير معين الحق جهونسوي جيڪو سيد محمد مڪيءَ جي ستين پيڙهي مان هو. پاڻ جهونسوي مان آبائي وطن بکر آيو ۽ خانداني شجره گڏ ڪري اهو ڪتاب تاليف ڪيائين. هن نسخي موجب سيد محمد مڪيءَ کي چار فرزند سيدنا شهاب الدين سهرورديءَ جي نياڻيءَ مان هئا. انهن مان بہ فرزند سيد صدرالدين ۽ سيد بدرالدين تہ جاوائي بکر ۾.

سيد بدرالدين سهرو هئو. سيد جلال سرخ بخاري سهروردي جو جنهن مان اُچ جي بخاري سادات جو نسل آهي.

سيد محمد مڪيءَ جي ٻئي فرزند سيد صدرالدين جي پٽ بدرعالم جو فرزند سيد مرتضيٰ جهونسي ۾ وڃي رهيو. منبع الانساب جو لکندڙ انهيءَ بزرگ جي پيڙهي مان آهي. انهيءَ ڪتاب جو هڪ نسخو (OR- 226) برٽش ميوزم ۾ موجود آهي.

"منبع الانساب" کان سواءِ پير حسام الدين راشدي مقدمہ حديقہ الاولياءِ ۾ جنهن ٻئي نسخي جو ذڪر ڪيو آهي. اهو 1261ھ ۾ سيد قمبر علي رضوي بکري "شجره سادات" جي نالي سان تاليف ڪيو. هيءُ مستند نسخو پڻ سيد محمد مڪي کي شيخ الشيوخ شهاب الدين السهرورديءَ جو نائي ڏيکاري ٿو. هو وڌيڪ ٻڌائي ٿو تہ حضرت شيخ شهاب الدين سهروردي جي نياڻيءَ جنهن جو نالو بي بي فاطمه آهي. تنهن جي قبر مڙس جي قبر جي اولاهين ديوار سان لڳ آهي.

پير حسام الدين "شجره سادات" کي مستند ڪتاب ڄاڻائيندي لکي ٿو تہ 1934ع ڌاري انهيءَ جو هڪ نسخو سيد مير الهورائي شاهہ روهڙي واري وٽ هو ۽ هڪ نسخو ننئي ۾ آهي. جنهن جي آخر ۾ عبارت آهي: بتاريخ بيستم شوال 1298ھ از مير حقير غلام مرتضيٰ مرتضائي.

سيد محمد شجاع، سفر حجاز ۾، شيخ شهاب الدين سُهروردي جي خدمت ۾ سندس زيارت لاءِ ويو. انهيءَ جو مريد ۽ ناني (داماد) ٿيو ۽ ان کان پوءِ سيد مڪي پنهنجي گهر واري سميت مڪي پاڪ ۾ آيو. واپسيءَ وقت مشهد مقدس ۾ بهشت نظير حضرت امام موسيٰ رضا عليه السلام جي روضي جي زيارت لاءِ آيو.

سيد محمد مڪي پنهنجي رب جي حڪم سان، بکر سنڌ ۾ وارد ٿيو ۽ اتي ئي سڪونت اختيار ڪيائين، ماڻهن کي غفلت، عصيان ۽ بي ديني کان نجات ڏياري راهہ مستقيم ڏيکاريائين ۽ بکر ۾ ئي فوت ٿي ويو. ڪيس قلعہ ارڪ ۾ دفن ڪيو ويو.

سادات بکر ۾ اڪثر ان بزرگ جي اولاد آهي. سندس فرزند بدرالدين ۽ فرزند سيد خطيب صدرالدين هرهڪ پنهنجي وقت جو ڪامل ولي الله ۽ برگزيده بزرگ ٿي گذريو آهي. سندس اولاد ۾ گهڻا ولايت ۽ ڪمال وارا ٿي گذريا آهن.

---

مٿي ڄاڻايل ٻن قلمي نسخن ”منبع الانساب“ ”شجره سادات“ ڪي سيد محمد مڪي جي پنهنجي خاندان جي فردن پنهنجون سينہ بہ سينہ روايتون شجرا ۽ دستاويز سامهون رکي لکيو. اهوئي سبب آهي جو پير حسام الدين راشدي انهن کي مستند ڄاڻائي ٿو، انهن مان هينيون گهربل ڳالهيون ملن ٿيون:

(1) سيد محمد مڪي شيخ الشيوخ سيدنا عمر بن محمد شهاب الدين السهروردي جو ناني هو نہ ڪي ڏهٽو. گذشتہ سان پيوست

(2) شيخ شهاب الدين السهروردي جي نياڻي بي بي فاطمه سڳوري جيڪا سيد محمد مڪي جي منڪوحہ هئي، تنهن جي قبر مڙس جي اولاهين ديوار سان گڏ آهي.

ان جي برعڪس سيد محمد مڪي متعلق مضبوط روايتون پڻ موجود آهن، جن ۾ ڪيس شيخ الشيوخ شهاب الدين السهرورديءَ جو ڏهٽو ثابت ڪيو ويو آهي، سندس اولاد علم جي زيور سان آراستہ رهيو، سيد بدرالدين ﷫ جي اولاد مان ويجهي زماني ۾ سيد علي اڪبر شاهہ ۽ سيد علي اصغر شاهہ جامعہ عربيہ حيدرآباد جي حوالي سان وڏو نالو ڪديو. سيد علي اصغر شاهہ جي وڏن مان محمد شاهہ جن بکر ڇڏي ميهڙ ۾ سڪونت اختيار ڪئي. سندس پوين مان سيد محمد شاهہ حسيني ﷫ فقہ ۾ نالو ڪديو. پاڻ فقہ حنفي جي بنياد تي ماڻهن کان آيل سوالن جا جواب فتوائن جي صورت ۾ جاري ڪندو هو.

انهن نيڪ سيرت بزرگن جي اولاد مان سيد انور شاهہ حيدرآباد ۾ حال حيات آهي، جنهن جي دختر نيڪ اختر سيده فرزانہ انور شاهہ بحيثيت جج پڻ عام ماڻهو ڪي انصاف جي فراهمي ۾ چڱو نالو ڪمايو آهي.

## شيخ ڪامل شيخ نوح بڪري[1]

هيءُ سنڌ جي برگزيده اولياء ڪرام مان هو. شيخ شهاب الدين سُهروردي جي اڪمل مريدن مان هو. شيخ بهاؤالدين زڪريا ملتاني، جڏهن پنهنجي مرشد شيخ شهاب الدين سهروردي

(1) لينسڊائون پل جي سکر واري شاخ جي منهن وٽ ريل جي پٽڙين جي لڳ ننڍڙي گنبذ جي اندر شيخ نوح قدس سره العزيز جي آخري آرامگاه آهي، اها ايراضي ڪنهن دور ۾ بکر جي قلعي جي هئي. هيءُ بزرگ شيخ الشيوخ سيدنا شهاب الدين البغدادي السهرورديءَ جو وڏو خليفو هو. ڄاڻل تاريخ موجب سهروردي بزرگن جي سنڌ ۾ پهرئين خلافت سکر ۾ قائم ٿي. جيڪا شيخ نوح بکريءَ جي هئي. سومرن ۽ سمن جي ڏينهن ۾ سهروردي خلافتون سيوهڻ ۽ لاڙ ۾ قائم ٿيون اهو سلسلو گجرات تائين ڦهلجندو نظر اچي ٿو.

تاريخي حوالن ۾ نوح بڪري سان گڏ شيخ الشيوخ جو لقب انهيءَ ڳالهه کي ثابت ڪري ٿو ته سندس ڪيترائي خليفا ۽ مريد اهڙا پيدا ٿي چڪا هئا. جيڪي پاڻ پنهنجي حلقن ۾ مرشدن جي حيثيت ۾ هئا ۽ سهرورديه سلسلي جي ڦهلاءَ ۾ اهم ڪردار ادا ڪري رهيا هئا. انهيءَ حقيقت کي نظر ۾ رکندي اهو چئي سگهجي ٿو ته حضرت بهاءالدين زڪريا ملتاني سهروردي کان اڳ سنڌ ۾ ان فڪر جي ڦهلاءَ ۾ شيخ نوح ﷫ ۽ سندس پوئلڳن اهم ڪردار ادا ڪري عام ماڻهو جو رجوع پاڻ ڏي ڪري ڇڏيو هو.

شيخ نوح بڪري ﷫ متعلق تاريخي ماخذ طور تحفة الڪرام ۽ حديقة الاولياء پيش ڪيا وڃن ٿا. جڏهن ته ڪجهه اڻ ڇپيل قلمي نسخا پڻ اندازاً ۽ روايتن تي ٻڌل ڳالهيون سامهون آڻن ٿا. سيد عبدالقادر جي تاليف حديقة الاولياء (1016هه نوشته شد) مان سندس هينيون احوال ملي ٿو:

ترجمو: پاڻ شيخ المشائخ ٿي گذريو آهي. پاڻ وڏو تحقيق جو صاحب شيخ الشيوخ هو. سندس نالو نوح بڪري قدس الله سره العزيز آهي. سنڌ جي مشاهير اولياء مان هو ۽ بارگاهه الاهي ۾ به مقبول اولياء الله هو. جنهن کي پنهنجي رب سان خصوصي محبت ۽ انس هو. پاڻ سيدنا برهان الصدق واليقين شيخ شهاب الدين سهروردي قدس الله سره العزيز جي هٿ تي بيعت ڪئي هئائين ۽ سندس ئي خاص مريد ۽ معتقد هو "فرشته" يعني بکر جو رهاڪو هو. تنهائي هجي يا محفل ۽ مجلس هميشه ذڪر ۽ عبادت الاهيءَ ۾ مشغول هوندو هو. سدائين ترڪ دنيا کي ترجيح ڏنائين. نقل آهي ته جنهن وقت غوث العلم شيخ بهاءالدين زڪريا ﷫ ولايت پناهه دستگاهه شيخ شهاب الدين ﷫ جي زيارت کان مشرف ٿيو ۽ سندس هٿ تي بيعت ڪيئين ته وطن واپس ورڻ وقت شيخ ڪيس فرمايو ته اسان جو هڪ پيارو مريد "فرشته سنڌ" يعني بکر ۾ آهي ان جي باري ۾ ڄاڻ حاصل ڪج ڇاڪاڻ ته انتهائي قابل ۽ هدايت ۽ ارشاد جو صاحب شخص آهي. پنهنجي هدايت جو ڏيئو به ٻاري ٿو ۽ ٻين کي هدايت ڪرڻ به ڄاڻي ٿو. ان کان صرف رهنمائي وٺڻ جي ضرورت آهي. اتي وڃي معرفت جي شمع ٻار ۽ هدايت جي نور سان بشري لاڳاپن جا سڀ ڪک ڪانا ساڙي رک ڪر. جڏهن شيخ بهاءالدين زڪريا مقتداء علم شيخ شهاب الدين سهروردي ﷫ جا اهي گفتا سندس باري ۾ ٻڌا ته سندس دل ۾ شيخ نوح بڪريءَ جي محبت ۽ عشق جي باهه ڀڙڪا کاڌا ۽ جڏهن بکر پهتو ته ڪيس معلوم ٿيو ته شيخ موصوف هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري چڪو آهي ۽ جنت الفردوس ۾ پهچي چڪو آهي. جنهن ڪري شيخ بهاءالدين وڏي حسرت سان موٽي ويو. هينئر شيخ نوح بڪري قدس الله سره جي مزار قلعه بکر ۾ آهي. الله تعاليٰ ان کي هر طرح جي خوف ۽ خطره کان محفوظ رکي. آمين"

حديقة الاولياء، تاريخ فيروزشاهي تحفة الڪرام ۽ معيار سالڪان طريقت شيخ نوح بڪري متعلق ساڳي روايت کي ٿوري گهڻي ڦيرگهير سان پيش ڪن ٿا. جڏهن ته "تجليات اسرار معاني" مصنف ميان ولي محمد سيوستاني (فارسي قلمي 1203هه) ۾ ۽ تذڪره مشاهير سنڌ ان ۾ اهو اضافو ڪن ٿا ته شيخ الشيوخ شهاب الدين السهرودي البغدادي (اول) جو نه رڳو خليفو ۽ مريد هو، بلڪ سندس عزيز به هو. وفائي صاحب تذڪره مشاهير سنڌ جلد 3 ۾ ڄاڻائي ٿو:

"مخدوم نوح (بڪري) صديقي نسل جو شيخ شهاب الدين السهرورديءَ جي نسل مان آهي. والله اعلم"

اهڙي طرح "تجليات اسرار معاني" ۾ حضرت لعل شهباز جي هڪ "دمساز رفيق"، ساٿي شيخ نوح صديقي جو ذڪر موجود آهي، تاريخ ۾ انهيءَ حقيقت لاءِ ڪافي مواد موجود آهي. ته شيخ نوح بڪري بهاءالدين زڪريا ملتاني ۽ حضرت لعل شهباز جو زمانو ساڳيو آهي. جڏهن بهاءالدين زڪريا ملتاني پنهنجي مرشد جي حڪم موجب بغداد مان فرشته بکر ۽ شيخ نوح سان ملڻ لاءِ پهتو ته هو پنهنجي حياتيءَ جا ڏينهن پورا ڪري چڪو هو. جنهن کان پوءِ هو 1210هه/1228ع ۾ قباچه جي دور ۾ ملتان وريو. ان مان مخدوم نوح بڪريءَ جي وفات جي زماني جو اندازو ٿئي ٿو.

**شيخ نوح جي اولاد مان سندس هڪ پٽ شيخ مکڻ يا شيخ مگڻ "قلندرنامه" سنڌيءَ مصنف فتح محمد صغير سيوهاڻي ۾ ٻڌايل آهي. سندس مزار قلندر لعل شهباز جي روضي مبارڪ جي اوپر ڏکڻ تي توشاخاني واري ڪمري ۾ موجود آهي. هي شيخ عثمان مروندي ﷫ سان رفاقت ڪندي سيوهڻ ۾ مقيم رهيو. سندس وفات کان پوءِ سندس مزار جو سنڀاليندڙ رهيو ۽ باقي اهل اولاد بکر ۾ خانقاهه ۽ مدرسي جي اهتمام ۾ مصروف رهيا. (ڊاڪٽر ٽالپر سنڌ جا اسلامي درسگاهه)**

ڪان رخصت وٺي روانو ٿيو، تڏهن ڪيس مرشد فرمايو ته فرشته بکر ۾ شيخ نوح جي ضرور زيارت ڪج. ليڪن قضاء الٰهي پيش آئي جو شيخ نوح شيخ بهاؤالدين جي بکر ۾ پهچڻ کان اڳ انتقال فرمائي ويو.

## حاجي منگهه

هيءُ سنڌ جو برگزيده بزرگ ۽ صاحب ولايت ڪامل ولي الله هو. ڪراچي بندر جي قريب مشهور پهاڙيءَ وٽ مدفون آهي ۽ ساري زندگي اتي ئي گذاريائين.

مخدوم عثمان عرف لعل شهباز ساڻس ملاقات ڪندو هو. سندس ڪرامت سان ڪندري نالي هڪ گرم پاڻيءَ جو چشمو ان وقت کان وٺي جاري آهي ۽ اهو چشمو پهاڙي وٽ سندس قبر جي پرسان روان آهي، جو مخدوم حاجي منگهه جي ڪرامت جو يادگار آهي.

انهيءَ چشمي ۾ بيشمار "واڳون" بطور مجاور ۽ عجائبات رهندا آهن.

اها نهايت عجيب ڳالهه آهي جو شيخ (منگهه) جي مزار جي قريب گرم پاڻي جي گذرگاهه وٽ هڪ وڏو پٿر جڙيل آهي، جو پل وانگر ڪم ڏئي رهيو آهي. ان جي هيٺان بلڪل متصل پاڻي وهڪرو ڪري رهيو آهي، جو ماٺو اهو گرم پاڻي حاصل ڪري پوءِ ٿڌو ڪن ٿا ۽ پوءِ اهو وڏيڪ نمڪيات وارو بڻجي وڃي ٿو. زائرين ۽ اهل حاجت درگاهه تي اچي قربانيون ڪن ٿا ۽ ان جو گوشت چشمي ۾ رهندڙ واڳن کي کارائين ٿا. انهن ۾ هڪ وڏي واڳونءَ جو لقب "بخ" آهي، جو انهن سيني واڳن جو وڏيرو آهي. جيڪڏهن واڳن قرباني قبول ڪئي ته اها حاجت پوري ٿيڻ جي بشارت آهي بي حالت ۾ ناڪامي.

## شيخ شرف الدين بوعلي قلندر

هيءُ اصل عراق جو هو. پليو ۽ نپنو پاڻي پَتَ ۾ هو. شمس تبريز ۽ مولانا روم سان ڪافي مجلسون ڪيون هئائين.

سندس ملفوظات ۾ مذڪور آهي ته شروعات ۾ دهلي ۾ علم جي تحصيل ۾ مشغول رهيو ۽ تقريباً ويهه سال رياضت ۾ صرف ڪيائين. پوءِ پنهنجو سمورو توجه طريقت ۽ حقيقت جي حصول ڏانهن مبذول ڪيائين. پوءِ ويهه سال عبادت ۾ بسر ڪيائين. پوءِ جذب الٰهيءَ ۾ مجذوب ٿي ويو ۽ شهر جي بازارين ۾ گهمندو ڦرندو رهندو هو. نه ڪنهن سان ڳالهائيندو هو. نه ڪنهن ڏانهن نهاريندو هو. اتفاقاً جيڪڏهن ڪنهن به شيءِ تي نظر پئجي ويندي هئس ته اها شيءِ سڙي خاڪ ٿي ويندي هئي.

سندس ملفوظات ۾ اهو به لکيل آهي ته چوندو هو ته حضور اڪرم ﷺ جن مون تي سنت معاف ڪري ڇڏي آهي ۽ آءٌ چاليهه سال پورا بغير سنت جي فرض ادا ڪندو رهيس. پوءِ مون کي حق تبارڪ و تعاليٰ فرمايو ته جيئن ته منهنجي حبيب تنهنجي مٿان سنت معاف ڪئي آهي، پوءِ مون توتان فرض به معاف ڪري ڇڏيو آهي.

هڪ دفعي سلطان محمد تغلق ڏانهس هيءُ رباعي لکي موڪلي هئي:

رباعي

ڪہ راست ڪند صورت مردي و زني
ڪہ بشڪند اين ظلم جاني وتني
ڪس نيست ڪہ استاد قضا را پرسد
از بهرچه سازي و چرامي شڪني.

ترجمو: تہ جوڙي توصورت مرد ۽ عورت جي، وري ٽوڙيو تو ان جي جان ۽ جسم کي، ڪنهن کي بہ طاقت نہ آهي جو پڇي قضا جي مالڪ کان تہ، ڇا لاءِ تو تون جوڙين ۽ وري ڇالاءِ تو تون ٽوڙين.

ڏانهس لکيائين:

رباعي

شرطست ڪہ در امر قضا دم نزني
اين نوع ڪہ تو گفتي نہ مردي نہ زني
گل راچہ مجالست ڪہ گويد بہ گلال
از بهرچہ سازي و چرا مي شڪني

ترجمو: لازم آهي توتي تہ قضا جي امر ۾ دم نہ هڻ هن قسم جي گفتگو ڪرڻ وارو نہ مرد آهي ۽ نہ عورت. مٽيءَ کي ڪهڙي مجال آهي جو ڪنير (جوڙيندڙ) کان پڇي تہ ڇا لاءِ تو تون جوڙين ۽ ڇالاءِ تو تون ٽوڙين.

هيءُ مڪتوب سلطان علاؤالدين خلجي ڏانهن لکيائين.

علاؤالدين خلجي دهليءَ جي خواجه کي هيءُ سُڌ ڏني تو تہ هڪ خواجہ سراءِ الله تعاليٰ جي هڪ فقير کي چماٽ هنئي آهي. سندس انهيءَ حرڪت تي الله تعاليٰ جو عرش جنبش ۾ اچي ويو. پوءِ جيڪڏهن ان کي سزا ڏيو ٽا تہ بهتر آهي، ورنہ دهلي تي ٻيو بادشاهہ اچي حڪومت ڪندو.

## مبارڪ خان

جواني سندس نالو هو. بوعلي قلندر جو محبوب ۽ مريد هو. سندس قبر بہ بوعلي قلندر جي پرسان آهي.

## شيخ ريحان جهنگلي

سندس اصل نالو چنيسر هو، شيخ زڪريا ملتانيءَ سان ملڻ ويو ۽ پوءِ انهيءَ جو ئي مريد ٿيو. سندس رهائش رڪن پور ۾ هئي ۽ ساڻس مخدوم لعل شهباز بہ ملاقات ڪئي هئي.

سندس فرزند هي هئا: شيخ محمد قطب ۽ شيخ دودو شهيد. اهي ٻئي ڀائر سنڌ جا نامور مشائخ ٿي گذريا آهن ۽ لعل شهباز قلندر شيخ دودو جي فاتحہ لاءِ ويو هو.

## شيخ ابوالعباس مرسي

هيءُ شيخ ابوالحسن شازليءَ جو شاگرد هو.

مذڪور آهي تہ چيائين تہ آءٌ مدينه منوره جي زيارت ۽ امير حمزه رضي الله جي مزار تي حاضري ڀرڻ جو قصد ڪيو ۽ رستي ۾ مون سان گڏ ٻيو شخص بہ رفيق ٿيو. پوءِ اميرحمزه رضي الله عنه جي مزار جي قبي ۾ ٻينا هئاسون تہ روحانيت جون برڪتون وسڻ لڳيون. پوءِ ڏٺم تہ روضي جي قريب هڪ شخص دعا ۾ مشغول آهي. پنهنجي رفيق ڪي چيم تہ هيءُ شخص ابدال آهي ۽ هاڻي هن ساعت ۾ دعا جو قبول ٿيڻ يقيني آهي. پوءِ رفيق دعا ۾ هڪ دينار طلب ڪيو ۽ مون دين ۽ دنيا جون ٻلايون ۽ دنيا جي مصيبتن ۽ آخرت جي عذاب ڪان عافيت طلب ڪئي. پوءِ جڏهن مدينه منوره جي ڀرسان آياسون تہ هڪ شخص منهنجي رفيق ڪي هڪ دينار ڏنو ۽ شيخ ابوالحسن جي نظر اسان تي پئي. منهنجي رفيق ڪي چيائين تہ اي خسيس مرد! ان وقت تون اها همت ڪري جيڪا بہ دعا گهرين ها. توڪي عطا ٿئي ها. ڇو نہ تو ابوالعباس وانگر دنيا ۽ آخرت جي عافيت طلب ڪئي، جو ڪيس ٻئي ٻلايون عطا ٿيون ۽ قطب جي رتبي تي فائز ٿيو.

## سيد احمد ڪبير

ولد جلال سرخ بخاري والد مخدوم جلال جهانيان، جيڪو سنڌ جي شهر اوچ شريف ۾ مدفون آهي.

هيءُ اصول طريقت لاءِ گهمندي ڦرندي گجرات ۾ بہ وارد ٿيو. ان ڪي ئي مسڪن بڻايائين. سندس زندگيءَ ۾ ڪيترائي مشائخ زنده رهيا ۽ فوت ٿي ويا.

گجرات شهر جي ٻاهران سندس روضو شريف آهي، جيڪو مخلوق لاءِ زيارتگاهہ آهي.

## امراة مصريه

امام يافعي، تاريخ مشائخ ۾ هڪ شيخ جي روايت بيان ٿو ڪري تہ مصر جي پسگردائي ۾ هڪ عورت هئي، جيڪا پورا ٽي سال هڪ پير تي بيٺي رهي. سياري توڙي اونهاري ۾ هڪ جاءِ تي بيٺي رهي ۽ انهن ٽنهي سالن ۾ نہ ڪجهہ کاڌائين ۽ نہ وري ڪجهہ پيتائين.

## امراة مصريه اخريٰ

امام يافعي ڪتاب روض الرياحين ۾ ذڪر ٿو ڪري تہ مصر جي نواح ۾ هڪ شخص، هڪ عورت ڪي ڏٺو جيڪا حيراني واري حالت ۾ هئي. جنهن لاءِ ٻڌايو ويو تہ اها عورت ٽيهن

سالن کان وٺي ٻن پيرن تي هڪ جاءِ تي بيٺل آهي. نہ ڪيس اُس تي اثر ڪري نہ برسات ۽ نہ سردي تي اثرڪري نہ گرمي ۽ نانگ بلاؤن سندس چوڌاري ڦرندا رهن ٿا.

## شاهہ گرديز

هيءُ مشهور خاندان سادات گرديز مان هو. گرديز ڪان ملتان ۾ آيو ۽ وقت جي مشهور ۽ نامور مشائخ مان هو. حضرت بهاؤالدين زڪريا ملتاني جو همعصر هو. ملتان ۾ فوت ٿي ويو ۽ سندس قبر بہ ملتان ۾ آهي.

مذڪور آهي تہ شاهہ گرديز ڪيتري ئي زماني تائين وفات ڪان پوءِ پنهنجي قبر مان هٿ ٻاهر ڪڍي مريدن جي بيعت ڪندو هو. اڃا تائين اهو سوراخ موجود آهي. جنهن مان پاڻ پنهنجو هٿ ٻاهر ڪڍي ماڻهن جي بيعت ڪندو هو.

## شيخ ابي احمد اندلسي

شيخ ابي العباس حرار جو چوڻ آهي تہ آءٌ پنهنجي جماعت مريدن جي سان گڏجي سندس زيارت لاءِ ويس. ڏٺم خلق جو عظيم هجوم سندس چوڌاري موجود هو. ان ۾ اندازاً پندرهن سالن جي عمر جا چار سو نوجوان ارباب ڪشف موجود هئا.

## شيخ ابي العباس حرّار

هيءُ پنهنجي وقت جي نامور مشائخ مان هو. عظيم ڪرامتن وارو رهبر هو.

## شيخ ابي العباس مريني

هيءُ شيخ ابوالعباس جو هم زمان ۽ سندس صحبتي هو.

## شيخ صفي الدين ابن منصور

شيخ ابوالحسن حرّار جو شاگرد هو. اصل مَلڪ اشرف جي وزير جو پُٽ هو. دمشق ۾ شيخ علي ڪردي کي بہ ڏٺو هئائين. سندس هڪ رسالو هو، جنهن ۾ لکيل هو تہ شيخ شهاب الدين سهروردي کي ڏٺو هئائين ۽ شيخ علي ڪردي سان ملاقات ڪئي هئائين ۽ اهو سمورو احوال شيخ علي ڪردي جي بيان ۾ مذڪور آهي.

## شيخ همن مزين

هيءُ الله تعاليٰ جي بندگي جو جذبو پيدا ڪرڻ ۽ اهل الله ۽ مشائخ ڪان فيض حاصل ڪرڻ جي ارادي سان شيخ بهاؤالدين زڪريا ملتاني جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ اهل سلوڪ ۽

صاحب خاندان ڪرامت جي زمره ۾ شامل ٿيو. شيخ نعمت الله سندس فرزند ۽ شيخ جيه سندس پوٽو هو.

## شيخ جيه

ولد شيخ نعمت الله بن شيخ همن مزين. آخري ايام ۾ شيخ الاسلام بهاؤالدين زڪريا ملتاني سان ٺٽي شهر ۾ آيو. ابن الڪه جي نالي سان سندس هڪ مريدن جي جماعت موجود هئي. انهن سوچيو تہ ملتان وڃي مرشد جي زيارت ڪرڻ ۾ ڪافي دشواري پيش اچي ٿي، مزيني سان ملڻ لاءِ سائين زڪريا ملتاني ضرور هتان گذرندو، پوءِ رستي تي ويهي رهڻ گهرجي ۽ زيارت جو اهوئي طريقو آسان آهي. پوءِ انهيءَ ڳالهہ تي متفق ٿي رات مقرر ڪيائون. پوءِ اها خبر شيخ جيہ ڪي بہ رَسي. پوءِ هو بہ مرشد جي منزل اقامت جي چوگرد پرواني وانگر ڦرندو رهيو ۽ جڏهن شيخ ڪيس ڏٺو تہ هندي زبان ۾ ڪيس فرمايائين تہ:

اي جيا مڪلي ڪون ديا

جيئن تہ لفظ ديا (ڏيؤ) هندي ۾ چراغ (ڏيئو) ڪي چوندا آهن. انهيءَ ڪري سنڌي ڪيس مڪليءَ جو ڏيئو جي لقب سان سڏيندا آهن. بهرحال شيخ جيہ ڪي بسبب شهادت الله تبارڪ و تعاليٰ جي بارگاهہ ڪان پير دست گاهي ڪلي جو شرف حاصل ٿيو.

شيخ جيہ جو والد بہ سندس شهادت ڪان پوءِ سُنت گذاري ويو، ۽ احاطہ ڪان ٻاهر اُترين پاسي ۾ مدفون آهي.

## ابوعبدالله معروف ابن مطرف اندلسي

هيءُ مڪه مڪرمه جو مجاور هو. روزانو بيت الله جا پنجاهه طواف ڪندو هو، سن 707هه ۾ فوت ٿي ويو.

مڪه معظمه جي بادشاهه بسبب انتهائي عقيدت و احترام سندس جنازي کي پاڻ ڪُلهو ڏنو هو.

سندس فوت ٿيڻ واري ڏينهن شيخ نجم الدين اصفهاني فرمايو ته مات الفقرمن الحجاز (اڄ حجاز کان فقر موڪلائي ويو).

مذڪور آهي ته شيخ ابومحمد بڪري مغربي بيان ٿو ڪري ته اسان ڇئن شخصن، زيارت ۽ حج ڪرڻ جو ارادو ڪيو. موڪلائڻ جي ارادي سان ابن مطرف جي خدمت ۾ وياسون. ابن مطرف چيو ته فلاڻي منزل ۾ پاڻي بلڪل نه آهي. اوهان کي تڪليف ۽ دشواري پيش ايندي. پر پوءِ برسات پوندي ۽ اوهان کي آساني ٿيندي. پوءِ واقعي ائين ٿيو جيئن شيخ اسان کي ٻڌايو. پوءِ اسان برسات جو پاڻي پيتو، وضو ۽ ڪجهه پاڻي ۽ ٻيو پنهنجو سامان کڻي روانا ٿياسون ۽ ٿورو اڳتي هلي ڏٺوسون ته برسات جو ڪوبه نشان نه هو.

## سلطان ولد بهاؤالدين

ولد مولوي روم، اول سيد برهان الدين محقق کان فيض حاصل ڪيو. بعد ۾ شيخ شمس الدين تبريزي جي خدمت ۾ رهيو. ڪيس پنهنجي سهري شيخ صلاح الدين سان به ڪافي عقيدت هئي. پورا يارهن سال چلپي. حسام الدين کي پنهنجي پيءُ جو قائم مقام ۽ خليفو بڻائي رکيو. ڪيترائي دفعا مولانا روم ڪيس خطاب ڪندي فرمايو ته: أنت اشبه بي خلقا و خلقاً (تو مون سان خُلق ۽ خَلق ۾ وڌيڪ مشابهت رکندڙ آهين) ۽ مولانا کي ساڻس ڏاڍو پيار ۽ محبت هئي.

مذڪور آهي ته هڪ ڏينهن مولانا ازراه نوازش فرمايو ته بهاؤالدين منهنجو هن دنيا ۾ اچڻ تنهنجي ظهور جو سبب آهي ۽ اهي سڀ ڳالهيون منهنجي اقوال ۾ آهن ۽ تنهنجي افعال ۾.

وري هڪ ڏينهن ڪيس چيائين ته دمشق وڃ ۽ پاڻ سان گڏ ڪافي زر ۽ مال کڻي وڃ ۽ اهو سڀڪجهه شمس الدين تبريز جي قدمن ۾ وجهي اُڇلاءِ ۽ سندس جتي مبارڪ جو رُخ روم ڏانهن موڙ، ۽ جڏهن تون دمشق پهچندين ته ان کي صالحيه (سراءِ) ۾ هڪ خوبصورت فرنگي ڇوڪري سان شطرنج راند ڪيڏيندي ڏسندين. اهڙي طرح جو جيڪڏهن شمس الدين تبريز راند کٽي ويندو ته فرنگي ڇوڪري کي سوڻ ونندو ۽ جيڪڏهن فرنگي ڇوڪرو راند کٽي ويندو ته شمس الدين جي رخسارن تي ڇوڪرو به چماٽون هڻندو. خبردار! هرگز بدگمان نه ٿج. اهو ڇوڪرو به اهل سلوڪ مان آهي، پر ڪيس خبر نه آهي ۽ پاڻ کي نه ٿو سڃاڻي. پوءِ جڏهن اتي پهتو ته حڪم جي تعميل ڪندي، سارو مال ۽ زر شمس الدين جي قدمن ۾ اُڇلايائين ۽ ساري جماعت سميت پنهنجو سِرُ به سندس قدمن تي رکيائين. پوءِ جڏهن ان فرنگي ڇوڪري اهو ڏٺو ته

بي ادبي سبب ڏاڍو پشيمان ٿيو ۽ معافي گهرندي مٿو اگهاڙو ڪري انڪساريءَ جو اظهار ڪيائين ۽ چيائين تہ جو ڪجهہ وٽس مال متاع موجود آهي، حاجتمند ماڻهن ۾ ورهائي ڇڏي، مگر مولانا شمس الدين ڪيس اها اجازت نہ ڏني ۽ چيائينس تہ تون هاڻي فرنگستان وڃ ۽ اتي وڃي پنهنجي عزيز اقارب کي اسلام جي دولت سان مشرف ڪر ۽ انهيءَ جماعت جو تون قطب بڻجي وڃ.

پوءِ سلطان ولد پنهنجو گهوڙو سواري لاءِ شمس الدين تبريز کي ڏنو ۽ پاڻ گهوڙي جو رڪاب پڪڙيندي پيادل روانو ٿيو ۽ ڪيس چيائين تہ تون بہ سوار ٿيءُ. عرض ڪيائين تہ بادشاهہ جي سوار هوندي غلام سوار نٿو ٿي سگهي. سفر ڪندي سلطان ولد پيادل دمشق ۾ شمس الدين تبريز جي خدمت ڪندي پهتو. مولانا شمس الدين انهيءَ گفتگو جو ذڪر ڪيو تہ مولانا روم ڏاڍو خوش ٿيو ۽ فرمايائين تہ الله تعاليٰ جلشانہ پنهنجي بخشش مان مون کي بہ شيون عطا ڪيون آهن: (1) سَرُ ۽ سِرُّ. سَرُ مولانا جي اخلاص جي راهہ ۾ فدا ڪري ڇڏيم ۽ سِرُّ بهاؤالدين ولد کي بخشيم. اگر ڪيس عمر نوح (عليہ السلام) عطا ٿئي ها ۽ ان راهہ ۾ خرچ ڪري ها تہ بہ ڪيس اهڙي سعادت نہ ملي ها، جيڪا ڪيس هن سفر ۾ ملي آهي.

مذڪور آهي تہ جڏهن مولوي روم گذاري ويو تہ ستين ڏينهن کان پوءِ چلپي حسام الدين اٿيو ۽ سڀني مريدن ۽ اصحاب کي گڏ ڪري سلطان ولد جي خدمت ۾ آيو ۽ چيائينس اسان سڀني جي اها خواهش آهي تہ اڄ اوهان پنهنجي پيءُ جي مسند تي ويهو. آءٌ اوهان جي غلاميءَ ۾ هر رڪاب تي هلندس ۽ غلاميءَ جو سمورو بار پنهنجي ڪلهن تي کڻندس. سلطان ولد ڏاڍو رُنو ۽ چيائين: الصوفي اوليٰ بخرقتہ واليتيم اخريٰ بحرقتہ (صوفي پنهنجي خرقي سان وڌيڪ موزون ۽ لائق آهي ۽ يتيم پنهنجي يتيمي جي باهہ سان بهتر آهي.)

اي حسام الدين! جهڙي طرح تون منهنجي والد جي زماني ۾ خليفہ ۽ بزرگوار هئين، اهڙي طرح اڄ بہ خليفو ۽ بزرگوار آهين.

چيائين تہ منهنجي والد سڳوري هڪ ڏينهن فرمايو تہ اي بهاؤالدين! جيڪڏهن تون چاهين ٿو تہ هميشہ بهشت ۾ رهين، تہ سڀني جو دوست ٿي رهہ، ڪنهن لاءِ بہ دل ۾ ڪينو ۽ بغض هرگز نہ رک. پوءِ هي رباعي پڙهيائين:

رباعي

پيشي طلبي ز هيچ ڪس پيش مباش
چو مرهم وموم باش چون نيش مباش
خواهي ڪہ ز هيچ بہ تو بد نرسد
بدگوئي و بد آموز و بدانديش مباش

ترجمو: جيڪڏهن تون ڪاميابي طلب ٿو ڪرين تہ ڪنهن جي بہ اڳيان اٽڪاءُ نہ بڻج، مرهم ۽ موم وانگر ٿي وڃ ۽ ايذاءُ ڏيندڙ هرگز نہ ٿيءُ. جيڪڏهن تون گهرين ٿو تہ ڪنهن کان بہ توکي تڪليف نہ رسي تہ بدڪلام، بدسلوڪ ۽ بدگمان نہ ٿيءُ.

سيني انبياء ڪرام جو اهوئي اخلاق هو، انهيءَ ڪري تمام مخلوق سندن فرمانبردار ۽ مطيع ٿي وئي.

مذڪور آهي تہ: پنهنجي وفات واري رات هيءُ بيت پڙهيائين:

بيت

امشب آنست کہ بينم شادي،

دريابم از خدائي خود آزادي

ترجمو: اج اها رات آهي جو ڏنم خوشي. وقت اچي ويو آهي هاڻي قيد کان آزادي جو.

سال 712هه ۾ فوت ٿي ويو.

## چلپي عارف

پٽ سلطان ولد ۽ شيخ صلاح الدين زرڪوب جي نياڻي مان هو. پنهنجي پيءُ جي وفات کان پوءِ سندس مسند تي متمڪن ٿيو. طالبان جي اشڪال کي رفع ڪرڻ ۽ عالمن جي تدريس ۾ وقت جو نامور بزرگ هو.

## شيخ سليمان مولہ ترڪماني

هيءُ دمشق ۾ رهندو هو. سندس جسم تي هڪ پراڻي ۽ ميري عبا ڍڪيل هوندي هئي. پنهنجي جڳهہ تان گهٽ اُٿندو هو. گهٽ ڳالهائيندوهو. چند علماء ڪرام پنهنجي جلالت ۽ بزرگي هوندي بہ ساڻس نيازمنديءَ جو سلوڪ ڪندا هئا. رمضان شريف جي مهيني ۾ ڏينهن جو ڪجهہ نہ ڪجهہ کائيندو رهندو هو. نماز هرگز نہ پڙهندو هو. پر ڪين غيب جون ڳالهيون معلوم ٿي وينديون هيون ۽ هو اهي خبرون ٻڌائيندو رهندو هو.

امام يافعي فرمائي ٿو تہ ٿي سگهي ٿو تہ هو پنهنجي حال کي لڪائڻ ۽ مخلوق کي غلط فهميءَ ۾ وجهڻ لاءِ ائين ڪندو هجي ۽ هو اهڙي جڳهہ تي نماز پڙهندو هجي، جو ڪيس ڪوبہ ڏسي نہ سگهندو هجي ۽ رمضان ۾ جو ڪجهہ وات ۾ چٻاڻڻ ۽ وجهڻ جو ڏيکاءُ هجي ۽ نڙيءَ کان هيٺ نہ لهندو هجي، چو تہ اهڙي قسم جون ڳالهيون اڪثر صوفين ۾ ڏٺيون ويون آهن. مثلاً قضيب البان موصلي ۽ شيخ ريحان وغيره.

سندس وفات جو سال 714هه آهي.

## عبدالله شامي قطب

عمادالدين عبدالرحمٰن بارسيني جي انتقال کان پوءِ قطب جو عهدو حاصل ٿيس ۽ هيءُ نبي اڪرم ﷺ جو اٺويهون قطب شمار ٿيڻ لڳو.

## ظهيرالدين عبدالرحمٰن بن علي بن بزغش

هيءُ پنهنجي پيءُ جو مريد ۽ خليفو هو. جڏهن پنهنجي والده جي پيٽ ۾ ئي هو ته شيخ شهاب الدين سهروردي پنهنجي خرقہ جو هڪ ٽڪرو ان لاءِ موڪلي ڏنو هو. جڏهن هو ڄائو ته کيس انهيءَ ٽڪري ۾ ويڙهيو ويو.

دنيا ۾ اول خرقہ اهوئي کيس پاتو ويو. پوءِ جڏهن وڏو ٿيو ته پنهنجي پيءُ جي خدمت ۾ رهي تربيت حاصل ڪيائين ۽ پنهنجي پيءُ جي حياتيءَ ۾ ئي حج ڪرڻ ويو. پوءِ عرفہ جي رات خواب ۾ ڏٺائين ته روضه نبوي ﷺ تي حاضر ٿيو آهيان ۽ سلام پيش ڪيو اتم ته حجره شريفہ کان آواز آيو ته: عليڪ السلام يا ابا النجاشي پوءِ جڏهن سندس پيءُ کي اها خبر پئي ته سندس والده کي اها خوشخبري ٻڌايائين، جنهن تي سندس والده ڏاڍي خوش ٿي ۽ چيائين ته بيشڪ مراد حاصل ٿي.

سندس وفات جو سال 716ھ آهي.

## فخرالسادات والعارفين اميرحسيني

سندس نالو حسين بن عالم بن الحسين آهي، اصل ڪزيو جو هو. ڪزيو غور علائقي جي هڪ ڳوٺ جو نالو آهي. پاڻ ڪتاب ڪنز الرموز جو مصنف آهي ۽ مشهور ائين آهي ته هيءُ بي واسطہ شيخ بهاؤالدين زڪريا ملتاني جو مريد هو. بعض ڪتابن ۾ لکيل آهي ته هيءُ شيخ رڪن الدين ابوالفتح جو مريد هو. هو پنهنجي پيءُ صدرالدين جو مريد هو، هو پنهنجي پيءُ شيخ بهاؤالدين زڪريا ملتاني جو مريد هو.

مذڪور آهي ته سندس توبهہ ڪرڻ جو سبب هيءُ آهي ته هڪ ڏينهن هو شڪار لاءِ جهنگل ۾ ويو. اتي هڪ هرڻ کي ڏٺائين. ارادو ڪيائين ان تي تير جو وار ڪريان. پوءِ هرڻ ان ڏانهن نهاري چوڻ لڳو ته اي حسيني! مون کي تير نہ هڻ توکي الله تعاليٰ جي بندگي ۽ معرفت لاءِ پيدا ڪيو ويو آهي ۽ نہ ڪہ هن ڪم لاءِ. ائين چئي هرڻ غائب ٿي ويو. ليڪن ان جي دل ۾ حق جي طلب جي باهہ شعلہ زن ٿي ۽ سموري مال متاع کان دستبردار ٿي، فقراء جي جماعت ۾ شامل ٿي ملتان ۾ اچي رسيو ۽ شيخ رڪن الدين انهيءَ جماعت جي مهماني ڪئي. شيخ رڪن الدين کي رات جو خواب ۾ حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو ته منهنجي فرزند کي انهيءَ جماعت کان ٻاهر ڪڍي وٺ ۽ کيس ڪم ۾ لڳاءِ. ٻئي ڏينهن ان کي جماعت کان ٻاهر ڪڍي مقصود ڪم ۾ لڳايائين، تانجو هو بلند مقامات تي پهچي ويو. تربيت مڪمل ڪرڻ کان پوءِ کيس خراسان واپس ٿيڻ جي اجازت ڏني وئي. پوءِ سيد صاحب هرات ۾ اچي مقيم ٿيو. پوءِ اهل هرات جي اڪثريت سندس مريد ۽ معتقد ٿي وئي ۽ اتي ئي پنهنجي زندگي پوري ڪيائين. سن 718ھ ۾ فوت ٿي ويو. قبر مصرخ هرات ۾ حضرت عبدالله بن جعفر طيار جي گنبذ کان ٻاهران آهي.

## شيخ محمود شبستري

هيءُ نامور صوفين مان هو. سندس احوال جو شاهد ڪتاب گلشن راز آهي. اميرحسيني جي منظوم سوالن جا جواب شيخ محمود شبستري ڏنا آهن، جيڪي گلشن راز ۾ موجود آهن. سندس وفات جو سن معلوم نہ آهي.

## شيخ نجم الدين عبدالله بن محمد اصفهاني

هيءُ ابوالعباس مرسيءَ جو مريد هو. ڪافي مدت تائين مڪه پاڪ جو مجاور رهيو. شروعات ۾ هڪ شيخ بلاد عجم ۾ ڪيس چيو تہ تمام جلد مصر ۾ تنهنجي ملاقات هڪ قطب سان ٿيندي. ان ڪان پوءِ قطب جي طلب ۾ هو مصر روانو ٿيو. رستي ۾ هڪ ڌاڙيلن جي ٽولي ڪيس گرفتار ڪيو ۽ ڪيس جاسوس سمجهي قيد ڪري ڇڏيائون. اتي قيد ۾ نگاهہ ڪيائين. اوچتو پير صاحب ائين اچي داخل ٿيو جيئن باز شڪار جي مٿان ايندو آهي. ڪيس آزاد ڪري چيائين تہ اي عبدالله! هاڻي روانو ٿي وڃ.

سندس چوڻ آهي تہ جڏهن آءٌ مصر ۾ پهتس تہ ٻڌم تہ شيخ ابوالعباس مرسي هتي آيو آهي. فقراء سان گڏجي آءٌ بہ سندس زيارت لاءِ ويس ۽ ڏٺم تہ اهوئي پير سائين آهي، جنهن مون کي آزاد ڪرايو هو. اها نشاني بہ ٻڌايائين جنهن جي حاضرين کي خبر نہ هئي. پوءِ سندس خدمت ۽ صحبت کي پاڻ لازمي ڪري ڇڏيم، تان جو هو فوت ٿي ويو. پوءِ سندس مرشد شاذلي جي مزار تي زيارت لاءِ ويس، ان مون کي حڪم ڏنو تہ مڪه پاڪ وڃ ۽ ان جو مجاور وڃي ٿيءُ. پوءِ نجم الدين بحڪم شيخ شاذلي مڪه ويو. ساري عمر اتي گذاريائين ۽ اتي ئي سال 721هہ ۾ فوت ٿي ويو. فضيل عياض جي قبر جي پرسان مدفون آهي.

خراسان جي اڪابرن منجهان هڪ شيخ بيان ٿو ڪري تہ آءٌ سال 703هہ ۾ حرم پاڪ ۾ سندس خدمت ۾ ويس ۽ هڪ ڏينهن مون کي چيائين تہ هيءُ حديث تو ٻڌي آهي تہ بدلاء امتي اربعون، اثني عشر في العراق و ثمانية و عشرون في الشام. چيم هائو! پر مون کي اها ڳالهہ مشڪل ٿي لڳي تہ اها جماعت صرف شام ۽ عراق ۾ ڇا لاءِ آهي. پوءِ فرمايائين تہ پاڻ سڳورن ﷺ ساري عالمَ کي ٻن حصن ۾ ورهايو آهي. هڪ اوپر وارو حصو ۽ ٻيو اولهہ وارو حصو. عراق اوپر واري حصي ۾ آهي. جنهن ۾ خراسان، هندوستان، ترڪستان ۽ ايرندي پاسي وارا سڀ شهر عراق ۾ اچي وڃن ٿا ۽ شام اولهہ طرف آهي، انهيءَ ڪري مصر ۽ اُلهندي وارا سڀ شهر شام ۾ اچي وڃن ٿا.

## شيخ نظام الدين اولياء خالدي دهلوي

سندس نالو محمد بن احمد بن علي بخاري هو. سندس لقب سلطان المشائخ هو. سندس پڙڏاڏو خواجہ علي، امام علي موسيٰ رضا عليه السلام جي اولاد مان هو. سندس ناناڻ خواجہ

عرب مان هو. اهي ٻئي بزرگ ماوراء النهر ڪان لڏي هند ۾ اچي بدايون شهر ۾ آباد ٿيا. شيخ نظام الدين بدايون ۾ ڄائو، ليڪن سندس پرورش دهليءَ ۾ ٿي. هن ديني علوم جي حصول جي دوران هڪ رات دهليءَ جي جامع مسجد ۾ بسر ڪئي. مسجد جو مؤذن، پرهه ڦٽي جو فجر جي اذان ڏيڻ لاءِ مسجد ۾ آيو ته قرآن شريف جي هيءَ آيت پڙهيائين:

الم يان للذين آمنوا أن تخشع قلوبهم لذكر الله. ترجمو : ڇا ايمان آڻڻ وارن ماڻهن لاءِ اجا اهو وقت نه آيو آهي جو سندن دليون الله جي ذڪر سان ڏجي وڃن.[1]

انهيءَ آيت ٻڌڻ سان ئي سندس طبيعت ۾ انقلاب اچي ويو. مٿس هر طرف ڪان انوار الٰهي جي برسات وسڻ لڳي. پوءِ بغير متاع راهه ۽ بغير سواري جي روانو ٿيو. شيخ فريد جي خدمت ۾ حاضر ٿي سندس مريد ٿيو. ڪانئس تربيت حاصل ڪري، منزلِ ڪمال کي پهتو. پوءِ شيخ بين ماڻهن کي ارشاد و هدايت ڪرڻ ۽ ڪمال تي پهچائڻ لاءِ ڪيس اجازت ڏئي دهلي روانو ڪيو.

شيخ فريدالدين خرقه ولايت خواجه قطب الدين بختيار ڪاڪي ڪان حاصل ڪيو ۽ ان خواجه معين الدين حسن سجزي ڪان ورتو ۽ ان خواجه عثمان هاروني ڪان ۽ ان حاجي شريف زندني ۽ ان شيخ الاسلام قطب الدين مودود چشتي رحمهم الله ڪان حاصل ڪيو.

اگرچه چيو وڃي ٿو ته شيخ فريد جي مريدن مان هو پر واضح آهي ته ستر سال ڪان وڌيڪ سندس عمر هئي. پنهنجو وقت اڪثر رياضت ۽ مجاهدن ۾ گذاريو هئائين. اڪثر روزو رکندو هو. صرف ٽن لقمن سان ئي افطار ڪندو هو.

مذڪور آهي ته هڪ پريشان شخص سندس خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين ته هڪ ڪاغذ گم ٿي ويو آهي جنهن ۾ وصوليءَ جي ڪثير رقم لکيل آهي. شيخ نظام الدين ڪيس هڪ درهم ڏنو ۽ چيائينس ته هن جو حلوو خريد ڪري فقيرن کي کاراءِ ۽ ان جو ثواب شيخ فريدالدين جي روح کي بخش. هن جڏهن حلوو خريد ڪيو ته ڏٺائين ته جنهن ڪاغذ ۾ حلوو خريد ڪيو اٿم ته اهوئي ڪاغذ آهي، جيڪو گم ٿي ويو هو.

ان قسم جي ٻي به ڪرامت آهي ته هڪ شخص ڪنهن وٽ هڪ سو دينار امانت طور رکيا هئا. ان ڪيس رسيد لکي ڏني هئي. پوءِ جڏهن امانت واپس طلب ڪرڻ وٽس ويو ته هن ڪانئس لکيل رسيد طلب ڪئي. رسيد نه هئڻ سبب هن انڪار ڪيو. پوءِ هو شخص پريشان حال شيخ بنان حمال وٽ آيو ۽ عرض ڪيائين. شيخ ڪيس چيو ته آءٌ پيرسن آهيان حلوي کي ڏاڍو پسند ڪندو آهيان. هاڻي هڪ سير حلوي جو وٺي اچ ته پوءِ دعا ڪريان. جڏهن هو حلوو خريد ڪري آيو ۽ شيخ جي آڏو رکيائين ته حلوي وارو ڪاغذ اها رسيد هئي، جيڪا ان شخص ڪان گم ٿي وئي هئي. پوءِ حلوي سميت ڪاغذ ان شخص کي موٽائي ڏنائين ۽ چيائين ته حلوو تون کاءُ ۽ ٻارن کي ورهائي ڏي ۽ ڪاغذ پنهنجي ڪم ۾ آڻ.

---

[1] الحديد: 16

شيخ نظام الدين اوليآء جي تاريخ وفات سن 725ھ آهي.

## امير خسرو دهلوي

سندس لقب يمين الدولہ آهي. سندس پيءُ امير لاچين هو.[1] بلخ هزاره ڪان هند ۾ وارد ٿيو. ڳوٺ پٽيالہ ۾ آباد ٿيو. اميرخسرو انهيءَ هنڌ پيدا ٿيو. جڏهن هيءُ پيدا ٿيو تہ سندس والد هڪ گودڙي ۾ ويڙهي هڪ مجذوب وٽ ڪڻي ويو، جيڪو سندس پاڙي ۾ رهندو هو. مجذوب چيو تہ اهڙي شخص کي آندو اٿئي جو خاقان کان بہ ٻہ قدم اڳتي وڌي ويندو. ننڍپڻ ۾ ئي سندس پيءُ فوت ٿي ويو هو. سندس مامي پرورش ڪئي، بالغ ٿيڻ ڪان پوءِ شيخ نظام الدين اوليآء جو مريد ٿيو.

هڪ ڏينهن پنهنجي شيخ جي مدح ۾ شعر چيائين، شيخ ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو. چيائينس تہ توکي ڇا ڏيان؟ عرض ڪيائين تہ ڪلام جي مناس. فرمايائينس تہ منائيءَ جو هڪ پريل ٿالھ منهنجي ڪٽ هيٺان پيل آهي، سو ڪڍي اچ پوءِ ان مان ڪجھ تقسيم ڪر ۽ ڪجھ پاڻ کاءُ. پوءِ ائين ڪيائين ڪيس مراد حاصل ٿي.

مذڪور آهي تہ نظام الدين اوليآء سان گڏ حج ۽ سير و سياحت بہ خوب ڪيائين. پنج دفعا حضور اڪرم ﷺ جن جي خواب ۾ ڪيس زيارت نصيب ٿي.

پنهنجي مرشد شيخ نظام الدين اوليآء جي اشاري سان سندس خواجہ خضر سان ملاقات ٿي. ان کي وات جي لعاب جي عنايت ڪرڻ جي التماس ڪيائين، مگر هن چيو تہ اها دولت سعدي جي حصي ۾ اچي چڪي آهي. خسرو دل شڪستہ ٿي پنهنجي مرشد کي ماجرا ٻڌائي. پوءِ پنهنجي وات جو لعاب، خسرو جي وات ۾ وڌائين تہ ان جون برڪتون ظاهر ٿيون جو 99 ڪتاب تصنيف ڪيائين ۽ سندس چوڻ آهي تہ منهنجي تصنيف ۾ چار لک شعرن کان وڌيڪ ۽ پنج لک کان گهٽ شعر آهن.

مذڪور آهي تہ شيخ نظام الدين اوليآء چوندو هو تہ هر ڪنهن شخص کي ڪنهن نہ ڪنهن شيءِ تي فخر هوندو آهي ۽ منهنجو فخر سيني جو سوز، هي ترڪ الله، يعني خسرو آهي.

امير خسرو فرمائي ٿو تہ هڪ دفعي منهنجي دل ۾ اهو خيال پيدا ٿيو تہ خسرو اميرن جو نالو آهي. ڪهڙو نہ چڱو ٿئي ها جو منهنجو نالو فقيرن جهڙو هجي ها ۽ قيامت ڏينهن مون کي فقيري واري نالي سان پڪاريو وڃي ها. اها تمنا پنهنجي شيخ اڳيان بيان ڪيائين. پوءِ هڪ وقت ۾ ڪيس شيخ چيو تہ قيامت ۾ توکي "مُحَمَّد جو ڪاسہ ليس، گداگر" سڏيندا.

مذڪور آهي تہ جوانيءَ ۾ شيخ سعدي سان ملاقات ڪئي هئائين ۽ سلطان غياث الدين بلبن جي دور حڪومت کان وٺي تغلق شاھ جي زماني تائين حيات هو. ستن بادشاهن جي خدمت ۾ رهيو هو. انهيءَ ذميداري هوندي بہ مجاهده ۾ مشغول هوندو هو.

---

[1] ڪجھ ڪتابن ۾ امير خسرو جي پيءُ جو نالو امير سيف الدين لکيل آهي.

سلطان غياث الدين تغلق شاهہ خسرو کي لکنوتي (بنگالہ) پاڻ سان گڏ وٺي ويو هو. پوءِ جڏهن واپس آيو تہ اها خبر ٻڌائين تہ سندس شيخ ۽ مرشد هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو آهي. مٿي (ڏوڙ) مٿي ۾ وجهي ۽ پنهنجو منهن ڪارو ڪري، چولو چاڪ ڪري، شيخ جي مزار تي حاضر ٿيو ۽ ليٽڙيون پائي، نوحہ ۽ زاري ڪيائين (مرشد جي وفات کان) ڇهہ مهينا پوءِ پاڻ بہ گذاري ويو. سندس فوت ٿيڻ جو سال 725هہ آهي.

## شيخ رڪن الدين

فيض الله ابوالفتح فرزند ۽ خليفہ شيخ صدرالدين قتال بن شيخ الشيوخ بهاؤالحق والدين زڪريا ملتاني رحمة الله عليه.

شروعات ۾ جڏهن هيءُ ننڍڙو هو تہ نماز جي بانگ جو وقت ٿيو. مولانا مؤذن کي طلب ڪيو تہ هو بانگ ڏئي. شيخ رڪن الدين سندس دامن پڪڙي بيهي رهيو تہ نہ ڏي. انهيءَ ڇڪتاڻ ۾ ڪجهہ وقت گذري ويو تہ شيخ الاسلام شيخ بهاؤالدين جي نظر مؤذن تي پئي تہ ڪانئس پڇيائين تہ ڇا ڳالهہ آهي. مؤذن ڪيس عرض ڪيو تہ مخدوم زاده مون کي بانگ ڏيڻ نٿو ڇڏي ۽ چوي ٿو تہ ”آءٌ نماز جي بانگ ڏيندس“ تہ شيخ کِلي ننڍڙي کي چيو تہ تون ڪيئن بانگ ڏئي سگهندين. مؤذن تہ ڇت تي چڙهي بانگ ڏيندو آهي.

پورا ٻاونجاهہ سال پنهنجي ڏاڏي جي گادي تي قائم ۽ پنهنجي صحبت سان عام ۽ خاص کي فيض رسائيندو رهيو ۽ سندس خاندان جا ڪافي فرد سندس ئي حياتي ۾ لاڏاڻو ڪري ويا.

مجمع الاخبار ۾ سندس ڪافي ملفوظات ۽ حالات درج آهن. سلطان قطب الدين بن علاؤالدين، حضرت کي دهليءَ اچڻ جي استدعا ڪئي. اصل ۾ ان کي دعوت ڏئي دهلي گهرائڻ جو مقصد نظام الدين اوليآء جي وڌندڙ اثر کي توڙڻ ۽ سندس عقيدت کي گهٽ ڪرڻ هو. شيخ نظام الدين اوليآء جڏهن حضرت جي آمد جي خبر ٻڌي تہ استقبال لاءِ شهر کان ٻاهر حوض خاص علائقي تائين نڪري آيو ۽ سلطان ملاقات ڪرڻ کان پوءِ حضرت کان پڇيو تہ مشائخ دهلي مان اول ڪهڙي شيخ اوهان جو استقبال ڪيو. فرمايائين تہ اهو شخص جيڪو هن شهر جو بهترين مشائخ جو بہ شيخ آهي. سلطان کي نظام الدين اوليآء جي باري ۾ جيڪو ڪينو هو، ان کي هڪ ئي نڪتي سان رفع ڪيائين.

پوءِ ٿي سال دهليءَ ۾ قيام ڪيائين، ان وچ ۾ شيخ نظام الدين اوليآء گذاري ويو. سندس جنازي نماز شيخ رڪن الدين پڙهائي. فرمايائين تہ منهنجي دهليءَ ۾ اچڻ جي اهائي حڪمت هئي، جو هن نعمت کي حاصل ڪيم.

مذڪور آهي تہ حضرت شيخ جو هڪ چاچو هو، جنهن جو نالو علم الدين هو. حديقة الاولياء ۾ ذڪر آهي تہ سندس ظاهري حال مقامي علمن جي تحصيل ۾ گذريو، مگر شروع جا ڪجهہ ڏينهن حسد ۾ پريل هو. چوندو هو تہ مون کي الله تعاليٰ علم ۽ فڪر جي نعمت بخشي

آهي، جنهن سبب هر صفت جو احاطو ڪري سگهان ٿو ۽ رڪن الدين انهيءَ ڪان عاجز آهي ۽ منهنجي وجود جي هئڻ سبب رڪن الدين پنهنجي پيءُ ۽ ڏاڏن جي مزارات جي توليّت ڪي رسي نٿو سگهي.

پنهنجي بعض خادمن ڪي چيائين ته رڪن الدين ڪي وڃي چئو ته صرف ائين پنهنجي سر خيالن پچائڻ جي ڪابه حيثيت نه آهي، جيستائين دهلي ۾ امتحان ڏئي اچي. جڏهن شيخ رڪن الدين اهو پيغام ٻڌو ته دهليءَ ڏانهن روانو ٿيو.

دهليءَ جي بادشاهه سلطان تغلق ڪي علم الدين سان گهرو واسطو ۽ تعلق هو. انهيءَ طرفداري سبب شيخ جي خدمت ۾ وڃڻ ڪي گوارا نه پيو ڪري. پوءِ ٻئي دهلي پهتا ۽ شيخ علم الدين سلطان تغلق وٽ هليو ويو. پوءِ شيخ رڪن الدين چيو ته تڪبر، متڪبرين وٽ ئي چڱو آهي. وڏائي، وڏائي ڪندڙن وٽ ئي بهتر آهي. پوءِ بادشاهه ڪي پنهنجي استقبال لاءِ نه ڏسي شيخ رڪن الدين، شيخ نظام الدين اولياء جي خانقاه ڏانهن هليو ويو. شيخ علم الدين اتي علماء ۽ مشائخ ڪي گڏ ڪيو ته جيئن شيخ رڪن الدين سان علمي بحث ڪيو وڃي. شيخ رڪن الدين ڪي ان تي غصّو آيو ۽ حڪم فرمايائين ته هڪ اٽيڙهيل جاهل ٻانهيءَ ڪي خريد ڪري آندو وڃي. پوءِ ائين ڪيو ويو. پوءِ ان ٻانهي ڪي بنظر ڪرامت لائق بڻائي، چاچي جي مقابلي لاءِ موڪليو ويو. اهو ٻانهو حالانڪ اٽيڙهيل هو، پر ڪامل جي نظر ۽ صحبت سبب دانشمند ٿي ويو. بحث جي شروعاتي گفتگو ۾ ئي غالب ٿي ويو. جيڪو به ڪانئس سوال پڇيو ٿي ويو ته ان جو صحيح ۽ ڪارآمد جواب ڏئي پيو. ان وچ ۾ بادشاهه هڪ مهم ڪي حل ڪرڻ لاءِ سنڌ تي چڙهائي ڪرڻ جي تياري ڪرڻ لڳو ۽ علم الدين ڪي موڪلي ڇڏيائين ۽ باقي اڳوڻي بغض جي آثار تي، شيخ رڪن الدين ڪي نه ڇڏيائين ۽ چيائين ته جيستائين باغين ڪي سزا ڏئي موٽي اچان ته اوهين اتي هجو. شيخ جڏهن اها ڳالهه ٻڌي ته چيائين ته ڪيس اها خبر نه آهي ته تيستائين پاڻ به سلامت رهندو يا نه؟ انهن لفظن جي خبر بادشاهه ڪي به پئي. پوءِ ٿوري ئي وقت ۾ سنڌ ڏانهن روانو ٿيو ۽ اتي بندوبست ڪري تمام جلد واپس آيو ۽ شهر ڪان ٻاهر پنهنجي محل ۾ منزل ڪيائين ۽ سمورا مشائخ ۽ معزز شخص سندس استقبال لاءِ ويا ۽ شيخ رڪن الدين ڪي شيخ حاتم، جيڪو حضرت رڪن الدين جي خادمن مان هو، استقبال لاءِ وٺي ويو. سلطان سيني مشائخن ۽ بزرگن جي دعوت ڪئي هئي، جڏهن سمورا بزرگ دسترخوان تي طعام کائڻ وينا ته سلطان طنز طور چيو ته بعض ڪرامت فروش ماڻهو ڪنهن جي سلامت اچڻ ۾ ڊاڙون هڻن ٿا، ليڪن ڪين پنهنجي خبر ئي ڪونهي ته خود دائمي قيد ۾ قيد آهن. شيخ رڪن الدين اهو طعنو پنهنجي ذات ڏانهن محسوس ڪري. ڪاڏي ڪان ان مهل ئي هٿ ڪڍي ڪاوڙ ڪان اٿ ۾ ئي اٿي نڪري ويو. پوءِ سلطان جو پٽ نالي محمد جڏهن شيخ ڪي ڪاوڙ ۾ ڏٺو ته يڪدم پاڻي جو لوٽو پري شيخ وٽ پهتو ته جيئن شيخ ڪي هٿ ڌوئاريان پر جيئن پاڻي جو ڪنرو شيخ سندس هٿ ۾ ڏنو،

ڪانئس وٽي هٿ ڏوئڻ لڳو ۽ پنهنجا هٿ ڌوئڻ وقت ڪرامتي زبان سان چوڻ لڳو تہ تغلق جو وجود هن جهان ۾ ۽ هُن جهان ٻنهي ۾ ڏوئي ڇڏيم ۽ سلطنت تي محمد کي ويهاريم ۽ ٻنهي جهانن جي مراد حاصل ڪيم ۽ ان وقت سندس خاص خادم شيخ حاتم، ڪيس عرض ڪيو تہ سلطان کي اُچ جي درويش شيخ جمال جي پُٽ آهي. چيائين اول جمال ان ڪان پوءِ تغلق، اتفاقاً ان وقت هو اُچ ۾ هو. چيائين تہ منهنجي پير دستگير مون کي ڪُنو آهي پوءِ ساهہ نڪري ويس ۽ تغلق محل ڏانهن آيو تہ ڏنائين تہ محمد تخت تي وينو آهي ۽ وري جڏهن شيخ رڪن الدين سفر ڪان موٽي ملتان آيو تہ سندس چاچي علم الدين شهر جو دروازو بند ڪرائي ڇڏيو تہ جيئن داخل نہ ٿئي. جڏهن شيخ اهو ٻڌو تہ چيائين اجا تائين اهو بس نہ ٿو ڪري. اندروني آتش ڪيس اجا تائين ساڙي ٿي، انهيءَ ئي گهڙي موت جو مزو چکيائين ۽ نتيجو ڏنائين.

اُنهيءَ ڪان پوءِ چيائين تہ وڏن جا جيڪي بہ ڪتاب آهن، سي سندس آڏو جمع ڪري ڪين باهہ ڏيو. انهن کي باهہ ڏني وئي تہ اهي سڙي رک جو ڍير ٿي ويا. مذڪور آهي تہ هڪ ڏينهن انهيءَ رک جي ڍير تي شيخ جي نظر پئي تہ چيائين: ڪکن پوشاڪ ڍَڪي آهي. ان ڪان پوءِ شهر ۾ ۽ ان جي پسگردائي ۾ هر علم جي ڪتاب جي جنهن بہ ضرورتمند کي ڪتاب جي ضرورت پوندي هئي، شيخ جي خدمت ۾ اهو اچي عرض ڪندو هو تہ شيخ ڪيس چوندو هو، هن ڍير ۾ هٿ داخل ڪري ڪڍي وٺ. پوءِ اهو شخص رک جي ڍير ۾ هٿ وجهي حسب منشا ڪتاب حاصل ڪندو هو.

سندس فوت ٿيڻ جو سال 734هہ آهي.

## شيخ حاتم يا حاڪم

سندس نالي ۾ اختلاف آهي، ۽ هيءُ شيخ رڪن الدين ملتانيءَ جو خادم خاص هو. شيخ رڪن الدين ڪان پوءِ، شيخ اسماعيل شهيد، پنهنجي پيءُ ۽ ڏاڏي جي گاديءَ تي وينو. پوءِ شيخ صدرالدين ثاني ولد شيخ اسماعيل شهيد پنهنجي وڏن جي درگاهہ جو متولي ٿيو ۽ شيخ الاسلام مرجع اهل الله پنهنجي وڏن جي نقش قدم تي هلي حياتي گذاري.

پوءِ شيخ رڪن الدين ثاني ولد شيخ صدرالدين ثاني. پوءِ شيخ اسماعيل جو فرزند شيخ يوسف ٿيو ۽ شيخ الاسلام وڏن جي مزارات ۽ ارشادات جو متولي رهيو.

## شيخ صفي الحق و الدّينُ ابوالفتح اسحاق اردبيلي

هيءُ امام موسيٰ ڪاظم عليه السلام جي اولاد هو. جڏهن سندس دل ۾ الله تعاليٰ جي محبت جو جذبو پيدا ٿيو تہ مرشد جي طلب ۾ تڪيو ۽ پنهنجي پاءُ صلاح الدين جي ملاقات جي بهاني سان شيراز ۾ آيو ۽ شيخ عبدالله خفيف جي خانقاهہ ۾ مقيم ٿيو. سندس پاءُ ڪافي ڪوشش ڪئي تہ سندس گهر هلي مگر هر هرگز نہ ويو. انهيءَ ئي شهر ۾ شيخ سعدي ۽ ٻين ڪيترن ئي اولياءِ ڪرام

سان صحبتون ڪيائين ۽ آخر اميرعبد الله فارسي ۽ شيخ محمد زاهد جيلانيءَ جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ اتي رياضت ۽ مجاهده شروع ڪيائين. ايتريقدر جو مهيني ۾ صرف ڪاڌي جو هڪ ٽڪر ۽ مختصر پاڻي پيئڻ کان وڌيڪ هرگز نہ واپرائيندو هو. پوءِ ٿوري ئي وقت ۾ ڪاميابيءَ جي منزل ماڻي ويو. ڪيس شيخ حڪم فرمايو تہ اردبيل ۾ سالڪن کي وجي تلقين ڪر. هن ائين ڪيو ٿورڙي ئي وقت ۾ سندس معتقدين جو تعداد بيشمار ٿي ويو. هڪ ڏينهن امير نگران ڪانئس پڇيو تہ اوهان جا مريد وڌيڪ آهن يا ايران جو لشڪر. فرمايائين تہ ايران ۾ هڪ تنها لشڪر جي مقابلي ۾ منهنجا هڪ سو فرد ارادتمند آهن. صفوة الصفا ۾ پيرمحمد کان مذڪور آهي تہ هڪ ڏينهن اندازاً اٺن هزارن ماڻهن سندس هٿ تي توبهہ ڪئي ۽ مريدَ ٿي ڪانئس سلوڪ جو سبق ورتائون.

مولانا عبداللطيف، جيڪو مسجد جو پيش امام بہ هو بيان ٿو ڪري تہ هڪ شيخ فرمايو تہ هن وقت منهنجا ٻہ هزار مريد ڪماليت جي درجي کي پهچي چڪا آهن. هاڻي ڪين ڪوبہ خوف خطرو نہ آهي.

قريباً ٽيهہ سال پنهنجي فيض ۽ ڪماليت کان الله جي مخلوق کي مستفيض ڪندو رهيو ۽ سنہ......... [1] ۾ منصب ولايت عهد ارشاد خود صدرالملت والدّين متي ڄاٽايل موسيٰ رحمه الله کي وجي رسيو.

## امير خرد وابڪني

سندس نالو امير حسين هو. خواجہ محمود انجير فغنوي جو پهريون خليفو هو. پنهنجي وقت جو ڪامل بزرگ هو. سندس قبر وابڪني جي رستي تي آهي.

## امير حسن

عرف مير ڪلان ۽ امير خرد جو ڀاءُ هو. هيءُ خواجہ محمود جي مريدن مان هو. ليڪن خلافت سندس ڀاءُ امير خرد کي ملي.

## خواجہ علي ارغنداني

هيءُ امير خرد جو خليفو هو، سندس قبر ويهہ ارغندان، ڳوٺ زنداني ۾ آهي جو بخارا کان پنج ميل پنڌ تي آهي.

## خواجہ علي رامتيني

محمود الخير فغنوي جي خليفن مان هيءُ ٻيو نمبر خليفو هو. سندس لقب عزيزان هو. نسبت خواجہ بهاؤالدين خلفاء خواجہ محمود منجهان ٻن واسطن سان ان سان ملي ٿي.

ڪپڙي اُڻڻ جي صنعت ۾ مشغول هوندو هو. الله رب العزت جي معرفت ۾ ڪمال درجي کي پهتل هو. مولانا جمال رومي پنهنجي غزليات جي هن بيت ۾ هن جي طرف ئي اشارو ڪيو آهي.

[1] متن ۾ سن ڄاٽايل ناهي

بيت

گر نہ علم حال فوق قال بودي ڪي شدي
بنده اعيان بخارا خواجہ نساج را

ترجمو : جيڪڏهن علم حال، علم قال کان بلند نہ هجي ها تہ بخارا جي اعيان بزرگ خواجہ نساج جا خادم ڪيئن بڻجي سگهون ها.

سندس ولادت بخارا جي هڪ وڏي ڳوٺ رامتين ۾ ٿي. جيڪو ڳوٺ بخارا کان ٻن ميلن جي پنڌ تي چند حصن تي مشتمل آهي ۽ سندس قبر خوارزم ۾ آهي.

سندس وفات سن 719ھ ۾ ٿي. سندس عمر 120 سال هئي ڪيس ٻہ فرزند هئا.

(1) خواجہ خورد : حضرت عزيزان جو وڏو فرزند، سندس نالو خواجہ محمد هو. پنهنجي والد صاحب جي حياتي ۾ 80 سال جي عمر کي پهتو هو. پنهنجي پيءُ جي وفات کان پوءِ بہ 19 سال حيات هو. سال 719ھ ۾ گذاري ويو.

(2) خواجہ ابراهيم : حضرت عزيزان جو ننڍو فرزند هو. جڏهن حضرت عزيزان جي وفات جو وقت ويجهو آيو تہ خواجہ ابراهيم کي اجازت ارشاد ڏنائين. بعض مريدن کي خيال ٿيو تہ ان ۾ ڪهڙي حڪمت آهي، جو وڏي فرزند هوندي بہ ننڍي فرزند کي ارشاد جي اجازت ڏني وئي آهي. خواجہ کي جڏهن ان ڳالھ جي خبر پئي تہ فرمايائين : خرد اسان کان پوءِ ٿورو وقت رهندو ۽ جلد اچي اسان سان ملندو.

## خواجہ ڪلاھ دوز

هيءُ حضرت عزيزان جي اڪابر مريدن منجهان هو، سندس خليفو بہ هو. سندس قبر خوارزم ۾ آهي.

## خواجہ محمد حلاج

هيءُ بہ حضرت عزيزان جو مريد ۽ خليفو هو. سندس قبر بلخ علائقي ۾ آهي.

## خواجہ محمد باوردي

هيءُ بہ حضرت عزيزان جو مريد ۽ خليفو هو. سندس قبر خوارزم ۾ آهي.

## خواجہ محمد بابا سماسي

حضرت عزيزان کي 4 ڪامل خليفا هئا. هرهڪ خليفي جو نالو محمد هو. بابا سماسي انهن چئن خليفن مان آخري خليفو هو. سندس جمڻ جي جاءِ ڳوٺ سماسي هئي، جيڪو راميتن جي ڳوٺن مان هڪ ڳوٺ هو. رامتين کان هڪ ميل ۽ بخارا کان ٽي شرعي ميل پنڌ تي هو. سندس قبر بہ اتي ئي آهي.

مذڪور آهي تہ جڏهن عزيزان جي وفات جو وقت ويجهو آيو تہ خواجہ محمد بابا ڪي پنهنجي مريدن جو رهنما بڻايائين ۽ سيني کي سندس متابعت ڪرڻ جي وصيت فرمايائين.

خواجہ بهاؤالدين کي پنهنجي فرزندي ۾ قبول فرمايو هئائون. خواجہ بهاؤالدين جي ولادت کان اڳ هندو ان جي محلي مان حضرت عزيزان وٽان لنگهندا هئا ۽ چوندا هئا تہ هن محلي جي مٽيءَ مان هڪ مرد ڪامل جي خوشبو ٿي اچي. تمام جلد هندن جو محلو، عارفن جو محلو ٿيندو. هڪ دفعي انهيءَ جڳهہ تان آخري دفعو لنگهيا تہ چيائون تہ هاڻي اها خوشبوءِ تمام وڌي وئي آهي. شايد اهو مرد ڪامل وجود ۾ اچي ويو آهي. ٽن ڏينهن کان پوءِ انهيءَ ٻار کي سندس ڏاڏو عزيزان جي خدمت ۾ ڪٺي آيو. فرمايائون تہ هيءُ اسان جو فرزند آهي، اسان ڪيس قبول ڪيو آهي ۽ پنهنجي مريدن کي چيائون تہ هيءُ اهوئي مرد آهي، جنهن جي خوشبوءِ ايندي هئي. زماني جو ڪامل رهبر ٿيندو ۽ امير ڪلان کي فرمايائون تہ منهنجي فرزند بهاؤالدين جي پرورش تربيت ۽ شفقت ۾ ڪا ڪوتاهي نہ ڪج. جيڪڏهن ان ۾ تو ڪو قصور ڪيو تہ آءٌ هرگز توکي معاف نہ ڪندس. امير ڪلان پنهنجي سيني تي هٿ هڻي چيو تہ آءٌ مرد نہ آهيان جيڪڏهن هن ۾ ڪوتاهي ڪيم.

خواجہ محمد بابا سماسي کي بہ چار خليفا هئا. اهي سيئي ڪامل ۽ فاضل هئا ۽ صادقين ۽ سالڪين جي دعوت حق، ارشاد ۽ تربيت ۾ مشغول هوندا هئا.

## خواجہ سوخاري

هيءُ خواجہ محمد بابا جي خليفن مان آهي. سندس قبر ڳوٺ سوخار ۾ آهي ۽ هيءُ ڳوٺ بخارا شهر کان ٻن ميلن جي پنڌ تي آهي.

## خواجہ محمود سماسي

هيءُ خواجہ محمد بابا جو فرزند ۽ سندس خلفاء مان آهي.

## مولانا داشمند علي

هيءُ بابا سماسيءَ جي خليفن مان برگزيده خليفو هو. سندس ولادت ۽ وفات سوخار ڳوٺ ۾ ٿي ۽ داش گيري (ڪنيارڪو ڪم) ڪندو هو. بخارا جي ٻوليءَ ۾ (داش گر) ڪنير کي چيو ويندو آهي.

سندس والده جو بيان آهي تہ جڏهن هو منهنجي پيٽ ۾ هو تہ ان وقت جيڪڏهن منهنجي ڪاڌي ۾ ڪو شبہ وارو لقمہ اچي ويندو هو تہ مون کي پيٽ ۾ دردناڪ سور پوندو هو. آخر سبب معلوم ڪرڻ کان پوءِ ان کي ترڪ ڪري ڇڏيندي هيس.

مذڪور آهي تہ هو پنهنجي جوانيءَ جي وقت ۾ ڪُشتي وڙهڻ (ملهہ) ۾ مشهور هو. هڪ دفعي دنگل ۾ ڪُشتي وڙهي رهيو هو تہ هڪ شخص سندس حال کي ڏسي نفرت جي نظر

سان چوڻ لڳو تہ هن سيّد زاده شريف کي اهڙو ذلت وارو ڏنڊو نہ ٿو جڳائي، جو اهڙي لباس ۾ آهي، جيڪو ڪمتر ماڻهو پائيندا آهن. پوءِ انهيءَ شخص کي ان حال ۾ ئي جهوٽو ونئي ويو. انهيءَ دوران ڏنائين تہ قيامت قائم ٿي چڪي آهي ۽ هو سيني دوستن سميت پيٽ پر نهايت سخت تڪليف سان رڙهندو ٿو وڃي. اوچتو امير آيو، جنهن ڪيس ٻنهي ٻازن کان ونئي ڪڍي ٻاهر ڪڍيو. پوءِ آسانيءَ سان هلڻ لڳو. جڏهن جهوٽي مان سجاڳ ٿيو تہ امير ان ڏانهن متوجه ٿي فرمايو تہ زور آزمائي، انهيءَ ئي ڏينهن لاءِ آهي.

مذڪور آهي تہ هڪ ڏينهن خواجہ محمد بابا مَلهہ وڙهڻ واري ميدان جي ڪناري وٽان لنگهيو تہ پهلوان مَلهہ وڙهي رهيا هئا. اهو ڏسي خواجہ بيهي رهيو تہ بعض مريدن جي دل ۾ اهو خيال پيدا ٿيو تہ ڪهڙو سبب آهي جو حضرت خواجہ انهن گمراهن ڏانهن متوجه ٿيو آهي. خواجہ صاحب جي تہ جستجو واري نظر هئي. فرمايائين تہ هن دنگل ۾ هڪ ڪامل مرد بہ آهي، جنهن جي صحبت سان ڪافي ماڻهو درجي ڪماليت کي رسندا اسان جي نظر انهيءَ تي آهي، چاهيان ٿو تہ ڪيس سڏ ڪريان. انهيءَ دوران امير جي نظر مٿن پئجي وئي انهن جي نظر جي جذبي امير تي اثر ڪيو ۽ جڏهن هو روانا ٿيا تہ بي اختيار سندن ڪڍ لڳو ۽ ڪين پهتو ۽ وري دنگل جي ميدان ڏانهن هرگز واپس نہ وريو. پورا ويهہ سال نہ دنگل ڏنائين ۽ نہ وري بازار ڏنائين ۽ پنهنجي شيخ جي خدمت ۾ رهيو ۽ منزل مقصود حاصل ڪيائين.

حضرت امير کي چار فرزند هئا ۽ چارئي پڻ خليفا هئا ۽ پنهنجي هرهڪ فرزند کي هرهڪ خليفي جي حوالي ڪري ڇڏيائين.

## امير برهان

هيءُ امير ڪلان جو پهريون فرزند هو. امير ڪيترائي دفعا هن جي شان ۾ فرمائيندو هو تہ منهنجو هيءُ فرزند خواجہ بهاؤالدين جي مريدن ۾ خاص حيثيت وارو آهي. سندس پيءُ هن جي تربيت لاءِ ڪيس خواجہ جي حوالي ڪري ڇڏيو هو.

## امير حمزه

هيءُ امير ڪلان جو ٻيو نمبر فرزند هو. پنهنجي پيءُ جو مٿس نالو رکيو هئائين. ڪيس نالي سان هرگز نہ سڏيندو هو، بلڪ "منهنجا پيءُ" ڪري خطاب ڪندو هئس. ڪانئس عظيم ڪرامتون صادر ٿينديون هيون. انهن مان بعض جو تذڪره ڪتاب "مقامات امير ڪلان" ۾ درج آهي، جيڪو امير حمزه جي پوٽي جو تاليف ڪيل آهي. امير حمزه جو خرقو صادق هو. سندس پيءُ تربيت لاءِ ڪيس مولانا عارف ديڪ ڪراني جي حوالي ڪيو ويو هو.

مولانا عارف نقل ٿو ڪري تہ انهيءَ چيو تہ جيڪڏهن دوستي ۾ چاهين تہ توهان جو بار کڻان تہ اهو ڏاڍو مشڪل ۽ دشوار آهي ۽ جيڪڏهن اهڙو يار چاهين ٿو، جنهن جو اوهان بار کڻو تہ سارو جهان تنهنجو دوست ٿي ويندو. سندس وفات جو سال 808ھ آهي. پيءُ جي وفات کان پوءِ سندس قائم مقام ٿيو. ڪيس چار خليفا هئا.

## مولانا حسام الدين شاشي

هيءَ امير حمزه جو خليفو اول هو. مولانا حميدالدين شاشيءَ جو فرزند هو. بخارا جي اڪابر علماء مان هو. خواجہ بهاؤالدين جي وقت ۾ هو. ان جي وقت جي سيني مشائخ ۾ ارادت ۽ اخلاص رکندڙ هو. مولانا حسام الدين اول شيخ محمد سونجي جو مريد ٿيو. اڪابر مشائخ مان هو. بعد ۾ امير جو ارادتمند ٿيو.

منقول آهي تہ مولانا حميدالدين ڪي سندس وفات وقت ڏاڍي تشويش ٿي. پوءِ سندس فرزند حسام الدين ڪانئس پڇيو تہ ڇا سبب آهي؟ چيائين تہ آءٌ قلب سليم تو ڳوليان. مگر نہ ٿو لهان. چيائينس تہ ٿوري دير لاءِ مون ڏانهن ڌيان فرماءِ، ٿوري دير کان پوءِ ڪيس باطن ۾ اطمينان ٿيو ۽ چيائينس تہ اي پُٽ! جزاڪ الله خيراً. مون پنهنجي عمر بہ انهيءَ طريقي تي گذاري ۽ هاڻي مون ڪي اها حسرت نہ آهي تہ مون اها عمر اجائي وڃائي، پر انهيءَ ئي طريقي جي برڪت سان پنهنجو صالح ۽ باجميعت فرزند ڇڏي لاڏاڻو ڪري ٿو وڃان.

## مولانا ڪمال الدين ميداني

هيءَ اميرحمزه جو ٻيو نمبر خليفو هو. ميدان ڳوٺ جو رهاڪو هو. ميدان ڳوٺ سمرقند ولايت جي پسگردائي ۾ ديهہ قصبہ ڪوفين ۾ هڪ ننڍو ڳوٺ آهي.

## اميرخورد ۽ امير بزرگ

هي ٻئي امير حمزه جا ٽيون نمبر ۽ چوٿون نمبر خليفا هئا. ٻئي امير برهان جا فرزند هئا ۽ امير برهان اميرحمزه جو وڏو پاءُ هو.

## بابا شيخ مبارڪ بخاري

هيءَ اميرحمزه جي اڪابر مريدن مان هو، بعض ڪيس امير ڪلان جي مريدن ۾ شمار ٿا ڪن، پر اهو شيخ مبارڪ ڪرميتني هو، جنهن ڪي امير ڪلان جي مريدن جي ذڪر ۾ آندو ويو هو.

خواجہ محمد پارسا بابا جي زيارت لاءِ گهڻو ويندو هو

مذڪور آهي تہ هڪ ڏينهن بابا شيخ مبارڪ، حضرت محمد پارسا جي گهر آيو. حضرت خواجہ ڪيس حضرت ابوالنصر جي فاتحہ لاءِ عرض ڪيو. بابا فاتحہ شروع ڪئي. فاتحہ پڙهڻ جي دوران هو گهر ڪان هڪدم ٻاهر نڪري ويو. گهر ڪان ٻاهر ئي فاتحہ جو ختم ڪيائون. پوءِ حاضرين ان جو سبب پڇيو تہ چيائين گهر ۾ اندر فاتحہ پڙهڻ وقت آسمان ڪان ملائڪن جو هڪ وڏو ميڙ نازل ٿي شريڪ ٿيو، جنهن ڪري مون لاءِ جڳهہ تنگ ٿي وئي، لاچار پوءِ ٻاهر آيس ۽ ٻاهرئي ختم ڪيم.

اها ڳالھ ڪئي پئي وڃي تہ اميرحمزه کي پنهنجي عزيزن ڪانسواءِ ٻيا بہ ڪيترائي صاحب ڪمال مريد هئا، جهڙوڪ عمر سوزنگر بخاري، شيخ احمد خوارزمي، مولانا عطاء الله سمرقندي، خواجہ محمود حموي، مولانا حميدالدين ڪرمتيني، مولانا نورالدين ڪرمتيني، مولانا سيد احمد ڪرمتيني، شيخ حسن نسفي، شيخ تاج الدين نسفي ۽ شيخ علي خواجہ نسفي.

جيئن تہ هرهڪ جو جدا جدا ذڪر نٿو ڪري سگهجي، انهيءَ ڪري تبرڪ طور سندس نالا بيان ڪيا ويا آهن.

## امير شاھ

هيءُ اميرڪلال جو ٽيون فرزند هو. هيءُ صحرا منجهان ضرورت جيترو ڪلرانو لوڻ آڻي وڪڻي روزمره جو خرچ پورو ڪندو هو. سندس پيءُ تربيت لاءِ ڪيس شيخ يادگار جي حوالي ڪيو ۽ امير جو خليفو پڻ ٿيو.

## امير عمر

هيءُ اميرڪلال جو چوٿون نمبر پٽ هو. سندس پيءُ تربيت لاءِ ڪيس شيخ جمال الدين دهستاني جي حوالي ڪيو هو. سندس ئي خليفو ٿيو. هو پنهنجي وقت جو اڪثر حصو احتساب ۽ امربالمعروف ۽ نهي عن المنڪر ۾ گذاريندو هو.

## مولانا عارف ديڪ ڪراني

حضرت اميرڪلال جي چئن خليفن ۾ هيءُ سندس ٻيو نمبر خليفو هو. سندس مدفن، هزاره جي هڪ ڳوٺ، جيڪو "ڪوهڪ" دريا جي ڪناري تي آهي ۽ بخارا شهر کان هيءُ ڳوٺ نون شرعي ميلن جي پنڌ تي آهي. اميرڪلال جو فرمان آهي تہ منهنجي مريدن ۾ خواجہ بهاؤالدين ۽ مولانا عارف جهڙو ڪوبہ مريد نہ آهي.

سندس چوڻ آهي تہ دوزخ ۽ بهشت جي حصول جو مالڪ پاڻ بنده آهي. جيڪڏهن سندس اعمال خراب آهن تہ سندس لاءِ دوزخ آهي، جيڪڏهن اعمال سندس چڱا آهن تہ بهشت جو وارث آهي.

## مولانا درويش ادرسڪني

هيءُ امير خورد جي مريدن مان هو. مولانا عارف ديڪ ڪرانيءَ سان سندس مائٽي هئي. هميشہ ذڪر جهري ۾ مشغول هوندو هو. هڪ دفعي مولانا عارف وٽس ويو. ڪيس ذڪر جهري ڪرڻ کان منع ڪيائين، مگر هن انهيءَ ڳالھ ڏانهن ڪوبہ توجہ نہ ڏنو ۽ برابر ذڪر جهري ڪندو رهيو. آخر بذريعہ ڪرامات ڪيس ان جي ممانعت معلوم ٿي تہ پوءِ ذڪر جهر ڪرڻ بند ڪري ڇڏيائين.

## مولانا اميراشرف بخاري

هيءُ مولانا عارف ديڪ ڪراني جو خاص خليفو هو. مولانا جي انتقال کان پوءِ سندس مسند تي وينو ۽ طالبن جي رهبري شروع ڪيائين.

## اميراختيارالدين ديڪ ڪراني

هيءُ مولانا عارف ديڪ ڪراني جو پڻ خليفو هو. سندس وفات کان پوءِ مريدن کي ارشاد ڪرڻ جي مسند تي وينو.

## شيخ يادگار ڪن سروني

هيءُ اميرڪلال جو ٽيون نمبر خليفو هو. ڪن سروني ڳوٺ جو رهندڙ هو. هيءُ ڳوٺ بخارا شهر کان ٻن ميلن جي پنڌ تي واقع هو. امير ڪلال پنهنجي پُٽ امير شاھ جي تربيت هن جي حوالي ڪئي هئي ۽ هن امير شاھ کي عالي مقام تي رسايو.

## شيخ جمال الدين دهستاني

هيءُ امير ڪلال جو چوٿون نمبر خليفو هو. حضرت مربيءُ امير عمر جي فرموده موجب هيءُ امير جو چوٿون نمبر فرزند هو.

## شيخ محمد حفيظ

هيءُ اميرڪلال جي خاص مريدن مان هو.

آخر "مقامات امير ڪلال" ۾ ذڪر آهي ته جڏهن ٻيا سڀ دنيا منجهان لاڏاڻو ڪري ويا ته سيئي مريد شيخ محمد حفيظ جي گهر ۾ اچي گڏ ٿيا ۽ چيائون ته اڄ امير جي جاءِ تي اوهان آهيو، چيائين ته ان جي معنيٰ ته اوهين مون کي ٽا طلب ڪريو حالانڪ سندس فرزند امير حمزه وٽ اوهان کي وڃڻ کپي. پوءِ سيئي مريد امير حمزه وٽ ويا ۽ ان جي خدمت ۽ مريدي اختيار ڪيائون.

## امير ڪلال واشي

هيءُ اميرڪلال جي خاص مريدن مان ۽ واش ڳوٺ جو رهندڙ هو. هي ڳوٺ بخارا شهر کان پري ٽن ميلن جي پنڌ تي واقع آهي ۽ امير ڪلال کان پوءِ هن ئي مريدن ۽ طالبن جي تربيت شروع ڪئي هئي.

خواجه علاؤالدين غجدواني، خواجه بهاؤالدين وٽ وڃڻ کان اڳ، ڪانئن ئي ذڪر جي تعليم وٺندو هو. خواجه علاؤالدين بيان ٿو ڪري ته آءٌ نون سالن جو هئس ته اميرڪلال واشيءُ جي خدمت ۾ حاضر ٿيس. مون کي ذڪر خفيءُ ۾ مشغول ڪيائين ۽ فرمايائين ته: اهڙي طرح ان ۾ مشغول رهه جو تنهنجي ساٿين کي به خبر نه رهي پر جيڪڏهن تون سمجهين ته ماڻهن کي خبر پئجي وئي آهي ته ان ۾ اضافو ۽ پاڻ ۾ جرائت پيدا ڪر ۽ پنهنجي ڌُن ۾ مشغول رهه. پوءِ ڪجھ وقت ائين ڪندو رهيس ۽ رياضتون به تمام گهڻيون ڪيم. انهيءَ ڪري جسم ۾ لاغري

۽ ضعف پيدا ٿي پيو. اهو حال ڏسي منهنجي والده مون کان سبب پڇيو. پوءِ چيائين ته جيڪڏهن نٿو باز اچين ته منهنجو کير توکي حلال نه آهي پوءِ لاچار ٿيس ۽ والده کي چيم ته چا ڪريان، منهنجي امڙ پوءِ مون کي چيو ته هن طريقي سان مشغول رهه. پوءِ نهايت پريشاني واري حالت ۾ امير کي احوال ڪيم جنهن فرمايو ته ان والده کي به اجازت ڏني سون. هڪ ڏينهن منهنجو پاءُ ڪنهن ڪم سان جهنگل ڏانهن ويل هو. امڙ مون کي سڏيو. آءٌ وٽس ويس پوءِ مون کي چيائين ته ٿانوَ کي پاڪ ڪري پاڻيءَ کي گرم ڪر. مون ائين ڪيو. پوءِ پاڪائي ڪيائين ۽ ٻه رڪعتون نفل نماز پڙهيائين ۽ مون کي پنهنجي پرسان ويهاري فرمايائين ته هن طريقي سان مشغول ٿي پوءِ آءٌ مشغول ٿيس ۽ خود به مشغول ٿي وئي ۽ ٿوري دير کان پوءِ جان بحق تسليم ڪيائين.

## شيخ شمس الدين ڪلال

هيءُ امير ڪلال جي جمله مريدن ۾ برجستو هو. مقامات ۾ سندس نالو خواجه بهاؤالدين مذڪور آهي. اها حقيقت ڳجهي نه آهي ته امير ڪلال جي خدمت ۾ پنهنجن عزيزن کان سواءِ ٻيا به سندس ڪيترائي مريد موجود هوندا هئا. جهڙوڪ خواجه وارزوني، مولانا جلال الدين ڪشتي، مولانا بهاؤالدين طوايسي، شيخ بدرالدين ميداني، مولانا سليمان ڪرمتيني، شيخ ايمن ڪرمتيني ۽ خواجه محمد وابڪني اهني سيئي عالم، فاضل ۽ ڪامل عارف هئا. جيئن ته سندن احوال خاص اسان جي نظر مان نه گذريو آهي. انهيءَ ڪري سندن نالن جو ذڪر تبرڪ طور بيان ڪيو پيو وڃي.

## مولانا بهاؤالدين قشلاقي

سندس ڄمڻ جو هنڌ قشلاق هو. خواجه مبارڪ قرشوي جي ڄمڻ جو به هنڌ اهو هو. بخارا شهر جي ڀرواريءَ ۾ شهر کان ٻارهن ميلن جي پنڌ تي واقع هو. شيخ صحبت ۽ سندس استاد حديث، حضرت خواجه بهاؤالدين مولانا عارف ديڪ ڪراني جو والد هو. مولانا عارف جي خدمت ۾ حاضر ٿيڻ کان اڳ، امير ڪلال جي صحبت ۾ رهندو هو. ان جو مريد هو.

## شيخ فيض الله

هيءُ شيخ رڪن الدين ولد المشائخ، بهاؤالدين زڪريا ملتاني جو خليفو هو. معروف مشائخ هو. سندس تصانيف مان فتاوي صوفيه معروف آهي.

## شيخ احمد غوري

هيءُ به جناب ڪرامت مآب، غوث الاولياءِ شيخ رڪن الدين ولد شيخ المشائخ حضرت شيخ الاسلام شيخ بهاؤالدين زڪريا ملتاني جو خليفو هو. ڪتاب الاوراد جي شرح شيخ بهاؤالدين زڪريا ملتاني جن ڪئي آهي. جنهن جو نالو "ڪنزالعباد" رکيو ويو آهي، جنهن ۾ اڪثر عارفن جا وظائف آهن.

## ابوالمڪارم رڪن الدين علاوالدولہ

سندس اصل نالو احمد بن محمد بيابانڪي هو. سمنان جي سلطانن مان هو. سندس عمر پندرهن سال هئي تہ وقت جي سلطان جي دربار سان وابستہ ٿيو ۽ هڪ جنگ ۾ جڏهن جو سلطان دشمن سان جنگ ۾ مصروف هو تہ هن ۾ جذب جي ڪيفيت پيدا ٿي. پوءِ سڀ تعلق ڪي ٿوڙي سال 687ھ ۾ بغداد ويو. اتي شيخ نورالدين عبدالرحمٰن ڪسرتي جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. پوءِ حجاز کان موٽڻ وقت سن 689ھ ۾ ارشاد جي ڪيس اجازت ملي ۽ سن 720ھ ۾ خانقاہ سڪاڪيہ ۾ آيو ۽ اتي سورهن سال گذاريائين ۽ هڪ سو چاليھ چلا ڪيائين جڏهن سندس عمر 77 سال جي ٿي تہ جمعہ جي رات 2 رجب سال 736ھ ۾ برج احرار صوفي آباد ۾ گذاري ويو. ڪيس قطب الزمان عبدالوهاب جي خانقاہ ۾ دفن ڪيو ويو.

مذڪور آهي تہ پنهنجي زندگيءَ جي آخري ڏينهن ۾ خواب ڏٺائين تہ قيامت قائم ٿي چڪي آهي. سيني اعمالن، ذڪر اذڪارن ۽ مراقبن کي توريو پيو وڃي. مون کي اهي نيڪ اعمال ڪم آيا جيڪي پنهنجي وزارت جي دور ۾ مظلومن جي مدد لاءِ ڪيم.

چيو وڃي ٿو تہ مولانا نظام الدين هروي جو پنهنجي وقت جو مجيل دانشمند هو. شيخ جي مٿان ڪفر جي فتويٰ ڏني ۽ ڏانهس لکيائين تہ تون ڪافر آهين. رقعہ ڏسي ڏاڍو زارو زار روئڻ لڳو ۽ پنهنجي نفس کي چوڻ لڳو تہ اي نفس! ستر سالن کان وٺي آءٌ توکي چوندو تو اچان تہ تون ڪافر آهين، مگر تون هرگز نہ ٿي اعتبار ڪيو. هاڻي ڪوبہ شڪ نہ رهيو آهي جو مسلمانن جي امام ۽ وقت جي وڏي مفتي توکي ڪافر چيو آهي. هاڻي گردن جهڪاءِ ۽ اڄ کان پوءِ مون کي هرگز تنگ ۽ رنج نہ ڪج. ان کان پوءِ هيءَ رباعي پڙهيائين :

رباعي

نفسي ست مراڪہ غير شيطاني نيست
و از فعل بدش هيچ پشيماني نيست
ايمانش هزار بار بہ تلقين ڪردم
اين ڪافر ستر مسلماني نيست

ترجمو : منهنجو نفس (برابر) شيطان کان ٻاهر نہ آهي ۽ پنهنجي بڇڙي فعل ڪرڻ کان پوءِ بہ ڪيس ڪابہ پشيماني نہ آهي. سندس ايمان بابت هزار دفعا ڪيس تلقين ڪئي اٿم، پر هن ڪافر کي مسلماني پوش نہ آهي.

فائدو: هڪ درويش شيخ کان سوال پڇيو تہ جڏهن بدن خاڪ ۾ رکيو ٿو وڃي ۽ ان ۾ سمجھ باقي نہ ٿي رهي ۽ جو بدن روح کان فائدو حاصل ڪندو هو، سو روح کان جدا ٿي ويو. عالم ارواح ۾ ڪوبہ پردو نہ آهي تہ پوءِ قبرن تي وڃڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي ۽ وڃڻ ۾

ڪهڙو فائدو آهي جو تہ ڪنهن بہ بزرگ جي روح ڏانهن توجہ ڪيو وڃي تہ اهڙي طرح هوندو، جهڙي طرح هو پنهنجي قبر ۾ هوندو.

شيخ فرمايو تہ قبر تي وڃڻ ۾ گهڻائي فائدا آهن. هڪ تہ هيءَ جو جڏهن ڪو شخص ڪنهن بزرگ جي زيارت لاءِ ويندو آهي تہ هو جيتريقدر رستو پورو ڪندو ويندو، ايتريقدر سندس توجہ وڌيڪ ٿيندو ويندو ۽ جڏهن زائر، سندس قبر تي پهچندو تہ ڪيس پنهنجي اکين سان ڏسندو تہ ان جي حِسّ بہ ان ڏانهن مڪمل طور متوجہ ٿيندي ۽ ٻيو هيءَ تہ هر چند تہ ارواح ڪي حجاب نہ آهي ۽ سارو جهان سندن لاءِ هڪجهڙو آهي. پر جنهن بدن ۾ روح ستر سالن تائين قائم رهيو آهي ۽ ان جي بدن جي حشر ڪان پوءِ ان سان هميشہ لاءِ دائمي رهندو انهيءَ ئي قبر ۾ هوندو، انهيءَ ڪري انهيءَ جڳهہ (قبر) تي بنسبت ٻين جڳهين جي نظر ۽ تعلق وڌيڪ هوندو آهي.

ان ڪان پوءِ پاڻ هيءُ واقعو بيان ڪيائين تہ هڪ دفعي آءٌ حضرت جنيد جي خلوت ۾ ويس تہ مون ڪي ڏاڍو لطف ۽ سرور آيو، جو تہ اها حضرت جنيد جي خلوت هئي. پوءِ جڏهن سندس خلوت مان نڪري ٻاهر آيس ۽ سندس قبر تي ويس تہ مون ڪي اهو لطف ۽ سرور نہ آيو جيڪو سندس خلوت ۾ هو. پوءِ اها حقيقت پنهنجي شيخ ڪي ٻڌايم تہ هن فرمايو تہ خلوت جو لطف تون حضرت جنيد جي سبب حاصل ڪيو هو يا نہ؟ مون چيو هائو! ان جي ڪري مون ڪي لطف حاصل ٿيو. پوءِ فرمايائين تہ اهو ظاهر آهي تہ هو ڪافي وقت انهيءَ جاءِ تي رهيو هو. اهو لطف صرف انهيءَ جي رهڻ سبب اتان حاصل ٿيو. لازمي آهي تہ ان بدن مان جنهن ۾ اهو روح طويل مدت رهيو هجي وڌيڪ لطف و سرور حاصل ٿئي. البتہ قبر ڏانهن ڏاڍو متوجہ تي ڏسڻ نہ گهرجي ۽ نہ انهيءَ ۾ مشغول رهڻ گهرجي، جو تہ متان انهيءَ توجہ ۾ قصور نہ ٿي وڃي ۽ جنهن خرقہ ۾ اهل دل پوشيده لڪل هوندا آهن، ان خرقہ جي مشاهدي ڪرڻ سان جڏهن ڪافي لطف ٿو ٿئي تہ بدن خرقہ ڪان تہ وڌيڪ ويجهو آهي. غرض تہ زيارت ڪرڻ جا ڪافي فائدا آهن. جو اهل دل هتي ئي توجہ ڪري، پاڻ سڳورن ﷺ جن ڪان روحانيت جو فائدو حاصل ڪري سگهي ٿو تہ جيڪو اهل دل مدينہ منوره روانو ٿئي ٿو تہ حضور اڪرم ﷺ جن جي روحانيت، سندس سفر ۾ تڪليف ڪان باخبر هوندي آهي ۽ جڏهن اتي پهچندو آهي ۽ پنهنجي اکين سان روضہ پاڪ ڪي ڏسندو آهي ۽ مڪمل توجہ ڪندو آهي تہ ان فائدو جي هن فائدي سان ڪهڙي نسبت؟ ۽ اهل مشاهده انهيءَ جي مطلب ۽ مقصد ڪان پوريءَ طرح باخبر آهن.

نڪتہ : چيائين تہ ماڻهو عجيب اعتقاد ٿا رکن، سندن چوڻ آهي تہ درويش محتاج هجي. اهو نٿا ڄاڻين تہ الله تعاليٰ ڪڏهن بہ پنهنجي ڪنهن ولي ڪي ڪنهن جو محتاج نہ ڪيو آهي. آخر هن دنيا ڪي ان نعمت جي باوجود انهيءَ جي برڪت سان هن دنيا ڪي قائم رکيو آهي ۽ تخليق جو مقصد ئي اهي اولياء الله آهن. شيخ مجدد الدين بغدادي، پنهنجي خانقاه جي خوراڪ جو خرچ سالانہ ٻہ لک دينار زر سرخ اشرفيون ڪندو نہ هو ڇا؟

## شيخ صدرالدين موسيٰ نبيره شيخ زاهد

هيءُ پنهنجي والد کان پوءِ تقويٰ ۽ طهارت جي گاديءَ تي متمڪن ٿيو. وقت جا بادشاهه مثلاً جاني بيگ خان ۽ سندس پٽ تردي بيگ خان ۽ امير تيمور گورگان سندس ارادتمنديءَ مان برڪت حاصل ڪندا هئا.

”صفوة الصفا“ ۾ مذڪور آهي ته هڪ ڏينهن شيخ زاهد پنهنجي نياڻي بي بي فاطمه کي شيخ صفي سان عقد نڪاح لاءِ آندو ۽ نڪاح جي مجلس دوران هو اٿي ٻاهر ويو. وري موٽي اچي ويهي رهيو. سندس مريدن مان بعض ان جو سبب پڇيو ته فرمايائين ته بي بي فاطمه جي فرزندن مون تي بار وڌو جن جي تعظيم خاطر ٻاهر ويس. هن چيو ته منهنجو ۽ صفي جو قائم مقام اُهي ئي ٿيڻ گهرن ٿا.

جڏهن صدرالدين رحلت فرمائي ويو ته شيخ خواجه علي کي قائم مقام ڪيو ويو. شيخ خواجه علي پنهنجي زندگيءَ جي آخري ڏينهن ۾ حج ڪرڻ جي ارادي سان صرفيه ٽولي سان گڏجي ويو. مسند تي شيخ ابراهيم کي ويهاريو ويو. حج جي ادائيگي بعد واپسيءَ ۾ رستي تي بيمار ٿي پيو ۽ فوت ٿي ويو.

شيخ ابراهيم منصب خلافت پنهنجي پُٽ جنيد کي ڏئي گذاري ويو. سلطان جنيد جڏهن ارشاد و هدايت جي صدارت تي وينو ته تمام ٿوري وقت ۾ خاص ۽ عام خلق جا وڏا وڏا هجوم ۽ ميڙ سندس خدمت ۾ اچڻ وڃڻ لڳا. ميرزا جهان شاهه جيڪو عراقين ۽ آذربائيجان جو فرمانروا هو، اهو ڏسي ڪيس پنهنجي ملڪ جي زوال جو وهم وينو. پوءِ حڪم ڪيائين ته اوهين اردبيل ۾ سڪونت اختيار نه ڪيو. پوءِ سلطان جنيد بکر جي علائقي ڏانهن توجه فرمايو.

پوءِ بکر علائقي جي حاڪم ابوبڪر پنهنجي نياڻي خديجه نالي سندس نڪاح ۾ ڏني ۽ ڪجهه وقت کان پوءِ اهو صوفيه ٽولو پاڻ ۾ متفق ٿي، ڪرجستان ڏانهن جنگ ڪرڻ لاءِ روانا ٿيا. امير خليل الله واليءَ شروان ڪين رستي ۾ ئي پڪڙيو ۽ جنگ کان پوءِ ڪين قتل ڪري ڇڏيو ۽ ان کان پوءِ صوفيه ٽولي فرمانبرداريءَ ۾ سلطان حيدر جو دامن پڪڙيو ته هيءُ سلطان جنيد ۽ پاڻ امير حسن بيگ جي هدايت يافته اولاد مان آهي ۽ ڪيس خلافت جي مسند تي ويهاريائين. سلطان حيدر ناجي سقرلاط قرمزي جو ٻارهن ترڪن تي مشتمل هو کان نجات حاصل ڪري ان کي ڇڏي ڏنائين ۽ هر انهيءَ شخص کي جيڪو سندس ارادت سان وابسته هو. ان کي حڪومتي اختيار ڏيندو رهيو ۽ جڏهن امير حسن بيگ، ميرزا جهان شاهه تي ۽ ميرزا سلطان ابوسعيد تي غالب ۽ ڪامياب ٿيو ته خيرسگالي جذبي هيٺ انهيءَ ڪٽنب سان ميرزا حسن بيگ مراسم قائم ڪيا ۽ پنهنجي صليبه نياڻي حليمه بيگي آغا جو نڪاح سلطان حيدر سان ڪري سندس زوجيت ۾ ڏنائين. پوءِ سلطان حيدر کي انهيءَ بيگم مان ٽي فرزند عالي مرتبه پيدا ٿيا ۽ انهن مان شاهه اسماعيل جي اولاد مان ڪافي سلاطين پيدا ٿيا ۽ انهن جون خانداني سلطنتون قائم ڪيون.

## شيخ اوحدالدين اصفهاني

نفحات ۾ لکيل آهي ته اوحدين جي مريدن کان ٻڌڻ ۾ آيو آهي ته اوحدالدين ڪرماني هو. اهڙي طرح سندس نسبت جو بنياد هن تي ٻڌل آهي. سندس مثنوي "جام جم" نالي سان موجود آهي ۽ حقائق، معارف، ديوان ۽ ترجيحات "جام جم" مان اخذ ڪري سگهجن ٿا.

مثنوي

اوحدي شصت سال سختي ديد- تاشبي روي نيک بختي ديد
سرگفتار ما مجازي نيست- بازکن ديد کين ببازي نيست
سال ها چون فلک بسر گشتم- تا فلک وارديده در گشتم
برسر پاي چلہ داشتہ ام- چون نہ از بهرذلہ داشتہ ام
از برون درميان بازارم- وز درون خلوتي ست بايارم
کس نہ بيند جمال سلوت من- ره ندارد کسي بخلوت من
تادل من بہ دوست پيوستہ است- سوزها گرد سر من بستہ است.

ترجمو : بيت ۾

اوحدي سٺ سال سختي ڏٺي، تڏهن وڃي هڪ رات خوش بختي ڏٺي،
ابتداء گفتار سان جي نہ آهہ مجازي، هتي وڃ واجهائڻ نہ آهہ ڪا بازي،
سالها سال جڏهن فلڪ وانگر ڦِريم، تڏهن صاحب فلڪ جي حقيقت تي رسيم،
پيرن مٿان بيهي ڪري چلا ڪڍيم، هرگز اهي پيٽ لاءِ نہ پئي ڪيم،
ٻاهر جڏهن بہ منجهہ بازار هيم، تہ بہ خلوت جي اندر گڏ يار سان هيم،
ڪنهن بہ نہ ڏٺو منهنجي جمال جو سرور، نہ ڏٺي راهہ ڪنهن بہ منهنجي خلوت جي مور
جيئن تہ دل منهنجي دوست سان آهہ جڙيل، چوڌار منهنجي سوز آهہ هر وقت ٻريل.
سندس قبر مراغہ تبريز ۾ آهي. سندس وفات جو سن 738هہ انهيءَ جاءِ تي لکيل آهي.

## خواجہ قطب الدين يحيٰ جامي نيشاپوري

سندس ڪنيت ابوالفضل هئي. جام ۾ رهڻ ڪري، ڪيس "جامي" سڏيندا هئا ۽ سندس ڄمڻ جو هنڌ نيشاپور هو. علوم ظاهري ۽ علوم باطنيءَ ۾ معروف هو. شيخ رکن الدين علاؤالدين الدولہ شيخ صفي الدين اردبيلي، شيخ شرف الدين اردبيلي ۽ شيخ شرف الدين درگزيني جن جي صحبت ۾ رهي ڪمال کي پهتو ۽ ست دفعا حج بيت الله ڪيو هئائين.

مذڪور آهي تہ هڪ ڏينهن جهنگل ۾ پنهنجي ڍڳن کي چاري رهيو هو تہ منجهس اوچتو حج بيت الله ڪرڻ جو عشق جاڳيو ۽ ڍڳن کي ڇڏي اتان ئي حج ڏانهن روانو ٿيو ۽ پنهنجي ساٿين لاءِ هيءُ رقعو لکي ڇڏي ويو تہ ڪالهہ ڪجهہ همراهن سان پنهنجي ڍڳن سان گڏ جهنگ جي طرف سير و تفريح لاءِ نڪتس تہ هن رباعي جي مضمون مطابق :

با دوست بہ بوستان شدم رھ گذري
برگل نظري فگندم از بي خبري
دلدار بہ لطف گفت شرمت افتاد
رخسار من اينجا تودر گل نگري

هڪدم آواز آيو تہ لاتدع مع الله (الله کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي هرگز نہ پڪار) ايمان جي غيرت پنهنجي جاءِ کان نڪري آئي ۽ الله جي طرف جي ڪشش جو طوق منهنجي گردن ۾ پيو ۽ دل کي مضبوط ڪري ڇڏيم. آواز آيو تہ جيڪڏهن تون پنهنجي خوشيءَ سان نہ ايندين تہ توکي گهلي ڪٺي ويندا سون.

پوءِ پنهنجي وطن ڏانهن نہ ويو. جهنگ مان ئي هن آيت جو اتباع ڪندي تہ: وَاَذِّنْ فِي النَّاسِ بِالْحَجِّ يَأْتُوکَ رِجَالاً (ماڻهن کي پڪار تہ تو وٽ حج لاءِ پيادل اچن) پوءِ پياده ئي حج لاءِ روانو ٿي ويو.

بيت ترجمہ

غريب هرڻ ڦندي واري حي پويان ڇو نہ وڃي، جو سندس گردن تہ طوق ۾ قيد آهي.
وَالسَّلاَمُ عَلىٰ مَنِ اتَّبَعَ الْهُدٰي (سلامتي آهي ان تي جنهن هدايت قبول ڪئي) ڪيس قطبن ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو.

سال740ھ ۾ فوت ٿيو. سندس قبر فيروزآباد شهر کان ٻاهر آهي.

## شيخ جمال الدين باڪلنجار

هيءُ پنهنجي وقت جي بزرگ ترين مشائخ مان هو. سال 750ھ ۾ وفات ڪري ويو.

سندس قول آهي تہ الله تعالىٰ فرمايو آهي تہ وَاعْبُدْ رَبَّکَ حَتّٰي يَاْتِيَکَ الْيَقِيْنُ[1]

(پنهنجي ربّ جي عبادت ڪر ايستائين جو تو وٽ يقين يعني موت اچي وڃي) جو مطلب هي آهي تہ عين ذات قديم کي ڏسڻ کان سواءِ يقين حاصل نہ ٿيندو آهي ۽ ذات قديم جي صورت جي نيت کان سواءِ عمل جو نالو عبادت آهي. اها نيت جيڪا عمل کان بهتر آهي، سا اهائي آهي. عمل جي صورت، بغير نيت ذات قديم جي، عبادت هرگز نہ آهي. بلڪ رسم ۽ عادت آهي ۽ فرمايائين تہ طالب حق اهو آهي. جنهن جو مطلوب عيان عين قديم ڪانسواءِ ٻيو ڪوبہ هرگز نہ هجي ۽ عيان عين قديم ڪانسواءِ سڀ ان جي اڳيان محال ۽ باطل هجي.

شيخ عبدالله بلياني بيان ٿو ڪري تہ جنهن وقت آءٌ اجا ننڍڙو هئس ۽ شيخ جمال الدين منهنجي والد ضياء الله مسعود جي خدمت ۾ هوندو هو. انهن ڏينهن ۾ منهنجو آواز ڏاڍو مِٺو ۽ سريلو هوندو هو. پنهنجي سڪون قلب خاطر آءٌ اڪثر ذڪر جي وچ ۾ نهايت سريلي آواز سان

---

[1] سورة الحجر آيت:99

بيت بہ چوندو هئس. شيخ جمال الدين منهنجي آواز کي ڏاڍي توجہ سان ٻڌندو هو. پوءِ پاڻ ڏاڍو خوش ٿيندو هو. ان جي خبر نہ هئڻ سبب، آءٌ جلد خاموش ٿي ويندو هئس. هڪ ڏينهن مون کي شيخ جمال الدين چوڻ لڳو تہ اي شيخ! ائين تون ڇو ٿو ڪرين، جو اسان کي نيم بسمل ڪري ٿو ڇڏين. آئنده ائين هرگز نہ ڪج. درويشن جي دل کي خريد ڪر ۽ منهنجي والد بہ ائين ئي ارشاد فرمايو.

## امام عبدالله يافعي يمني

سندس پورو نالو ابوالسعادت عفيف الدين عبدالله ابن اسعداليافعي اليمني نزيل الحرمين هو. پنهنجي وقت جي اڪابر مشائخ مان هو. علوم ظاهري ۽ باطني ۾ اڪمل هو.

مصنف تاريخ "مراة الجنان" عبرة اليقظان في حوادث الزمان و روض الرياحين في الحڪاية الصالحين ۽ ڪتاب درالنظيم في فضايل قرآن العظيم ۽ ان ڪان سواءِ ٻيون بہ ڪيتريون سندس تصانيف آهن. تاريخ "مراة الجنان"سال 750هہ جي واقعن تائين لکي اٿس. ان ڪان پوءِ خبر نہ آهي تہ حياتيءَ ۾ هو يا نہ؟

## شيخ نصيرالدين محمود

هيءُ شيخ نظام الدين اولياء جي خاص خليفن مان مشهور بزرگ هستي هو. پنهنجي مرشد نظام الدين اولياء ڪان پوءِ دهلي جي ولايت جو وارث ٿيو. سندس طريقو فقر ۽ صبر هو. ڪيس دهليءَ جو چراغ بہ سڏيو ويندو هو.

سندس وفات سال 757هہ ۾ ٿي.

## خواجہ ضيا نخشبي

هيءُ بدايون شهر جي محلي خمول ۾ مشغول رهندو هو. مذڪور آهي تہ شيخ نظام الدين اولياء جي زماني ۾ ٽي "ضياء" رهندڙ هئا: پهريون "ضياء سنامي" جيڪو شيخ اولياء جو منڪر هو. ٻيو "ضياء برني" جيڪو شيخ اولياء جو معتقد ۽ مريد هو. ٽيون "ضياء نخشبي" جو شيخ الاولياء جو نہ منڪر هو نہ معتقد هو. هو سلطان التارڪين شيخ حميدالدين ناگوري جي پوٽي شيخ فريد جو مريد هو.

سندس وفات سنہ 751هہ ۾ ٿي.

## سلطان المحققن اميرڪبير نصير حسيني مڪي

هيءُ اصل مڪه معظمه جو هو. شيخ نصيرالدين محمود جي صحبت ۾ رهي سندس ئي جماعت ۾ شامل ٿي ويو.

## سيد محمّد حسيني

سندس لقب گيسو دراز هو. شيخ نصيرالدين چراغ دهلي جي عظيم خليفن مان هو. مٿس گيسو دراز جو لقب هن طرح پيو جو هڪ ڏينهن ٻين مريدن سان گڏ شيخ جي پالڪيءَ کي هن بہ ڪلهو ڏئي کنيو تہ سندس ڊگها وار پالڪيءَ جي هڪ حصي ۾ ڦاسي پيا. پوءِ ادب، عشق ۽ محبت جي جذبي هيٺ انهيءَ ئي حالت ۾ پالڪيءَ سان گڏ ڊوڙندو رهيو. ڪافي مفاصلي کي طئي ڪرڻ بعد جڏهن سندس شيخ ۽ مرشد کي معلوم ٿيو تہ هو ڏاڍو خوش ٿيو ۽ انهيءَ وقت هيءُ بيت چيائين:

هرکس مريد سيّد گيسو دراز شد،
والله خلاف نيست کہ او پاکباز شد

ترجمو: جيڪو شخص سيد گيسو دراز جو مريد ٿيندو، الله جو قسم اها ڳالهہ خلاف نہ آهي جو هو پاڪباز ٿي وڃي.

چشت مشائخ ۾ هي خصوصيت جو مالڪ هو. اسرار حقيقت جي بيان ۾ مخصوص طريقي جو حامل هو. پنهنجي پير جي وفات کان پوءِ دکن ڏانهن هليو ويو. اتي وڏي مقبوليت حاصل ڪيائين ۽ اتي ئي انتقال ڪري ويو.

سيد گيسو دراز جي عمر هڪ سو ورهيہ کان مٿي هئي[1]

## سيد محمد جعفر مڪي حسيني

هيءُ حضرت مقام توحيد ۽ وحدت ۾ عالي مرتبو رکندڙ هو. ان کان سواءِ بلند پايہ جو بزرگ ۽ ولي هو.

هن پنهنجي ڪتاب نالي "بحرالمعاني" ۾ اڪثر توحيد جا معارف ۽ حقائق بيان فرمايا آهن. هن بزرگ "دقائق المعاني" ۽ "حقائق المعاني"جي لکڻ جو وعدو فرمايو هو، جن ۾ مختلف مکاتب فڪر، علوم ۽ معرفت جا اسرار بيان فرمايل آهن ۽ لکيو اٿس تہ مون ڪوهہ قاف ۾ صفوان بن قصي کي ڏٺو، جيڪو چوي ٿو تہ مون حضرت امير جي خدمت ۾ اسلام جو شرف حاصل ڪيو، جنهن منهنجي لاءِ ڊگهي عمر جي دعا فرمائي. پوءِ آءٌ صاحب زمان جو منتظر آهيان.

هن بحرالانساب ۾ پنهنجو ۽ اهل بيت جي نسب جو بيان فرمايو آهي.

## شيخ نجم الدين محمّد بن محمّد ادڪاني

هيءُ شيخ رڪن الدين علاؤالدولہ جو مريد هو. اسي سالن جي عمر ۾ سال 778هہ ۾ وفات ڪري ويو. پاڻ اسفراين جي علائقي ۾ حصار ۾ مدفون آهي.

---

[1] سندس وصال سن 825هہ ۾ ٿيو.

## مولانا جلال الدين محمود زاهد مرغاني

هيءُ ظاهر علوم ۾ مولانا نظام الدين هرويءَ جو شاگرد هو. تقويٰ ۽ پرهيزگاريءَ ۾ ڪامل ترين هو. شريعت جو سخت پابند هو، هڪ دفعي جي ڳالهه آهي ته بنيءَ جي ڪيڙڻ ۾ استعمال ٿيندڙ هڪ اوزار جيڪو وقف ٿيل هو، هڪ هاري استعمال ڪيو. پوءِ جڏهن مولانا کي ان جي خبر پئي ته ان بنيءَ جو سارو فصل تيار ٿيڻ کان پوءِ فقرائن ۽ مسڪينن ۾ خيرات ڪري ڇڏيائين.

ٻيو واقعو هي آهي ته هرات جي بادشاهه اشرفين جي هڪ ڀريل ٿيلهي، مولانا جي خدمت ۾ موڪلي پر مولانا هرگز قبول نه ڪئي. ٿيلهي آڻيندڙ عرض ڪيو ته جيڪڏهن آءٌ بادشاهه ڏانهن واپس کڻي ويندس ته ڪيس ڏک ٿيندو. انهيءَ ڪري توهان ٿيلهي وٺو. پوءِ غريبن ۽ مسڪينن ۾ تقسيم ڪري ڇڏيو. مولانا ڪيس چيو ته اهو ڪم تون پاڻ پنهنجي سِر وجي ڪر، مگر اهو شرط آهي ته ونڻ وارن کي اهو ٻڌائج ته ٿيلهي ڪٿان آئي آهي؟ پوءِ مدرسي ڏانهن ويو. اها ڳالهه ٻڌائيندي، ٿيلهي شاگردن جي اڳيان پيش ڪيائين مگر اها ڪنهن به قبول نه ڪئي.

سندس وفات جو سال 778هه آهي.

## مير قوام الدين معروف مير مزدڪ

هيءُ حسين اصغر بن امام زين العابدين عليه السلام جي اولاد مان هو. خراسان ويو. سيد عزالدين سوغندي جو مريد ٿيو. ڪافي مدت وٽس رهي، سلوڪ جي تربيت حاصل ڪيائين. سندس اصل وطن مازندران هو. واپس اتي آيو ۽ سنه 760هه تائين اتي رهيو، ويهن سالن جي لڳ ڀڳ اتي رهيو ۽ سال 780هه ۾ فوت ٿي ويو. آمل ۾ مدفون آهي، ان کان پوءِ سندس پٽ ڪمال الدين سندس جانشين ٿيو ۽ سندس پاءُ سيد رضي الدين آمل جو والي ٿيو.

## شيخ محمد خلوتي

هيءُ خلوتي طريقي جو موجد هو. سندس نسبت شيخ نجم الدين ڪبريٰ سان هئي، جيڪو عمار ياسر الله ليسي جو مريد هو، اهو شيخ ابو نجيب عبدالقاهر سُهروردي جو مريد هو، اهو امام احمد غزالي ڏانهن منسوب هو. اعمال هذه الطريقة العليٰ من اليٰ بسات والرسوم والعادات الاڪتفاءُ وباقل ما تخلص ذمة عن الواجبات ڪالجماعة في مسجد البيت مع النساء سيما اذا لم يبرزن والمساجد و الجماعات و ترڪ السعي باسباب المعاش والبزور الخضوع والخشوع لرب السّماوات واڪثر ذڪرهم الجلالة خفية والحيَّ القيوم.

ترجمو : هن طريقي جي عملن جو بنياد هن ڳالهه تي آهي ته معاشري جي ريتن، رسمن ۽ عادتن کان الڳ ٿلڳ رهجي. البته انهن ۾ نرمي اختيار ڪرڻ گهرجي، جن سان واجبات جي ادائيگي ٿئي ٿي. مثلاً عورتن سان گڏ مسجد البيت ۾ نماز پڙهڻ، جڏهن جو ڪين مسجدن ۽ جماعتن ۾ سينگار ۽ زينت جي ڪري وڃڻ جي اجازت نه هجي ۽ معاشي وسيلن جي تلاش

ڪرڻ، ظاهر ۽ باطن ۾ خشوع ۽ خضوع سان رب تعاليٰ جي بندگي ڪرڻ ۽ سندن اڪثر ذڪر ڳجهي طرح جل جلاله ۽ الحي القيوم جو ورد هوندو هو.

## شيخ سيف الدين خلوتي

هيءُ شيخ محمد خلوتي جو مريد هو. جڏهن خوارزم ۾ ذڪر ۾ مشغول ٿيندو هو ته سندس ذڪر جو آواز شهر کان چار فرلانگ پري تائين ٻڌڻ ۾ ايندو هو. سندس قبر خلوتيان جي مزارن ۾ گازرگاهه جي پل وٽ آهي.

سندس وفات جو سال 783هه آهي.

## امير سيد علي بن شهاب بن محمد همداني

هيءُ شروعات ۾ شيخ شرف الدين محمود بن عبدالله مزودقاني جي مريديءَ ۾ شامل هو، ليڪن شيخ تقي الدين دوستي کان طريقت جا سبق ورتائين ۽ ڪماليت کي پهتو. تقي الدين کان پوءِ وري شرف الدين ڏانهن پوري طرح رجوع ٿيو ۽ کيس عرض ڪيائين ته ڇا حڪم آهي؟ فرمايائينس ته دنيا جي چوڌاري چڪر لڳاءِ. پوءِ ٽي دفعا دنيا جا چڪر لڳايائين ۽ هڪ هزار چار سو اولياء الله جي ديدار جو شرف حاصل ڪيائين ۽ هڪ ئي مجلس ۾ چار سو اولياءِ ڪرام سان ملاقات ڪيائين.

سندس نسبت جي سند هن ريت آهي: هو شيخ زين الدين خواني سان وابسته هو. هو شيخ عبدالرحمٰن قريشي سان ۽ هو شيخ نجم الدين محمود اصفهاني سان، هو شيخ عبدالصمد نطنزي سان، هو شيخ نجيب الدين علي بن بزغش شيرازي سان ۽ هو حضرت شيخ الشيوخ شهاب الدين سهروردي سان وابسته هو.

سندس تصنيفات ڪافي آهن جن ۾ مشهور تصنيفات هي آهن : ڪتاب اسرار النقط، شرح اسماء الله، شرح فصوص الحڪم ، شرح قصيده خمريه فارضيه ۽ ذخيرة الملوڪ.

سندس وفات سال 786هه ۾ ٿي. کيس ڪابل جي علائقي ۾ ختلان ۾ دفن ڪيو ويو. چيو وڃي ٿو ته سلطان جايتو پنهنجي دور حڪومت ۾ پنهنجي ابدي آرامگاهه لاءِ هڪ محل پئي جوڙايو ۽ اهو حڪم نافذ ڪيائين ته افتتاحي موقعي تي ملڪ جا سڀ علماء، فاضل، اڪابرين، سادات ۽ مشائخ حاضر ٿي شرڪت ڪن، ته محل جي افادت ظاهر ٿئي ۽ محل عالي قدر زينت جو موجب بڻجي. امير علي ان وقت ۾ ستن سالن جي عمر جو هو. سندس مامو کيس پنهنجي ڪلهن تي کڻي مجلس ۾ حاضر ٿيو. مجلس ۾ آيل مخدوم مهمانن مان جنهن به آيتن يا حديثن کي پيش ڪيو، ته هي نندڙو انهن کي دل ۾ ياد ڪندو ٿي ويو. گهر اچي، انهن کي ترتيبوار لکيائين جنهن جو نالو ”اوراد فتحيه“ رکيو ويو.

طريقه همدانيه: هو پنهنجي اعمال جي نسبت پاڻ سڳورن ﷺ جن جي اخلاق جي پيروي سان ڪن ٿا. من الزهد و المجاهدة والرياضات الجليلة العلية والانقطاعات الحميلة السنه

واڪثر ذڪرهم بسد اللسان بالحنڪ وسد الاذنين بالمسبحين ويدهو السرة الي الاعلا خاب بملاحظة تسعة وتسعين اسماء الرب تعاليٰ و بتحريڪ الراس في ملاحظة ڪل اسم.

ترجمو : ڪائنن تقويٰ، مجاهدو، رياضت، تمام گهٽي ۽ آرامده ۽ زينت واري شين ڪان پاسو ۽ پرهيز ڪرڻ ۽ سندن اڪثر ذڪر زبان بند ڪرڻ، حلق سان ڪرڻ ۽ ڪنن کي بند ڪري حمد و ثنا پڙهڻ ۽ هٿن جي آڱرين جي اشاري سان رب تعاليٰ جي نوانوي نالن کي پڙهڻ ۽ الله تعاليٰ جي هر اسم پڙهڻ وقت پنهنجي مٿي کي تحرڪ ۾ آڻڻ (لوڏڻ).

## مخدوم جهانيان

جلال الدين ولد سيد احمد ڪبير بن سيد جلال سرخ.

مڪه مڪرمه ۾ امام عبدالله يافعيءَ جي صحبت حاصل ڪيائين ۽ واپس دهلي ۾ آيو ۽ شيخ نصيرالدين چراغ دهلويءَ جي خدمت ۾ حاضر ٿي، خرقہ خلافت چشتيہ حاصل ڪيائين. ان ڪان پوءِ حرم نبوي جي شيخ الاسلام امام المحدثين عفيف الدين عبدالله المطري ڪان ڪلاه ارادت ۽ خرقہ تبرڪ حاصل ڪيائين. پورا ٻه سال سندس خدمت ۾ رهيو. پوءِ پنهنجي شيخ جي اشاري سان گاذرون ڏانهن ويو. شيخ الاسلام امين الحق والدين جي پاءُ شيخ امام الدين ڪان مرحوم شيخ الاسلام جي عطا ڪيل ”مصلي“ ۽ قئنچي ۽ اجازت نامو حاصل ڪيائين. ان ڪان پوءِ شيخ رڪن الدين بن شيخ صدرالدين بن شيخ بهاؤالدين زڪريا ملتانيءَ جي خدمت ۾ پهچي ڪانئس خرقہ تبرڪ ۽ ارادت حاصل ڪري ڪماليت کي پهتو.

پوءِ سلطان محمد تغلق کيس شيخ الاسلام جي عهدي تي فائز ڪري، سيوهڻ ۽ ان جي آسپاس وارو علائقو جاگير طور ڏنو ۽ اتي خانقاه ”مُحَمَّدي“ نالي قائم ڪيائين. ڪجھ وقت سيوهڻ ۾ قيام ڪري پوءِ ڪعبة الله جي زيارت لاءِ ويو. اتان موٽي اُچ شريف ۾ آيو ۽ سلطان فيروز جي دور حڪومت ۾ حسب ارادت ڪيترائي دفعا اُچ شريف ڪان دهلي ويندو رهيو. آخرڪار سندس وفات سال 785ھ ۾ اُچ شريف ۾ ٿي. ”مخدوم جهانيان“ جو لقب مٿس هن ڪري پيو تہ هڪ دفعي عيد جي ڏينهن شيخ بهاؤالدين جي روضي تي حاضري پرڻ لاءِ ويو. دعا ڪيائين تہ اندران آواز آيو تہ حق تبارڪ و تعاليٰ توکي ”مخدوم جهانيان“ ڪري ڇڏيو، تنهنجي عيد اهائي آهي ۽ ان ڪان پوءِ شيخ صدرالدين جي روضي تي حاضري پرڻ لاءِ ويو تہ اتي ٻہ کيس اهوئي آواز ٻڌڻ ۾ آيو. جڏهن ٻاهر آيو تہ هرهڪ کيس انهيءَ لقب سان سڏيندو رهيو.

## مولانا روح الدين

سندس نالو ابوالمڪارم محمد بن ابي بڪر بلدي هو.

شيخ عالم مفسر شيخ جنيد شيرازي پنهنجي تصنيف ”شرح مزارات شيراز“ ۾ لکيو آهي تہ مولانا روح الدين ڪيترائي سال جامع عتيق ۾ درس ۾ مشغول هوندو هو. لکي ٿو تہ

سندس وفات کان پوءِ ڪيس خواب ۾ ڏنم تہ چيائين تہ علماء جي درجي ۾ آهيان ۽ انبيآءِ ۽ انهن ۾ صرف هڪ درجي جو تفاوت آهي. سال 787هہ ۾ فوت ٿي ويو.

## مولانا زين الدين ابوبڪر تائب آباد باخرزي

هن ظاهري علوم مولانا نظام الدين هرويءَ کان حاصل ڪيا ۽ طريقت ۾ ڪيس اويسي فيض حاصل هو. روحانيت جو فيض شيخ الاسلام احمد نامقي، جامي کان حاصل ڪيو هئائين ۽ پورا ني سال پيرين اگهاڙي شيخ الاسلام جي زيارت لاءِ سندس مقبري تي تائب آباد ويندو رهيو. قرآن شريف جا پورا هزار ختم روضۂ شيخ الاسلام تي ڪديا هئائين ۽ اتان ڪيس اشارو ٿيو تہ مشهد مقدس ۾ رضوي عليہ السلام جي روضي جي زيارت جو شرف حاصل ڪر ۽ مشهد ۾ بابا محمد طوسيءَ سان ملاقات ڪيائين. غوث المتاخرين ڪيس سيد محمد نوربخش جو مريد، ان ڪي ابوطاهر خوارزمي جو مريد ۽ ان ڪي عبدالله عبدالهاديءَ جو مريد ۽ ان ڪي شيخ علاؤالدين سمناني جو مريد ڄاڻائي ٿو.

خواجہ بهاؤالدين نقشبند، ساڻس ملاقات ڪئي هئي جنهن جو چوڻ آهي تہ ڪيس سمنڊ جي مثل ڏٺم.

سندس وفات جو سال 791هہ آهي.

## خواجہ بهاؤالدين نقشبند

سندس نالو محمد بن محمد بخاري هو. سندس ولادت سال 718هہ ۾ ٿي ۽ سندس عزيزن جي قول مطابق وفات 791هہ ۾ ٿي. سندس ڄمڻ جو هنڌ ۽ وفات جو هنڌ ۽ مدفن ”قصر عارفان“ آهي، جيڪو بخارا شهر کان هڪ ميل پنڌ تي هڪ ڳوٺ آهي.

خواجہ بهاؤالدين ڪي خواجہ محمد بابا سماسي جي طرف کان مقبول نظر ۽ فرزند هئڻ جي نسبت حاصل آهي. (خواجہ محمد بابا ڪيس پنهنجي فرزنديءَ ۾ قبول ڪيو هو). البتہ هن آداب طريقت ۽ سلوڪ جي تعليم سيد اميرڪلان کان حاصل ڪئي هئي، ليڪن بحسب حقيقت هو اويسي نسبت رکندڙ هو. روحاني تربيت خواجہ عبدالخالق غجدواني کان حاصل ڪئي هئائين.

مذڪور آهي تہ اميرڪلان کان پوءِ ست سال مولانا عارف ديڪ ڪراني جي خدمت ۾ رهيو ۽ ان کان پوءِ ڦثم شيخ جي خدمت ۾ رهيو. وري ٻارهن سال خليل اتا جي خدمت ۾ گذاريائين.

خواجگان جي سلسلہ ۾ خواجہ محمود انجير فغنوي کان وٺي اميرڪلان تائين ذڪر خفيہ ڪي ذڪر جليہ ۾ جمع ڪندا رهيا. پوءِ ان ذڪر ڪي وري اعلانيہ ذڪر جي سلسلي ۾ شامل ڪري ان ڪي قائم ڪيائين.

جڏهن خواجہ بهاؤالدين جي ظهور جو زمانو آيو تہ پوءِ جڏهن بہ ڪيس اميرڪلان سان مجلس ڪندي ڪو ڏسندو هو تہ هو ڪنارو ڪري ويندو هو. خواجہ بهاؤالدين ڪڏهن بہ ڪو غلام يا ٻانهيءَ نہ رکي. ڪانئس ان جو سبب پڇيو ويو تہ چيائين تہ بندگي سان گڏ خواجگي صحيح نہ ٿي لڳي ۽ وري ڪانئس پڇيو ويو تہ اهو سلسلو ڪٿي تو پهچي؟ فرمايائين تہ انهيءَ سلسلي جي ڪڙي ڪٿي بہ ۽ ڪنهن سان بہ نہ ٿي ملي. بلڪ الله تعاليٰ جو هيءُ ارشاد آهي تہ يٰآيُّهَا الَّذِيۡنَ آمَنُوۡا آمِنُوۡا بِاللهِ[1]

انهيءَ ڳالهہ ڏانهن اشارو آهي تہ هر گهڙي هن طبعي وجود جي نفي ڪئي وڃي ۽ حقيقي معبود جو اثبات ڪيو وڃي. شيخ جنيد قدس سره فرمائي ٿو تہ سٺ سال ٿيا آهن جو هاڻي ايمان جي درجي ۾ آيو آهيان. فرمائي ٿو تہ لا اِلٰه ۾ (معبود نفس جي) نفي آهي ۽ اِلاَّ اللهُ ۾ حقيقي معبود جو اثبات آهي ۽ مُحَمَّد رَّسُولُ اللهِ ۾ پنهنجو پاڻ کي فَاتَّبِعُوۡنِيۡ جي حڪم ۾ پابند ڪرڻو آهي.

سندس چوڻ آهي تہ هن ذڪر ڪرڻ جو مقصد ڪلمہ توحيد جي حقيقت کي پهچڻ آهي ۽ ڪلمئہ توحيد جي حقيقت اها آهي تہ ڪلمي ڪان سواءِ سڀ شيءِ جي نفي ٿي وڃي. گهڻو ڳالهائڻ شرط نہ آهي.

فرمايائين تہ حضرت عزيزان فرمائيندو هو تہ صوفين جي جماعت جي نظر ۾ زمين هڪ دسترخوان آهي ۽ اسان چئون ٿا تہ هڪ ناخن (ننهہ) جي ٻرابر آهي. ڪابہ شيءِ سندن نظر ڪان غائب نہ آهي.

چند ماڻهن ڪانئس ڪرامات جي طلب ڪئي. فرمايائين تہ اسان جي ڪرامات تہ ظاهر آهي، جو ايڏن عظيم گناهن جي بار جي باوجود بہ زمين جي مٿان گهمي ڦري رهيا آهيون.

فرمايائين تہ شيخ ابوسعيد ابوالخير ڪان پڇيو ويو تہ اوهان جي جنازي جي وقت ڪهڙي آيت جو ورد ڪيو وڃي. فرمايائين تہ آيت پڙهڻ تہ وڏو ڪم آهي اوهان صرف هيءُ بيت پڙهجو:

بيت

چيست ازين خوبتر درهمہ آفاق ڪار،
دوست رسد نزد دوست يار بہ نزديڪ يار

ترجمو: هن دنيا ۾ هن ڪان وڌيڪ ٻيو ڪو ڪم نہ آهي، جو دوست پنهنجي دوست وٽ پهتو ۽ يار پنهنجي يار وٽ.

وري فرمايائين تہ اسان جي جنازي جي اڳيان هي بيت پڙهجو:

بيت

مفلسانيم آمده در ڪوئ تو
شَيۡئًا لِلهِ از جمال روئ تو.

---

[1] سورة النسآء، آيت: 136

(اسان تنهنجي ڳلي جا مفلس آهيون، الله ڪارڻ ڪجهه شيءِ مون کي به ملي تنهنجي رخ جي جمال مان).

مولانا جمال الدين خالديءَ کان پڇيو ويو ته خواجه بهاؤالدين جي نسبت متاخرين مشائخ ۾ ڪهڙي بزرگ سان نسبت لڳي ٿي؟ فرمايائين ته توهان متقدمين مشائخ بابت پڇو، ڇو ته ٻن سالن کان وڌيڪ عرصو گذريو آهي جو اهڙي قسم جي ولايت جا آثار مٿس ظاهر ٿيا آهن، جو پوين ۾ ڪنهن به بزرگ جي مٿان اهڙا آثار رونما نه ٿيا آهن.

سندس وفات جو سال 791ھ آهي.

## شمس الدين محمد حافظ شيرازي

هيءُ صوفي بزرگ غيب جي زبان ۾ اسرار جو بيشڪ ترجمان هو، ليڪن اهو معلوم نه ٿي سگهيو آهي ته ڪهڙي پير سان دست بيعت هو. ليڪن ان جا شعر صوفي طبقي سان موافقت ۽ مطابقت رکن ٿا. اهڙي طرح نفحات ۾ آهي.

سندس فوت ٿيڻ جو سال 792ھ آهي.

## سيّد فخرالدين

ولد مير قوام الدين جو مير بزرگ جي نالي سان مشهور ۽ سيد عزيزالدين جو مريد هو. پنهنجي پيءُ جي وقت ۾ ئي رسم دار هو.

سندس وفات جو سال 792ھ آهي.

## مولانا ظهيرالدين خلوتي

هيءُ بزرگ ظاهري ۽ باطني علوم ۾ جامع هو. مولانا زين الدين ابوبڪر تائب آبادي فرمائي ٿو ته آسمان جي هيٺان ظهيرالدين جي مثل مون ڪوبه نه ڏٺو.

هو شيخ سيف الدين خلوتي جو مريد هو. ست قرائت جو قاري هو. سندس چوڻ آهي ته جڏهن مان پنهنجي استاد اڳيان سارو قرآن پاڪ ختم ڪيو ته هڪ رات پاڻ سڳورن ﷺ جن کي خواب ۾ ڏٺم. فرمايائون ته اي! ظهيرالدين مون کي قرآن ٻڌاءِ مون پوءِ اول کان وٺي آخر تائين قرآن شريف پڙهيو هڪ دفعي "اربعين" ۾ خلوت نشين هو، هن چلي ۾ صرف چار دفعا ڪڻڪ جا داڻا اُباري استعمال ڪيا. هر ڏهين ڏينهن اُباري کائيندو هو. سندس وفات جو سال 801ھ آهي، سندس قبر مزار خلوتيان ۾ سندس مرشد جي قبر جي پر ۾ آهي.

## سيد جلال الدين

هيءُ خود امير تيمور گورگانيءَ جو پير ۽ مقتداء هو. مٿس اقبال امير سَنّي ۾ توجه ڪيو هو.

## شيخ محمد

هيءُ امير حمزه جي همعصرن مان هو. وقت جو نامور بزرگ هو.

## بابا ماچين

هيءُ ماچين علائقي جو بزرگ هو. صاحب ڪشف ۽ صاحب يقين هو. ڪامل محقق ٻه ڪانئس فيض حاصل ڪندا هئا. هيءُ ماچين علائقي ڪان شاش علائقي ۾ آيو ۽ تاشقند ۾ سڪونت اختيار ڪيائين ۽ شيخ برهان الدين آبريز سندس مريد هو.

## مولانا جاني رومي

هيءُ مجذوبن جي جماعت ۾ برگزيده بزرگ هو. اڪابر خاص ۽ عام جو مرجع هو.

## مولانا ناصربخاري

هي ٻه ڪامل مجذوبن جي جماعت جو خاص هو. سيد قاسم تبريزي ساڻس ملاقات ڪئي هئي ۽ سندس معتقد ٻه هو.

## مير ديوانہ سبزواري

هِن سيد قاسم تبريزي ڪي ڏنو هو. سندس مداح هو. هڪ دفعي سندس دل ۾ خيال ٿيو تہ هي مير ديوانہ سبزواري بهتر آهي يا بابا محمود طوسي.

مجذوب مير ديوانہ سندس خيال ڪي معلوم ڪري ورتو. پوءِ سيد ڏانهن منهن ڪري چيائين تہ (اي سيد!) بابا محمود منهنجي ڪمان جو هڪ تير آهي. وري سيد قاسم سبزوار ڪان روانا ٿي بابا محمود وٽ طوس ۾ پهتو، بابا محمود سان مليو ۽ بابا محمود سندس اراده ڪي پرڪي ورتو ۽ مير ديواني جو قول ٻہ ڪيس معلوم ٿيو. ڪيس چيائين تہ اهو هڪ تير آهي، جيڪو بي پر ۽ بي نوڪ آهي.

## مولانا محمود حصاري

نامور بزرگ ۽ اهل حال هو. شيخ زين الدين جو خليفو هو.

## درويش عبدالرحيم

هيءُ ٻہ شيخ زين الدين جو خليفو هو.

## شيخ فخرالدين نوري

هيءُ اڪابر صوفين جي جماعت ۾ برگزيده صوفي هو.

هڪ ڏينهن حضرت عزيزان کان پڇيو ويو ته روز ازل ۾ اَلَستُ بِرَبِّكُمۡ جي سوال جو جواب سيني بليٰ سان ڏنو. چا لاءِ روز ابد ڪنهن جواب ۾ لِمَنِ المُلکَ نه چيو. فرمايائين ته روز ازل شريعت جي ذميداري جو ڏينهن هو. شرع ۾ قال آهي ۽ روز ابد شرع جي ذميواري جي خاتمي جو ڏينهن آهي ۽ عالمِ حقيقت جي ابتدا آهي ۽ حقيقت جي صفت ۾ قال جو وجود نٿو ٿي سگهي پوءِ بيشڪ حق سبحانه و تعاليٰ پاڻ پنهنجي جواب ۾ فرمايو ته لِلّٰهِ الواحِدِ القَهّار.

## قثم شيخ

هيءُ ترڪ مشائخ ۽ احمد يسوي جي خاندان مان هو. خواجه بهاؤالدين، سيد امير ڪلال جي فرموده موجب ته هينئر توکي اجازت آهي ته ترڪ ۽ تاجيڪ ۾ جتي به توکي خوشبوءِ ملي، اتان حاصل ڪر. پوءِ آءٌ (قثم شيخ) جي خدمت ۾ پهتس هُنَ مون کي پوري محبت سان رکيو ۽ فرمايائين ته مون کي نو فرزند آهن، ڏهون فرزند منهنجو تون آهين پر تون انهن سيني تي مقدم آهين.

قثم شيخ جي مزاج ۾ حد درجي جي بي تعلقي ۽ بيگانگي جو جذبو موجود هو. آخري زندگيءَ ۾ به بخارا جي جهنگلن ۾ ڦرندو رهندو هو. ديوانن وانگر ڳالهيون ڪندو رهندو هو. ڪجھ عرصي کان پوءِ جهنگل ڇڏي ٻاهر نڪري هڪ دڪان تي اچي ويهي رهيو. پنهنجي سيني پُٽن ۽ مريدن کي سڏرايائين ۽ چيائين ته منهنجي موت جو وقت اچي ويو آهي. هينئر سيئي گڏجي ڪلمه توحيد پڙهو. پوءِ سيني گڏجي ڪلمه توحيد پڙهيو، پاڻ به پڙهيائين ۽ انهيءَ حال ۾ جان ڏنائين.

## خليل اتا

خواجه بهاؤالدين فرمائي ٿو ته ابتدائي وقت ۾ هڪ رات ۾ مون خواب ڏنو، جنهن ۾ ”حڪيم اتا“ جيڪو ترڪ اڪابر مشائخن مان هو، جنهن مون کي هڪ درويش جي سفارش ڪئي ۽ انهيءَ درويش جي صورت ڏيکاري. پوءِ جڏهن آءٌ سجاڳ ٿيس ته هن درويش جي صورت ۽ شڪل منهنجي ذهن ۾ پخته ٿي وئي. پوءِ پنهنجي ڏاڏيءَ کي اهو خواب ٻڌايم. ڏاڏيءَ فرمايو ته توکي ترڪ مشائخ مان فيض نصيب ٿيندو. آءٌ انهيءَ درويش جي ڳولها ۾ هئس ته هڪ ڏينهن بخارا جي بازار ۾ ساڻس ملاقات ٿي. مون کيس سڃاتو ۽ ڪانئس نالو پڇيم ته خليل ٻڌايائين. پر ان وقت ته ساڻس وڌيڪ گفتگو يا مجلس نه ٿي سگهي. البته جڏهن گهر پهتس ته رات جو هڪ درويش قاصد آيو، جنهن چيو ته توکي خليل اتا گهرايو آهي، آءٌ سندس خدمت ۾ پهتس. ارادو ٿيو ته کيس خواب جي ڳالھ ٻڌايان، مگر هن اڳي ئي ٻڌائي ڇڏي. آءٌ سندس صحبت ۾ رهڻ

لڳس ۽ ان جي صحبت ۾ عجيب ۽ غريب مشاهدا ڪندو رهيس. ڪجهه مدت کان پوءِ مملڪت ماوراء النهر جو خليل اتا حاڪم ٿيو، آءٌ سندس خدمت ۾ ساڳي طرح رهڻ لڳس. پوءِ مون کي ڪڏهن نرمي ۽ ڪڏهن سختي سان خدمت جا آداب سيکاريندو رهيو. پورا ڇهه سال سندس خدمت ۾ گذاريم. پوءِ سندس سلطنت جو زوال آيو. ان وقت منهنجي دل دنيا کان پرجي آئي پوءِ بخارا جي هڪ ڳوٺ ريورتون ۾ اچي رهڻ لڳس.

## ابوالبرڪات تقي الدين علي دوستي سمناني

هيءُ شيخ رڪن الدين علاؤالدولہ جي مريدن مان هو. هڪ ڏينهن شيخ رڪن الدولہ فرمايو تہ جڏهن سالڪ تجلي جي وقت ڪنهن صورت کي سمجهي تہ سمجهي وٺي تہ اها ظاهري تجلي آهي. حق تعاليٰ کي ان صورت کان پاڪ تصور ڪرڻ گهرجي. اهڙي طرح حضرت موسيٰ عليه السلام وڻ مان آواز ٻڌو: "إِني أنا الله". (بيشڪ آءٌ الله آهيان). جيڪو شخص چوي تہ وڻ الله آهي تہ اهو ڪافر ٿيو ۽ جيڪو شخص چوي تہ اها ڳالهه الله تعاليٰ نہ چئي آهي تہ اهو بہ ڪافر ٿيو. پوءِ ظاهري تجلي تي ان قسم جو اعتقاد رکڻ گهرجي. ان ڏينهن اخي علي دوستي حاضر هو. شيخ فرمايو تہ مون کي علي دوستيءَ جو واقعو ڏاڍو پسند آيو ۽ اها ڳالهه آءٌ صرف درويشن جي اعتقاد جي پختگي لاءِ چئي رهيو آهيان. حق تعاليٰ علي دوستي تي هن سال هڪ دفعي ڪل موجودات جي صورت ۾ تجلي ڪئي ۽ ان کان پوءِ حق تعاليٰ تنزيه ۽ تسبيح سان گڏ سندس زبان تي هي الفاظ جاري ڪيا:

چوڻ لڳو حق تعاليٰ پنهنجي ذات سان گڏ، ان کان پڇيو تہ تو مون کي ڏٺو؟ ان جواب ۾ چيو نہ! الله تعاليٰ فرمايو تہ هي جيڪي شيون تو ڏٺيون هيون، اهي ڇا هيون؟ ان عرض ڪيو تہ اهي تنهنجي آثار ۽ صفات جون صورتون هيون. ليڪن تنهنجي ذات سيني صورتن کان پاڪ آهي. پوءِ حق تعاليٰ کي اها ڳالهه پسند آئي ۽ ان جي تعريف ڪيائين.

## شيخ ڪجج

هيءُ موحد، مدقق، سالڪ محقق هو. ايلڪانيان جي سلطان حسين ۽ سندس پٽ سلطان اويس جي دور حڪومت ۾ 707هه ۾ هو. شيخ الاسلام تبريز سان سندس ملاقات ٿي هئي. سندس اولاد امير تيمور تائين رهي.

## اخي علي مصري

هيءُ ملڪ شام ۽ روم جو برگزيده بزرگ هو. سندس مريد بيشمار هئا. جيئن تہ هيءُ منصف مزاج بزرگ هو. هڪ دفعي پنهنجي مريدن جي جماعت کي چيائين تہ جيڪڏهن اوهان حق جا طالبو آهيو تہ آءٌ بہ حق جو طالب آهيان ۽ مون مرشد نہ ورتو آهي. هينئر مون خواب ۾

ڏنو آهي ۽ پڻ ٻڌو ٻه اٿم ته خراسان ۾ مرشد موجود آهي. پوءِ هلو ته ان جي خدمت ۾ پهچون. پوءِ سڀ علاؤالدين رڪن الدين احمد بن محمد جي خدمت ۾ حاضر ٿيا.

## اخي احمد دهستاني

هيءُ شيخ رڪن الدين علاؤالدولہ جو مريد هو. شيخ رڪن الدين علاؤالدولہ فرمائي ٿو ته چلي جي خلوت ۾ مهيني جي اٺيهين رات هئي ته خواب ۾ ڏٺم ته مسافرن جي هڪ جماعت آهي، انهن ۾ هڪ نوجوان آهي، جنهن جي مٿان حق تعاليٰ جي نظر عنايت آهي ۽ اهو منهنجي حوالي ڪيو ويو آهي. پوءِ مون پنهنجي خادم کي هدايت ڪري ڇڏي ته هڪ مسافرن جي جماعت هت ايندي ان کي واپس وڃڻ جي اجازت نه ڏج، جيستائين آءٌ فارغ ٿي ٻاهر نه اچان. آخر اها جماعت اچي وئي. ٻئي ڏينهن جمع هو. منهنجو چلو ختم ٿيڻ وارو هو. مون کين چيو ته مون سان مسجد ۾ ملاقات ڪجو. ٻئي ڏينهن آءٌ مسجد ۾ ويس ته اُهي سڀ مسافرَ مليا، مگر اهو شخص جيڪو خواب ۾ ڏٺو هئم، انهن ۾ نظر نه آيو. ڪانئن پڇا ڪيم ته ڪو ٻيو شخص ٻه باقي آهي؟ چيائون ته هائو! اهو مسجد کان ٻاهر سامان جي سنڀال ڪري رهيو آهي. چيم ته ان کي ٻه وٺي اچو. پوءِ اهو ٻه آيو. ڏٺم ته برابر ساڳيو آهي. انهن جي اتي وڃڻ کان پوءِ مون پنهنجي خادم کي چيو ته ٻاهر وڃ ۽ ان نوجوان کي چئو ته انهيءَ جماعت کي ڇڏي مون وٽ ڪجهه ڏينهن قيام ڪر ته بهتر آهي. خادم ٻاهر ويو ته ڏنائين ته اهو نوجوان ٻاهر بيٺو آهي. ڪانئس خادم ٻاهران بيهڻ جو سبب پڇيو ته چيائين ته آءٌ شيخ جي خدمت ۾ رهڻ گهران ٿو. پوءِ جيڪڏهن شيخ مون کي پاڻ وٽ رهڻ جي اجازت ڏي ته آءٌ هن جماعت کي ڇڏي ڏيان. خادم کيس چيو ته شيخ مون کي پاڻ انهيءَ لاءِ موڪليو آهي ته تون ڪجهه وقت قيام ڪر پوءِ شيخ جي خدمت ۾ رهي پيو.

## شيخ علي فراهي

هن بزرگ جو والد فره رياست جو حاڪم هو. جڏهن هو پوڙهو ضعيف ٿي ويو ته هن حڪومت جون ذميداريون پنهنجي پٽ علي جي حوالي ڪيون ۽ کيس ڪجهه لشڪر ڏئي، بادشاهه وقت ڏانهن روانو ڪيو ته امارت جو پروانو ڪانئس حاصل ڪري. پوءِ هو روانو ٿيو. اتفاق سان سمنان جي جهنگلي علائقي ۾ کيس قورن، ڌاڙيلن سان مقابلو ڪرڻو پيو. انهيءَ لڙائيءَ ۾ سندس سڀ ساٿي مارجي ويا ۽ پاڻ ٻه سخت زخمي ٿي پيو ۽ مُرده ساٿين ۾ پيو رهيو. شيخ رڪن الدين کي ڪشف ذريعي حڪم ٿيو ته اتي وڃ هڪ زخمي زنده شخص کي کڻي اچي، سندس تيمارداري ڪر. شيخ اتي پهتو، مگر هو مُردن ۾ هئڻ سبب کيس نظر نه آيو ۽ موٽي ويو. وري کيس ساڳيوئي حڪم ٿيو. وري موٽي آيو. اهڙي طرح جڏهن ٽيون دفعو القاء ٿيس، تڏهن مُردن ۾ ڳولهي کيس لڌائين. پوءِ ان کي خانقاهه تي کڻي آيو ۽ تيمارداري ڪيائينس. جڏهن بلڪل تندرست ٿيو، تڏهن شيخ کيس فرمايو ته هاڻي توکي اختيار آهي، جيڏانهن توکي وڻي پلي وڃ! چيائين ته اوهان حضور جناب کي ڇڏي ڪيڏانهن ويندس. ٻئي هنڌ

جاءِ ڪين اٿم، اوهان جي ئي خدمت ۾ رهندس. پوءِ شيخ جي خدمت ۾ رهيو ۽ تربيت حاصل ڪري ڪماليت تي رسيو.

## شيخ محمد فراهي

هيءُ هڪ واسطي سان علي فراهيءَ جو مريد هو. آخري عمر ۾ حج جي ارادي سان سفر اختيار ڪيائين. جڏهن بنوجان ڳوٺ ۾ پهتو ته اتي فوت ٿي ويو. اتي ئي ڪيس دفن ڪيو ويو.

مذڪور آهي ته انهيءَ ئي سفر حج ۾ جڏهن هڪ شهر ۾ پهتا ته اتي اوباش ماڻهن جي ڪثرت هئي. جڏهن اتي مراقبو ڪيائين ته ان ۾ هڪ رڙ ڪيائين. سندس هڪ ساٿي ڪانئس پڇيو ته هيءُ ڇا آهي؟ چيائين ته هن شهر جون بدڪرداريون مون مٿان منڪشف ڪيون ويون. انهن اوباش ماڻهن ۾ هڪ سهڻي تمام خوبصورت عورت به ڏٺم. عرض ڪيم ته ياالله! انهيءَ عورت کي منهنجي ڪري بخش. پوءِ ندا آئي ته ائين چو نه ٿو چوين ته توکي انهيءَ عورت جي صدقي ۾ بخشيان. ڪجھ دير کان پوءِ اها عورت حاضر ٿي. ڪيس توبه جي توفيق نصيب ٿي.

## امام رفيع الدين

سندس نسب جو سلسلو اٺن واسطن سان، شهاب الدين بلقب فرخ شاهه ۽ اتان پندرهن واسطن سان حضرت عبدالله بن عمر فاروق رضي الله عنه سان ملي ٿو ۽ مخدوم جهانيان جو مريد هو. اصل رهاڪو سنام جو هو. پنهنجي پير جي خاص حڪم تحت سرهند ولايت جو پير مقرر ٿيو. ان جڳهه تي سندس ڀاءُ فتح الله حاڪم هو. بنا سڃاڻ جي ۽ بي خبري ۾ بوعلي قلندر کي رنجش پهچائڻ سبب ڪيس جهنگل جي مردار خور جانورن ۾ رکيو ويو هو، جيڪو آباد نه ٿي ٿيو. پوءِ بوعلي قلندر وٽ وڃي معذرت ڪيائين ۽ معافي ورتائين، تڏهن اهو آباد ٿيو. پوءِ هميشه اتي سڪونت اختيار ڪيائين ۽ اتي ئي فوت ٿي ويو.

نسب شيخ عبدالاحد والد شيخ مجدد الف ثاني ڇئن واسطن سان ساڻس ملي ٿو.

## شيخ يحيٰ

ولايت جي باب ۾ پنهنجي قبيلي ۾ مشهور هو.

## شيخ فياضي

طالبن کي فيض بخشيائين.

## شيخ فيض الله

بن ضياء الدين عباسي ۽

## شيخ حماد قريش

۽ شيخ روح الله ولد امجد شيخ حماد قريش ۽ قطب المحققين ۽ قطب ۽ مدفون قلعہ مؤ ۾.

## شيخ جمال درويش اُچي

هيءُ مخدوم جهانيان جي خليفن مان هو. معروف صاحب ڪمال هو. سلطان تغلق سندس ڪافي معتقد ۽ ارادتمند هو. شيخ رڪن الدين جي رنجش سبب اُچ شريف ۾ وضو ڪندي فوت ٿي ويو. سندس وفات 735هه ۾ ٿي.

## شيخ محمود قطب

عرفان جي آسمان جو قطب هو. مخدوم جهانيان جي خدمت مان جيڪو مريد فيضياب ٿيو، سو صاحب ڪمال ٿيو ۽ هيءُ بہ ڪماليت جي درجي تي پهتل هو. ٻيا مريد جيڪي سندس عنايت جي لطف سان نوازيل هئا، سي هي آهن:

شيخ احمد چشتي پتني، شيخ شرف الدين مهابلي، تاج الدين بڪري، شيخ احمد شيرازي، شيخ سڪندر مسعود، شيخ معلي يحيٰ ابن علي اصغر، مخدوم سيد شرف الدين يحيٰ ۽ مخدوم اخي جمشيدي. جن جو احوال نظر نٿو اچي.

## مخدوم ناصرالدين محمود

هيءُ مخدوم جهانيان جو فرزند ۽ جانشين هو. پنهنجي وقت جو مشهور صاحب ڪرامات ۽ دل وارن جو مرڪز هو.

## سيد راجو قتال

سندس نالو صدرالدين ميران هو. مخدوم جهانيان جو ڀاءُ هو. حالات غريبہ ۽ تصرفات عجيبہ جو مالڪ هو. تمام وڏي جماعت کي ڪماليت تي پهچايو هئائين ۽ سندس جماعت جي بزرگن مان چند بزرگن جو سلسلو هي آهي:

شيخ مودود بن قاضي علم الدين، هو عبدالقادر شيخ شهيد ڪان متوالي نهروجي، عارف بلوچ، بلوچستان سنڌ ڪان قاضي نورالله شوشتري ڪان مذڪور آهي تہ اهي سندس خاص مريدن مان هئا.

## ضياءالدين برني

هيءُ تاريخ فيروزشاهي جو مصنف آهي ۽ شيخ نظام الدين اولياء جو مريد هو. امير خسرو ۽ مير حسن علامہ سجزي سان ڪيس ڪافي محبت هئي ۽ ارادتمنديءَ جي شروعات ۾

غور شهر جي نور ڳوٺ ۾ سڪونت اختيار ڪيائين. لطافت طبع ۽ فن نديمي ۾ ڪماليت هئڻ سبب سلطان محمد تغلق شاهه وٽ ڏاڍو پيارو بڻجي ويو. فيروزشاهه جي عهد حڪومت ۾ ڪناره ڪش ٿي ويو ۽ گوشه نشيني اختيار ڪيائين. وفات جي وقت بلڪل تنها ۽ هٿين خالي هو. سندس جنازي مهل انهن بورين ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه نه مليو، جن تي سمهندو هو. ڪيس شيخ نظام الدين جي روضي جي پرسان سندس والده جي پيرن ۾ دفن ڪيو ويو.

هفت اقليم جي ليکڪ سندس تعريف ڪي خواجه حسن دهلوي جي احوال ۾ گڏي ڇڏيو آهي.

## مولانا تاج الدين

هيءُ شيخ نظام الدين اولياء جي صحبت جو فيض يافته هو. سندس قبر ڪهلو ڪري ۾ آهي ۽ اتي عبارت "ازدهلي" لکيل آهي.

## مولانا حميد شاعر قلندر

هيءُ به نظام الدين اولياء جو مريد هو. شروعات ۾ مولانا برهان الدين غريب جي خدمت ۾ رهندو هو. سندس ملفوظات جمع ڪيائين. ان ڪان پوءِ نصيرالدين محمود جي خدمت ۾ رهڻ لڳو ۽ انهيءَ جا به ملفوظات جمع ڪيائين. ان جو نالو "خيرالمجالس" رکيائين.

## مولانا برهان الدين بلخي

هيءُ اڪمل ولي هو. مشهور صاحب ڪرامات هو. دهليءَ ۾ ڪجهه وقت لاءِ ماڻهن کي فيض پهچائڻ ۽ معتقدن جي دلين کي روشن ڪرڻ آيو ۽ تمام وڏي عمر هئڻ سبب گذاري ويو.

## شيخ شرف الدين

هيءُ يحيٰ منيريءَ جو فرزند هو.هندوستان جي مشهور مشائخ مان هو. ڪافي تصنيفات ڪيون هئائين. جن ۾ "مڪتوبات" مشهور ۽ بهترين ڪتاب آهي.

مذڪور آهي ته هو شيخ نظام الدين جي مريد ٿيڻ جي شوق ۾ دهليءَ ۾ پهتو. پر هن جي پهچڻ کان اڳ شيخ نظام الدين انتقال ڪري ويو. اتفاقاً شيخ نجيب الدين سهروردي ان وقت دهليءَ ۾ موجود هو. شرف الدين سندس زيارت لاءِ ويو، شيخ نجيب الدين سهروردي ڪيس ڏسي چيو ته: اي درويش اچ! مدت کان آءٌ تنهنجي انتظار ۾ هئس ته اچي ته مون وٽ رکيل امانت سندس حوالي ڪريان. پوءِ ان جو مريد ٿيو ۽ اها امانت حاصل ڪري پنهنجي وطن واپس وريو.

هيءُ به مشهور آهي ته آگره جي جهنگن ۾ ڪيترائي سال عبادت ۾ گذاريائين ۽ سندس قبر منير شهر ۾ آهي. منير شهر بهار جي علائقي ۾ آهي.

## مولانا خواجہ حسن سجزي دهلوي

سندس نالو نجم الدين هو. علاؤالدين ڪاتب جو فرزند هو. شيخ نظام الدين اوليآء جو مريد هو. هن بزرگ ۽ امير خسرو دهلوي ۾ ڏاڍي دوستي ۽ پيار هو. سندس شعر خسرو دهلوي جي شعرن ڪان وڌيڪ نمڪين آهن. هن پنهنجي شعر ۾ سعدي جي شعر جي طرز اختيار ڪئي هئي. هن پنهنجي مرشد جا ملفوظات جمع ڪري، انهيءَ جو نالو "فوائد الفواد" رکيو. خسرو چوندو هو تہ ڪاش! منهنجون سڀ تصنيفات ان جي نالي منسوب هجن ها ۽ هي "فوائد الفواد" منهنجي نالي سان منسوب هجي ها ۽ ان جي تعريف ۾ هي رباعيون چيائين:

رباعي

يک حرف تو چهل صباح عالم را نور
يک حرف تو هشت خلد را مايہ نور
حرف سيمين چهل ولي را دستور
زان چار چهار رکن عالم معمور

رباعي

دارم دلي غمين بيامرز و مپرس
صد واقعہ درمکين بيامرز ومپرس
شرمنده شوم اگر بہ پرسي علمم
اي اکرم اکرمين بيامرز و مپرس

## شيخ حسام الدين ملتاني

جڏهن سلطان محمد تغلق، دهليءَ جي ڪجهہ ماڻهن کي ديوگير ڪوچ ڪرڻ جو حڪم ڏنو تہ هيءُ گجرات ويو. پٽن شهر ۾ گذاري ويو. اُتي ئي ڪيس دفن ڪيو ويو.

## مولانا سراج الدين

سندس لقب اخي سراج هو. شيخ نظام الدين اوليآء جو مريد هو. ان جي فوت ٿيڻ ڪان پوءِ لکنؤ هليو ويو.

## مولانا فخرالدين زرادي

هيءُ بہ شيخ نظام الدين اوليآء جي مريدن مان هو. هن بہ رسالا لکيا، جن جي مقدمي ۾ فقه جي اصول جا قاعدا ۽ انهن جي وضاحت بيان ڪري، ان کي پورو ڪيو هئائين.

## مولانا علاؤالدين نيلي

هيءُ بہ شيخ نظام الدين اولياَء جو مريد هو. سندس مرشد جي اجازت هوندي بہ هن خلافت جو چرچو نہ ڪيو.

## شيخ محمود

سنڌ ۾ سمن جي حڪومت دوران هيءُ سنڌ جي برڪ عالمن ۽ برگزيده مشائخ مان هو. سندس بابرڪت سڪونت سيوستان ۾ هئي. سندس اولاد مان قاضي شرف الدين معروف ”مخدوم راهو“ مشهور هو. ان وقت جي طريقت جي نامورن سالڪن مان هو. قاضي ڏتو سيوستاني سندس فرزند هو.

## سيّد حسين خمڪ سوار گجراتي

هيءُ بہ شيخ نظام الدين جي مريدن مان هو. صاحب ولايت ۽ صاحب ڪرامات هو. سندس مزار ٻين شهيدن سان گڏ فراز قلعہ ۾ آهي، جيڪو ڪروتيلي نالي سان مشهور آهي ۽ چيو وڃي ٿو تہ اها هڪ عجيب جڳهہ باصفا ۽ باسڪون آهي.

پڻ چيو وڃي ٿو تہ ڪافرن سان جنگ ڪندي، بلند پهاڙ جي چوٽي تان حملو ڪري ڪين تباهہ ڪندو رهيو. اهو سندس ڪرامت جو ڪمال هو.

## شيخ عبدالله غرجستاني

هيءُ شيخ رڪن الدين علاؤالدين جي مريدن مان هو. غرجستان جي هڪ ڳوٺ جو رهندڙ هو. ننڍڙي عمر جو هو تہ سندس والد گذاري ويو. سندس والده هڪ ٻئي شخص سان نڪاح ڪيو.

هڪ ڏينهن سندس ويڳي پيءُ ڪان ڪا اهڙي ڳالهہ ظاهر ٿي، جو ننڍڙي ڪي وهم وينو تہ هو مون ڪي قتل ڪري ڇڏيندو. سو هو ڳوٺ ڪان ڀڄي نڪتو ۽ پسگردائيءَ ۾ وڏي پاڻيءَ جي چشمي تي هڪ وڻ بينو هو، جنهن تي چڙهي وڃي لڪي وينو. اتفاقاً درويشن جي هڪ جماعت انهيءَ وڻ هينان منزل ڪئي ۽ پاڻي هيٺ سبب انهن درويشن ان پاڻيءَ ۾ ننڍڙي جو پاڇو ڏٺو. پوءِ ان ڪي وڻ تان لاهي پاڻ سن گڏ وني ويا. جڏهن سمنان ۾ پهتا تہ شيخ رڪن الدين ڪانئن اهو ننڍڙو ورتو ۽ ان جي پرورش ۽ تربيت ڪيائين. جڏهن ڪامل ۽ ارشاد طالبان جي لائق ٿيو، تڏهن ڪيس طوس جي ولايت ڏنائين. جڏهن هو طوس ۾ آيو ۽ هدايت طالبان ۾ مشغول ٿي ويو تہ ڪجهہ وقت ڪان پوءِ وقت جي بادشاهہ ڪيس عرض ڪيو تہ بعض دشمنن سان جنگ ۾ اسان سان گڏ رهو، جنهن ڪي انهيءَ قبول ڪيو. پوءِ انهيءَ جنگ ۾ شهيد ٿي ويو. سندس جسم ڪي طوس ۾ آڻي دفن ڪيو ويو. سندس قبر طوس ۾ آهي.

## بابا محمود طوسي

هيءُ شيخ عبدالله جي مريدن مان هو. شيخ عبدالله چلہ ۾ ويٺل هو. هڪ ڏينهن خانقاه جي خادم کي فرمايائين تہ اڄ رات ٻہ درويش خانقاه ۾ ايندا. پوءِ هوشيار ۽ خبردار رهڄ، جيئن هو بي خودي ۾ نہ اچن ۽ خلوت کان ٻاهر نڪري نہ وڃي سگهن. خادم حاضر ۽ چوڪس هو تہ اوچتو بابا محمود نعرو هڻي ٽپ ڏئي، ٻاهر نڪري هليو ويو. باقي هندو الياس کي قابو ۾ رکيائين. بابا محمود جهنگن ۽ جبلن ۾ گم ٿي ويو. هندو الياس هوش ۾ اچي صحيح رستي تي ڪامل ٿي ويو، ليڪن بابا محمود مغلوب ۽ مجذوب ٿي ويو.

## اخي علي قتلق شاهہ

هيءُ بہ شيخ عبدالله جي مريدن مان هو. شيخ عبدالله کي جڏهن بادشاهہ وقت جنگ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ طلب ڪيو، تڏهن چيائين تہ آءٌ هن لڙائيءَ ۾ شهيد ٿي ويندس. اخي عليءَ کي مون کان پوءِ منهنجو جانشين ٻڌائجو. پوءِ وصيت موجب اخي عليءَ کي سندس جانشين ڪيو ويو. هنن پنهنجي پير جو طريقہ ارشاد جاري رکيو.

## شيخ حافظ بهاؤالدين بن عمر ابروهي

هيءُ شيخ اخي عليءَ جي مريدن مان هو. ننڍپڻ ۾ ئي سندس والد فوت ٿي ويو. ڪيس درزيءَ جي دڪان تي ڪم سکڻ لاءِ ويهاريو ويو. مولانا رضي الدين مياڻي جو شيخ عبدالله غرجستاني جو مريد هو. خضر عليه السلام جو بہ صحبت يافتہ هو، ابروهہ ۾ آيو ۽ ٻڌايائين تہ شيخ عمر جو پٽ درزيءَ جي دڪان تي ويهاريو ويو آهي. چيائين تہ درزين وٽ وڃڻ وارو نقصان ۾ رهندو. پوءِ ابن عمر کي سڏرائي پاڻ سان گڏ شهر طوس وٺي ويو. هڪ صالح حافظ جي حوالي ڪري چيائينس تہ هن کي حافظ قرآن ٻڻاءِ.

ابن عمر جو چوڻ آهي تہ جڏهن مون کي شروع ۾ سلوڪ جي واٽ ۽ وصل الي الله جي خواهش پيدا ٿي تہ نيشاپور ۾ مولانا شمس الدين خليفو ارشاد ۾ مشغول هو. شيخ اخي علي جي راهہ ۾ هڪ بيابان هو. مون هر ولايت ۾ ”عزيزي“ جو نالو ٻڌو. پريشان ٿي ويس تہ ڪيڏانهن وڃان؟ پوءِ هڪ دفعي خواب ۾ ڏٺم تہ هڪ شخص پيرين اگهاڙو ڊوڙندو آيو، مون کي جهلي، اخي علي جي هنج ۾ ويهاريائين پوءِ مون سمجهيو تہ اخي علي جي خدمت ۾ حاضر ٿيڻ گهرجي. پوءِ ان جي خدمت ۾ پهچي ساڻس بيعت ڪيم ۽ سندس خدمت ۾ رهڻ لڳس.

## خواجہ حميدالدين کهارکر

هيءُ حق تعاليٰ جي محبوب ۽ مجذوب ٻانهن ۾ پيارو ٻانهو هو. اسماعيل ڳوٺ ۾ شيخ محمد جي تربت وٽ ۽ هڪ پٽريلي دڙي تي ويهي وعظ ڪندو هو. رضي الدين مياڻي ۽ شيخ حافظ ابروهيءَ جن جو همعصر هو.

## مولانا رضي الدين علي ماياني

هيءُ شيخ عبدالله غرجستاني جو مريد ۽ خضر عليه السلام جو صحبت يافته هو.

## شيخ صفي الدين گاذروني ڪبير

هيءُ اڪمل اوليآء مان هو. اڄ ۾ فوت ٿي ويو. سندس زمانو انين صدي هجري آهي. سندس پوٽو صفي الدين صغير هو. هيءُ ٻئي بزرگ پنهنجي وقت جا ڪامل اولياء الله هئا. صفي الدين شيخ ڪبير جي درگاهه هن وقت به اهل الله ۽ عوام جي محبوب زيارتگاهه ۽ دعائن جو مرڪز آهي.

## گنج احمد

هي ملڪ گجرات جي اڪابرين مشائخ مان هو. حقيقت احمدي جو خزانو ۽ دائمي معنائن جو خزانو عطا هجڻ سبب ڪيس "گنج احمد" سڏيندا هئا. وقت جا سلطان، اُمراء، ننڍا ۽ وڏا سڀ منجهس بي پناهه عقيدت رکندڙ هئا.

## شيخ احمد ڪهتو

ڪهتو هڪ ڳوٺ جو نالو آهي جو ناگور جي علائقي ۾ آهي. شيخ انهيءَ ئي ڳوٺ ۾ ڄائو هو. اخبار الاخيار ۾ آهي ته سندس وڏا دهلي ڪان آيل هئا ۽ ننڍپڻ جو عرصو هن دهليءَ ۾ گذاريو هو. مشهور آهي ته ننڍپڻ ۾ هڪ رات سخت طوفان ڪيس ڪٽي اُڏاري وطن ڪان پري ڪنهن علائقي ۾ وڃي اُڇلايو. پوءِ گهمندي ڦرندي ڪجهه ڏينهن ڪان پوءِ ڪهتو ڳوٺ ۾ پهتو. اتي شيخ ابواسحاق مغربي ڪي هٿ آيو. جنهن ڪيس پاڻ وٽ رهائي، سندس تربيت ڪري ڪامل ولي الله بڻايو. بعد ۾ شيخ احمد دهليءَ ۾ اچي رهيو ۽ ڪافي مدت ڪان پوءِ حرمين شريفين جي زيارت لاءِ ويو. اتي سندس ڪافي عزت ۽ تعظيم ٿي. حج ۽ زيارت ڪان واپس ٿيڻ بعد سلطان مظفر دهليءَ ۾ پراٽي ڏيٺ ويٺ جي آذار ۽ حجت تي ڪيس گجرات وني آيو ۽ اتي ڳوٺ سرنج ۾ رهايائينس. پوءِ اتي سڪونت اختيار ڪيائين ۽ اتي ئي فوت ٿي ويو.

مذڪور آهي ته گجرات جي سلطان احمد باقي ڪي شيخ احمد ۾ ڏاڍو اعتقاد هو. سندس اشاري مطابق ٽن ٻين احمد نالي بزرگن: هڪ احمد ڪبير ۽ ٻيو گنج احمد ۽ ٽيون احمد نعلبند، جيڪي وقت جا معروف بزرگ ۽ مشائخ هئا، انهن جي اعانت سان سلطان احمد هڪ شهر نالي احمد آباد تعمير ڪرڻ چاهيو ٿي. اتي هڪ جوڳي جنهن جو نالو "مرتاض" هو، ان ۾ رهندو هو. جوڳي نه ٿي چاهيو ته اهو شهر تعمير ٿئي. انهيءَ ڪري جيڪو به ڏينهن ۾ تعمير جو ڪم ٿيو پئي ته اهو رات ۾ ڊٺل پيو هوندو هو. هو استدراج جو ماهر هو. ان زور تي اهي حرڪتون ڪندو هو. آخر سيني بزرگن جوڳي نالي "مانڪ نات" ڏانهن پيغام ڪٽي ويا ۽ چيائونس ته

ڪيتري تائين پهچ رکين ٿو؟ چيائين زمين، آسمان جون شيون آڏي سگهان ٿو، ليڪن منهنجو امتحان انهيءَ ۾ ئي آهي تہ ڪنئري جي بلڪل تنگ منهن جي سوراخ ۾ اندر وڃي پورو ويهي سگهان ٿو. پوءِ سندس امتحان ورتائون. پوءِ جڏهن هو اندر ڪنئري ۾ وڃي ويهي رهيو تہ ڪنئري کي ڍڪ ڏئي مٿان بند ڪري ڇڏيائونس ۽ هو نڪري نہ سگهيو. جوڳي رڙ ڪري چين تہ اوهين منهنجي مٿان غالب اچي ويا آهيو. هاڻي شهر پلي تعمير ڪيو، ليڪن اگر ان ۾ منهنجي نالي تي ڪا جڳهہ يادگار رکندؤ تہ پائدار رهندو. پوءِ ان ڪان وٺي ابتدائي چونڪ مانڪ واري جڳهہ مشهور ۽ معروف آهي ۽ احمدآباد جي شهر جي اڏاوت جي تاريخ لفظ "خير" ۾ 810هہ ۽ تاريخ جامع مسجد شاهي لفظ "بخير" 812هہ ۾ مضمر آهي.

## احمد نعلبند

هيءُ بزرگ نعل، الله جي محبت ۾ مستغرق ۽ خدمتگاريءَ ۾ شهسوار ۽ حقيقت ۽ معرفت ۾ الله ڪان آگاهہ ۽ ٽنهي احمدن جو همعصر هو. احمد آباد ۾ گذاري ويو. سندس مدفن احمد آباد جي بازار ۾ خاص ۽ عام جو زيارتگاهہ آهي.

## عزيز بخاري

هيءُ حضرت ڪتاب "ڪشف الحقائق" جو مصنف ۽ فاتحة الڪتاب جو متضمن ۽ ڏهن رسالن ۽ انهن جي خاتمه جو ليکڪ هو. سن 671هہ ۾ بعض فقراء جي التماس تي لکڻ شروع ڪيو هئائين ۽ ڪفار جي طرفان غير معمولي حالات پيدا ٿيڻ سبب ماوراء النهر جي علائقي ۾ هليو ويو. اتان خراسان ۾ پهتو ۽ ڇڏيل باقي مسوده (بياض) سال 680هہ ۾ مڪمل ڪري ڇڏيائين.

هن ارادو ڪيو تہ سياڻي مڪمل بياض منظرِ عام تي آڻيان، ليڪن انهيءَ رات ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جن کي خواب ۾ ڏٺائين، جن ڪيس فرمايو تہ جيستائين سن 700هہ نہ گذري، تيستائين هن ڪتاب جو خلق ۾ اظهار نہ ڪر. عرض ڪيائين تہ: يارسول الله ﷺ هن ڪتاب جا ڪي جزا تہ ماڻهو ڪٽي ويا آهن، فرمايائون تہ باقي جيڪو بچيل آهي تہ ان کي ستين صدي هجري جي گذرڻ تائين ظاهر نہ ڪر.

## شيخ حاجي محمد

هيءُ خبوشان جو رهاڪو هو. سندس طريقت جي نسبت چئن واسطن سان مير سيد علي همداني سان ملي ٿي.

ڪيس 37 خليفا صاحب ارشاد هئا ۽ خراسان ۾ پنهنجي وقت جو مڃيل بزرگ هو. سندس خليفن مان نامور خليفا هي هئا:

(1) شيخ عمادالدين فضل الله: هيءُ خراسان ۾ پنهنجي وقت جي نامور مشائخ مان هو.

(2) مولانا محمد زاهد: هيءُ بلخ ۾ ڪيترائي سال عبادت ۽ خلق جي رشد ۽ هدايت ۾ مشغول رهيو.

(3) خليفه صدرالدين هرڪاوي: بلخ ۾ جهان خلق کي فيض رسائيندو رهيو.

## شيخ نورالدين خوافي

سندس رجحان عبادت جي ڪثرت ڏانهن هو. سندس پوٽو شيخ عبداللطيف خوارزم ۾ پنهنجي وقت جو معروف ۽ ممدوح بزرگ هو. سلاطين وقت سندس معتقدين ۽ مريد رهيا.

## مولانا تاج الدين

دشت ڪولڪيءُ جو رهاڪو هو. اڪابرين اولياء الله مان هو. مولانا يعقوب چرخي سندس خدمت ۾ ڪافي وقت رهيو.

## شيخ سراج الدين پرمسي

پرمس ونڪي ڳوٺن مان هڪ ڳوٺ آهي. اها جڳهه بخارا شهر کان شرعي چئن ميلن جي پنڌ تي آهي.

## مولانا تاج الدين درغمي

هيءُ پنهنجي وقت جو اڪابرين مشائخ هو. ظاهري ۽ باطني علوم جو عالم هو. صاحب احوال عاليه ۽ ڪرامت ظاهره هو. خواجه عبيدالله احرار جي ڏاڏنگ مان هو.

## مولانا محمّد بشاغري

سمرقند ولايت جي اوپر، اتر ۾ بشاغر هڪ وڏو ڳوٺ آهي ۽ شهر کان ٻارهن ميلن جي مفاصلي تي واقع آهي. ظاهري ۽ باطني علوم جو ماهر ۽ عالم دين هو. اويسي طريقت جو فيض يافته هو. مولانا تاج الدين جي مائٽن مان هو. خواجه محمد پارسا ساڻس ملاقات ڪئي هئي.

## خواجه ابراهيم شاشي

هيءُ خواجه عبيدالله احرار جو مامو هو. عالم، عارف، صاحب ذوق ۽ صاحب وجد هو. شروعات ۾ سيد شريف جرجاني ۽ خواجه عطاءالدين عطار جي صحبت حاصل ڪئي هئائين.

## خواجه عمادالملڪ

هيءُ فاضل ۽ ڪامل شيخ هو.

سندس چوڻ آهي ته احوال ۽ وجد جي مجموعي کان استقامت بهتر ۽ محبوب تر آهي.

## مولانا مسافر

هيءُ سلسلہ مشائخ ترڪ کي وڏيڪ پائيندو هو. خواجہ عبيدالله احرار اشعار ۽ احوال ۾ ساڻس ڪچهري ڪندو هو.

## پير عزيزي

هيءُ خواجہ عبيدالله احرار جي چاچاڻ مان هو. مولانا مسافر جي خلفاء مان هو. وقت جو معروف بزرگ هو. سندس ئي سلسلي سان وابستہ هو.

## خواجہ شهاب الدين

هيءُ خواجہ عبيدالله احرار جو پڙڏاڏو هو. روحانيت، ڪرامات ۽ وجدان ۾ ڪامل هو. مجذوبن سان محبت رکندڙ هو. گهڻو ڪري پوک ڪرڻ يا واپار ۾ مشغول هوندو هو. سفر ۾ پاڻ سان گڏ ڪو ساٿي نہ ڪڻندو هو. هڪ دفعي ڌاڙيلن کيس سوگهو ڪيو. مجذوبن جا نالا ڪڻندو رهيو. اهي حاضر ٿيا ۽ کيس آزاد ڪرايائون.

شجره نسب ۾ حضرت عون بن علي فرزند اميرالمؤمنين علي عليه السلام جي اولاد مان هو. سندس شجره هن ريت آهي:

شهاب الدين بن محمّد عبدالله بن خواجہ قطب الدين يحيٰ بن ناصرالدين محمد بن ظهيرالدين محمد بن وحيدالدين بن رضي الله محمد بن رشيد بن عبيدالله بن خواجہ علاؤالدين احمد بن خواجہ بهاؤالحق ؤالدين بن امير محمد جعفر بن مير محمود بن مير عبدالله بن اميرابراهيم بن امير محمد بن مير محمد عبدالله بن امير عمر بن اميرعون بن علي عليه السلام. والعلم عندالله.

مذڪور آهي تہ جڏهن سندس وفات جو وقت ويجهو آيو تہ پنهنجي فرزندن محمد ۽ محمود کي سڏرايائين ۽ ڪين چيائين تہ اوهين بہ پنهنجن فرزندن کي گهرايو. جڏهن اهي سڀ وٽس آيا تہ محمد جي فرزندن مان جيڪي سندس وڏا پٽ هئا، تن جا نالا اسحاق ۽ مسعود رکيائين ۽ ڏسي چيائين تہ ڪافي پريشاني ڏسندا ۽ محمود جي فرزند، خواجہ عبيدالله کي، جيڪو تمام ننڍڙي عمر جو هو، پيچدار پوشاڪ ۾ کيس آندو ويو هو، شهاب الدين جڏهن پنهنجي انهيءَ ننڍڙي پوٽي کي ڏٺو تہ پاڻ اٿي وينو ۽ پوٽي کي هٿ کان وٺي پنهنجي هنج ۾ ويهاري چوڻ لڳو تہ هي اهو ٻار آهي، جنهن جي مون گُهرَ ٿي ڪئي. پر افسوس جو جن ڏينهن ۾ هن جو ظهور ٿيندو تہ آءٌ نہ هوندس ۽ هن جهان ۾ سندس تصرفات ڏسي نہ سگهندس ۽ تمام جلد هيءُ پُٽ عالمگير هستي ٿيندو. شريعت کي رائج ڪندو ۽ طريقت کي رونق بخشيندو. وقت جا سلاطين سندس اڳيان ڪنڌ جهڪائيندا. سندس بابت سڀ حالات هڪ هڪ ڪري شروع کان آخر تائين بيان فرمايائين. پوءِ سندس سمورو بدن مٿي کان وٺي پيرن تائين چميائين ۽ کيس ان جي پيءُ جي حوالي ڪري، سندس تربيت لاءِ وصيت ڪيائين.

## خواجه محمّد شاشي

هيءُ خواجه شهاب الدين جي پيءُ جو ياءُ (چاچو) هو. ولايت جي فيض ۽ ذوق سان بهرور هو، ڪامل ولي الله هو.

خواجه شهاب الدين فرمائي ٿو ته منهنجو ياءُ علائقي جي حڪام جي ڪابه شيءِ هرگز قبول نه ڪندو هو. منهنجي ۽ ان جي وچ ۾ ڪنهن به وجود جو واسطو رڪيل نه هوندو هو. اسان ٻئي هڪ ٻئي جا ڪم يا مقصد، قاصد يا پيغام ڪان سواءِ ئي معلوم ڪري ويندا هئاسون. البته جيڪڏهن ان ڪابه شيءِ قبول ڪئي ۽ اها شيءِ شبهي واري هوندي هئي ته ان جي نحوست سبب اسان جي اها بنا واسطي واري نعمت ڪسجي ويندي هئي ۽ واسطي جي محتاجي لاحق ٿي ويندي هئي. پوءِ اسان قاصد يا خط لکڻ جا محتاج ٿي ويندا هئاسون.

## خواجه محمود شاشي

هيءُ خواجه شهاب الدين شاشيءُ جو فرزند ۽ خواجه عبيدالله احرار جو والد هو. هيءُ ڪامل درويش ۽ ولي الله هو. کائڻ ۽ پيئڻ ۾ ڏاڍو محتاط رهندو هو. خواجه عبيدالله جو سندس والده جي طرفان ياءُ هو، هن جي تعريف ڪندو هو. چوندو هو ته قوي جذبي وارو آهي ۽ اڪثر ڪري سخت مجاهدات ۽ رياضات ۾ مشغول هوندو هو. تمام ٿورو کائيندو ۽ تمام ٿورو سمهندو هو. اڪثر خاموش رهندو ۽ ماڻهن سان ميلاپ به تمام گهٽ رکندو هو. چار مهينا لڳاتار انهيءُ ئي حالت ۾ رهيو. سندس ماءُ جي طرفان ياءُ خواجه عبيدالله نقل تو ڪري ته ان ڪان پوءِ خواجه جي جذبه طلب کي تسڪين حاصل ٿي.

## شيخ عبدالعزيز ديريني

هيءُ مشهور ولي الله ۽ صاحب ڪمال هو. امام يافعي ۽ سندس مريد هن جي ڪرامتن جون ڪافي حڪايتون ڪندا هئا.

## قطب الآفاق خواجه اسحاق ختلاني

هيءُ بزرگ سيد علي همدانيءُ جو مريد ۽ سيد الاقطاب سيد محمد نوربخش محمد بن حاجي سمرقنديءُ جو مرشد هو. مذڪور آهي ته جڏهن سيد نوربخش جي اعليٰ سيادت ۽ مرتبو خواجه اسحاق ختلاني تي ظاهر ٿيو ته ڪيس سڏي سندس بيعت ڪيائين. دست بيعت وقت فرمايائين ته محمد نوربخش فرزند مصطفيٰ ﷺ جي بيعت تو ڪريان ۽ قرآن مجيد جي هيءَ آيت پڙهيائين: اِنَّ الَّذِيۡنَ يُبَايِعُوۡنَکَ اِنَّمَا يُبَايِعُوۡنَ اللّٰهَ يَدُ اللّٰهِ فَوۡقَ اَيۡدِيۡهِمۡ فَمَنۡ نَّکَثَ فَاِنَّمَا يَنۡکُثُ عَلٰي نَفۡسِهٖ وَمَنۡ اَوۡفٰي بِمَا عٰهَدَ عَلَيۡهُ اللّٰهَ فَسَيُؤۡتِيۡهِ اَجۡرًا عَظِيۡمًا [1]

---

[1] سورة الفتح آيت: 10

ترجمو: جيڪي ماڻهو توسان بيعت ڪن ٿا. اُهي الله سان بيعت ٿا ڪن. الله تعاليٰ جو هٿ سندن هٿن جي مٿان آهي پوءِ جيڪو عهد کي ٽوڙيندو ته عهد ٽوڙڻ جو نقصان ڪيس ئي ٿيندو ۽ جيڪو انهيءَ عهد کي جيڪو الله سان ڪيو هئائين، ان کي پورو ڪندو، ته پوءِ الله جلد وٽان ڪيس وڏو اجر ڏنو ويندو.

پوءِ ان وقت شيخ جي مريدن مان ڏهن شخصن سيّد جي بيعت ڪئي.

## سيد عزالدين سوغندي

هيءُ خراسان ۾ پنهنجي وقت يعني 800هه جو ڪامل ولي الله ۽ مرجع طالبان حق ٿي گذريو آهي. مير قوام الدين مرعشي جو مريد هو. ويهه سال علائقي مازندران جو حاڪم رهيو ۽ سال 781هه ۾ وفات ڪري ويو. انهيءَ رياست جي حڪومت سندس اولاد جي هٿ ۾ رهي.

## شيخ احمد

هيءُ جلال بخاريءَ جو خليفو هو. سندس لقب مخدوم جهانيان هو. ڪتاب ”خزانہ جلالي“ جو مصنف هو.

## شيخ فضل الله عباسي

هيءُ سيّد مخدوم جهانيان جو مريد هو. ڪتاب ”جواهر جلالي“ جو مؤلف هو.

## شيخ ابو العباس احمد بن فهد الحلّي

هيءُ حضرت شيخ فاضل ابوالحسن علي بن خازن حايري جو مريد هو. جيڪو شيخ سعيد شهيد محمد بن مڪي صوفي مرتاض جو مريد هو. هيءُ صاحب ذوق ۽ صاحب حال هو.

هڪ دفعي خواب ڏٺائين ته سيّد اجل مير مرتضيٰ علم الدين، پنهنجو هٿ حضرت امير عليه السلام جي هٿ ۾ ڏئي، ٻئي گڏجي حضرت امام عليه السلام جي آستاني ۾ وڃي رهيا آهن ۽ سندن بدن تي سائو ريشمي لباس پڪيل هو. شيخ وٽن وڃي سلام ڪيو ۽ سلام جو جواب ٻه ڏنائين. سيد مرتضيٰ کيس چيو اهلاً بنا خير ما اهل البيت ۽ ان وقت ئي ڪانئس سندس ڪتابن جي باري ۾ پڇيائين ۽ حضرت اهو ٻڌي کيس فرمايو ته ڪتاب پلي تصنيف ڪر پر ان ۾ آسان مسئلا ۽ انهن جا دليل بيان ڪر ۽ انهن جي شروعات هن طرح سان ڪر: بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيمِ اَلۡحَمۡدُلِلّٰهِ الۡمُتَقَدِّسِ بِكَمَالِهِ عَنۡ مُشَابِهَةِ الۡمَخۡلُوۡقَاتِ. سجاڳ ٿيو ۽ انهيءَ فرموده موجب عمل ڪيائين ۽ خطبه کي پورو ڪيائين ۽ تحرير هيٺ آيل ڪتاب کي هدايت موجب لکيائين. سندس خاص شاگرد ۽ مريد هي آهن:

(1) سيد محمد بن فلاح موسوي واسطي جيڪو مشعشع جو پهريون بادشاهه هو (2) سيد محمد نوربخش جو اڪابر صوفيہ مان هو.

## خواجہ علاؤالدين عطار

سندس نالو محمد بن محمد بخاري هو. خواجہ بهاؤالدين جو پيارو مريد ۽ خاص خليفو هو. خواجہ صاحب پنهنجي حياتيءَ ۾ ئي پنهنجي مريدن جي تربيت جو ڪم هن بزرگ جي حوالي ڪري ڇڏيو هو.

قدوة العلماء المدققين سيد شريف جرجاني جو چوڻ آهي ته شيخ زين العابدين علي ڪلال جي صحبت حاصل ٿي ته رقص ڪان مون کي نجات حاصل ٿي ۽ جڏهن خواجہ علاؤالدين جي خدمت ۾ پهتس ته الله تعاليٰ کي سڃاتم. "رشحات" ۾ مذڪور آهي ته خواجہ محمد کي ٽي فرزند هئا:

(1) خواجہ شهاب الدين

(2) خواجہ مبارڪ

(3) خواجہ علاؤالدين عطار

پنهنجي پيءُ جي وفات کان پوءِ ميراث منجهان خواجہ علاؤالدين پائرن کان ڪو حصو نہ ورتو ۽ نہ ان مان ڪابہ شيءِ قبول ڪيائين. ٻي ٺمريءَ جي حالت ۾ بخارا جي مدرسن ۾ حصول علوم ۾ مشغول ٿي ويو.

وڏي خواجہ کي صغيره نالي هڪ نياڻي هئي. سندس والده کي چئي ڇڏيو هئائين تہ جنهن بہ وقت سندس نياڻي بالغ ٿئي تہ مون کي خبر ڪج. جڏهن کيس خبر ٻڌائي وئي تہ هڪدم

شهر ۾ قصر عارفان ۾ پهتو ۽ مدرسي ۾ اچي علاؤالدين جي حجري ۾ گهڙي ويو. ڏٺائين ته سندس حجري ۾ پراڻين بورين جو وڇاڻو آهي. ويهاڻي لاءِ به پڪيون سرون ۽ طهارت لاءِ هڪ ڀڳل ڪُنرو آهي. علاؤ الدين وڏي خواجه کي ڏٺو ته اٿي وينو ۽ نيازمندي سان سندس آڏرياءُ ڪيائين.

خواجه صاحب کيس فرمايو ته مون کي هڪ نياڻي آهي، جيڪا اڄ بلوغت جي سن کي پهچي چڪي آهي. انهيءَ جو توسان نڪاح ڪرڻ گهران ٿو. علاؤالدين تواضع سان عرض ڪيو ته مون کي انڪار نه آهي. اها منهنجي لاءِ وڏي سعادت آهي، مگر مون وٽ ڪابه شيءِ ڪونه آهي. اوهان پاڻ مشاهدو ڪري رهيا آهيو. فرمايائين ته تنهنجو ۽ انهيءَ جو رزق الله تعاليٰ وٽ مقرر ۽ مقدر آهي. ان جو ڪوبه فڪر ڪونه آهي. اهو نڪاح ٿي ويو ۽ علاؤالدين کي سندس حجري مان ڪڍي پنهنجي گهر ۾ آندائين. پنهنجي تڪبر يا مولويت کي ختم ڪرڻ يا ڪنهن ٻي حڪمت هيٺ کيس صوفن جي ٽوڪرو ڏنائين ته مٿي تي رکي بازارن ۽ گهٽين ۾ ڦري گهري وڪڻي پنهنجو گذارو ڪر. علاؤالدين خوشي سان کڻي ويو ۽ وڪرو ڪري موٽي آيو. جڏهن سندس يائرن اهو ٻڌو ته بدنامي محسوس ڪيائون، خواجه وڏي کي جڏهن اها خبر پئي ته سندس يائر ان کي ناموس جي گهٽتائي سمجهن ٿا، تڏهن علاؤالدين کي حڪم ڪيائين ته آئينده يائرن جي گهرن جي ويجهو گهٽين ۾ وڃي صوف وڪڻ. علاؤالدين بغير ڪراهت جي انهيءَ تي عمل ڪيو. حضرت خواجه صاحب سندس باطن تي نظر رکندو رهيو ۽ بجاءِ کيس ٻيون سهولتون پهچائڻ جي، کيس ڪماليت تي پهچايائين. خواجه بزرگ جي نياڻيءَ مان خواجه حسن عطار پيدا ٿيو.

خواجه علاؤالدين جي وفات جو سال 802هه آهي. سندس مدفن چغانيان ۾ آهي.

## خواجه حسن عطار

هيءَ خواجه علاؤالدين جو فرزند هو. چيو وڃي ٿو ته هيءَ ننڍپڻ ۾ گابي تي سوار ٿي گهمندو هو. ٻارن سان گڏ مزار باغ ۾ راند ڪيڏندو هو. هڪ ڏينهن سندس پيءُ کيس ڏسي چيو ته تمام جلد هن ٻار جو رڪاب وقت جا سلطان وننڊا ۽ جهليندا. جڏهن خواجه پنهنجي بزرگي جي درجي تي رسيو ته خراسان ۾ آيو ۽ باغ زاغان ۾ مرزا شاهرخ سان ملڻ ويو. مرزا خچر جي سواري گهرائي کيس سوار ڪيو ان جو رڪاب پڪڙيو. سواريءَ ڪجهه شوخائي ڏيکاري. مرزا بيگ هڪ هٿ ۾ رڪاب ۽ ٻئي هٿ ۾ لغام کي مضبوط جهلي سواريءَ سان گڏ چند قدم ڊوڙندو هليو. خواجه سواريءَ تان هيٺ لهي، بخارا ڏانهن منهن ڪري تواضع سان پنهنجي ننڍپڻ وارو قصو ميرزا کي ٻڌايو، جنهن ڪري ميرزا جي عقيدت ۾ اضافو ٿيو.

مذڪور آهي ته خواجه حسن عجيب جذبي جو مالڪ هو. هو جنهن ڏانهن به نظر ڪندو هو ته اڳلو اتي ئي ان جي آڏو بيخوديءَ ۾ اچي ويندو هو.

پوري ماوراءُ النهر ۽ خراسان جي علائقي ۾ سندس تصرف، طريقت ۽ سلوڪ ڪافي مشهور هو. جيڪو شخص سندس هٿن ڪي چمندو هو تہ اهو بيخوديءَ ۾ اچي ويندو هو. مراقبي ۾ اچي سلوڪ واري جذبي جون صفتون حاصل ڪري وٺندو هو، ۽ ان جي نظر بہ پين جي دلين ۾ جذبو پيدا ڪندي هئي.

آخري ڏينهن ۾ خواجگان جي طريقي تي جڏهن بہ هو شفاخاني ۾ ايندو هو. بيمارن جي مزاج پرسي ڪندو هو تہ انهن جي بيماريءَ کي پنهنجي سِر تي کڻندو هو. جڏهن حجاز جي سفر مان موٽڻ وقت، شيراز ۾ آيو تہ سندس هڪ مخلص معتقد کي بيمار ڏٺائين جو هو هڪ مهلڪ مرض ۾ مبتلا هو. وٽس آيو ۽ مريض شفاياب ٿي ويو، پر پاڻ هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو. سندس لاش چغانيان ۾ آڻي پنهنجي پيءُ جي قبر جي پرسان کيس دفن ڪيائون. وفات جو سال 826ھ آهي.

## خواجہ يوسف عطار

هيءُ خواجہ حسن عطار جو فرزند هو. هنن ۽ شيخ بهاؤالدين جي وچ ۾ گهرا تعلقات هئا. هڪ ڏينهن شيخ بهاؤالدين جي مجلس ۾ ذڪر نڪتو تہ بعض اڪابر طريقت، ذڪر حبس نفس (يعني ساهہ بند ڪري ذڪر ڪرڻ) جو طريقو ٻڌائين ٿا تہ انهيءَ ئي طريقي تي ذڪر ڪرڻ جي هدايت فرمائين ٿا. شيخ فرمايو تہ حبس نفس جو طريقو هندو ۽ جوڳين جو آهي. انهيءَ طريقي جو اصول حصر نفس آهي، (ساهہ تي ضبط رکڻ) اها ڳالهہ خواجہ حسن جي مجلس ۾ وڃي پهتي تہ شيخ بهاؤالدين عمر انهيءَ طريقي جي نفي ڪئي. شيخ جي خدمت ۾ لکيائين تہ اهو اوهان ڪٿان ٻڌو آهي، جو حبس نفس جي نفي ڪئي اٿوَ؟ پاڻ فرمايائين تہ طريقت جي مشائخ منجهان ڪنهن اهو طريقو ڪونہ فرمايو آهي. حالانڪ صاف ظاهر ۽ تحقيق شده آهي تہ حضرت خواجہ بزرگ ۽ سندس خليفن ذڪر حبس نفس جي هَدايت فرمائي آهي. اوهان ڪهڙي بنياد تي ان جي نفي فرمايو ٿا. شيخ جواب ۾ لکيو تہ منهنجي انهيءَ ڳالهہ جي چوڻ جو مقصد نفي هرگز نہ آهي. جواب ۾ اختصار ڪان ڪم وٺندي، انهيءَ حقيقت کي واضح نہ ڪيائين.

## شيخ عبدالرزاق

هيءُ شيخ حسن جو مريد ۽ ان جي خاص خليفن مان هو. سندس طريقو رابطي واري رياضت ۽ نسبت جي ورزش ڪرڻ هو.

## مولانا حسام الدين پارسائي بلخي

هيءُ خواجہ علاؤالدين عطار جي خليفن مان هو. ابتداء ۾ خواجہ بزرگ جي صحبت جو شرف حاصل ڪيو هئائين. ليڪن خواجہ بزرگ، تربيت لاءِ کيس خواجہ علاؤالدين جي حوالي ڪري کيس فرمايو تہ هن کي تڪميل جي درجي تي رساءِ. خواجہ احرار جو بيان آهي تہ جڏهن

مون ڪي مولانا يعقوب چرخيءَ جي صحبت حاصل نہ ٿي سگهي تہ بلخ ۾ مولانا حسام الدين جي خدمت ۾ حاضر ٿيس. عرض ڪيم تہ خواجگان جو طريقو بيان فرمايو. پاڻ ان ڪي بيان فرمايائون. مون سندن طريقو قبول ڪيو، مگر خاطري حاصل نہ ٿي ان ۾ وڌيڪ اضافو ڪيائين ۽ چيائين تہ انهيءَ ئي قدرَ تي تون ڪاربند رهہ تہ ڪنهن بہ وقت توکي ڪم ايندو ۽ فائدو رسائيندو ۽ ڪيترائي طلبگار انهيءَ ئي طريقي تي هلي پنهنجي استعداد موجب فائدو حاصل ڪري چڪا آهن. انهيءَ طريقي نسبت سان ٿوري ئي وقت ۾ مقدار موجب اطمينان حاصل ٿي سگهي ٿو ۽ اڪثر اوقات ۾ انهيءَ نسبت ڪان سواءِ حاصل ٿي نٿو سگهي. انهيءَ ئي طريقي جي ڄاڻ توکي بہ آئينده فائدو ڏيندي ۽ اتفاق سان جڏهن آءٌ تاشقند ۾ ويس تہ جماعت آئي، جنهن انهيءَ ئي طريقي جي طلب ڪئي تہ معلوم ٿيو تہ مولانا حسام الدين انهيءَ ڪري انهيءَ طريقي تي ڪاربند رهڻ جو وڌيڪ تاڪيد ڪيو هو.

## مولانا ابوسعيد

هيءُ بہ خواجہ علاؤالدين جي اڪابرين مريدن مان هو. انهيءَ جي انتقال ڪان پوءِ خواجہ حسن جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ ڪانئس تربيت حاصل ڪري ڪماليت جي درجي تي پهتو.

## شيخ عمر ماتريدي

هيءُ بہ خواجہ علاؤالدين عطار جي مريدن مان هو. سندس ئي خدمت ۾ تمام وقت رهيو ۽ خواجہ احرار ڪيس ڏٺو هو. ڪانئس نقل ٿو ڪري تہ عراق جي مشائخ، خراسان جي مشائخ ڏانهن خط لکي موڪليو تہ اسان جي هميشہ حالت وجد ۾ رهي ٿي ۽ ان ۾ چند الفاظ ۽ اصطلاح مجاهده ۽ مڪاشفہ جا بہ لکيا هئائون. خراسان جي مشائخ اها صورتحال وري ماوراء النهر جي مشائخ ڏانهن لکي موڪلي. انهن اها صورتحال تُرڪ مشائخ ڪان پڇي. ترڪ مشائخ چيو تہ اسان انهيءَ بابت وڌيڪ ڄاڻ تہ نٿا رکون، البتہ اهو تمام بهتر طريقو آهي. اسان بہ شروعات ان سان ڪئي هئي. يعني انهيءَ طريقي جو اصل مقصد ۽ ڪم پنهنجي نفس ڪي مارڻ ۽ پنهنجي وجود جي نفي آهي.

## مولانا احمد مسڪ

هيءُ خواجہ علاؤالدين جي خاص مريدن مان هو. سندس آستاني جي خاص خادمن مان هو.

## درويش احمد سمرقندي

سندس ڪنيت ابوالميامن هئي. لقب جمال الدين ۽ محمد سندس پيءُ جو نالو هو، بحسب ظاهر شيخ زين الدين خوافي جو مريد هو. ڪيس اجازت نامو سال 821هہ ۾ مليل هو، پر حقيقت ۾ اهل توحيد جو مشرب متس غالب هو. خاندان خواجگان نقشبنديہ جو وارث هو.

خراسان، عراق حجاز ۽ ماوراء النهر جي سفر اختيار ڪرڻ کان اڳ خواجه علاؤالدين عطار جي صحبت ۾ ڪافي وقت گذاريو هئائين ۽ سندس مجلسن جي برڪتن جو حظ حاصل ڪيو هئائين. ان جي جدائي کان پوءِ انجي مجلس صحبت کي ياد ڪري ڏاڍو ڏک ۽ افسوس ڪندو هو. اهڙي طرح جيڪي مراسلات حضرت ڏانهن لکي موڪليا هئائين انهن مان اها ڳالهه واضح ٿئي ٿي.

منه

عشقم ڪه در دوڪون مڪانم پديد نيست
عنقاي مغربم ڪه نشانم پديد نيست
ز ابرو غمزه دوجهان صيد ڪرده ام
منڪر بدان ڪه تيروڪمانم پديد نيست
چون آفتاب در رخ بر ذره ظاهرم
از غايت ظهور عيانم پديد نيست
گويم بهر زبان و بهر گوش بشنوم
وين طرفه ترڪ گوش و زبانم پديد نيست.

ترجمو: منهنجي عشق ٻنهي جهانن ۾ منهنجو مڪان نه لڌو مون کي تعجب آهي جو منهنجي نشان کي به نه لڌو ويو غمزده ابرو سان ٻنهي جهانن جو شڪار ڪرڻ تي گهريم بدقسمتي سان پنهنجي تير ۽ ڪمان کي ڪونه لڌم، جڏهن سج جي سامهون ذره مثل ظاهر ٿيم، ته انتهائي ظهور سبب مون کي عيان نه ڏٺو ويو چاهيم زبان سان چوڻ ۽ ڪن سان ٻڌڻ پر ان گهڙي زبان، ڪن کي به ڪونه لڌم.

## سيد شريف جرجاني

هيءُ حضرت خواجه علاؤالدين عطار جي پيارن مريدن مان هو. نفحات ۾ سندس تذڪرو آهي ته هن فقير بعض عزيزن کان ٻڌو ته سيد صاحب ڪيترائي دفعا هيءُ چيو هو ته جڏهن مون کي شيراز جي مشائخ جي صحبت حاصل ٿي ته رقص کان مون کي نجات حاصل ٿي ۽ جڏهن خواجه علاؤالدين جي خدمت ۾ پهتس ته الله تعاليٰ کي سڃاتم.

خواجه علاؤالدين عطار، سيد کي شيخ نظام الدين خاموش جي حوالي ڪري ڇڏيو ۽ فرمايو ته هن خاندان جي نسبت کي درست ڪري ڇڏيم.

## شيخ ڪمال خجندي

هيءُ برگزيده بزرگ هو. تڪلفات ۽ شعر شاعري ۾ هميشه مشغول رهندو هو. شايد ان ۾ پاڻ کي پوشيده رکڻ جي ڪوشش ڪندو هو. خواجه عبدالله فرمائي ٿو ته هو ڪافي مدت شاش شهر ۾ به رهيوهو. منهنجو والد ٻڌائي ٿو ته هو گوشت ڪڏهن به نه کائيندو هو.

هڪ ڏينهن مون چيو تہ شيخ ڪمال جيڪڏهن گوشت ڪائي تہ ڪيڏو نہ سنو ٿئي. ان وقت مون وٽ هڪ متاري ڳئون موجود هئي، شيخ خوش طبعي ۾ چيو تہ جڏهن تو پنهنجي ڳئون ذبح ڪئي تہ اسان گوشت ڪائيندا سون. ان کي ٻڌائڻ ڪان سواءِ مون پنهنجي ڳئون ذبح ڪري، گوشت جو طعام تيار ڪري سندس آڏو اچي رکيو. اسان جي خاطر ان اسان سان گڏجي گوشت ڪاڌو.

هيءُ تبريز جي هڪ ويران جڳهہ تي رهندو هو. سندس انتقال ڪان پوءِ ان جي جهوپڙي کي ڏٺو ويو تہ ان ۾ هڪ تڏو جنهن تي ويهندو ۽ سمهندوهو. هڪ پٿر جو ويهاڻو هو، جنهن تي مٿو رکندوهو. وٽس رحل ۽ قرآن شريف ڪان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ هو. سندس قبر تبريز ۾ آهي. جنهن جي تختي تي هيءُ بيت لکيل آهي:

ڪمال از ڪعبہ رفتي بر در يار
هزارت آفرين مردانہ رفتي

ترجمو: ڪمال ڪعبي ڪان روانو ٿي دوست جي در تي ويو. ڪيس هزار دفعا آفرين جو مردانگي سان ويو.

سندس وفات جو سال 803هہ آهي.

## مولانا فخرالدين پورستاني

ظاهري تعليم جي حصول ڪان پوءِ سندس طبيعت سلوڪ ڏانهن مائل ٿي ۽ اچانڪ ان جي حصول جو منجهس جذبو پيدا ٿيو. پنهنجو سمورو متاع ۽ ڪتاب وغيره پنهنجي حجري ۾ ڇڏي بي اختيار مصر جي ڪشش ۾ شيخ شئي الله جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ ان جي فوت ٿي وڃڻ ڪان پوءِ طوس ۾ شيخ محي الدين طوسيءَ جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ شيخ محي الدين، امام غزاليءَ جي اولاد مان هو. ڪجهہ وقت سندس صحبت ۾ رهيو. مگر جڏهن سندس مقصد حاصل نہ ٿيو تہ اخي قتلق شاهہ جي اولاد وٽ ويو ۽ اتي بہ سندس گهربل مقصد حاصل نہ ٿيو تہ پوءِ اخي علي قتلق شاهہ جي فرزندن ڪيس چيو تہ هاڻي تون شيخ حافظ وٽ وڃ. تنهنجو مقصد ان وٽ ئي پورو ٿيندو. پوءِ ان جي خدمت ۾ پهتو ۽ شيخ حافظ جي حياتي تائين وٽس رهيو. ان ڪان پوءِ ولايت جام ۾ آيو. جام جي مشائخ وقت جو ايترو پيار، خلوص ۽ قدر ٻئي ڪنهن بہ شخص سان ڪونہ هو، جيترو هن شخص سان هو. آخر ۾ حرمين شريفين جي زيارت لاءِ روانو ٿيو. ان بعد جڏهن مصر ۾ آيو تہ اتي فوت ٿي ويو. سندس قبر قرافہ ۾ امام شافعي جي پرسان آهي. سيد فخرالدين جي نالي سان مشهور آهي.

## خواجہ محمد پارسا

سندس نالو محمد بن محمود حافظي بخاري هو.

خواجہ بزرگ جو خاص مريد ۽ سندس ٻيو نمبر خليفو هو.

مذڪور آهي تہ خواجہ بهاؤالدين هڪ ڏينهن پنهنجي مجلس ۾ فرمايو تہ ڪيس (خواجہ محمد) کي برخ اسود جي صفت عطا ٿيل آهي. برخ اسود صفت وارو هڪ شخص بني اسرائيل جي زماني ۾ هوندو هو جنهن کي هڪ درهم جي خريد ڪيل پراڻي چادر ڍڪيل هوندي هئي، مگر حق سبحانہ تبارڪ و تعاليٰ جي دربار ۾ محبوبيت جو درجو رکندڙ هو. مذڪور آهي تہ بني اسرائيل ۾ اويس قرني طريقي کي برخ اسود سڏيو ويندو هو. محمدين ۾ يعني محمّد ﷺ جي امت ۾ اڪابر متقدمين جي هڪ جماعت آهي، جيڪي حقيقت جي زبان کان سواءِ هڪ ٻئي جي مقصدن کي معلوم ڪن ٿا. اهڙين هستين کي برخيان سڏيو وڃي ٿو ۽ دين محمّدي جي جماعت ۾ جيڪو اهڙي صفت جو مالڪ آهي، ان کي "اويسي" سڏيو وڃي ٿو.

هڪ ڏينهن خواجہ بزرگ پنهنجي ٻين مريدن کي خطاب ڪندي فرمايو تہ: اهو حق ۽ اها امانت، جيڪا خواجگان جي خليفن کان هن فقير کي پهتي هئي اها ۽ جيڪي بہ انهيءَ واٽ ۾ مون ڪمائي ڪئي آهي، سي سڀ توهان جي حوالي ڪيم. جهڙي طرح ديني ڀاءُ مولانا عارف اها امانت اسان جي حوالي ڪئي هئي ۽ اوهان ان کي قبول ڪيو ۽ ان کي حق سبحانہ و تعاليٰ جي مخلوق تائين پهچايو. پوءِ انهن تواضع جو اظهار ڪندي، قبول ڪيو. سندس آخري بيماري ۾، خواجہ محمد جي غير موجودگيءَ ۾، پنهنجن دوستن ۽ مريدن جي مجلس ۾، خواجہ محمد پارسا جي حق ۾ خواجہ بزرگ فرمايو تہ اسان جي ظهور جو مقصد، ان جو وجود هو. ان جي ٻن طريقن يعني جذبي ۽ سلوڪ سان تربيت ڪئي اٿم، پوءِ جيڪڏهن ان ۾ مشغول رهيو تہ ان سان سارو جهان روشن رهندو. ٻئي موقعي تي چيائين تہ جو ڪجهہ خواجہ محمد چوندو هو تہ حق تعاليٰ ان کي قبول ڪندو هو. هجري سال 822هہ ۾ بخارا شهر کان حج لاءِ مڪه مڪرمه ۾ پهتو ۽ 19 ذي الحج جي ساڳئي سال مڪه مڪرمه کان روانو ٿي مدينه منوره ۾ آيو. زيارت ڪيائين، بشارتن کي قلمبند ڪيائين. 23 ڏينهن مدينه منوره ۾ رهيو. ان کان ٻئي ڏينهن الله تعاليٰ کي پيارو ٿي ويو، سندس وفات جو سال 834هہ آهي. شيخ زين الدين خوافي مصر کان تراچيل اچو پٿر آڻي، سندس قبر تي ان جي تختي ٺاهي لڳائي هئي.

## خواجہ ابونصر پارسا

پاڻ خواجہ محمد پارسا جي شجره پاڪ جو ثمر هو. سندس لقب برهان الدين ۽ حافظ الدين هو.

نفحات ۾ مذڪور آهي تہ هن علوم شريعت ۽ رسوم طريقت پنهنجي والد سڳوري کان حاصل ڪيا هئا ۽ نفي وجود ۽ بذل موجود جي عمل ۾ پنهنجي والد کان بہ اڳتي قدم رکيو هئائين. پنهنجي حال کي سارو وقت پوشيده رکندي منزل ماڻيائين. هيءُ الله جو پوشيده وليّ سال 865هہ ۾ وفات ڪري ويو.

## مولانا محمد فغاتري

هيءُ خواجہ بزرگ جو پيارو ۽ مقبول مريد هو. فغاتري ڳوٺ ۾ پيدا ٿيو هو. فغاتري، سمرقند ۽ بخارا جي وچ تي هڪ وڏو ڳوٺ آهي. خواجہ بزرگ جي هدايت موجب ان کان پوءِ خواجہ محمد پارسا جي صحبت ۾ رهيو.

## خواجه مسافر خوارزمي

هيءُ بہ خواجه بزرگ جو مخلص مريد ۽ خادم هو. سندس ڪان پوءِ ان جي حڪم موجب خواجه محمد پارسا سان وابستہ ٿيو. اصل خوارزم جو رهاڪو هو. نوي سال جي عمر جو هو. خواجه احرار ڪيس ڏٺو هئو.

## مولانا يعقوب چرخي

هيءُ عثمان بن محمود بن محمد غزنويءُ جو فرزند هو. خواجه بزرگ، خواجه بهاؤالدين ۽ خواجه علاؤالدين جي اڪابر اصحاب مان هو. چرخ، غزنين ولايت جو هڪ ڳوٺ آهي.

سندس قبر هلفتون ۾ آهي، جيڪو حصار علائقي جو ڳوٺ آهي. خواجه بزرگ ڪيس نصاب خضري جي طريقي ۾ مشغول رکيو ۽ فرمايائين تہ لدني علم جو سبق اول اهو آهي. خواجه خضر، حضرت خواجه عبدالخالق غجدواني وٽ پهچي هڪ عدد جي ان ۾ رعايت ڪري سگهي ٿو. خواجه علاؤالدين، خواجه بزرگ ڪان پوءِ چغانيان ۾ پهتو ۽ ان جو وصيت نامو پڙهيائين. ان ڪان پوءِ خواجه بزرگ جي طرفان اتان جو نامور بزرگ ٿيو.

## خواجه ناصرالدين عبيدالله احرار

سندس چوڻ آهي تہ آءٌ هرات ۾ هئس تہ مون ڪي مولانا يعقوب جي خدمت ۾ وڃڻ جو شوق پيدا ٿيو. پوءِ ولايت چغانيان ڏانهن پيادل روانو ٿيس. تڪليف ۽ دشواري سان اتي پهتس. پوءِ جڏهن ساڻس ملاقات ڪيم تہ خواجه مون سان سختي، ترش رويئي ۽ تنبيه جي انداز ۾ پيش آيو، ايتري قدر سختي ڪيائين جو نزديڪ هو تہ منهنجو باطن ۽ عقيدو ان ڪان ڦري وڃي. آءٌ غمزده ۽ مايوس ٿي ٻاهر آيس ۽ پوءِ جڏهن ٻئي دفعي سندس مجلس ۾ ويس تہ مون سان ڏاڍي شفقت، مهرباني ۽ پيار سان مليو.

مولانا يعقوب فرمائي ٿو تہ خواجه عبدالله، جڏهن طلب حق لاءِ آيو تہ نهيل تيار ٿيل ڏيئو ۽ تيل ۽ وٽ پاڻ سان ڪنيو آيو. اسان صرف ان ڪي ڪارآمد بڻائي سندس حوالي ڪيو. روشن ڪيو.

رشحات ۾ مذڪور آهي تہ خواجه عبيدالله احرار جو پڙڏاڏو خواجه محمد جي نالي سان مشهور آهي، جيڪو اصل بغداد جوهو. بعض جو چوڻ آهي تہ خوارزم جو هو.

امام رباني جي جملہ مريدن مان ابوبڪر محمد بن اسماعيل قفال شاشي، عظيم علماء جو سرتاج هو. قفال پنهنجي عمر ڪي ٽن حصن ۾ ورهائي ڇڏيو هو. هڪ سال جهاد ڪرڻ لاءِ روم ويندو هو، ٻئي سال حج ڪرڻ لاءِ ويندوهو. ٽيون سال پنهنجي ولايت ۾ گذاريندو هو. حج تي وڃڻ وقت بغداد ۾ آيو، اتي خواجه محمد نالي سندس ارادتمند رهندو هو. پاڻ بہ وقت جو وڏو بزرگ هو. سندس آجيان ڪيائين ۽ ڪڏهن پنهنجي اهل و عيال ۽ ٻارن ڪي وٺي سندس خدمت ۾ شاش بہ ويندو هو. سندس شاگردن مان ڪجھ هي هئا:

شيخ عمر ياغستاني: هيءُ ياغستاني جي واديءَ ۾ رهندڙهو. اها وادي تاشقند جي پهاڙن جي وچ ۾ آهي، حضرت عبيدالله سندس ناناڻ مان آهي. فاروقي آهي ان جو احوال ستين معيار ۾ اچي چڪو آهي.

شيخ خاوند طهور: جيڪو شيخ عمر جو فرزند هو. سندس فرزند خواجہ داؤد آهي. خواجہ عبيدالله جي والده شيخ دائود جي نياڻي هئي.

مولانا تاج الدين ورغمي: هيءُ خواجہ عبيد الله جي ڏاڏاڻ مان هو. خواجہ شهاب الدين سندس پڙڏاڏو ۽ خواجہ محمود شاشي سندن پيءُهو. هن حضرت جي ولادت باسعادت سال 806ھ ۾ تي ۽ سندس وفات جو سال 895ھ آهي، پاڻ سمرقند شهر ۾ گذاري ويو ۽ شهر جي محلہ خواجہ ڪفشير ۾ دفن آهي. مٿس وڏو مقبرو بہ جوڙيو ويو.

## خواجہ ڪلان

هيءُ خواجہ ناصرالدين عبيدالله احرار جو پهريون نمبر فرزند هو. ظاهري علوم ۾ زبردست عالم هئڻ جي باوجود باطني نسبت ۾ پنهنجي والد ڪان بهرمند ٿيو هو. سندس والد پنهنجي پين پٽن ڪان وڌيڪ هن جي تعظيم ڪندو هو. سندس اچڻ وقت استقبال ڪندوهو. وڃڻ وقت عزت افزائي طور چند قدم ساڻس گڏ هلندو هو. مسند تي ڪيس پاڻ سان گڏ ويهاريندو هو.

شاھ بيگ خان جي غلبي جي زماني ۾ سمرقند ۾ فوت ٿي ويو. فوت ٿيڻ ڪان پوءِ سندس ميّت ڪي ڪٽي، شيخ ابوبڪر قفال جي پرسان سندس والده جي پيرن ۾ دفن ڪيو ويو.

## خواجہ محمد يحييٰ

هيءُ حضرت احرار جو پيو نمبر فرزند هو. سندس والد پنهنجي حياتيءَ جي آخري ايامن ۾ ڪيس پنهنجو قائم مقام ڪيو ۽ فايض الانوار جي مزار جي مجاوري سندس تحويل ۾ ڏني.

مولانا عبدالرحمٰن جامي، خواجہ محمد يحييٰ جو ڏاڍو معتقد هو. هڪ ڏينهن چيائين تہ خواجہ محمد يحييٰ خواجگان جي طريقت جي مناسبت پوري پوري رکندڙ آهي. علمي نسبت، خواجہ ڪلان تي غالب آهي. جذبي جي نسبت خواجہ محمد يحييٰ تي غالب آهي.

هڪ ڏينهن سندس والد ڪيس فرمايو تہ اي فرزند يحييٰ! تنهنجي روحانيت جي نسبت امام حسين رضي الله عنه سان آهي. پوءِ خواجہ انهيءَ بشارت جي خبر هيٺ شهادت جو اميدوار رهيو. آخر محرم سال 906ھ ۾ اوزبڪان جي هٿان حضرت امام پنهنجي عيال سميت خراسان ڏانهن ڪوچ ڪيو، تڏهن تاشقند جي ويجهو پنهنجي بن فرزندن خواجہ زڪريا ۽ خواجہ عبدالباقي سان گڏ شهادت جو درجو حاصل ڪيائين. پوءِ سندس محبَّ ان جو لاش پنهنجي پٽن جي لاش سميت محلہ ڪفشير ڪٽي آيا ۽ چار ديواري علاؤالدين ۾ سندس والد جي قبر جي ويجهو دفن ڪيائون.

## مولانا سيّد حسين

هيءُ خواجہ عبيدالله جي خاص مريدن مان هو. مذڪور آهي تہ مولانا سيد حسين تمام ننڍڙو ٻار هو، هڪ دفعي سندس پيءُ تاشقند ۾ آيو. اتفاق سان خواجہ جي اڳيان ان وقت ماکيءُ سان ڀريل هڪ ٿانو پيل هو. هيءُ ٻار ان ماکيءُ جي ٿانو ۾ مشغول ٿي ويو. خواجہ ان وقت ڪانئس پڇيو تہ اي پُٽ! نالو ڇا اٿئي؟ بي اختيار سندس وات مان نڪري ويو ماکي. خواجہ کِلي چيو تہ هن ٻار ۾ پوري قابليت آهي. جيتري قدر هو ماکي کائيندو اوترو ئي هيءُ مٺو ٿيندو. هو ايتريقدر ماکيءُ ۾ مصروف ٿي ويو جو پاڻ کي ئي وساري ڇڏيائين. اگرچہ سندس زندگي جو مقصد ماکيءُ کان بہ مِٺو آهي. سندس دل جي آئيني ۾ طلب حق جو بيحد شغف پيدا ٿيندو. پوءِ سندس والد اهو فيصلو ڪيو هن ٻار جي تربيت سندس ئي حجري ۾ ڪئي وڃي. پوءِ ڪيس مڪتب ڏانهن موڪليو ويو. هڪ جيڏن سان مڪتب ۾ ويندو رهندو هو. جڏهن علمن جي تحصيل ڪيائين تہ علم باطني ڏانهن متوجہ ٿي ڪماليت کي پهتو ۽ وقت جي نامور مشائخن ۾ شمار ٿيو.

## مولانا قاسم

هيءُ خواجہ عبيدالله جي مريدن ۽ قديم خادمن مان هو. خواجہ جي هميشہ خدمت ۾ رهڻ ۽ وٽس هر وقت گڏ هئڻ سبب سندس اتان جا عزيز ۽ اقارب ڪيس خواجہ صاحب جو پٽيلوئي سڏيندا هئا.

شروعات ۾ هيءُ باغباني ڪرڻ تي مقرر هو. هر صبح ڪوڏر ڪلهي تي رکي باغ ڏانهن هليو ويندوهو. سندس گهر واري بہ مانيون سندس ڪيسي ۾ وجهي ڇڏيندي هئي. هو شام تائين باغ ۾ ڪم ڪندو هو. سندس ڪيسي جي ڪيس خبر ئي ڪونہ هوندي هئي. شام جو جڏهن گهر موٽندو هو تہ اهي ٻئي مانيون سندس ڪيسي ۾ موجود هونديون هيون. خواجگان جي طريقہ موجب ايترو تہ جذبي ۾ هوندو هو جو ڪيس خبرئي نہ هوندي هئي تہ ڇا مون ڪجهہ کاڌو بہ آهي يا نہ يا ڪيسي ۾ ڪهڙي شيءِ رکيل آهي؟ سندس باقي حال کي بہ ان تي ئي قياس ڪيو وڃي. سندس تاريخ وفات ”فياض“ لفظ مطابق 891هہ آهي.

## مير عبدالاول

هيءُ خواجہ احرار جي اڪابر مريدن مان هو. ڪيس خواجہ جو داماد هئڻ جو شرف بہ حاصل هو.

هيءُ شروعات ۾ خواجہ صاحب جي خدمت ۾ نيشاپور پهتو. پوءِ خواجہ ماوراء النهر آيو ۽ هن ساڻس رابطي واري طريقي کي اختيار ڪيو. ست سال لڳاتار سندس نسبت ۾ رياضت کي قائم رکندو رهيو ۽ انهيءَ شرط سان رهيو تہ اڪثر وقت شيخ جي اڳيان سندس خدمت ۾

موجود هوندو هو. انهيءَ شرط مطابق ڪڏهن ڪڏهن شيخ ڪيس مجلس مان نيڪالي ڏئي ڇڏيندوهو. ساڻس تلخي سان بہ پيش ايندو هو. ستن سالن ڪان پوءِ ڪيس پنهنجي دامادي ۾ قبول ڪيائين ۽ خواجہ صاحب جي انهيءَ نياڻيءَ سڳوريءَ مان ڪيس ٽي پُٽ ۽ بہ نياڻيون پيدا ٿيون. انهن ٽن منجهان ٻن جا نالا امير ڪلان ۽ امير خرد هئا.

## مولانا جعفر

هيءُ بہ خواجہ احرار جي مخلص مريدن مان هو، عالم فاضل ۽ ڪامل عارف هو. سندس وفات واري بيماري وقت خواجہ صاحب ڪفشير ۾ تشريف فرما نہ هو. زراعت جي ڪم ۾ هو، جڏهن مولانا جي مرض جي شدت جي ڪيس خبر پئي تہ ڏانهس روانو ٿيو. پر خواجہ جي پهچڻ ڪان اڳ ئي مولانا وفات ڪري ويو. تجهيز ۽ تڪفين ڪان پوءِ خواجہ صاحب سڀني مريدن سان گڏجي جنازي سان ساڻ هليو ۽ قبر ۾ ڪيس پاڻ داخل ڪيائين. ٽي ڏينهن پورا سندس تعزيت جي تڏي تي وينو رهيو ۽ اسي ٻڪرا ڪُهي پچائي مرحوم لاءِ خيرات ڪيائين. اهو واقعو مولانا برهان الدين جي وفات ڪان اٺ ڏينهن پوءِ 893هہ ۾ پيش آيو.

## مولانا برهان الدين ختلاني

هيءُ بہ خواجہ عبيدالله جي خاص مريدن مان هو. ٻن شخصن ڪي مادر زاد دانشمند ڪري سڏيندا هئا. هڪ مولانا زاده مولانا عثمان ۽ ٻيو مولانا برهان الدين ختلاني. هيءُ تقريباً چاليهہ سال خواجہ صاحب جي خدمت ۽ صحبت ۾ رهيو. هن جي وفات جو واقعو مولانا جعفر جي وفات جي واقعي ڪان اٺ ڏينهن اڳ ٿيو. حضرت خواجہ سمرقند ۾ مريدن جي خاص جماعت ۽ عوام سان گڏجي سندس جنازي نماز ادا ڪئي ۽ ملايان جي چار ديواري ۾ ڪيس دفن ڪيائون.

## مولانا لطف الله ختلاني

هيءُ حضرت مولانا برهان الدين جو ياٽيجو هو. خواجہ احرار جي خاص مريدن مان هو. شريعت ۽ طريقت جي علمن جو ماهر هو. بسط جي صفت مٿس هميشہ غالب رهندي هئي. اڪثر ڪِلندو ۽ مشڪندو رهندوهو. هميشہ حضرت خواجہ ڪي مٺين ڳالهين سان تبسم ڪرائيندو هو.

سندس چوڻ آهي تہ ننڍپڻ ۾ حضور اڪرم ﷺ جن جي سهڻي صورت جي خواب ۾ زيارت ڪئي هئم. اها صورت اڃا تائين منهنجي دل تي نقش آهي. جڏهن حضرت خواجہ جي خدمت ۾ رسيو تہ مجلس ۾ گفتگو ڪندي فرمايائين تہ ڪي ماڻهو ڪڏهن حضور اڪرم ﷺ جن جي صورت سڳوري ڪي خواب ۾ ڏسن ٿا ۽ ساڳئي وقت، ساڳئي صورت ۾ وري مون ڏانهن بہ نظر ڪن ٿا. اهو ٻڌي واقعي اها ئي صورت سڳوري منهنجي اکين آڏو تري آئي ۽ منهنجي عقيدتمندي ۽ ارادتمندي اڳي ڪان بہ ڪامل ٿي وئي ۽ پوءِ سندس مريد ٿيس.

## مولانا شيخ

هيءُ بہ خواجہ احرار جي اڪابر مريدن مان هو.

## مولانا سلطان

هيءُ دانشمند ۽ ظاهري علمن جو زبردست عالم هو. مولانا ابوسعيد اوپي سان گڏ پورا ٽيهہ سال خواجہ جي آستانہ تي الله تعاليٰ جي بندگي ڪيائين.

## مولانا قاضي زاده

هن بزرگ حضرت صاحب جن جي فضائل ۾ هڪ ڪتاب لکيو، جنهن جو نالو "سلسلة العارفين وتذكرة الصّديقين" رکيائين ۽ سن 885هہ ۾ حضرت جي خدمت ۾ پيش ڪيائين. پورا ٻارهن سال سندس خدمت ۾ رهيو.

## مولانا خواجہ علي تاشقندي

هيءُ ۽ شيخ حبيب بخاري، تاشقندي ٻئي حضرات حضرت ناصرالدين خواجہ احرار جا پراڻا ۽ مخلص مريد هئا.

## مولانا نورالدين تاشقندي

هيءُ بہ حضرت خواجہ احرار جي پيارن ۽ مقبول مريدن مان هو. رشحات وارو لکي ٿو تہ چند خادم آيا جن پاڻ کي حضرت خواجہ تي فدا ڪرڻ گهريو، جڏهن وبا جي بيماري جي لهر علائقي ۾ پکڙجي وئي تہ حضرت خواجہ تي بہ طاعون جو حملو ٿيو ۽ ان بيماريءَ ۾ هڪ نيري رنگ جو وڏو ڦوڙهو حضرت جي ڪابي پاسي کان نهايت سختيءَ سان اُڀري آيو، جنهن مان سخت خطرو پيدا ٿيو. حضرت جي جان بابت مايوسي پيدا ٿي پئي. پوءِ هن فدائي اٿي عرض ڪيو تہ سائين! مون کي اجازت ڏيڻ فرمايو تہ اوهان جي انهيءَ مرض کي آءٌ پنهنجي سِر تي کڻان، ڇو تہ هن دنيا ۾ منهنجي وجود سان ڪابہ شيءِ وابستہ ڪونہ آهي، يعني آءٌ اڪيلو آهيان. ليڪن اوهان جي وجود مبارڪ سان ڪيترين جانيون وابستہ آهن، جن جي تربيت، رهنمائي ۽ هدايت جو ڪم اوهان جي ذات سان وابستہ آهي. حضرت خواجہ ڪيس فرمايو تہ تون اڃا نوجوان آهين. هن جهان کي اڃا ڪونہ ڏٺو اٿئي ۽ توکي ڪيترين اميدون ۽ آرزون هونديون. تنهنڪري تون انهيءَ خيال تان لهي وڃ. اهو ٻڌي اهو فدائي ڏاڍو رُنو ۽ عرض ڪيائين تہ اي سائين! مون کي اوهان ڪانسواءِ ٻي ڪابہ آرزو ڪونہ آهي، بس اهائي تمنا اٿم تہ هيءُ سِر اوهان تان قربان ڪريان. پوءِ ڪيس اجازت ڏنائين. اجازت حاصل ڪرڻ کان پوءِ فوراً فدائيءَ تي بيماريءَ جو اثر شروع ٿيو ۽ اهو نيري رنگ جو ڦوڙهو فدائي ڏانهن منتقل ٿي ويو. ٽن ڏينهن کان پوءِ خواجہ خوش چڱو ڀلو ٿي ويو.

بعض مريدن جي جماعت مان جيڪي صاحب ڪشف قبور ۽ محقق هئا، انهن جو چوڻ آهي ته مولانا نورالدين جي وفات کان پوءِ اسان خواجه سواره سان گڏ سندس خدمت ۾ تاشڪند جي قبرستان جي مشرقي حصي (أيرندي) کان لنگهي رهيا هئاسون ته مولانا نورالدين جي قبر ڦري خواجه صاحب ڏانهن رُخ ڪيو ته خواجه صاحب فرمايو ته اي نورالدين! ساڄي پاسي، پوءِ انهيءَ هڪدم ڦري پنهنجو رُخ قبلي ڏانهن ڪيو. سندس وفات 840هه ۾ ٿي.

## مولانا اتراري

هيءُ خواجه احرار جي پيارن ۽ خاص مريدن مان هو. طلب حق جي شروعات ۾ چند عُشاق جي صحبت اختيار ڪيائين. سندن طريقي موجب رياضت شروع ڪري ڏنائين. هڪ دفعي ڪيس اهو وهم وينو ته مبادا انهن جي رياضت جي طريقي ترڪ ڪرڻ سبب اهي عاشق ارواح مون کي ڪو ايذا نه رسائين، پوءِ جڏهن خواجه صاحب جي خدمت ۾ ويو ۽ ان ڪيس فرمايو ته اڄ رات هن طرح توکي ڏسڻ ۾ ايندو ته ترڪ مشائخ سڀ هٿيارن سان بزرگ جي چوڌاري ڦرندا رهندا. پوءِ ڪنهن به قسم جي قوت ۽ طاقت کي احاطي اندر اچڻ جي جرئت نه ٿي سگهندي، ۽ نه وري تصرف ڪري سگهندا. غالباً اها ئي تنهنجي لاءِ حفاظت هوندي، پوءِ مولانا زاده جو اهو وهم ختم ٿي ويو.

خواجه جي حياتيءَ ۾ ڪانئس سفر حج جي اجازت وٺي روانو ٿيو ۽ حج ڪرڻ بعد دمشق ۾ مستقل قيام ڪيائين. ڪافي مدت اتي طالبان حق کي فيض پهچائيندو رهيو ۽ اتي ئي هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو.

## مولانا ناصرالدين اتراري

هيءُ مولانا زاده اترايءَ جو ننڍو ڀاءُ هو. حضرت خواجه ناصرالدين عبيدالله احرار جي مقبول خادمن مان هو.

## هندو خواجه ترڪستاني

هيءُ ترڪستان جي شيخ زادن جي سپاهين مان هو. خواجه احرار جي قديم مريدن مان هو.

هڪ ڏينهن خواجه بيابان ۾ ڪيس هوا ۾ اڏامندو ڏٺو. خواجه کي اها ڳالهه پسند نه آئي. ڪيس هوا مان ڪيرائي، زمين تي اُڇلايائين. سخت پريشان ٿيو ۽ اها قدرت به ڪانئس کسجي وئي. پورو هڪ سال خواجه جي بي التفاتي جو نذر رهيو ۽ ڪرامتن کي ڍڪي ڇڏيائين ۽ آئنده لاءِ توبه ڪرڻ جو عهد ڪيائين، پوءِ ڪيس اها نعمت واپس ملي.

بيت

هر لحظه بصورت رخ دوست ببين
در آئينه روئ همان دوست ببين
تو ديده نه نداري ڪه به بيني اورا
ورنه ز سرت تا قدمت اوست ببين

ترجمو: هر گهڙي دوست جي صورت ڏسندو رهه ۽ آئيني ۾ انهيءَ ئي دوست جي صورت ڏسندو رهه. تون اها نظر نہ ٿو رکين جو ان کي ڏسي سگهين، حالانڪ تنهنجي مٿي کان وٺي پيرن تائين اهوئي آهي.

## مولانا اسماعيل فرڪتي

هيءَ بہ حضرت خواجہ بزرگ احرار جي خاص ۽ مقرب مريدن مان هو. سيف الدين مناري جو فرزندهو. هيءَ سيف الدين بہ خواجہ بزرگ جي خاص مريدن مان هو.

مذڪور آهي تہ جهڙي طرح خواجہ بزرگ بهاؤالدين نقشبند جي صحبت ۾ چار سيف الدين هئا، جن ۾ هڪ سيف الدين مناري بہ هو. هن خواجہ جي خدمت ۾ بہ اسماعيل نالي جا چار بزرگ هئا. جن ۾ پهريون هيءَ فرڪتي هو.

## مولانا اسماعيل قمري

هيءَ دانشمند متقي هو. هرات جي تراڪمه تبريز کان سمرقند ۾ آيو ۽ خواجہ احرار جي خدمت اختيار ڪيائين. گهڻو وقت خواجہ سواره سان گڏ گهمندو رهيو. خواجہ وقت بوقت ساڻس عملي مذاڪرو بہ ڪندو رهندو هو.

## مولانا اسماعيل شمسي

منجهس مولويت ۽ اهليت جي ڪماليت هئي. حضرت خواجہ احرار جي فيض کان مشرف ٿيو. جڏهن مٿس باطني شغل جا آثار نمودار ٿيا تہ ان وقت هو تراڪمہ تبريز ۾ هو. جنهن وقت مولانا اسماعيل قمري سان گڏ خراسان روانو ٿيو تہ ٻنهي جي هم نالي هئڻ سبب سندن سنگت ۾ مونجهارو پيدا ٿي پيو. تنهنڪري سنگت ڪين قمري ۽ شمسي ڪري سڏيندا هئا. چند سال تربيت کان پوءِ خواجہ ڪيس تاشڪند ڏانهن اماڻيو تہ سندس قائم ڪيل مدرسي ۾ رهي تدريس جو ڪم ڪري ۽ حڪم موجب تدريس جو ڪم ڪندو رهيو ۽ ساري عمر ان ۾ گذاريائين.

## مولانا اسماعيل ثالث

جڏهن خواجہ احرار جي خدمت ۾ اسماعيل شمسي ۽ اسماعيل قمري ٻئي موجود هئا تڏهن انهن ڏينهن ۾ هيءَ اسماعيل بہ حضرت جي خدمت ۾ حاضر ٿيو، تنهنڪري جماعت هن جو لقب "ثالث" (ٽيون) رکيو. خواجہ ڏاڍي توجہ سان سندس تربيت ڪئي ۽ خواجہ جي صحبت جي نظر التفات سبب تمام جلد ڪماليت کي پهتو. هيءَ مرد برجستو ۽ طاقتور هو، تنهنڪري خواجہ جي خدمت بہ مردانگي سان ڪندو هو. خواجہ جي ساري حياتي ۾ سفر ۽ حضر ۾ ان سان گڏ هوندو هو. ان کان پوءِ مڪه شريف وڃي مجاوري ڪيائين ۽ انتقال تائين اتي ئي رهيو.

## مولانا سرپلي

هيءُ سمرقند جي هڪ ڳوٺ "سرپل" جو رهندڙ هو. سندس پيءُ مولانا نظام الدين خاموش جي مخلصن مان هو. خواجه احرار جي مقبول مريدن مان هو.

## شيخ عبدالڪبير يمني

هيءُ حضرموت جو رهندڙ هو. ابتدائي حال ۾ فيض جي طلب جي شروعات ۾ عجم ۽عرب جا شهر ۽ ڳوٺ گهمندو ڦرندو رهيو. ويهن سالن جي انهيءَ سير بعد مڪه پاڪ جو مجاور ٿيو ۽ ان وقت ۾ قوم جو شيخ ٿي ويو.

چيو وڃي ٿو ته جڏهن يمن کان مڪه شريف ۾ آيو ته پورو هڪ سال ساندهه ڪاٺو ۽ پاٽي هرگز نه پيتائين ۽ اڪثر طواف ۾ ئي مشغول هوندو هو. تشهد جي ويهڪ کان سواءِ پيرن جي ٽيڪ سان وينو هوندو هو.

مولانا علاؤالدين آبيز سندس مجاورت واري وقت ۾ سندس خدمت ۾ ڪافي ايندو ويندو هو. بيان ٿو ڪري ته مون کان پڇيائين ته ظلم ڇا آهي؟ مون جواب ۾ ڪيس چيو ته ڪنهن به شيءِ کي ان جي اصل جڳهه تي نه رکڻ. فرمايائين ته دل ياد حق جي جڳهه آهي، پوءِ ان کي ٻئي هنڌ ڇو ٿو رکيو وڃي اهو ظلم نه آهي؟ سندس وفات جو سال 892ھ آهي.

## نجم الدين عمر

هيءُ صاحب ڪرامات ۽ مجذوب هو. مولانا علاؤالدين فرمائي ٿو ته جنهن وقت منهنجي دل سلوڪ ڏانهن مائل ٿيندي هئي ته مولانا سعدالدين ڪاشغري جي خدمت جو شرف حاصل ڪندو هئس ۽ ڪنهن وقت جڏهن ظاهري تحصيل کي ترڪ ڪري، باطن جي سلوڪ ڏانهن طريقت ۾ متوجه ٿيندو هئس ته ڏاڍو پريشان ٿي ويندو هئس. هڪ ڏينهن انهيءَ پاسي جي سخت ڪشش سبب فيروز شاهه مسجد ۾ اچي نماز پڙهيم ۽ محراب کي پٺي ڏئي ويهي رهيس ۽ فڪرات ۾ محو هئس ته محراب منجهان آواز آيو ته نمائش کي ترڪ ڪر ۽ زبون حالي اختيار ڪر. اهو ٻڌي ڏاڍو حيران ٿيس ۽ ٻاهر اچي ميدان ڏانهن رخ ڪيم. جڏهن قبرستان ۾ گهڙيس ته ڏٺم ته نجم الدين عمر به اتي موجود هو. مون کان اڳواٽ ئي پڇيائين ته خير آهي؟ مون ڪيس چيو ته ان (مولانا سعدالدين) ڏانهن ئي وڃان ته ڪانئس پڇا ڪريان ته هن باري ۾ ڇا ٿو چوي جڏهن وٽس پهتس ته مون کي چيائين ته مسجد فيروزشاهه ۾ هينئر توکي نه چيو هئم ته "نمائش ترڪ ڪر ۽ زبون حالي اختيار ڪر." حيران ٿي ويس. پوءِ منهنجي دل دنيا جي هر شيءِ کان بي رغبت ٿي وئي ۽ ان جي ڪابه ڪشش نه رهي. سيني ڳالهين کي ترڪ ڪري، مولانا سعدالدين جي خدمت ۾ رهڻ اختيار ڪيم ۽ هڪ ڏينهن جامع مسجد ۾ اڪيلو محراب ۾ وينوهئس ته پاڻ منهنجي مٿان آيا ۽ فرمايائون ته: اطرح و افرح (نفس کي ڪڍي ڇڏ ۽ خوشي حاصل ڪر).

## شيخ مظفر ڪدڪني

هيءُ خلوتيه جو بزرگ هو. مولانا سعدالدين ڪاشغري جو همعصر هو.

## صدرالدين رواسي

شيخ زين الدين خوافي جي خليفن مان هو، شيخ مظفرڪدڪني ۽ مولانا سعدالدين ڪاشغري جو همعصر هو.

## خواجه علاؤالدين غجدواني

خواجه عبيدالله فرمائي ٿو ته هيءُ خواجه بزرگ جي مريدن مان هو. ان ئي بزرگ ڪيس خواجه محمد پارسا جي خدمت ۾ رکيو هو. جڏهن خواجه محمد پارسا ڪنهن سفر ۾ ويندو هو ته ڪيس ساڻ وٺي ويندو هو. سمرقند جي اڪابرين مان هڪ شخص ٻڌايو ته خواجه جي خدمت ۾ عرض ڪيم ته علاؤالدين تمام پوڙهو ٿي ويو آهي. منجهس ڪا به قوت ڪونه رهي آهي. جيڪڏهن ڪيس سفر ڪرڻ کان معذور سمجهو ته بهتر ٿيندو. فرمايائين ته هن ۾ ٻيو ڪوبه ڪم ڪونه اٿم، البته وڏن جي نشاني آهي، ان ڪي ڏسندو آهيان ته پنهنجا عزيز ياد پوندا آهن.

رشحات ۾ مذڪور آهي ته سندس ولادت جو هنڌ غجدوان هو. سندس قبر مرزهه ۾ آهي. هيءُ ڳوٺ بخارا شهر جي ڏکڻ ۾، عيدگاهه جي ويجهو بالائي تلي ديهه ۾ واقع آهي. اٺويهه سال اميرڪلان جي صحبت ۾ رهيو. اميرڪلان جي مقربين مريدن مان هو، ذڪر جي تعليم ورتائين. خواجه بزرگ جي انتقال کان پوءِ خواجه بزرگ جي اشاري موجب خواجه محمد پارسا ۽ خواجه برهان الدين ابونصر سان وابسته ٿيو.

خواجه بزرگ جي ڳالهه ڪن ٿا ته اهو فرمائيندو هو ته اڪابرين جو مقوله آهي ته مرده شينهن کان زنده ٻلو بهتر آهي. انهيءَ چوٽي کي بيت ۾ آندو ويو آهي:

قطعو

تاڪي به زيارت مقابر - عمرت گذراني اي فسرده
يڪ گربه زنده نزد عارف - بهتر ز هزار شير مرده

## مولانا بدرالدين صرافاني

هيءُ خواجه علاؤالدين جي مريدن ۽ خادمن مان هو. ”صرافان“ بخارا جي محلن مان هڪ محله هو.

## مولانا نظام الدين خاموش

هيءُ خواجه علاؤالدين عطار جي مريدن مان هو. خواجه بزرگ شروعات ۾ ڪيس بخارا جي نواحي علائقي جي هڪ ڳوٺ ۾ هڪ عالم جي صحبت ۾ ڏٺو، ان کان پوءِ هو علاؤالدين

جي خدمت ۾ پهتو. مولانا سعدالدين ڪاشغري فرمائي ٿو تہ سندس سيني وٽان ان جو پهراڻ هميشہ سڙيو رهندو هو. پوءِ معلوم ٿيو تہ ڪاڏي ڪاڏي مهل متس حال وجد جو غلبو ٿي ويندو آهي تہ پوءِ ڪاڏي ڪاڻ وارو ڇمڇو سندس هٿ کان ڪِري پوندو آهي. ان جي سڙڻ جو اثر سندس پهراڻ تي پوندو آهي. اهو سڙيو ٿي ويندو آهي.

## خواجہ عبدالله اصفهاني

هيءُ خواجہ علاؤالدين جي مريدن مان هو. سندس چوڻ آهي تہ پهريون دفعو جڏهن آءٌ خواجہ جي خدمت ۾ ويس تہ هيءُ بيت پڙهيم:

بيت

تو زخود گم شو ڪمال اينست و بس
تو مباش اصلاً وصال اين است و بس

ترجمو: تون پاڻ کي فنا ڪري ڇڏ، اهوئي ڪمال آهي. بس، تون پاڻ کي ظاهر نہ ڪر. اهوئي وصال آهي. بس.

## امير قاسم تبريزي

هيءُ شروعات ۾ شيخ صدرالدين اردبيلي سان عقيدت ۽ ارادت رکندڙ هو. ان کان پوءِ شيخ صدرالدين علي يمني جي صحبت ۾ حاضر ٿيو، جيڪو شيخ اوحد الدين ڪرمانيءُ جي مريدن مان هو. امير قاسم جا ارادتمند پنهنجي نسبت شيخ صدرالدين علي يمني سان ڪن ٿا. زماني وارا امير قاسم جي باري ۾ ٻن ٽولين ۾ تقسيم آهن، جنهن جي ڪري ان جا ٻہ اثر آهن. هڪڙا ان جي ڪلام "ديوان اشعار" کي حقائق جي اسرار تي مشتمل سمجهن ٿا ۽ ٻيا اهي ماڻهو آهن، جيڪي پاڻ کي ان ڏانهن منسوب ڪن ٿا ۽ پاڻ کي ان جو ئي مريد سمجهن ٿا. پر سندن حال ۽ طريقو اڪثر دين اسلام کان خارج آهي.

خواجہ ناصر الدين عبيد الله فرمائي ٿو تہ سيد خواجہ بزرگ (قاسم تبريز) خواجہ بهاؤالدين (نقشبند) کي ابيورد جي ڀرواڙي ۾ ڏٺوهو. ان جي صحبت ۾ رهيو ۽ ان جي طريقي جو معتقد هو.

ٻيا چون ٿا تہ حضرت سيد قدس سره (قاسم تبريزي) فرمايو تہ آءٌ جتي بہ پهچندو هئس تہ مجذوبن جي باري ۾ معلوم ڪندو هئس ۽ پوءِ انهن وٽ وڃي پهچندو هئس. هڪ دفعي جڏهن هڪ مجذوب وٽ پهتس تہ ان کي سڃاتم. چو تہ اوائل تحصيل علم جي وقت مون ڪيس تبريز ۾ ڏٺو هو. پوءِ ڪانئس دريافت ڪيم تہ تنهنجي هيءُ حالت ڇو آهي؟ مولانا رومي جي زباني چيائين تہ هر صبح آءٌ جڏهن اُٿندو هئس تہ تفرقہ ۾ پئجي ويندو هئس. هڪ شخص مون کي هڪ طرف ڇڪيندوهو ۽ ٻيو ٻئي طرف ڇڪيندو هو. هڪ دفعي آءٌ اٿيس تہ مون کي هڪ شيءِ پنهنجي گرفت ۾ ورتو، پوءِ آءٌ هر شيءِ کان آزاد ٿي ويس.

فرمايائين تہ اها ڳالھ ڪافي دفعا سيد قاسم کان ٻڌم ۽ جڏهن بہ آءٌ اها ڳالھ ڪانئس ٻڌندو هئس تہ طبيعت ۾ عجيب ڦيرو اچي ويندو هو. ان جي اکين مان بہ ڳوڙها جاري ٿي ويندا هئا. سندس وفات سن 830ھ ۾ ٿي.

خواجہ حسن عطار هرات ۾ سندس لنگر ڏانهن ويو هو. سيد صاحب سان ملاقات ڪيائين ۽ مولانا ابوسعيد بہ ان سان گڏ هو.

## امير قوام الدين سنجاني

هيءُ شروعات ۾ ڳوٺ سنجان جي مالڪن ۾ حصيدار هو (يعني هيءُ بہ مالڪ هو) ۽ ڳوٺ جي پيدائش ۽ جمع ۽ خرچ وغيره جي سنڀال سندس ئي ذمي هئي. اوچتو منجهس جذبو پيدا ٿيو. ان وقت جو ڪجھ سندس ملڪيت ۾ هو ان کان دستبردار ٿي ڇڏي هليو ويو ۽ سلوڪ ۽ آخرت جي واٽ ۾ مشغول ٿي ويو. پنهنجي هٿ ڪي مسلمانن جي خدمت لاءِ وقف ڪري ڇڏيائين. جيڪوبہ شخص ڪيس ڪاغذ ڏيندو هو، ان تي ڪيس ڪجھ لکي ڏيندو هو، خواه قرآن شريف هجي يا ڪجھ ٻيو لکي ڏيندو هو. طالبن ۾ ترتيب جو خيال رکندو هو. جهڙي طرح هو آڻيندو هو. ان ترتيب سان ڪيس لکي ڏيندو هو. زين العابدين جو همعصر هو. سال 734ھ ۾ پيدا ٿيو ۽ سال 820ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## ناصربخاري

ظاهري نظر ۾ سندس ڪلام ڪي شاعري تصور ڪيو پيو وڃي. پاڻ الله تعاليٰ جي دربار ۾ مقبول ۽ خاص بندن مان هو. بخارا شهر جي بازار ۾ خواجہ پارسا ڪيس مستيءَ جي حالت ۾ ڏسي سندس وڏي تعظيم ڪندو هو. سندس مريد ان تي تعجب ڪائيندا هئا. انهن مريدن کي فرمائيندو هو تہ ستر دفعا ولايت جو منصب ڪيس پيش ڪيو ويو، مگر هن قبول نہ ڪيو. سندس مرتبہ جي فوقيت جو تصور نہ تو ڪري سگھجي. سندس وفات جو سال 839ھ آهي.

## شيخ عيسيٰ لنگوٽي

هي بزرگ ترڪ وطن ڪري سنڌ ۾ آيو. سما دور ۾ ساموئيءَ ۾ رهائش اختيار ڪيائين. ساموئي ڳوٺ مڪلي ٽڪري جي ويجهو آهي. هيءُ اتي مدفون آهي.

ڪيترائي بزرگ ارادت هيٺ سندس زيارت لاءِ ايندا هئا. باطني خبرون اڪثر ٻڌائيندو هو. چيو وڃي ٿو تہ اصل ۾ برهانپور جو هو.

سيد محمد حسين عرف مير مراد ڪي سندس ولادت واري ڏينهن ڏنائين ۽ مريد ٿيو ۽ اهڙي طرح مذڪور آهي تہ سندس ولادت جو منتظر رهندو هو.

۽ سيد بسہ جي ولادت کان پوءِ هي 831ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## مرشد حقاني نورالدين نعمت الله ڪهستاني

سيد عالي جناب ۽ حضرت وهاب جي قرب جو نوازيل، وقت جي مشائخ جو مرڪز ۽ طالبان حق کي فيض رسائيندڙ، جماعت نعمت الله شاهي جو ذريعو بڻيل هو. شيخ آذري ڪانئس خرقو حاصل ڪيو هو. هيءُ ابوعبدالله يافعي جو مريد هو. صدرالدين شيرازيءَ جي صحبت کان بہ فيض حاصل ڪيو هئائين. قاضي مير حسين يزديءَ، شيخ ڏانهن لکيو تہ ڪرمان جا علماء، شاهہ نعمت الله نورالدين کي ڪافر سڏين ٿا، متس ڪفر جي فتويٰ ڏني اٿائون. هن جواب ۾ فرمايو تہ يعرفون نعمة الله ثم ينڪرونها واڪثرهم ڪافرون[1] (سڃاڻن ٿا الله جي نعمت کي ۽ پوءِ ان جو انڪار ڪن ٿا ۽ انهن مان اڪثر ڪافر آهن).

مذڪور آهي تہ وٽس هر شيءِ ايندي هئي، ٿورو ڪائي پوءِ سڀ فقراء کي ڏئي ڇڏيندو هو. شاهہ رخ ميرزا ڏانهن لکيو تہ اوهان شبهي وارو کاڌو ڇا لاءِ ٿا کائو؟ ان جي جواب ۾ ان ڏانهن هي بيت لکي موڪليائين.

بيت

گر شود خون جملہ عالم مال مال
کي خوراند خدا ولا حلال

ترجمو: جيڪڏهن ساري جهان جو مال رت ٿي وڃي (حرام ٿي وڃي) تہ بہ الله تعاليٰ اسان کي حرام رزق ڪيئن کارائيندو؟

شاهہ ميرزا رخ، امتحان خاطر هڪ ڇيلو زبردستي هٿ ڪري ذبح ڪيو. ان جو طعام تيار ڪرايو. سيد صاحب کي دعوت تي گهرايو ۽ طعام گڏ کائڻ لاءِ عرض ڪيائين. طعام کائڻ جي دوران شاہ رخ چيو تہ هيءُ ڇيلو هڪ عاجز (عورت) کان زبردستي کسيو ويو آهي، سيد صاحب فرمايو تہ شايد الله تعاليٰ هن ۾ ڪا مصلحت فرمائي هجي. پوءِ انهيءَ عورت کي گهرائي ڪانئس حقيقت پڇيائون. هن ٻڌايو تہ منهنجو پُٽ فلاڻي جڳهہ تي قيد آهي. اڄ ٻڌم تہ سيد نعمت الله ڪرمان کان هتي تشريف فرما ٿي رهيو آهي، مون وٽ هڪ متارو ڇيلو هو. ارادو ڪيم تہ اهو ڇيلو سائين جن جي دعوت لاءِ پيش ڪريان ۽ دعا گهرايان، مان ۽ منهنجو پٽ ان سبب آزاد ٿي ويندا سون. آءٌ اهو ڇيلو سائين جن ڏانهن آڻي رهي هيس تہ شاهہ رخ جي ماڻهن مون کان زبردستي اهو کسي ورتو. اهو ٻڌي شاهہ رخ توبہ ڪئي ۽ پيرن کي چميو ۽ عقيدتمند ٿي ويو ۽ چيائين تہ ڪرمان جي علمائن جي طرفان ڪفر جي فتويٰ ڏيڻ سبب مون هيءُ امتحان ورتو هو.

سندس فوت ٿيڻ جو سن 834هہ لکيل آهي. ڪرمان ۾ مدفون آهي، جتي لنگر ۽ خانقاه آهي. سندس عمر پنجهتر سالن کان وڌيڪ هئي.

---

[1] النحل آيت:

## شيخ زين الدين ابوبڪر خوافي

طريقت ۾ سندس نسبت نورالدين عبدالرحمٰن مصري سان وابستہ آهي. سندس چوڻ آهي تہ اجازتنامو، جيڪو مون کي لکي ڏنو ويو هو، سو خراسان ڏانهن واپس اچڻ وقت بغداد ۾ مون کان رهجي ويو. ڪافي عرصي کان پوءِ جڏهن خراسان کان مصر ڏانهن وڃڻ جو اتفاق ٿيو تہ ان وقت منهنجو شيخ رحلت فرمائي چڪو هو. پوءِ آءٌ خلوت خانہ ۾ ويس تہ مون کي ان خلوت خاني ۾ اجازت نامو لڪيل مليو، جيڪو چند حرفن جي تفاوت کان سواءِ اصل ساڳيو هو. باوجود هن جي تہ اهو خلوت خانہ محفوظ نہ هو. ان جو دروازو کليل رهندو هو. آءٌ نہ ٿو چئي سگهان تہ هي اصل مسودو هو يا شيخ پنهنجي نور ولايت بصارت سان هيءُ معلوم ڪري ورتو هو تہ منهنجو اجازتنامو گم ٿي ويو آهي ۽ آءٌ ڪڏهن هت وري ايندس انهيءَ ڪري منهنجو هيءُ اجازتنامو ٻيهر لکي هت رکيو ويو هو. بهرحال هن اجازتنامي جو هن غير محفوظ خلوت خانہ ۾ مدت دراز تائين پنهنجي اصل حالت ۾ محفوظ رهڻ، اها سندس ڪرامت آهي.

## قطب العالم بديع الدين عرف شاهہ مدار

ڪيس قطب مدار آسمان ولايت، رهنما، بديع دين ۽ رسول الله عليه الصلواة والسلام جو مختار سڏيو ويندو هو. سندس طريقت بواسطه طيفور شامي ۽ بحضرت عبدالله تائين پهچي ٿي، جو پاڻ سڳورن ﷺ جن جو مکي جو علمدار هو. حضرت عبدالله ئي سندس آخري پشت آهي. هو قطب مدار، آسمان ولايت جو خاص طريقو رکندڙ هو. ان طريقي کان فيض حاصل ڪندڙ لاتعداد ماڻهو آهن، جن منجهان چند هستين جو انتخاب ڪري انهن جي بيان تي اکتفا ڪئي وڃي ٿي ۽ هيءُ سال 840هہ ۾ فوت ٿي ويو ۽ سندس مدفن مکن پور ۾ آهي.

مداريان: بابا شيخ پيڪا قاضي شهاب الدين پرڪالہ، سلطان شمس الدين پاٽي پا، شيخ منصور، ميان لالوديوانہ، شيخ ارغوان، شيخ محمود پاٽي پا، قاضي صدر، برق ديوانہ، ميان صبغة الله ۽ مولانا حسام الدين سلامي.

سندس عقب: حضرت شيخ قاضن، سندس نامور مريدن مان هو. ان کان شيخ ابوالفتح هدايت الله، ان کان سلطان الموحدين حاجي حميد، ان کان شيخ محمد غوث گجراتي ۽ ان کان شاهہ وجيهہ الدين گجراتي ۽ ان کان حضرت سيد ياسين ۽ ان کان حضرت مولانا شهباز ۽ ان کان مولانا عبدالشڪور بن قاضي سيف الدين طوسي ۽ ان کان شاهہ محمد بزيوري صوبہ بنگالہ جو ۽ ان کان حضرت ميان جان محمد.

ايضاً: شيخ ابوالفتح هدايت الله کان، شيخ اسحاق مداري ۽ ان کان شيخ الهہ داد ۽ ان کان ملڪ چاند محمد رومي ۽ ان کان وري جمال محمد بن ملڪ چاند.

ايضاً: شاهہ مدار جي مريدن مان اجمل پڙائچي هو. ان کان سيد بڊيل پڙائچي.

ايضاً: ميران سيد جمن جنهن کان شيخ فخرالدين ۽ شيخ صدرالدين ڪوهہ ڪاري.

ايضاً: سيد بڊل پڙائچي ڪان، شيخ درويش بن قاسم اوڌي ۽ ان ڪان وري شيخ عبدالقدوس گنگوهي ۽ ان ڪان شيخ رڪن الدين ۽ ان ڪان شيخ عبدالاحد بن زين العابدين سرهندي والد مجدد الف ثاني.

## شيخ يوسف سيد محمد انجوي

هيءُ شيخ اسماعيل ثانيءَ جو فرزند ۽ شيخ بهاؤالدين زڪريا ملتانيءَ جي اولاد مان هو. وڏن جي تحرير نامہ موجب هيءُ شيخ الاسلام شهر ملتان ۽ مزارات جو متولي ٿيو. جنهن وقت هند ۾ افراتفري پيدا ٿي تہ ملتان جي سردارن ۽ زميندارن جي اڪثريت جيڪي هن خاندان جا مريد هئا، انهن سال 847هہ ۾ کيس سلطنت تي ويهاريو. اُچ ۽ ٻين شهرن جي منبرن تي سندس نالي جو خطبو پڙهائيندا رهيا ۽ هو ملڪ جا ضروري انتظامات بجا آڻيندو رهيو، لانگاه قوم جي سردار راءِ سيهره جو "شهر ديري" ۽ ان جي آسپاس واري علائقي تي قبضو هو. وڏن ڪان وٺي هن سلسلي جي مريدن منجهان هو. جنهن پنهنجي نياڻي شيخ کي ڏني ۽ پوءِ ٺڳي ۽ دوکي سان پير شيخ کي شهيد ڪرايائين ۽ پاڻ سلطان قطب الدين جي لقب سان سلطنت تي قبضو ڪري ويهي رهيو.

شيخ جي شهادت سن 859هہ ۾ ٿي.

## شيخ سيد برهان الدين عبدالله

سندس ڪنيت ابومحمد ۽ لقب قطب العالم ۽ نالو عبدالله بن ناصرالدين محمود بن مخدوم جهانيان آهي. پنهنجي پيءُ جو مريد ۽ خليفو هو. وقت جي اڪثر مشائخ جي صحبت ڪان فيض حاصل ڪيو هئائين، سندس ولادت ڏهہ رجب سال 790هہ ۾ ٿي. سندس عمر 68 سال، چار مهينا ۽ چويهہ ڏينهن هئي. سندس سال وفات 856هہ هو.

مذڪور آهي تہ هڪ رات هو تهجد لاءِ اُٿيو. سخت اونداهي هئي. سندس پير ۾ هڪ ڪوڪو چيڀجي ويو. فرمايائين تہ خبر نہ آهي تہ هيءُ پٿر هو، يا لوهہ هو، يا ڪاٺي. پوءِ جڏهن صبح ٿيو تہ ماڻهن ڏٺو تہ ان شيءِ جو هڪ ٽڪرو پٿر، هڪ ٽڪرو لوهہ ۽ هڪ ٽڪرو ڪاٺي جو هو. قدرتي طور مرڪب ٿي ويو هو. دارا شڪوه سفينة الاولياء ۾ لکي ٿو تہ اڄ 1049هہ سن آهي تہ اهو ٽڪرو ٽنهي شڪلين ۾ گجرات ۾ اجا تائين سندس اولاد وٽ موجود آهي.

## شيخ بهاؤالدين عمر

هيءُ سيد محمد شاهہ جو پاڻيچو ۽ سندس مريد هو. روايت آهي تہ سلسلہ شيخ علاوالدولہ تائين هو. ننڍپڻ ڪان جذبہ جي ڪيفيت وارو هو. مولانا سعدالدين ڪاشغري جي روايت آهي تہ مڪہ جي هڪ ميدان ۾ کيس ڪا بيماري لاحق ٿي وئي، پاڻ روزي سان هو. سندس جماعت ڪافي زور ڀريو تہ روزي کي ڀڃي ڇڏيو، مگر هن هرگز قبول نہ ڪيو. هڪ ڏينهن مون ڏٺو تہ

اهل غيب جي هڪ جماعت سندس خلوت خانہ ۾ وڃي رهي آهي، پر ان جي دروازي تي پهچي واپس اچي رهي آهي، پوءِ مون انهيءَ روئداد بابت ڪانئس پڇا ڪئي. چيائين تہ هائو. اهي قطب هئا ۽ جڏهن ڏٺائون تہ آءٌ پنهنجا قدم ڊگها ڪري سمهي پيو آهيان تہ ادب جيٰ لحاظ کان واپس هليا ويا. پوءِ جڏهن مون پنهنجا پير سڪيڙيا تہ موٽي مون وٽ آيا ۽ فاتحہ پڙهيائون ۽ واپس هليا ويا. ان ڏينهن سندس چهري تي صحت جا آثار نظر آيا ۽ افطاري ڪرڻ جي ضرورت محسوس نہ ٿي. پاڻ ڪڏهن فقراء ۾ دائمي توجه ۽ مطلوب حقيقي ڏانهن منجهن ترغيب پيدا ڪرڻ لاءِ هي بيت ڪين پڙهي ٻڌائيندا هئا.

بيت

دل آرامي ڪہ داري دل در و بند
دگر چشم از همہ عالم فروبند

ترجمو: جيڪڏهن تون دل جو سڪون ۽ آرام چاهين تہ دنيا جي ٻين شين کي پنهنجي اکين تان هٽائي ڇڏ.

سندس وفات 857ھ ۾ ٿي. وفات کانپوءِ سندس فرزند ۽ مريد چغانيان ڳوٺ ۾، جتي پاڻ هميشہ ويهندا هئا. قبر کوٽڻ ۾ مشغول ٿي ويا. پر سلطان وقت، استدعا ڪئي تہ ڪين شهر جي ويجهو دفن ڪيو وڃي ۽ جنازه کي ڪنيو ويو. (سلطان وقت) جنازه کي ڪلهو ڏنو. (هرات جي) عيدگاهہ جي اترطرف کيس دفن ڪيو ويو ۽ مٿس عاليشان مقبره جوڙيو ويو.

## مولانا سعدالدين ڪاشغري

هيءُ خواجہ ڪلان جو فرزند هو. مولانا فرمائي ٿو تہ ٻارهن سالن جي عمر ۾ آءٌ پنهنجي پيءُ سان سفر ۾ هئس. هڪ ڏينهن هڪ پرواري دڪان تي ويٺا هئا سون تہ آسپاس وارن دڪاندارن حساب، ڪتاب تي ايڏو تہ شور ڪيو، جو سندن گفتگو پري پري وارا ماڻهو ٻڌي، بيزار ٿي ويا. جڏهن شور برداشت کان ٻاهر ٿي ويو تہ منهنجو والد صاحب روئندو انهيءَ هجوم ڏانهن ويو. جڏهن دڪاندارن جي هجوم کيس روئندي ڏٺو تہ پنهنجي گفتگو کان بس ڪندي، ڪانئس پڇڻ لڳا تہ توکي ڇا ٿي ويو جو هروڀرو رئندو ٿو اچين؟ ڪين چيائين تہ، صبح کان وٺي، هن وقت تائين آءٌ ڏسي رهيو آهيان تہ اوهان الله تعاليٰ کي هڪ گهڙي بہ ياد نہ ڪيو. انهيءَ حيرت جي ڪري مون کي توهان تي رحم آيو ۽ بي اختيار روئڻ لڳس.

مولانا سعدالدين چند سال، مولانا نظام الدين جي خدمت ۾ بسر ڪيا، پوءِ حجاز جي سفر لاءِ ڪانئس اجازت گهريائين.جڏهن خراسان آيو ۽ هرات ۾ اچي مشائخ، سيد قاسم تبريزي، مولانا بايزيد پوراني، شيخ زين الدين خوافي ۽ شيخ بهاؤالدين عمر جن جي صحبت لاءِ سندن خدمت ۾ حاضر ٿيو. حضرت امير قاسم جي حق ۾ فرمايائين تہ هيءُ عالم جي معاني جي ڪُنَ ۾ آهي، هن وقت سندس آڏو اوليائن جون سڀ حقيقتون جمع آهن. مولانا ابو يزيد پورانيءَ جي ٻاري ۾

فرمايائين تہ ڪيس الله تعاليٰ هر ڪم کان آجو رکيو آهي، هر ڪم سندس الله تعاليٰ پورو ڪري ٿو. شيخ بهاؤالدين عمر جي باري ۾ فرمايائين تہ سندس آئينو الله تعاليٰ جي آڏو آهي. پاڻ انهيءَ ذات ڪانسواءِ ٻيءَ ڪابہ شي نٿو ڏسي ۽ شيخ زين الدين لاءِ فرمايائين تہ هو شريعت ۽ تقويٰ ۾ قابل تعريف شخصيت آهي.

## مولانا عمر رومي

هيءَ مولانا سعد الدين ڪاشغري جي اڪابرين مريدن مان هو. مولانا سعدالدين ڪاشغري جو قول آهي تہ هيءَ هرڪم کي فرض ڄاڻندو هو. پوءِ سندس حق ۾ هر ڪم آسان ٿي ويو. جيئن اصول آهي تہ هر شيءَ جي حصول لاءِ تلاش ۽ ڪوشش ڪبي آهي تہ اها حاصل ٿي ويندي آهي. چوٽي آهي تہ ڳولهيو ۽ حاصل ڪيو. پر هن بزرگ اول حق تعاليٰ کي حاصل ڪيو پوءِ تلاش ڪيائين. جيڪڏهن اول الله کي حاصل نہ ڪري ها تہ وصال ڪيئن حاصل ٿئيس ها.

مصرع

تا تو نه گيري جمال، عشق نه گيرد ڪمال

ترجمو: جيستائين جاهہ ۽ جمال حاصل نہ ڪندين، تنهنجو عشق ڪمال جي درجي تي نہ پهچندو.

اول حق سبحانه تعاليٰ هر بنده تي سندس ارادت جي آڏار ۽ صفت جي تجلي جو ظهور فرمائيندو آهي، پوءِ اهو انهيءَ تجليءَ موجب حق سبحانه تعاليٰ جو طلبگار ٿيندو آهي. پوءِ انهي حصول جي صورت ۾ طلب تي ترجيح حاصل ڪندو آهي.

فرمايائين تہ جيڪو شخص، ڪنهن کي دوست رکندو آهي تہ گهرندو آهي تہ سڀ ڪيس دوست رکن. اگرچہ محبت جي غيرت جي تقاضا اها آهي تہ محبوب کي مخفي رکي، ليڪن محبت جي انتها سبب بيوس هوندو آهي. ان کي لڪائي نہ سگهندو آهي. ڪيس خبر نہ پوندي آهي تہ ڪهڙو حيلو هلايان ۽ ڪهڙي تدبير سوچيان تہ ماڻهن ۾ منهنجي ساراهہ ٿئي ۽ اهي منهنجا معتقد ۽ طالب ٿين، جيڪا بہ صورت هجي، جڏهن اهو شخص پنهنجي اندر محبوب جون وصفون پيدا ڪندو آهي تہ پوءِ ماڻهو سندس طالب ٿي ويندا آهن.

فرمائي ٿو تہ: جنيد ٻڌايو تہ منهنجي مراقبي جو استاد هڪ ٻلي هئي (جنهن مون کي صحيح مراقبہ ڪرڻ جو طريقو سيکاريو. مون هڪ دفعي ٻليءَ کي ڏٺو تہ ڪُوئي جي سوراخ (ٻرڙ) جي پرسان ويٺي آهي. ايتري قدر متوجه ۽ محو آهي جو سندس بدن جو هڪ وار بہ چرپر ڪونہ پيو ڪري. پوءِ اوڏانهن تعجب سان پئي نهاريم تہ مون کي مٿان آواز ٿيو تہ اي بي همت! تنهنجو مقصد ڪئي جي حصول کان مٿي آهي. تنهنجي طلب ٻليءَ جي مقصد کان مٿي آهي. پوءِ موٽي اچي مراقبہ ۾ محو ٿي ويس.

## مولانا عبدالرحمٰن جامي

سندس اصل لقب عماد الدين هو. مشهور لقب نورالدين آهي. سندس ولادت خرجرد جام ۾ سن 807ھ ۾ ٿي. سندس نسبت شيخ عالم عامل ڪامل، مجتهد امام، محمد شيباني سان ملي ٿي ۽ امام اعظم جي مذهب جو پيروي ڪندڙ هو.

هو محمد بن عبدالله بن طاؤس بن هرمز الشيباني و ڪان هرمز ملڪا بغداد واسلم عليٰ يد عمر بن الخطاب رضي الله عنه ذڪر في ڪتاب المصفيٰ انه ڪان بين الامام محمد وابي حنيفة قرابة قربته فانه محمد بن الحسن بن عبدالله بن طاؤس بن هرمز وهوملڪ اسلم عليٰ يد عمر بن الخطاب رضي الله عنه وابو حنيفة نعمان بن ثابت بن طاؤس بن هرمز

ترجمه: هيءُ محمد پٽ عبدالله بن طائوس پٽ هرمز شيباني هو ۽ هرمز، بغداد جو بادشاهه هو، جنهن حضرت عمر بن خطاب رضي الله تعاليٰ عنه جن جي هٿ تي اسلام قبول ڪيو ۽ ڪتاب "المصفي" ۾ ذڪر آهي ته ان جي ۽ امام محمد ۽ ابي حنيفه جي وچ ۾ قرابت هئي. اها قرابت هن ريت آهي ته محمد بن الحسن پٽ عبدالله پٽ طائوس، پٽ هرمز بادشاهه جنهن حضرت عمر بن خطاب رضي الله عنه جي هٿ تي اسلام آندو ۽ ابو حنيفه نعمان بن ثابت بن طائوس بن هرمز.

والد نظام الدين محمد دشتي ۽ سندس ڏاڏو مولانا شمس الدين محمد "دشتي" علم ۽ تقويٰ ۾ بي مثال هئا. ڪيس دشت انهيءَ ڪري سڏيو ٿو وڃي ته اصفهان شهر جي دشت محلي جو رهندڙ هو. پوءِ زمانه جي حالتن ۽ حادثن سبب جام ولايت ۾ منتقل ٿيو. قضا ۽ فتويٰ جي منصب تي فائز ٿيو. سندس ماءُ پيءُ امام محمد شيباني جي اولاد مان هئا.

مولانا قوام الدين محمد جو ڏاڏو، امام محمد جي اولاد مان هو. اهو به پنهنجي علائقي ڪان منتقل ٿي، جام جي علائقي ۾ آيو ۽ پنهنجي نياڻيءَ جو سڱ، مولانا شرف الدين حاجي شاهه جي نڪاح ۾ ڏنائين. انهيءَ مان جيڪو اولاد ٿيو تن مان هڪ نياڻي مولانا شمس الدين عمر دشتي ڪي نڪاح ۾ ڏني وئي، جنهن مان سندس والد ماجد مولانا نظام الدين پيدا ٿيو ۽ سندس وڏا جام ولايت ۾ اچي رهيا. خط وڪتابت ۽ بين عبارتن ۾ پاڻ ڪي "دشتي" لکندو هو. جڏهن هرات ڪان منتقل ٿي آيو ته ان جي بجاءِ "جامي" لکڻ لڳو. مولانا جي ولادت واري وقت ۾ خاقان منصور شاهه رخ سلطان، عراق ۽ فارس جي ملڪن ڪي پنهنجي قبضي ۾ آندو. سندس وفات جو سال 898ھ آهي.

مولانا سعدالدين ڪاشغريءَ جي نياڻي مان ڪيس چار فرزند پيدا ٿيا ۽ ٽي فرزند ته ننڍي هوندي ئي فوت ٿي ويا ۽ سندس چوٿون پٽ زنده رهيو، جنهن جو نالو ضياء الدين يوسف هو.

## مولانا شهاب الدين بيرجندي

هيءُ مولانا سعدالدين ڪاشغري جي اڪابر مريدن مان هو. بيرجند جو رهندڙ هو. بيرجند ولايت قاين جو هڪ شهرهو. سندس اصل نالو احمد بن محمد هو. پنجونجاهہ (55) سالن جي عمر ۾ سن 856ھ ۾ فوت ٿي ويو ۽ سندس قبر مولانا سعدالدين ڪاشغري جي مناري جي پرسان آهي.

## مولانا علاؤالدين آبيز

سندس ڄمڻ جو هنڌ آبيز ڪروهي آهي، جيڪو قوهستاني علائقي ۾ آهي. پاڻ مولانا سعدالدين ڪاشغري جي اڪابر مريدن مان هو. مولانا سعدالدين ڪان پوءِ مولانا نور الدين عبدالرحمٰن جاميءَ سان وابستہ ٿيو.

## مولانا شمس الدين روجي

هي بہ مولانا سعدالدين جي خاص مريدن مان هو. ڪيترائي سال جامع هرات ۾ دعوت ۽ تبليغ حق ۾ گذاريائين. سندس ڄمڻ جو هنڌ روج ديهہ آهي، جيڪو شهر ڪان نوَن ميلن جي پنڌ تي قبلي طرف آهي. سندس ڄمڻ جو سال 820ھ آهي. سندس وفات جو سال 904ھ آهي شروعات ۾ سندس مدفن مولانا سعدالدين جي مزار جي پنيان هو. بعد ۾ اتان ڪڍي خواجہ عبيدالله انصاري جي مزار جي پرسان گاذر گاهہ ۾ ڪيس دفن ڪيو ويو ۽ ان جي مٿان وڏو قبو ٺاهيو ويو.

## مولانا جلال الدين پوراني

هن پنهنجي زندگي ڪي مسلمانن جي ضروريات جي پوري ڪرڻ لاءِ وقف ڪري ڇڏيوهو. ظاهري طور تہ ڪنهن سان بيعت ڪونہ ڪئي هئائين. البتہ اويسي فيض سان رنگيل هو. پاڻ ئي چوندو هو تہ مون ڪي ڪابہ مشڪل ڪڏهن پيش ايندي هئي تہ آءُ پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وسلم جن جي روحانيت مبارڪ ڏانهن متوجہ ٿيندو هئس تہ مشڪل حل ٿي ويندي هئي.

مولانا ظهير الدين خلوتي جي صحبت ۾ گهڻو رهندوهو. سندس طريقي ڪي تمام گهڻو پسند ڪندو هو، مگر سندس مريد ڪونہ ٿيو. زراعت ۽ باغباني جي آمدني سندس ذريعہ معاش هئي، مهمانن تي تمام گهڻو خرچ ڪندوهو. هر قسم جي ڪاڌي، پيتي جو سامان مهمانن لاءِ تيار رکندو هو. سندس گهر، ڪڏهن بہ مهمانن ڪان خالي ڪونہ هوندو هو. پاڻ چوندو هو تہ مهمانن جي اچڻ جي مون ڪي اڳواٽ ئي خبر پئجي ويندي آهي تہ مون وٽ ڪيترا مهمان اچي رهيا آهن. پوءِ اڳي ئي سندن لاءِ طعام وغيره تيار ڪري رکندو آهيان تہ جيئن بغير انتظار ڪرڻ جي کين ڪاڌو بروقت ميسر ٿئي. پر هڪ دفعي هڪ ترڪ درياء جي ڪناري ڪان چند روغن جوش (شيرمال) مسجد ۾ کڻي آيو ۽ مون ڪي ڏنائين ۽ قسم کڻي چيائين تہ هيءُ حلال رزق مان تيار

ڪري ڪٽي آيو آهيان. سو تون اهو کاءُ. مون انهن مان هڪ شيرمال کڻي، ان جا ٻه اڌ ڪيا ۽ وري اڌ کي ٻه ٻه حصا ڪري (چوٿون حصو) کڻي وات ۾ وجهي کائي ڇڏيم کائڻ کان پوءِ اهو (ڪشف) وارو سلسلو ختم ٿي ويو. يعني مهمانن جي اچڻ واري اڳواٽ خبر پوڻ وارو سلسلو ختم ٿي ويو. ڏاڍو پريشان ٿيس سندس وفات جو سال 864هه آهي. سندس مقبرو پوران ۾ آهي.

## خواجه شمس الدين محمد ڪوسي جامي

هيءُ بزرگ شيخ الاسلام احمد نامقي، جامي جي پڙپوٽن مان هو. مولانا سعد الدين ڪاشغري سندس وعظ جي مجلس ۾ حاضر ٿيندو هو ۽ ان کان ڪافي اثر وٺندو هو. (سندس ڏاڍي تعريف ڪندو هو.) پنهنجي وعظ جي دوران فرمايائين ته حق تبارڪ و تعاليٰ فرمايو آهي ته "اَحۡسِنۡ كَمَاۤ اَحۡسَنَ اِلَيۡكَ" [1] (جيئن الله تعاليٰ تو سان چڱائي ڪئي آهي. تون به چڱائي ڪر)

ازل ۾ الله تعاليٰ ظاهرهو، ٻانهون لڪل هو. پوءِ ٻانهي کي شرف ڏئي ظاهر ڪيائين ۽ پاڻ کي ڳجهو رکيائين ۽ هاڻي ٻانهي مٿان لازم آهي ته حق تعاليٰ کي ظاهر ڪري ۽ پنهنجي وجود جي نفي ڪري، ڪيس ختم ڪري ڇڏي.

روايت آهي ته خرقه شيخ الاسلام جيڪو کيس شيخ ابو سعيد پهچايو هو، اهو سلسله بسلسله حضرت صديق اڪبر رضي الله عنه کان هلندو وٽس پهتو. ان ۾ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن جي پيراهن مبارڪ جو هڪ پيوند لڳل هو. خواجه شمس الدين جامي علوم ظاهري ۽ باطنيءَ ۾ جامع هو. سندس وفات سن 863 هجري ۾ ٿي.

## مولانا شمس الدين محمد اسدي

سندس چوڻ آهي ته ظاهري علوم جي تحصيل کان پوءِ مون منجهه سلوڪ جي حصول جو شوق پيدا ٿيو ته شيخ زين الدين خوافي جي خدمت ۾ حاضر ٿيس. هڪ ڏينهن هو مجلس ۾ جماعت جي بيعت ڪري رهيو هو ۽ بيعت جو قاعدو هن ريت هو جو مرشد هڪ مريد جو هٿ بيعت وقت جهلي بيهندو هو ۽ ٻيو مريد انهيءَ درويش جو دامن پڪڙيندو هو ۽ ٽئون مريد وري انهيءَ درويش جو دامن پڪڙيندو هو. اهڙي طرح سلسلو وڃي شيخ تائين پهچندو هو. مون به انهيءَ قطار ۾ هڪ درويش جو دامن سوگهو ڪيو ۽ جڏهن انهيءَ مجلس کان ٻاهر نڪتس ته سڌو مدرسي جي انهيءَ حجره ۾ آيس، جتي آءٌ پڙهندو هئس. پوءِ ذڪر ۾ مشغول ٿي ويس ۽ ذڪر جي تاثير روز بروز منهنجي اندر وڌندي رهي ۽ منهنجو باطن کلندو ويو. ايتري قدر جو مڪمل نموني انهيءَ طرف منهنجي دل ڇڪجي آئي ۽ روحانيت ۾ دلچسپي وڌڻ لڳي. پوءِ بهاوءالدين عمر جي خدمت ۾ حاضر ٿيس ۽ سندس صحبت ۾ رهي فائز ٿيس. ماڻهن جو پخته

---

[1] سورة القصص آيت:

خيال هو تہ مولانا شمس الدين، زين الدين خوانيءَ جو مريد آهي مگر هن ڪڏهن بہ اهڙو اعتراف نہ ڪيو.

(مولانا شمس الدين) فرمائي ٿو تہ آءٌ جڏهن مولانا فخرالدين لورستاني جي خدمت ۾ پهتس تہ پنهنجي پوشاڪ لاهي مون کي پهرايائين. هيءُ بزرگ سن 864ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## امير سيد قاسم انوار

سندس اصل نالو معين الدين علي بن نصر بن هارون ابن القاسم تبريزي هو. چند واسطن سان امام زاده هارون بن امام موسيٰ ڪاظم عليه السلام سان سندس نسب جو شجره ملي ٿو.

ٿن سالن جي عمر ۾ مٿس مختلف علمن جا دروازه ڪليا، جيئن اهڙي خبر هن بن بيتن مان پڻ پوي ٿي:

بيت

مــرا علــم ازل درســينہ دادنــد
عجـب علمـي ولـي درسـي ندادنـد
مراسـہ سـال حـالي گشـت معلـوم
ڪـہ شـيخ چلـہ را درسـي ندادنـد

ترجمو: مون کي علم ازل کان سيني ۾ ڏنائون. عجب علم آهي، پر مون کي ان جو درس نہ ڏنائون. منهنجي علم جا ٽي حال مون کي معلوم آهن تہ شيخ چلي ڪڏهن جو درس بہ مون کي نہ ڏنو.

ڪتاب "حبيب السير" ۾ ذڪر آيو آهي تہ شيخ صفي الدين اردبيلي سندس تربيت ڪري، ڪيس عرفان جي درجہ تي پهچايو. پر قاضي احمد غفاري "تاريخ جهان آرا" ۾ ڄاڻايو آهي تہ هو قطب الاولياء صدر الدين موسيٰ ابن شيخ صفي الدين جو مريد هو. سندس اصل نالو معين الدين علي هو. جڏهن خواب ۾ ڏنائين تہ مٿس قسمت، انوار پيئي اڇلائي ۽ اهو خواب جو واقعہ پنهنجي شيخ صدر الدين کي بيان ڪري ٻڌايائين تہ انهيءَ اشاره موجب سندس نالو "قاسم انوار" مقرر ٿي ويو.

نفحات ۾ ڪيس شيخ صدر الدين اردبيليءَ جو مريد ڄاڻايو ويو آهي. ان ڪانپوءِ علي يمني جي صحبت اختيار ڪيائين ۽ شيخ علي يمني، شيخ اوحد الدين ڪرماني جو مريد هو. ميرزا شاهہ رخ جي سلطنت جي دور ۾ هيءُ ڪيترائي سال ماڻهن جي هدايت ۽ تربيت لاءِ هرات ۾ مشغول رهيو ۽ بہ دفعا پيادل حج ڪيائين ۽ ميرزا جي خاطر ڪجهہ وقت ماوراء النهر ۾ گذاريائين. ڪجهہ وقت سمرقند ۾ بہ رهيو. آخري وقت ۾ ڳوٺ خرجرد ۾ اچي قيام ڪيائين ۽ اتي رحلت ڪري ويو. سندس وفات جو سن 837ھ ڄاڻايو ويو آهي.

## مولانا محمد شيرين مشهور مغربي

هيءُ شيخ اسماعيل سيسي جو مريد هو. (شيخ اسماعيل) شيخ نورالدين اسفرايني جي مريدن مان هو. (مولانا محمد شيرين مغربي) مغربي ممالڪ جو جڏهن سير ۽ سفر ڪيو تہ ان سفر ۾ پاڻ هڪ اهڙي شخص جي هٿ ڪان خرقو پاتائين، جنهن کي شيخ محي الدين ابن عربيءَ سان نسبت حاصل هئي ۽ هيءُ شيخ ڪمال خجند جي صحبت ۾ بہ رهيو هو.

روايت آهي تہ هڪ دفعي، شيخ اسماعيل سيسي چند درويشن کي چلي ۾ ويهاريو. ڪيس پڻ چلہ ۾ ويهڻ لاءِ طلب ڪيائين پر (مغربي) هي غزل چئي معذرت ڪئي:

غزل

مامهر تو ديديم ز ذرات گذشتيم
از جملہ صفات ازپي آن ذات گذشيتم
در خلوت تاريک رياضيات ڪشيديم
درواقعہ از سبع سمٰوٰت گذ شيتم
ديديم کہ اين همہ خواب است وخيال
مردانہ ازين خواب و خيالات گذشيتم
باما سخن از ڪشف وڪرامات چه گوئي
چون ما از سر ڪشف وڪرامات گذشيتم
اي شيخ! اگر جملہ ڪرامات تو اين است
خوش باش ڪزين جملہ ڪرامات گذشيتم
اين ها بحقيقت همہ آفاق طريق اند
مادر طلب از جملہ آفات گذشيتم
ما از پي نوري کہ بود مشرق انوار
از مغربي وڪوڪب و مشڪات گذشيتم

غزل جو ترجمو نظم ۾

ڏنو سون فرمان تنهنجي کي
مگر ان ذرات مان بہ گذريا آهيون
جستجو ئي ذات ان جي ۾
جملہ ان صفات ڪان بہ گذريا آهيون
خلوت جي انڌيري ۾ رياضتون ڪيون آهن
اسين پوءِ بي خوديءَ جي علم ۾
برابر ست سمٰوٰت ڪان بہ گذريا آهيون
ڏٺوسون تہ آهہ هيءُ بہ خواب ۽ خيال
پوءِ مردانگيءَ سان ان خيالات ڪان بہ گذريا آهيون

اي شيخ! اگر آهن جملہ ڪمالات تنهنجيون هي
يقين ڄاڻ! انهيءَ ڪمالات کان بہ گذريا آهيون
اگر آهہ طريقو هيءَ آفاقيت جي حقيقت جو
پوءِ طلب ان جي ۾ اسين جملہ آفات کان بہ گذريا آهيون
اسين آهيون مشرق انوار جي نور پنيان
مغرب جي تہ تارن ۽ مشڪوات کان بہ گذريا آهيون

شيخ جڏهن هيءَ غزل ٻڌو تہ ڏاڍو خوش ٿيو. سندس وفات 859هہ ۾ ٿي.

## سيد محمد انجوي

هيءَ ميران محمد جي نالي سان معروف آهي. ڄام صلاح الدين تماچي جي وقت ۾ هن پنهنجي پٽ نالي سيد احمد سان گڏ سال 786هہ ۾ مطابق اعداد "بسم الله" ڳوٺ مراد اوٺيو ديهہ مانجر تعلقہ ٺٽي ۾ دائمي رهائش اختيار ڪئي هئائين ۽ اٺين صديءَ جي اختتام ۾ ۽ نائين صدي هجريءَ جي آغاز ۾ پنهنجي وقت جو بي مثال بزرگ ۽ ڪمال درجہ جي شيخ جي حيثيت ۾ گذاري ويو. بعد ۾ سندس پوٽي سيد علي ثاني اتان سندس نعش کي منتقل ڪري، نوري قبرستان جي پرسان هڪ صاف ڪليل جڳهہ تي دفن ڪيو. پوءِ اهو خاص ۽ عام جي زيارت گاهہ جو مرڪز بڻجي ويو.

## سيد احمد انجوي

هيءَ سيد محمد انجوي عرف ميران محمد جنهن جو ذڪر مٿي ڄاڻايل آهي، جو پٽ هو. پنهنجي پيءُ کان پوءِ قاضي نعمت الله عباسيءَ جي نياڻيءَ سان نڪاح ڪيائين. روايت آهي تہ هڪ ڏينهن سيد احمد پنهنجي وقت جي مشائخ مان شيخ عيسيٰ لنگوٽي، جنهن جو ذڪر مٿي اچي چڪو آهي، جي خدمت ۾ سندس زيارت لاءِ ويو. شيخ وٽ قاضي نعمت الله داشمند عرف عباسي اڳي ئي وينو هو. شيخ جڏهن سيد کي ڏٺو، تڏهن سندس تعظيم لاءِ اٿي، ان جو آڌرڀاءُ ڪيائين. وڃڻ وقت ڪيس ٻاهر ڇڏي آيو. (قاضي) ڪائنس ايتري تعظيم ڪرڻ جو سبب پڇيو. هن جواب ۾ قاضي کي چيو تہ اچڻ وقت سيد جي تعظيم هئي ۽ وڃڻ وقت، قطب جي تعظيم هئي. جيڪو قطب سندس نسل مان هن جي وجود ۾ موجود آهي، آءٌ انهيءَ جي ولادت جو منتظر آهيان، جو سندس مريد ٿيندس. سيد احمد قاضي کان ناراض ٿي ويو هو، ڇو تہ قاضي سندس اٿي استقبال نہ ڪيو هو. انهيءَ ناراضگيءَ جي اثر سبب، قاضي جڏهن پنهنجي گهر پهتو تہ نظر کان نابينو ٿي ويو. انهيءَ رات خواب ۾ ڏٺائين تہ سندس نظر کان محرومي جو سبب سيد صاحب جي ناراضگي آهي. جيڪڏهن (قاضي صاحب) پنهنجي نياڻي، سيد صاحب جي نڪاح ۾ ڏيندو تہ سندس نظر بحال ٿي ويندي. هوڏانهن قاضي جي نياڻيءَ پاڻ کي خواب ۾ ڏٺو تہ ڪيس سيد صاحب جي نڪاح ۾ ڏنو ويو آهي. آخر ٻئي ڏينهن شيخ صاحب جي وساطت سان قاضي صاحب

پنهنجي نياڻي بي بي فاطمه کي سيد صاحب جي نڪاح ۾ ڏئي شادي ڪرائي پنهنجو ناٺي بڻايو. ان منجهان کيس چار فرزند پيدا ٿيا.

1. سيد علي 2. سيد جعفر 3. سيد شريف 4. سيد حسين ۽ پاڻ سال 854هه ۾ فوت ٿي ويو.

## شيخ آذري

سندس نالو حمزه هو. سندس لقب ملڪ الشعراءِ هو (يعني شاعرن جو بادشاهه) آخر ۾ شيخ محي الدين جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. تمام سخت رياضتون ڪيائين ۽ ان جي فوت ٿيڻ ڪانپوءِ سيد نعمت الله جي خدمت ۾ پهچي خرقو پاتائين ۽ پوءِ سير ڪرڻ نڪتو ۽ سفر ۾ ڪيترن ئي اولياء ڪرام سان مجلسون ڪيائين.

دولت شاهه ذڪر ٿو ڪري ته جڏهن شيخ بيت الله شريف ڪان واپس وريو ته سڌو هندستان ۾ آيو ۽ سلطان محمد جوڻ پهرين مجلس ۾ ئي کيس پنجاهه هزار دينار بطور انعام عنايت ڪيا. (شيخ آذري) ڪانئس وٺڻ نه ٿي گهريا، مگر (هن چيو ته) معزز مهمان جي تڪريم لاءِ اسان وٽ اها رسم آهي. ان جي تعظيم ۽ تواضع ڪرڻ جو اسان وٽ اهوئي طريقو آهي. اها ڳالهه شيخ آذري جي طبيعت تي ڏاڍي گران گذري. ليڪن سندس دل رکڻ خاطر ڪائنس وٺي خيرات ڪري ڇڏيائين ۽ ان جي باري ۾ هيءُ قصيدو چيائين:

بيت

من ترک هند جيفه جيپال گفته ام
باد بردت جونه بيک جو نمي خرم

ترجمو: هند کي ڇڏڻ وقت مون مردار جيپال کي چيو هو ته جوڻ جي غرور ۽ تڪبر جو مون تي ذره برابر به اثر نه ٿيو

طبقاتِ اڪبري ۾ ذڪر آهي ته جڏهن احمد شاهه بهمڻ بيدر شهر جو بنياد رکيو ته دارالامارت جي محلات جي تعمير شروع ڪيائين ته ان وقت شاعرن لکڻ لاءِ شعر چيا. انهيءَ موقعي تي شيخ آذري پڻ هي شعر چيا:

حبذا قصر مشيد که ز فرط عظمت
آسمان شده ازپايه اين درگاه است
آسمان هم نتوان گفت که ترک ادب است
قصر سلطان جهان احمد بهمن شاه است

هند جي سفر کان پوءِ هڪ وڏي ذميواري جو بار پنهنجي سر کنيائين ۽ پورا ٽيهه سال سجاده، اطاعت تي وينو ۽ پوءِ سال 856هه ۾ اسي سالن جي عمر ۾ ڳوٺ اسفرائن ۾ انتقال ڪري ويو.

هڪ دل واري ڪان نقل آهي تہ حضرت رسالت پناه صلي الله عليه وآله وسلم جن جي خواب ۾ زيارت ڪيم. پاڻ سڳورا پنهنجي اصحاب سان ڪيڏانهن وڃي رهيا هئا. عرض ڪيم تہ حضور صلي الله عليه وآله وسلم ڪيڏانهن تشريف فرما ٿيا آهيو؟ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وآله وسلم جن فرمايو تہ آذري جي ملاقات لاءِ ٿا وڃون، جو هن منهنجي فرزند جي حق ۾ مرثيو چيو آهي، ان جو ڪيس صلو ڏيڻ لاءِ ٿا وڃون.

منه

سوراخ في شود دل من چون گل حسين
هر ڪہ بخاطرم سفر ڪربلا رود

ترجمو: منهنجي دل ۾ زخم ٿو ٿئي جڏهن حضرت حسين منهنجي خاطر ڪربلا جو سفر اختيار ٿو ڪري.

## سيد محمد بن فلاح

هيءُ بن واسطن سان فرزندِ محمد صالح بن امام همام موسيٰ ڪاظم عليه السلام آهي. سندس جمڻ جو هنڌ واسط شهر هو. سلوڪ ۾ شيخ احمد بن فهد جو مريد هو. (شيخ احمد بن فهد) اثنيٰ عشريہ جي اڪابر صوفين ۽ عظيم مجتهدين مان هو. ڪتابي علم سان گڏ عجيب علمن جو ڄاڻو هو. وفات وقت شيخ ڪيس هڪ هڙ ڏني تہ هن کي فرات نديءَ ۾ وجهي اڇلائج ۽ انهيءَ سبب ۽ حيلي سان ڪيس عجيب اسرار حاصل ٿيا. خوزستان جي علائقي جي ماڻهن کي پنهنجو مريد بڻايائين ۽ انهن کي اسم "علي" تي مشتمل ذڪر سيکاريائين. ذڪر دوران ڪين شيعت تي بيعت ڪندو هو. هٿ ونڻ سان مضبوط پهاڙ مثل ٿي ويندا هئا ۽ ڪيترائي عجيب ڪرتب ڪري ڏيکاريندو هو. مثلاً ترار کي تيز ڪري، پنهنجي پيٽ ۾ اندر داخل ڪندو هو. ٻيا بہ عجيب غريب ڪرتب ڏيکاريندو هو. روز بروز انهن ۾ اضافو ڪندو ويو. آخر هڪ ڏينهن پاڻ کي مهديءَ جو لقب ڏنائين. سن 808هہ ۾ خروج ڪيائين ۽ ساري خوزستان مثلاً شوشتر، درفول ۽ حويزه تي غلبو حاصل ڪيائين.

سندس تفصيلي احوال، عراق جي پوين عرب تاريخ نويسن، تاريخ غياثيءَ ۾ آندو آهي. قاضي نور الله شوشتر ڪتاب مجالس المؤمنين ۾ تذڪرو ڪيو آهي. سندس وفات جو سال 870هہ آهي.

## سيد محمد

سندس اصل نالو شاه منجهن هو. مشهور شاه عالم جي نالي سان هو. سيد برهان الدين قطب عالم جو فرزند هو جنهن جو ذڪر بہ اڳي چڪو آهي. ان جو پيءُ شيخ احمد گنتوُ هو. انهيءَ

جو تربيت يافتہ هو. سندس مرقد، رسول آباد گجرات ۾ آهي، جيڪا عام ۽ خاص جي زيارت گاهہ ۽ دربار آهي.
سندس وفات سن 880ھ ۾ ٿي(اهو عدد فخر ڪي ظاهر ٿو ڪري) سندس پوٽو سيد محمد ثاني، سهڻي صورت، فصاحت، بلاغت ۽ اوصاف ۾ اسلاف جي ڪاپي هو.
شاهجهان بادشاهہ ساڻس ٻہ دفعا ملاقات ڪئي هئي.

## صفي الدين گاذروني صغير

هيءُ شيخ صفي الدين ڪبير جي اولاد مان هو. انهيءَ جي دور ۾ شيخ محمد غوث گيلاني اچ ۾ وارد ٿيو. سندس فرزندن جي نسبت سان هو وابستہ ٿيو. پنهنجي وڏن وانگر بزرگي ۽ نامداري ۾ مشهور ٿيو. سندس وفات جو سال 880ھ آهي.

## مخدوم شيخ محمد غوث

ولد شاهہ مير بن سيد علي بن سيد مسعود بن احمد بن احمد بن سيد صفي الدين بن سيد سيف الدين عبدالوهاب بن سيد السادات غوث الثقلين، قطب رباني محبوب سبحاني، سيد عبدالقادر جيلاني قدس سره رضي الله عنه، جامع العلوم ۽ اصول ۽ فروع جي علوم جو ڄاڻو، عارف بالله، هندوستاني مشائخ جو فيض يافتہ هو. اچ شهر ۾ آيو ۽ اتي گيلاني جي نالي سان مشهور ٿيو. بيشمار ڪافرن کي شرف اسلام سان مشرف ڪيائين. شيخ صفي الدين صغير جيڪو شيخ ڪبير گاذروني جي اولاد مان هو، جنهن جي مزار الله جي ٻانهن جي لاءِ زيارتگاهہ بڻيل آهي، تنهن جي نياڻي سان نڪاح ڪيائين ۽ اتي ئي مستقل سڪونت اختيار ڪيائين. ملتان جي لانگاهہ قوم جا سڀ زميندار سندس مريد ٿيا.
انهيءَ گهر واري مان ڪيس چار پٽ ۽ هڪ نياڻي پيدا ٿي. سندس فوت ٿيڻ جي تاريخ 891ھ آهي.

## سيد علي

ولد سيد احمد بن سيد محمد انجوي، جنهن جو ذڪر مٿي اچي چڪو آهي. مقدم اولياء، اشرف ۽ واصل بالله هو. ڪيس ٻہ فرزند سڳورا هئا، جن جا نالا مظهر جلال و جمال، سيد جلال ۽ سيد جمال هئا ۽ ساري جماعت سندن ئي مريد هئي. پنهنجي وڏي ڀاءُ سيد محمد حسين سان ارادتمندي ظاهر ڪيائون. سندس فوت ٿيڻ جو سال 889ھ هو.

## سيد جعفر

هيءُ، سيد علي انجويءَ جو ڀاءُ هو. گجرات ۾ اچي شادي ڪيائين ۽ اتي ئي معروف ۽ مشهور ٿيو. فيض ۾ اويسي هو ظاهري سلوڪ جي رياضت، شاهہ عالم وٽ ڪيائين ۽ پنهنجي

ظاهري مرشد جو اشارو درويش يعقوب جو ڏنائين. سيد انهيءَ جاءِ تي سلوڪ جي تڪميل ڪئي ۽ انهيءَ ئي جماعت جو معتقد ٿيو.

ڪيس هڪ فرزند نالي بني تهامي احمد بن جعفر پيدا ٿيو. اهو صاحب هدايت ۽ رشد ٿيو، پنهنجي حياتيءَ ۾ ئي ڪيس قائم مقام بڻايائين ۽ پوءِ پاڻ سنڌ ۾ اچي ٺٽي ۾ رهيو. اتي ئي وفات ڪيائين ۽ پنهنجي وڏن جي قبرستان ۾ ئي ڪيس دفن ڪيو ويو. سندس وفات جو سن 880ھ آهي.

## سيد محمد حسين

پٽ سيد احمد انجوي، سندس لقب پير مراد هو. وقت جو قطب ۽ ڄمندي ولي الله هو. اڪثر اولياء ڪرام مثلاً شاهه گرگنج ۽ شيخ عيسيٰ ڪي سندس ڄمڻ جي اڳواٽ ئي خبر هئي.

سندس ولادت مطابق "قرت عيناً" (831هـ) ۾ ٿي. روايت آهي ته ڄام فتح خان پٽ ڄام سڪندر جي زماني ۾ جڏهن هي پيدا ٿيو ۽ اڃا اڪيون نه پٽيون هئائين ته شيخ عيسيٰ لنگوٺي، جيڪو وقت جي مشائخ مان هو، هن سڳوري سائين جو منتظر هو. ۽ ٻين مشائخ ڪي به سندس آمد جي خبر ڪيائين ۽ اهي به سيد جي آمد جو انتظار ڪرڻ لڳا. شيخ چيو ته هيءُ اهو سيد آهي جنهن جي مريد ٿيڻ جو مون انتظار پئي ڪيو. الحمد لله جو پنهنجي مراد ڪي رسيس. ان جي ٽئين ڏينهن ڪان پوءِ هو گذاري ويو.

روايت آهي ته جتي سيد اقامتگاه بڻائڻ جو ارادو ڪيو، اتي هندو برهمڻن جي عبادتگاهه هئي، جيڪا ديوان لڪمير ٺهرائي هئي. ان جو باني ڄام ننڍو حڪمران هو. سيد صاحب جي خادمن ان بوسيده عبادتگاهه کي ڊاهي، ان جاءِ تي هڪ مسجد نالي صفه تيار ڪري رهيا هئا، پر لڪمير هر طرح سان ڪوشش ڪئي ۽ هٿ جوڙيا ته ان کي نه ڊاهيو. پر آخرڪار سندس معتقد ٿي سيد صاحب جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين ته منهنجي پوٽي نالي موله جي حق ۾ ڀلائيءَ جي دعا گهرو. سيد فرمايو ته شهر جي اترين پاسي کان رهائش ڪيو ۽ اهو محلو تنهنجي پٽ جي نالي ٿيندو ۽ اهو ٺٽو هوندو ۽ تنهنجي پٽ جي نالي قائم رهندو ۽ عبارت "موله ٺٽي" جي عبارت ان مان آهي.

روايت آهي ته جڏهن شيخ صدرالدين ملتان ۾ سيد جي بزرگي جو چرچو ٻڌو ته ٺٽي ۾ وارد ٿيو ۽ پوءِ سيد صاحب ڏانهن ملاقات جو پيغام موڪليائين. سيد جن ان ڏانهن چوائي موڪليو ته اوهان کي هٽ اچڻ کپي ڇو ته آءٌ پيغمبر ﷺ جن جو فرزند آهيان ۽ اوهين ابوبڪر رضي الله جا فرزند آهيو. هستي جي حساب سان اوهان کي ئي اچڻ گهرجي.

شيخ پهريائين کير جو پيالو ڀري، سيد جي خدمت ۾ موڪليو، يعني سنڌ اسان سان اهڙي طرح ڀريل آهي، جهڙي طرح هيءُ پيالو ڀريل آهي،جنهن ۾ هاڻي وڌيڪ ڪابه گنجائش نه آهي. سيد ان پيالہ ۾ گل جون ٻه ٽي پنکڙيون وجهي شيخ ڏانهن پيالو واپس موڪليو ۽ ان جو مطلب اهو ٿيو ته جهڙي طرح کير جي پيالي ۾ پنکڙين جي گنجائش آهي، اهڙي طرح اسان لاءِ به سنڌ

۾ گنجائش باقي آهي. آخر ملاقات ڪرڻ لاءِ هڪ مسجد ۾ آيا ۽ ٻنهي هستين جو مسجد ۾ اچڻ واري ڏينهن کي ماڻهن نعمت ۽ سعادت وارو ڏينهن شمار ڪيو. شيخ، رستي ۾ هڪ مرده ٻلو پيل ڏٺو ۽ ان کي اشاره ڪيائين تہ هو جيئرو ٿي اُٿي بيٺو. سيد بہ گڏ هو، مگر سيد ڪجهہ بہ نہ ڪڇيو. پوءِ ٻئي گڏجي مسجد ۾ پهتا. خطيب اجا تائين سُتل هو. سيد صاحب پنهنجي خادم کي فرمايو تہ ٻاهر وڃ. جيڪو بہ ماڻهو توکي ملي ان کي وٺي اچ. خادم ٻاهر ويو ۽ ڏٺائين تہ هڪ برهمڻ درياءَ جي مٿان ڇلانگ لڳائيندو، ٽپندو پيو اچي. ان کي سيد صاحب جو پيغام پهچايائين. هو بنا دير اچي پهتو ۽ جٺيون ۽ ڪڙا ٽوڙي، مسلمان ٿيو ۽ پوءِ منبر تي چڙهي وعظ ڪرڻ ۾ مشغول ٿي ويو ۽ اهڙا تہ نڪتا بيان ڪيائين جو ٻڌندڙ حيران ٿي ويا. نماز کان فارغ ٿيڻ بعد هو شيخ وٽ آيو ۽ سيد صاحب چيو تہ مرده کي زنده ڪرڻ بدعت آهي.

ازسرنو ماڻهو کي ايذاءُ پهچائڻ آهي. موت جي تلخي بيهر ۽ آخرت جو عذاب چکائڻ آهي. البتہ مرده دل کي زنده ڪرڻ مشائخ جي سنت آهي. شيخ تصديق ڪئي ۽ چيائين تہ تون بيشڪ مريدن جي سچي مراد آهين! ان کانپوءِ سيد تي "مراد" جو لقب پيو. شيخ جو حلم ڏسي، سيد صاحب شيخ کي "حليم" جو لقب ڏنو ۽ اهو ذڪر رساله تذڪرة المراد ۾ آهي. سيد عبدالڪريم پنهنجي رسالہ ۾ اهو ذڪر شيخ طلحہ جي باري ۾ بيان ڪيو آهي. والعلم عندالله. سن 883ھ ۾ ٻاهٺ ورهيہ جي عمر ۾ وفات ڪري ويو.

## مخدوم رمضان

هيءُ ملاعاريءَ جو فرزندهو. ڳوٺ مونده ۾ قريب ٺٽہ جو رهندڙ هو. سنڌ جي نامور مشائخ مان ۽ صاحب ڪرامات عاليہ هو.

## شيخ ملاعبدالرحمٰن عباسي

هن تقويٰ جي لباس ۾ پاڻ کي پوشيده رکيو هو. سما قوم جا سيئي ڄام سندس معتقد هئا. سندس نالو ملا لنڙ مشهور آهي. سندس قبر ٺٽي ۾ آهي جيڪا خاص ۽ عام جي زيارتگاهہ آهي. سندس وصيت موجب ان جي قبر کي دمدار نموني ٺاهيو ويو، اهو انهيءَ لاءِ تہ غمگين ماڻهو بہ منهنجي قبر کي ڏسي تہ کلي ۽ مسرور ٿي وڃي. سندس اولاد اجا تائين ٺٽي ۾ موجود آهي.

## شيخ اسحاق

هيءُ سلطان بن بهلول قادريءَ جو فرزند هو. شيخ ابو المناقب جمال الدين عبدالله جي پوٽي، غوث الثقلين جو مريد ۽ خليفو هو. پنهنجي وقت ۾ سر زمين جي ماڻهن کي پنهنجو فيض رسايائين ۽ اتي ئي فوت ٿي ويو. سندس قبرڳوٺ اگهم ۾ خاص ۽ عام جي زيارتگاهہ آهي.

## شاهہ گرگنج

سندس طريقہ قلندري، درويشي هو. صاحب ڪرامت هو. شيخ عيسيٰ لنگوٽيءَ جو هم عصر هو. غيبي ۽ يقيني خبرون ڪافي ٻڌائيندو هو. اهل شهر اها تصديق سان ڳالهہ ڪن ٿا تہ هر صبح جي وقت، شينهن ڪي، سندس آستاني جي صفائي ڪندي، هو ڏسندا هئا.

سندس مزار ٺٽي ۾ مشهور جڳهہ تي آهي، جتي سندس حياتي ۾ گوشہ عبادت ۽ رهائش هئي. روايت آهي تہ هڪ شخص جي رسيد گم ٿي وئي. دعا لاءِ وٽس ويو. ڪيس فرمايائين تہ هديہ پيش ڪرڻ ڪانسواءِ درويش وٽ دعا جي لاءِ وڃڻ سندن سنت جي خلاف آهي. هاڻي وڃ ٿورو حلوو وٺي اچ تہ دعا ڪريان ۽ ارادت جي خيال سان بازار ۾ وڃي حلوو خريد ڪري آيو ۽ سندس اڳيان اچي رکيائين. ان مان شاهہ گرگنج ٿورو ڪنيو. باقي ڪاغذ سميت موٽائي سندس حوالي ڪيائين. پوءِ ڏٺائين تہ گم ٿيل ڪاغذ اهوئي حلوه وارو آهي.

ان قسم جي حڪايت ۽ ڪرامت بزرگي ۾ تعجب جي ڳالهہ آهي تہ اهڙي قسم جون ڪاغذ واريون ۽ ٻيون بہ ڪرامتون ڪيترن ئي مشائخ ڪان صادر ٿيون آهن. جهڙي طرح شيخ عيسيٰ لنگوٽي وقت جي قطب پير مراد جي ولادت جي اڳواٽ ئي خبر ڏني هئي. پوءِ سيد صاحب برابر ان جي حياتيءَ ۾ ئي پيدا ٿيو.

## شيخ البہ

سندس اصل نالو مارڪ هو. ڄام نظام الدين سمہ جي عزيزن مان هو. روايت آهي تہ سيد محمد حسين عرف سيد مراد انجوي هندن جي مندر ڪي ڊاهي مسجد ۾ تبديل ڪرڻ ٿي گهريو. جنهن جو باني ۽ حاڪم وقت ڄام نظام الدين هو. ڄام صاحب هڪ شخص ڪي سيد صاحب جي خدمت ۾ موڪليو تہ انهيءَ اراديءَ ڪان لهي وڃي ۽ مندر ڪي نہ ڊاهي (پيغام پهچائڻ وارو شخص) حڪومتي منصب تي مامورهو. سيد صاحب ڏانهن حڪم پهچائڻ لاءِ روانو ٿيو ۽ جڏهن سندس درگاهہ تي پهتو تہ سيد صاحب جي چهري ۾ نور ڏسي هميشہ لاءِ سيد صاحب جو ٿي ويو ۽ هرگز واپس نہ ويو.

هڪ ڏينهن سيد صاحب ڪيس حڪم ڏنو تہ ٻاهران وڻ جي پاڙ وارو ڏنڊڻ پٽي اچ ۽ ڏنڊڻ جا وڻ ٻاهران ڪافي بيٺل هئا. پوءِ جنهن بہ وڻ جي پاڙ ڪوٽي سي ڏنڊڻ حاصل ڪرڻ گهريائين تہ ڪيس خزانو نظر پيو اچي تہ ان ڏانهن ڪوبہ توجہ نہ پيو ڪري. آخرڪار پنهنجو ڪم ڪري موٽي آيو، جنهن لاءِ موڪليو ويو هو. سيد صاحب اهو سڀ ڪجهہ پنهنجي نور ڪرامت سان معلوم ڪندو رهيو. ڪيس فرمايائين تہ جيڪا شيءِ توکي ڏسڻ ۾ پئي اچي، اها ڇو نہ پيو تون ڪڍين. چيائين تہ انهيءَ سان منهنجو ڪهڙو ڪم؟ اهي شيون تہ مون کي الله تعاليٰ اڳي ئي ڏنيون هيون، پر انهن کي تہ اجلائي آيو آهيان. پوءِ سيد صاحب جي زبان تان "البه" (بي طمع) جو لفظ جاري ٿي ويو. جنهن ڪري سندس نالو "البه" پئجي ويو.

پنهنجي مرشد جي خدمت ۾ رهي ڪافي فيض حاصل ڪيائين ۽ وقت جي برگزيده مشائخ ۾ شمار ٿيڻ لڳو ۽ پنهنجي مرشد جي حياتيءَ ۾ ئي فوت ٿي ويو. سيد صاحب هر انهيءَ ڏينهن تي جنهن ۾ وفات ڪئي هئائين، سندس قبر جي زيارت لاءِ پيادل ويندو هو. حالانڪ سندس قبر ڪافي مفاصلي تي هئي.

## شيخ جمن جتي

سندس طريقہ درويشي قلندري هو. جنهن جاءِ تي دفن ٿيل آهي. اها جڳھ درويشن جي زيارت جو مرڪز آهي. صاحب ڪرامات هو. سمن جي عهد ۾ خلق الله جي فيض جو چشمو هو. سندس زمانہ جي تعين جي خبر نہ ٿي پوي، البتہ نائين صدي هجري ڪان ٻاهر هو.

## پير بابو

سندس اصل نالو عمر فقير هو. شيخ حاجي بهاؤالدين قريشيءَ جو شاگرد هو. شيخ زڪريا ملتانيءَ جي اولاد مان هو. تي سگهي ٿو تہ سندس رهائش وغيره سندس مدفن جي جاءِ تي ئي هجي.

روايت آهي تہ هڪ ڏينهن ڪيس خبر پئي تہ سيد مراد قطب، پير شيخ البه جي زيارت لاءِ ويل آهي، جيڪو فلاڻي رستي تان واپس ورندو. هيءُ درويش انهيءَ ئي جاءِ تي پهچي زيارت ڪرڻ جي انتظار ۾ ويهي رهيو. اتفاق سان سيد صاحب ڪنهن ٻئي رستي ڪان واپس هليو ويو. هيءُ پورو هفتو سندس انتظار ۾ ويٺو رهيو. سيد صاحب جڏهن ٻئي هفتي ۾ ان رستي ڪان لنگهيو تڏهن، سندس احوال ڪان واقف ٿيو تہ سيد صاحب جي زبان مان اوچتو هيءُ لفظ نڪتا تہ "بابو ڪمال ڪيو آهي." انهيءَ ڏينهن ڪانپوءِ مٿس "بابو" نالو هر خاص ۽ عام جي زبان تي جاري ٿي ويو.

پير بابو آخري ڏينهن ۾ پنهنجي ماڳ ڏانهن وڃي رهيو هو تہ رستي ۾ ڌاڙيلن هٿان شهيد ٿي ويو. پوءِ سندس بي جان جسم کي کڻي سندس استاد جي اڳيان پيش ڪيو ويو. ڪيس سندس رهائشگاهہ وٽ دفن ڪيو ويو. بعض ماڻهو ڪيس سادات متعلوي جي نسبت سان ملائين ٿا. (والعلم عندالله)

## استاد العارفين حاجي شيخ بهاؤالدين

هيءُ صديقي قريشي هو. شيخ بهاؤ الدين زڪريا ملتانيءَ جي اولاد مان هو. بيت الله شريف جي زيارت ڪري، موٽي اچي ٺٽي ۾ قيام پذير ٿيو. هڪ قبرستان جي خالي پيل زمين تي هڪ مدرسہ قائم ڪيائين، جنهن ۾ ظاهري علمن سان گڏ باطني تربيت بہ ڪندو رهيو ۽ سيد مراد جو هم عصرهو. غالباً وقت جي اهم مشائخ جو بہ استاد هو.

## درس پنبہ، شيخ حماد نيرون ڪوٺي ۽ مراد پليجو

هي ٽئي بزرگ، سيد عليءَ جا مريد ۽ فيض يافتہ هئا. سندن تفصيلي احوال ڪونہ ٿو ملي سگهي.

## ملا آري

هيءُ مخدوم محمد رمضان جو فرزند هو. مقيم ڳوٺ سونده هو. مدفن بہ اتي ئي اٿس.

روايت آهي تہ هو جڏهن سيد صاحب جي خدمت ۾ ارادت سان حاضر ٿيو تہ ان وقت قوم گندره ۽ ڪينجهر ڍنڍ جا مير بحر جيڪي سائين جا مريد هئا، اعتقاد ۽ ارادت سبب نذراني جا طبق ڪٺي، سيد جي خدمت ۾ پيش ڪيائون. ان وقت ڪان وٺي اها قوم سيد موصوف جي اولاد جي ارادتمند رهندي اچي ٿي.

## شيخ ابراهيم

هيءُ شيخ ريحان جي پڙ پوٽن مان آهي. سيد علي انجوي جي همعصرن مان آهي. وقت جي نامور مشائخ ۽ بزرگن ۾ شمار اٿس.

## شيخ حسين سومرو

هيءُ سيد محمد حسين عرف پير مراد انجوي جو مريد هو.

## شيخ عيسيٰ جونپوري

هيءُ شيخ احمد جو فرزند هو. جڏهن اميرتيمور دهليءَ ۾ آيو ۽ اتي لٽ مار شروع ڪيائين تہ شيخ احمد جونپور ڏانهن هليو ويو. ان وقت شيخ محمد عيسيٰ جي عمر تقريبا اٺ سال هئي. پاڻ شيخ فتح الله اوڌي جو مريد هو. سندس پير ڪيس ملڪ العلماء قاضي شهاب الدين جي شاگرديءَ ۾ ڏنو تہ ڪيس تعليم ڏني وجي ۽ ظاهري علمن جي تحصيل ڪان پوءِ باطني تزڪيي ۾ مشغول ٿي ويو ۽ علم باطنيءَ جي بہ تڪميل ڪيائين. تصفيہ باطن ۾ ايتريقدر تہ محو هوندو هو جو ڪيس ڪابہ خبر نہ هوندي هئي. ايتريقدر جو سندس حجري جي پر ۾ هڪ وڻ خودبخود پيدا ٿيو، اهو تمام وڏو ٿيو، مگر ڪيس ڪابہ خبر نہ رهي، ۽ ڪثرت مراقبہ سبب سندس جسم جا سيئي هڏا پُري آيا هئا. سينو ۽ ڪنڌ ڪُبو ٿي ويو هئس ڪاڏي اندر پيهجي وئي هئس. سندس مزار جونپور ۾ آهي.

## امير ابوالغيث

هيءُ بڪر جي اعليٰ بزرگن مان نهايت نيڪ صورت ۽ سيرت هو. جڏهن ميرزا اميرمحمد پوٽو امير تيمور بڪر جي علائقي کي قبضي هيٺ آڻڻ لاءِ آيو تہ هو (امير) مرزا سان ملڻ لاءِ

متوجه ٿيو ۽ مرزا خواب ۾ ڏٺو هو ته پاڻ سڳورن ﷺ جن ڪيس سيد جي تعظيم ڪرڻ جو حڪم فرمايو هو. جڏهن سيد وٽس ملڻ لاءِ ويو ته مرزا ڏاڍي تعظيم سان ڪيس ڀاڪر پائي مليو ۽ پاڻ سان گڏ تخت تي ويهاريائين ۽ خواب جي حقيقت عرض رکيائين. پوءِ ڪيس الور جو پرڳڻو انعام ۾ ڏئي روانو ڪيائين.

## شيخ حماد بن شيخ رشيدالدين جمالي

هيءُ قدوة الواصلين، شيخ جمال اُچ واري جو ڏهٽو هو. مڪلي ٽڪريءَ جي مسجد جي پرسان جتي مدفون آهي، اتي ئي سندس خانقاه هئي. سندس چهري تي هميشه نقاب رهندو هو. حجري ۾ ئي رهندو هو. طالبن جي جماعت حجره جي ٻاهران حلقو ٻڌي ويهندي هئي ۽ اتان ئي ظاهري ۽ باطني علمن، تصوف ۽ معرفت جو فيض حاصل ڪندا هئا.

روايت آهي ته ان وقت جي سنڌ جي حاڪم ڄام جوڻي سمو کي اهو خوف وينو ته ڄام تماچي ۽ سندس پٽ صلاح الدين جن کي حڪومت جي خواهش هئي (ڄام تماچي ۽ صلاح الدين) شيخ حماد جا مريد خاص هئا ته مبادا شيخ بددعا ڪري منهنجي حڪومت کي ختم ڪري، انهن کي نه ڏئي. پوءِ مخفي طور انهن ٻنهي کي قيد ڪري ٻهنه (هند ۾) جيل ڏانهن موڪلي ڇڏيائين، جنهن جي شيخ کي ڪا خبر نه پئي. تماچيءَ جي والده، صبح جو روزانو، شيخ جي حجري جي ٻاهران اچي ٻهاري ڏئي ويندي هئي ۽ ڪڏهن شيخ ان کي ڏسي وٺندو هو ته پٽ ۽ پوٽي جي احوال کان ڪيس واقف ڪندو هو. اهو ڄاتو تي ويو ته ڄام جوڻي جي انهيءَ حرڪت جو مقصد شيخ کي پاڻ ڏانهن توجه ڏيارڻ هو. تن ڏينهن ۾ گهرَ جي هڪ سنڌي مخبر اها خوشخبري ڏني ته ڪرامت جي ذريعي ڄام جوڻي جي حڪومت ختم ٿيڻ واري آهي ۽ هنن (يعني ڄام تماچي وارن) جي هٿ ۾ مملڪت ايندي. اها خبر ڄام جوڻي کي به پهتي. پوءِ ڄام جوڻي شيخ جي خدمت ۾ پهچي، عرض ڪيو ته اوهين درويش آهيو. اوهان کي اهڙن دنياوي معاملن ۾ دخل ڏيڻ نه ٿو جڳائي. اوهان لاءِ سڀ هڪجهڙا ۽ برابر آهن. ملڪي معاملن ڏانهن اوهين توجه نه فرمايو. شيخ انهيءَ اعتراض کي اجايو سمجهي ڪيس چيو ته سنڌ جو علائقو اسان جي هٿ ۾ ۽ اسان جي اختيار ۾ آهي، جنهن لاءِ وٽندو، تنهن کي ڏينداسون. پوءِ ڄام مايوس ٿي موٽي آيو ۽ انهيءَ دم شيخ جي توجه سان، ڄام تماچي ۽ صلاح الدين قيدخاني مان آزاد ٿي پنهنجي ماڳ ڏانهن روانا ٿيا. ٿن ڏينهن کان پوءِ درياءَ وڏي جي ڪناري تي پهتا ته شيخ کي خبر ڪيائون. پاڻ پنهنجي پوشاڪ جو هڪ ٽڪرو ڦاڙي انهن ڏانهن موڪليائين ته هن ٽڪري جو جهنڊو تيار ڪري، پنهنجي هٿ ۾ کڻي اڳيان روانا ٿيو، توهان پنهنجي پنيان هڪ ڪثير جماعت ڏسندؤ.

ڄام جوڻي کي جڏهن اها خبر پيئي ته هن به هڪ وڏو لشڪر تيار ڪري انهن جي مقابلي لاءِ موڪليو پوءِ لشڪر جا ماڻهو جهنڊي کي ڏسندي، ازخود ڄام تماچيءَ جا طرفدار ٿيندا پئي ويا. پوءِ ڄام جوڻي جڏهن اهو ڏٺو ته ذلت ۽ خواري کان بچڻ لاءِ هڪ رستي کان فرار ٿي

ويو. پوءِ تماچي اڇي سلطنت تي وينو ۽ حڪومت جون واڳون پنهنجي هٿ ۾ ڪنيائين. ان جي ۽ شيخ عيسيٰ لنگوٽي جي درميان تحقيقي خط ڪتابت ٿيندي رهي. سندس وفات جي سال جو تعين معلوم نہ ٿي سگهيو.

## درويش نوح هوٽياڻي

هيءُ ڳوٺ ڪيبر جو رهندڙ هو. اگرچہ هي مال چارڻ جو ڪم ڪندو هو (ٻڪرار هو) پر ڪيس روحانيت جو فيض حاصل هو. جيئن تہ ڄام تماچي ۽ سندس پٽ صلاح الدين هند جي جيل مان آزادي حاصل ڪري هتي پهتا هئا ۽ ڪين ٽن ڏينهن جو فاقو هو. ارادو ڪيائون تہ سندس ڌڻ مان هڪ ٻڪريءَ ڪي ڪُهي پنهنجي بک ڪي دفع ڪريون. ڌنارن منع ڪندي ڪين چيو تہ اوهان ڪي ڄام تماچي جي ڊوهي آهي تہ اسان جي ڌڻ جي ويجهوئي نہ وڃو. ڄام تماچي اها ڳالهہ ٻڌي چيو تہ سلطان جوڻو آهي، ڄام تماچي ڪٿي آهي جنهن جي تون ڊوهي ڏئي رهيو آهين. چيائين تہ اهو برابر ٻاهر آهي پر ان جي غيرموجودگي ۾ ٽن ڏينهن کان وٺي ڄام تماچي جي نالي جي منادي ٻڌندو رهان ٿو.

## شيخ بابا حسن ابدال

هيءُ سبزوار سادات جي صحيح النسب اولاد مان هو. شروعات ۾ ئي ڪيس حرمين شريفين جي زيارت جو شوق پيدا ٿيو ۽ اتي ڪافي سال گذاريائين. سن 850هہ ۾ ميرزا شاهہ رخ جي زماني ۾ حرمين شريفين کي ڇڏي، سبزوار هليو آيو. شاهہ رخ مرزا نسبت جي آڌار تي سندس ڏاڍو آدرڀاءُ ڪيو ۽ سندس ڏاڍي خدمت ڪئي ۽ ساري هند جي سفر ۾ ان سان ساڻ رهيو. واپسي وقت شهر قنڌار ۾ اقامت ڪيائين ۽ مريدن کي فرمايائين تہ هن زمين منجهان مون کي محبت جي بوءِ ٿي اچي. پوءِ اتي ئي مستقل سڪونت اختيار ڪيائين، تانجو فوت ٿي ويو.

سندس مزار جامع رفيع ۾ "ارغنداب" وٽ آهي. اتان اڪثر ڳوٺن جو لنگهہ آهي. جمعي جي ڏينهن اُتي مردن ۽ عورتن جو عجيب اجتماع ٿيندو آهي. سندس آستاني جي اڳيان هڪ گنبذ رفيع آهي، جيڪو مخروطي شڪل ۾ اڻ تراشيل پٿرن سان جُڙيل آهي. هرهڪ پٿر پنج مڻ وزن جو آهي. چُوني، گچ ۽ مٽي سان اوساريل آهي. ان جي اهڙي اڏاوت کي ڪرامت ۾ شمار ڪن ٿا.

## سيد حسين زنجيرپا

هيءُ سبزوار سادات مان هو. نون واسطن سان سندس سلسلہ نسب امام موسيٰ ڪاظم عليه السلام سان ملي ٿو. سندس والده، بابا حسن ابدال جي ڀيڻ هئي، جنهن کي بابا حجاز کان واپس ٿيڻ وقت سيد عين الدين جي نڪاح ۾ ڏنو هو. عين الدين پنهنجي وقت جي برگزيده مشائخ مان هو.

جنهن مان ڪيس سيد حسين پيدا ٿيو. جڏهن اهو ستن سالن جي عمر کي پهتو تہ پنهنجي والدين جي نظر کان غائب ٿي ويو. عين الدين جي خادمن هر طرح سان هن جي ڳولا ڪئي، مگر هو ڪونہ لڌو. وري ستن سالن جي عرصي بعد سيد حسين اوچتو پنهنجي گهر اچي

پھتو. سندس والدين جون اکيون روشن ٿي ويون. پوءِ هو چوڻ لڳو تہ قطب عالم بابا حسن ابدال جي ارشاد سان مون کي هتان پري ڪٽي وڃي هندستان جي علائقي ۾ پهچايو. اتي منهنجي لاءِ ارباب ايمان وارن سلوڪ جي تربيت جو انتظام ڪيو هو. اتي هڪ سال گذاريم. ان کان پوءِ مون کي درويشن جي خانقاهہ تي پهچايو ويو. ڇهہ سال پورا اتي اسلام جي فرضن ۽ سنتن جي تعليم حاصل ڪيم. پوءِ پنهنجي والدين کي ملڻ لاءِ سير ۽ سفر شروع ڪيم. فيض کان مستفيض ٿيندو رهيس، هاڻي مرشد ڪامل جي تلاش ۾ آهيان. قدرتي الهام اهو ٿيو آهي تہ بابا حسن ابدال جي خدمت ۾ حاضر ٿيان.

روايت آهي تہ هڪ ڏينهن منجهند جي وقت جو سيد حسين بيعت لاءِ بابا حسن جي خدمت ۾ حاضر ٿيڻو هو. مريدن کي فرمايائين تہ ڪنهن شخص جي خوشبوءِ پئي اچي. اهو شخص اهڙي هستي آهي جو ان جي ڏسڻ سان دل کي روشني حاصل ٿيندي. پوءِ سندس استقبال لاءِ تيار ٿي ويو. جماعت وارا اجا ٿورو پند روانا ٿي هليا تہ ڪين سيد حسين رستي تي ئي ملي ويو. پوءِ ان سان گڏجي بابا حسن جي خدمت ۾ اچي حاضر ٿيا. بابا حسن سندس پيشاني ۽ چهري کي چميون ڏنيون ۽ پنهنجي مسند تي گڏ ڪيس ويهاريو. قنڌار جي مشائخ جڏهن اهو ٻڌو تہ ڊوڙندا آيا. بابا فرمايو تہ سيد حسين جي تعظيم ۽ زيارت لاءِ ڪافي جماعت اچي وئي آهي. انهيءَ جي اعزاز ۾ دعوت جو انتظام ڪيو وڃي. پوءِ پنج سير گوشت ۽ ڏهہ سير قنڌاري ميدي جي هڪ ديڳ تيار ڪئي وئي. معتبر ماڻهن جي روايت آهي تہ سيد حسين انهيءَ ديڳ مان گهٽ ۾ گهٽ ڏيڍ سو طبق طعام جا پري درويشن جي اڳيان پيش ڪيا ۽ سيني ڪائي ڊؤ ڪيو. ان کان سواءِ سيد حسين جون بيشمار ڪرامتون آهن.

## صاحب طير و سير محمّد عرف سيد شير قلندر

هيءُ سيد حسين زنجير پا جو فرزند هو. ننڍپڻ ۾ ئي سندس والد سلوڪ ۽ رياضت جا ڪافي مجاهدا ڪرائي ۽ تربيت ڏئي ڪيس اعليٰ درجي جي ڪماليت تي پهچايو.

مٿس شينهن جو لقب هن ڪري پيو تہ امير ذوالنون ارغون کي سيد کان ڪافي رنجش هئي. هڪ دفعي سخت ڪاوڙ ۾ اچي، سيد کي گهرائي قيد ۾ بند ڪري ڇڏيائين. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ ذوالنون پشيمان ٿيو ۽ چند طبق طعام جا تيار ڪرائي، ڪنهن معتبر شخص جي هٿ سيد ڏانهن قيد ۾ موڪليائين، جڏهن اهو شخص قيدخاني وٽ پهتو تہ ڏٺائين تہ اتي هڪ وڏو ببر شينهن وينو آهي. پنهنجا پاسا ورائيندو رهي ٿو. موٽي اچي اميرذوالنون کي اها ڳالهہ ٻڌايائين. امير ڪيس چيو تہ تون ڊڄنو آهين. پوءِ پنهنجا خاص ٻہ ٻيا شخص ان ڏانهن موڪليائين. جڏهن انهن بہ ساڳي حالت ڏٺي ۽ موٽي آيا. تڏهن اميرذوالنون پاڻ خود ۽ پنهنجن فرزندن سميت اتي ويو ۽ روبرو اها حالت ڏسي استغفار پڙهي توبهہ ڪيائين ۽ پشيماني ڏيکاريائين. تڏهن سيد پنهنجي اصلي صورت ۾ آيو ۽ اميرذوالنون ڪانئس معافي ورتي. سندس هٿن ۽ پيرن کي چميون ڏيندي رخصت ڪيائينس.

## درويش پنيو ناريجو

هيءُ پنهنجي وقت جو نامور اولياءِ ۽ سنڌ جي برگزيده مشائخ مان هو.

روايت آهي ته هڪ رات پنهنجي گوشه عبادت ۾ ذڪر الله ۾ مشغول هو ته گهوڙي سوار ڌاڙيل آيا ۽ درويش کي ٻاهر ڪڍي مٿس تشدد ڪري چابڪ هڻندي چيائونس ته اسان کي شهر وارو رستو ڏيکار. درويش سندن اڳيان تي هلڻ لڳو. چند قدم اڳتي وڌيا ته گهوڙن جي پيرن کي پٿر لڳڻ شروع ٿيا ۽ گهوڙن جي پيرن ۾ پٿر قاسڻ لڳا. جڏهن گهوڙي سوارن پٿرن قاسڻ جو آواز ٻڌو ته چوڻ لڳا ته هت ته اڳ پٿريلي زمين نه هئي. حالانڪ هت ڪوهه جبل نه آهي. درويش کين چيو ته هيءَ زمين نه آهي، بلڪ ڪوهه قاف آهي، جيڪو اوهان ضرور ٻڌو هوندو ۽ ائين چئي سوارن کي جبل جي ڪڏ وٽ وٺي ويو ۽ اُن ۾ ڪِري هلاڪ ٿي ويا. پوءِ پاڻ فوراً پنهنجي گوشه عبادت ۾ اچي عبادت ۾ مشغول ٿي ويو.

سندس وفات 900هه ۾ ٿي ۽ سندس قبر نهر رين جي ڪناري تي ڳوٺ ديده جي سامهون آهي.

## درويش علاؤالدين ٻگهيو

هيءُ دشت ڳوٺ جو رهندڙ هو. سندس زبان کي ايتريقدر ته قبوليت بخشيل هئي، جو جيڪي هو چوندو هو ته ٿي ويندو هو. ڪڏهن ڪڏهن اهڙي دعا جي قبوليت جي خوف سبب دعا ئي نه گهرندو هو. سن 900هه ۾ فوت ٿي ويو. کيس ڳوٺ دشت ۾ برهمڻ آباد عرف ياٺيرا ۾ دفن ڪيو ويو.

## قاضي صدو

سندس اصل نالو صدرالدين ولد حماد هو. سندس نسبت قصبه ڳوٺ سهيره جي قضات وارن سان ملي ٿي. برپٽ ۾ رهندڙ اوليائن ۽ سنڌ جي مشائخ ۾ برگزيده بزرگ هو.

روايت آهي ته هڪ شخص گهوڙي ڌاري هئي. جيڪا سَنڍ هئي ويامندي نه هئي. قاضيءَ جي خدمت ۾ آيو ۽ عرض ڪيائين ته دعا ڪريو ته منهنجي گهوڙي ڦر ڏئي ۽ ان لاءِ هڪ نذر به باسيائين. قاضي هڪ ليمون هٿ ۾ ڪٺي کيس ڏنو ۽ چيائينس ته اهو وڃي گهوڙي کي کاراءِ. ليمون کائڻ بعد گهوڙي ڍُڪي ٿي. پوءِ هڪ نهايت خوبصورت ڦر ڄڻيائين. پوءِ گهوڙي جي مالڪ نذر جي ادا ڪرڻ ۾ خسيس بخل ڪيو. يعني نذر هرگز پورو نه ڪيائين. هڪ ڏينهن قاضي سندس جاءِ وٽان لنگهيو. قاضيءَ کي ڏسي شرم کان جَوَ جي پوک ۾ وڃي لِڪي پيو. قاضي پنهنجي نور ضمير سان کيس ڏسي ورتو. پوءِ قاضيءَ پنهنجي پڳ جي هڪڙي پَٽي ٽڪرو ڦاڙي، هوا ۾ ان ڏانهن اُڇلايو ته پوءِ پڳ جي پٽي نانگ ٿي وئي ۽ گهوڙيءَ جي مالڪ کي وڃي ڏنگيائين. پوءِ ان جي دوستن نانگ کي ماري ڇڏيو ۽ کيس کڻي قاضي وٽ آيا. قاضي

دعا ڪئي هو خوش ۽ تندرست ٿي ويو، مگر اها خباثت دل مان نہ ڪڍيائين ۽ ان مان سبق بہ حاصل نہ ڪيائين. قاضي پنهنجي خادم کي چيو تہ تون گهوڙيءَ جي قبر کي وڃي چؤ تہ اسان جي امانت اسان کي واپس ڏي. گهوڙيءَ جي قبر جڏهن اهو پيغام ٻڌو تہ پنهنجي وات مان اهو ليمون ٻاهر ڪڍي اڇلايائين ۽ پاڻ مري ويو. پوءِ چيائين تہ مٿل نانگ کي ڪٽي اچ. ڏٺائون تہ اهو ڪپڙي جو ٽڪر هو، نانگ نہ هو.

## افضل الزمان شيخ دانيال جونپوري

هيءُ خضر عليه السلام جو صحبتي هو. سلسلہ سهروردیہ سان ڪيس نسبت هئي ۽ صاحبِ عالي مقام هو.

## سيد الاولياء سيد محمد لقب ميران مهدي جونپوري

پٽ مير عبدالله عرف خان، سندس نسبت امام موسيٰ ڪاظم عليه السلام سان آهي. سندس مريد ڪيس مير دانيال جي نالي سان سڏيندا هئا. سن 847هه ۾ پيدا ٿيو ۽ ستن سالن جي عمر ۾ قرآن مجيد حفظ ڪري ڇڏيائين ۽ ٻارهن سالن جي عمر ۾ سيني علمن جو ماهر ٿي ويو. ڪيس ”سيد العلماء“ جو لقب مليو ۽ حضرت خضر عليه السلام جي صحبت مان فيضياب ٿيو. پاڻ کي مهدي موعود سڏرايائين ۽ سير سفر ڪندو مکہ پاڪ پهتو. اتان وري گجرات ۾ آيو ۽ ڄام نظام الدين جي دور ۾ ٺٽي سنڌ ۾ آيو. ان کان پوءِ قنڌار ويو ۽ رج شهر ۾ فوت ٿي ويو ۽ ڳوٺ فراح ۾ ڪيس دفن ڪيو ويو.

سنڌ ۾ مهديت جي دعويٰ ڪرڻ ۽ خلاف شريعت هلڻ ۽ ڳاڙهو لباس پائڻ سبب اڪثر علمائن مٿس قتل ڪرڻ جي فتويٰ صادر ڪئي هئي. ڄام نظام الدين ڪيس هر طرح جي ايذاء رسانيءَ جي ڪوشش ڪئي، مگر هو پنهنجن ڪرامات سبب سلامت رهيو. تمام ٿورا ماڻهو سندس مريد ٿيا ۽ ان جي دعا سان پنهنجن مقصدن ۾ ڪامياب ٿيندا رهيا. انهن منجهان بعض بزرگن جو ذڪر هت ڪيو پيو وڃي.

## شيخ الياس لنگراجہ

سنڌ ۾ هيءُ سيد صاحب جو خاص خليفو هو. حياتيءَ جي خفيہ اوقات ۾ الله تعاليٰ سان بندن جو تعلق جوڙيندو هو.

## شيخ ابوبڪر جتوئي

بکر سرڪار جي علائقي جتوئي جو رهندڙ هو. سيد متڪي جي صدر نشيني تي مامور هو.

روايت آهي تہ: وٽس هر وقت هڪ ڪئنرو رهندو هو. پوءِ جنهن بہ شيءِ جي ڪيس ضرورت پوندي هئي. ان ڪوزي مان ڪڍي فقراء تي خرچ ڪندو هو. فقراء جي جماعت جي خدمت ڪندو هو، مگر انهن کي اها خبر ڪونہ هوندي هئي تہ هي شيون ڪٿان پيون اچن.

فقرآء منجهان هڪ فقير شيخ جي گهر واري بي بي صاحبہ کي التماس ڪيو تہ ڪنهن وقت شيخ کان پڇي انهيءَ راز جي حقيقت کولي ٻڌاءِ تہ اهو مال ڪٿان ٿو اچي؟ هڪ دفعي شيخ جي غير حاضريءَ ۾ ان جي ڪوزي مان پاڻي ڪنيائين تہ ڪوزي جو سمورو پاڻي زمين تي هارجي پيو ۽ پاڻي زمين تي پکڙجي ويو. جڏهن شيخ آيو ۽ چيائين تہ منهنجو مقصد مخفي هو. تو منهنجي ڪوزي جو سمورو پاڻي زمين تي پکيڙي ڇڏيو. هاڻي منهنجي ظهور جي شهرت بہ عالمَ ۾ پکڙجي ويندي. پوءِ واقعي سندس شهرت، ساري سنڌ ۾ پکڙجي وئي ۽ ڪيترا ماڻهو سندس معتقد ۽ مريد ٿي ويا.

شيخ آدم ڪلهوڙو، سندس خاص خليفن مان هو.

## شيخ موسيٰ

شيخ فيض ۽ ابوالفضل جو پنجون ڏاڏو هو. اهڙي طرح ابوالفضل لاءِ ڪچڪول ۾ ذڪر آيو آهي تہ هو ريل جي مشائخ مان هو. اتي الله تعاليٰ جي وصال جي دولت عطا ڪندڙ ڪيترا اولياءَ ڪرام هئا، جن جي صحبت ۾ عمر گذاريائين ۽ لاڏاڻو ڪري ويو.

## درويش يعقوب گجراتي

وڏو بزرگ ۽ عجيب حالات جو مالڪ هو. سنڌ جي ڪافي مشائخ کي قادريہ طريقي کان ان ئي روشناس ڪرايو ۽ ڪيترن ئي اولياءَ ڪرام جي تربيت ڪيائين. روايت آهي تہ قطب عالم سيد برهان الدين جا ٽي فرزند هئا. سيد منجهن شاهہ انهن ٻنهي کان ننڍو هو. پنهنجي وفات وقت ڪين فرمايائين تہ هڪ امانت درويش يعقوب وٽ رکي اٿم، ان کان وٺجو. قطب عالم جي وفات کان پوءِ سندس ٽنهي پٽن ۾ بزرگيءَ جو مسئلو پيدا ٿي پيو تہ امانت جي حصول جو ڪير لائق آهي. آخر ٽئي پائر شيخ جي خدمت ۾ امانت وٺڻ جي ارادي سان آيا. ٻہ پائر شيخ جي قريب سندس برابر وينا ۽ سيد منجهن شاهہ شيخ کان تمام پري، جتين جي جڳهہ تي ويهي رهيو. پوءِ "نصيبه" جيڪا قطب عالم جي امانت هئي، سا سيد منجهن شاهہ جي نصيب ۾ آئي. ان کان پوءِ شاهہ عالم جي نالي سان مشهور ٿيو ۽ ان جو مقام سندس پائرن کان بالاتر ڄاتو ويو. روايت آهي تہ سيد جعفر انجوي بہ انهيءَ جي طريقي کي اختيار ڪيو هو.

## درويش نوح گجراتي

هيءَ پنهنجي وقت جو بي مثال صاحب ڪمال هو. ان وقت جي شهر جو حاڪم جيڪو مسلمان هو، تنهن جا اهلڪار هن درويش کي نفرت جي نگاهہ سان ڏسندا ۽ ڪيس تنگ ڪندا هئا. ان ڪري ڪيس ڏاڍو ڏک پهچندو هو. هڪ دفعي چيائين تہ هيءَ سلطنت مون هڪ ڪافر کي ڏني ڇڏي، جو گهٽ ۾ گهٽ اهو فقرآء جو ادب تہ ڪندو ۽ راجا کي طلب ڪيو اٿم ۽ اها خبر مشهور ٿي وئي. اتفاقاً راجا جوڌپور کان بہ روانو ٿيو ۽ اهو ٻڌي خلق قطب عالم وٽ اچي پهتي. ڪيس ساري ماجرا بہ ٻڌايائون. شاهہ عالم جيڪو ان وقت نوجوان هو، ان کي موڪليائون تہ درويش

ڪي عرض ڪر تہ راجا ڪي سلطنت ڏيڻ وارو اهو حڪم موقوف ڪري ڇڏ ۽ ڪيس چئہ تہ مسلمانن جي شهر ڪي هڪ ڪافر بادشاهہ جي قبضي ۾ ڏيڻ مناسب نہ آهي. سيد ڪيس ڪافي منٿ سماجت ڪئي، مگر درويش ڏانهس ڪوبہ توجہ ڪونہ ڏنو، سيد وري ٻئي دفعي اچي التماس ڪيو، مگر ڪوبہ فائدو ڪونہ رسيو. درويش چيو تہ جيڪو ٿيڻو هو سو ٿي ويو. هاڻي ٻيو ڪجهہ ڪونہ ٿيندو. وري قطب عالم، درويش ڏانهن ٽيون دفعو پنهنجي پٽ ڪي موڪليو. پوءِ درويش پنهنجي مصلّي هيٺان هڪ حڪمنامو ڪڍيو، جنهن ۾ درج هو تہ هيءُ حاڪم معزول آهي ۽ هن منصب تي راجا مقرر آهي. سيد چيو تہ آءٌ بہ ڏسان، پوءِ هٿ ۾ وٺي ڏسي ان ڪي ڦاڙي، چيائين تہ وڏن جي توثيق ڪان سواءِ هيءُ سند اسان ڪي قبول نہ آهي ۽ پوءِ اٿي هليو ويو. جڏهن پنهنجي پيءُ وٽ آيو. چيائينس تہ درويش ڪي تہ ڪُهي آئين. بس تقدير ائين هئي. پوءِ راجا رستي ۾ ئي هلاڪ ٿي ويو ۽ درويش ٽن ڏينهن ڪان پوءِ فوت ٿي ويو.

سندس مزار، خاص ۽ عام جي زيارتگاهہ بڻيل آهي.

## شاهہ سداين

هيءُ درويش صاحب ڪمال ۽ اهل حال هو. ڳوٺ ساماڻي ۾ ننڍو توڙي وڏو سڀ جماعت جي صورت ۾ سندس معتقد هئي.

ٻهلول بادشاهہ، بادشاهت ڪان اڳ هڪ ڏينهن ڳوٺ ساماڻي ۾ آيو ۽ شاهہ سداين جي زيارت لاءِ بہ سندس خدمت ۾ آيو. اتي ماڻهن جو وڏو مجموعو هو. درويش انهيءَ مجموعي ڏانهن اشارو ڪندي چيو تہ آهي ڪو جوان جو دهلي جي بادشاهي بہ هزار ٽڪن ۾ خريد ڪري. ٻهلول بادشاهہ ڪي ان وقت هڪ هزار ۽ ست سو ٽڪا موجود هئا. سندس خدمت ۾ پيش ڪيائين، هن قبول ڪيا ۽ چيائينس تہ بادشاهي توکي مبارڪ هجي. سندس ارادو پڪو هو، ان ڪان پوءِ بادشاهي جي حصول جا اسباب ميسر ٿيڻ لڳا. سن 855هہ ۾ سلطنت جي تخت تي اچي ويٺو.

## بابا علي شاهہ

هيءُ ابدالن مان هو. عجيب حالات جو حامل هو، سلوڪ جي شروعات ۾ جذبي ۾ اچي پٿرن ٽوڙڻ جو هڪ وڏو هٿوڙو ڪٺي هڪ پٿر تي ٻيو پٿر رکي هٿوڙي سان ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيندو هو. بعد ۾ ان ڪي پنهنجي ڪلهي تي رکندو هو. هڪ ڏينهن سلطان حسين مرزا اتان لنگهندي ڪيس ڏنو تہ پڇيائينس تہ اهو ڪهڙو ڪبوتر آهي جنهن ڪي پڃري ۾ بند ٿو ڪرين؟ جواب ڏنائين تہ خراسان جو شاهہ سلطان مرزا حسين آهي. جنهن تي انهيءَ چيو تہ" پر مري تہ شاهہ رخ ويو آهي." اتان معلوم ٿو ٿئي تہ بابا علي شاهہ، ميرزا شاهہ رخ جي زماني ڪان وٺي سلطان ميرزا حسين جي زماني تائين استغراق ۾ هو.

هڪ دفعي مولانا عبدالله جامي ۽ شيخ الاسلام ۽ ٻيا چند علماء بابا جي مجلس ۾ موجود هئا. نماز جو وقت ٿيو. بابا امامت جي ارادي سان اڳ ۾ ٿيو، ۽ نماز پڙهائيندي، قرائت جي بجاءِ هيءُ مصرع پڙهيائين:

مصرع

اي پري! گر مي پري بر بام قصر او پري

ترجمو: اي پَري جيڪڏهن تون اڏرين ته محلات جي ڇت جي مٿان اڏر!.

جامي، بغير سوچڻ جي سندس پنيان نماز پڙهي ۽ شيخ الاسلام سندس پويان نه پڙهي. البته چيائين ته منهنجي تمام عمر جي نمازن جي قبوليت جو ايترو درجو ڪونه آهي، جيترو هن ٻن رڪعتن جو درجو آهي، مگر شريعت جي احڪام جي پابندي هن ڪان وڌيڪ پسنديده اٿم.

مير نيازي بخاري لکي ٿو ته بابا علي شاهه نماز جي نيت، هن بيت سان ڪئي:

بيت

اي ڪبوتر گر پري بر بام قصر آن پري
مي نويسم نامه در گردنت ڪانجا پري

ترجمو: اي ڪبوتر! جيڪڏهن تون اڏرين ته محل جي ڇت تي اڏر. تنهنجي ڳلي ۾ چٺي لکي ٻڌان ٿو ته اتي ئي اڏر.

۽ سورة فاتحه پڙهڻ جي بجاءِ هيءُ رباعي پڙهيائين:

رباعي

راه تو بهر قدم ڪه پوئيد خوش است
وصف تو بهر صفت ڪه جوئيد خوش است
روئ تو بهر ديده ڪه بيند نڪوست
ذڪر تو بهر زبان ڪه گوئيد خوش است

ترجمو: تنهنجي راهه ۾ قدم ڪٽي ڊوڙڻ ۾ خوشي آهي. تنهنجي وصف ڪي تنهنجي صفت لاءِ ڳولڻ ۾ خوشي آهي. تنهنجي چهري جي جمال جو ديدار ڪرڻ نيڪي آهي. تنهنجي ذڪر ۾ زبان ڪي مشغول رکڻ ۾ خوشي آهي.

## سيد محمد نوربخش

هيءُ خاندان سادات عالي درجات مان آهي. سندس شجره نسب نون واسطن سان حضرت موسيٰ ڪاظم سان ٿو ملي. سندس پيءُ محمد بن عبد الله جي ڄمڻ جو هنڌ "قطيف" آهي. سندس ڏاڏي جي ڄمڻ جو هنڌ "لحصها" آهي. سندن وڏا هميشه خصوصيت واري زندگي گذاريندا هئا ۽ پاڻ کي مخصوص رکندا هئا ته جيئن ٻئي ڪنهن به شخص سان اختلاط نه ٿئي ۽ ان جو جذبه حال متاثر نه ڪري. سندس والد ترڪ وطن ڪري پيادل وڃي امام الجن والانس امام علي

موسيٰ رضا عليه السلام جي زيارت ڪئي هئي ۽ ڳوٺ قاين کي پنهنجو وطن بڻايائين ۽ اتان ئي شادي ڪيائين ۽ صاحب اولاد ٿيو. حضرت مير 795ھ ۾ قاين کي پنهنجو وطن بڻائي چڪوهو. ٻارهن سالن جي عمر ۾ قرآن شريف حفظ ڪيائين ۽ تمام ٿورن ڏينهن اندر مختلف علمن ۾ ڪاميابي حاصل ڪيائين. خواجه اسحاق ختلاني جو مريد ٿيو. خواجه اسحاق کي، سيد علي همدانيءَ پنهنجي عمر جي آخر ۾ جيڪو خرقو ڏنو هو، اهوڪيس پنهنجي هٿ سان پارايائين ۽ مسند ارشاد تي ويهي ۽ خانقاه جا ڪم هلائي ۽ سيني سالڪن کي فيض رسائي ۽ ان وقت ڀري مجلس ۾ هيءُ شهر پڙهيائين:

تا آرد پختم و آرد نيز آويختم

ترجمو: اٽي کي پچايم ۽ اٽي کي واڪو ڪيم.

فرمايائين ته جيڪو به سلوڪ جو سائل ۽ طالب آهي ان کي گهرجي ته اهو مير جي خدمت ۾ رجوع ٿئي. اگر بظاهر اهو منهنجو مريد آهي، ليڪن حقيقت ۾ اسان جو پير آهي. حضرت مير به ان ڳالھ ڏانهن اشارو ڪيو آهي.

بيت

پيريم مريد خواجه اسحٰق

آن شيخ شهيد قطب آفاق

ترجمو: اسان جو مريد خواجه اسحاق دراصل اسان جو مرشد آهي. اهو شهيد شيخ جيڪو قطب آفاق آهي.

جوانيءَ جي وقت ۾ علائقي "ري" جي ڳوٺ بري سلطان کي وطن بڻايو هئائين. پوءِ انهيءَ علائقي جي ڪيترن ئي ماڻهن سندس تابعداري ڪئي ۽ اهي سندس مريد ٿيا. ڪيس ڪافي اولاد ٿيو.

شاه رخ ميرزا زنده هو. جيڪو ڪانئس خوف رکندو هو. هميشه ساڻس بيجا هلت هلندو هو. بعض جو چوڻ آهي ته فوت ٿيڻ کان پوءِ سن 869ھ ۾ شاه رخ پنهنجو باغ جيڪو متي چاڻايل ڳوٺ ۾ بولغان نالي هو، اهو مير جي مريدن جي حوالي ڪري سندس لاءِ وقف ڪري ڇڏيائين ۽ ان ئي ڳوٺ جي باغ ۾ ڪيس دفن ڪيو ويو هو.

## سيد جعفر

هيءُ سيد محمد نوربخش جو وڏو فرزند هو. ابوالمغازي سلطان حسين ميرزا جي زماني ۾ هرات ويو ۽ اتان وڏن وڏن اميرن ۽ سردارن، سندس معاشي مدد لاءِ چار هزار دينار ڪيبڪي ۽ به سو خرار اناج جا مقرر ڪيا. پر سيد جعفر قبول نه ڪيا ۽ عربستان وڃڻ جو عزم ڪري روانو ٿيو. ان ولايت ۾ پهچي آخرت جي زندگي جي ڀلائي لاءِ عبادت لاءِ مشغول ٿي ويو. آخر هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو.

## مير حاج

هيءُ پنهنجي وقت جو برگزيده بزرگ ۽ عام ۽ خاص جو منظور نظر ۽ مقبول بزرگ هو. هڪ ڏينهن امير علي شير پنهنجي بينڪ ڪان لنگهيو تہ ڏٺائين تہ جڳهہ تي بي رونقي آهي. چيائين تہ جڳهہ جي صفائي ڪريو. مير حاج هن جڳهہ ڪي اڇي ڏسندو، مير حاج ان جڳهہ جي ڏسڻ ڪان پوءِ هڪ واديءَ ڏانهن هليو ويو ۽ جبل جي هڪ غار ۾ وڃي ديرو ڄمايائين. پورا چاليهہ سال خلق ڪان ناتو ٽوڙي، عبادت ۾ مشغول رهيو. اتي ئي سندس ساهہ پرواز ڪري ويو.

## مولانا سيف الدين مناري

هيءُ ”منار“ ڳوٺ جو رهاڪو هو. منار فرڪت ولايت جي پسگردائي جو هڪ ڳوٺ هو. هيءُ ڳوٺ سمرقند ۽ تاشقند جي شهرن جي وچ ۾ تاشقند ڪان ڇئن ميلن جي پنڌ تي واقع آهي. مولانا سيف الدين خواجہ بزرگ جي خاص مريدن مان هو.

روايت آهي تہ خواجہ بزرگ جي خدمت ۾ چار سيف الدين رهندا هئا. جن مان هڪ محبوب، ٻيو مقبول، ٽيون مقهور ۽ چوٿون مردود هو.

## مولانا شيخ محمد حلاج

هيءُ خواجہ علاؤالدين جي زماني ۾ هڪ برگزيده بزرگ هو. ڪيس ڪافي تعداد ۾ مريد هئا. ليڪن هي خواجہ جو منڪر هو، ان ڪي نہ مڃيندو هو. سندس ست خليفا هئا. انهن مان اول شيخ اختيارهو. آخر ۾ سعدي پرمسي هو.

## شيخ اختيار

شروعات ۾ هن ڪافي وقت خواجہ بزرگ جي خدمت ۾ گذاريو. ڪفر ترڪ ڪيائين ۽ بعد ۾ شيخ محمد حلاج سان وابستہ ٿيو. باوجود مريد هجڻ جي بہ هو هميشہ خواجگان جي طريقي تي هلندو رهيو. سندن نسب شريف ڪي تقويت ڏنائين.

## شيخ حاجي

بردار طريقت شيخ اختيار ۽ شيخ محمد حلاج جي خليفن مان هو. مضبوط مرد هو. ڪڏهن ڪڏهن سودو وغيره وٺڻ لاءِ بازار بہ ويندو هو، مگر سندس نظر ۽ ڌيان ۾ اهوئي ڪم هوندو هو، جنهن لاءِ هو ويندوهو. پنهنجي نفس ڪان سواءِ ٻي هر شيءِ ڪان غافل هوندو هو. هيڏانهن هوڏانهن هرگز نہ نهاريندو هو. پنهنجي نظر پنهنجن قدمن ۾ رکندو هو.

## شيخ سعدي پرمسي

هيءُ شيخ محمد حلاج جو آخري خليفو هو. ننڍڙي عمر ۾ خواجه بزرگ جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. ڪيس خواجه بزرگ، پنهنجي والده سڳوري جي خدمت لاءِ مامور ڪري ڇڏيو، جيڪا وڏي عمر جي ٿي چڪي هئي. خواجه ڪي هڪ زردالن جو باغ هو. جڏهن باغ ۾ زردالو تيار ٿيا، تڏهن شيخ سعدي زردالو ڪاٽڻ جي ارادي سان باغ ۾ ويو ۽ زردالو پٽڻ لڳو ته باغ جي مالهي ڪيس منع ڪئي. ان ڪي چوڻ لڳو ته اي مالهي! عجيب سلوڪ آهي جو خواجه الله تعاليٰ واري قرب ڪي روڪي رکيو آهي. تون زردالن ڪان روڪين ٿو. جڏهن خواجه اهو ٻڌو ته مٿس ڪافي استحسان ۽ نظر عنايت فرمائي.

## مولانا محمّد

هيءُ مولانا سيف الدين مناري جو پاٽ ۽ حضرت خواجه بزرگ جي مقبول مريدن مان هو.

## مولانا محمد حسين عرف واعظ

هيءُ رشحات جي مصنف مولانا علي المشتهر بالصفي جو والد هو. رشحات ۾ لکي ٿو ته منهنجو والد سن 860هه ۾ جڏهن مشهد ويو، تڏهن خواب ۾ ڏٺائين ته روضه رضويه جي ميدان ۾ بينو هئس ته هڪ نهايت نوراني شخص ڪي ڏٺم، جنهن مون ڏانهن متوجه ٿي چيو ته هت ڪڏهن آيو آهين ۽ ڪٿي ٿو رهين؟ چيم ته ٻن ٽن ڏينهن ڪان آيو آهيان ۽ فلاڻي جڳهه تي رهيل آهيان. چيائين ته اهو پنهنجو سڀ سامان ڪٺي جلدي مون وٽ اچ، آءٌ تنهنجو انتظار ڪريان پيو. عرض ڪيائين ته آءٌ اوهان ڪي ڪونه سڃاڻان، چيائين منهنجو نالو سعدالدين ڪاشغري آهي. جڏهن سجاڳ ٿيس ته ڪن ماڻهن ڪان پڇيم. چيائون شيخ سعدالدين مشهدي جا ڪيترائي معتقد هتي رهن ٿا. پوءِ معلومات لاءِ ٻاهر نڪتس ۽ ڏٺم ته هڪ قافلو هرات ڪان هتي آيو آهي. انهن ڪان معلوم ڪيم جن مون ڪي ٻڌايو ته مولانا سعدالدين ڪاشغري برابر هرات ۾ هو، ليڪن هينئر اهو فوت ٿي چڪو آهي. منهنجي پيءُ اهو خواب مولانا نورالدين عبدالرحمٰن ڪي ٻڌايو. انهيءَ چيو ته ڪهڙي تعبير ڪئي اٿئي؟ چيم شايد هرات وڃان ۽ سندس مزار وٽ دفن ٿيان. فرمايائين ته ائين چو نه ٿو چوين ته سندس سڌ مان مراد توکي پنهنجي نسبت ڏيڻ آهي.

منهنجي پيءُ چيو ته اڄ تون مولانا جي جاءِ تي آهين. مون ڪي نسبت جي تلقين ڪر. مولانا جامي منهنجي والد ڪي انهيءَ نسبت ڏانهن اشارتاً رهنمائي فرمائي هئي ۽ جڏهن سن 904هه ۾ علي صفي ولد مولانا حسين مذڪور ڪي، خواجه ڪلان جي والد بزرگ مولانا سعدالدين ڪاشغري جي داماد جي نسبت حاصل ٿي ته هن خواب جو ذڪر پنهنجي والد ڪي ٻڌايو، جيڪو انهيءَ چاليهه سال اڳ خواب ڏٺو هو. هينئر ان جي تعبير پوري ٿي. والله اعلم

## بابا آبريز

هيءُ شيخ عمر باغستاني جي خاص مريدن مان هو. صاحب جذبہ هو، جڏهن ڪانئس پڇيو ويندو هو تہ تنهنجي مٿان اهو لقب ڪيئن پيو تہ چوندو هو تہ حق سبحانه و تعاليٰ ازل ۾ جڏهن آدم جي مٽي کي ٿي ڳوهيو تہ ان ۾ پاڻي مون پئي وڌو. ان ڏينهن کان وٺي مون تي اهو لقب پيو.

شروعات ۾ ڪڏهن ڪڏهن جذبات ۾ اچي رستي تي ويهي رهندو هو، ٻارن وانگر نڪر، پٿر، لڪڙا ۽ پراڻا تڏا تونئريون ميڙي ان مان تيرڪمان ٺاهيندو هو، جنهن کي بہ اهو تير هڻندو هو تہ ان وقت ئي ان جو دم نڪري ويندو هو.

روايت آهي تہ ڪيس هڪ ڳئون هوندي هئي. ڪنهن وقت ان جي مٿان ڪجهہ سامان رکي ان کي پنهنجي مرشد ڏانهن موڪليندوهو. اڪيلو ان کي روانو ڪندو هو. وچ ۾ ٻن ٽن ميلن جو مفاصلو هوندو هو. جيڪڏهن ان ڳئون جي ويجهو ڪوبہ ماڻهو ايندو هو تہ ان جي پيٽ ۾ سخت درد پيدا ٿي ويندوهو. ڪنهن کي مجال ڪونہ هوندي هئي جو ان کي ڪو هٿ لائي سگهي، اها اڪيلي ويندي هئي ۽ اڪيلي واپس ايندي هئي.

## شيخ برهان الدين آبريزي

هيءُ بابا آبريز جي پوٽن جي اولاد مان هو. قوي جذبہ جو مالڪ هو. بابا ماچين جو مريد هو. جڏهن سيد قاسم تبريزي، ٻهريون دفعو سمرقند ۾ آيو تہ شيخ برهان الدين سندس ملاقات لاءِ وٽس ويو ۽ ڏٺائين تہ هو مريدن جي حلقي ۾ پلٿي ماري وچ ۾ وينو آهي. چيائينس تہ مريدن جي حلقي اندر اهڙي طرح ويهڻ شيخ کي نٿو جڳائي. ان ڪان پوءِ سيد اهڙي طرح ويهڻ بند ڪري ڇڏيو.

## شيخ ابوسعيد آبريزي

هيءُ بابا آبريز جي پوٽاڻ مان هو. شيخ برهان سندس والده جو ڏاڏوهو. هو شيخ ابوسعيد شيخان جي نالي سان مشهور هو. ڪفشير محل ۾ رهندو هو ۽ مجذوب مستقيم الاحوال هو. خواجہ عبيدالله احرار غيلي سندس معتقد هو.

سندس وفات سن 894هہ ۾ محل ڪفشير ۾ ٿي ۽ خواجہ عبيدالله جي چوديواريءَ ۾ ڪيس دفن ڪيو ويو.

## شيخ بخشش

هيءُ شيخ عمر باغستاني جي مريدن مان درويش مريد هو. صاحب جذبات ۽ عجيب احوال جو مالڪ هو.

## مولانا سعدالدين مشهدي

هيءُ پنهنجي وقت ۾ مشهد جي رضويہ جماعت جو شيخ ۽ مقتدا هو. مولانا سعدالدين ڪاشغري جو همعصرهو. ان ڪان پوءِ خواجہ محمد حسين واعظ سان بہ مجلس ڪئي هئائين.

## اميراصيل الدين ابوالمفاخر عبدالله بن عبدالرحمٰن بن عبداللطيف

هي حسني، اسڪي، شيرازي هو. علم تفسير، حديث، انشاء ۽ تصنيف ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو.

سلطان ابوسعيد جي زماني ۾ هرات ۾ آيو. علم بامعرفت ۽ معرفت باطريقت ۾ ڪامل ۽ اڪمل هو. سندس احوال رسالي "مزارات هرات" ۾ تفصيل سان آهي. سندس وفات جو سن 803هہ آهي.

سندس نامدار گوهر هي هئا: صفي الدين محمد ۽ برهان الدين محمد ڪان روايت آهي سندس اسلاف مان هڪ بزرگ دل ۾ اهو ارادو ڪيو تہ احاديث صحيح ۽ احاديث موضوع جي معلومات پاڻ سڳورن ﷺ جن جي ذات مبارڪ ڪان روبرو حاصل ڪريان. پوءِ مشڪواة شريف لڪي پاڻ سڳورن ﷺ جن جي خدمت ۾ خواب ۾ پيش ڪيائين. حضور اڪرم ﷺ جن ان ڪتاب جو ورق ورق اُٿلائيندي، موضوع حديث تي آڱر مبارڪ رکي، ان کي ڌاهيندا صاف ڪندا ويا. "مجالس المؤمنين" جو مصنف لکي ٿو تہ اهوئي نسخو شيراز ۾ اجا تائين انهيءَ سلسلي وارن وٽ موجود آهي.

## سيد اجل اميرجمال الدين عطاءالله بن فضل الله محدث

اسڪي، شيرازي هو.

هن پنهنجي ساري عمر حفظ هدايتِ خلق ۽ نبي ڪريم ﷺ جن جي سنت جي پيروي ۾ خرچ ڪئي هئي. شاگرد ۽ مريد پنهنجي چاچي اميراصيل الدين جو هو. ديني علم محدثين ڪان حاصل ڪيا هئائين. سندس نيڪ فرزند امير نسيم الدين ميرڪ شاهہ پنهنجي وڏن جي پوري پوري پيروي ڪندڙ هو. سندس پوٽن مان قاضي شڪرالله جو ذڪر نٿي جي بيان ۾ آيل آهي.

## خواجہ صاين الدين علي ترڪہ اصفهاني

هيءُ خواجہ فاضل عارف رباني ۽ توحيد جو عاشق ۽ وقت جو دانا فقيہ ۽ عرفان ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. سيني علمن جي تصنيف ۽ تاليف فارسي ۽ عربي ۾ ڪئي اٿس. مثلاً: شرح فصوص الحڪم ۽ شرح قصيده ابن فارض. سندس وفات سن 830هہ ۾ هرات ۾ ٿي.

## سيد رياض مظلوم اميرمختوم

هيءُ مدينه وارن مان هو. سندس ڏاڏو امير بهاؤالدين زيارت جي ارادي سان حضرت امام الجن والانس علي بن موسيٰ رضا عليه السلام جن وٽ خراسان ۾ آيو. نيشاپور مان شادي ڪيائين ۽ مير مختوم اتي پيدا ٿيو ۽ امير قاسم انوار جي صحبت ۾ رهيو ۽ باطن جي صفائي ۽ نفس جو تزڪيہ ڪري، ظاهري ۽ باطني ڪمالات جو درجو حاصل ڪيائين.

باٿر مفتين مٿس ڪفر جي فتويٰ ڏني ۽ شاهہ رخ ميرزا جي حڪم هيٺ تيل ڪي ڏاڍو گرم ڪري سندس مٿي تي پلٽيو ويندوهو. ڪافي عرصو گاذرون ولايت جي قيد ۾ بند رکيو ويو هو، ان ڪان پوءِ حڪمرانن ڪيس پاڻ ئي آزاد ڪيو ۽ هو هرموز ڏانهن روانو ٿي ويو.

قاسم انوار، امير تيمور جي زماني کان ڪجهہ اڳ فوت ٿي ويو. قاسم انوار سيد رياض مظلوم جي مرثيہ ۾ هڪ غزل چيو آهي.

## شيخ محمد بن حاجي محمد سمرقندي

هيءُ غوث المتاخرين سيد محمد نوربخش جي مريدن مان هو. سندس اقوالن،افعالن ۽ مقامات جي باري ۾ بهترين تذڪرو مختلف ڪتابن ۾ آهي.

## شيخ محمد بن يحيٰ بن علي علاءُ جيلاني لاهيجي

هيءُ سيد محمد نور بخش جو مريد ۽ خليفو هو.

جيتوڻيڪ سيني سلسلہ شريفہ نوربخشيہ ملڪيہ وغيره ۽ سيني سلسلہ عاليہ همداني سان نوازيل هو. مگر صوفين جي سيني سلسلن جو جذبو منجهس موجود هو. ان تي فخر ڪندو هو. ”گلشن راز“ جي بهترين شرح سندس ئي لکيل آهي.

سيد محمد نوربخش جي وفات ڪان پوءِ جناب شيخ شيراز ۾ ئي اقامت پذير ٿيو. انهيءَ نوريہ نالي سان هڪ خانقاهہ قائم ڪيائين ۽ ان ۾ ڪافي خلوت خانہ جوڙايائين ۽ مخلوق جهان کي فيض رسائيندو رهيو ۽ وقت جي سلاطين ان لاءِ ڪافي ايراضيون وقف ڪري ڇڏيون. شيخ جو قبہ شريف بہ اتي ئي قائم آهي.

## مولانا لطف الله نيشاپوري

ڪيس دنيا جون سڀ آسائشون نصيب ۾ هيون. مگر دنيا جي ڪنهن بہ شيءِ ڏانهن مائل نہ هو. ان جو سبب اهو ٻڌايو پيو وڃي تہ مولانا لطف الله جو نصيب تمام گهڻ هو. جيئن تہ هر شيءِ يا هر ماڻهو دنيا ڪان ڪنارو ڪندو تہ دنيا بہ ان ڪان روگرداني ڪندي، اهڙي طرح يحيٰ معاذ رازي قدس سره فرمايو آهي تہ دنيا ڪان وڏيڪ منصف مزاج ڪونہ ڏٺم، جو جيڪڏهن تون ان سان دلچسپي رکندين تہ اها دنيا بہ توسان دلچسپي رکندي ۽ اگر تون ان کي ترڪ ڪندين تہ اها بہ توکي ترڪ ڪري ڇڏيندي.

هيءَ صاحبقران امير تيمور گورگان جي عهد ۾ هو. ميرزا ميران شاھ جي مدح ڪري، ڪافي رعايتون حاصل ڪيائين، مگر انهن مان پاڻ ڪوبہ فائدو ڪونہ ورتائين ۽ پاڻ مفلسيءَ جي حالت ۾ رهڻ لڳو. آخري عمر ۾ نهايت پيريءَ جي حالت ۾ اسفرس ڏانهن سفر ڪيائين. اها جڳھ، حضرت امام رضا عليه السلام جي بطور قدمگاھ مشهور هئي. اتي سڪونت اختيار ڪيائين ۽ هڪ باغ ورتائين جنهن جي ذريعي گذر اوقات ڪندو هو. مخلوق سان تمام گهٽ ميل جول رکندو هو. جمع جي ڏينهن قدمگاھ جي زيارت لاءِ ويندو رهندو هو. پوءِ ڏسندو هو تہ حُجري جو دروازو بند آهي. ڪڙڪائڻ سان بہ جواب ڪونہ ملندو هئس. گمان ڪندو هو تہ ڇاڻي ٻجهي ڪيس جواب ڪونہ پيو ڏنو وڃي. هڪ دفعي مجاور ڪي دقت پيش آئي جو ڏٺائين تہ مولانا دروازي وٽ سربسجده موجود آهي، جلدي لهي آيو ۽ دروازو ڪوليائين، مگر ڏٺائين تہ مولانا سجده مان سر مٿي نہ ڪنيو. آخر جاچي ڏٺائون تہ هو فوت ٿي چڪو هو.

ڪيس امام جي قدمگاھ ۾ دفن ڪيائون ۽ جنازي وقت ڏٺائون تہ سندس هٿ ۾ هڪ ڪاغذ هو، جنهن تي هيءَ رباعي لکيل هئي:

رباعي

دي شب ز سر صدق و صفاي دل من
در ميکده آن روح فزاي دل من
جامي بمن آورد که بستان و بنوش
گفتم نخورم، گفت براي دل من

ترجمو: گذريل رات پنهنجي دل جي سچائي ۽ صفائي سان آيس. ميڪده ۾ منهنجي دل جي فرحت لاءِ پريل جام مون ڏانهن آندائين ۽ چيائين تہ خوش ٿيءُ ۽ پيءُ. چيم تہ نہ پيئندس. چيائين تہ منهنجي دل خاطر پيءُ.

تمام پوڙهو ٿي چڪو هو. سن 910ھ ۾ وفات ڪري ويو.

## شاھ قاسم فيض بخش

ھيءُ سيد محمد نوربخش جو سچو جانشين ۽ سندس خليفو ھو. سلطان حسين جي زماني ۾ خراسان ويو. ڪيس ڏاڍي تعظيم حاصل ٿي ۽ وري موٽي آيو. شاھ اسماعيل ماضي ڪيس پڻ تمام سادات کان ممتاز ڄاتو آھي. سن 981ھ ۾ فوت ٿي ويو. ڪيس ٻہ گوھر فرزند پيدا ٿيا: (1) شاھ شمس الدين ۽ (2) شاھ بھاؤالدولہ.

## شاھ بھاؤالدولہ

ھيءُ علم ۾ پوري سادات خاندان ۾ وڏيڪ مرتبو ۽ فوقيت رکندڙ ھو. ابتداء ۾ ھرات ۾ تشريف فرما ٿيو. سلطان حسين ميرزا جو منظور نظر بڻيو. ان کان پوءِ شاھ اسماعيل ماضي جي سلوڪ سان منسلڪ ٿيو.

## شاھ قوام الدين

ھيءُ سيد محمد نوربخش جو پوٽو ۽ شاھ شمس الدين جو پُٽ ھو. پنھنجي ڏاڏي جي وفات کان پوءِ سندس مسند تي متمڪن ٿيو. پنھنجي اڪابرين جي روش ۽ رتبي کي قائم رکيائين. ڪافي خلق بتدريج سندس مريد ٿي.

## سيد يعقوب و سيد اسحاق

ھي ٻئي بزرگ سڳورا، مشھد مقدس جا ھئا. سن 901ھ ۾ سلطان نظام الدين جي زماني ۾ سنڌ ۾ وارد ٿيا. يعقوب ڪمالات سلوڪ جو صاحب ۽ برگزيده مشائخ وقت ھو. آڪر ۾ رھندڙ قوم اڪريہ لوھارڪي ڪم ۽ فن جي مھارت رکندڙ ھئي. سندن ذريعه معاش اھوئي ھو. اھي ماڻھو اڄا تائين سيد يعقوب جي اولاد جي خدمت تي ڪاربند آھن.

سيد صاحب الله جي امر تحت سن 922ھ ۾ گذاري ويو.

سندس قبر، ساموئي جي قبرستان ۾ مشھور زيارتگاھ آھي ۽ سندس اولاد مان ڪي ماڻھو ڳوٺ "واريءَ" تعلقي ڪڪرالہ ۾ مقيم آھن، ڪي ٻين مختلف جاين تي رھن ٿا، جن مان تورا آڪر ۾ بہ وقت پاس ڪري رھيا آھن. انھن مان ڪي وچولي نئي ۾ رھندڙ آھن. سيد اسحاق جي اولاد مان ڪافي بزرگ ۽ صاحب ڪمال گذريا آھن. پنھنجي وقت ۾ سھڻين خصلتن وارا ھئا.

## شيخ پريو

سندس اصل نالو ويرداس ھو. ھيءُ اصل برھمڻ ھو، مگر مجذوب موحد ھو. ھو ھميشہ جھنگن ۽ جبلن ۾ ڳائيندو ۽ جھنگلي جانورن سان گڏ گذاريندو ھو. ماڻھن کان ٿھندو ھو. پوئين

وقت ۾ اچي گنجي ٽڪر جي پاسي ۾ رهيو. ماڻهو هڪڙو هڪڙو ٿي سندس زيارت لاءِ ويندا هئا ۽ هو هرهڪ جو دلي مطلب ٻڌائڻ کان سواءِ معلوم ڪري وٺندو هو. ان جو شافي جواب ڏيندو هو.

حديقة الاولياء جي ليکڪ روايت ڪئي آهي ته آءٌ سندس خدمت ۾ حاضر ٿيو هئس. هو هڪ سنڌي بيت پڙهي رهيو هو. دل ۾ خيال آيم ته خبر نه آهي ته هيءُ بيت سندس آهي يا ڪنهن ٻئي جو چيل آهي. منهنجي پڇڻ کان سواءِ ئي مون کي چيائين ته هيءُ بيت اسحاق آهنگر لوهر جو چيل آهي ۽ ٻيون به ڪيتريون ئي ڳالهيون دل ۾ آندم، انهن جو جواب حاصل ڪيم.

نقل آهي ته هڪ ماڻهو سندس زيارت لاءِ وٺس ويو. هو بکايل ٿي لڳو. کيس چيائين ته فلاڻي ٿوهر جي وڻ وٽ پيل ديڳ کي ڪڍي اچ ۽ ان کي چلهه تي رک. انهيءَ ائين ڪيو ۽ شيخ پريي پٿرين جي هڪ مُٺ پري، ديڳ ۾ وجهي متانئس ڍڪڻ ڏئي ڇڏيو. ايتري ۾ جهنگ مان هرڻين جو هڪ ولر آيو ۽ انهن مان کير ڏهي، ديڳ مان نهايت عمدو طعام ڪڍي کيس کير سان کارايائين.

سندس وفات جو سن 913ھ آهي.

## سيّد احمد و سيّد محمّد

هي ٻئي سيد عابد مشهدي نقويءَ جا فرزند هئا. سن 910ھ ۾ شهر ساموئي سنڌ، ٺٽي ۾ منزل انداز ٿيا ۽ مغل واڙه ۾ حرمين شريفين جي زيارت جي ارادي سان، درياءَ جي موسم جي انتظار ۾ ترسي پيا. قضا الاهيءَ سان سندس ڀاءُ سيد محمد جيڪو ظاهري ۽ باطني ڪماليت سان سينگاريل هو، هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو ۽ پنيان پنهنجو اولاد ڇڏي ويو. سندس ڀاءُ سيد احمد دل شڪسته ٿي پيو، جو پاڻ اڪيلو رهجي ويو هو. ان وچ ۾ شاهه بيگ اچي ٺٽي تي قبضو ڪيو. سيد کي لائق ڏسي سندس عزت ڪيائين. دل شڪسته سيد فوتي ڀاءُ جو مدفن جو هت هجڻ، سندس اولاد جي بار سبب ۽ سهولتن جي ميسر ٿيڻ سبب هميشه لاءِ هت رهي پيو. هڪ جماعت جو ڪامل مرشد بڻجي ويو. پوءِ پنهنجي عمر گذاري لاڏاڻو ڪري ويو. کيس ڪافي اولاد ٿيو، جنهن بعد ۾ مختلف هنڌن تي سڪونت اختيار ڪئي.

## قاضي محمود هيرپوري گجراتي

هيءُ صاحب سڪر ۽ صاحب ذوق هو. عشق ۽ محبت سندس مشرب هو. جلالت سندس ڪيفيت هئي. هندي زبان ۾ هن ڪافي بيت ۽ ڪافيون چيون آهن، جن کي ان علائقي جا اڪثر قوال ڳائيندا آهن.

روايت آهي ته هيءُ ابتدائي زماني ۾ سلطان مظفر بن سلطان محمد جي عهد حڪومت ۾ ڏاڍي ناٺ باٺ سان رهندو هو. گجرات جي علائقي ۾ سندس آبائي وطن ڳوٺ هيرپور هو، اتي مستقل سڪونت اختيار ڪيائين ۽ سنه 920ھ ۾ انهيءَ ئي ڳوٺ ۾ وفات ڪري ويو.

روايت آهي تہ ڪيس دفن ڪرڻ وقت جڏهن سندس والد سڳوري ان جي چهري تان ڪفن جو ڪپڙو هٽائي ديدار ڪيو تہ پاڻ اکيون پٽي مرڪڻ لڳو. اها حالت ڏسي سندس والد فرمايو تہ بابا محمود! هيءَ تہ ٻاراڻي ادا آهي، اهو ٻڌي پنهنجيون اکيون ٻوٽي ڇڏيائين.

## سيد قاضي شڪرالله شيرازي

ولد سيد وجه الدين بن نعمت الله بن سيد عرب شاه بن امير نسيم الدين محمد ميرڪ شاه محدث بن امير جمال الدين عطاء الله محدث شيرازي باقري.

هيءَ هرات کان قنڌار آيو. اتان شاه بيگ پنهنجي عقيدت سبب سن 901هه ۾ ڪيس ٺٽي ۾ گهرايو. جڏهن سمن حاڪمن کان علائقي کي آزاد ڪرايو ويو، تڏهن شاه بيگ جي پُٽ سيد موصوف کي ٺٽي علائقي جو قاضي مقرر ڪيو. پوءِ تمام جلد هن قضا جي عهدي تان استعيفا ڏئي ڇڏي تہ مبادا هن اهم ذميداري ۾ مون کان ڪا ڪوتاهي ٿي نہ وڃي. پوءِ سندس عيوض ۾ شيخ احمد اڇي هروي کي گهرائي انهيءَ عهدي تي مقرر ڪيو ويو. شيخ احمد اُڇ جي علمي طبقي ۾ پنهنجي وقت جو معروف دانشمندن مان هڪ هو، اهو هي عهدو ڇڏي، مسڪيني واري حالت ۾ گذارڻ لڳو. مگر تقويٰ ۽ پرهيزگاري جي لباس کي هرگز ترڪ نہ ڪيائين ۽ علم جي طلب ۾ رهيو. آخر ٺٽي جي هڪ انصار قبيلي جي هڪ بزرگ شخص جي نياڻيءَ سان نڪاح ڪيائين. انصار قبيلو هن کان اڳ ٺٽي جي محلي سادات ۾ رهندڙ هو، جيڪو هن وقت سيد شڪرالله جي اولاد جو مسڪن آهي. سيد موصوف بہ اتي رهڻ لڳو ۽ ڪافي عرصي گذارڻ بعد، الله جي سڏ تي لبيڪ چوندي، هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو. شاه عبدالله جي مزار جي الهندي پاسي کان ٿوري پنڌ تي ڪيس دفن ڪيو ويو.

روايت آهي تہ لاڏاڻي کان اڳ وصيت ڪئي هئائين تہ جتي منهنجا خدام، رشتيدار ۽ گهر واري جيڪا اڳ گذاري وئي آهي، دفن آهن. مون کي بہ اتي دفن ڪجو. پر سندس پٽ پنهنجي پيءُ کي سندس وصيت جي خلاف انصار جي قبرستان ۾ دفن ڪيو. اهو قبرستان بعد ۾ سندس اولاد جي نالي ٿيو، جيڪو اڄ ڏينهن تائين آهي. پوءِ ٻئي ڏينهن ڏٺائون تہ ان جاءِ تي قبر جو نشان موجود آهي مگر قبر نہ آهي، پڇا ڪرڻ تي ڪمال وارن مان ڪنهن ٻڌايو تہ هن جاءِ تي اها قبر هئي پر ڪنهن کي ڄاڻ نہ آهي تہ سيد صاحب جو مدفن ڪٿي آهي. انهيءَ ڪري زيارتي ڪابہ دلچسپي ان ۾ ڪونہ ٿا وٺن. سندس وفات کان پوءِ سندس مشهور فرزند مير ظهيرالدين والاسلام عرف مير جادم، سندس جانشين ٿيو. پر جيئن تہ سندس وفات جو سال معلوم ڪونہ آهي، انهيءَ ڪري صرف انهيءَ تي اڪتفا ٿا ڪريون تہ سندس وفات انهيءَ ئي صدي کان ٻاهر ڪونہ آهي.

چيو وڃي ٿو تہ هن سيد صاحب سان گڏ چار ٻيا باڪمال بزرگ ۽ مشائخ ٺٽي ۾ آيا هئا. جن جو پاڻ ۾ ڏاڍو اتحاد، پيار ۽ دوستي هوندي هئي، جن جو ذڪر جدا جدا ايندو.

(1) شاه عبدالله گجراتي قادري حسني ۽

(2) سيد شاهہ منبہ قادري حسني
(3) سيد ڪمال
(4) سيد جمال

انهن مان ہ ٻائر شيرازي آهن. مير شڪرالله عليه الرحمة پنهنجي اولاد کي وصيت فرمائي هئي تہ ضرورت وقت انهن بزرگن کانسواءِ ٻئي ڪنهن ڏانهن ہ هرگز نہ واجهائجو. پوءِ سندس اولاد جو اهوئي معمول رهيو. سندن ارادت ۽ اخلاص ہ انهن ئي بزرگن سان وابستہ رهيو.

## مخدوم اسحاق

هيءُ اصل هالہ ڪندي جي پٿي قوم مان هو. شيخ بهاؤالدين زڪريا ملتاني جي خاندان جي مريدن مان هو. پنهنجي وقت جو برگزيده ولي الله ۽ فضيلت ۽ ڪمال جو بي مثال بزرگ هو. سندس وفات جي سن جي ڄاڻ نہ هئڻ سبب سال تعين نٿو ڪري سگهجي، البت اهو چئي سگهجي ٿو تہ نائين صدي هجري جي اندر آهي. سندس ہ پُٽ نالي مخدوم احمد ۽ مخدوم محمد پيدا ٿيا.

## مخدوم احمد

هيءُ بزگزيده ولي الله هو. اڪثر گوشہ نشيني ۾ رهندو هو، پر ڪڏهن ڪڏهن ذڪر ۽ سماع جي حلقي ۾ ہ ويهندو هو. متس بيحد وجد ۽ حال طاري ٿي ويندو هو. سندس ڪرامتون هي آهن:

روايت آهي تہ اتان جي هڪ رئيس جو پٽ سخت مهلڪ مرض ۾ مبتلا ٿي ويو. دعا لاءِ مخدوم صاحب ۽ سندس اهل الله واري ساري جماعت کي دعوت ضيافت ڪيائين تہ جيئن سندس پٽ جي شفا لاءِ دعا ڪن.

قضا سان جنهن وقت فقرآء طعام کائڻ لاءِ حاضر ٿيا تہ سندس پٽ فوت ٿي ويو. رئيس ہ الله جو پيارو ٻانهو هو. فقرآء جي احترام ۽ عزت خاطر ڪنهن ہ بي صبري ۽ بيقراريءَ جو اظهار نہ ڪيائين ۽ پنهنجي پٽ جي وفات جو ہ هرگز اظهار نہ ڪيائين. گهر وارن کي ہ منع ڪري ڇڏيائين تہ جيستائين فقرآء طعام کائي هليا نہ وڃن، تيستائين ڪوبہ روڄ راڙو هرگز نہ ڪري. متان مهمانن لاءِ دعوت، مصيبت جو سبب نہ بڻجي. اوهان جو روڄ ۽ پريشاني ٻڌي، اهي دعوت ئي نہ کائيندا.

دعوت جي طعام کي اڳيان رکڻ بعد مخدوم احمد چيو تہ هڪ طبق طعام تي ہ ہ جڻا ٿي ويهو. پوءِ ہ ہ ٿي کائڻ وينا، ليڪن پاڻ اڪيلو رهجي ويو، پوءِ پنهنجي خادمن مان ٻهرا نالي هڪ درويش کي اشارو ڪري چيائينس تہ ميزبان جي پُٽ کي سڏي اچ تہ هو مون سان گڏجي ماني کائي. چيائون تہ هو تہ تمام سخت تڪليف جي حالت ۾ آهي. طعام کائڻ ۽ اچڻ جي منجهس قوت ئي ڪونہ آهي. مخدوم چيو تہ ان کانسواءِ هرگز نہ کائيندس. آخر حڪم موجب

ٻهرا اوڏانهن ويو ۽ ڏٺائين تہ هو زندهہ وينو آهي. پوءِ هو اتي مخدوم جي خدمت ۾ حاضر ٿيو، ساڻس گڏجي طعام کاڌائين ۽ اها حقيقت بيان ڪيائين تہ سندس رُوح کي قبض ڪري چوٿين آسمان تي کڻي ويا هئا. پوءِ مخدوم اتان موٽائي هت آندو آهي.

روايت آهي تہ حياتيءَ جي آخري وقت ۾ هو نيرون ڪوٽ ويو. اتفاق سان هڪ سوناري مجلس سماع ۾ سوز ۽ گداز سان هڪ بيت پڙهيو. مخدوم اهو ٻڌي بي خودي ۾ اچي دم ڏنو. سندس لاش کي هالاڪنڊي نيو ويو. نقل آهي تہ رستي ۾ سندس جنازي مان ذڪر جلي جو آواز صاف صاف ٻڌڻ ۾ ٿي آيو. هن مخدوم صاحب ظاهري ۽ برزخي علم ۽ باطني علم مخدوم عبدالرشيد کان حاصل ڪيا هئا.

سندس وفات 936هہ ۾ ٿي هئي.

سندس وفات کان پوءِ سندس پٽ مخدوم فتح الله پنهنجي پيءُ جي گادي سنڀالي. منجهس بہ ساڳيون ئي صفتون هيون. وقت جي اڪابر مشائخ کان فيض حاصل ڪيائين ۽ ارشاد ۽ هدايت جا سيئي دروازا کولي ڇڏيائين. هر طبقي جي فيض جي طالب کي فيض رسائيندو رهيو. پنهنجي طبعي عمر پوري ڪري گذاري ويو. پوءِ سندس هدايت واري پٽ مخدوم احمد ثاني سندس گادي وسائي. اهو بہ سندس اولاد مان برگزيده بزرگ ۽ صاحب ڪرامات هو.

## مخدوم محمّد

هيءُ مخدوم اسحٰق جو ٻيو نمبر فرزند هو. علوم ظاهري جي تحصيل کان پوءِ باطن جي تصفيہ ڏانهن متوجہ ٿيو. پنهنجو اڪثر وقت خلق الله جي خدمت ۾ صرف ڪندو هو. شريعت جي خلاف ورزي هرگز برداشت نہ ڪندو هو.

روايت آهي تہ هڪ دفعي ڪنهن ضرورت سبب ٺٽي ۾ ڄام نظام الدين کيس چيو تہ تنهنجي ڀاءُ احمد جي ڏاڍي تعريف ٻڌي اٿم ۽ ان جي زيارت ڪرڻ جو بہ بيحد شوق اٿم. هاڻي تون بہ هت رهي پئہ ۽ ان کي بہ گهراءِ هتي رهو. فرمايائين تہ منهنجي ڀاءُ کي نہ منهنجي پرواهہ آهي ۽ نہ وري تنهنجي پرواهہ رکندو. اڃا اها گفتگو هلي رهي هئي تہ ايتري ۾ مخدوم احمد بہ اچي، ان مجلس ۾ وارد ٿيو. ڄام کيس ڏسي ڏاڍو متاثر ۽ معتقد ٿيو. سندس ڪافي خدمت ڪيائين اتان واپسي وقت مخدوم احمد پنهنجي ڀاءُ کي احوال ٻڌايو تہ آءٌ زمين جو سير و سفر ڪندو هالاڪنڊي ۾ پهتس. ٻپهريءَ نماز اتي ادا ڪيم. مخدوم محمد کيس چيو تہ اوهين مختار آهيو. منهنجو سلوڪ ۽ خدمت في سبيل الله آهي. آءٌ اوهان مان هٿ نہ ڪڍندس. پوءِ ان بزرگ جو اولاد سلوڪ جا سالڪ ۽ عرفان جا عارف ٿيا.

## مخدوم عبدالرشيد

هيءُ هڪ وڏو عالم ۽ ڪامل متقي شيخ هو. ڪيترن ئي بزرگن کي سلوڪ ۾ تڪميل ڪرائي هئائين. مخدوم احمد ۽ مخدوم محمد جي طريقت تي هلندو هو.

## درويش زڪريا

هيءُ مٺي ذڪر ڪيل مخدوم اسحاق جو پائيٺو هو. هدايت ۽ سلوڪ ۾ ڪامل ولي الله هو.

## مخدوم يوسف طبويه

هيءُ سنڌ جي زاهدن ۾ ڪامل زاهد هو. سنڌ جي معروف عارفن کان سلوڪ جو فيض حاصل ڪيو هئائين. سندس وفات جو سال 938ھ آهي.

## جمالي

سندس نالو جلال ۽ تخلص جمالي هو. مولانا سماء الدين جو مريد هو. مولوي جاميءَ جي ٻہ صحبت حاصل ڪئي هئائين. سندس وفات جو سال 942ھ آهي.

## شاھ جهانگير هاشمي

هيءُ شاھ حبيب جي اولاد مان هو. شاھ حبيب جو اڳتي بيان ايندو. پنهنجي پيءُ جي طرف کان سندس نسب چئن واسطن سان شاھ قاسم انوار سان وڃي ملي ٿو ۽ ماءُ جي طرف کان شاھ نعمت الله نوربخش سان ملي ٿو. مرزا شاھ حسن جي ابتدائي دور ۾ هيءُ خراسان کان سنڌ ۾ آيو ۽ بکر ۾ اقامت پذير ٿيو.

مظهرالآثار، جواب تحفة الاحرار ۽ مخزن الاسرار سندس ئي ڪاوشن جو نتيجو آهن. سن 946ھ ۾ حجاز جي سفر لاءِ اُسهيو ۽ ڪيچ مڪران جي رستي ۾ شهادت حاصل ڪيائين.

## شيخ عبدالله متقي

هيءُ مولانا سعد جو فرزند هو. هيءُ علم حديث ۾ بينظير ۽ طريقت ۾ مشهور هو. هيءُ سنڌ کان لڏي گجرات هليو ويو، جتان قاضي عبدالله سان گڏجي حرمين شريفين هليو ويو ۽ پنهنجا پويان پساھ اتي پورا ڪري گذاري ويو. هر علم ۾ سندس ڪتاب آهن.

سندس وفات جو سال 947ھ آهي.

## سلطان شاھ جلال الدين قريشي

هيءُ عجيب حالات، ڪيفيت ۽ مقامات جو مالڪ ۽ مجذوب هو. هميشہ پيرن ۽ مٿي اگهاڙو رهندو هو. صرف اُگهڙ ڍڪڻ جيتري پوشاڪ پائيندو هو. جهنگن ۽ بيابانن ۾ گهمندو ڦرندو رهندو هو. بيشمار علمن جو ڄاڻو هو. علوم عقلي، نقلي، رسمي ۽ حقيقي جو ذڪر بخوبي ڪندو هو.

روايت آهي تہ هڪ ڏينهن سندس آڏو ڪيميا جو ذڪر ڪيو ويو. فرمايائين تہ ٿڪ آهي ڪيميا تي. جيئن جو ٿڪ اُڇلايائين تہ اها ٿڪ هڪ ٽامي جي ٿانوَ ۾ وڃي پئي، جيڪو پرسان رکيل هئس. پوءِ اهو سارو ٿانو سون ٿي ويو.

چند سال دهلي ۽ آگري ۽ ان جي آسپاس گذاريائين. سندس عمر پنجويهہ سال هئي ۽ انهيءَ ٿورڙيءَ عمر ۾ ايڏي وڏي علم جو حاصل ٿيڻ هڪ غيبي امداد جي عنايت آهي.

سندس وفات جو سن 918هہ آهي ۽ سندس قبر مندو جي هڪ ڳوٺ ۾ آهي.

## مخدوم رڪن الدين[1]

هيءُ مخدوم متو جي نالي سان مشهور هو. مخدوم بلاول ٽلٽي واري جي خليفن مان هڪ هو. سنڌ جي اعليٰ مشائخ ۾ شامل هو. بلند همت هو، هميشہ عبادت ۽ وظائف ۾ مشغول هوندو هو. زهد ۽ تقويٰ جي راهہ جا شائق، هدايت ۽ ارشاد جي طريقي جا طالب سندس ڏاڍا مريد ۽ معتقد هوندا هئا ۽ حديث جي علم ۾ کيس ڏاڍي مهارت حاصل هوندي هئي. شرح اربعين، شرح گيلاني ۽ ڪي ٻيا سندس تصنيف ڪيل رسالا مشهور آهن.

همايون بادشاهہ جي دور ۾ نتي ۾ سال 949هہ ۾ گذاري ويو ۽ مڪلي ٽڪري تي کيس دفن ڪيو ويو.

## مخدوم ميران

هيءُ مولانا يعقوب جو فرزند هو. علوم منقول ۽ معقول ۾ جامع هو. راهہ سلوڪ ۾ مجيل هو. مرزا شاهہ حسن ارغون ڪي بہ چند مفيد سبق ڏنا هئائين. اڪثر طلباء سندس علم جي ٻاريل شمع مان روشني حاصل ڪندا هئا.

سندس فوت ٿيڻ جو سن 949هہ آهي، ”علامہ وارث الانبياء“ جي عدد مان تاريخ ڪڍي وئي آهي ۽ سندس مدفن مڪلي ٽڪري تي آهي.

## سيد عالم علي قوام جونپوري

هيءُ صاحبِ وجد و سماع ۽ ڪرامات عاليہ جو بہ مالڪ هو. خواجہ معين الدين چشتي جي سلسلي سان مربوط هو. شيخ بهاؤالدين جونپوري جو مريد هو. ٽن واسطن سان شيخ نصيرالدين محمود سان وابستہ هو.

---

[1] سندس ذڪر تاريخ معصومي ۾ موجود آهي، هيءُ بزرگ حضرت سيد الاولياء شيخ عيسيٰ جندالله جو جد هو، واضع رهي تہ ”متو“ لفظ هڪ راءِ موجب ”منو“ آهي، پراڻي سنڌي لکٽي ۾ ڪيترن ئي نسخن ۾ ”منو“ لفظ ”متو“ جي انداز ۾ لکيل ڏنو ويو آهي، جيڪڏهن لفظ متو ڪي متو جي طرز سان پڙهبو تہ پوءِ اهو جلال ۽ جلالي جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندو شيخ الاوليا و شيخ عيسيٰ کان وٺي شيخ رڪن الدين تائين پيڙهيون هن طرح بيهن ٿيون:
مسيع الاوليا شيخ عيسيٰ بن شيخ قاسم بن شيخ يوسف بن شيخ رڪن الدين.

هو پنهنجي ڳالهہ تو بيان ڪري تہ مون سيد الانام عليه الصلوٰة والسلام جن کي خواب ۾ ڏٺو. فرمايائون تہ علي! نعمت جو اظهار تہ علي الاعلان ڪندو رهين تو، ليڪن خلق الله جي خبرگيري نہ تو ڪرين. عرض ڪيم يارسول الله ﷺ اگر نعمت عطا ٿيل آهي تہ بہ اوهان جي طفيل آهي ۽ اگر اظهار باعلان آهي تہ بہ اوهان جي ذات آهي. علي ويچاري جي ڪهڙي حيثيت. فرمايائون تہ دعا ڪر، تنهنجي دعا انهن جي حق ۾ قبول ٿيندي.

هيءُ سال 951ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## مولانا يونس سمرقندي

ارباب علم و عرفان جو پيشوا هو. سنڌ ۾ شاهہ حسن مرزا وٽ آيو ۽ شرح مواقف ۽ ٻين علمن جو درس ڏيندي پنهنجي حياتي پوري ڪيائين. هيءُ سال 951ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## سيد ابراهيم ايرجي قادري

هيءُ پنهنجي وقت جي مشهور دانشمندن مان هو. علوم عقلي ۽ علوم نقلي جو حامل هو. دهليءَ جي تمام دانشمندن جو پيشوا هو. طريقت ۽ سلوڪ ۾ حضرت نظام الدين اولياء کان خرقہ حاصل ڪيو هئائين.

سندس مدفن، امير خسرو دهلوي جي مزار جي پوين پاسي ۾ آهي. سندس وفات سن 953ھ ۾ ٿي.

سيد ابراهيم ايرجي قادري جو نسب شيخ عبدالقادر جيلاني سان هن ريت ملي ٿو: هو شيخ بهاؤالدين حسني شطاري قادري ۽ هو شيخ احمد حلبي قادري ولد سيد موسيٰ ۽ هو سيد موسيٰ قادري ۽ هو سيد عبدالقادر ولد سيد موسيٰ ۽ هو سيد حسن ولد ابي نصر قادري ۽ هو شيخ عبدالرزاق ۽ هو وري پنهنجي والد سڳوري حضرت غوث الثقلين قدس اسرارهم.

## شيخ امان پاڻي پتي

سندس نالو عبدالمالڪ ۽ لقب امان الله هو. پاڻ هڪ صوفي ۽ توحيد پرست عالم هو. شيخ ابن عربيءَ جي پوئلڳن مان هو. توحيد جي مسئلي ۾ شافي ۽ توحيد جي بيان ڪرڻ ۾ ماهر هو.

سندس چوڻ هو تہ جيڪڏهن عدل ۽ انصاف موجود هجي ها تہ آءٌ هن علم توحيد کي منبر تي چڙهي اهڙيءَ طرح وضاحت سان بيان ڪريان ها، جو ڪنهن کي بہ انڪار ڪرڻ جي گنجائش نہ رهي ها. هن هڪ رسالي نالي ”اثبات الاحديہ“ لکيو آهي ۽ مولانا جامي جي ڪتاب لوائح جي ڪافي مفصل شرح لکي آهي.

روايت آهي ته نماز ۾ ويهڻ وقت سوره فاتحه جي آيت إِيَّاكَ نَعْبُدُ وَإِيَّاكَ نَسْتَعِينُ پوريءَ طرح هرگز نه پڙهي سگهندو هو. ان کي بار بار دهرائيندو رهندو هو. نماز شروع ڪرڻ سان ئي سندس چهري جو رنگ ڦري پيلو ٿي ويندو هو. منجهس قيام ڪرڻ جي طاقت نه رهندي هئي.

شيخ محمد حسين جو مريد هو. شيخ مودود لياريءَ جو شاگرد هو. اڪثر سلسلن سان تعلق رکندو هو. سندس مشرب قلندريه هو. قادري مسلڪ ۾ ٻن واسطن سان شيخ نعمت الله قادري تائين پهچي ٿو. سيني مسلڪن مان مسلڪ قادري مٿس غالب هو. سال 957هه ۾ گذاري ويو.

سندس شاگرد ۽ مريد ڪافي هئا، جن مان خاص هي آهن:

## شيخ تاج الدين زڪريا

هيءُ اجوڌني هو. حسن اخلاق، معرفت ڪتب تصوف ۽ توحيد ۾ پنهنجي شيخ جي طريقي تي هو. آخر ۾ شيخ محمد اسلم سڪزي جي صحبت ۾ رهيو.

## شيخ حسين چشتي

هيءُ خوشخطي، مزاج جي سخاوت ۽ شعر گوئي ۾ امتيازي حيثيت رکندڙ هو.

## مولانا حسين

هيءُ اجوڌن جو رهندڙ هو. مهرن تي نقش نگاري ۽ خطاطي ۾ ماهر هو. جيتوڻيڪ هيءُ مريد شيخ بهلول جو هو، ليڪن پنهنجي شيخ ۾ به ڀرپور اعتقاد رکندڙ هو.

## قاضي قاضن[1]

هيءُ قاضي ابوسعيد بن قاضي زين الدين جو فرزند هو. بيشمار فضيلتن جو مالڪ هو.

---

[1] قاضي قادن دربيلي ۾ رهندو هو. بعد جي تذڪره نگارن سندس نالو قاضي قادن لکيو آهي. جڏهن ته قريبي تذڪرن مان تاريخ معصوميءَ ۾ سندس اهوئي نالو درج آهي. طبقات اڪبري جي مصنف نظام الدين بخشي قاضي قادن لکيو آهي. بيان العارفين جي فارسي نسخي ۾ قاضي قادن تحرير آهي، جيڪو "د" کي ذال ڪري لکيو ويو آهي. ان جي برعڪس هندستان جي ديوناگري تحريرن ۾ 'ڪاجي ڪادن' تحرير آهي. جنهن سان قاضي قادن هجڻ جوئي گمان ٿئي ٿو. مهدوي تحريڪ سان لاڳاپيل مصنفن به قاضي قادن تحرير ڪيو آهي.

قاضي قادن جي والد جي ڏاڏي جو نالو پڻ قاضي قاضن هو، اهوئي ڪارڻ آهي جو ممتاز محقق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ "قاضي قادن جو رسالو" ۾ طبقات اڪبري ۾ بيان ڪيل قاضي قادن جي ذڪر ۾ شڪ ظاهر ڪيو آهي، ته ڪاٿي مذڪوره قاضي قادن زيربحث قاضي قادن جو پڙڏاڏو ته نه آهي. ٻنهي جي نالن جي هڪجهڙائي سبب احوال خلط ملط ته نه ٿي ويو آهي. اهو اختلاف سندس بيتن متعلق پڻ موجود آهي، ته شايد ڪجھ بيت قاضي قادن جي ڏهٽي ميان مير جا آهن، يا ان سان منسوب ٿي ويا آهن، بهرحال مختلف رايا ۽ تحقيق جا سلسلا سست سهي جاري آهن. سندس شعر نه رڳو سنڌ ۾ بلڪ ان سان گڏيل هندستاني علائقن ۾ پڻ يڪسان مقبول هئا. ان جو اندازو گلزار ابرار جي هن تحرير مان پڻ ٿئي ٿو:

قرآن ڪريم جو حافظ ۽ قرائت جي علم جو ڄاڻو هو. فقه، تفسير حديث، تصوف ۽ انشاء پردازيءَ ۾ ڪافي مهارت حاصل هئس. سلوڪ جي راهه ۾ ڏاڍيون رياضتون ڪيون هئائين.

”پاڻ علم جي تحصيل ڪرڻ کان پوءِ، رسمي علمن کان دل برداشته ٿي ويو هو. منجهس دنيا جي حقيقت معلوم ڪرڻ جي ڳولا لاءِ تڙپ پيدا ٿي. تزڪيہ نفس ذريعہ ان راز کي بہ سمجهي ورتائين ۽ شين جي حقيقت کي پاڻ ڄاڻي ورتائين. هي چند جملا سندس فڪر جو حاصل مطلب آهن. جن کي سندس زبان ۾ پاڻ پنهنجي ملڪ جي طرز تي جوڙيائين.

(1) پاڻ فرمايائين تہ ڪنز ۽ قدوري پڙهڻ سان معرفت جي مهڪ ذري برابر بہ منهنجي دماغ ۾ نہ آئي، هن عالم کان هٽڻ کان پوءِ ئي مطلب حاصل ٿيو.

(2) ”لا“ ڪنهن جي نفي ٿو ڪري جڏهن ماسويٰ حق جي ڪابہ هستي نہ ٿو رکي.

(3) اسان اجايو محتاج آهيون، اگر غور سان ڏٺو وڃي تہ اهي انسان اسان ئي آهيون.

ان جهڙيون بيون بہ سندس ڪيتريون ئي ڳالهيون آهن، جيڪي لکڻ کان گهٽيون آهن. ڪنهن بہ ڳالهہ جو اصل لطف ان جي زبان سان ئي مخصوص آهي. جنهن زبان جي اها ڳالهہ آهي، ترجمي ڪرڻ سان اهو لطف حاصل نہ ٿو ٿئي. شيخ ابراهيم ابن عمر سنڌي جنهن جي قبر جو قبو برهانپور جي اتر ۾ آهي. سندس عقيدتمندن مان آهي.

سندس شعرن جي مقبوليت جو اندازو هڪ بئي واقعي مان بہ ٿئي ٿو. جنهن مان گمان غالب آهي تہ حضرت مسيح اولاولياء و مسيع القلوب شيخ عيسيٰ جندالله پاٽائي ثم برهانپوري خواب ۾ پنهنجي والد محترم شيخ قاسم محدث سنڌي پاٽائي کي جيڪو شعر پڙهندي ٻڌو. اهو قاضي قادن جوئي هو. ڇو جو قاضي قادن جي باب ۾ بيان ڪيل شعر جو مفهوم ۽ ان ڪتاب ۾ هينين واقعي جي مفهوم ۾ يڪسانيت معلوم ٿئي ٿي. غوثي گلزار ابرار ۾ شيخ قاسم محدث پاٽائي جي احوال ۾ لکي ٿو:

”نيز مسيح القلوب (شيخ عيسيٰ) چوندو هو. جڏهن شهنشاهہ اڪبر منهنجي مرضيءَ جي خلاف ازلي مشيئت موجب برهانپور کان درالسلطنت آگره وٺي ويو. تہ ڪجهہ ڏينهن کانپوءِ مون پنهنجي پيءُ کي خواب ۾ ڏٺو. جنهن سنڌي زبان ۾ هڪ شعر پڙهيو. جنهن جو مفهوم هي هو:

”اي فرزند توکي لفظ ”لا“ سان گڏ وڃان هٽائي نيست ڪري ڇڏيو آهي. مگر تون اجان پنهنجي ذات ۾ پنهنجي وجود جو گمان رکين ٿو.“

جڏهن آءٌ جاڳيس تہ ان اشاري سان دل ۾ خيال پيدا ٿيو، تہ پنهنجي رهائي لاءِ تفڪر جي ذريعي سان تدبير ڪندي زبان سان بيان ڪرڻ، ان سان فنا جو مقصد حاصل نہ ٿو ٿئي. بلڪ ائين ڪرڻ دراصل تسليم ۽ رضا جي مرتبي کان پاڻ کي شڪوه ۽ شرڪ جي هستي ۾ وجهڻ آهي. ان ڪري اهو رستو ئي ڇڏي ڏجي. اهڙي طرح دل کي سڪون حاصل ٿيو. هڪ هفتي کان بہ گهٽ عرصي ۾ وطن ورڻ جي اجازت ملي وئي.“

جيئن تہ گمان غالب آهي تہ مٿي بيان ڪيل بيت قاضي قادن جوئي آهي تہ پوءِ ان سنڌي بيت جي پڙهڻ سان حضرت مسيح الاولياء جي قلب کي تسڪين ميسر اچڻ ۽ اڪبر جي رفاقت سبب دل تي جيڪو بوج ٿي پيو هو ان جو هڪدم ختم ٿيڻ هڪ طرف پڙهڻ واري بزرگ جي روحاني تصرف کي ثابت ٿو ڪري تہ بئي پاسي بيت جي تاثير ۽ معياري هجڻ لاءِ دليل بڻجي ٿو. اصل شعر آهي:

توکي توڙ ائين ”لا“ سين لاٿائون
اجان پڻ ”آئون“ واريو وجهين وڃ ۾.

سنڌ ۾ قاضي قادن جي موجودگيءَ جو ثبوت محرم 926ھ ۾ ملي ٿو، درياهہ خان جي شهادت کان پوءِ شاهہ بيگ ٺٽي شهر تي قابض ٿيو. مغل بہ 20 محرم تائين شهر ۾ لُٽ مار ڪندا رهيا. ماڻهن جا اهل و عيال اسير ٿيا پر قاضي قادن جي ڪوشش سان اها غضب جي باهہ سرد ٿي. ٿيو ائين جو قاضي جو پنهنجو اهل و عيال پڻ اسير ٿي ويو. جنهن کي هو پاڻ ٺٽي جي ڳلين ۾ تلاش ڪري رهيو هو، جڏهن انهن کي ڪٿي بہ نہ لڌائين، تہ حالات کان متاثر ٿي شهر جي حالت زار کي هڪ عريضي ۾ قلمبند ڪيائين. اهو خط امام حافظ محمد شريف، شاهہ بيگ جي خدمت ۾ پيش ڪيو. ان خط سان قاضي قادن جي تحريري صلاحيتن جو اندازو ٿئي ٿو. ڇو جو اهو خط پڙهي شاهہ بيگ جي دل تي گهرو اثر ٿيو. جنهن منادي ڪرائي تہ هاڻي ٺٽي جي ماڻهن کي ڪير بہ هٿ نہ لائيندو. ان کان پوءِ پنهنجي ترڪش مان هڪ تير ڪڍي قاضي قادن جي

حرمين شريفين جي زيارت ڪري پوءِ ڏاڍو سير ۽ سفر ڪيو هئائين. آخر سيد محمد مهدي جونپوري جي مريدن جي جماعت ۾ داخل ٿيو، جنهن ڪري ظاهر جا علماء متس طعن ۽ تنقيد ڪرڻ لڳا. مرزا شاهه حسن ارغون کان بکر قضا جو عهدو وٺي وجي، پنهنجي ڏاڏي جي اباڻي جاءِ تي پهتو ۽ جڏهن وڏي عمر ۾ پهتو ته پنهنجي عهدي تان استعيفا ڏئي، پنهنجي پاءُ قاضي نصرالله جي حوالي ڪري ڇڏيائين ۽ سن 958هه ۾ گذاري ويو.

## سيد عبدالاوّل

هيءُ علاءالحسنيٰ جو فرزند هو. سيد محمد گيسودراز جي اولاد مان ڪنهن جو مريد هو. ان کان سواءِ سيئي علم عقلي، نقلي، رسمي ۽ حقيقي علمن ۾ ڪامل ۽ وڏو دانشمند هو. اڪثر علمن جي ڪتابن جي پاڻ تصنيف ڪئي اٿائين. وڏي عمر جو ٿي چڪو هو. سندس وڏا اصل ڳوٺ زيدپور علائقي جونپور جا وينل هئا. هيءُ دکن ۾ ڄائو. آخري عمر ۾ گجرات ويو ۽ اتان حج تي ويو ۽ موٽي اچي وري به گجرات ۾ رهيو. بيرخان جي استدعا تي دهلي هليو ويو.

---

927 جي آخر ۾ جڏهن شاهه بيگ بکر پهتو ته قاضي قادن پنهنجي پائرن کي وٺي استقبال لاءِ حاضر ٿيو. شاهه بيگ هڪ سال بکر ۾ ترسيو. ان دوران قاضي قادن بحيثيت اهم مشير ڪم ڪيو، جيئن ته هو بکر جي قلعي ۽ شهر ۾ وڏي حيثيت رکندڙ هو. ان ڪري آسپاس جي علائقي جا فيصلا پاڻ ئي ڪندو هو. مير معصوم لکي ٿو ته شاهه حسن ڪيس انهيءَ علائقي جو قاضي مقرر ڪيو، هو وڏيڪ لکي ٿو:

"ان کان علاوه هو سيد محمد جونپوري جيڪو ميران جي لقب سان مشهور هو، جي عقيدتمندن ۾ شامل هو. انڪري ڪجهه علماء ڪيس تنقيد جو نشانو بڻايو. شاهه بيگ جي هن دارالفنا مان لڏڻ کان پوءِ مرزا شاهه حسن جو منظور نظر ٿيو ۽ آسپاس جي علائقي جي قاضي جا فرض سرانجام ڏيندو رهيو. آخر ان عهدي تان استعفا ڏنائين. جنهن کان پوءِ اهو عهدو سندس پاءُ قاضي نصرالله جي حوالي ٿيو. قاضي قادن جي وفات سن 958هه ۾ ٿي." (تاريخ معصومي)

**قاضي قادن جي بيتن جا ماخذ:**

قاضي قادن ٺٽي ۾ ڪجهه عرصو مقيم رهيو. سندس شعرن کي اُتي وڏي مقبوليت حاصل ٿي. جتان شاهه عبدالڪريم بلڙي واري ۽ شاهه عبداللطيف ڀٽائي تائين سندس شعر پهتا. جن مان ڪجهه بيان العارفين ۽ شاهه جو رسالي ۾ موجود آهن.

هڪ عرصي تائين عام پڙهندڙن تائين اهو تاثر قائم رهيو ته سنڌي شاعري اوچتو ظاهر ٿي ۽ هڪ خاص منزل تائين عروج حاصل ڪيائين. پر ويهه پنجويهه سال اڳ هرياڻ جي هڪ ڳوٺ جي "مٺ" مان مليل سؤ کان وڌيڪ شعر هيرو ٺڪر جي ذريعي منظر عام تي آيا. قاضي قادن جي انهن شعرن جي طرز حضرت شاهه عبدالڪريم ۽ شاهه عبداللطيف جي رسالن جي بنيادن کي واضح ڪري ڇڏيو.

گلزار ابرار ۾ قاضي قادن جي شعرن جو نثري ترجمو انهن جو هندستاني علائقن ۾ شهرت جو هڪ بيو واضح دليل آهي، قاضي قادن جي انهن 116 ناياب بيتن (جيڪي هيرو ٺڪر جي تحقيق کان پوءِ 112 آهن). هرياڻوي ۽ هندي زبانن، جي مصنف شري راجا رام شاستري کي هرياڻ صوبي ۾ روهتڪ شهر جي ويجهو رانيلا نالي ڳوٺ جي هڪ "مٺ" (مندر) مان "سنتون ڪي واني" ڪتاب ۾ نظر آيا. جنهن کان پوءِ هيرو ٺڪر انهن شعرن کي ديوناگري مان سنڌي رسم الخط ۾ آڻي اهل سنڌ لاءِ وڌيڪ تحقيق جا بنيادون وڌيون.

درويش دادو ديال جيڪو قاضي قادن کان پوءِ احمد آباد ۾ پيدا ٿيو، هن پنهنجي گرنٿ ۾ قاضي قادنؒ جي ڪيترن ئي بيتن کي شامل ڪيو آهي، ان کان پوءِ بين به ڪيترن ساڌن ائين ڪيو. هينئر تائين ڪل چار گرنٿ مليا آهن، جن ۾ قاضي قادن جا شعر موجود آهن. انهن گرنٿن کي ملائي ڪل 10 اهڙا ماخذ حاصل ڪيا ويا آهن، جن ۾ قاضي قادن جا بيت يا ذڪر موجود آهي:

(1) تذڪره قطبيه، (2) گلزار ابرار، (3) بيان العارفين، (4) شاهه جو رسالو، (5) حڪايات الصالحين، (6) ملفوظات خزانة المعرفت، (7) جيپور گرنٿ، (8) سنتون ڪي واني، (9) ڪتاب ورق، (10) جيپور گرنٿ.

دهليءَ ۾ تقريباً ٻه سال زنده رهيو. آخر سن 968ھ ۾ گذاري ويو. سندس قبر قلعي اندر ڪسڪ نور وٽ قبرستان ۾ آهي.

## سيد سلطان شاھ برقع پوش

سندس لقب لوڏي هو. ڳوٺ هالہ واقع علائقي ساڪرو ٺٽي جو رهندڙ هو. وقت جو برگزيده بزرگ ۽ معروف مشائخ مان هو. سندس اصل وطن جي معلومات نہ آهي. البتہ سندس وفات 970ھ ڪان پوءِ آهي. سيد بدرالدين مازندراني جڏهن هت وارد ٿيو تہ سيد سلطان ڪيس اتي ئي رهايو. سيد سلطان ڪي پُٽ جي اولاد نہ هئي. ڪيس صرف هڪ نياڻي هئي، جنهن جو نڪاح سيد بدرالدين سان ڪرائي ڪيس گھر ناني بڻايائين. لوڏي خاندان سندس ئي ڏهٽن مان آهي.

## شاھ طبيب

هيءُ سادات مان صاحب ڪرامات هو. شيخ زين الدين خوافي جو مريد هو.هرات ۾ سال 959ھ ۾ وفات ڪري ويو.

## شيخ علي متقي

هيءُ سلوڪ ۾ قادري، شاذلي، مدني ۽ چشتي طريقو رکندڙ هو. سندس وڏا جونپور ۾ گذاري ويا ۽ سندس والد برهانپور ۾ گذاري ويو. سندس والد ننڍپڻ ۾ ئي ڪيس شاھ باجن جي خدمت ۾ دعا لاءِ ڪٺي آيو هو. پوءِ جلد هو فوت ٿي ويو هو.

شيخ علي متقي پنهنجي جوانيءَ جي وقت ۾ مندو شهر ۾ آيو. ڪجھ وقت شاھ جي خدمت ۾ رهي سلوڪ جا سبق سکيائين. آخر پاڻ ئي سلوڪ تي ڪاربند رهيو پوءِ منجهس هدايت جي جذبي جا آثار نمايان نظر آيا. شيخ عبدالحڪيم ابن شاھ باجن جي خدمت ۾ حاضر ٿي نئين سر سندس مريد ٿيو ۽ ڪائنس چشتي سلسلي ۾ خرقہ خلافت حاصل ڪيائين. ان ڪان پوءِ ملتان ۾ اچي شيخ حسام الدين متقي سان ملاقات ڪيائين. ٻه سال سندس خدمت ۾ رهي تفسير بيضاوي ۽ ڪتاب عين العلم جو دور سندس آڏو ڪيائين. انهيءَ وچ ۾ حرمين شريفين ڏانهن وڃڻ جو سندس نصيب کلي ويو. اتي اولياءَ زمان شيخ ابوالحسن بکري جي صحبت اختيار ڪيائين ۽ ان جوئي شاگرد بڻيو. ٻين ٻہ ڪيترن ئي اولياءَ ۽ علماء سان مجلسون ڪيائين ۽ شيخ محمد بن محمد بن سخاوي ڪان سلسلہ قادريہ جو خرقہ خلافت ورتائين. شاذليہ طريقہ جي خلافت جو خرقہ نورالدين علي شاذلي ڪان حاصل ڪيائين. سلسلہ مدينتہ جو خرقہ خلافت ابو مدين مغربي ڪان ورتائين. مڪه مڪرمه ۾ ئي اقامت پذير ٿيو.

اطاعت ۽ مجاهده جي وسيلي ديني علوم جي روشني ڪان مستفيض ٿيو. سندس تصانيف مان ڪتاب جامع صغير ۽ ڪتاب جمع الجوامع قابل قدر آهن. شيخ جمال الدين سبوحي جي گڏ ڪيل احاديث کي حروف تهجي سان ترتيب ڏئي، پاڻ سڳورن ﷺ جي اقوال ۽ سنتن

جي رونمائي ۾ ان ڪي سلسليوار ٻڌائي سنڌ جي علماء طبقي جي آڏو پيش ڪيائين. انهن مان مڪرر احاديث ڪي ڪڍي ڇڏيائين. پڻ ٻيا ٻه ڪيترائي رسالا ۽ ڪتاب تصنيف ڪيائين، جيڪي سالڪان طريقت لاءِ سَنَد ۽ طالبان آخرت لاءِ دستور آهن. سندس پهرين تصنيف رساله سنن الطرق آهي، جنهن جي تصنيف لاءِ ڪيس غيبي الهام ٿيو هو. سندس ٻيو مجموعہ حِڪم ڪبير آهي، جيڪو امام نافع جي تصوف جي ڪتابن جو خلاصو آهي. شيخ ابن حجر مڪي، باوجود علم حديث ۾ استاد هجڻ جي پنهنجون مشڪلات ان ڪتاب مان ئي حل ڪندو هو. آخر ان ڪان خرقو پاتائين. سندس وفات سال 965هه ۾ ٿي.

## درويش راجہ ستيہ دل

هيءُ مطلق مجذوب ۽ واصل بحق هو. سندس مٿو ۽ پير سدائين اگهاڙا رهندا هئا ۽ ڪڏهن به هڪ جاءِ تي ٽڪاءِ ڪونہ ڪندو هو. جيڪو به سندس زبان مان نڪري ويندو هو سو بلڪل ٿي ويندو هو.

روايت آهي تہ هڪ دفعي ڪيچ جي علائقي ۾ پهتو، ڏنائين تہ ڳئن جو ڌڻ بينو آهي، پوءِ مالڪن کان ٿوري کير جي طلب ڪيائين. ڏنار مرد ڪونہ هئا زالون هيون، اهي زالون درويش سان بي ادبيءَ سان پيش آيون. درويش جوش ۾ اچي هڪ نعرو هنيو ۽ هليو ويو. اتفاق ٿيو جو اهي ڳئون جيڪي ڳابن سان گڏ ٻينل هيون، چوڙائي غائب ٿي ويون پورو هڪ سال سندن ڪوبہ نشان يا ڏس پتو نہ پيو. پورو سال گذرڻ بعد درويش وري ساڳي جاءِ تان اچي لنگهيو. انهن عورتن ڪيس سڃاتو ۽ ڊوڙي وڃي پنهنجن مردن کي ٻڌايائون. مرد پڄندا انهيءَ وٽ آيا ۽ زاري ۽ توبه ڪيائون. درويش کي پيرن تي هٿ رکي ڪيس پنهنجو حال زار ٻڌايائون. ڪين چيائين تہ اوهان وڃو ڳئن جي لاءِ کلن کي کوڙڻ ۽ رسن ٻڌڻ جو بندوبست ڪيو ۽ شام جو سارو ڌڻ اوهان وٽ موٽي ايندو. پوءِ سموريون ڳئون موٽي آيون. ڏنارن ڪان پڇيو ويو تہ ايتري مدت اوهان ڪٿي هئا؟ چيائون تہ اسين معمول مطابق صبح جو ويندا هئاسون ۽ شام جو موٽي ايندا هئاسون. سندس وفات جو سال 977هه آهي ۽ سندس مدفن ڳوٺ رايدان علائقي لندان ۾ آهي.

## شاهہ قطب الدين محمّد

هيءُ شاهہ محمود بن شاهہ طيب جو فرزند هو. خراسان جي اڪابرين ۽ معزز سادات مان هو.

عهد ترڪمانيہ کان پوءِ هيءُ بکر شهر ۾ ساڪن ٿيو. هر جمعي تي مخلوق کي پنهنجي واعظ ۽ نصيحت سان بهرمند ڪندو هو. نهايت متقي ۽ پيرهيزگار هوندو هو. شرع جو ڏاڍو پابند هوندوهو. سلوڪ ۾ بہ ڪامل هو. ميرزا شاه حسن ڪيس بکر جي شيخ الاسلام جو عهدو ڏنو، جنهن تي مدت تائين قائم رهيو.

آخر سن 977ھ ۾ موت جي پرواني کي لبيڪ چئي گذاري ويو، ٻسندس تاريخ وفات ”واعظ“ جي عدد مان حاصل ڪيائون.

## مخدوم عربي ڏياڻو

پير آسات جو پاءُ هو، جيڪو مڪليءَ ۾ مدفون آهي. سندس ذڪر هن ريت آهي:

چيو وڃي ٿو تہ هن هڪ هنڌ ويهي، قرآن شريف جا 140 ختم ڪديا هئا. ايڏو تہ خوش الحان هو، جو جڏهن قرآن شريف پڙهڻ شروع ڪندو هو تہ پکي اڏامڻ کان ۽ پاڻي وهڻ کان بس ڪري بيهي رهندا هئا. هڪ ڏينهن پنهنجي خانقاه ۾ وينو هو تہ اوچتو سندس هٿ سمنڊ جي گج سان پرجي آيو ۽ انهيءَ مان چند پاڻيءَ جا قطرا بہ ٽمندا رهيا. پوءِ هڪ حال محرم، خادم، عاجزيءَ سان هن راز جي ڪانئس حقيقت پڇي. فرمايائين تہ منهنجو پٽ بايزيد حجاز جي سرزمين ۾ منهنجي معتقدن جي ٽولي سان گڏ ٻيڙيءَ ۾ سوار آهي، اوچتو ٻيڙي ڪُنَ ۾ غرق ٿيڻ لڳي. انهيءَ جماعت منهنجي پُٽ کي سفارشي بنائي دعا لاءِ عرض ڪيو، پوءِ مون انهيءَ ٻيڙيءَ کي ڪُنَ مان ڪڍي ڪناري تي صحيح سلامت پهچايو. ٿوري وقت کان پوءِ اُهي ماڻهو پهتا ۽ نذر ڪٺي آيا ۽ ٻڌايائون تہ جڏهن اسان ٻيڙي مان آسرو پليوسون، تڏهن هڪڙي غيبي هٿ، اسان جي ٻيڙيءَ کي ڪُنَ مان ٻاهر ڪڍي ڪناري تي پهچايو.

هيءُ آخر سن 980ھ ۾ گذاري ويو ۽ هالاڪندي شهر ۾ مدفون آهي.

## مخدوم بايزيد

مخدوم عربيءَ جو فرمانبردار فرزند هو. پنهنجي پيءُ جي سنت تي هليو ۽ ان کان پوءِ سندس سلوڪ ۽ ارشاد واري گاديءَ تي نيڪ نامي سان فوت ٿي ويو.

## شيخ ڪمال پائيلي

هيءُ سرهند علائقي جي شهر پائيلي جو رهاڪو هو. اهو ڳوٺ سرهند کان تقريباً ڇئن ميلن جي پنڌ تي هو. هيءُ الله تعاليٰ جي محبوب بندن مان هڪ هو، ۽ سندس مشرب اُويسي هو. ظاهري نسبت شيخ فضل سان هئس. سندس آخري واسطو سيد الجن والانس شيخ عبدالقادر جيلاني قدس سره تائين پهچي ٿو يعني:

سندس نسبت شيخ فضل سان ان جي شيخ گدا رحمٰن اول سان، ان جي شمس الدين عارف سان ۽ ان جي گدا رحمٰن ثاني سان ۽ ان جي سيد ابوالحسن سان ۽ ان جي سيد شمس الدين صحرائي سان ۽ ان جي سيد بهاؤالدين سان ۽ ان جي سيد عبدالوهاب سان ان جي سيد شرف الدين سان ۽ ان جي سيد عبدالرزاق سان ۽ ان جي نسبت حضرت پيران پير شيخ عبدالقادر جيلاني، قدس الله اسرارهم سان آهي. پاڻ نهايت صاحبِ ڪمالات هو. حضرت سرهندي نقشبندي

ڪان روايت آهي ته فرمايائين ته حضرت غوث الثقلين قدس الله اسرارهم جن ڪان پوءِ هن شيخ ڪان وڌيڪ ڪنهن ڪي به صاحب تاثير نه ڏٺم.

اسي ورهين ڪان وڌيڪ عمر ۾ سن 981هه ۾ ڳوٺ ڪيتل نواح سرهند ۾ گذاري ويو.

## شيخ عبدالقدوس گنگوهي

هيءُ هندوستان جي مشهور مشائخ مان هو. شيخ صفي الدين مصنف "انوار العيون" جي اولاد مان هو.

عالي مقام ۽ بلند درجي جو مالڪ هو. سندس مزار ڳوٺ گنگوهه ۾ ڪرنال جي قريب جمنا نديءَ جي ڪناري تي واقع آهي. ڪيس ست فرزند هئا، جن ۾ فرزند اول شيخ حميدالدين ۽ فرزند نمبر ٽيون شيخ احمد، ڪماليت، سلوڪ ۽ معرفت ۾ ڪامل هئا. ۽ هي سن 973هه ۾ گذاري ويو. سندس مدفن شاهه آباد ۾ آهي.

## شيخ رڪن الدين

هيءُ شيخ عبدالقدوس جو ٻيو نمبر فرزند ۽ خليفه اول هو. سندس نسبت ابراهيم ايرجي قادري سان هئي. سندس سلسلو قادري طريقو هو. سندس تصانيف مان "مرج البحرين" شايع ٿي چڪي آهي، جنهن ۾ عجيب ۽ غريب اسرار ۽ رموز سمايل آهن.

سندس وفات سن 983هه ۾ ٿي. ڪيس والد سڳوري جي قبي ۾ ان جي پاسي ۾ دفن ڪيو ويو. شيخ عبدالقدوس جي نسبت شيخ فريدالدين اجوڌنيءَ سان هن ريت آهي:

هيءُ شيخ محمد عارف ولد شيخ احمد عبدالحق سان منسوب هو. هو پنهنجي والد شيخ احمد عبدالحق سان ۽ هو شيخ جمال پاڻي پتيءَ سان ۽ هو شيخ شمس الدين ترڪ پاڻي پتيءَ سان ۽ هو شيخ علي احمد صابر سان ۽ هو فريدالدين سان منسوب هو.

## مولانا قاسم ڪاهي

هيءُ سادات جي هڪ معروف خاندان مان هو. سندس نالو نجم الدين محمد هو. ڪنيت ابوالقاسم هئس.

پندرهن سالن جي عمر ۾ اچي مولوي جاميءَ جي خدمت ۾ رهيو ۽ ان ڪان پوءِ بڪر ۾ هاشمي ڪرماني، جنهن جو لقب شاهه جهانگير هو، ان جي صحبت ۾ اچي رهيو ۽ ڪانئس ڪافي فائدو حاصل ڪيائين. هن ڪي عوام ۾ ڪافي مقبوليت حاصل هئي. جو ڪجهه به ڪندو هو ته عوام ڪي ناپسند نه لڳندو هو. ظاهري علوم سان آراسته هئڻ سان گڏ هڪ وڏو بهادر نوجوان به هو. پنهنجي فن سان ويهن ڄڻن ۽ ان ڪان وڌيڪ ماڻهن سان اڪيلو مقابلو ڪري ڪاميابي حاصل ڪندو هو. ڊوڙڻ ۾ سڀ ڪان گوءِ ڪٽي ويندو هو. سندس هلت چلت ۾ ڪيس هڪجهڙائي

هرگز ڪونہ هوندي هئي. جيڪڏهن بت اگهاڙو ٿيو تہ بت اگهاڙو ئي رهندو هو. جيڪڏهن پوشاڪ پاتل هوندي هئس تہ پوشاڪ ۾ ئي رهندو هو.

روايت آهي تہ رياست بدخشان ۾ ميرزا عسڪري پنهنجو ڏهہ ڪروڙ خزانو سندس حوالي ڪيو، مگر هن خزاني ڏانهن نهاريو بہ ڪونہ سمورو مسڪين ۽ غريب مستحق ماڻهن ۾ تقسيم ڪري ڇڏيائين.

طريقہ خواجها جو پيرو هو، جنهن جا هيءُ چار ڪلمات آهن: (1) هوش در دم، (2) نظر بر قدم، (3) خلوت در انجمن، (4) سفر در وطن. اڪبر بادشاهہ جي زماني ۾ هيءُ بڪر ڪان سفر ڪري هندوستان ويو، جتي سندس لاءِ ڪافي سلطاني قدرداني ٿي.

هڪ قصيده جي عيوض هڪ لک ٽڪو ڪيس انعام طور ڏنو ويو. سرڪاري حڪم ٿيو تہ جڏهن بہ مولانا هت اچي تہ ڪيس هڪ هزار روپيا استقباليہ نذرانو پيش ڪيو وڃي. ان ڪان سواءِ ٻي مجلس ۾ وارد نہ ٿيو. پوءِ خان زمان جي ڀاءُ بهادر خان جي محبت ۾ بنارس ويو ۽ ڪجهہ وقت ڪان پوءِ وري اتان آگره ۾ پهتو. باقي عمر اتي گذاريائين.

سندس مدفن عام ماڻهن جي قبرستان جي دروازي جي پرسان آهي. سندس عمر 110 سال هئي.

مولانا قاسم بخاري سندس شاگرد هو مير يوسف استرآبادي لفظ "خوش طبع" چيو، جنهن جي عدد مان سندس ماده تاريخ 987هہ نڪري ٿي. هيءُ پنهنجي وقت ۾ موسيقي فن جو ماهر ۽ نادر طبع جو مالڪ هو. سندس گايڪي ۽ موسيقي جا سُرَ يادگار موجود آهن.

## درويش رڪن الدين

هيءُ درويش ڏيتي جو فرزند هو. مالڪ جي مقبول ٻانهن مان هو. سنڌ جي مشائخ ۾ سلوڪ ۽ طريقت جي رستي ۾ ڪامل ۽ اڪمل هو. ظاهري طور اڪثر اوقات، رياضت ۽ عبادت ۾ گذاريندو هو. مخفي طور مراقبن ۾ هوندو هو.

روايت آهي تہ هڪ ڏينهن مسجد ۾ سُتو پيو هو. امام مسجد پنهنجي نوافل جي ادائيگي ڪان پوءِ پنهنجي گهر جلدي وڃڻ لاءِ تڪڙ ۾ پنهنجي چادر ڇنڊي اُٿڻ لڳو تہ اتفاقاً ڪجهہ ڪک درويش جي چهري تي وڃي ڪريا. ان وقت امام جا پير شل ٿي پيا ۽ هلڻ ڪان عاجز ٿي ويو. سمجهيائين تہ اها سزا منهنجي هن عمل چادر ڇنڊڻ جي ڪري ملي آهي. پوءِ درويش جي پيرن تي ڪِري پيو. درويش کي خبر ڪونہ هئي، پوءِ هوشيار ٿيو ۽ سندس ٽنگن تي هٿ گهمايائين، تہ انهيءَ وقت ئي صحيح ٿي ويو.

روايت آهي تہ آخري عمر ۾ سندس عجيب حالت هئي تہ ڪنهن جو بہ آواز سندس ڪَنَ تي پوندو هو تہ ان وقت آهہ ڪيندو هو. ان جي آهہ ڪيڻ سان آواز ڪندڙ جو ساهہ نڪري ويندو هو. سن 988هہ ۾ فوت ٿي ويو.

## شيخ جلال تانيسري

هيءُ شيخ عبدالقدوس جي اڪابر خليفن مان هو. خاص ۽ عام ڪافي ماڻهو سندس ارادتمند هئا. 95 ورهين جي عمر ۾ سن 989هه ۾ گذاري ويو.

## شيخ عبدالنبي شهيد

"سنن هدايه" ڪتاب جو مصنف هو. شيخ احمد بن شيخ عبدالقدوس جو فرزند هو. سن 991هه ۾ شهادت حاصل ڪيائين.

## سيّد صفايي

هيءُ سيد مرتضيٰ ترمذيءَ جو فرزند هو. سيد شير قلندر بن بابا حسن ابدال سان نسبت رکندڙ هو. علم ۽ عمل جو گوهر هو. وقت جي فاضلن جو پيشوا هو. شاهه قطب جي وفات کان پوءِ سلطان محمود خان هن کي بکر جي "شيخ الاسلام" جو منصب ڏنو. سن 991هه ۾ فوت ٿي ويو.

مير معصوم جو تخلص ان جي پٽ جي نالي جو هو. بکر جي سادات جو شجره هن ريت آهي:

مير مرتضيٰ بن مير تقي بن خوارزم شاهه بن قلندر شير بن مير علي ۽ اهو سترهن واسطن سان حضرت موسيٰ ڪاظم عليه السلام سان ملي ٿو. والعلم عندالله

## شيخ وجيه الدين گجراتي

هيءُ شيخ محمد غوث جو مريد هو. پنهنجي وقت جو ڪامل ولي الله ۽ عارف هو. سندس درگاهه الله جي نيڪ بندن جي زيارتگاهه آهي.

روايت آهي ته وقت جي فاضلن مان ڪنهن شيخ کان پڇيو ته توهان جي اها ڳالهه توهان جي شان کان پري آهي ته اوهان امي شخص کي پنهنجو مرشد ڪيو آهي. چيائين ته الحمدلله! جو منهنجو مرشد پيغمبر ﷺ جن جي مثل "اُمّي" آهي. سندس وفات سن 996هه ۾ ٿي.

ان کان پوءِ سندس پٽ شيخ عبدالله جانشين ٿيو. مريدن کي پنهنجي پيءُ وانگر راهه حق جي هدايت ڪندو رهيو ۽ ڪين سلوڪ جا سبق به سيکاريندو رهيو. جڏهن هيءُ فوت ٿي ويو ته سندس پٽ شيخ اسدالدين سندس جانشين ٿيو ۽ اهو به تمام جلد فوت ٿي ويو. پوءِ ان جو قائم مقام سندس ڀاءُ شيخ چندر ٿيو، جنهن اصلاح جي واٽ ۾ مريدن جي غير معمولي تربيت ڪئي. سن 1026هه ۾ جهانگير بادشاهه شيخ وجيهه الدين جي زيارت جو شرف حاصل ڪيو، جيڪو سندس ارادت موجب ان جي زيارت ڪرڻ آيو هو.

## مخدوم نوح عليه الرحمة

ولد نعمت الله، صديقي نسب آهي. پنهنجي نسب کي پاڻ هن طرح بيان ڪيو اٿائين: نوح بن نعمت الله بن اسحاق بن شهاب الدين بن مخدوم سرور بن شيخ فخرالدين صغير جو هالاڪنڊي شهر ۾ مدفون آهي. اهو ابن شيخ عزالدين بن شيخ فخرالدين ڪبير، جيڪو شيخ ابوبڪر جي مقبري ۾ مدفون آهي ۽ اهو ابن شيخ ابوبڪر ڪتاني، ساڪن ڪوٽ ڪروڙ بن شيخ اسماعيل بن شيخ عبدالله بن نصرالدين بن شيخ سراج الدين بن شيخ ابونجيب ضياء الدين عبدالقاهر سهروردي. مخدوم موصوف جو طريقو سهروردیه هو.

روايت آهي ته هيءَ اجا ستن ڏينهن جو ڇاول ٻار هو ته نماز جي بانگ ٻڌائين. بانگ پوري ٿيڻ بعد صاف صاف زبان ۾ ڪلمه طيبہ ادا ڪيائين. سندس چوڻ آهي ته آءٌ جڏهن چوڏهن ورهيه جي عمر کي پهتس ته امام المشارق والمغارب حضرت علي بن ابي طالب کي ڏٺم ۽ ساڻس ملاقات ڪري ڪانئس فيضياب ٿيس.

روايت آهي ته جڏهن مخدوم سترهن سالن جي عمر جو ٿيو ته هڪ ڏينهن مخدوم عربيءَ سان گڏ خلوت خانه ۾ وينو ته مراقبه ڏانهن توجه ڪندي، تلاوت قرآن شروع ڪيائين. اناويهين سيپاري تي پهتو ته هن کي عالم بالا جي سير ڪرڻ جو شوق پيدا ٿيو. مخدوم عربي جي تلاوت کي ادب هيئت ظاهري جسم سان، ان جاءِ تي ڇڏيائين ۽ پاڻ افلاڪ جو سير ڪرڻ ويو. اجا مخدوم عربي ختم پورو نه ڪيو ته هو موٽي آيو.

فقير بهاؤالدين گودڙي کان روايت آهي ته هڪ ڏينهن سيد جلال ولد سيد علي انجوي جي گهر دالان ۾ وينا هئاسون. مخدوم نوح فرمايو ته حضرت ابوبڪر رضي الله عنه ۽ حضرت علي عليه السلام لنگهيا. حضرت علي عليه السلام تڪڙو تڪڙو مون وٽ آيو ۽ فرمايائين ته "اُٿُ" توکي محمد رسول الله صلى الله عليه وسلم جن سڏايو آهي. حضرت ابوبڪر رضي الله عنه به پنيان پيو اچي. آءٌ حڪم موجب اوڏانهن روانو ٿيس، ڏٺم ته حضرت عيسيٰ عليه السلام وينو آهي. اوچتو منهنجي هٿ ۾ هڪ لڪيل تختي آئي. حضرت عيسيٰ عليه السلام کان ان مان سبق ورتم. جڏهن ٻاهر نڪتس ته ڏٺم ته حضرت رسالت پناه صلى الله عليه وسلم جن بينا آهن. گوڏا ڪوڙي سندن اڳيان وينس، منهن پاڻ سڳورن صلى الله عليه وسلم ڏانهن ڪيم. سبق جي تجديد ڪيم. حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جن عرض ڪيو ته يارسول الله صلى الله عليه وسلم هيءُ منهنجي اولاد مان آهي.

روايت آهي ته مخدوم نوح، جنهن وقت نئي ۾ آيو ظاهري عالمن ٻڌو ته ڪجهه به پڙهيل ڪونه آهي. قرآن ڪريم جي آيتن جي معنيٰ خوب بيان ٿو ڪري. پوءِ ان کي ڏسڻ آيا ته مخدوم صاحب آيت جي تفسير بيان ڪرڻ ۾ مشغول هو. راوي ٿو چوي ته ان وقت منهنجي هٿ ۾ تسبيح موجود هئي. آءٌ هرهڪ معنيٰ تي هڪ داڻو ڦيريندو رهيس. جڏهن مخدوم صاحب خاموش ٿي ويو، تڏهن اهي مڻيا شمار ڪيم ته اسي مڻيا (داڻا) هئا.

سندس وفات جي تاريخ 27 ذوالقعد ڏينهن خميس ۽ سال 998هه آهي.

مصرع
آفتاب منير صديقي (998)

مان بزرگن تاريخ ڪڍي آهي.

چون ٿا تہ اڪبر بادشاهہ جڏهن عبدالرحيم خان خانان کي سنڌ جي تسخير لاءِ مقرر ڪيو هو تہ هو سنڌ ۾ آيو ۽ شروعات ۾ ناڪامي جو منهن ڏسي ڪُنڊيءَ ۾ پئجي ويو، جتي ٻہ ڪو فقير ٿي ڏنائين تہ ان ڪان فتح جي لاءِ دعا گهرائيندو ٿي رهيو. پوءِ ڪيس ڪنهن اهل الله ٻڌايو تہ تازو مخدوم نوح هالا ڪنڊي ۾ رحلت فرمائي ويو آهي. پوءِ جيڪو بہ سندس مزارتي فاتحہ پڙهڻ لاءِ اڳ ۾ ويندو، اهو سنڌ جو مالڪ ٿيندو. اتفاق سان مرزا حاجي[1] فاتحہ خواني لاءِ نہ وڃي سگهيو ۽ خان خانان اتي پهچي عذرخواهي ڪري مخدوم جي مزار تي فاتحہ خواني ڪئي، جنهن ڪري سندس فتح جا دروازا کلي ويا.

مخدوم صاحب جي اولاد تمام گهڻي هئي. بعض جي قول موجب ڪيس سترهن فرزند هئا ۽ بعض جي چوڻ مطابق ڪيس پندرهن پٽ هئا.

مخدوم صاحب کان پوءِ سندس جانشين مخدوم محمد امين ٿيو. سندس وفات سن 1015هہ ۾ ٿي ۽ اها تاريخ "شرف الابرار" جي اعداد مطابق آهي.

ان کان پوءِ سندس فرزند نالي مخدوم ابوالقاسم گاديءَ تي وينو، جيڪو ميان اَبل جي نالي سان مشهور هو.

پوءِ سندس فرزند مخدوم عبدالخالق ۽ ان کان پوءِ مخدوم محمد زمان جانشين ٿيو، جيئن تہ ڪيس نرينہ اولاد نہ هو، تنهن ڪري سندس پاٽيجو ۽ ناني مخدوم مير محمد سجاده نشين ٿيو. ان کان پوءِ سندس پُٽ مخدوم محمد زمان ثاني گادي نشين ٿيو. ان جي وفات کان پوءِ مخدوم مير محمد ثاني گادي نشين ٿيو.

هاڻي سن 1202هہ ۾ سندس خلف يادگار مخدوم مير محمد ثاني ۽ مخدوم محمد زمان ثالث (ٽيون) صاحب سجاده نشين آهي. ۽ مخدوم عليه الرحمة جي ٻي اولاد مخدوم سلطان ۽ مخدوم ميران جن شهر ڪانياواڙ ۾ خاص ۽ عام جو زيارتگاهہ بڻيل آهي ۽ سندن اولاد کي "پيرزاده" جي نالي سان سڏيو پيو وڃي.

## ميان جلال ۽ ميان ابراهيم

هنن مان هرهڪ بزرگ پنهنجي وقت جو صاحب عزت ٿي گذريو آهي.

ميان عبدالملڪ، مخدوم محمد امين جانشين اول جو پوٽو ۽ فرزند مخدوم عليه الرحمة آهي، جيڪو "اراضي ميان عبدالملڪ" جي لقب سان معروف آهي. سندس مزاراهل الله جي زيارتگاهہ آهي.

هن خاندان ۾ بيشمار بزرگان دين، خدام ۽ خليفا ٿي گذريا آهن، جن مان ٿورڙن جو اينڌڙ سٽن ۾ ذڪر ڪيو ويندو.

---

(1) هتي مراد مرزا باقي بيگ آهي، جيڪو ان وقت ٺٽي جو بادشاهہ هو، جيئن هن ڪتاب جي مصنف مير علي شير قانع ٺٽوي پنهنجي ڪتاب"تاريخ سنڌ" ج3 ۾ پاڻ اها وضاحت ڪئي آهي.

## ميان لطف الله

هيءُ مخدوم مغفور قدس سره جي فرزندن مان هڪ هو. جهڪريجي ڳوٺ وٽ سندس مزار خاص ۽ عام جي زيارتگاهه بڻي آهي ۽ سندس اولاد ڳوٺ پنوءِ شال ۽ ان جي آسپاس ۾ ڪافي رهندڙ آهي.

## سيد ظهيرالدين والاسلام

عرف جام، هيءُ قاضي سيد شڪرالله شيرازيءَ جو فرزند هو، جنهن جو ذڪر مٿي ٿي چڪو آهي. هي پنهنجي وقت ۾ ظاهري ۽ باطني علمن ۾ ڪامل هو. پنهنجون اڪثر برڪت ڀريون گهڙيون ظاهري ۽ باطني علمن جي تدريس ۾ گذاريندو هو. انصار قبيلي جو بزرگ هو. سيد شڪرالله جي اچڻ ڪان اڳ محله سادات ۾ رهندو هو. سندس اولاد جي رهائش به اتي ئي آهي. جڏهن هو فوت ٿي ويو ته سندس پنيان به ناميارا فرزند سندس قائم مقام رهيا.

(1) سيد شڪرالله ثاني ۽ سيد عبدالرحمٰن.

اهي ٻئي بزرگ پنهنجي زماني ۾ علوم ظاهري ۽ علوم باطني جي فيض جو خزانو ۽ سرچشمو هئا. سندس باقي اولاد جي خبر نه آهي.

## مولانا ضياءُ الدين يوسف

هيءُ مولانا نورالدين عبدالرحمٰن جو يادگار هو. مولانا سعدالدين ڪاشغري جو ڏهٽو هو. سندس ولادت 882هه ۾ ٿي. پنجن سالن جي عمر ۾ خواجه عبيدالله وٽ تربيت لاءِ ويو.

## مولانا عبدالغفور لاري

سندس لقب رضي الدين هو. سعد بن عباده انصار جي اولاد مان هو. ظاهري علم ۽ باطني فيض مولانا نورالدين عبدالرحمٰن جامي ڪان حاصل ڪيو هئائين.

## مخدوم اسماعيل سومرو[1]

هيءُ حضرت اڳهم ڪوٽ جو رهندڙ هو. وڏن اولياء ڪرام ۽ اهل الله مان هو. سنڌ جي مشائخ جو پيشوا هو.

---

[1] گلزار ابرار ۾ غوثي سنڌ جي ڪجھ بزرگن جو ذڪر ڪيو آهي. جن مان اڪثر جو تعلق سنڌي يا اڻ سنڌي طرح مسيح الاوليا شيخ عيسيٰ سنڌي سان هو ـ

جيئن شيخ مبارڪ پاٽائي، مخدوم عباس پاٽائي ثم هنگورجائي، مخدوم نوح، شيخ جلال متو، مخدوم جعفر، شيخ طيب تاب ثره، شيخ اسحاق قلندر، شيخ لاڏ جيو سنڌي، تاج العاشقين پور عبدالله سنڌي ۽ اسماعيل سومرو وغيره.

ملا اسماعيل سومرو جو ذڪر گلزار ابرار، تاريخ تحفه الڪرام ۽ تذڪره مشاهير سنڌ ۾ موجود آهي. هي بزرگ ڪيتري عرصي ڪان سنڌ ۾ مقيم هو، هتي ئي دين جي خدمت ڪيائين ۽ هتي ئي وفات ڪيائين.

روايت آهي تہ: ننڍپڻ کان وٺي پوڙهائپ تائين سارو وقت رياضت ۾ گذاريندو هو. صاحب مال ڪثير هو، طالب علمن، غريبن، مسڪينن ۽ مسافرن لاءِ هر قسم جا کاڌا پيتا تيار ڪري کين کارائيندو هو. پاڻ جَوَن جي رُکي ماني کائيندو هو. سندن مالي امداد بہ ڪندو هو. سندس وفات سن 998هہ ۾ ٿي.

## شيخ پرڪيو چڪ

هيءُ شاهو ڪاتيار جو فرزند هو. مخدوم احمد و محمد پُٽ مخدوم اسحاق هالا ڪندي جن جو ذڪر مٿي اچي چڪو آهي انهن جو همعصر هو.

روايت آهي تہ هڪ دفعي سورهن سالن کان پوءِ روزو افطار ڪيو هئائين ۽ هو ساري سياري جي موسم ۾ هڪ چادر ڪٺي درياء تي ويندو هو. درياء مان غسل ڪري پاڻي ۾ پسايل آلي چادر بدن تي ويڙهي نماز ۾ بيهي رهندو هو. جڏهن هوا ۾ چادر خشڪ ٿي ويندي هئي تہ وري بيهر غسل ڪري چادر پسائي پنهنجي بدن تي ويڙهي نماز ۾ بيهجي ويندو هو. اهڙي طرح بار بار غسل ۽ نماز پڙهندي ساري رات انهيءَ ئي حالت ۾ گذاريندو هو. وري اونهاري جي گرمين ۾ رڻ پٽ ۾ بغير ڇانوَ ۽ هوا جي اُس ۾ بيهي عبادت ڪندو هو. گرمي سبب سندس جسم جي چمڙي آهستي آهستي اُڊڙي وئي هئي.

روايت آهي تہ: هڪ شخص ساڻس چلي ۾ گڏ وينو، شيخ پرڪيہ لاءِ اهو روزانو هڪ وڏو منو نان گيهہ ۾ پڪل ڪٺي ايندو هو ۽ پاڻ فاقو ڪڍندو هو. ماڻهو انهيءَ ڳالهہ کي خراب تصور ڪرڻ لڳا. جڏهن چلو ختم ٿيو تہ اهي چاليهہ نان جيڪي سندس کائڻ لاءِ موڪليا ويا هئا،

---

گلزار ابرار ۾ لکيل آهي:

"سومره سنڌ ۾ هڪ گروهہ جو نالو آهي، پاڻ هن ملڪ جي نامور شاخ مان آهي، سندس خانقاهہ ڇا هئي هڪ زاهدستان هو، هزارين ڳوٺيون اَن زراعتي ٻج جو ٿيندو هو. سندس خاص طريقو درويشن جي خدمت گزاري ڪرڻ هو، 998هہ يا 999هہ ۾ رحمت حق سان وڃي مليو."

"پنهنجي وقت جو عارف ڪامل ۽ اهل دل هو،سنڌ جي وڏن عارفن ۾ شمار ٿئي ٿو، ڪائنس هزارين ماڻهن علوم ظاهري ۽ علوم باطني ۾ فيض حاصل ڪيو. سندس حضور پر نور سيدنا محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وآله وسلم جي روح پاڪ سان خطيرة القدس ۾ ملاقاتون ٿينديون هيون.پاڻ هڪ رات جناب رسول اڪرم صلي الله عليہ وآله وسلم جن کي خواب ۾ ڏٺو ۽ سندن صلي الله عليہ وآله وسلم جي اشاري سان پنهنجي ننڍي نياڻي جو نڪاح مٿياري جي هڪ نوجوان سان ڪري ڇڏيو،جنهن جو اولاد اڄ تائين مٽيارين ۾ مقيم آهي، سندس هڪ ٻي نياڻي عارفہ ڪاملہ وليہ ۽ معرفت الاهي جي مقامن کان آگاهہ سندس کان ئي فيض يافتہ ۽ سندس ئي خليفہ هئي. هن خاتون کي بہ سيدن جي هڪ نياڻي جو ادب ڪرڻ تي مخدوم صاحب کي حضور اڪرم صلي الله عليہ وآله وسلم طرفان روحانيت جي بشارت ملي، ان ڪانپوءِ ئي هن خاتون کي هي ڪمالات حاصل ٿيا."

سندس تدفين ضلع حيدرآباد جي هڪ ڳوٺ گلاب لغاري ويجهو اگهم ڪوٽ جي قلعي ۾ ٿي، جتي سندس مزار مشهور آهي، حضرت سيد الاوليا شيخ عيسيٰ جندالله جي همشيره حضرت زينب رحمتہ الله عليها کي خواب ۾ جنهن بزرگ حضرت عيسيٰ جندالله جي ڄمڻ جي بشارت ڏني اهو بزرگ بہ اسمٰعيل سومرو هو، ملا اسمٰعيل حضرت شيخ الاوليا جي پيدائش کان پوءِ واري دور ۾ تعليم القرآن ۽ مدرسہ جي حوالي سان سنڌ ۾ وڏي شهرت رکندڙ هو، سندس سير و سياحت جو زمانو ان کان گهڻو اڳ جو آهي، درس قرآن ڪانسواءِ پاڻ سلسلہ سهرورديہ ۽ قادريہ سان بہ منسلڪ هو سندس وفات کان پوءِ درسگاهہ جو انتظام سندس فرزند حامدالله سنڀاليو.

صحيح سلامت آڻي ماڻهن جي اڳيان اچي رکيائين ۽ چيائين تہ هي اُهي نان آهن جن جي ڪاڻ لاءِ اوهان چوندا هئا. پوءِ جيڪي بہ ماڻهو مجلس ۾ موجود هئا انهن سيني گڏجي نان کاڌا.

ٻي روايت آهي تہ هڪڙو شخص شيخ پرڪيي وٽ آيو ۽ عرض ڪيائين تہ منهنجي زال گم ٿي وئي آهي، خبر نہ آهي تہ اُها مري وئي آهي يا ڪنهن غائب ڪئي آهي. ننڍڙا سندس ٻارڙا بيقرار آهن. پوءِ شيخ خادم کي چيو تہ هن شخص کي سندس زال آڻي ڏي. هو ٻاهر نڪري اچي بينو ۽ پريشان هو تہ ڪيڏانهن وڃان. شيخ کيس ڏاڍيان چيو تہ اڳتي وڃ. خادم پوءِ هلندو رهيو تانجو مٽس رات پئجي وئي، هلڻ وارو سندس هر قدم جي هينان هڪ ڏاڪو چڙهڻ لاءِ ٿي لڳو. هلندي هلندي هڪ ميدان ۾ اچي پهتو. اوچتو سندس نظر آڏو هڪ شاهاڻو دربار لڳل هئي، جتي هر قسم جا تنبو ۽ فرش هئا ۽ هڪ شخص شاهي پوشاڪ پهري دٻدٻي سان وينو هو ۽ چند قيدي مرد ۽ عورتون سندس آڏو بيهاريل هئا.

خادم کيس شيخ جو پيغام پهچايو ۽ عورت کي آزاد ڪرڻ جي استدعا ڪئي. مگر هن جواب ڏيندي چيو تہ انهيءَ عورت ايذاء رسايو آهي، انهي ڪري کيس آزاد نہ ڪبو. خادم موٽي اچي شيخ کي سارو احوال ٻڌايو. پوءِ فوراً انهيءَ عورت جي مڙس کي ساڻ وٺي بذريعہ ڪرامت اتي وڃي پهتو ۽ ان کان عورت جي واپسي جي هر ممڪن طلب ڪيائين، مگر هن جواب ڪونہ ڏنو. پوءِ شيخ پرڪيو عورت جي مڙس کي چيو تہ تون پاڻ وڃ ۽ پنهنجي زال کي وٺي اچ، جڏهن هو پنهنجي زال کي وٺڻ لاءِ روانو ٿيو تہ ان بزرگ جي مريدن کيس ٻڌايو تہ بنا اجازت جي عورت کي وٺيو پيا وڃن. بزرگ چيو تہ اهو شخص خدا جو محبوب آهي ۽ الله جي محبت ۾ مست آهي. اگر اهو سيني کي بہ وٺي وڃي، تڏهن بہ آءٌ ڪجهہ ڪري نہ سگهندس.

عارف بالله سيد عبدالڪريم، رسالہ بيان العارفين ۽ تنبيہ الغافلين ۾ بيان ٿو فرمائي تہ اها ڪرامت حضرت پير دستگير جن کان صادر ٿي هئي.

روايت آهي تہ پوءِ ڪيس چيائون تہ هر شخص شيخ بهاؤالدين زڪريا ملتاني جي خاندان جو مريد آهي ۽ تون انهن جو مريد نہ آهين. ڪهڙو سبب آهي؟ انهيءَ مهل کير جو پيالو ڀري هٿ ۾ ڪٽي زمين ۾ ٽٻي هنيائين ۽ انهيءَ ساعت ۾ ملتان وڃي پهتو. شيخ بهاؤالدين جو سجاده نشين ان وقت پنهنجي گهر واريءَ سان خلوت ۾ وينو هو. کير جو پيالو سندس آڏو پيش ڪيائين، هن حيران ٿي کيس چيو تہ ادب وارو ٿيءُ! ڪٿي آيو آهين. چيائين تہ هر طرف نظر ڦيرايم پوءِ زمين ۾ ڪُهَتَ هنيم تہ فوراً اوهان جي هن مجلس ۾ اچي پهتس ۽ متو مٿي ڪري، شيخ جو هٿ وٺي، سندس بيعت ڪري ، پوءِ موٽي آيس.

چون ٿا تہ هڪ دفعي هن ٻڌايو تہ نورالٰهي جي مشاهدي ۾ محو هئس تہ آواز آيو تہ اي پرڪيہ! ٻانهو ٿيڻ گهرين ٿو؟ عرض ڪيم تہ نہ! وري ندا آئي تہ ملازم ٿيندين؟ عرض ڪيم تہ نہ ۽ اهو آواز ٽي دفعا بار بار آيو. ليڪن قبول نہ ڪيم ۽ آخر آواز آيو تہ ٻانهو ٿيڻ بہ نٿو گهرين ۽ ملازمت بہ نٿو ڪرڻ گهرين، آخر پوءِ ڪهڙي شيءِ چاهين ٿو. عرض ڪيم اي خداوندا! آءٌ ڪجهہ بہ نہ آهيان ۽ ڪجهہ بہ ٿيڻ نٿو گهران. جڏهن ائين عرض ڪيم تڏهن الله تعالىٰ

پنهنجي قدرت جو هٿ منهنجي پُنيءَ تي رکيو پوءِ معرفت کي قبول ڪيم. سندس وفات جو سال معلوم ڪونہ آهي.

## حاجي ويسر

هيءُ صاحب ڪمال و حال درويش هو. شيخ پرڪيہ ڪاتيار جو همعصر هو.

## شيخ صدرالدين

هيءُ برگزيده عالم، فاضلءِ پيرهيزگار متقي بزرگ هو. ڄام نظام الدين جو همعصر هو. منجهس علمن جي جامعيت ۽ غايت ايتريقدر هئي جو سندس هزارين شاگرد علمي ڪماليت جي رتبي کي وڃي پهتا.

بعد ۾ ميران محمد مهدي جونپوري وٽ نٿي ۾ ويو. شروع ۾ ان لاءِ ڪا راءِ يا ارادت سٺي نہ رکندو هو، ليڪن زيارت ڪرڻ کان پوءِ سندس مضبوط مريدن ۾ داخل ٿي ويو.

## شاهہ باجن

هيءُ برهانپور جو رهندڙ هو. وقت جو صاحب ڪمال ۽ معروف مشائخ مان هو، سندس مريدن مان شيخ حسام الدين بن عبدالملڪ بن قاضي خان، جيڪو شيخ علي متقي جو والد هو، صاحب معرفت هو.

## شيخ عبدالحڪيم

هيءُ شاهہ باجن جو فرزند هو. صاحب رشد ۽ عرفان هو. يقين ۾ ڪامل هو. شيخ علي متقي، ڪانئس چشتي طريقي جو فيض حاصل ڪيو.

## شيخ حسام الدين

هيءُ عبدالملڪ بن قاضي خان جو فرزند هو. پنهنجي وقت جو بزرگ هو. شاهہ باجن جو معتقد ۽ فيض يافتہ هو. سندس وڏا جونپور ۾ گذاري ويا ۽ هيءُ برهانپور ۾ آيو ۽ پنهنجي زندگي طريقت جي حصول لاءِ وقف ڪري ڇڏيائين.

## شيخ ولي الله

هيءُ مندو جي اڪابرين ۽ اعيان مان هو. ڪنهن حادثي جي سبب برهانپور کي پنهنجو وطن بڻايائين.

## شيخ عبدالوهاب متقي

هيءُ مندو ۾ پيدا ٿيو هو، ننڍپڻ ۾ ئي سندس پيءُ (شيخ ولي الله) گذاري ويو ۽ ٿوري وقت کان پوءِ سندس والده بہ فوت ٿي وئي. هِن برهانپور کان پوءِ سير و سفر ۽ سياحت اختيار

ڪئي. گجرات جا نواحي علائقا دڪن، ولايت سيلون ۽ سرانديب خوب گهميائين. هيءُ ضرورت ڪان سواءِ ڪنهن بہ جڳهہ تي ٽن ڏينهن ڪان وڌيڪ هرگز نہ ترسندو هو. البتہ حصول علم يا زيارت مشائخ يا استفاده فيض مشائخ جي ضرورت موجب وڌيڪ قيام بہ ڪندو هو. ويهن سالن جي عمر ۾ مڪه شريف ويو. اتي شيخ علي سان ملاقات ڪيائين. شيخ علي جي هن جي والد سان شناسائي هئي، تنهن ڪري ڏانهس ڌيان توجہ ڏنائين ۽ پنهنجي صحبت ۾ رهائي سندس تربيت ڪيائين ۽ تمام جلد ڪيس اعليٰ درجي تي پهچايائين. ان ڪان ئي طريقہ قادري شاذلي جي تربيت احسن طريقي سان ورتائين.

پورا ٻارهن سال جيستائين سندس شيخ حيات هو. وٽس گذاريائين. سندس مزار مبارڪ تي رهڻ جو ارادو هو، ليڪن حقوق صلہ رحمي جي ادائيگي فرض سمجهي گجرات ۾ آيو. ڪافي ڪرامتون ظاهر ڪيائين. هر سال حج تي ويندو رهندو هو. فوت ٿيڻ تائين حج جو ڪو بہ ناغو نہ ڪيو هئائين.

## پير آسات

هيءُ مخدوم عربي ڏياڻہ هالا ڪندي جوياءُ هو. مجذوب سالڪ ۽ واصل بالله هو. هيءُ سنڌ جي برگزيده مشائخ ۾ داخل هو. جڏهن سيد ميران محمد مهدي جونپوري سنڌ ۾ اچي ٺٽي ۾ قيام ڪيو تہ هن جي مٿان پنهنجي شفقت واري نظر وجهي فيضياب ڪري ڪماليت کي رسايائينس. سندس مزار مڪليءَ ۾ مشهور آهي.

## شيخ جهندو پاٽي

هيءُ درويش ۽ خدا پرست شخص هو. ٻيڙي جي ذريعي درياءَ پار ٽپائڻ سبب ڪيس الله تعاليٰ نوازيو ۽ هي سلوڪ ۽ بحر حقيقت ڪان واقف ٿي، بزرگي جي ڪماليت جي درجي کي پهتو.

مشهور آهي تہ سومره قوم جون سَتَ پاڪدامن ۽ معصوم نياڻيون، جيڪي دنيا کي ترڪ ڪري گوشہ نشين ٿي، الله تعاليٰ جي ياد ۽ عبادت ۾ مشغول هيون، سي چند بيهوده ۽ لالچي ماڻهن جي ظلم ۽ زيادتي ڪان بچڻ خاطر، سيد يعقوب مشهدي سان گڏجي ساموئي درياءَ جي ڪناري تي اچي پهتيون. شيخ جهندو انهن ڪان حقيقت معلوم ڪري، ٻيڙي جي ذريعي ڪين درياءَ پار ٽپائي ڇڏيو.

جڏهن ڄام نظام الدين سمي، سيد ميران محمد مهدي کي هلاڪ ڪرائڻ جي ارادي سان حرڪت ڪئي، تہ شيخ جهندو پنهنجي ڪوشش سان ان کي هلاڪت ڪان بچايو پوءِ ان ڪان فيض حاصل ڪري، حقيقت حاصل ڪيائين. سندس قبر مڪلي ۾ آهي. ڪافي ماڻهو پنهنجي حاجت روائي لاءِ سندس قبر جي زيارت ڪرڻ ايندا آهن. جيڪي بہ مڪلي ۾ زيارتي ايندا آهن، انهن جي زيارت جي ابتدا بہ سندس قبر وٽان شروع ٿيندي آهي ۽ پڄاڻي بہ اتي ٿيندي آهي.

## شيخ ابوبڪر

هيءُ مرد مجاهد ۽ صاحب معرفت هو. مڪلي ٽڪريءَ جي هڪ ڪنڊ ۾ الله تعاليٰ جي ياد ۾ مشغول هوندو هو. جڏهن ميران محمد مهدي جونپوري ٺٽي ۾ آيو ته مڪليءَ جي هڪ مشهور جڳهه تي قيام ڪيائين. پوءِ هي پنهنجي خلوت منجهان نڪري سندس خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ سيد صاحب کان سلوڪ جا سبق ورتائين. سندس بيعت ڪري مريد ٿيو، سندس رهائش اتي ٽڪري (مڪلي) ۾ هئي ۽ سندس مدفن به اتي ئي آهي ۽ مشهور آهي.

## شيخ مغل چاچڪ

هيءُ سنڌ جي اڪابر مشائخ مان هو. وقت جي مشهور بزرگن ۽ پرهيزگارن مان هو. طالبان حق کي ارشاد ۽ تلقين ڪندو هو ۽ روحاني فيض رسائيندو هو. مريدن ۾ آخرت جي محبت اجاگر ڪندو هو.

## شيخ موسيٰ

هيءُ پنهنجي پيءُ (شيخ مغل چاچڪ) جو جانشين ٿيو ۽ هيءُ به پنهنجي وقت جي مشهور بزرگن ۽ پرهيزگارن مان هو. خوش اخلاق ۽ ڏاڍو مهمانواز هوندو هو. مهمانن جي هر طرح خدمت ڪندو هو ۽ حاجتمندن جي حاجت روائي ڪندو هو. سندس قبر ڳوٺ چاچڪ ۾ سيني جي زيارتگاهه آهي.

## قاضي شيخ محمد هروي اُچي قريشي

هيءُ حضرت جعفر بن طيار رضي الله عنه جي اولاد مان هو. علم ۾ اڪمل ۽ فضيلت ۽ بزرگي ۾ اُتم هو. صفويہ جي عهد ۾ هرات کان آيو ۽ نوجوان هو. اُچ ۾ اچي پهتو ۽ ڪجهه وقت اتي ترسيو، جتان ملتان ۽ بکر ۾ آيو ۽ بکر کي پنهنجو وطن بڻايائين. ڪثرتِ شهرت جي بنا تي کيس ”اُچي“ سڏيندا هئا. سنڌ جا دانشمند حضرات سندس معتقد ٿي ويا. ڪافي ماڻهن کانئس علم ۽ فيض حاصل ڪيو.

جڏهن سيد ميران محمد مهدي سنڌ ۾ آيو ۽ مهديت جي دعويٰ ڪيائين ۽ چند غير شرعي ڳالهين تي علماء سنڌ باتفاق سندس قتل جي فتويٰ صادر ڪئي، جنهن تي ڪافي علماء جي تصديق هئي، جيڪا هند جي قاضي صاحب جي اڳيان توثيق لاءِ رکيائون. پاڻ طريقت کان آشنا هو، انهيءَ ڪري ان فتويٰ کي باطل قرار ڏئي چيائين ته مجذوب تي امر ۽ نهي لاڳو نه ٿيندو آهي. سيد اهو ٻڌي کيس دعا ڪئي. ان جي دعا سان کيس ڪامل باطني فيض عطا ٿي ويو ۽ ظاهر ۾ کيس اهو فائدو رسيو، جو سمن جي حڪومت هلي وئي ۽ شاهه بيگ ارغون، قاضي

شڪرالله جي اشاري سان اڳئين قاضيءَ ڪان استعفا وٺي هن کي قاضي مقرر ڪيو. يعني ٺٽي جي قضا جو عهدو هن کي ڏنو ۽ اهو منصب جليل هن وقت تائين سندس اولاد ۾ هلندو ٿو اچي.

## قدوة الاولياء سيد جلال ولد سيد علي انجوي

هيءُ پنهنجي پيءُ ڪان پوءِ سندس بزرگي ۽ هدايت جي مسند تي وينو ۽ صدق و يقين جا دروازا مريدن مٿان کولي ڇڏيائين.

مخدوم نوح هالاڪندي کي ساڻس ڏاڍو خلوص ۽ محبت هئي. مخدوم نوح جڏهن به ٺٽي ۾ ايندو هو ته وٽس منزل ڪندو هو. هڪ ٻئي سان محققانہ مجلسون ڪندا هئا. ڪوهستاني جماعت اڪثر هن جي مريد هئي.

## سيد علي ثاني

هيءُ سيد جلال جو فرزند هو. ننڍپڻ ۾ طلب حق لاءِ نڪتو ۽ درويش آچر جي خدمت ڪيائين، ان ڪان پوءِ حرمين جي زيارت لاءِ ويو ۽ ڪيترن اولياء ڪرام جي صحبت حاصل ڪري ڪانئن فيضياب ٿيو ۽ آخر ۾ حضرت مخدوم نوح رحمة الله عليه جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ حضرت نوح رحمة الله عليه به سندس والد سڳوري جي اخلاص جي ڪري ان ڏانهن متوجہ ٿيو. پاڻ جڏهن به ٺٽي ۾ ايندو هو، ڏانهس فيض جي نظر ڪندو هو. انهيءَ جي فيض سان سلوڪ جون منزلون طي ڪري ڪاميابيءَ جي منزل تي رسيو.

باطني جميعت سان گڏ کيس ظاهري ثروت به حاصل هئي. مڪلي جي مقابر ۾ گنبذ ۽ ٺٽي ۾ جامع مسجد ٺهرايائين. ۽ عرس جي مهيني ۾ پاڻ سڳورن صلى الله عليه وسلم جي عرس مبارڪ جو اهتمام ڪندو هو، جنهن ۾ ٽي چار ڏينهن مجلس سماع ۽ فقراء جو اجتماع ٿيندو هو. ان ۾ ڪڏهن ناغو نہ ڪيو ويندو هو. کيس ڪافي مريد، معتقد ۽ دوست هئا ۽ رسالہ "آداب المريدين" سندس لکيل آهي، جيڪو سالڪان طريقت جو دستور العمل ۽ پڻ يادگار آهي.

سندس نيڪ فرزند جلال ثاني سجاده نشين ٿيو.

## مخدوم جمعہ

هيءُ به ڪامل ولي ۽ پرهيزگار هو. سيد علي ثاني انجوي جو همعصر هو. پاڻ ۾ مجلسون ڪندا هئا. هيءُ سنڌ جي ڪنهن قبيلي سان تعلق رکندڙ هو.

## درويش الہ الدين سومرو[1]

هيءُ به سيد علي ثاني جو همعصر هو. سندن وچ ۾ سنڌي بيتن سان مشائخانہ ڪلام ۽ محققانہ سوال و جواب هلندا رهندا هئا.

---

[1] صحيح نالو علاؤالدين هئڻ گهرجي. الہ الدين جي معنيٰ "دين جو خدا" آهي سو غلط آهي.

## سيد منصور

هيءُ سيد محمد حسين عرف پير مراد جو فرزند هو. پنهنجي پيءُ سگوري جو جانشين ٿيو ۽ ڪيس بزرگيءَ ۾ ڪماليت حاصل هئي. اوصاف ۽ ڪرامات ۾ پنهنجي پيءُ جي مثل هو. پنهنجي زندگيءَ ڪي پنهنجي مريدن جي ارشاد ۽ تربيت لاءِ وقف ڪري ڇڏيو هئائين. سيد علي جو سندس والد جو وڏو ڀاءُ هو، اهو بہ پيري، مريدي ڪي برقرار رکيو پئي آيو ۽ پڻ سيد علي جو اولاد سيد جلال جو خصوصي جانشين ۽ مريدن سان لهہ وچڙ رکندڙ هئا. ڪين سلوڪ جا سبق بہ سيکاريندا رهندا هئا.

سيد منصور جڏهن وفات ڪري ويو تہ سيد احمد سندس جانشين ٿيو، جنهن پنهنجي وڏن جي دستور ڪي قائم رکندي، مريدن ۽ طالبان حق جي تربيت ڪئي. سلوڪ جا سبق سيکاريندو رهيو، حق ۽ يقين سان اوقات بابرڪات ڪي سرانجام ڏيندو رهيو.

ان کان پوءِ سيد محمد طاهر ولد سيد احمد سندس جانشين ٿيو، جنهن بہ پنهنجي وڏن جي دستور ۽ بزرگيءَ ڪي قائم رکيو.

روايت آهي تہ گادي نشينيءَ کان ڪجهہ عرصي بعد هن حرمين شريفين جي زيارت ڪرڻ جو ارادو ڪيو. جيئن تہ سندس پُٽ سيد عبدالرحمٰن صغير هو، انهيءَ ڪري پنهنجي سُهري مير شمس الدين ولد سيد حسين بن سيد منصور ڪي پنهنجو نائب خليفو ڪيائين ۽ اهو شرط رکيائين تہ جيڪڏهن منهنجي عمر پوري ٿي وڃي ۽ منهنجو پُٽ وڏو ٿئي تہ اها مسند منهنجي پٽ کي ڏيندا. قضا سان سيد طاهر اتي گذاري ويو ۽ وري سيد شمس الدين بہ هتي ان کان اڳ فوت ٿي ويو. سيد طاهر جو فرزند سيد عبدالرحمٰن اجا بي سمجهہ هو، انهيءَ ڪري سيد شمس الدين جي پٽ سيد حسين ڪي سندس پيءُ جي جڳهہ تي ويهاريو ويو. پوءِ سيد عبدالرحمٰن ولد سيد محمد طاهر جڏهن وڏو ۽ سمجهدار ٿيو ۽ پنهنجي پيءُ مرحوم جي امانت جو دعويدار ٿيو تہ سادات سگورن محمد حسين جي بزرگي جي ادب جي لحاظ ۾ سندس محروميءَ جي ڊپ کان بہ گادي نشين مقرر ڪيا. اول سيد عبدالرحمٰن ولد سيد محمد طاهرکي مقرر ڪيائون. ٻن سجاده نشينن جي مقرريءَ کان پوءِ سيد علي ڪي ڪابي پاسي ويهاريائون ۽ ٻئي سجاده نشين پنهنجي پنهنجي منصب موجب مريدن ڪي فيض پهچائيندا رهيا ۽ رشد ۽ هدايت مطابق مصروف زندگي گذاريندا رهيا.

## شيخ ابراهيم

هيءُ شيخ ريحان جهنگلي، جنهن جو ذڪر ٿي چڪو آهي، جو پوٽو ۽ پنهنجي وقت جو بزرگ هو.

روايت آهي تہ هڪ پيري سيد علي انجوي جي زيارت لاءِ ويس ويو تہ سندس هٿ ۾ تسبيح هئي. جڏهن سيد صاحب سان مصافحو ڪيائين تہ ڪيس سيد فرمايو تہ اوهين بہ هٿ ۾

تسبيح پيا رکو، يعني اهو طريقو مشائخ جو نہ آهي. چيائين تہ ڏبري ۽ ضعيف گهوڙي کي چابڪ لڳائڻ ضروري آهي. فرمايائين تہ مگر نفس جي شهوار کي زيب نہ ٿو ڏئي.

## شيخ ريڪن

سندس اصل نالو ريحان هو. شيخ ريحان جهنگلي جي اولاد مان هو. سنڌ جي نامور مشائخ مان هو. صاحب آيات ۽ صاحب ڪرامات هو. تعلقي چاڪر هالا ۾ مدفون آهي. سندس قبر خلق الله جي زيارتگاهہ آهي.

## مخدوم يعقوب پليجو

هيءُ پنهنجي وقت جو عارف ۽ ستيار پرڳڻي جي ناري ڳوٺ جو رهندڙ هو. چون ٿا تہ ڪنهن سائل اچي ڪانئس ڪجهہ گهريو چيائينس تہ جهنگ ۾ وڃ ۽ منهنجي غلام کان هڪ مينهن وٺ. غلام پيغام ٻڌي ڪيس اهڙي سني مينهن ڏني، جيڪا روزانو تمام گهڻو کير ڏيندي هئي. مخدوم اها ڳالهہ ٻڌي غلام کي چيو تہ جنهن صورت ۾ منهنجي پڇڻ ڪانسواءِ منهنجي هڪ بهترين مينهن ڏئي ڇڏي آهي، تنهنڪري توکي آزاد ڪيم ۽ جڏهن سندس گهر واري اها ڳالهہ ٻڌي تہ ڪيس چيائين تہ جڏهن اهڙي هڪ عمل تي تو غلام کي آزاد ڪيو آهي تہ تڏهن منهنجا بہ حقوق جيڪي تنهنجي ذمي آهن، سي مون بہ توکي بخشي ڇڏيا.

نقل آهي تہ هو هڪ ڏينهن پنهنجي هڪ جماعت سان گڏجي منگن جي پوک ۾ ويو. ڪجهہ پچائڻ لاءِ ٺڪر جي ننڍڙي سوراخدار ڪُنيءَ ڪانسواءِ ٻيو ڪوبہ برتن نہ هو. هن انهيءَ کي چاڙهڻ جو حڪم ڏنو. خادمن انهيءَ کي چلهہ تي پاسيرو ڪري رکيو تہ جيئن انهيءَ جي سوراخ مان پاڻي نہ هارجي. فرمايائين تہ سڌو ڪري رکو ڇو تہ ماڻهو تمام گهڻا آهن. ڪاڌو تيار ڪرڻو آهي. الله جي قدرت سان انهيءَ ۾ ايترو تہ ڪاڌو پڪو جو ساري جماعت کائي ڍءُ ڪيو. ڪاڌي کائڻ لاءِ چيائين تہ هرهڪ ڪوڏر ڪٽي، انهيءَ ڪُنيءَ کي هٿي پر ڪُنو ڪنهن کان بہ نہ پڳو.

چون ٿا تہ هڪ هندوءَ پنهنجي نياڻيءَ جي شادي واسطي پنهنجي مائٽن کان اڌ خرار ساريون وني هڪ سوالي ڊڳي تي ڳوٺ ڏانهن ڪنيو تي ويو. اتفاق سان جڏهن درياء تان لنگهي رهيو هو تہ ڊڳو بار سميت وڃي پاڻيءَ ۾ ڪريو ۽ گم ٿي ويو. هيءُ معرفت جي درياءَ جو ٿوہ (مخدوم) پڻ اچي اتان لنگهيو ۽ هندوءَ کي ڊڳي جي ٻڏڻ جي غم ۾ بيقرار ڏسي، چيائينس تہ وڃ فلاڻيءَ جاءِ تي ٽبي هڻ، اتي توکي هڪ ڪچهري ڏسڻ ۾ ايندي. انهن کي منهنجو پيغام رسائج. پوءِ گم ٿيل شيءِ توکي ملندي. هندو چوڻ موجب ٽبي هنئي، ڏٺائين تہ هڪ وڏي جماعت ويني آهي ۽ انهن ۾ هڪ شخص تخت تي وينو آهي. مخدوم صاحب جو پيغام ٻڌي، بار سوڌو ڊڳو سندس حوالي ڪري ڇڏيائون. پوءِ هندو جيئن ئي مٿو ٻاهر ڪڍيو تہ پاڻ کي ڊڳي ۽ بار سميت خشڪيءَ تي ڏٺائين.

مشهور آهي تہ انهيءَ هندوءَ کي وري ڪڏهن بہ ڪنهن شيءِ جي ضرورت پيش نہ آئي ۽ ڪافي مال جمع ڪيائين. مخدوم صاحب شاهہ حسين ارغون جو همعصر هو.

## شيخ حافظ الله گجراتي

هيءُ قادري ۽ حسني هو. حضرت غوث صمدانيءَ جي اولاد مان هو. پنهنجي وقت جو اجل عارف ۽ مشهور مشائخن مان هو. سندس مريدن مان خليفو ابوالبرڪات ۽ شيخ يعقوب ٺٽي ۾ آيا، جن جو ذڪر اڳي چڪو آهي.

## شيخ اسمٰعيل حالي اُچي

هيءُ صاحب ڪمال ۽ صاحب حال هو. شاهه ارغون جو همعصر هو.

## قاضي ابوالخير ۽ قاضي عبدالرحمٰن اُچي

هيءُ ٻئي بزرگ صاحب عرفان ۽ ڪمال هئا. شيخ اسماعيل جا همعصر هئا.

## سيد خواجه مسڪين مودودي

هيءُ سيت پور جو رهاڪو هو. پنهنجي وقت جو وڏو بزرگ صاحب ڪرامت ۽ عارف بالله هو. سلطان محمود خان بکر جو همعصر هو.

## درويش صالح

هيءُ ڪڪرالہ جو رهندڙ هو. اهل الله ۽ عارفن جي زمري ۾ شامل هو. ڏهين صدي هجريءَ ۾ گذاري ويو.

## مخدوم صدرالدين راهوتي

هيءُ هالا ڪندي جي ڳوٺن مان هڪ ڳوٺ چاٽي ۾ رهندڙ هو. هميشہ واعظ ۽ نصيحت ۾ گذاريندو هو. سندس وعظ ۾ ڪافي اثر هوندو هو. گودڙي پهريندو هو. وڏو مقام رکندڙ هو، صاحب ڪمال هو. سندس اوصاف من موهيندڙ هئا.

## مخدوم مراد

هيءُ مخدوم صدرالدين جو فرزند هو. اڪابر علماء ۽ متقين ۾ شمار ٿيندو هو. درويش حسن مقري جو صحبت يافتہ هو.

## قاضي منوّر

هيءُ مخدوم جو فرزند هو. هڪ ڏينهن هي ريشمي لباس پهريو رستو وٺيو ٿي ويو تہ رستي ۾ شاهه عبدالڪريم (بلڙي واري) عليه الرحمة کيس ڏسي چيو تہ تنهنجو ڏاڏو تہ چٽين

لڳل ٽوپيءَ کان سواءِ نہ پھريندو ھو. توڪي ھيءَ ڪنھن کان ورثي ۾ مليو آھي. ايتري چوڻ تي متس ڏاڍو اثر ٿيو ۽ وجي سلوڪ وارن ۾ شامل ٿيو.

## درويش حسن مقري

ھيءُ اصل واڍو ھو، ليڪن دل جي قرھيءَ کي رندو ھڻي صاف ۽ لسو ڪري سينگاريو ھئائين.

چون ٿا تہ ڪيس ھڪ طھارت خانو ھوندو ھو. جڏھن بہ ان ۾ وضو ڪرڻ ويندو ھو تہ بي خود ٿي ويندو ھو، ھڪ ڏينھن سندس ھڪ واڍو مائٽ ان جي ملاقات ڪرڻ لاءِ وٽس ويو. اتفاقاً ان وقت درويش طھارت خاني ۾ ويل ھو، ھن اندر وجي ڏٺو تہ درويش ٽڪرا ٽڪرا ٿيو پيو ھو. ھيءُ دھشت کان ٻاھر نڪري آيو.

چون ٿا تہ ھڪ ڏينھن ٻپھريءَ جي وقت ڪؤنرو ھٿ ۾ ڪٺي وضو ڪرڻ وينو ۽ ھٿن تي پاڻي ھارڻ ٿي گھريائين تہ ھوڏانھن مؤذن اذان شروع ڪئي تہ درويش بيخود ٿي ويو. باقي ڏينھن ۽ رات ۽ ٻئي ڏينھن جي ٻپھري تائين بيھوش پيل ھو. ڪنھن کي ڪيس ھوش ۾ آڻڻ جي طاقت نہ ٿي. ٻئي ڏينھن جڏھن مؤذن ساڳي وقت اذان ڏيڻ شروع ڪئي تڏھن ھوش ۾ اچي پڇيائين تہ اجا مؤذن پنھنجي اذان ختم نہ ڪئي آھي.

ھڪ ڏينھن مخدوم مراد سندس زيارت لاءِ آيو. پنھنجي سواري وارو ڍڳو، ٻاھر ٻڌي ھن جي حاضريءَ ۾ آيو، خادمن ڪيس ٻڌايو تہ ھو ستن ڏينھن کان وني وضو خاني ۾ ويل آھي، اھو ٻڌي حيران ٿي ويو ۽ ايتري ۾ درويش بہ ٻاھر نڪري آيو. مخدوم ڪيس چيو تہ ست ڏينھن الله جا فرض وڃايا اٿئي. فرمايائينس تہ تون پنھنجي ڍڳي جي وجي خبر لھہ. ھن ڳالھہ ۾ چو پيو آھين؟ اتفاق سان مخدوم جو ڍڳو بہ غائب ٿي ويو ھو. ڏاڍي ڳولھا کان پوءِ ڍڳو لھي ھليو ويو ۽ وري ڪڏھن بہ درويش تي اعتراض نہ ڪيائين.

## مخدوم بلال پھتي

ھيءُ وڏو عارف ۽ واصل بالله ھو. ظاھري علمن ۾ بہ وڏو شان رکندڙ ھو.

چون ٿا تہ رات جو ھڪ ڪوناريءَ ۾ ويھي ذڪر الٰھي شروع ڪندو ھو. جڏھن وجد متس غلبو ڪندو ھو تہ ڪوناري وارو پاڻي گردش ڪندو ھو. جڏھن صبح جو ھو ٻاھر نڪري ايندو ھو تہ بہ پاڻيءَ جوش ۽ گردش ۾ ساڳي طرح ھوندو ھو، جيستائين درياء ۾ نہ ان کي ھاريندا ھئا، تيستائين بس نہ ڪندو ھو.

ھڪ ڏينھن مخدوم لعل شھباز جي زيارت لاءِ ٻيڙيءَ ۾ روانو ٿيو، ھوڏانھن ٻيڙي ھلائيندي ميربحر گارگند ۽ بڪواس ۾ مشغول ٿي ويو. مخدوم صاحب ان کان پريشان ٿي بس ڪرائڻ لاءِ پنھنجي مٿي کان ٽوپي لاھي، ان مير بحر جي مٿي تي رکي تہ گارين جي جاءِ تي قال

الله تعاليٰ ۽ قال الرسول ﷺ ۾ مشغول ٿي ويو. پوءِ لهڻ وقت جڏهن انهيءَ ملاح جي مٿي تان پنهنجي ٽوپي لاٿائين ته وري بڪواس ۾ سندس زبان شروع ٿي وئي.

## سيد حيدر سنائي

هيءَ سن ڳوٺ جو رهندڙ هو، ٻارهن سالن جي ڄمار ۾ مولانا عمر ۽ مخدوم بلال جي خدمت ۾ حاضر ٿي، ڪشف ۽ شهود جو ڄاڻو ٿي ويو. سندس ڪرامتن منجهان هڪ ڪرامت هيءَ آهي ته هڪ ڏينهن ماڻهن جي انبوه ۾ ويٺو هو. سيني ماڻهن ڏانهن نهاريندي چيائين ته مون کي الله تعاليٰ ڏانهن ماڻهن کي پهچائڻ جا ايترا ته رستا آهن جو هڪ کي ٻئي جي خبر نه رسندي.

## درويش چرڪس

هيءَ ڏنو سرڪيءَ جو پٽ هو. ونگو جو رهاڪو هو. دين جو شائق ۽ طريقت جي راهه جو سالڪ هو. تحقيق جي ميدان ۾ توفيق جو گهوڙو سڀ کان اڳ ڪڍي ويو هو. اڪثر درويش سندس ئي نظر سان ملاحظ ڪندا هئا. هڪ ڏينهن مخدوم بلال جي خدمت ۾ حاضر ٿي ڪائنس پڇيائين ته فرض جي ادب جو رتبو وڌو آهي يا رعايت؟ مخدوم وراڻيو ته (فرض جي ادب کي ترجيح آهي). ظاهر ۾ هيءُ جواب سندس مرضي مطابق نه هو. هن جي وڃڻ کان پوءِ مخدوم جي دل جي ڦرهيءَ تان سندس سڀ علمَ ميسارجي ويا. پوءِ عاجز ۽ پريشان ٿي ڪائنس معافي ورتائين. پوءِ درويش جي فيض واري نظر سان وري سڀ ڪجهه واپس آيو.

هڪ ڏينهن ڪنهن شخص جي ڳئون گم ٿي وئي. اهو شيخ چرڪس جي خدمت ۾ دعا گهرائڻ لاءِ آيو. (شيخ چرڪس چيو ته) اي خداوندا! جيڪڏهن تنهنجي درگاهه ۾ اها ڳالهه سچي آهي ته جيڪو بي سنّت دعا طلب ڪندو سو مراد تي نه رسندو ته پوءِ ڳئون کي پيدا ڪر. پوءِ هڪدم گم ٿيل ڳئون موٽي آئي.

## مير سيّد ڪلان

هيءُ ڪربلا معليٰ جي عظيم القدر سادات مان هو. انهيءَ مبارڪ سرزمين کان نڪرڻ بعد ڦيريائين قنڌار ۾ آيو ۽ سنڌ فتح ٿيڻ کان پوءِ سنڌ ۾ آيو. سيوستان (سيوهڻ) جي پسگردائي ۾ اچي رهيو. گهڻو وقت مخدوم لعل شهباز جي مزار پر انوار تي گذاريندو هو. زهد ۽ تقويٰ ۾ بينظير ۽ سلوڪ ۾ وقت جو نامور ۽ ڪامل بزرگ هو.

مير معصوم بکري سندس اولاد مان هو.

## قاضي عبدالله

هيءُ قاضي ابراهيم دربيليءَ جو فرزند هو. فضائل سلوڪ جا سبق مخدوم عثمان عبدالعزيز ابهري کان سکيائين، تقويٰ ۽ پرهيزگاريءَ ۾ ڪامل ۽ اڪمل هو. ڄام نظام الدين

جي زماني ۾ رهيو ۽ صاحب باطن بہ هو. شاهه بيگ جي فتح ڪان پوءِ دربيلي کي ڇڏي باغبان ۾ هليو ويو ۽ سن 934ھ ۾ گجرات هليو ويو ۽ اتان مدينه پاڪ ۾ وڃي سڪونت اختيار ڪيائين ۽ اتي ئي گذاري ويو.

سندس فرزند شيخ رحمت الله جيڪو ڪماليت جي درجي کي پهتل هو، سو سندس قائم مقام ٿيو.

## شيخ خضر

هيءُ شيخ موسيٰ جو پوٽو هو، شيخ موسيٰ جو مٿي ذڪر آيل آهي. ڏهين صدي هجري ۾ سير ۽ سفر ڪندو، سنڌ ۾ آيو. اتان ناگور شهر ۾ اچي پهتو ۽ شيخ يحيٰ اُچي جو مريد ٿيو، خلافت مخدوم جهانيان، شيخ عبدالرزاق قادري ۽ شيخ يوسف سنڌي ڪان ورتائين پوءِ سير ڪندو، وري بہ سنڌ ۾ اچي رهيو.

سن 911ھ ۾ شيخ مبارڪ ڪانئس وجود ۾ آيو. جنهن جو ذڪر مٿي اچي چڪو آهي.

## شيخ زين الدين محمّد دائود

هيءُ ايوب بن دائود، قريشي قادريءَ جو فرزند هو. شيخ اسحاق بن سلطان بهلول قادريءَ جو مريد هو. ڳوٺ اگهم ۾ آسوده حال آهي. حضرت موصوف جي نامور خليفن مان پير فيض بخش صغير ۽ ڪبير بہ هو. مخدوم نوح ۽ سيد علي شيرازي جو همعصر هو.

## شاهہ ديوانہ هالاڪندي

هيءُ برگزيده مشائخ مان هو. سندس قبر مخدوم عربيءَ جي قبر جي پرسان آهي.

## درويش قاسم

سندس هنر ۽ ڏنڊو ڪپڙو اُٽڻ هو، مگر سندس ذات حقيقت جي تاجي پيٽي ۽ فنا و بقا ڪان واقف ٿي ۽ الله تعاليٰ جي ذات ۾ محو ٿي وئي. مخدوم نوح ﷫ جو مريد هو.

## سقائي چغتائي

هيءُ تارڪ دنيا ۽ مسڪين حال هو. آخري عمر ۾ نامناسب حالات سبب سرانديپ ڏانهن روانو ٿيو ۽ رستي ۾ ئي فوت ٿي ويو.

سندس سفر جي هڪ ساٿيءَ ڪان روايت آهي تہ سندس وفات ڪان پوءِ ان جي جنازي تي هڪ شخص اچي حاضر ٿيو ۽ ٻڌائين تہ ٽن راتين ڪان پاڻ سڳورن ﷺ جن خواب ۾ مون کي فرمائين ٿا تہ فلاڻي منزل ۾ منهنجو دوست فوت ٿي چڪو آهي. پاڻ وڃي سندس جنازي تي

حاضر ٿيءِ. پوءِ هو جنازي نماز پڙهائي غائب ٿي ويو. ترڪي ۽ فارسيءَ زبان ۾ سندس ڪافي شعر آهن.

## مخدوم نجيم

هيءُ ريل جي علائقي جي بزرگن جو پيشوا هو. خلق جي هڪ وڏي جماعت جو رهنما هو. مخدوم نوح ﷫ جو همعصر هو.

## درويش قطب

هيءُ عجيب حالات جو صاحب هو. هڪ ڏينهن بوبڪ ۾ ويو. طالب العلم ڪانئس پڇيو ته ڪنهن جو مريد آهين، چيائين ته خدا جو مريد آهيان. اتي ماڻهن جو هڪ هجوم اچي ڪٺو ٿيو ۽ ارادو ڪيائين ته کيس مخدوم جعفر وٽ وٺي وڃي، تعذير ڏيارجي. وري چيائين ته بلڪ خدا منهنجو مريد آهي، ان تي ته ڪين وڏيڪ ڪاوڙ لڳي، پوءِ گهلي کيس مخدوم وٽ وٺي آيا. مخدوم ڪانئس پڇيو ته چيائين هائو! خدا مريد انهيءَ ڪري آهي ته هو اسان جي حق ۾ جيڪو به ارادو فرمائيندو آهي، اهو هر حالت ۾ وجود ۾ ايندو آهي. اول اسان جي پيدا ڪرڻ ۾ ارادو هئس. ان ۾ اسان جي ارادي جي ڪابه قدرت ڪونه هئي ۽ جو ڪجهه ڪري ٿو ته اهوئي ڪري ٿو. ۽ ظاهر ۾ آءٌ مخدوم نوح ﷫ جو مريد آهيان.

هڪ دانشمند شخص کيس چيو ته ڇو انهيءَ جي بجاءِ هيءُ ڇو نٿو چوين ته الله تبارڪ و تعاليٰ اسان جو دوست آهي ۽ خدا عزوجل اسان سان محبت ڪري ٿو.

چيائين ته ڇا تو نه ٻڌو آهي ته هڪ بادشاهه هزارين سهڻين خوبصورت ڪنيزن جو مالڪ هو. ان هوندي به هڪ پنگياڻي کي جيڪا گند جي ٽوڪري کڻي پئي آئي، ان کي ڏسي، مٿس فريفته ٿي پيو ان ۾ ڪهڙي خوبي ڏٺي هئائين.

## لدو بهار

هيءُ مخدوم نوح ﷫ جو تربيت يافته ۽ حقيقت جي منزل تي پهچي گذاري ويو.

## ميان عبدالرشيد بصير

هيءُ به مخدوم نوح ﷫ جو مريد هو. نابين هو. کيس ظاهري اکين جي بينائي ته ڪونه هئي، مگر باطني ۽ سلوڪ جي بصارت سان آراسته هو. فقيري جي راهه ۾ فنا هو.

## مخدوم صابو سومرو

هيءُ مخدوم نوح ﷫ جي دوستن مان هو. هٽڙيءَ جو رهندڙ هو. ظاهري ۽ باطني علمن جو عالم هو.

## مولانا ضياءالدين

هيءُ مخدوم صدرالدين جو ٻيو نمبر فرزند هو. علمي ۽ باطني فضائل تي حاوي هو.

## شيخ عبداللطيف

هيءُ برگزيده عالم ۽ ڪامل متقي هو. مولانا مخدوم ضياءالدين جو همعصر ۽ قريبي هو.

## درويش باده

هيءُ مخدوم نوح ﷫ جو مريد هو. صاحب ڪمال ۽ عرفان هو.

## سلطان ڪهمر

هيءُ مخدوم نوح ﷫جي مريدن مان هو. فقيريءَ ۽ مالڪ جي رضا تي راضي رهڻ وارو هو. سندس مقبرو ڳوٺ آڪر ۾ مشهور آهي ۽ سندس فقرآءِ اتي اچي گڏ ٿيندا آهن.

## مِنو فقير

هيءُ بہ مخدوم نوح عليه الرحمة جي مريدن مان هو. صاحب ڪمال و فقر هو. مخدوم صاحب ڪان پوءِ جامع فرخ نَئي ۾ گهڻو وقت گذاريائين.

سندس چوڻ آهي تہ جڏهن منهنجو متو بلندي ڏانهن مائل تو ٿئي تہ تڏهن مُنو تو ٿيان، يعني مصيبت زده تو ٿيان ۽ جڏهن خوديءَ جو خيال ڏاري پنهنجو متو متي تو ڪٽان تہ مَنو يعني ڪوڙو تو ٿيان، پر جيڪڏهن پنهنجي نفس کي ماري جهڪائي، پنهنجو متو نياز نوڙت سان هيٺ جهڪايان ٿو تہ مون کي مِنو سڏين ٿا ۽ مِنو ٿيان ٿو.

سندس مدفن مڪليءَ ۾ مشهور آهي.

## مخدوم اسحاق

هيءُ گجرات ڪان اچي ڪوٺ ۾ رهيو. مخدوم اسماعيل جو مريد هو. علم ظاهري ۽ باطني جي ڪماليت کي پهتل هو. علم جي طلب ۾ ئي گذاري ويو. سندس فرزند ميان احمد ڪتابيءَ جو تذڪرو ايندڙ معيار ۾ ايندو.

## سيّد احمد جعفر

هن ڪان مراد احمد بن جعفر آهي. چو تہ جڏهن سيد جعفر گجرات ۾ پنهنجي فرزند احمد کي پنهنجي مريدن واري جماعت ۾ ڇڏي، پاڻ نَئي وڃڻ جو ارادو ڪيو ۽ سندس خادمن کي هن جي وڇوڙي جو صدمو رسيو تہ ڪين چيائين تہ مون کي اتي رهڻ جو حڪم ٿيو آهي. اوهان وٽ احمد جعفر رهندو جيئن تہ ولي جي زبان مان اهو نالو جاري ٿي ويو ان ڪان پوءِ اهو نالو احمد جعفر گڏجي ويو. اڄ ڄاڻ وري ائين سمجهن ٿا تہ اهي بہ نالا آهن.

هڪ دفعي سيد احمد، جنهن پنهنجي والد سڳوري کان فيض حاصل ڪيو هو. وقت جي مشائخ جون زيارتون ڪيون هيون ۽ علائقي جي معروف اولياء سان ملاقاتون ڪيون هيون. پنهنجي پيءُ کان هڪ واقعو ٻڌائين ته انهيءَ ڏينهن ڪي مشائخ جي جماعت جي عرس لاءِ مقرر ڪري ڇڏيائين.

چون ٿا ته هڪ ڏينهن سيد احمد جعفر اهو ارادو ڪيو ته اڄ مشائخ جي عرس جي مجلس ڪوٺائي وڃي ۽ ان ۾ بعض موجوده مشائخ کي به مدعو ڪيو وڃي ته جيئن مجلس آراسته ٿئي ۽ مخلوق ۾ مشائخ جي ڄاڻ ۽ قدرداني ٿئي ۽ ڪي ٻيا به مشائخ جا مريد هن نئين سلسلي سان منسلڪ ٿين. پوءِ شهر جي حاڪم هڪ فرمان جاري ڪيو ۽ جنهن ۾ اهو اشارو ڪيائين ته عرس جي مجلس جي روشنائي لاءِ تيل هرگز نه ڏنو وڃي ۽ ڪنهن خادم کي تيل مهيا نه ڪيو وڃي. پوءِ سيد موصوف جا خادم سارو شهر گهمي ڦري آيا، مگر چراغ لاءِ تيل جو هڪ قطرو به ڪين نه مليو. سيد ٻڌو ته فرمايائين ڏيئن کي پاڻيءَ سان پري ٻاريو وڃي. اميد آهي ته سچ ۽ چنڊ وانگر ڏيئا به روشني ڪندا. فقرآئن ڏيئن کي پاڻي سان پري ٻاريو ته تيل جي خاصيت پاڻيءَ ۾ پيدا ٿي پئي.

چون ٿا ته سيد جي ڪرامت سبب ائين ٿيو جو پاڻي، تيل کان وڌيڪ روشني ڪرڻ لڳو. جيئن ته خاندان جي چراغ کي وسائڻ گهريائون ٿي پر ڪرامت جي شمع جي روشني سان ان جي ارادتمندي کي زنده رکيو ويو.

ان وقت کان پوءِ هر سال انهيءَ مجموعي کي سندس اولاد، مشائخ وانگر قائم رکيو پيو اچي. سيد احمد جعفر جي اولاد انهيءَ هنڌ آهي ۽ ان ۾ ڪيترائي نامور بزرگ ٿي گذريا آهن.

## سيد محمّد هاشم رضوي

هيءُ رضوي سادات مان هو. اول ديهه نصرپور ۾ وينل هو. انهيءَ جڳهه تي برگزيده مشائخ ۽ ڪامل اولياء ٿي گذريا آهن ۽ پڪي روايت آهي ته اٽڪل پنجاهه سال اڳ سيلاب اچڻ سبب ان جاءِ کان ٻين سيني سادات جي نعشن سان گڏ جيڪي اتي مدفون هئا، اتي سندس نعش کي به منتقل ڪيوويو. ماڻهن جي هڪ جماعت ٻڌايو ته 220 سال انهن جي فوت ٿيڻ کي گذري چڪا آهن. پر سندس نعش کي بلڪل صحيح سالم ڪڍيو ويو. ميت جي ڪنهن به عضوي کي ڪوبه نقصان ڪونه رسيو هو. هڪ تازو انگورن جو ڇڳو ۽ ان سان گڏ چند نبات جا داڻا سندس ساڄي پاسي کان رکيل هئا، جن کي مريدن پاڻ ۾ ورهائي کاڌو ۽ انهن انگورن ۽ نباتن ۾ هاڻوڪي انگور ۽ نباتن کان وڌيڪ ميناج ۽ لذت هئي.

## مخدوم شيخ عبدالقادر

سندس لقب عبدالقادر ثاني هو. دارالشڪوه سفينة الاولياء ۾ شيخ عبدالحق دهلوي جي حوالي سان لکيو آهي، ته شيخ موصوف اخبار الاخيار ۾ ڄاڻايو آهي ته شيخ عبدالقادر ثاني،

حضرت غوث الثقلين قدس سره جن جي ولايت جو حقيقي وارث آهي. سندس اولاد ۾ ولايت، عزت ۽ شرافت ۽ حسب جو خلف اهوئي آهي. سندس مدفن سندس والد سڳوري جي گنبذ ۾ ئي آهي.

## سيد محمد حسين قادري

هيءُ حضرت سيد الاولياء غوث الثقلين شيخ سيد عبدالقادر جيلاني جن جي اولاد مان هو.

هي صاحب ڪرامات و آثار مشائخ مان هو. شاهه بيگ سان گڏجي آيو ۽ ٺٽي ۾ رهائش اختيار ڪيائين. مخلوق جو رجحان ڏانهس ٿيو ۽ هڪ ڪثير جماعت سندس مريدي اختيار ڪئي. ڪيترائي پير، خليفا سندس معتقد ٿيا. سندس نسب مان چند پيڙهيون وجود ۾ آيون، آخر سندس اولاد مان خواجه شهاب الدين کان سواءِ ٻيو ڪوبہ نہ رهيو.

## سيّد عبدالله

هيءُ شاهه حافظ الله گجراتي جي سوٽاڻ مان هو. غوث الثقلين قدس سره جي اولاد مان هو.

سيد شڪرالله شيرازيءَ جي دوستن ۽ رفيقن مان هو. اڪثر وقت مڪليءَ ۾ جتي هينئر مدفون آهي. خلق الله کان پوشيده الله تعاليٰ جي ياد ۾ گذاريندو هو. سندس قبر عدم تعارف سبب اڻ ڄاتل زقوم (ٿوهر) جي ڪن وڻن جي هيٺان ٻڏائي پئي وڃي.

چون ٿا تہ: مخدوم نوح جڏهن بہ ڪنهن سواريءَ تي مڪليءَ جي زيارت لاءِ ايندو هو تہ سواريءَ تان لهي مڪليءَ جي زيارت پيادل ڪندو هو. سيد منجهن شاهه جي قبر جي زيارت ڪري وري سيد عبدالله جي زيارت لاءِ اتي ويجهو زقوم جي وڻن ڏانهن منهن ڪري بيهي فاتحہ پڙهندو هو.

هڪ ڏينهن مخدوم صاحب سان گڏ زيارت ڪرڻ وقت سيد علي انجوي بہ هو. مخدوم صاحب انهيءَ جڳهہ تي فاتحہ پڙهڻ لڳو، جتي قبر ڪونہ هئي، چيائينس تہ زقوم جي وڻ کان سواءِ ٻيو تہ ڪوبہ نشان ڪونہ آهي. ڪنهن تي فاتحہ اوهان پڙهي؟ فرمايائينس تہ هن جاءِ تي بزرگ آهي.

شيخ يعقوب ۽ خليفہ ابوالبرڪات ٻئي شاهه حافظ الله گجراتي جي طرفان قبر جي ظهور ۽ زيارت لاءِ اچي پهتا. زقوم جي وڻن کي صاف ڪري زمين ڪڍيائون ۽ قبر جا نشان ڏنائون. سيد علي پٽر ڍوئيندو تي آيو ۽ شيخ يعقوب ۽ خليفہ ابوالبرڪات قبر ناهيندا تي ويا. ان کان پوءِ سندس قبر جي زيارت لاءِ ڪيترائي ارادتمند، حصول فيض لاءِ ۽ حاجات برائي مشڪلات آساني دائمي ايندا رهيا ۽ ايندا رهن ٿا.

مڪليءَ ۾ سندس درگاهہ مستند آهي، جو تہ هڪ برگزيده بزرگ کان ٻڌو ويو، اهو فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن جي مجلس ۾ ڪيس سندن ويجهو ڏنو ويو آهي. التماس ڪرڻ بعد پاڻ فرمايائون تہ هيءَ اسان جو اصحابي آهي. انهيءَ ڪري عوام جي زبان تي سيد عبدالله اصحابي نالو جاري ٿي ويو. هن وقت سندس قبر انهيءَ ئي نالي ۽ نشان سان مشهور آهي.

## سيد ڪمال ۽ سيد جمال حسيني شيرازي

اهي ٻيئي ڀائر جلال ۽ جمال جو مظهر هئا. معالم شهود جا واقف ۽ سرمدي شيرازي هئا. سيد شڪرالله شيرازيءَ جي رفاقت ۾ ٺٽي ۾ آيا.

سيد ڪمال ٺٽي ۾ معرفت ۽ ارشاد جي شمع روشن ڪئي. جڏهن فوت ٿي ويو تڏهن سندس رهڻ واري گهر ۾ ئي دفن ڪيو ويو. سيد جمال بہ پنهنجي زندگي خاص عرفان لاءِ وقف ڪري ڇڏي هئي. هيءَ سيد شڪرالله جي قبر جي اُترين طرف کان ٿوري مفاصلي تي مدفون آهي. سيد محمد يوسف جو ڀاءُ سيد عبدالرزاق بہ ان جي پرسان مدفون آهي.

## سيد منبہ

سيد شڪرالله جي رفيقن مان هيءَ سندس چوٿون رفيق هو. گودڙي پوش فقير هو. حسيني زاده هو. صاحب سلوڪ هو. معالم شهود رباني کان واقف هو. حضرت غوث الثقلين جي اولاد مان هو. سيد قاضي شڪر الله تمام محبت ۽ اخلاص سبب ان جي ئي قريب محلي ۾ رهائش اختيار ڪئي هئي ۽ هڪ پوڙهي خادمہ جي گهر ۾ ساري عمر گذاريائين ۽ اتي ئي فوت ٿي ويو. سندس قبر خلق جي زيارت جي جاءِ آهي.

سندس پيرانديءَ ۾ ماءُ ۽ پٽ جون بہ قبرون آهن. انهن مريدن جون قبرون بہ اتي آهن جن جي گهر ۾ هي رهندو هو.

## درس وريو

ولد لاڪو، لاڪو ريل جي درويشن ۽ مشائخ مان هو. درس وريو هن طرف آيو. هن ۽ سيد علي جي وچ ۾ مهاڻن جي تلاءَ تي مڇي جي منڊي بابت سوال ۽ جواب هلندو هو. سيد جو اهو چوڻ هوندو هو تہ نہ ڪائڻ گهرجي. هي ابتدا ۾ الله جي مخلوق ۾ مشهور ٿيو ۽ سندس بزرگيءَ جي شان جي هاڪ پئجي وئي .

نالہ سونہ ڳوٺ جي قريب مدفون آهي. سندس متولي ان جي اولاد مان نہ، پر هم درسي ۽ فقير آهن. ڪوهستاني ماڻهو سندس ڏاڍا معتقد آهن. هر مهيني ۾ گڏ ٿي حاضري ڀريندا آهن.

## درويش آچر

اصل ۾ هيءَ پوڳڙي هو، پر پاڻ کي پڳڙو ڪري ڇڏيو هئائين ۽ فقيريءَ جي دولت جي طلب ۾ ريگستان ۾ پاڻ کي پيجي ڇڏيو هئائين.

چون ٿا تہ ابتدائي طلب ۾ هڪ ڏينهن پنهنجي دڪان ۾ ستو پيو هو تہ سيد علي سندس پيرن کي زور ڏيڻ ۾ مشغول ٿي ويو. سيد حليم انهيءَ رستي تان لنگهيو ۽ ٻنهي کي سجاڻي چيائين تہ هُتي هو نمونو ۽ هِتي هيءَ روش. درويش آچر، پنهنجي مُنهن تان چادر پري ڪري چيو تہ اهي گهڻا آهن ۽ هو گهٽڻ ۾ تورا ۽ هي تورن ۾ بہ تورا آهن. پوءِ سيد حليم هليو ويو ۽ سيد علي درويش (آچر) کان معنيٰ پڇي تہ درويش چيو تہ سيد حليم منهنجي خدمت ڪندي توڪي ڏنو تہ چيائين تہ هتي هن جي ناني جي اولاد ڪيڏو نہ نياز ۽ نوڙت ۽ ادب سان آباد آهي. وري تون هِتي سندن اولاد کان پنهنجي خدمت پيو وٺين! مون ڪيس جواب ۾ چيو تہ هڪڙو ٽولو اهڙو آهي جو ٻين کان پنهنجو نفعو گهڻو گهرندو آهي، اهڙا ماڻهو گهڻا آهن ۽ وري هڪڙو ٽولو اهڙو آهي جو ٻين جو فائدو پاڻ کان وڌيڪ چاهيندو آهي. اهڙا ماڻهو گهٽڻ ۾ تورا آهن. پر ڪي ماڻهو اهڙا آهن جو پاڻ کي نقصان بہ رسائي ٻين کي فائدو پهچائيندا آهن، اهڙا ماڻهو تورن ۾ تورا آهن.

روايت آهي تہ شهر جي سيدن هن درويش کي شهر بدر ڪري ڇڏيو، جو تہ کين ناگوار لڳو تہ بزرگن جي اولاد کي پاڻ ڏانهن رجوع پئي ڪيو ۽ ڪائنن خدمت پئي ورتائين. چيو وڃي ٿو تہ سيد علي کيس ڳولهي لڌو. پوءِ سيد عليءَ کي ساري امانت سپرد ڪري فوت ٿي ويو.

## درس دائود

هيءُ پنهنجي وقت جو باڪمال بزرگ ۽ صاحب ڪرامت هو. ڪولاب ڍنڍ تي مدفون آهي. انهيءَ وقت جي رسم موجب پاڻيءَ ۾ راند ڪيڏندي جنهن کي بہ وٺي سوگهو ڪندا هئا تہ راند ۾ ان تي آڳ اچي ويندي هئي. اتفاقاً درويش تي اڳ اچي وئي سيني درويش جي ڪِد پيا پوءِ جنهن کي بہ ورتائين ٿي ان کي پاڻيءَ ۾ غوطہ ڏيئي، حقيقت جي بحر کان ڪيس واقف بڻائي ڇڏي ڏنائين، ۽ اهو واصل بالله ٿي رهيو هو.

## سيد حليم

هيءُ حسني سادات مان هو. درويش ۽ فقر ۽ فنا جو صاحب هو. خلق جي فيض جو سرچشمو هو.

جڏهن مدفن جي جڳهہ جي انتخاب ڪرڻ جو مسئلو آيو تہ سندس قبر کي درس دائود جي مدفن جي پرسان پسند نہ ڪيو ويو ۽ چيو ويو تہ ٻنهي درويشن جي ويجهڙائي سبب متولي ٿيڻ تي جهڳڙو پيدا ٿي پوندو. اهو جهڳڙو هميشہ رهندو ايندو. سيد چيو تہ منهنجي مزار تي متولي ٿيڻ جو جهڳڙو پيدا نہ ٿيندو، جو تہ منهنجي مزار تي جنهن بہ توليت جي طلب يا دعويٰ ڪئي يا مجاورت ڪئي اهو چريو ٿي ويندو. اهو شعور شايد ڪنهن بہ بزرگ جي بزرگيءَ ۾ معلوم نہ ٿي سگهيو آهي آخر ٿيو بہ ائين.

## علي بن حسين واعظ معروف بالصفيٰ

هيءُ خواجہ ناصرالدين احرار سان نسبت رکندڙ ۽ ڪائنس فيض يافتہ هو. رشحات ۾، جيڪا سندس تصنيف آهي. چوي ٿو تہ منهنجو والد صاحب سبزوار ڪان خاص علوم جي تحصيل لاءِ نيشاپور آيو ۽ حضرت مير عزيزالدين طاهر جي خدمت ۾ پهچي سندس شاگرديءَ ۾ داخل ٿيو، جيڪو حضرت مير عبدالاول جو ڏاڏو هو. خواجہ عبيدالله احرار جي اڪابر مريدن مان هو. جڏهن هيءُ فقير سمرقند ۾ آستان جي چائنٺ چمڻ ويو ۽ حضرت خواجہ سان مشرف ٿيو تہ مير عبدالاول اڳوڻي ڄاڻ جي آڌار سبب هن فقير تي ڪافي توجہ ڏنو. مولوي نورالدين عبدالرحمٰن جامي سان سندس هم زلفي جي نسبت هئي. خواجہ ڪلان ولد مولوي سعدالدين ڪاشغري ڪي ٻہ نياٽيون هيون، هڪ مولوي عبدالرحمٰن جامي جي نڪاح ۾ ڏني هئائين ۽ هڪ نياٽي هن ڪي نڪاح ۾ ڏني هئائين.

سندس وفات جي تاريخ معلوم نہ آهي، البتہ سندس مشهور ڪتاب رشحات 900هجري ۾ شايع ٿيو، انهيءَ جي آڌار تي، سندس همعصرن جي حياتي جي احوال مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

## ميرڪ شيخ محمود

هيءُ ميرڪ ابوسعيد بن امير علي شاهہ سبزواري عرب شاهي جو فرزند هو، ابوسعيد، شيخ جلال الدين پورانيءَ جو ڏهٽو هو.

ميرڪ شيخ ابوسعيد کي باطني فيض جو ورثو شيخ جلال الدين پوراني ڪان مليو ۽ ڪماليت کي پهتو. پاڻ سبزوار ڪان لڏي اچي قندار ۾ وينو. سندس فرزند شيخ ميرڪ ۽ شيخ بايزيد، شاهہ بيگ ارغون سان قندار مان نڪري سنڌ فتح ڪرڻ وقت ساڻس گڏجي سنڌ ۾ آيا. ميرڪ شيخ محمود ٺٽي ۾ ۽ ميرڪ بايزيد بکر ۾ مستقل سڪونت اختيار ڪئي. ڪيترا سال هڪ وڏي عهدي، يعني شيخ الاسلاميءَ جي منصب تي فائز هوندي بہ تدريس جو ڪم جاري رکيائين ۽ ڪيترن طالب علمن کي پنهنجو فيض پهچائيندو رهيو.

محرم سن 964ھ ۾ گذاري ويو. سندس اولاد پنهنجي وڏن جي بزرگي کي قائم ڪيو ۽ ٺٽي ۾ رهڻ لڳو.

## ميرڪ بايزيد

هيءُ ميرڪ ابوسعيد شيخ الاسلام بکر ۽ سکر جو فرزند هو. بکر ۾ ئي مقيم رهيو، سندس اولاد بہ اتي ئي آهي. هن جي مزار خلق جي زيارت جو مرڪز بڻيل آهي.

## مخدوم اعظم حاجي محمد خبوشاني

چئن واسطن سان سندس نسبت حضرت سيد علي همداني سان ملي ٿي. اهڙي طرح هو شيخ شاهہ علي جي خليفن ۾ آخري خليفو هو. شيخ شاهہ علي، شيخ رشيد الدين محمد جي

خليفن مان هو. اهي امير شهاب عبدالله برزش آبادي مشهدي جي خليفن مان هئا ۽ خلافت جو مدعي خواجہ اسحاق ختلاني هو. جيڪو سيد علي همدانيءَ جو خليفو هو.

بهرحال عبدالله جي مريدن کي خراسان ۾ "صوفيہ" نالي سان سڏيندا آهن. سيد محمد نوربخش جي مريدن کي جيڪو خواجہ اسحاق جو خليفو هو، "نوربخشيہ" سڏيندا آهن. انهيءَ جماعت جا مريد نفي، اثبات ۾ سيد عبدالله سان ڪافي اختلاف رکن ٿا.

مخدوم کي هرات جي شيخ الاسلام طلب ڪيو. يعني خبوشان کان کيس هرات طلب ڪيو ويو. جنهن شاهہ اسماعيل ماضي وٽ ڪفر جي ڳالهين جو اظهار ڪيو. پوءِ کيس قتل ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو. ليڪن مير محمد يوسف هروي، جيڪو سندس ڪافي معتقد هو. هزار حيلا هلائي، مخدوم کي قتل ڪرڻ يا ساڙڻ کان بچائي آزاد ڪرائي روانو ڪري ڇڏيو.

شيخ الاسلام پنهنجي انهيءَ عقيدي تي عبدالله خان ازبڪ جي عهد ۾ سال سن 938ھ ۾ خوارزم جي شهر ۾ گذاري ويو.

## شيخ عمادالدين فضل الله محمد مشهدي

هيءُ جوانيءَ جي شروعات دور ۾ مخدوم اعظم شيخ حاجي محمد خبوشاني جي خدمت ۾ آيو ۽ ٿوري ئي وقت ۾ فيضياب ٿي ويو. ڪي محقق کيس شيخ مجدالدين بغداديءَ جو هم نشين ٿا چون ۽ ڪي وري ڪائنس افضل ٿا چون.

حقائق جي مدنظر انهن ٻنهي عارفن ۾ ظاهري احوال ۾ موافقت نظر ٿي اچي، مثلاً هرهڪ پنهنجي شيخ جو محبوب ۽ پنهنجي شيخ جي اڳيان گذاري ويو ۽ هرهڪ اهل ظاهر جو لباس ڍڪيو هو. سلطان ۽ اميرن کي نهايت فصاحت ۽ بيباڪي سان نصيحت ڪندا هئا ۽ حق چوندا هئا ۽ هرهڪ پنهنجي پنهنجي قوھ جوانيءَ ۾ سلطاني حڪم هيٺ شهادت جو لباس ڍڪيو هو.

شيخ پنهنجي اجازت نامي ۾ کيس هي القاب ڏنا آهن:

مجذوب جواذب هدايت المؤيد من عندالله ابوالوقت الشيخ عمادالدين فضل الله متع الله المسلمين والطالبين بارشاده و برڪات دلخواه ابن اجل المحرم خواجہ علاؤالدين علي بن الصدر المڪرم خواجہ ڪمال الدين نعمت الله البرزش آبادي الطوسي.

شيعت جي نسبت جي بنا تي، محمد خان شيبانيءَ جي حڪم سان سال 924ھ ۾ مشهد مقدس ۾ کيس شهيد ڪيو ويو ۽ سراب محلہ ۾ کيس دفن ڪيو ويو.

## شيخ ڪمال الدين حسين خوارزمي

هيءُ سلسلہ همدانيہ جي پوين مشائخن مان هو. ظاهري طور تہ عالي مقام ۽ ترقي ۾ هن کان وڌيڪ ٻي ڪابہ جماعت ڏسڻ ۾ ڪونہ آئي. سندس والد شيخ شهاب الدين حسين هو. اهو وري برگزيده شيخ برهان الدين قليچ جي اولاد مان هو. اندجان ۾ گذاري ويو. شيخ جو والد ميرزا

نديمان جوڳيءَ جي زماني ۾ خوارزم ويو. اتي شادي ڪيائين ۽ اتي ئي ڪيس هيءُ شيخ ڄائو. سندس ارادت موجب مخدوم معظم شيخ حاجي محمد خبوشاني ۽ شيخ عماد الدين فضل الله مشهدي سان رابطي ۾ هئا ۽ ٻئي صوفي مشائخ هئا.

## شيخ عبداللطيف نقشبندي

ماوراء النهر ولايت ۾ هڪ جماعت سندس معتقد هئي. پر جڏهن هن شيخ ڪمال الدين سان نسبت رکي ۽ سندس خدمت ۾ رهيو ۽ ان جو مداح ٿيو ته حاسدن مٿس رقص ڪرڻ جي تهمت مڙهي. انهن گهريو ته عقائد جي گناهه ۽ آئمه جي مدح جي بنياد تي ڪيس مقتول يا مغلوب ڪيو وڃي. ٻئي طرف ماوراء النهر ۾ شيخ ڪمال الدين حسين جي هڪ ارادتمند جي زبان ڪي چيريو ۽ سندس مٿي ڪي ڪوڙيو ويو.

## شيخ احمد بن قاضي نصرالله ديبلي ٺٽوي سنڌي

سندس والد ان وقت ٺٽي جو قاضي ۽ علماء جو رئيس هو. ڪيس هڪ فقير نالي صالح عراقي جي صحبت سبب، جنهن تي شيعت جي تهمت هئي، قتل ڪيائون.

هن ڪيس تفسير ڪشاف ڏٺي آيت: انما وليڪم الله تي غور لاءِ آماده ڪيو. اهو تفسير شاهه ولايت جي هٿ مبارڪ ڪان آيل ٻڌايو پيو وڃي. پوءِ هو بيدار ٿيو ۽ ان تي گهرو غور فڪر ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين. مرزا حسن نالي هڪ عراقي شخص ڪي به ظاهراً جناب حضرت امير عليه السلام جن جي طرفان حڪم ٿيو ته ٺٽي پهچ. اهو ڄاڻايل تفسير قاضي زاده جي هٿ ۾ وڃي ڏي. ان جو مطالعو ڪري هو ڪماليت جي درجي تي پهتو ۽ جيڪي ڪجهه گهريائين سو ڪيس ملي ويو.

آخر لاهور ۾ اڪبر بادشاهه جي وقت ۾ ڪيس شهيد ڪيو ويو. مير حبيب الله جي احاطي ۾ ڪيس دفن ڪيو ويو.

## شيخ برهان الدين شطاري

سندس لقب "رازالٰهي" هو. برهان پور دکن ۾ هيءُ عجيب صاحب حال ۽ صاحب ڪمال هو. پنهنجي فيض سان خلق جهان ڪي پنهنجي ارادت جي حلقي ۾ داخل ڪري ڪماليت جي درجي تي پهچايائين.

رسالہ وحدة الوجود نالي "نور وحدت" جيڪو سندس هڪ مريد نالي رازي، برهان جي نور بصيرت سان لکيو سو پڻ قابل ديد آهي.

## درويش ونهيو چانهيو

هيءُ سنڌ جي نامور مشائخ مان هو. پاڻ سڳورن ﷺ جن جي حضور ۾ خاص درجو رکندڙ هو. انهيءَ سبب ڪري پاڻ سڳورن ﷺ جن جي اولاد سان بيحد محبت رکندڙ هو.

چون ٿا ته: ان جي وقت هڪ سيد سڳوري ڪنهن شخص جو ناحق قتل ڪري وڌو. وقت جي علماء ڪرام قصاص جي فتويٰ ڏني. جڏهن فتويٰ هن وٽ آئي ته ڏسي چيائين: جيڪڏهن مقتول جون اکيون ڳاڙهيون هجن ته حق تي قتل ٿيو آهي، چاڪاڻ ته هر اهل بيت جنهن کي سزا ملي، مگر قصاص جو حقدار نه هجي ته ان جون اکيون ڪاوڙ سبب ڳاڙهيون ٿينديون آهن. جڏهن نعش جي اکين کي جاچيو ويو ته برابر سندس اکيون ڪاوڙ سبب خون آلوده هيون. پوءِ درويش سيد کي رهائي ڏياري.

اهڙي طرح اهل بيت جي هڪ يتيم ٻار کي پنهنجي گهر وٺي آيو. کيس پالي وڏو ڪيائين. هڪ ڏينهن انهي سيدزاده درويش جي ڪنواري نياڻيءَ کي گاريون ڏيندي چيو ته آءٌ توکي هيئن ڪندس. نياڻيءَ جي ماءُ درويش وٽ اچي شڪايت ڪئي ته سيدزاده کي پالي وڏو ڪيوَ، هاڻي هي هيئن ٿو چوي ۽ گاريون ٿو ڏئي! سياڻي الائي ڇا ڪندو؟!

انهيءَ ئي وقت درويش خنده روئي سان ٻاهر نڪتو. نقاره کي پنهنجي ڳچي ۾ وجهي گهٽين ۽ بازارين ۾ اعلان ڪندو رهيو ته فلاڻي جي نياڻي سيدزاده کي ڏني ويندي. پوءِ سارو شهر گڏ ٿي، سندس گهر آيو. نياڻيءَ جو انهي سيدزاده سان نڪاح ڪري ڇڏيائين.

سندس وفات سن 1001ھ ۾ ٿي. عربي لفظن "مَاتَ في عِشقٍ" ۽ فارسي "درعشق جان به سپر" جي ماده سان سندس وفات جو سال نڪري ٿو.(يعني عشق ۾ جان ڏنائين)

سندس مدفن سانگره جي ڪناري تي توري ڳوٺ ۾ آهي.

## درويش لڌو

هيءُ انهن ماڻهن مان هو، جن جي مٿان درويش ونهيو جي فيض جي نظر هئي ۽ ان درويش جي نظر سان اعليٰ رتبي تي وڃي پهتو هو.

## مولانا عباس

هيءُ به درويش ونهيو جو خاص خادم ۽ مريد هو. شيخ جي توجه جي نظر جي برڪت سان وڏي مرتبي تي پهتو. صاحب ڪشف ۽ صاحب ڪمال ٿيو.

## شيخ صدونوهري

هيءُ پنهنجي وقت جو عارف، بزرگ ۽ درويش ونهيو جو همعصر هو.

## درويش عمر بودلو

هيءُ مجذوب مطلق ۽ واصل بحق هو. شروع ۾ ماڻهن کان ٿهندو. لڪندو رهندو هو. بيابان ۽ پهاڙن ۾ گذاريندو هو. آخر موٺي اچي ڳوٺ اگهم ڪوٽ ۾ رهڻ لڳو. پنهنجي وجود ۽ پنهنجن جي به ڪيس خبر ڪونه هوندي هئي. جيڪو به شخص پنهنجي مراد ڪٽي سندس خدمت ۾ ايندو هو، سو پنهنجي مراد ماڻي ڪامياب ٿي ويندو هو. پاڻ درويش ونهيو ارادتمنديءَ سان ساڻس مجلس ڪندو هو.

## خواجه عبداللطيف برهانپوري

بختاور خان، رساله عالمگيري ۾ لکي ٿو ته: عالمگير پنهنجي شهزادگي جي وقت ۾ سندس زيارت لاءِ ويو هو. پاڻ مرد خدا پرست ۽ گوشئه نشين هو.

سن 1006ھ ۾ فوت ٿي ويو. سندس مدفن برهانپور ۾ آهي. وصيت ڪئي هئائين ته منهنجي قبر جو احاطو نه ٺائجو متان ماڻهو منهنجي قبر کي نه پوڄين. سندس وفات جو سال هنن لفظن جي ماده مان ڪڍيو ويو آهي: ”آه زان شيخ ڪامل“

## خواجه باقي بالله

نالو عبدالباقي ولد قاضي عبدالسلام.

ڪابل ۾ ڄائو. جڏهن سمجهه وارو ٿيو ته حصول روحانيت لاءِ خواجه بهاؤالدين والملة والدين قدس سره جي خدمت ۾ پهچي تلقين ذڪر حاصل ڪيائين. ظاهري ۽ ابتدائي توبه حضرت خواجه عبدالله وٽ ڪئي هئائين. پاڻ مولانا لطف الله جي خليفن مان هو. اهو وري مولانا خواجه دهيدي جو خليفو هو. پوءِ خواجه احمد يسوي وٽ ويو. ان کان پوءِ ڪشمير ويو. شيخ باباءِ والي کان بهرو ورتائين. آخر ۾ مولانا خواجگي امڪنگي جي خدمت ۾ پهچي سلسله طريقه نقشبندي جي اجازت حاصل ڪيائين. چاليهه سالن جي عمر ۾ 25 جمادي الثاني سن 1012ھ ۾ وفات ڪري ويو. سندس مزار دهلي ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي قدمگاه جي قريب شاهراه شايع وٽ آهي.

خواجه عبدالله ۽ خواجه عبيدالله حضرت خواجه جا فرزند هئا. اهي به پنهنجي وقت جا صاحب ڪمال بزرگ هئا.

## ملا شاه بدخشي

هيءُ شيخ مير قادري جي خلفاء مان هو. دارا شڪوه سندس معتقد هو. هيءُ پنهنجي وفات کان اڳ سيارو لاهور ۾ ۽ اونهارو ڪشمير ۾ گذاريندو هو.

مير کان پوءِ لاهوري ۾ رهڻ لڳو. سن 1012ھ ۾ اتي ئي فوت ٿي ويو. مير جي ئي مقبري ۾ ڪيس دفن ڪيو ويو.

## خواجه ديوانو

سندس نالو سيد جمال الدين هو. سيد اتا خوارزمي جي پوٽن مان هو. سندس والد شاهه خوارزم، خواجه معروف، خواجه پرده پوش سان گڏ قزلباش جي عهد ۾ پوئلڳن سميت ڪين قتل ڪيو ويو.

خواجه ديوانه چار مهينا "دايه" جي ڪناري تي گذاريا. حسب حڪم خواجه احرار، اول خواجه بابا خاروان جي جهنگ ۾ هڪ چشمي مٿان گوشهٔ نشيني اختيار ڪئي ۽ سندس پرورش هرڻيءَ جي کير تي ٿي. آخر سمجهه آهر ٿيو. جڏهن ٻارهن ورهين جي عمر جو ٿيو ته خواجه بابا گذاري ويو. سندس پاءُ جو نالو سيد محمد هو. ٻنهي ڀائرن، زبده ابرار خواجه احرار وٽ سلوڪ جا سبق پڙهي ڪماليت جو درجو حاصل ڪيو، پوءِ خواجه احرار جي اشاري سبب خواجه ديوانه کي مخصوص تربيت لاءِ ان ڏانهن موڪليو ويو، جيڪو سندن خاص تربيت ڏانهن متوجه ٿيو. پورا ڇهه سال سندس تربيت هيٺ گذاري ارڙهن سالن جي عمر ۾ خواجه ديوانه پنهنجي ڪماليت کي رسيو.

شروع ۾ ويرانن ۽ ٻرپٽن ۾ پنهنجو وقت گذاريندو هو. ذريعه معاش ڏانهن ڪوبه توجه ڪونه ڏيندو هو. آخر ۾ چند حالات جي سبب معاشي زندگي ڏانهن متوجه ٿيو. ڪافي سرمايو حاصل ڪيائين.

پوءِ حجاز مقدس جي سفر جي ارادي سان شهر بڙوده تعلقه گجرات ۾ وارد ٿيو. اتان رباني الهام جي تحت، هڪ خاص صاحب ولايت بندرگاهه سورت تي آيو. اتي پڻ راندير بندر هو، جنهن جي زمين زرخيز هئي. ان ۾ راجا جو باغ به موجود هو. انهيءَ باغ ۾ راجا جي عبادتگاهه به هئي. خواجه انهيءَ باغ ۾ پنهنجي سيني خادمن کي آباد ڪيو. پاڻ هيءُ بيت هر وقت پنهنجي زبان سان چوندو رهندو هو:

مثنوي

بي امداد ڪشتي هائِ اين بحر
وطن داريم اندر ڪج اين شهر
براين خدمت ز حق گشتيم مأمور
چه خوش گفتند المأمور معذور

ترجمو: بي امداد ٻيڙين سان هن بحر ۾، وطن بنايوسون. هن ڦڏي شهر ۾، ان خدمت لاءِ حق تعاليٰ جي طرفان مقرر ٿيو آهيان ڪيڏي نه خوشي آهي، جو معذور مقرر ٿيو آهيان.

راجه کي خبر ڪيائون ته هتي درويشن جي هڪ جماعت آئي آهي، جن باغ واري عبادتگاهه ۾ ديرو ڄمايو آهي. راجا پاڻ اڪيلو انهيءَ جماعت جي زيارت لاءِ آيو. ڪيس ڏسي سندس معتقد ٿي ويو. پوءِ زمين سميت باغ سارو خواجه کي بخشي ڇڏيائين ۽ عبادتگاهه کي

موقوف ڪري ڇڏيائين. خواجہ جي اچڻ ڪري راندير جا اڪثر ماڻهو هت اچي آباد ٿيڻ لڳا ۽ هر طرف جا واپاري هتي اچڻ لڳا. پوءِ انهيءَ بندر جو نالو ڦيرائي"سورت آباد" رکيائون. ان عبادتگاهه واري جاءِ تي مسجد جوڙايائون ۽ حوض بہ ٺهرايائون. چون ٿا تہ اهو حوض راجہ جي عبادتگاهه وارو هو. کوهہ بہ ان جو ئي هو. آخر خواجہ 103 ورهين جي عمر ۾ سال 1012هہ ۾ گذاري ويو. کين ان جاءِ تي ئي دفن ڪيو ويو.

## سيد محمد عيد روس

هيءُ سيد شريف جو پوٽو، حضرموت ۽ عدن جو رهندڙ هو. گجرات جي علائقي لاءِ کيس قطب مقرر ڪيو ويو. پوءِ گجرات ۾ اچي پنهنجو وطن دائمي ڪيائين ۽ خواجہ ديوانہ ۽ خواجہ محمد دهدار فاني جو همعصر ۽ صاحب ڪمال بہ هو. ڪافي اهل الله ۽ بزرگ سندس معتقد هئا ۽ مٿي ڄاڻايل خواجن جي فوت ٿيڻ جي قريب فوت ٿي ويو. سندس مزار سورت بندر ۾ اهل الله ۽ خاص عام جي زيارت جو مرڪز آهي.

## خواجہ محمد دهدارفاني

هي پوين صوفي عالمن مان هو. علم شاهہ فتح الله وٽ پڙهيو هئائين. جڏهن علي عادل جي وفات کان پوءِ هي اڪبري درگاهہ ڏانهن پڳو تہ خواجہ محمد احمد نگر ۾ وڃي برهان نظام شاهہ اعتبار جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. اتي مملڪت جو ناظم مقرر ٿيو. انهيءَ دور ۾ شيخ حسن نجفي بہ احمد نگر ۾ آيو تہ خواجہ محمد سندس معتقد ٿيو. ڪيترائي سال سندس خدمت ۾ رهيو. پڙهيل ڪتابن کي وري ٻيهر پڙهيائين. صوفين جي طريقي جا آداب سکيو. جڏهن نظام شاهہ جو پوٽو نظام شاهہ ثاني ڄاڻايل سلطنت تي وينو تہ حڪومت کي مضبوط ڪيائين ۽ ان جي فوت ٿيڻ کان پوءِ هو برهانپور ۾ آيو. اتان پوءِ بندر سورت ويو. سيني ڳالهين ۽ معاملن کي ترڪ ڪري گوشہ نشيني اختيار ڪيائين.

خانخان، سندس ڏاڍو معتقد هو. 69 سالن جي عمر ۾ سن 1016هہ ۾ گذاري ويو. سندس وفات جو سال هنن لفظن جي ماده مان اخذ ڪيو اٿن: "خدا شناس".

سندس تاليفات هي آهن: "گلشن راز"، "حاشيہ نفحات" "حاشيہ فصل الخطاب"، "شعر خطبة البيان" ۽ ديوان شعر وغيرهم.

سندس فرزند جو نالو محمد تقي هو. جنهن جو تخلص "واقف" هو، جيڪو صوفي مشرب جي علمن جو وارث ۽ وڏو ڄاڻو هو. اول عبدالرحيم خانخان سان وقت گذاريائين. شاهجهان جي اوائلي زماني ۾ بنگال جو حاڪم مقرر ٿيو. ڪجهہ وقت کان پوءِ معزول ٿيو. شاهي معززن جي درگاهہ ۾ پنهنجي عمر پوري ڪيائين. شعر بہ سنا چيا اٿس.

## مخدوم شيخ عبدالاحد

ولد شيخ زين الدين بن شيخ عبدالحيّ بن شيخ محمود بن شيخ حبيب الله بن امام رفيع الدين فاروقي، شيخ عبدالقدوس جو تربيت يافته ۽ شيخ رڪن الدين جو فرزند ارجمند ۽ سندس جانشين هو.

قادريه ۽ چشتيه سلسلي جي خلافت جي اجازت انهن ڪان ورتي هئائين. سير و سياحت ڪان پوءِ ڪابل جي سرحد وٽ قديم آباد ڪي پنهنجو وطن بڻايائين. ظاهري ۽ باطني علمن جي فيض ڪي پهچائڻ خاطر هدايت ۽ ارشاد جي ڪم ۾ مشغول ٿي ويو. ڪيترن ئي شاگردن ڪائنس فيض پرايو، جن مان هڪ ممتاز شاگرد شيخ مير هو، جيڪو لاهور ۾ گذاري ويو.

چشتي طريقي ۾ عبدالاحد جي خلافت جي نسبت هن ريت آهي: هيءُ شيخ رڪن الدين ڪان، اهو پنهنجي پيءُ شيخ عبدالقدوس ڪان، اهو وري پنهنجي پيءُ شيخ محمد عارف ڪان، هن پنهنجي پيءُ شيخ عبدالحق احمد ڪان، هن شيخ جلال پاٽي پتي ڪان ۽ هن شمس الدين ترڪ پاٽي پتي ڪان، هن علاؤالدين احمد صابر ڪان ۽ اهو فريدالحق والدّين مسعود اجوڌني سان وابسته هو.

سندس قادري نسبت هن ريت آهي: ان ميرابراهيم معين السحني ايرجي قادري ڪان، ان شيخ بهاؤالدين شطاري حسني قادري ڪان، ان شيخ احمد حلبي قادري ڪان، ان پنهنجي والد سيد موسيٰ قادري ڪان، هن پنهنجي والد سيد ابي صالح ڪان، هن پنهنجي والد عبدالرزاق ڪان ۽ ان پنهنجي والد غوث الثقلين قدس سره (حضرت سيد شيخ عبدالقادر جيلاني ڪان فيض پرايو.

## شاهدي عبدالواحد

هيءُ ابراهيم بن قطب جو فرزند هو. عارف رباني ۽ قطب سلطاني هو. اصل ۾ سندس قديم وطن بلگرام هو. سندس وڏا آهستي آهستي لڏيندا ٻئي وطن ۾ آباد ٿيا، پر هيءُ آخر موٽي بلگرام آيو. هميشه لاءِ اتي سڪونت اختيار ڪيائين. اتي سندس اولاد جو وڏو محلو قائم ٿي ويو. سندس ارادت جي نسبت سيد حسين سڪندريه تائين پهچي ٿي. سندس ڪافي تصنيفات آهن، جيڪي حقائق ۽ معارف تي مشتمل آهن. مثلاً شرح ڪافيه نحو ابن حاجب تا بحث غير متصرف تصوف جي معنيٰ ۽ تفصيل بيان ٿيل آهي.

اڪبر بادشاهه ڏاڍي تعظيم ۽ عزت سان گهرائي ڪيس رمبتيءَ ۾ سيوغال جو عامل مقرر ڪيو هو.

ڪتاب نفايس المآثر جو مصنف ڪيس قنوج جي اڪابر سادات ۾ شمار ڪري ٿو. بلگرام جو علائقو قنوج سرڪار جي ماتحت هو. سندس وفات سن 1017هه ۾ ٿي. سندس وفات جي تاريخ هن بيت جي اعداد مان ڪڍي وڃي ٿي:

بيت

برفت واحد صوري و معنوي گفتم
هزار و هفده شب جمعہ ماه صوم سيوم

يعني واحد صوري اٺويهہ عدد واحد معنيٰ هڪ جيئن تہ ڪل عدد ويهہ ٽين ٿا، ٻئي مصرع جو مطلب حاصل آهي. هنن لفظن ۾ سندس وفات جي تاريخ آهي ۽ پڻ عدد ۾ صوري ۽ معنوي جي وضاحت آهي.

## مولانا سبحاني

هيءُ اصل جرجان علائقي جو هو. نجف اشرف جي آستانہ مسجد ۽ قبہ مبارڪ جي ڪيترائي سال بهاري ڏيندڙ هو. ساري عمر بازار ۾ ان جون گهٽيون بہ ڪونہ ڏٺيون هئائين ۽ زندگي جي سامان ۾ هڪ وڇاڻو بوريءُ جو هڪ سِرَ ۽ هڪ ڪؤنري تي قانع هو. شعر ۽ رباعيون تمام گهڻا چوندو هو. چيو وڃي ٿو تہ هڪ دفعي پاڻي تي سندس اچڻ ٿيو. گهريائين تہ ٽپي وڃان، پر سندس پير هيٺ گپ ۾ گپي ويو. دل ۾ چيائين تہ بچاڻ جوايترو بہ وَس ڪونہ اٿم، يعني پنهنجي هن ديوان شعر ڪان سواءِ ٻئي ڪنهن بہ شيءِ تي وس يا تعلق ڪونہ اٿم. پوءِ ان ڪي بہ درياء داخل ڪري ڇڏيائين. ان وقت هوا جو طوفان آيو، جنهن ديوان جي ورقن ڪي اُڏائي درياء جي پاڻي ڪان بچائي وڃي ماڻهن وٽ اُڇلايو.

ستر هزار رباعيون چيل هيون ۽ تقريباً ويهہ هزار شعر باقي رهيا. سندس وفات جي تاريخ ۽ سن 1035ھ آهي.

## شاهہ اسڪندر

شاهہ ڪمال، جنهن جو ذڪر مٿي اچي چڪو آهي. هيءُ ان جو پوٽو هو. پنهنجي وڏن جي ورثي ڪي سنڀاليندي، ماڻهن ڪي ان جو فيض پهچائيندو رهندو هو. صاحب ڪرامات ۽ ڪمال هو. سندس باري ۾ حضرت سرهندي فرمائيندو هو تہ سج جي تاب ڏانهن بآساني نظر ڪري سگهجي ٿيو. ليڪن شاهہ اسڪندر جي دل جي نور جي تاب پسڻ جي نظر ڪي ڪابہ راهہ ڪونہ آهي.

سندس وفات سن 1023ھ ۾ ٿيو.

## شيخ مبارڪ

هيءُ شيخ خضر جو فرزند هو، شيخ خضر جو بيان اچي چڪو آهي. سندس ولادت سال 911ھ ۾ سنڌ ۾ ٿي ۽ 120 ورهيہ سندس عمر هئي. پنهنجا اڪثر اوقات اڪبرآباد ۾ علوم معقول ۽ منقول جي فيض پهچائڻ ۽ سلوڪ جي سيکارڻ ۾ بسر ڪيائين.

شيخ فيض بخاري ۽ شيخ عمر ٺٺوي جو مريد هو.

سال 1031ھ ۾ فوت ٿي ويو.

دانشمند شيخ فيضي ۽ ابوالفضل جيڪي مشهور ۽ معروف آهن، سندس ئي فرزند هئا.

## شيخ عيسيٰ سنڌي

سندس لقب، جندالله هو. شيخ محمد لشڪرعارف جو مريد هو، جيڪو شيخ محمد غوث گواليارِي جو خليفو هو.

سندس تصانيف مان، تفسير انوار الاسرار مشهور آهي. سندس خليفن مان هڪ خليفو برهان شطاري برهانپوري نالي سان معروف آهي.

سندس وفات جو سال 1031هه آهي.

## شيخ عبدالستار

هيءُ شيخ عيسيٰ سنڌيءَ جو فرزند هو. برهانپور ۾ پنهنجي پيءُ جو جانشين ٿيو. صاحب ڪرامات ۽ مقامات عاليہ هو. مشهور ۽ معروف هو. خاص ۽ عام ڪافي سندس معتقد ۽ مريد هئا.

## شيخ عبدالله شطاري

هيءُ شيخ محمد غوث جو خليفو هو. سندس مؤلفات مان رسالہ اوراد صوفيہ، اصحاب دعوت لاءِ هڪ سَنَدَ آهي.

## سيد جلال

هيءُ سيد لِله متعلوي جو فرزند هو، بزرگ سيد عبدالڪريم جو ڀاءُ هو. وقت جو عارف هو. پنهنجي ڀاءُ جي حياتيءَ ۾ ئي گذاري ويو. سيد عبدالڪريم کان روايت آهي تہ ننڍپڻ ۾ اِن سان گڏ طبق ۾ طعام کائيندا هئاسون تہ اوچتو طعام جو طبق غائب ٿي ويندو هو. پوءِ منهنجو ڀاءُ ان وقت ئي ٻاهر وڃي ٻوٽن منجهان کڻي ايندو هو. ڪيترا دفعا هي روداد ٿي تہ ظاهراً ان کي جنات کڻي ويندي هئي جو ساڻن ڄاڻ سڃاڻ هئي.

## سيد عبدالڪريم

هيءُ سيدالله جو فرزند هو. سن 944هه ۾ پيدا ٿيو. شروعات ۾ ئي هن سخت رياضتون ڪيون. اسر جو اٿي مسجد ۾ ويندو هو. ٻاڪ ڦٽيءَ جي بانگ ڏئي، مسجد ۾ ئي جماعت جو انتظار ڪندو هو. جماعت سان نماز پڙهي پوءِ اشراق تائين عبادت ۾ مشغول هوندو هو. پوءِ گهر ايندو هو. نيرن جي ماني تيار ڪري، پنهنجن ٻارن کي کارائيندو هو. گداگري ڪري ڪاٺو آٽي فقرآء کي کارائيندو هو. ان کان پوءِ پنهنجا ڍاندَ ڪاهي زمين ڏانهن وڃي پاڻ هر ڪاهيندو هو. منجهند وقت موٽي گهر ايندو هو. ڍاندن کي گاهہ وجهندو هو. ڍاندن جو گاهہ خود ڪندو هو. ظهر جي نماز لاءِ مسجد ۾ وڃي بانگ ڏيندو هو. بدستور جماعت سان نماز پڙهي، پوک ڏانهن ويندو هو. ڊورن جو گاهہ ڪندو هو. گاهہ ڪارائي وري ڪين پاڻي پيارينده هو. پوک کان موٽي

اچي مسجد ڏانهن ويندو هو ٽپهري (وچين) نماز ۽ سانجهي ۽ سومهڻي جي نماز تائين مسجد ۾ ئي عبادت ۾ مشغول هوندو هو. سومهڻي جي نماز پڙهي، گهر اچي ڪم ڪار ڪندو هو. ڪاڏو تيار ڪري پنهنجن ٻارن کي کارائيندو هو. گدا ڪيل ڪشڪول وارو ڪاڏو فقرآء کي کارائيندو هو. پنهنجي ڳوٺ کان روانو ٿي راهوٽ ڳوٺ ڏانهن ويندو هو. رستي ۾ جيڪا ٻه ڪا مسجد هوندي هئي، ان ۾ وضو لاءِ پاڻي ڀري رکندو هو. استنجي لاءِ پتر رکي ڇڏيندو هو. سُتلن کي عبادت لاءِ اٿاريندو هو. اتان روانو ٿي نٽي ۾ اچي اتان جي مسجدن جو ٻه پاڻي ڀريندو هو. اتان هڪ ندي پار ڪري مڪليءَ ۾ اچي سيئي زيارتون ڪندو هو. پوءِ نٽي جي مسجدن جي خدمت ڪري، پوءِ پير پڻ جي زيارت لاءِ سندس قبر تي ويندو هو. اتان ڳوٺ ٻه ڳوٺ مسجدن جي خدمت ڪندو، پوري پرهه ڦٽي کان اڳ پنهنجي ڳوٺ واري مسجد ۾ پهچي، صبح جي بانگ چوندو هو. اها خبر ڪنهن کي ٻه ڪونه هوندي هئي. انهي طريقي ۽ رياضت تي ڪيترائي سال گذاري پنهنجي ڪماليت ۽ معرفت تي پهچي ويو. تهجد جي نماز ۾ جڏهن بيهندو هو ته پهرين ئي رڪعت ۾ ايتري قدر ته گريه ۽ زاري ڪندو هو، جو مٿس بيخوديءَ جي ڪيفيت طاري ٿي ويندي هئي. پهرينءَ ئي رڪعت ۾ صبح ٿي ويندي هئس، ٻي رڪعت پڙهي نه سگهندو هو. تعجب سان چوندو هو ته ماڻهو الاجي ڪيئن تهجد جي نماز پوري ادا ڪن ٿا.

سندس تفصيلي احوال ”ڪتاب تنبيه الغافلين“ ۾ آهي. سيد محمد يوسف رضوي بکري، مخدوم نوح ۽ مخدوم آدم سميجو رهنڊڙ ڳوٺ ”ڪلو“ وغيره اڪابر مشائخ جي صحبت اختيار ڪري، فيض حاصل ڪيو هئائين. ليڪن خاص نسبت مخدوم نوح ﷫ سان هئس. ان کان ڪامل فيض پرايو هئائين. سندس ئي اشاري سان ”بلڙي شهر“ کي وسايو هئائين. سيد ابراهيم بجاراڻي ۽ سيد محمد يوسف رضوي کان ٻه ڪافي فيض ونڻ جو ذڪر آيل آهي.

آخر چهاسي سالن جي عمر ۾ سن 1031ھ ۾ گذاري ويو. ڪيس اٺ فرزند هئا، جن جا نالا هي آهن:

(1) سيدللهِ: سندس ڏاڏي جو نالو رکيو ويو. ننڍپڻ ۾ فوت ٿي ويو هو.

(2) سيد عبدالرحيم: ميان ابراهيم ولد مخدوم نوح ﷫ فرمايو هو ته هيءَ ڄمندي ڄام آهي بزرگ ٿيندو، الله تعاليٰ جو شڪر ڪيم ته الحمد لله سيد عبدالڪريم ثاني پيدا ٿيو. قضا الٰهي جو هو پنهنجي پيءُ جي حياتي ۾ گذاري ويو. ۽ مقام عاليه جو صاحب هو.

(3) سيد جلال: هيءَ پنهنجي چاچي سگوري جي نالي سان هو عابد ۽ زاهد هو. هڪ ڏينهن هالاڪنڊي ٿي ويو ته رستي ۾ ڌاڙيلن ڪيس شهيد ڪري ڇڏيو.

(4) سيد برهان: هو پنهنجي والد وانگر ڪمالن وارو بزرگ هو. ڪيس الله تعاليٰ وڏي قوت ڏني هئي ۽ هيءُ ٻه پنهنجي پيءُ جي حياتي ۾ ئي گذاري ويو.

(5) سيدللهِ ثاني: سالڪ ۽ مجذوب هو. سير ۽ سياحت ۾ هوندو هو. پنهنجي پيءُ کان ڪافي زماني کان پوءِ گذاري ويو.

(6) سيد دين محمد: (سندس ذڪر ايندو)

(7) سيد محمد حسين: سندس والد ڪيس خادم الفقرآء جو لقب ڏنو هو. مريدن ۽ خادمن ڪي چئي ڇڏيو هئائين تہ جڏهن اوهان ڪي دعا جي ضرورت پوي تہ ڪانئس دعا ڪرائيندا رهجو.

(8) سيد عبدالقدوس: هيءَ ننڍپڻ ۾ ئي پنهنجي پيءُ جي هوندي گذاري ويو. سيد عبدالڪريم سندس شان ۾ فرمايو هو تہ خدا تعاليٰ ڪان گهريم تہ سڳورو پٽ عطا فرماءِ تہ آءٌ انهي ڪان تنهنجون ڳالهيون پڇان، (۽ ڪيس جمندي ئي معرفت عطا ڪريان) چيو وڃي ٿو تہ هو راند ڪندڙ ٻارن ڪي گڏ ڪري، حلقہ ٻڌي ذڪر ۾ مشغول ٿي ويندو هو.

## سيد دين محمد

هيءُ سيد عبدالڪريم جو فرزند هو. سيد عبدالڪريم پنهنجي وفات وقت پنهنجي پٽ سيد دين محمد ڪي سڏي ولايت جي امانت ڪيس حوالي ڪئي ۽ پنهنجو جانشين بڻائي، ارشاد جي مسند بہ سندس حوالي ڪيائين. هن پنهنجي پيءُ جي سلسلي ڪي، خادمن ۽ سندس مريدن ۾ ساڳيءَ طرح قائم رکيو. سيد عبدالڪريم جا ڪيترائي خليفا صاحب معرفت مخفي ۽ ظاهري ڪماليت ڪي پهتل هئا، جن ۾ نامور هي آهن:

درويش عبداللطيف، مخدوم ضياءالدين دانشمند ڪامل، درويش سمو ميان عبدالقدوس، ميان عبدالله، درويش هارون ۽ درويش الهڏنو زرگر نتوي. هر هڪ سيد عبدالڪريم جي فيض جي نظر جو خادم ۽ ڪامل هو. مراد نهرئي پهريائين ٻئي ڪي پير بنايو هو، اهو فوت ٿي ويو. بعد ۾ سيد عبدالڪريم جي خدمت ۾ اچي ڪماليت ڪي رسيو.

سيد دين محمد ڪان پوءِ سندس پٽ عبدالدليل سندن گاديءَ تي وينو. ان ڪان پوءِ سيد عبدالغني، ان ڪان پوءِ سيد عبدالواسع، ان ڪان پوءِ سيد محمد زمان، تنهن ڪان پوءِ سيد مقيم شاه ان ڪان پوءِ سيد عبدالواسع پنهنجي ڏاڏي جي گاديءَ ڪي وسائيندا آيا.

## حضرت مجددالف ثاني شيخ احمد سرهندي نقشبندي فاروقي

هيءُ شيخ عبدالاحد اول جو فرزند هو. علم جي تحصيل ڪان پوءِ سلسلہ چشتيہ ۽ قادريہ جي تربيت پنهنجي والد سڳوري ڪان ورتائين. چند بين مشائخ جي صحبت ۾ بہ رهيو. آخر خواجہ باقي بالله جي خدمت ۾ اچي ان سان وابستہ ٿيو. ان جي تربيت سان ولايت جي اعليٰ مقام تي پهتو. پوءِ هن ذهبيہ نقشبنديہ سلسلي ڪي رواج ڏنو. جناب مرشد ڪان صاحبِ ارشاد ٿيو.

الله تعاليٰ جي فضل سان اهو فيض سندس پوين ۾ بہ قائم دائم رهيو، جو پاڻ بہ شريعت ۽ طريقت تي قائم رهيا. مخلوق ڪي اها واٽ ڏيکاريندا رهيا. سندس ولادت سن 971هہ ۾ ٿي. رحلت سن 1034هہ ۾ ٿي.

سندس خليفا ۽ معتقد ماڻهو بيشمار هئا، جن مان ڪِن جو تذڪرو هت ڪيو پيو وڃي:

ميرمحمد نعمان برهانپوري: هيءُ سندس خليفو صاحب ارشاد هو.

سيد جمال: هي سندس خاص مريدن مان هو.

شيخ بديع الدين: سندس خليفن مان هو.
مولانا يوسف سمرقندي: سندس فرزند جيڪو پڻ اولين مريدن مان هو.
مولانا محمد امين: هيءُ اول خواجه ديوانه سورتي جي مريدن مان هو. ان کان پوءِ حضرت جن وٽ آيو. بعد ۾ حضرت جي فرزندن سندس سلوڪ جي تڪميل ڪرائي.
خواجه ماه: خواجه عبدالرحمٰن نقشبنديءَ جو فرزند هو.
خواجه قاسم: تلنبيه ڪي جو رهندڙ هو.
ملااحمد: متڪمل ڪوتي. ان مان شاه حبيب الرحمٰن.
محمد هاشم بن محمد قاسم نعمان بدخشاني:
شيخ شاه محمد (شيخ احمد جو پاءُ).
شيخ محمد مسعود، شيخ غلام محمد ۽ شيخ مودود ۽ انهن مان هرهڪ علوم غيب جو ڪاشف ۽ حقائق جي اسرار جو عارف هو. هرهڪ پنهنجي پيءُ جي طريقي تي اوقات بابرڪات بسر ڪندو رهيو. سندس جانشين سندس ئي فرزند خواجه محمد مسعود ٿيو.

## شيخ تاج الدين

هيءُ هندوستان جي بزرگن جي فرزندن مان هو. حضرت خواجه باقي بالله جي مکيه مريدن مان هو. سندس اصل وطن سنبل هو. آخر حرمين شريفين جي زيارت، شرف ۽ تعظيم کان مشرف ٿيو. حرم جي اڪابرن مان شيخ احمد دحلان کان نقشبندي طريقي جي اجازت حاصل ڪيائين. ان کان پوءِ وري پنهنجي وطن واپس آيو. وري ڪجهه عرصي کان پوءِ ٻئي دفعي حجاز لاءِ روانو ٿيو. رستي ۾ ليه ۽ بصره وٽ قيام ڪيائين. سندس ڏاڍو آدرڀاءُ ٿيو. ڪيترائي غيرواقف ماڻهو سندس ساٿي تي ساڻس گڏ حج لاءِ روانا ٿيا. پوءِ هميشه لاءِ اتي رهي پيو. سن 1037ه ۾ وفات ڪيائين.

## شيخ آدم بنوري

هيءُ حضرت مجددالف ثاني جي خليفن مان صاحب جذبه ۽ سڪر خليفو هو، جيئن ته ٻين خليفن محبت ۽ عقيدت جي پيش نظر مرشد شيخ محمد معصوم جي جانشين کي گهٽ ڪرڻ نٿي گهريو، تنهن ڪري ان جي طريقي سان وابسته رهيا. انهي ڪري ارادتمندن ان کي "محدث" ۽ هن کي "بنوري" جي نالي سان سڏڻ لڳا. شاه فقيرالله جيڪو شڪارپور جو هو ۽ سندس ذڪر ايندو، تنهن جي نسبت هن سان وابسته هئي.

## شيخ مير محمد عرف ميان مير

هيءُ قاضي سائين ڏني سيوهاڻيءَ جو پٽ هو. اوليائن جو اڳواڻ ۽ پنهنجي وقت جو قطب هو. سندس والد، والده ۽ همشيره، هرهڪ حال ڪشف ۽ ڪرامات جو صاحب هو. سٺ سال

لاهور جي شهر ۾ رهيو. شيخ خضر قادريءَ جو مريد ٿيو سندس مريدن جي هڪ وڏي جماعت صاحب ڪمال هئي. داراشڪوه بہ سندس مريد هو. 88 سالن جي عمر ۾ سنہ 1045ھ ۾ گذاري ويو. سندس مزار ڳوٺ هاشم پور ۾ آهي.

## شيخ بلاول لاهوري

هيءُ شيخ شمس جو مريد هو. صاحب معرفت ۽ صاحب ڪرامات هو. سن 1046ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## شيخ عبدالحق محدث دهلوي

هيءُ سيف الدين دهلوي جو فرزند هو. سندس تخلص "صفي" هو. شيخ عبدالوهاب متقيءَ جو فيض يافتہ هو. سلوڪ ۾ معالم غيب کان واقف ٿيو. 102 ورهين جي عمر ۾ سال 1051ھ ۾ گذاري ويو. "بهشت مرقد" مان سندس وفات جي تاريخ ڪڍي وئي. سندس فرزند جي نالي شيخ نورالحق سندس جانشين ٿيو.

## سيد محمد قاسم مشهدي

هيءُ سيد احمد مشهديءَ جي اولاد مان هو. ننڍپڻ ۾ ئي سيد عبدالڪريم جي فيض جي نظر کيس نصيب ٿيو.

روايت آهي تہ سيد عبدالڪريم ننڍي ۾ آيل هو. هڪ دفعي مسجد خسرو جيڪا سادات مشهدي جي محلي سان لڳ هئي، محلہ جو نالو مغلواره هو. ان مسجد ۾ آيو تہ خلق جي هجوم ۾ سيد قاسم بہ سيد عبدالڪريم جي پرسان آيو. سندس هٿ ۾ سبق جي ڦرهي هئي. سيد موصوف پڇيو تہ هي ٻار ڪنهن جو آهي؟ چيائون تہ سيد زاده فلاڻي خاندان مان آهي. پوءِ مٿس مهربانيءَ جي نظر ڪيائين. سندس لاءِ دعا گهريائين.

سيد محمد جعفر مهدوي سيد محمد يوسف رحمة الله عليه جو پوٽو هو. سيد عبدالڪريم جي خادمن جي سلسلي مان هو. مٿس اهو ذمو هو تہ روزانو زيارتن کي گڏ ڪري ننڍي ۾ وٺي ايندو. پنهنجي والد جي وفات کان پوءِ سيد يوسف کي پنهنجي جاءِ تي سجاده نشين بڻايو ويو. اڳين جانشين سيد دين محمد ولد سيد عبدالڪريم پنهنجي جانشينيءَ تان دست بردار ٿي، اها خدمت سيد مذڪور محمد يوسف جي حوالي ڪئي، جو تہ سيد عبدالڪريم ننڍپڻ ۾ مٿس توجہ جي نظر ڪئي هئي. هن وقت ان جي جلوه جي ظهور جو اثر نڪتو.

سيد قاسم ۾ اولياء ڪرام ۽ مشائخ جا ڪامل اوصاف موجود هئا. خلق جا هجوم فيض جا طالب هوندا هئا.

آخر پنهنجي ئي شهر ۾ سن 1054ھ ۾ گذاري ويو.

سندس وفات جي تاريخ هنن لفظن جي ماده مان نڪري ٿي: "فِي جَنَّة عَالِيَة".

## سيد ابوالمڪارم

هيءُ سيد احمد مشهدي جي پوٽن مان هو. سيد محمد قاسم جو پاءُ هو. پنهنجي وقت جو بيمثال عالم هو. سندس وقت ۾ سيد علي ولد سيد شرف الدين جيڪو حضرت غوث الثقلين جن جي اولاد مان هو، اتي اچي وارد ٿيو. ان تي بہ علم باطن جي تحصيل جو جذبو غالب هو. انهيءَ ڪري سيد موصوف جي خدمت ۾ آيو ۽ علم جي حصول ۾ مشغول ٿي ويو. پوءِ صاحب اجازت ۽ ارشاد ٿيو. بيشمار سندس مريد ٿيا. جهانگير بادشاهہ جڏهن هن جي بزرگي جو چرچو ٻڌو تہ سندس معاش لاءِ ڪافي هديہ مقرر ڪيائين. خسرو خان چرڪس دارالسلام روانو ٿيو ۽ سن 1066هہ ۾ فوت ٿي ويو. سندس وفات جي تاريخ هنن لفظن جي ماده مان اخذ ڪئي وئي آهي: ”ستون دين افتاد“.

## شيخ نورالحق مشرقي

هيءُ پنهنجي پيءُ حضرت شيخ عبدالحق دهلويءَ جو فيض يافتہ ۽ جانشين هو. قادريہ سلسلہ نسبت رکندڙ هو. 92 سال جي عمر ۾ گذاري ويو. عالمگير سندس زيارت لاءِ ارادو ڪيو هو. 80 سال جي عمر ڪان مٿي هو. برهانپور ۾ 1068هہ ۾ گذاري ويو.

## شيخ پير محمد

هيءُ شيخ عبدالله زندهہ پوش جو مريد هو. سندس وطن اصل ڪوهہ لبنان هو، سندس نسبت ارادت چشتي سلسلي سان هئي. پير محمد انهيءَ سلسلي سان ڪافي مخلوق کي فيض پهچايو هو، جيڪي ڪماليت کي پهتا. آخر سن 1085هہ ۾ برهانپور ۾ فوت ٿي ويو. سندس وفات جي تاريخ هنن لفظن جي عدد مان اخذ ڪئي وئي آهي: ”بخدا پيوست“.

## خواجہ معصوم سرهندي نقشبندي

هيءُ خواجہ احمد مجدد الف ثاني جو فرزند ۽ جانشين هو. حضرت خواجہ معصوم پنهنجي والد جو پهريون پٽ هو. حضرت ثاني جن هن کي انهيءَ لقب سان عظيم اشارو ڏنو هو تہ وقت جو شيخ سيد قطب اڄڻ وارو آهي، جيڪو جهان کي نقشبندي طريقي سان فيض رسائيندو. جو تہ سندس والد سڳورو ٻين طريقن مثلاً: قادري، چشتي مداريہ جو بہ مجاز هو. هيءُ سن 1099هہ ۾ فوت ٿي ويو.

اڪثر ملڪن ۾ سندس خليفا ۽ مريد بيشمار آهن، جن مان مکيہ خليفا هي هئا:

(1) سيد ابوالخير شاهہ آبادي

(2) شيخ عليم جلال آبادي

(3) شيخ بايزيد سهارن پوري

(4) شيخ منصور جالنڌري
(5) شيخ محمد صديق نشوري
(6) شيخ ابوالفضل ڪشميري
(7) حاجي محمد عاشور،جيڪو سندس ڪتاب "مڪاتيب" جي ٽئين جلد جو جامع آهي.
(8) محمد مؤمن گيلاني
(9) حافظ ابوالقاسم بن محمد مراد لاهوري
(10) محمد بن محمد طيب جاهد عامري تهامي
(11) مولانا محمد امين جامع آبادي
(12) حاجي خطيب حصاري
(13) قاضي عارف ڪشميري
(14) ملا مشتاق بهرني
(15) شيخ درويش جالنڌري
(16) ملا قاسم روپري
(17) خواجہ محمد صديق بخاري
(18) مخدوم آدم بنوري
(19) ميان گوهر محمد ٺٽوي

## شاهہ خوب

هيءُ پنهنجي وقت جي مشائخ مان هو. گجرات جي برگزيده اولياء مان هو. گجراتي زبان ۾ هڪ منظوم رسالو نالي "خوب ترنگ" لکيو هئائين، جيڪو فارسي رسالي "امواج خوبي" جو ترجمو هو. سالڪان حق لاءِ عجيب ڪتاب آهي. جنهن ۾ موحدن لاءِ قاعدا ۽ قانون بيان ٿيل آهن، جنهن ۾ معرفت ڏانهن هڪ عظيم دعوت آهي. اڪثر مخفي اسرارن ڪي هن علم جي عبارت ذريعي وضاحت طور بيان ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب ذريعي ولايت جي موحدن ڪي مولانا روم جي مثنوي جي طريقي تي درس ڏنو ويندو هو. ان ڪان رهنمائي حاصل ڪندا هئا.

سندس وفات شاهجهان جي عهد حڪومت ۾ بيان ڪئي پئي وڃي. سندس قبر گجرات جي احمدآباد جي شهر جي چونڪ ۾، مخلوق جي زيارت جو مرڪز آهي.

## شيخ برهان

بنگالي ۽ زنده پوش درويش هو، جيڪو رات جاڳي عبادت ڪندڙ، الله تعاليٰ جي اڳيان ساري رات زاري ڪندڙ، عالي مقام عارف ۽ عظيم ولي الله هو. شيخ عبدالاحد سندس زيارت ڪئي ۽ ان جو معتقد ٿي ويو.

## شيخ عبدالغني

هيءُ عظيم سيرت جو مالڪ هو. ڪامل اهل الله صاحب وجد هو. دنيا دولت جي خرافات کان بي خبر ۽ بيپرواهه هو. ڪامل صاحب ڪشف هو. وڏي عمر وارو شيخ ۽ سون تپه جو رهندڙ هو. شيخ عبدالله سرهندي ساڻس نيازمندي سان ملاقات ڪئي هئي.

## خواجه حسام الدين

هيءُ خواجه باقي بالله جي مخلص مريدن مان هو. سندس والد قاضي نظام الدين بدخشاني هو. مولانا سعيد ترڪستاني جو هي پيارو شاگرد هو. مولانا المدقق احمد جنيد جو شاگرد هو. سندس والد قاضي نظام الدين آخر ۾ ڏاڍو امير ۽ سرمايه دار هئڻ سبب امراء ڪبار جي زمري ۾ شامل ٿي ويو هو. جڏهن هو فوت ٿي ويو ته ان جو سرمايو هن جي ورثي ۾ آيو. مگر پاڻ سڀ ڪجهه ڇڏي، ابراهيم ادهم وانگر بوري جي پوشاڪ ۽ ٽوپي پهري روانو ٿي ويو. ليڪن شيخ ابوالفضل اڪبري، جيڪو سندس سهرو هو، ڪيس واپس وٺي آيو. دنيا ۽ دين جي ڪلي فرائض پورا ڪرڻ لاءِ ڪيس سمجهايائين. پوءِ الله تعاليٰ جي عنايت ۽ خواجه جي خدمت جي جذبي ڪيس دنيا جي هر خوف ۽ بلا کان بچايو. خواجه باقي بالله کان پوءِ مخدوم زادن، شفقت ۽ عنايت طور خانقاهه جي خدمت ۽ درگاهه جون ذميواريون سندس حوالي ڪري ڇڏيون.

## شيخ الهداد

هيءُ به خواجه باالله جي مخلص مريدن ۽ اجازت يافته خليفن مان هو.

## شيخ يعقوب ڪشميري

هيءُ شيخ حسين خوارزميءَ جي بزرگ خليفن مان هو. شيخ احمد مجدد الف ثاني جي صحبت ۾ به رهي. ڪانئس فيض حاصل ڪيائين.

## مخدوم صدو لانگاهه

يعني صدرالدين ساڪن ڳوٺ نصريه ۽ تعلقو بنورو. هيءُ پنهنجي وقت جو برگزيده بزرگ ۽ اڪابر مشائخ مان هو. چون ٿا ته هڪ پڪل طعام جو ٽانو مٽ جي هينان رکي ڇڏيائين، جنهن مان ساري رات پاڻي ٽمندو رهيو. پوءِ ڪاڏي جي هر شيءِ خراب ٿي وئي. ڪجهه به نه رهيو. پوءِ ان چيو ته: يوم جديد، رزق جديد، (نئون ڏينهن، نئون رزق).
سندس مزار سيد عبدالڪريم متعلوي جي سادات جي ارادتمندن جي زيارتگاهه آهي، جيڪي اڪثر سندس به مريد آهن.

## ملا آجب

هيءُ مخدوم صدهو جو پٽ هو. پنهنجي پيءُ جي وفات کان پوءِ سندس گاديءَ تي ويٺو. سندس اوصاف گرامي اهل دل وارن تي خودبخود ظاهر ٿيا. هيءُ بزرگيءَ جي نمائش کي پسند نہ ڪندو هو، پر ڪامل اڪمل هو.

روايت آهي تہ هڪ ڏينهن درياءَ کان پار ڪنهن ڳوٺ ڏانهن روانا ٿيا. عصر جي نماز جي وقت درياءَ جي ڪناري تي پهتا. مير بحر ٻيڙي کي ٻئي ڪناري تي بيهاري بيٺو هو. فقير ٻيڙي کي هن ڪناري تي آڻڻ لاءِ ڪافي سڏ ڪيا، مگر ميربحر چيو تہ سياٽي صبح کان سواءِ ايڏانهن نہ ايندس. سياري جي موسم هئي. خادم ڪيس عرض ڪيو تہ هينئر ڪنهن ڳوٺ ۾ هلي رات گذاريون. صبح سوير هن جاءِ تي پهچي ٻيڙي ۾ سوار ٿي پار هلنداسون. فقير چيو تہ خير آهي رات اتي ئي گذاريون ٿا. ڪجهہ وقت کان پوءِ جڏهن رات چڙهي آئي تہ الله تعاليٰ جي قدرت سان درياءَ لنگهڻ لاءِ رستو وچ مان نهي پيو. الله جي قدرت سان درياهہ مان سڏ ٿيندو رهيو تہ ياشيخ! جيڪڏهن پار ٿيڻ جو ارادو اٿو تہ هيءُ رستو کليو پيو آهي. مگر فقير قبول نہ ڪيو. بار بار سڏ ٿيندا رهيا، مگر هرگز قبول نہ ڪيائين. پوءِ ٻئي ڏينهن ٻيڙي وارو آيو تہ اهي پار ٿيي ويا.

سندس پٽ شهاب الدين پنهنجي ڏاڏي شاهہ عنايت الله صوفي ۽ پڙڏاڏي فرجد جي طريقت جو بنياد قائم ڪيو.

## شيخ محمد اشرف شطاري لاهوري

هيءُ شيخ فريد کهروال جو مريد هو. سندس ارادت جو سلسلو شيخ غوث گواليار تائين پهچي ٿو. عالمگير بادشاهہ ان جي زيارت ڪئي هئي، پوءِ سندس ارادتمند ٿيو.

## خواجہ شهاب الدين

هيءُ خواجہ ڪمال الدين هرويءَ جو فرزند ۽ خواجہ احرار قدس سره جي اولاد مان هو.

روايت آهي تہ همايون بادشاهہ جڏهن افغانن جي دور ۾ شاهہ ايران وٽ ويو تہ موٽڻ وقت خواجہ ڪمال الدين جي خدمت ۾ پهتو. مدد لاءِ دعا جي درخواست ڪئي هئائين. جڏهن اڪبر بادشاهہ تخت تي ويٺو. تڏهن ڪيس خواجہ ڪمال الدين جو سمورو احوال ڪيو ويو. اڪبر بادشاهہ ڪيس استدعا ڪئي تہ زيارت ڪرائڻ جو هتي اچي اسان کي شرف بخشيو. پوءِ هن پنهنجي پيرسني جو عذر پيش ڪري پنهنجي پٽ خواجہ شهاب الدين کي سندس خدمت ۾ موڪليو. اڪبر ڪيس احترام ۽ عزت ۽ شفقت جي نظر سان ڏٺو. مٿس وڏيون مهربانيون ڪري رخصت ڪيائين. پوءِ هيءُ موٽي پنهنجي پيءُ جي خدمت ۾ آيو.

گهڻو وقت اڳي مير محمد حسين گيلاني، جيڪو حضرت غوث الثقلين قدس سره جي اولاد مان هو. پنهنجي نياڻي، خواجہ شهاب الدين سان منسوب ڪئي، پر قسمت سبب شاهہ بيگ

سان گڏجي، قنڌار ڪان ٺٽي ۾ آئي. اتي ئي دائمي رهائش اختيار ڪيائين. آخر شهاب الدين پنهنجي والد ڪان شادي ڪرڻ لاءِ اجازت وٺي ٺٽي آيو، چو تہ سندس مَگ جا والدين ٺٽي لڏي آيا هئا ۽ شادي ڪرڻ ڪان پوءِ حالات موجب ٺٽي ۾ ئي مستقل سڪونت اختيار ڪيائين. هي صاحب ڪمال ۽ معرفت هو. علم ۽ حلم سان ساري زندگي گذاريائين سندس وفات ڪان پوءِ سندس اولاد اتي ئي رهي.

## سيد ساجن

متعلوي سندس لقب هو. مخدوم نوح جي مريدن مان هو. پنهنجي وقت ۾ هيءُ اڪابر مشائخ جي زمري ۾ داخل هو. سندس درگاهہ ڳوٺ "ڪوچه" ۾ مشهور آهي.

## سيد پني لڌو

هيءُ سيد ساجن جو پوٽو هو. خدا تعاليٰ جي ياد ۾ ايڏو غرق هوندو هو جو الله تعاليٰ جي مخلوق جهنگلي جانور ۽ پکي بہ ڪانئس نہ ٽهندا هئا. شينهن ۽ بگهڙ سندس مجاوري ڪندا هئا. چون ٿا تہ هڪ ڏينهن درياءَ جي ڪناري تي ويو تہ ڏيڏر ڪيس ڏسي ٽهڻ ۽ پڄڻ لڳا. چيائين تہ شايد مون ڪي اجا غير ڏٺو اٿن تہ پوءِ پورو ڏينهن ۽ رات ويهي روئڻ ۽ زاري ڪرڻ لڳو، تيستائين ڪندو رهيو جيستائين درياءَ مان اهي ڏيڏر نڪري ساڻس الفت نہ ڪرڻ لڳا.

سندس فرزندن هر طرح چاهيو تہ مٿس قبو ٺاهيو وڃي پر ڪين اجازت نہ ملي.

## سيد ابراهيم

هيءُ عجيب صاحب ڪمال ۽ نادر حال ۽ فقير گوڏڙي پوش ۽ صاحب اسرار هو. قلعہ ڪلاڪوٽ جي ديوار جي پوئين پاسي مڪليءَ ۾ هڪ غار هوندو هو، جنهن ۾ گوشہ نشين ٿي، پنهنجو پورو پيارو وقت الله تعاليٰ جي ياد ۾ مصروف گذاريندو هو. جنات جو ٽولو سندس تابع هوندو هو. پنهنجا رنگ بہ ڏيکاريندو هو. ڪڏهن لڪل ۽ ڪڏهن مختلف صورتن ۾ ملبوس ٿي ايندو هو. انهيءَ ڪري ماڻهو ڪيس ابراهيم جن جي نالي سان ياد ڪندا هئا ۽ جڏهن فوت ٿي ويو تڏهن اتي ئي ڪلاڪوٽ قلعي جي پوئين ديوار جي پاسي ۾ ڪيس دفن ڪيو ويو. اهل راز جي زيارت جو مرڪز بڻيو.

## سيد رحمت الله بخاري

هيءُ سيد طيّب بن سيد محمود جو فرزند هو. سيد محمود ارغون جي عهد ۾ گجرات ڪان لڏي ٺٽي ۾ آيو.

روايت آهي تہ هڪ ڏينهن ننڍپڻ ۾ هو پنهنجي پيءُ سان گڏجي فرخ جامع مسجد ۾ موجود هو تہ سيد ابراهيم موصوف اتي پهتو. ان صغير جي پيءُ سيد طيّب کي چيو تہ پنهنجو

هي پٽ مون کي الله جي نالي تي ڏي. سيد هائو ڪري ان صغير کي سندس حوالي ڪيو. پوءِ سيدزاده نينگر کي وٺي پنهنجي گهر آيو. سندس تربيت ڪيائين، تانجو هو ڪامل بزرگ ۽ صاحب ڪرامت بڻجي ويو.

سيد ابراهيم جي وفات کان پوءِ سيد رحمت الله پنهنجي والدين وٽ آيو. حياتيءَ جا اوقات ڪماليت سان گذاري آخرت جي راهه وٺي ويو.

## سيد جلال ثاني انجوي

موروثي ولايت سبب پنهنجي وڏن جو قائم مقام ۽ پنهنجي پيءُ مغفور جو جاءِ نشين ٿي، مريدن جي تربيت ۾ مشغول ٿي ويو. مرزا صالح ترخان ولد مرزا عيسيٰ ترخان پنهنجي نياڻي، سيد جلال جي نڪاح ۾ ڏني ۽ پوءِ سيد ان سان وابسته ٿي ويو. مرزا صالح جي پاءُ مرزا باقي پنهنجي حڪومت جي زماني ۾، اڪبر بادشاهه جي دربار ۾ پنهنجي پاءُ جي نياڻي کي هڪ ڪنيز سميت سفارش لاءِ موڪليو.

سيد جلال کي مرزا جي نياڻيءَ مان سيد مير محمد پيدا ٿيو، جنهن پنهنجي خاندان جو نالو روشن ڪيو. پيءُ کان پوءِ سندس مسند تي ويٺو.

چيو وڃي ٿو ته سيد جلال پنهنجي پٽن جي وچ ۾ لوهي ڪمان ڪڍي چيو ته جيڪو پُٽ، انهيءَ ڪمان کي سڌو ڪندو ته اهو ڪوهستاني مريدن جي جماعت جو ڪفيل ۽ مرشد ٿيندو. پوءِ سيد فضل الله پنهنجي ڪرامت جي زور تي انهيءَ ڪمان کي سڌو ڪري ڏيکاريو. پوءِ ڪوهستاني جماعت ۽ ٻيا ان سان ئي وابسته ٿي ويا. سندس فرزند مير علي اصغر پنهنجي پيءُ جو قائم مقام ٿيو.

## پرڪيو لنگ

هيءُ صاحب معرفت قلندري مشرب رڪندڙ فقير هو. ترخاني دور حڪومت ۾ هن مڪليءَ جي دامن ۾ هڪ وڏو منارو ناهيو. سهسي لنگ جون ماڙيون سمن جي قبرستان جون اڪثر اڏاوتون ڊاهي، انهن جي پٿرن کي مناري جوڙڻ لاءِ ڪم آڻڻ لڳو. جڏهن منارو ڪافي بلند ٿي ويو ته ان جي مٿان رات جو هڪ وڏو شمعدان ٻاري رکندو هو. ايتري قدر جو ان جي روشني سمنڊ تائين نظر ايندي هئي. ٻيڙي وارا انهيءَ روشنيءَ جي نشان تي لنگرانداز ٿيندا هئا. واپاري ماڻهو سندس خدمت ۾ اچي نذرانا پيش ڪندا هئا. خلق بي انتها سندس خدمت ۾ ايندي هئي ۽ هو وڏو مالدار ٿي ويو. پر جيڪو به ننڍو توڙي وڏو وٽس ايندو هو ته ان کان ضرور خدمت وٺندو هو. ايتري قدر جو ڪانئن چوني ۽ مٽيءَ جو به ڪم وٺندو هو.

چون ٿا ته سيد علي انجوي هڪ ڏينهن سندس ملاقات لاءِ ويو ته ان کان چوني ڪٽڻ جو ڪم ورتائين. جڏهن مخدوم نوح ﷫ کي اها خبر پئي، تڏهن سندس هلاڪت لاءِ بددعا ڏنائين. پوءِ تمام ٿوري وقت ۾ مرزا باقي خفيه طور کيس قتل ڪرائي ڇڏيو.

## خليفو عبدالوهاب

هيءُ سلسلہ شيخ بهاؤالدين ملتاني جي سنڌ جي خليفن مان هڪ نامور خليفو هو. اصل عباسي هو. صاحب ڪرامات هو. ڪيترائي ماڻهو سندس معتقد ۽ مريد هئا. مرزا باقي بيشمار ماڻهن کي ناحق قتل ڪندو رهندو هو، ڪيس خوف وينو تہ مبادا ڪنهن حريف جو هيءُ سات نہ ڏئي، چو تہ خلق جا انبوه وٽس ڏسندو تي آيو. مرزا باقيءَ کي هن جي وڏن ۾ عقيدت هوندي بہ ڪيس قتل ڪرڻ جو قصد ڪيائين ۽ محمد خليل مُهردار کي چيائين تہ عيد جي ڏينهن جڏهن هو مصلّي تان اٿي گهوڙي تي سوار ٿئي تہ ان وقت ڪيس قتل ڪري ڇڏيو. پوءِ خليفي کي منصوبي موجب قتل ڪيو ويو. خليفي جي پٽ محمد صادق ڪاوڙ ۾ اچي پنهنجي پيءُ جي قاتل تي ترار جو وار ڪري سندس نڪ وڍي جدا ڪري ڇڏيو. سندس ٻيو ڀاءُ خوف کان گهوڙي تي چڙهي وڃي درياء ۾ پيو ۽ غائب ٿي ويو.

## مير محمد يوسف مهدوي رضوي

هيءُ سيد جادم عرف سيد جاده فرزند ۽ سيد حسن جو پوٽو هو. سيد مکي بکري جي اولاد مان هو. سيد مبارڪ شاهہ جو فيض يافتہ هو. هو شيخ دانيال جو فيض يافتہ هو، جو سيد محمد جونپوري جي مکيہ خليفن مان هو. هو سکر ۾ پنهنجي ڀائرن ۽ سوٽن،ساري خاندان کي ڇڏي، برگزيده مشائخ جي زيارت لاءِ سفر شروع ڪيائين جابلو علائقي کان ٿيندو وري سمنڊ جو ڪنارو ڏيندو گوشۂ نشين سان وقت گذاريندو، ٺٽي وٽ مڪلي ۾ اچي وارد ٿيو. جتي سيد ميران اچي منزل انداز ٿيو هو ان جي پرسان عبادت جي جاءِ هئي. ان جو آخر مدفن بہ اتي ئي ٿيو، مير محمد يوسف اتي پهچي گوشۂ نشين ٿي عبادت ۾ مشغول ٿي ويو. ڪجهہ عرصي کان پوءِ عباسي قاضين مان جيڪي پنهنجي وقت جا معروف هئا. شادي ڪري هميشہ لاءِ اتي ئي رهائش اختيار ڪيائين.

سيد عبدالڪريم شاهہ کان روايت آهي تہ سيد ابراهيم بخاري نالي هڪ فقير شخص انهيءَ ڳوٺ ۾ آيو. ڪيس صاحب ڪرامات ڏسي، سندس خدمت ڪندو هو. پوءِ هڪ ڏينهن مون کان سنڌ جا جيڪي بہ زنده مشائخ هئا، انهن متعلق پڇا ڪيائين. مان پنهنجي معلومات مطابق هرهڪ جو نالو ڳڻندو، سندس صفتون بيان ڪندو ويس. سيني جو احوال ٻڌي چيائين تہ جن بزرگن جون تو صفتون بيان ڪيون آهن، انهن ۾ هڪ بزرگ سيد يوسف، عزيز مصر وانگر معرفت جو بادشاهہ ٿو لڳي، ڪجهہ عرصي کان پوءِ مسجد مان غائب ٿي ويو. گهڻو ئي ڪيس ڳولهيم، پر پتو ڪونہ پيو. ياد آيو تہ شايد هيءُ سيد محمد يوسف جي زيارت لاءِ ويو هجي. يڪدم اوڏانهن روانو ٿيس ۽ جڏهن مڪلي ۾ سيد جي جڳهہ تي پهتس، ڏٺم تہ اهو فقير سيد جي خدمت ۾ ادب سان وينو آهي.

جيئن تہ ان وقت فقير مٽي ۾ پيرين اگھاڙو وينو هو. سفر جا سانباها ڪري رهيو هو. اهو ڏسي سيد سڳوري پاڻ لاءِ پنهنجي جُتي لاهي ڪيس ڏني. فقير مون ڪي چيو تہ هن جُتي مان منهنجي لاءِ ٽوپي نهرائي ڪٽي اچ، آءٌ سندس لاءِ ٽوپي نهرائي ڪٽي آيس. فقير ان ڪي پنهنجي مٿي ۾ پائي روانو ٿي ويو. آءٌ سندس پنيان لڳس. آخر هو انهيءَ ٻيڙيءَ ۾ وڃي وينو، جيڪا بندر ڪان سمنڊ جي طرف وڃي رهي هئي. مون ڪيس پاڻ سان گڏ هلڻ لاءِ ڪافي منٿون ڪيون، مگر هن قبول نہ ڪيون. پوءِ دعا گھريم، مون ڪي چيائين تہ تمام جلد تنهنجو ڪم سنڌ ۾ وائڪو ٿيندو.

بهرحال سيد جون ڪرامتون بي حساب ۽ مقامات بلند آهن. سندس وفات ڪان پوءِ صاحب ولايت سندس فرزند سيد ابراهيم پنهنجي پيءُ جو جانشين ٿيو.

## سيد عبدالرزاق

هيءُ سيد محمد يوسف جو پاءُ هو. عارفن جي جماعت ۾ داخل هو. مڪليءَ ۾ مدفون آهي. سندس آمد ۽ ٻيو احوال معلوم نہ ٿي سگھيو آهي.

## سيد اسحاق

عرف پير پرديسي. هيءُ مير ڪمال الدين بن مير جادم جو فرزند هو. پنهنجي وقت جو ڪامل بزرگ هو. سيد محمد يوسف ڪيس سڪر مان گھرائي پنهنجي نياڻي سندس نڪاح ۾ ڏني. سندس اولاد يادگار آهي.

## سيد جعفر

هيءُ سيد ابراهيم ولد سيد محمد يوسف مهدويءَ جو فرزند هو. جامع ۽ ڪامل صفات سان موصوف پنهنجي وڏن جو جانشين ٿيو.

چون ٿا تہ هڪ بيواهہ پوڙهي عورت پنهنجي ٽن نياڻين جي پرڻائڻ لاءِ ڏاج جو خرچ نہ هئڻ سبب ڏاڍي پريشان هئي. سيد جي ڪافي مدت ڪان خدمت ڪندي رهندي هئي، سيد ڪي مدد ڪرڻ جي استدعا ڪندي رهي. آخر سيد هڪ ڏينهن مٿس مهربان ٿي، ڪجھ لکي هٿ ۾ ڏنائينس ۽ چيائينس تہ هي پرچو پاڻ ڪٽي وڃ ۽ پيردادن جي سامهون هڪ زمين جو ٽڪرو آهي، اتي وڃي ڏسنديءَ تہ هڪ شهر آباد آهي. ان ۾ هر شيءِ موجود آهي. نياڻين جي شادي لاءِ جيڪا بہ شيءِ توکي ضرورت ۾ هجي، اها اتان ڪٽي وٺ. ليڪن هڪ پيري ڪٽج، وري اميد نہ ڪج. ڏسَ موجب پوڙهي پنهنجي پُٽ سميت اتي پهتي. سڀ اتي ڏٺائين. پوءِ ڪپڙا، زيور، ٿانوَ، خوراڪ ۽ نقد رقم جيڪي بہ شيءِ سندس ضرورت ۾ هئي سڀ ڪنيائين. پوءِ جڏهن ٻيهر لالچ ڪري وئي تہ ڪيس ڪجھ بہ نظر ڪونہ آيو.

## آدم شاھ ڪلھوڙو

ولد ڪجن بن صاحب بن ميان خان بن ميان طاھر بن ميان راڻو بن ميان شاھ محمد بن ميان ابراھيم بن ميان محمد بن ميان چام چنو.

ھيءُ اصل عباسي ھو، شيخ الياس ۽ شيخ ابراھيم جي واسطي سان سيد ميران محمد مھدي جونپوري سان طريقت جي نسبت ڳنڍيائين. سخت رياضت ۽ مجاھدا ڪري منزل مقصود ماڻيائين. آدم شاھ ھڪ دفعي چانڊڪا زمين جي ھڪ ڳوٺ ۾ موجود ھو تہ ھڪ بيوه ۽ بي سھارا عورت جو پٽ مري ويو. ھن عورت پٽڻ شروع ڪيو، ساري رات آلاپا ۽ پار ڪيندي رھي. اھو روج راڙو سندس رھائش جي پر ۾ ھئڻ ڪري ھيءُ ٻڌندو رھيو. ڪيس احساس ٿيندو رھيو. صبح جو ان بيوه عورت وٽ سندس دلجوئي ڪرڻ لاءِ ويو. ڪرامت جي آذار تي ڪيس فرمائڻ لڳو تہ تنھنجو پٽ مري ڪونہ ويو آھي، زنده آھي، ڪيس سڪتو ٿيو آھي. ھاڻي ڏس تہ ڪيس افاقہ اچي ويو آھي. ھوءَ پنھنجي پٽ جي ڪفن دفن جي خيال ۾ ھئي، ھن درويش جي اھا ڳالھ ٻڌي حيراني ۾ پئجي وئي، پنھنجي پٽ جي نبض ڏنائين تہ اھا ھلي رھي ھئي ۽ آھستي آھستي صحيح ٿي اٿي ويھي رھيو. جيئن تہ ھن درويش ھميشہ پاڻ کي پوشيده رکيو پر ھن ڪرامت ڪيس ظاھر ڪري سندس بزرگيءَ کي ساري ملڪ ۾ مشھور ڪري ڇڏيو. ھرجاءِ تي ان جو چرچو ٿيڻ لڳو، اھو ٻڌي ڪبڙ ابڙو نالي ھڪ شخص پنھنجي سيني پوئلڳن سميت دبي ڳوٺ مان لڏي اچي سندس مريدن جي پڪي جماعت ۾ داخل ٿيو. انھيءَ وقت خانخانان ٺٽي جي علائقي کي فتح ڪرڻ لاءِ مرزا جاني بيگ سان جنگ جوٽيو وينو ھو. مھم ڏاڍي سخت ھئي ۽ مقابلو بہ سخت ھو ان وقت خانخانان ھن درويش ڪان دعا طلب ڪرڻ آيو. ھن درويش دعا گھري. ھن ڪاميابي حاصل ڪري موٽڻ وقت وري خان خانان درويش وٽ آيو تہ آدم شاھ ڪبڙ ابڙي کي حسب تمنا چانڊڪا زمين جي زمينداري وٺي ڏني چو تہ چانڊيہ قوم جا ماڻھو اتان لڏي ويا ھئا. ان وقت جو برگزيده شيخ ۽ بزرگ لال حسين، جيڪو شيخ الشيوخ حضرت بھاؤالدين ملتانيءَ جي اولاد مان ھو، تنھن جي تلھار ۾ محققانہ ملاقات ٿي ھئي. ڏينھن گذرندا ويا مريدن جو دائرو وسيع ٿيندو ويو. تيئن زمين وڌائڻ جي بہ ڪوشش ڪندا، زمين وڌائيندا ويا ۽ جاگيردارن کي اھا ڳالھ ڏاڍي ڏکي لڳي. سندس خلاف زميندارن ۽ جاگيردارن گڏجي ملتان جي حاڪم جا ڪن ڀريا. اُن پھريائين ڪيس قيد ڪيو. پوءِ ڪيس شھيد ڪرائي ڇڏيائين.

سندس وصيت موجب ملتان جي حاڪم جي ڪوتوال آقا شاھ محمد، جنھن کي جيل جي وقت ۾ درويش ڪان ڪافي فيض نصيب ٿيو ھو. سندس نعش کي ڪڻائي، سکر ۾ آڻي ھڪ ٽڪري تي دفن ڪرايو. اتان ان شھيد جي رھڻ واري ڳوٺ ۾ وجي سندس بن صغير پٽن ابراھيم ۽ دائود کي ۽ ٻين پوئلڳن کي جيڪي انھيءَ وچ ۾ منتشر ٿي ويا ھئا، گڏ ڪري ھڪ ھنڌ انھيءَ جاءِ تي آندو. پاڻ گاديءَ جي سنڀال ڪرڻ وينو. شاھ محمد اصل ڪيھري بلوچ قوم مان ھو. چتر بار سرزمين جو رھنڊڙ ھو، چتربار سيويءَ جي دري تي آھي.

ان جي وفات ڪان پوءِ:

## ميان الياس

بن دائود ولد آدم شاهه سندس گاديءَ جو وارث ٿيو. پنهنجن مريدن جي وڌائڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو. پنهنجا ڏينهن گذاري فوت ٿي ويو، سندس قبر ڳوٺ ڏبري ضلع لاڙڪاڻي ۾ آهي ۽ ان کان پوءِ سندس پاءُ نالي:

## شاهه علي عرف شاهه محمد

۽ ان کان پوءِ:

## نصير محمد

ولد ميان الياس سن 1060هه ۾ پنهنجي اڪابرين جو جانشين ٿيو. مرشدي ۾ پنهنجي وڏن کان وڌي ويو. خاندان جي ولايت ۽ صاحبي هن تي ختم ٿي وئي. انهيءَ کان پوءِ سندس اولاد ۾ اقتدار جو دور اچي ويو. آهستي آهستي هنن سنڌ جي صاحبي ۽ تئي جو اقتدار پنهنجي قبضي ۾ آندو.

## درويش احمد رونجهو

هيءُ اپلان ڳوٺ جو رهندڙ هو، سيد عبدالڪريم جو همعصر هو. پنهنجي وقت جو نامور درويش ٿي گذريو آهي.

## قاضي حسن

ڪامل دانشمند هو، صاحب ذوق ۽ حال هو. اهل ڪمال سندس معتقد هوندا هئا. سيد عبدالڪريم جو همعصر هو. هنڙي ڳوٺ ۾ رهندو هو. اتي ئي فوت ٿي ويو.

## درويش جوڻو

هيءُ صاحب ڪرامت ۽ صاحب معرفت هو، سيد عبدالڪريم جو همعصر هو. ڳوٺ ڏُبي ۽ تعلقي بنورو ۾ رهندڙ هو.

## درويش حسين سهار

هيءُ احرار جي خاص مريدن ۾ داخل هو. سيد عبدالڪريم جو همعصر هو.

## سيد بايزيد بخاري

هيءُ بزرگ صاحب عرفان، واصل راهه رحمان هو ساري حياتي عرفان ارشاد جي تربيت ڏيڻ ۾ گذاريائين، سندس مقبرو پير آسات وٽ ڏاڪڻ جي پاسي ۾ حق شناسن جي زيارت جو مرڪز آهي.

## سيد محمّد ملوڪ

هيءُ سيد بدرالدين مازندراني جي پوٽن مان آهي، نواب لشڪر خان جي عهد حڪومت ۾ سن 1017هه ۾ بنورو علائقي جو ڪيس حاڪم مقرر ڪيو ويو هو. هندن سان جهاد ڪندي شهيد ٿيو. سندس نعش کي مڪلي ۾ دفن ڪرڻ لاءِ ڪنيائون، پوءِ جمنا جي سرزمين کان روانا ٿي ٺٽي ڏانهن آيا ٿي تہ رستي ۾ جنازو لاٿائون تہ ڏٺائون جنازو موجود نہ آهي. پوءِ سمجهيائون تہ شايد اتي ئي سندس خاڪ لڪيل آهي. پوءِ اتي ئي سندس قبر جوڙيائون ۽ ارادتمندن جي زيارتگاهہ آهي.

## شيخ ڪالو قريشي

هيءُ شيخ الشيوخ شيخ بهاؤالدين زڪريا ملتاني جي اولاد مان هو. ولايت وغيره ڪيس وڏن کان ورثي ۾ مليل هئي. ٺٽي ۾ آيو، خسرو خان چرڪس ناظم ترخانيہ ڪيس پنهنجو گهر جاٽو بنايو. پنهنجي ساري عمر ظاهري ۽ باطني تعليم ڏيڻ ۾ گذاريائين.

## شيخ سلام الله

سندس سڳو پوٽو هو. سالڪ راهہ فقر هو. فنا ۽ ولايت ۾ ڪامل هو. سيد عبدالغني صاحب سجاده سيد عبدالڪريم سان پنهنجي ارادت جي نسبت ڳنڍيائين ۽ الهڏنہ زرگر خليفي سيد عبدالڪريم جي صحبت ۾ عقيدت طور رهيو. سيد جي درگاهہ ۾ روزاني بتيون ٻارڻ ۽ روشني جي خدمت جو عهدو سندس حوالي هو. اڄ تائين سندس اولاد انهيءَ خدمت تي قائم آهي.

## قاضي قاضن ٺٽوي

هيءُ قاضي محمد قاسم بڪريءَ جو فرزند هو. ظاهري ۽ باطني علمن ۾ اڪمل هو. عارفن ۽ اهل تقويٰ جي زمري ۾ داخل هو. يارهين صدي هجريءَ ۾ گذاري ويو.

## مخدوم فيض الله ٺٽوي

وقت جو استاد، ظاهري ۽ باطني علوم جو عالم، سيد علي ثاني انجوي سندس شاگرد هو. سندس پٽ سيد جلال بہ انهيءَ استاد وٽ پڙهندو هو. سيد علي اصغر جنهن وقت ٺٽي ۾ آيو، آڪر ڏانهن پنهنجا پير دگها نہ ڪندو هو، ڇو تہ مخدوم جو گهر آڪر ۾ هو. سيد عليءَ جو اولاد مخدوم جي اولاد کي ادب ۽ تعظيم خاطر تعليم جون ڦرهيون اول لکرائيندو هو.

## مخدوم حاجي حمزه واعظ ٺٽوي

هيءُ هڪ وڏو دانشمند، ڪامل، عارف ۽ واصل بالله هو. حاجي ملا حمزه عباسي، جيڪو آخوند محمد باقي جي ڏاڏنگ مان هو، سو ٻارهن سال حرمين شريفين ۾ رهيو. ڪيس

وطن جي حب ننڍي ڏانهن ڇڪي رهي هئي، پر موٽڻ لاءِ کيس موقعو ميسر نہ ٿي ٿيو. انهيءَ تلاش ۾ کيس ڏهہ سال گذري ويا. ڏاڍي فڪر ۽ پريشانيءَ ۾ هو تہ هڪ بزرگ شخص کيس ٻڌايو تہ فلاڻي وقت فلاڻي جاءِ تي هڪ شخص عبادت لاءِ ايندو آهي، کيس چنبڙي وڃ تہ توکي تنهنجي مقصود جڳهہ تي پهچائيندو. ملا حمزه انهيءَ نشاني تي انهيءَ بزرگ کي وڃي لڌو. کيس التماس ڪيائين، مگر هن بي خبري ڏيکاري. آخر ڏاڍيون منٿون ڪرڻ تي چيائينس تہ پنهنجا هٿ منهنجي هٿن ۾ ڏئي ۽ پير منهنجي پيرن تي رکي اکيون ٻوٽ. پوءِ انهيءَ ئي دم ٺٽي جي عيدگاهہ ۾ پاڻ کي ڏٺائين. بزرگ کيس چيو تہ هيءُ اٿئي تنهنجو ٺٽو. مگر خبردار! جو ڪنهن سان ڪا ڳالهہ ڪئي اٿئي ورنہ تنهنجو ايمان ڪسجي ويندو. ملا سندس پيرن تي ڪِري پيو. کيس عرض ڪرڻ لڳو تہ: آءٌ آخر انسان آهيان. جيڪڏهن اوهان جي حياتي مون کان اڳ پوري ٿي وڃي تہ پوءِ مون کي ڳالهہ ڪرڻ جي اجازت ڏيڻ فرمايو. پوءِ انهيءَ شرط تي کيس اجازت ملي.

چون ٿا تہ هڪ شخص صبح سوير جو مڪليءَ جي زيارت ڪرڻ ٿي ويو تہ ٽڪريءَ جي پاڙ ۾ وتايو مجذوب ٻين مجذوبين کي چئي رهيو هو تہ اڄ مخدوم حمزه فوت ٿي ويو آهي. جناب رسالت مآب ﷺ جن سندس جنازي تي تشريف فرما ٿي رهيا آهن. اچو تہ پاڻ سڀڙون ﷺ جن جي زيارت لاءِ پاڻ بہ هلون، اهو ٻڌي هيءُ ويندڙ شخص بہ سندس پنيان لڳو تان جو مخدوم حمزه جي جنازي تي پهتو، صفن سڌي ٿيڻ وقت، وڏي هجوم جي باوجود هيءُ پهرين صف ۾ امام جي پرسان وڃي بيٺو. امام جي تڪبير چوڻ کان اڳ، کيس غيب مان تڪبير جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو.

## مخدوم آدم

هيءُ مخدوم اسحاق جو فرزند هو. نسب ۾ صديقي هو. سندس ناناڻ فاروقي هو. هو وڏو ڪامل ولي الله متقي هو. مخدوم آدم نقشبنديءَ جو همعصر هو. مڪه مڪرمہ ۾ هو تہ هڪ ڏينهن مڪي جي حرم شريف ۾ مردن ۽ زالن کي هڪ هنڌ تان گڏ داخل ٿيندي ڏٺائين. حرم جي مشائخ کي چيائين تہ اها رسم نامناسب ۽ غير شرعي آهي، تنهن ڪري بند ٿيڻ گهرجي. پر جيئن تہ حرم جي مشائخ انهيءَ ڳالهہ ڏانهن ڪوبہ توجہ نہ ڏنو، تڏهن وري کين چيائين تہ نبي عليه الصلوٰة والسلام جن جي روحانيت پاڪ ڏانهن متوجہ ٿيو تہ اوهان کي حقيقت حال جي خبر پوندي. پوءِ مخدوم جي انهيءَ اشاري سبب پاڻ سڳورن ﷺ جن جي حضور کان خواب ۾ کين اهو حڪم مليو تہ هر صورت ۾ مردن ۽ عورتن جي داخل ٿيڻ جا ڏينهن جدا مقرر ڪيا وڃن.

چون ٿا تہ مخدوم پنهنجي ڪماليت کي مخلوق جي خدمت لاءِ ائين وقف ڪري ڇڏيو هو، جو جيڪو بہ سندس دامن کي وٺندو هو، ان سان گڏجي سفارش واري جاءِ تي وڃي سفارش ڪندو هو. ان ۾ ڪابہ ڪراهت محسوس نہ ڪندو هو. حاجتمندن کي حاڪمن وٽ وٺي وڃي سندن مسائل حل ڪرائيندو هو. ڪنهن ڪنهن وقت حاڪم بہ سندس انهيءَ روش ۽ ڪثرت

سفارشن کان تنگ بہ اچي ويندا هئا. سندس سفارش کي رد ڪري ڇڏيندا هئا ۽ ناگواريءَ جو اظهار ڪندا هئا. تڏهن بہ هيءُ هرگز دل برداشتہ نہ ٿيندو هو. موٽي ڪين گهر وٺي ايندو هو. سندن دلجوئي ڪندو هو، بي خبري سبب حڪام جيڪڏهن ڪنهن کي بہ تاوان هيٺ آڻيندا هئا تہ هيءُ انهن کي حاڪمن وٽ وٺي وڃي، ڪين حقيقت کان آگاهہ ڪندو هو. پوءِ حڪام پشيمان ٿي ان تاوان کي موقوف ڪري ڇڏيندا هئا. آخر محسوس ڪيائون تہ جنهن پنهنجي زندگيءَ کي الله تعاليٰ جي راهہ ۾ فدا ۽ وقف ڪري ڇڏيو آهي، ان کي رد ڪرڻ ناانصافي ۽ حق کان منهن موڙڻ آهي، تنهن ڪري سندس ڪافي تعظيم ۽ عزت افزائي ڪرڻ لڳا ۽ حڪم جاري ڪري ڇڏيائون تہ هن بزرگ جو هر وقت ۽ هر حال ۾ احترام ڪيو وڃي. حاڪمن وٽ اچڻ جي ڪيس ڪابہ منع ڪونہ آهي. ۽ سندس پٽ ميان ابوبڪر تني ۾ سندس مسند تي وينو.

هيءُ مخدوم آدم نقشبندي جو هم زمان هو.

## ميان آدم متقي

هيءُ صاحب ڪماليت، بزرگ ۽ متقي مشهور هو. مخدوم آدم جو همعصر هو.

## ميان عبدالنبّي خائف

جيئن تہ هيءُ رات ڏينهن خوف خدا ۾ روئيندو ۽ زاري ڪندو هو، تنهن ڪري مٿس اهو لقب "خائف" پيو.

## مخدوم آدم نقشبندي

عرف مخدوم آدو، مخدوم آدم صديقي، جنهن جو ذڪر مٿي اچي چڪو آهي، ان جو همعصر هو. جڏهن آدم صديقي جي ڪافي شهرت ٿي وئي، تڏهن هن اهو فرمايو تہ مون کي "آدو" سڏيو وڃي، ڇو تہ هڪ ئي وقت ۽ هڪ ئي شهر ۾ بہ آدم مناسب نہ آهن. پنهنجي ڪسر نفسيءَ جي ڪري پنهنجو نالو "آدو" رکيائين ورنہ سندس بزرگي ۾ وڏيڪ هئڻ جا اڪثر ماڻهو قائل هئا. سلسلہ نقشبندي ۾ هيءُ نهايت عجيب صاحب فيض ۽ ڪمال هو.

سرهند ۾ خواجہ محمد معصوم جنهن جو لقب حضرت "ايشان ثاني" هو، ان جي خدمت ۾ حاضر ٿي، چند سال سندس صحبت ۾ رهي، طريقہ ذهبيہ نقشبنديہ حاصل ڪيائين ۽ ان سلسلي کي پکڙيائين تني ۾ ۽ پوءِ ساري ملڪ ۾ جاري ڪري فيض رسايائين. ۽ سندس فرزند ميان فيض الله، محمد افضل ۽ محمد اشرف هرهڪ پنهنجي پنهنجي حيثيت ۽ طريقت ۾ صاحب ڪمال ۽ ارشاد هو.

## ميان محمّد اشرف

ولد مخدوم "آدو" هن پنهنجي پيءُ کان فيض حاصل ڪيو، ان وري شيخ سيف الدين کان، جيڪو خواجہ محمد معصوم جو جانشين هو، فيض حاصل ڪيو. هن ڪافي معتقدن ۽ مريدن کي فيض رسايو هو.

هيءُ مخدوم محمد نقشبندي جو جانشين ٿيو. هو وري ميان شيخ ابوالقاسم نقشبندي جي خدمت ۾ لائق ۽ فائق ٿيو. سندس سجع هيءُ آهي: (محمد اشرف اولاد آدم).

## مخدوم محمد صادق نقشبندي

هيءُ محمد اشرف مٿي ڄاڻايل جو نياڻو هو. طالب علم ڪامل هو. جناب سيد عبداللطيف تارڪ جو معتقد هو. سندس پٽ ميان غلام حسين عرف مخدوم ابوالحسن، حرمين شريفين ڏانهن زيارت جو شرف حاصل ڪرڻ ويو. اتي ڪافي علم حاصل ڪيائين ۽ مخدوم محمد حيات سنڌيءَ جي وفات کان پوءِ سندس ئي مدرسي ۾ حديث پڙهائڻ لڳو. سندس دور ۾ ڪيترائي علماء، فضلاء وٽس اچي حديث پڙهڻ لڳا.

مخدوم آدم جي نسبت سان بيشمار ماڻهو منسلڪ آهن، مگر هت چند مشهور هستين جو ذڪر ڪيو پيو وڃي:

(1) ميان ابوالحسن
(2) سيد فتح محمد
(3) شيخ انس
(4) حافظ عبدالرؤف
(5) شيخ عنايت الله
(6) شيخ عبدالخالق گروري ٺٽوي

## خليفو ابوالبرڪات

هيءُ اصل گجرات جو هو. حافظ الله شاهه گجراتي قادري ۽ حسني جو مريد هو. شاهه حافظ الله ڪيس ۽ پنهنجي مريد خاص شيخ يعقوب کي ارشاد فرمايو ته اسان جو سوٽاڻو ڀاءُ سيد عبدالله ٺٽي ۾ مدفون آهي، سندس مرشد حافظ الله جڏهن فوت ٿي ويو ته هيءُ ٺٽي ۾ آيو. اتي ئي هميشه لاءِ رهائش اختيار ڪيائين.

## شيخ محمد يعقوب

هيءُ شاهه حافظ الله گجراتيءَ جو مريد هو. هيءُ ۽ خليفه ابوالبرڪات جڏهن ٺٽي ۾ سيد عبدالله جي قبر جي نشانن کي ظاهر ڪرڻ آيا هئا ته پاڻ ٺٽي ۾ رهي پيو. اتي ئي گذاري ويو هو. سندس قبر سيد معروف جي پاسي ۾ آهي.

## شيخ عثمان بقاول

هيءُ شيخ محمد يعقوب جي فيض يافتن مان هو. جڏهن هن کي معرفت جي ٽانوَ مان نصيب مليو هو، تڏهن حق جي طلب ۾ نڪتو. ولايت ۾ ڪمال حاصل ڪري، بقاولي مشائخ جو

لقب حاصل ڪيائين. چون ٿا تہ پنهنجي درجي ۽ ڪرامتن ڪي لڪائڻ خاطر هن ڪپڙن جي اُٽڻ جو ڪورڪو ڏنڊو شروع ڪيو.

هڪ ڏينهن هڪ مدعي آزمائش خاطر ان کان طلب ڪئي تہ غير موسم ۾ تازو پلو آڻي ڏيڪار. هيءُ پنهنجي ڪپڙي اُٽڻ واري آڏاواٽي تي ڪم ڪري رهيو هو. فوراً آڏواٽيءَ جي ڪُڏيءَ ۾ اندر هٿ وجهي تازو پلو ٻاهر ڪڍيائين، جنهن تي اهو حاسد ڏاڍو لڄي ٿيو. اهڙي طرح هڪ ڏينهن پنهنجي گهر کان ٻاهر ميدان ۾ ڪپڙو اُٽڻ لاءِ تنديون سنواري رهيو هو تہ هڪ گهوڙيسوار ڪيس چابڪ هڻي، چيو تہ: اي ڪوري! اُٿ مون ڪي رستو ڏيکار. ڪيس چابڪ بہ هڻندو رهيو ۽ ڌمڪيون بہ ڏيندو رهيو. شيخ عثمان ڪنڌ متي ڪٽي ڏانهس نهاري، ڪيس سلوڪ جي راهہ ونائي. هڪ ئي نگاهہ سان هو هڪدم بيخود ٿي، گهوڙي تان هيٺ ڪِري پيو. هوش ۾ اچي سندس پيرن تي ڪِري پيو. ڪانئس معافي ورتي، توبهہ ڪيائين ۽ سندس مريد ٿيو. ماڻهن ڪيس چيو تہ تو ان سان ڪهڙو سلوڪ ڪيو؟ هو توسان ڪهڙي طرح پيش آيو ۽ تو وري ساڻس ڇا ڪيو؟ چيائين تہ هو مون کان بار بار راهہ پڇندو رهيو. آءٌ جيڪا راهہ ڄاڻندو هئس، سا ڪيس ڏيکاري ڇڏيم.

## ميان ملوڪ شاهہ

هيءُ شيخ عثمان بقاول متي ڄاڻايل جو فرزند هو. پنهنجي وقت جي مشائخ ۾ افضل ۽ اقدم هو. مڪليءَ ۾ جلوه گاهہ امامين سندس ئي نور ڪرامت جو نتيجو آهي. گيڙو پوش ۽ قيمتي گهوڙي تي سوار ٿي سير ڪندو هو. گهوڙي ڪي ڳانيون ۽ جهُل پهرائيندو هو پر جڏهن بہ سوار ٿي نڪرندو هو تہ ڪڏيءَ جو اُٽيل ڪپڙي جو ٽڪر پنهنجي دستار هيٺان ڪنن جي مٿان اهڙي طرح لٽڪائي ڇڏيندو هو تہ جيئن ڪيس ڪوري ئي سمجهيو وڃي.

## درس لله

هيءُ خليفو شيخ بايزيد جي اولاد مان ۽ رسول آباد جو رهندڙ هو. اڪثر ڪوهستاني ماڻهو پشت بپشت بايزيد جا مريد ٿيندا اچن ٿا ۽ ڪيس "خليفہ" لقب ڏيندا آهن.

درس لله حضرت غوث الثقلين جي اشاري موجب ٺٽي شهر ۾ اچي رهيو. ڪيترن خوجن ڪي مسلمان ڪيائين ۽ ڪجهہ وقت انهيءَ قوم جي محلي نالي "نورسيہ" جي هڪ مسجد ۾ رهيو. انهيءَ جڳهہ جي سامهون هڪ ميدان هو، جنهن ۾ سيئي يار گڏجي ڪچهريون ڪندا هئا. انهن يارن ۾ شيخ يعقوب، شيخ عثمان ۽ درس امين بہ هوندا هئا. انهي ڪري انهيءَ جو نالو "جملہ پير ميدان" مشهور ٿي ويو. پوءِ اڪثر ارادتمند انهيءَ ميدان جي زيارت ڪندا رهندا هئا. آخر انهيءَ جڳهہ کان منتقل ٿي مغلواڙي محلي ۾ اچي رهيو. سندس اولاد بہ اتي ئي رهي ٿو.

## درس امين محمد

هيءُ صاحب ڪمالات ۽ صاحب ڪرامات هو. شيخ يعقوب جو فيض يافتہ هو. سندس قبر مڪلي دروازي جي ٻاهر ميدان ۾ واقع آهي. عيدالاضحيٰ جي ڏينهن ڪي اهل الله ۽ عام مخلوق اتي وڃڻ لازمي ڪري ڇڏيو آهي.

## مخدوم ڪبير محمد نقشبندي

هيءُ خواجہ محمد معصوم سرهنديءَ جي مريدن مان هو. ڪرامت ۾ مشهور ۽ بزرگي ۾ نالي وارو ٿي گذريو آهي. سندس فرزند شيخ محمد زمان ڪانئس پوءِ سندس جانشين ٿيو. ڪافي جماعت ڪي فيض رسايو هئائين ۽ پنهنجي نالي ڪي يادگار ڇڏيائين.

ميان فيض الله ولد ميان ابوبڪر ۽ ميان فيض الله جو پٽ ميان عنايت الله اهي ٻئي شخص مخدوم ڪبير محمد جا مريد هئا ۽ ميان ابوبڪر ولد فيض الله ترخانيہ عهد ۾ معروف هئا.

## مخدوم ابراهيم نقشبندي

هيءُ اصل ۾ روهڙي شهر بکر جو رهاڪو هو، صاحب ڪرامت اظهر هو. پنهنجي وقت ۾ خلق جي رجوع جو سرچشمو هو. ڪيس ڪافي مريد هئا ۽ ڪيس ٻہ پٽ نالي ابوبڪر ۽ ميان گل محمد هئا جن جو ذڪر ايندو.

## قاضي مسعود

هيءُ نصرپور جو عثماني قريشي هو، علم ظاهر ۽ باطن وارو بزرگ هو. پنهنجي وقت جي برگزيده اوليائن ۾ شامل هو. پاڻ ۽ سندس پائيتو ميان فتاح شاهہ هاشم رضوي نصرپوري جا مريد هئا.

## ميان عبدالقدوس نصرپوري

هيءُ پنهنجي وقت جي اڪابر مشائخ مان هو. قاضي مسعود نصرپوري جو همعصر هو.

## سيد عالي

هيءُ قبيلہ ڪڙيو مان هو. سادات متعلوي جي چئن قبيلن ۾ هيءُ قبيلہ بزرگي ۾ اتم هو. سندس پٽ سيد لالڻ، صاحب ڪمال ٿي گذريو آهي.

## ميرڪ محمد حسين

ولد ميرڪ عبدالواسع بن ميرڪ عبدالرحمٰن بن ميرڪ شيخ محمود سبزواري، هروي عربشاهي. مجذوب جو سالڪ ۽ سالڪ جو مجذوب هو. ڪشف ۾ وقت جو بي نظير هو. سندس

زبان مان غيب جي خبرن ظاهر ٿيڻ کان سواءِ ٻيو ڪوبہ حرف جاري ڪونہ ٿيندو هو. سوالن جي عرض ڪرڻ کان سواءِ ئي سندن دلين جي احوال ۽ عرض کان ڪشف جي ذريعي واقف ٿي سندن مقصد حل ڪري ڇڏيندو هو.

## مير محمد تقي

هيءُ سيد ظهيرالدين والاسلام جادم ثاني، پوٽو سيد ظهيرالدين والاسلام جادم بزرگ ولد قاضي سيد شڪرالله شيرازيءَ جي اولاد مان هو. جائي ڄم کان ئي مجذوب هو. عجيب حالات جو حامل هو.

ٻالپڻ ۾ وڏين پٽين تي ٽپو ڏئي چڙهي ويهندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ديوار مٿان ٻارن وانگر سوار ٿي ان کي هلڻ لاءِ ايڙي هڻندو هو تہ اُهي پٽيون سندس ارادي موجب جنبش ۾ اچي وينديون هيون. جڏهن گهر وارا ڏسندا هئا تہ دانهن ڪري ڪيس چوندا هئا تہ اهو ڇا ٿو ڪرين گهر کي ڪيريندين ڇا؟ پوءِ ڪِلي بس ڪندو هو. ٻاٽيءَ جي جهاڳ ڪائي خوش ٿيندو هو. سندس زبان تي اڪثر غيب جون خبرون جاري هونديون هيون. زماني جي ايندڙ حادثن جون خبرون ڪڏهن صاف ۽ ڪڏهن اشارن ۾ ٻڌائيندو هو. سندس زبان "ز ڙ" جي مخرج کان آشنا نہ هوندي هئي. انهيءَ ڪري ٻڌندڙ کي ويجهو اچي سندس ڳالهين کي سمجهڻ لاءِ ڪافي ڌيان ۽ غور ڪرڻو پوندو هو. آخر ۾ قوهہ جواني ۾ هن فاني ۽ بي بقا دنيا کان موڪلائي عالمَ بقا ۾ وڃي آرامي ٿيو.

## سيد رحمت الله

عرف منو پٽ سيد فضل الله بن سيد نظام الدين بن سيد نورمحمد ولد سيد شڪرالله ثاني. هن روحانيت جو ڪامل فيض پنهنجي ڏاڏي جي يار سيد ڪمال شيرازي کان پرايو هو. ظاهر ۾ ڪيترن ئي مشائخ سان صحبتون ۽ زيارتيون ڪيائين ۽ وڏن برگزيده اولياَء جي صحبتن ۾ رهي. زيارت بہ ڪرڻ ويندو هو. ڪمال موصوف جي ڳوٺ ڏانهن اچا وڃڻ شروع ڪندو هو تہ رستي ۾ ئي سندس روحانيت جسم جي حالت ۾ اچي ساڻس ملاقات ڪندي هئي، تہ جيئن خود اچڻ جي تڪليف نہ ڪري ۽ سندس يار هي هئا: ملا طاهر ٺٽوي جنهن جو لقب ملا سلامت هو. ٻيو درويش لڏو جنهن جو ذڪر ايندو.

سندس وفات کان پوءِ سندس مريدن، خادمن جي هڪ وڏي جماعت هر پنجين مهيني وفات واري ڏينهن سندس قبر تي ختمو ڏياريندي ۽ تبرڪاً طعام تقسيم ڪندي رهندي آهي. پنهنجن اڪابرين جي ڪامل وصفن جي اظهار کي هرگز پسند نہ ڪندو هو. سندس مقولو هو تہ "کن فِي النّاسِ کاحَدٍ مِنَ النّاس" (ماڻهن ۾ اهڙي طرح رهو تہ گويا تون انهن مان ئي هڪ فرد آهين).

## حاجي محمد طاهر

هيءُ سيد رحمت الله موصوف جي يارن مان هڪ هو. پنهنجي وقت جي مشائخ ۾ مشهور هو. سندس معتقد ماڻهن جي هڪ وڏي جماعت هئي. صلبي اولاد ڪيس ڪونہ هئي،

سندس مريدن خادمن جي هڪ وڏي جماعت سندس وفات واري ڏينهن هر سال ان جي قبر تي وجي ختما ڏيئي طعام تقسيم ڪندي آهي.

## درويش لڏو ڪپهه فروش

هيءُ بہ سيد رحمت الله موصوف جي يارن مان هو. پنهنجي دڪان تي ويهي ڪپهه وڪڻندو هو. پنهنجي اڳيان پترن جو ڪوڙو رکي ڇڏيندو هو. پنهنجي ارادتمندن مان ڪو بہ بيمار وٽس دعا لاءِ ايندو هو تہ ڪيس پتر پيچي ڏيندو هو. اهو ٽڪرو بيمار پاڻيءَ ۾ وجهي پيئندو هو تہ شفاياب ٿي ويندو هو. پنهنجي يار سيد رحمت الله جي حياتيءَ ۾ گذاري ويو. سيد رحمت الله جيڪو ساڻس قرب جي ڪري، ان جي دڪان ۾ مدفون آهي، تنهن جي زيارت لاءِ ويندو هو.

چون ٿا تہ جنهن سال هن وفات ڪئي تہ ڪيس انهيءَ ئي دڪان ۾، جيڪو مچي مارڪيٽ جي پرسان، وچ بازار ۾ آهي، ڪيس دفن ڪيو ويو. انهيءَ سال برسات وسڻ بند ٿي وئي، بعض ماڻهو انهيءَ جي مدفن ڪي بدفال خيال ڪيو. چيائون تہ ٺٽي ۾ مڪليءَ ڪانسواءِ ڪنهن کي اراداتاً دفن ڪرڻو نہ آهي، سو وقت جي حاڪم کي اها ترغيب ڏئي آماده ڪيائون تہ سندس نعش کي ڪڍي ٻئي هنڌ دفن ڪيو وڃي.

ٻئي ڏينهن صبح جو قبر کي ڊاهڻ ۽ نعش کي ڪڍڻ لاءِ هڪ جٿو مقرر ڪيو ويو. اتفاق سان انهيءَ ئي رات ايڏي تہ بهترين ۽ دلخواهہ برسات پئي، جو چند سالن ۾ ڪونہ پئي هئي. پوءِ خلق انهيءَ درويش مرحوم جي عقيدتمند ٿي وئي ۽ قبر ڊاهڻ جي ارادي کان باز اچي ويا.

## سيد نور محمد ثاني

هيءُ سيد نورمحمد ولد سيد شڪرالله ثانيءَ جو پوٽو هو. هيءُ پنهنجي وقت ۾ علم ۽ عرفان جو مظهر ۽ دين ۾ ڪامل اڪمل هو. سندس طبيعت ۾ جذبو هو، ليڪن پنهنجي علمي ڪمال ۽ باطني شهود جو هرگز ڏيکاءُ ڪونہ ڪندو هو. پنهنجي وڏن وانگر پوشيده زندگي گذاري ويو.

## سيد محمد شفيع

ولد سيد نظام الدين بزرگ بن سيد نور محمد بن سيد شڪرالله ثاني راهہ حق جو سالڪ، صاحب ڪمال ۽ عرفان، شهرت کي ناپسند ڪندڙ هو.

چيو وڃي ٿو تہ هو هر رات درياهہ تي تهجد جو غسل ڪرڻ لاءِ ويندو هو. ان هندوي درياءَ جي ڪناري تي ڊوگرا قوم جا ماڻهو رهندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن درياهہ تي شنان ڪرڻ ايندا هئا. هڪ رات سيد معمول مطابق غسل ڪري، تهجد جي نفلي نماز ۾ مشغول ٿي ويو. اتفاق سان هڪ هندو پنهنجي رقم جي هڪ ٿيلهي جنهن ۾ مبلغ ٿي سو روپيا پيل هئا. پنهنجي پاڻٽي جي خوف کان جيڪو آواره هو، تہ متان چوري ڪري وڃي، هر وقت پاڻ سان گڏ رکندو هو.

سندس پائيتو ٽيلهي جي ڪڍ لڳل هوندو هو. جڏهن رات جو درياهه تي شنان ڪرڻ آيو ته ٽيلهي پاسي ڪري نه رکيائين پوءِ ڪپڙا لاهي درياهه ۾ ٽٻي هڻي پنهنجي وردن ۾ مشغول ٿي ويو. سندس پائيتو وجهه وٺي ٽيلهي چورائي ڪڻي هليو ويو. هندو جڏهن پاڻي مان نڪري ٻاهر آيو، ڏٺائين ته ٽيلهي غائب آهي. هندوءَ سيد ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن کي به نه ڏنو ته ڪانئس اڳي ڪو غسل ڪري نڪري ويو آهي. پڪ ٿيس ته ٽيلهي اهوئي کڻي ويو آهي. هندو سيد جي گهر کان واقف هو.انهيءَ ئي مهل سيد جي در تي پهچي ڪڙو کڙڪايائين. سيد حجري مان نڪري وٽس آيو. سيد کي پنهنجي ماجرا ٻڌايائين. سيد مشغول هو. هڪ حرف به ساڻس نه ڳالهايائين ۽ اندر ويو. هڪ رومال جي هڙ کڻي آيو، جنهن ۾ ٽيلهي واري رقم جيتري رقم هئي. اها رقم سندس پٽ جي شاديءَ جي تقريب ۾ خرچ ڪرڻ لاءِ ستن مهينن کان سانديل هئي. ٻئي ڏينهن تقريب ۾ اها رقم خرچ ڪرڻي هئي، سيد اها رقم کڻي ٻاهر آيو. هندوءَ کي ڳڻي ڏنائين. پوءِ هندو هليو ويو. پڦاٽ زالن مان هڪ چيو ته مون ننڊپڻ ۾ ٻڌو هو ته سندس ننهن ٿينديس. صبح جو سوير چند زيور سونا کڻي وڃي گروي رکيائين ۽ انهيءَ جي رقم مان گهربل سامان وٺي آيو، اهي عورتون چون ٿيون ته اسين حيران هيوسين ته انهيءَ رقم جو آخر ڇا ٿيو. هيءَ اسين ڇا ٿيون ڏسون. پر ڪوبه کانئس پڇڻ جي جرئت نه پيو ڪري سگهي ته هيءَ رقم ماڻهن کان اڌاري وٺي آيو آهي ڇا؟ شادي جي تقريب حسب منشا پوري ڪيائين. ٽن ڏينهن گذرڻ بعد اهو هندو روئندو،زاري ڪندو رقم واري ٽيلهي کڻي آيو. سيد جي آڏو اچي رکيائين ۽ قدم بوسي ڪندي معافي طلب ڪيائين. چيائين ته حضور! منهنجو گمان غلط ۽ آءٌ قصوروار آهيان. منهنجو پائيتو اها ٽيلهي چورائي کڻي ويو هو.اڄ اسان سندس ڪم واري ڳوٿري جي ٿوپن کي اديڙيوسون ته انهيءَ جي اندران چورايل رقم ملي وئي.

هينئر مون کي اسلام جي تلقين فرمايو آءٌ مسلمان ٿيندس، خدا اوهان کان راضي آهي. سيد جي هيءَ هڪ ننڍڙي ڪرامت آهي. ليڪن سندس هٿ ۾ بيشمار ڪرامتون هيون جن جو ڳاڻاٽو نه آهي.

## سيد سمهابه

عرف سيد ڪهير ولد سيد يحيٰ لڪعلوي، سيد علي معروف جي اولاد مان هو. سيد احمد بن علي شير بن ڪمال الدين بن لڏو لڪعلويءَ جو پوٽو هو.

جهانگير بادشاهه جي اول دور ۾ چڪتاڻ سبب لڪي ۾ سندس پائرن جي وچ ۾ جنگ واقع ٿي. هيءَ حج جي ارادي سان نڪري ٺٽي ۾ آيو ته مخدوم بايزيد ولد مخدوم يوسف علي جنهن جو ذڪر ٿي چڪو آهي، پنهنجي نور ڪرامت جي ذريعي ڪيس ٺٽي جي فرخ جامع مسجد ۾ هٿ ڪيو. چيائين پاڻ سڳورن ﷺ جن جي اشاره موجب مامور ٿي آيو آهيان، رات جو پاڻ سڳورن ﷺ جن مون کي فرمايو ته سيد کي گهر وٺي اچ ۽ پنهنجي ڀيڻ سندس نڪاح ۾ ڏي، پوءِ هيءَ مهماني تنهنجي لاءِ مقدم آهي. قسمت جو اتفاق ٿيو جو سيد حج جو ارادو موقوف

ڪري ڇڏيو. پوءِ سن 1022ھ ۾ لڪعلوي ويو. پنهنجن وڏن جو ورثو، پنهنجن پيرن کي ڏئي ٺٽي ۾ اچي مستقل مقيم ٿيو.

هيءُ صاحب ڪمال هو، جڏهن فوت ٿي ويو ته سندس اولاد مان سيد يارمحمد، جيڪو سندس پوٽو هو، پنهنجي وقت جي برگزيده مشائخ مان هو.

## شيخ برخوردار حسني قادري

هيءُ عزت خان نواب جي دور ۾ ”عزت پير“ جي نالي سان مشهور هو. هي لاهور کان ٺٽي ۾ آيو. اتان حج جي ارادي سان روانو ٿي بغداد ۾ پهتو موٽي وري ٺٽي ۾ آيو. ٺٽي جي مشائخ سندن بزرگيءَ ۽ خلافت جو انڪار ڪيو. اها ڳالھ وڃي نواب رفيق تائين پهتي، آخر سندس صداقت لاءِ امتحان وٺڻ جي نوبت آئي جو سندس خلافت وارن نشانن کي هڪ حجري ۾ بند ڪري قفل ڏئي ڇڏيائون. چيائونس ته جيڪڏهن تون سچو آهين ته انهن نشانن کي سڏ ڪر ته جيئن هو پاڻ خودبخود اچي هت حاضر ٿين.

وٽس ٻه نشان (جهندا) هئا هڪ نشان (جهنڊي) جو نالو حاضري ۽ ٻئي نشان (جهنڊي) جو نالو حضوري هو. جيڪي بغداد کان تبرڪ ۾ آندا هئائين. انهن نشانن جا نالا ڪٺندو ويو ته اهي خودبخود اچي وٽس حاضر ٿيا.

## خليفہ قلندر

هيءُ خليفو ٻيو جي نالي سان مشهور هو. وقت جي هڪ شيخ سان ڪيس ڏاڍو اُنس هو، بلڪ سندس صحبت ۽ ارادت مان هن گهڻو ڪجھ حاصل ڪيو هو. الله تعاليٰ جي طلب ۾ پنهنجيون نعمتون ٻه ڪيس عطا ڪندو هو. خليفہ قلندر جو نشان ۽ لقب ٻه ڪيس قدرت جي طرفان مليل هو. عرفان ۽ رشد واري امتحان ۾ ڪاميابي حاصل ڪيائين ۽ ڳوٺ ڪجو ۾ رهندو هو. جيڪو ٺٽي کان چند ميلن جي مفاصلي تي واقع آهي. اهو خاندان مخدوم جمعہ جي خليفن مان آهي. سندس اولاد ٻه انهيءَ ڳوٺ ۾ رهندڙ آهي. هڪ وڏي جماعت سندس معتقد آهي. سيد سمهابو جي اولاد ڏانهن نسبت رکندڙ هو. هاڻي ٻنهي جي ڏهناڻ پاڻ ۾ گڏ رهي ٿي.

## خليفہ قلندر قادري

هن جو شمار ٺٽي شهر جي خليفن مان نہ هو، ڇو ته سندس ارادت شيخ برخوردار سان هئي ۽ ان کان ئي فيض حاصل ڪيو هئائين. ٺٽي جا ٻيا خليفا سادات برخوردار جي بزرگي ۽ سادات هجڻ کان بلڪل انڪاري هئا.

سندس پٽ خليفہ ۽ صاحب ڪمال ۽ عرفان ٿي گذريو آهي.

## سيد ڪبير بخاري

هيءُ سيد ميران جو ناني هو. اهل عرفان ۾ داخل هو. ۽ تعلقي ڪڪرالہ جو رهندڙ هو.

## سيد ميران بخاري

هيءَ ڪماليت ۽ معرفت جي أتم درجي کي پهتل هو. شهر کان ٻاهر پسگردائيءَ جي علائقي ۾ مصروف ياد حق ۾ هوندو هو. مانجر علائقي ۾ مدفون ۽ عام و خاص جو زيارتگاهه آهي.

## سيد عنايت الله

هيءُ سيد ڪمال الدين بن مير محمد يوسف رضوي مهدوي جو فرزند هو. مرد حق ۽ فقر ۽ فنا جي راهه جو سالڪ هو. پنهنجي پٽ نالي ڪمال الدين کي سيد ميران بخاريءَ جو ناني بڻايائين. دامادي سبب فاضل خان مير منشي عالمگير جا لقب حاصل ڪيائين.

چيو وڃي ٿو تہ پنهنجي پٽ جي ايام دولت ۾ وٽس هرگز نہ رهندو هو. بلڪ پاڻ ٽاٽ جي پوشاڪ پائيندو هو. جَوَنَ جي ماني ڪائيندو هو. صبح ۽ شام الله تبارڪ و تعاليٰ جي ياد ۾ رهي پنهنجي زندگي پوري ڪري ويو.

## مخدوم طالب الله

هي ڳوٺ ڊائي تعلقي روپا ۽ پَٽ باران جو رهندڙ هو. قوم ”لاکو دل“ سان تعلق رکندڙ هو. بزرگي ۽ عرفان ۾ عالي مرتبہ رکندڙ هو.

سندس پٽ مخدوم محمد امين والد مخدوم محمد معين مشهور ۽ معروف دانشمند هو.

فاضل خان جو اصل نالو ملا عثمان هو. مخدوم طالب الله سان سندس ارادت سبب انهيءَ جي دعا سان اعليٰ درجي تي وڃي پهتو. عالمگير بادشاهه جي وقت ۾ مير منشي گيريءَ جو عهدو حاصل ڪيائين. فاضل خان پنهنجي نياڻي محترمه جو سڱ مخدوم محمد امين ولد مخدوم طالب الله جي نڪاح ۾ ڏنو.

## وتايو مجذوب

عجيب سالڪ هو. بي پناهہ سندس ڪرامتون هيون. چون ٿا تہ جڏهن ملا محمد جهانگيري تمام تنگي ۽ مفلسيءَ جي ڪري جهانگير جي دربار ۾ حاضر ٿيڻ جو پڪو ارادو ڪيو تہ رسم موجب مڪليءَ جي قبرن کان موڪلائڻ لاءِ اوڏانهن ويو. موٽڻ وقت ڏٺائين تہ وتايو مجذوب هڪ ٻئي مجذوب سان گڏ مرده جي پيٽ مان ڪيڙا ڪڍي کائڻ ۾ مشغول آهي. وتايي جڏهن ملا کي ڏٺو تہ ڪيڙن جي هڪ مُٺ ڀري ٻوڙي وڃي ملا جي وات ۾ وڌائين ۽ ملا مجذوبن جو ارادتمند هو. بنا ڪراهت جي اهي ڪيڙا چٻاڙڻ لڳو. ٻيو مجذوب اهو حال ڏسي ٻوڙندو آيو. چيائينس تہ شايد ملا کي ٻئي جهان ڏيڻ گهرين ٿو. پوءِ ملا جون ڄاڙيون پڪڙي ٻچيل ڪيڙا ڪڍي ورتائين ۽ چٻاڙي کائي ويو. مجذوب جي ايتري بخشش سبب ملا کي جهانگير جي دربار ۾ ايڏو رتبو مليو جو هو نورجهان بيگم جو معلم بڻيو.

## پير لاڪو

هيءُ پنهنجي وقت جي برگزيده بزرگن ۽ مشائخ ۾ داخل هو. اڪثريت ڪيس سيد سمجهي ٿي، پر هن پاڻ ڪي پوشيده رکيو. انهيءَ ڪري سندس نسبت لاءِ ڪابہ ڄاڻ نہ آهي. سلوڪ ۽ عرفان بابت سندس بيشمار نصيحتون آهن. سندس مزار پير شيخ عالي باقي جي درگاهہ جي پرسان آهي.

## پير شيخ عالي

هيءُ هدايت وارو، شيخ بهاؤالدين زڪريا ملتاني جي پوٽن سڳورن مان هو. ترخانن جي دؤر حڪومت ۾ فقيرن وانگر اڪيلوئي اڪيلو سير، سفر ڪندو ٺٽي ۾ انهيءَ جاءِ تي پهتو، جتي هينئر سندس اولاد رهي پيو. انهيءَ جاءِ تي مير سيد علي ثاني شيرازي انجوي جو باغ هو، ان ۾ ترسي پيو. پاٽيءَ جي ائٺ هلڻ جو آواز ٻڌي، رات گذارڻ جي ارادي سان هڪ وڻ هينان ترسي پيو. باغائي شام جي وقت ائٺ مان ڏڳا ڇوڙي شهر ڏانهن هليو ويو، پر جيئن تہ شيخ جي دل جو تعلق ائٺ جي آواز سان ڳنڍجي ويو هو. سو قدرت الٰهيءَ سان ائٺ ساري رات ڏاندن کان سواءِ هلندو رهيو. صبح جو باغائي اچي ڏسي تہ ائٺ ساري رات وهندو رهيو آهي ۽ پاٽي ضرورت کان وڌيڪ وهي ٻارين مان ٻاهر نڪري، قيمتي وڻن کي نقصان رسايو آهي. ائٺ وهائڻ جي نسبت فقير مٿان رکي، سيد عليءَ جي خدمت ۾ ڏانهن ڪٺي ويو. پوءِ سيد جا خادم آيا ۽ فقير کي ٻاهر نڪري وڃڻ جو حڪم ڪيائون. فقير سندن سختي ڏسي باغ کان ٻاهر نڪتو تہ اهو وڻ جنهن جي ڇاپي هينان وينو هو. اهو گلن جو ٻارو جنهن جي ديدار ۾ مشغول هو. اهي بروقت ئي فقير سان گڏ رڙهڻ لڳا. ماڻهن فقير جو هيءُ تصرف ڏسي، سيد عليءَ کي اها ڳالهہ بيان ڪري ٻڌائي. هو ڊوڙندو فقير جي خدمت ۾ اچي حاضر ٿيو. معافي ورتائينس ۽ ڪيس زمين ۽ باغ نذراني طور ڏئي ڇڏيائين. انهيءَ کان پوءِ شيخ جو غلغلو مچي ويو. مخلوق سندس مريديءَ جي سعادت حاصل ڪئي. پوءِ هو گهڻو ڪري مڪليءَ ۾ هڪ ئي هنڌ جتي هو مدفون آهي، گذاريندو هو. گهڻي عرصي کان بعد شادي ڪيائين. باغ واري زمين کي پنهنجو مسڪن بڻايائين ۽ شاديءَ کان پوءِ ڪيس چار پٽ پيدا ٿيا:

(1) ابومحمد: هن کان ننڍپڻ ۾ ئي وڏيون ڪرامتون ظاهر ٿيون. چون ٿا تہ هڪ ڏينهن هو بينو هو تہ سندس ٻئي پنيون گپ ۽ مٽي سان پريل هيون. خادمن ڪانئس پڇا ڪئي تہ ڪيس چيائين تہ فلاڻي خادم جي ٻيڙي گپ ۽ چڪ ۾ ڦاسي پئي هئي، پريشان ٿيو هو. هينئر آءٌ انهيءَ ٻيڙيءَ کي ڪڍيو ٿو اچان. آخر انهيءَ تاريخ وارو خادم آيو، جنهن ماجرا بيان ڪري چيو تہ سچ آهي.

(2) **صالح محمد عرف فاضل محمد**

(3) **ولي محمد:** هي ٽئي پٽ پيءُ جي حياتيءَ ۾ ئي گذاري ويا هئا.

(4) شيخ محمد واصل: هيءُ پنهنجي پيءُ جي ڪماليتن سان موصوف، يادگار پيدا ٿيو. پيءُ جي وفات واري تاريخ تي اجتماع ڪرائيندو هو، جيڪو ٽي ڏينهن هلندو هو. انهن ٽن ڏينهن ۾ فقراءَ سماع جون محفلون مچائيندا هئا. سيد علي شيرازيءَ جي فرزند، سيد جلال، ساز سبيان ميلو بند ڪرائي ڇڏيو، جو انهن جو ميلو، سيد عليءَ جي ميلي کان اڳ ٿيندو هو. فقير پهريائين هن ميلي تان ٿي، پوءِ سيدن جي ميلي تي پهچندا هئا. سيد جي منع ڪرڻ سبب سندن ميلي تي فقير بہ ڪونہ آيا، جيڪي ٻين ڳوٺن کان اچي ميلي کي مچائيندا ۽ سماع ڪندا هئا. سيد جلال ڳٽيءَ ۾ پئجي ويو. مراقبو ڪري معلوم ڪيائين تہ فقيرن جي نہ اچڻ جو سبب رڳو پير شيخ عاليءَ جي ميلي کي روڪڻ ۽ واصل محمد جي رنجش آهي. پوءِ ان سان صلح ڪيائين تہ آخري ڏينهن فقير ميلي تي اچي پهتا. ڪانئن دير ڪرڻ جو سبب پڇيو ويو، تڏهن انهن ٻڌايو تہ سارو ڏينهن پنڌ تي ڪيوسين ۽ وري رات ڏسون تہ ساڳين پيرن تي بيٺا آهيون، مگر اڄ منزل تي خودبخود پهچي ويا آهيون، سبب اسان کي معلوم نہ آهي. ان کان پوءِ فقراءَ هڪ ٻئي جي پنيان ٻنهي بزرگن جي ميلن تي حاضر ٿيندا رهيا ۽ اهو مقرر ڪري ڇڏيائون.

شيخ محمد واصل جي نياڻي شيخ ضياءالدين سان پرڻايائون ۽ شيخ ضياءالدين، شاه عبدالله قريشي ملتانيءَ جي اولاد مان هڪ هو، جنهن مان ڪيس هڪ پٽ شيخ محمد ملوڪ نالي پيدا ٿيو، جو ننڍي هوندي ئي گذاري ويو. خود ضياءالدين هندوستان جو سير ڪرڻ لاءِ هليو ويو، وري واپس ڪونہ آيو. سندس پاءُ شيخ محمد رضا اتي هو. شيخ محمد واصل وفات کان پوءِ سندس اولاد نہ هئڻ سبب هيءُ شيخ عاليءَ جي گاديءَ تي وينو ۽ ڪڪرالہ وارا پيرزادا سندن سوٽاڻ آهن.

## شيخ ابن شاه

هيءُ شيخ اسماعيل قريشيءَ جي پوٽن مان آهي. بدين ۾ آرامي آهي ۽ شيخ بهاؤالدين زڪريا ملتانيءَ جي اولاد مان آهي. پنهنجي وقت جي نامور مشائخ مان هو.

سندس مدفن ٽڪري ابن شاه ۾ مشهور آهي. سندس اولاد بهاؤالدين پور شهر ۾ آهي.

## سيد فيروز

هيءُ ممتاز درويش اهل مجاهده ۽ اهل راز هو. عالمگير بادشاه اورنگ آباد ۾ ڪيس خصوصي طور پنهنجي مجلس ۾ گهرائيندو هو. باغ دولت خانہ ۾ ڪيس جاءِ ڏني هئائين، جمع جي رات جو ساڻس مجلس ڪندو هو.

## شيخ فاضل شاه قريشي صديقي

هيءُ شيخ الشيوخ ملتانيءَ جي اولاد مان هو. ٻارهين صدي هجريءَ ۾ سنڌ ۾ آيو. ڳوٺ بڪيرا ۾ رهائش اختيار ڪيائين ۽ پنهنجن اڪابرين جي سلسلي جو فيض مريدن کي بخشيندو رهيو.

چون ٿا ته انهن ڏينهن ۾ مخدوم نوح ﷫ جي هالاڪنڊي جي خادمن، ”تمرهندي“ (گدامڙي جي وڻ) جي پويان آمري رکيو ۽ اها الله تعاليٰ جي قدرت سان هڪ متبرڪ جڳهه آهي، جنهن ۾ دريءَ جيترو هڪ سوراخ نهيل آهي. دل ۽ پاڪ نفس انسان ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن جو ٻه انهيءَ مان لنگهڻ ممڪن نه آهي. اهو شيخ بهاؤالدين ملتانيءَ جو يادگار آهي. قديم زماني کان وٺي شيخ الشيوخ ملتاني جي خليفن ۽ مريدن جو اتي ميلو مجلس ٿيندو هو. ان تي زبردستي قبضو ڪيو ويو هو. پوءِ شيخ جي مريدن جو اتي ڪوبه دخل نه رهيو. شيخ الشيوخ جي خاندان جي مريدن ملتان وڃي روضي تي ان جي قبضي لاءِ التجا ڪئي. ڪين امر ٿيو ته عنقريب اسان جي اولاد جو هڪ بزرگ اتي ايندو. اوهان جي مراد پوري ٿيندي. ان موجب شيخ شهرالله قريشي جو مخدوم نوح ﷫ جي فقيرن ۾ ڪيس ”تهوره“ جو لقب مليل هو، ان جاءِ تي ڪرامت سان آيو. پنهنجي خاندان جي فقيرن ۽ مريدن سان ملي دستور عمل جوڙيائون.

هاڻ گهرجي ته سنڌ ۾ شيخ بهاؤالدين ملتاني جي فقيرن ۽ ان خاندان سان منسوب مريدن کي اهو لقب ڏيندا آهن. مخدوم نوح ﷫ سان منسوب ۽ ان جي سلسلہ کي به ”تهوره“ نالي سان سڏين ٿا. اهڙي طرح سيد عبدالڪريم جي فقيرن کي ”موکهه“ نالي سان سڏين ٿا. آخرڪار شيخ شهرالله، فاضل شاهه جو نياٽو ٿيو. ڪافي ڪماليت حاصل ڪيائين ۽ سندس اولاد پيري، مريدي شروع ڪئي.

## درويش بدين

ولد راهو. هيءَ سنڌ جي ڪامل مشائخ مان هو. گنجي ٽڪر ۾ آرامي آهي. سندس ڪثير اولاد تونگر رهيو آهي.

## مخدوم نورنگ سومرو

هيءَ ڳوٺ ورياهه جو رهندڙ هو. نامور مشائخ مان هو.

## مخدوم عبدالحميد

هيءَ به ورياهه ڳوٺ جو رهاڪو هو. پنهنجي وقت جي عارفن، متقين مکيہ عالمن ۽ اوليائن مان هو، فرزندي جي نسبت ڪيس مخدوم نورنگ سومري سان هئي. سندس هدايت وارو پٽ مخدوم اسحاق پنهنجي وقت جي عارفن ۽ علماء ۽ مشهور متقين مان هو. مخدوم رحمت ثاني ٺٽويءَ جو ڏاڏو هو.

## مخدوم الياس

هيءَ شيخ شهاب الدين سُهروردي جي اولاد سڳوري مان هو. سندس خلق عظيم، بزرگي باڪمال ۽ مشائخ ۾ برگزيده بزرگ ۽ بهترين صفتن سان سينگاريل هو. داٽي پاٽيءَ جي نصيب سبب سنڌ ۾ آيو. ڳوٺ ورياهه ۾ مقيم ٿيو. اتي ئي پنهنجي عمر گذاريائين. سندس پٽ نالي مخدوم هارون، لائق تعريف ۽ صاحب فضيلت هو. ٺٽي شهر ۾ اچي مستقل قيام ڪيائين.

## مخدوم بايزيد

هيءُ مخدوم يوسف علي جنهن جو ذڪر مٿي اچي چڪو آهي، جو فرزند هو. پنهنجي وقت جو ڪامل استاد هو. جيئن ته سندس والده سڳوري صبر ڪندڙ ۽ عبادتگذار عورت هئي ۽ مشهور بزرگ سيد لاڪي جي نياڻي هئي.

مخدوم پاڻ ڪي علوي خاندان سان منسوب ڪندو هو. ظاهري طور علوين ڪي سادات ۾ شامل نه ڪيو ويندو هو. آخر روضه انور نبوي عليه الصلوٰة و السلام مان تسلي ڪيائون اتان اهو آواز آيو. "بايزيد ابني" پوءِ اعتراض ڪرڻ وارن جو هٿ سندس دامن ڪان پري ٿي ويو.

سندس پٽ ميان حافظ صاحب سلوڪ هو.

## مخدوم رحمت الله ٺٽوي

ولد مخدوم اسحاق بن مخدوم عبدالحميد جنهن جو ذڪر ٿي چڪو آهي. علوم ظاهري ۽ باطنيءَ جو عالم هو سندس پٽ مخدوم آدم ولد مخدوم رحمت الله نهايت دانشمند مشهور هو.

## شاهه ابوالقاسم

هيءُ خواجه عبدالله انصاري ساڪن هرات جي اولاد مان هو. پوءِ ٺٽي ۾ آيو. معرفت ۽ سلوڪ جو صاحب هو. متقين جي جماعت ۾ داخل ۽ صاحب بصيرت هو. پنهنجي مريدن ڪي ڪافي فيض رسايو هئائين. معتقدين جي مشڪلاتن ڪي دفع ڪرڻ ۾ ڏاڍي دلچسپي رکندڙ هو. پاڻ ڪان پوءِ پنهنجي پٽ شيخ محمد يعقوب ڪي جانشين ڇڏي ويو، جيڪو صدق ۽ يقين جي جهان ڪان واقف هو. ان جو وري شاهه نعمت الله قائم مقام ٿيو. هو ارشاد جي ميدان ۾ ڪامل هو. پاڻ ٻه عرفان جا گوهر ۽ جوهر به پيدا ڪيائين.

1- شاهه عزت الله

2- شاهه اسدالله جنهن جو ذڪر ايندو.

## عبدالرحيم ونانڙي ٺٽوي

هيءُ متقي مرد صاحب حال ۽ قال هو. مستجاب الدعوات هو (سندس دعائون قبول ٿينديون هيون) وقت جي معتقدن جو مرڪز هو. اصلاح ۽ تقويٰ جو ورثو اولاد ۾ ڇڏي ويو.

## مير مرزا جان

خانداني نسبت سان پنهنجي زماني ۾ برگزيده مشائخ مان هو. اهل الله ڪاملين جماعت جو سرچشمو هو، عامل صاحب سلوڪ ۽ ڪامل ٿي گذريو آهي.

## شيخ محمد ماهه جونپوري

هيءُ صوري ۽ معنوي فضائل سان آراسته هو. سندس طريقت ۽ ارادت جو سلسلو سلطان المشائخ تائين پهچي ٿو.

عالمگير بادشاھ سندس معتقد ھو. اخلاص تي مبني سندن وچ ۾ خط و ڪتاب جاري ھوندي ھئي.

## سيد محمد قنوجي

ھيءُ قنوج شھر جو رھندڙ ھو. ھميشھ ديني علم جو مدرس ھو. يقين جي معرفت جي شرح ۾ مشغول رھندو ھو.

آخر ۾ شاھ جھان بادشاھ پنھنجي عھد ۾ وڏي اعزاز سان ڪيس گھرايو. خصوصي اعزاز ڏنائينس ۽ عالمگير بہ پنھنجي پيءُ ڪان پوءِ اڪبرآباد ڪان وٽس ايندو ھو. پنھنجي عمل ذريعي ارادت جا مرتبا پيش ڪندو ھو. سندس خدمت ۾ احياء العلوم ڏنائين.

سندس ھڪ پٽ سيد محمد فوجي عھديدار ھو ۽ ٻيو سيد عبدالڪريم بہ وڏي منصب تي فائز ٿيو. پاڻ مروج ڪتابن جو درس ڏيندو ھو.

## سيد احمد

ولد سيد محمد ڪالپي سندس تخلص ڪاشفي ھو. پنھنجي وقت جو قطب ھو.

## شاھ لڌو

مير لطف الله بلگرامي جنھن جو ذڪر اڳي ڇڪو آھي، سندس مريدن مان ھو. عالگمير بادشاھ سندس قدر ۽ عظمت مطابق ڪيس نوازڻ گھريو، پر انھيءَ ھرگز قبول نہ ڪيو. حقائق جي معنيٰ اڪثر نظم جي صورت ۾ چوندو ھو.

## سيد ابوبڪر

ھيءُ لڪعلوي جي عظيم سادات مان ھو، جڏھن شھزادو محمد معزالدين دين محمد ڪي ونڻ سراءِ بوستان آيو تہ سيد ابوبڪر جي خدمت ۾ اچي دعاء لاءِ استدعا ڪيائين، سيد دعا ڪئي، پوءِ تمام جلد سيد جي وعده موجب ڪيس مراد حاصل ٿي.

## مير محمد ڪاظم

ھن گنھگار (قانع) جو ڏاڏو ھو. مير ظھيرالدين والاسلام جادم ثانيءَ جو پوٽو ھو. سيد شڪرالله قاضي شيرازيءَ جي اولاد مان ھو.

سيد ڪاظم عجيب حالات جو مالڪ ھو، ڪنھن ڪنھن وقت ھفتو يا ان ڪان وڌيڪ حجري ۾ ننڊ ۾ پيو ھوندو ھو. سندس ننڊ ۾ ذڪر جي آواز ڪان سواءِ ڪوآواز ماڻھو نہ ٻڌندا

هئا. جڏهن ٻاهر نڪري ايندو هو تہ سندس چهرو چمڪندڙ ۽ رونق وارو نظر ايندو هو. اهڙي طرح ڏسڻ ۾ ايندو هو تہ هن اهو وقت ڏاڍي مزي ۽ لطف ۾ گذاريو آهي. اهڙي حالت سدائين رهندي هيس. ڪنهن ڪي بہ مجال نہ هئي جو ڪانئس ان بابت پڇي سگهي، يا ڪو ان جو ذڪر ڪري سگهي. جڏهن فوت ٿي ويو تہ هيءُ بہ فرزند ڇڏي ويو: (1) سيد محمد عارف، (2) سيد عزت الله.

سيد محمد عارف منجهان ڪوبہ پوئينر پيدا ڪونہ ٿيو، البتہ سيد عزت الله منجهان هن ڪلمات جو جامع (قانع) پنهنجن پائرن، پائٽين ۽ پٽن سان يادگار موجود آهي.

## حاجي غلام محمد معصوم

بن امام العارفين محمد اسمٰعيل بن حضرت قيوم الزمان محمد صبغة الله بن خواجہ محمد معصوم بن حضرت مجدد الف ثاني قدس سره.

شيخ غلام محمد نالي سندس فرزند پنهنجي پيءُ جو قائم مقام ٿيو. شيخ عمر افغان جي زماني ۾ هن خانواده جي مريدي سبب، سندس بزرگيءَ جو چرچو مچي ويو. آخر پنهنجي مرشد زاده جي رنجش موجب واغيءَ ڏانهن هليو ويو. سندس پٽ اتي وڏيا ٿيا ۽ وسيا. شاهہ تيمور افغان سان ملاقاتون بہ ڪيائون.

خواجہ محمد ڪي پيءُ وٽان جيڪي امانتون رکڻ لاءِ مليون هيون، سي وصيت موجب ننڍي ياءُ کي ظاهري طرح ۽ وڏي کي عملي طرح حوالي ڪري فوت ٿي ويو، سندس ذڪر پوءِ ايندو.

## شيخ سيف الدين

هيءُ پنهنجي پيءُ سڳوري خواجہ محمد معصوم سرهندي، جنهن جو لقب ”حضرت ايشان ثالث“هو، ان جو جانشين هو. پنهنجي وڏن وانگر ڪمالات ۾ شامل هو. دستور موجب پنهنجي اسلاف جي سلسلہ ذهبيہ، نقشبنديہ کي جاري رکيو هئائين. مريدن جي ارشاد جي ميدان ۾ بزرگي جي علم کي بلند رکيو هئائين. سندس اصحاب هي هئا:

شيخ ظهور الله، صوفي عبدالغفور، حافظ موسيٰ، حافظ عبدالرب، امام مسجد فتحپوري، محمد فاضل منگل ڪوئي، صوفي پاينده صوفي سعد الله ڪامل، شيخ عطاءالله سورتي، مير ابراهيم، مير مرزا محمد ميرڪ، شيخ باقر لاهوري، حاجي اسد الله وزيرآبادي، ملا محمد جان درسڪي، حافظ محمد محسن دهلوي، ملا ابوالقاسم ڪابلي، حافظ عبدالرؤف ٺٽوي، ميان نجم الدين سلطان پوري ۽ حافظ ابوالقاسم ٺٽوي. انهن بزرگن ۾ هرهڪ صاحب حلقہ ارشاد ٿي گذريو آهي. هرهڪ بزرگ جي مڪمل معلومات نہ هئڻ سبب چند هيٺين بزرگن جي ذڪر تي اڪتفا ڪئي پئي وڃي:

## حافظ ابوالقاسم نقشبندي

ولد درس ابراهيم، جو وڏن کان وٺي شيخ بهاؤالدين زڪريا جي خاندان جو مريد هو. پهريائين درس (ميان) ابراهيم ٺٽي ۾ اچي رهيو. پنهنجي بزرگي ۽ ڪماليت سان گذاري ويو. پاڻ ڪافي مدت سرهند ۾ شيخ سيف الدين موصوف جي خدمت ۾ رهي جانفشانيءَ سان مجاهدا ڪيائين. طريقت ڪمال حاصل ڪري، ارشاد جي اجازت ورتائين. پوءِ ٺٽي ۾ آيو. ڪافي مريدن کي فيض رسايائين، سندس مريدن کي هن کان جيڪو فيض رسيو ان جي بيان ڪرڻ جي همت قلم ۾ نہ آهي.

سندس ارادتمند ۽ فيض يافتہ افراد بيشمار آهن، پر انهن مان خرار منجهان هڪ مٺ مثل چند بزرگن جو بيان ڪيو پيو وڃي جيڪي معروف ۽ مشهور آهن.

سندس وفات جو سال 1138ھ آهي.

## ميان ابراهيم

هيءُ توري وقت ۾ گذاري ويو. سندس اولاد مان ننڍو پٽ ميان احمد نالي پيدا ٿيو هو، جيڪو قوھ جوانيءَ ۾ گذاري ويو. هاڻي ارشاد جي ميدان ۾ سندس ڏهڻن ڪانسواءِ ٻيو ڪوبہ ڪونہ آهي. سندس اصحاب هي آهن:

سيد عبدالله، سيد محمد ناصر ولد سيد نعمت الله شڪر الٰهي شيرازي مير مرتضيٰ ولد مير ڪمال الدين خان مهدوي.

مخدوم عنايت الله بصير

مخدوم ميڏنہ نصرپوري

مخدوم ضياءالدين ٺٽوي

نورمحمد سهار

حاجي ڪمال اوڏيجو

ميان عبدالولي برادر ميان عبدالباقي واعظ اگهمي متعلوي سيد سلطان شاھ هندي.

ميان حبيب، مشهور ميت پوٹو

درس بلال رهنڊ پراڻ

درس شريف الدين ولد درس بلال

شيخ يحيٰ عرب جو مدينہ منوره ويو. اتي ان طريقي کي جاري ڪيائين. ميان محمود مخدوم آدم نقشبنديءَ جو پوٽو. ان کان ميان محمد زمان ساڪن لنواري ۽ مخدوم محمد معين. ميان يعقوب سمہ ساڪن ڳوٺ ڪبير.

محمد مقيم ولد سعدالله ساڪن ڳوٺ جهيجو.

ميان عبدالرحيم سومرو

## سيد عبدالله ۽ سيد محمد ناصر

هيءُ ٻئي سيد نعمت الله شيرازي جا فرزند هئا. قاضي مير شڪرالله جي اولاد مان هئا. ٻئي ياڻر ڪماليت جي درجي تي پهتل هئا. سيد محمد ناصر تقويٰ ۽ پرهيزگاريءَ ۾ مشهور هو. سندس والده بيان ٿي ڪري تہ جڏهن سمجھ واري عمر ۾ آيو تہ منجهس عجيب ڪيفيت هوندي هئي. اهڙيون حالتون پيدا ٿينديون هئس، جو ٻئي ڪنهن ۾ بہ ڪونہ هيون. جڏهن نقاب ويڙهي جمعي جي نماز ادا ڪرڻ لاءِ حجري کان ٻاهر ايندو هو تہ انهن بابرڪات اوقات ۾ پنهنجن

وڏن جي خاص طريقي جي پيروي ڪندي، ساري وات توجهات ۽ مراقبات مخفي رکندو هو، سندس عمر وڌيڪ نہ رهي.

اتفاق سان انهن ڏينهن ۾ ٺٽي ۾ وبا پکڙجي وئي. برسات بلڪل بند ٿي وئي، هڪ بزرگ خواب ڏٺو، جنهن ۾ ڪيس اشارو ڪيو ويو تہ انهيءَ شخص جي امامت هيٺ بارش جي نماز پڙهي وڃي، جيڪو شخص مجيل متقي ۽ پرهيزگار هجي تہ پوءِ هيءُ مصيبت معاف ٿي ويندي. اهي اوصاف سيد ناصر ڪان سواءِ ٻئي ڪنهن ۾ بہ نظر نہ آيا. پوءِ ماڻهو قاضي محمد حسين جي خدمت ۾ آيا. هن سيد صاحب جي والده کي گذارش ڪئي ۽ سندس والده سيد صاحب کي چيو. سيد صاحب پنهنجي والده جي حڪم هيٺ ڪنڌ جهڪايو. چيائين تہ معلوم ٿو ٿئي تہ اوهين مون کي الله جي درگاه ۾ بخش ڪندؤ، مون ان کي قبول ڪيو، شايد اها ئي قضا آهي. انهيءَ معصومه فرمايو تہ مون بہ توکي مخلوق خدا جي حوالي ڪري ڇڏيو.

چيو وڃي ٿو تہ باران نماز ڪان پوءِ برسات جو ڪافي وسڪارو ٿيو. ٽن ڏينهن ڪان پوءِ سيد صاحب بہ رحلت فرمائي ويو. هيءُ واقعو يارهين صدي جي آخر ۾ ٿيو. انهيءَ ئي صدي ۾ ڳالهہ جي ربط جو ذڪر ٿيل آهي.

پنهنجي پيءُ جي وفات ڪان پوءِ عبدالله حافظ موصوف جي خدمت ۾ پنهنجي پوري توجہ سان حصول فيض لاءِ ڪافي وقت رهيو. اتان ڪامل فيض حاصل ڪيائين. مرشد جي امر موجب سرهند ۾ شيخ سان ارادت جي نسبت کي ڳنڍيائين. ڪافي نوازشون حاصل ڪري پنهنجي مقصدن ۾ ڪامياب ٿيو.

ڪيس نرينہ اولاد ڪونہ هو. هڪ معصومہ پاڪدامن. عارفہ ڪاملہ نياڻي ڇڏي ويو. جنهن پنهنجي مڙس کي نقشبندي طريقي سان ڪافي فيض رسايو. مخدوم محمد معين بہ هن خاندان جي ارادتمندن مان هو. سندن ئي در ڪان فيض حاصل ڪيو هئائين. مستورات ۾ بہ هڪ حلقہ صاحب ارشادات پيدا ڪيائين. سندس وفات ٻارهين صدي هجري جي اڌ ۾ ٿي آهي.

## ميان عبدالباقي واعظ

هيءُ حافظ ابوالقاسم نقشبندي موصوف جي مريدن مان هو. حضور اڪرم ﷺ جن جي مجلس ۾ روحاني طور ويهندڙ هو، اصل اگهم جو رهاڪو هو. پر اڪثر ڳوٺ متعلوي ۾ رهندو هو. سندس مرشد جو چوڻ هو تہ جڏهن تون پنهنجي جاءِ تي مراقبو ڪرڻ لاءِ ويهين تہ اسان ڏانهن توجہ ڪندو ڪر تہ تون ۽ اسين هڪ ٿي وڃون. ان ڪان پوءِ ظاهر، باطن جي حضور ۾ تبديل ٿي ويندو.

چون ٿا تہ وعظ جي هر مجلس کي پاڻ سڳورن ﷺ جن جي اجازت ۽ امر ڪان سواءِ هرگز قائم نہ ڪندو هو.

سندس پيءُ عبدالولي بہ حافظ ابوالقاسم نقشبندي جي فيض يافتہ مريدن مان هو.

ميان ابوالبقا ولد ميان عبدالباقي جي زماني ۾ گذاري ويو.

## مخدوم ميڏنہ نصرپوري

هيءُ برگزيده علماء ۽ افضل متقين مان هو. نقشبندي طريقي ۾ حافظ ابوالقاسم نقشبندي ٺٽويءَ جي مريدن مان هو. مخدوم محمد امين ساڪن ڳوٺ جي ارادتمندن مان هو.

سندس فرزند ميان عبدالله هڪ زبردست عالم هو. علم باطن ۾ بہ ڪامل هو. پنهنجي پيءُ جي نالي کي زنده رکيو هئائين.

## ميان محمد

هيءُ مخدوم آدم ٺٽوي نقشبنديءَ جو پوٽو هو. سندس ذڪر هن جي ڏاڏي جي بيان ۾ گذري چڪو آهي. هيءُ حافظ ابوالقاسم موصوف جي خاص مريدن مان هو. پنهنجن وڏن جي خانقاهہ کي قائم ۽ روشن رکيائين. هڪ تمام وڏي جماعت کي فيض رسايو هئائين.

## مير عزت الله

هيءُ مير محمد ڪاظم جو فرزند هو. سيد ظهيرالدين والاسلام جادم شڪرالحق شيرازيءَ جي اولاد مان هو. سندس والد خادم فقرآء هو. وڏن جي نسبت کي خفيہ رکيو هئائين. سندس وفات سن 1161هہ ۾ ٿي.

نالي نورمحمد خراسيءَ کان روايت آهي تہ جوانيءَ ۾ اسان سيني گڏجي حج جو ارادو ڪيو. سيد بہ اسان سان گڏجي هلڻ جو وعدو ڪيو. جڏهن رواني ٿيڻ جو ڏينهن آيو تہ سيد چيو تہ مون کي پنهنجي والده اجازت نہ ٿي ڏئي. پوءِ بيت الله ۾ طواف جي دوران، مون سيد صاحب کي بہ طواف ڪندي ڏٺو. دل ۾ خيال ڪيوسون تہ شايد اسان کان پوءِ کيس اجازت ملي آهي جو پاڻ هتي پهچي ويو آهي. طواف پورو ڪرڻ کان پوءِ کيس ڏاڍو ڳولهيم پر لهي نہ سگهيس. جڏهن ٺٽي ۾ واپس آيس تہ ڪنهن سان بہ اها ڳالهہ ڪونہ ڪيم. سيد روزانو ٻاهر هوندو هو. هڪ ڏينهن وٽس وڃي اها ڳالهہ ٻڌايم. پهريائين تہ بي خبريءَ جو اظهار ڪيائين، بعد ۾ اقرار ورتائين تہ منهنجي حياتيءَ ۾ ڪنهن سان بہ اهو ذڪر هرگز نہ ڪندين، پوءِ قبول ڪيائين.

## ميان محمد زمان

هيءُ ميان محمد نقشبندي معزاليہ جو مريد هو. ٻارهين صدي هجري جي آخر ۾ لنواري شريف ۾ قريب جون بدين ۾ هن جي بزرگيءَ جو غلغہ مچي ويو، حلقہ ذڪر ۽ مراقبات جو چرچو هر ماڻهو جي ڪن تي پيو، جيتوڻيڪ هن جي آمدني جو ڪوبہ ظاهري ذريعو ڪونہ هو. ليڪن سوين ماڻهو روزانو صبح ۽ شام لنگر ۾ؤ ڪري کائيندا هئا. ان وقت ۾ سنڌ ۾ هن جي مقابلي جو ڪوبہ صاحب ارشاد نہ هو. ڪافي بزرگ ۽ طالب حق سندس خدمت ۾ حاضر ٿي ڪانئس فيضياب ٿيندا رهيا.هيءُ سن 1180هہ ۾ گذاري ويو.

## ميان گل محمد

متي ڄاٺايل صاحب ڪمال جو فرزند هو. پنهنجي پيءُ جي مسند تي ويهي سلوڪ ۽ هدايت جي شمع کي روشن رکندي، سندس سلسلي کي جاري رکيائين. اَللّٰهُمَّ زِدْ وَبَارِڪْ.

## مخدوم عبدالرحيم

هيءُ ذات جو منگريو هو. اڪثر وقت تلهار ۾ گذاريائين. آخري ڏينهن ۾ گرهوڙ ۾ رهيو. هيءُ پنهنجي وقت ۾ علم جي فضيلت ۾ ڪنهن کي به پنهنجو مٽ نه سمجهندو هو. اوچتو سندس دل ۾ حق جي طلب جو جذبو پيدا ٿيو. ان جي تلاش جو شوق دامنگير ٿيس. جيڪا به شيءِ وٽس هئي، ان کي ترڪ ڪري ڇڏيائين. سندس نڪاح ۾ ڪيتريون ئي زالون هيون، انهن کان اجازت وٺي، ميان محمد زمان نقشبنديءُ جي خدمت ۾ اچي، ان سان دائمي وابسته ٿي ويو. سندس اڳين حالت ۾ ڦيرو اچي ويو. هو جهان کي ڇڏي مرشد جي ارادت ۾ محو ٿي ويو. ظاهر ۾ عام حالت ۾ حديث جو عامل هو، پر سندس عمل هن حديث تي هو: مَنْ ادرک رکعة من الصلوٰة مع الامام فقد ادرک الصلوٰة [1]

ترجمو: جنهن امام سان رڪوع کي لڌو، تنهن کي اها رڪعت ملي وئي

سڪر ۽ بيخوديءَ جي عالمَ ۾ شريعت جي خلاف ڪافي ڪلمات جو اظهار ڪندو هو. مثلاً ڪلمه توحيد ۾ "لا اِلٰه اِلاّ الله مُحَمَّد رَّسول الله صلي الله عليه وسلم ۾ لفظ "احمد" جو اضافو ڪندو هو، يعني احمد رسول الله صلي الله عليه وسلم چوندو هو. عالمن سڀورن منجهان ڪنهن سندس لاءِ ڪفر جي فتويٰ صادر ڪئي، مگر ساڻس مقابلي جي طاقت ان کي ڪونه ٿي سگهي. مير بجار ٽالپر سندس ڏاڍو معتقد ۽ مريد هو. سنڌ جي حاڪم محمد سرفراز خان جي وقت ۾ خداآباد ۾ تشريف فرما ٿيو. هڪ جماعت ڪثير کي معتقد ڪري ڇڏيائين. جيڪو به وٽس ٿي آيو ته اهو جانثار ٿي ويو. آخري وقت ۾ عمرڪوٽ جي ويجهو هندن جو هڪ مندر هو، جنهن ۾ هڪ جوڳيءَ مسلمانن جي اعتقاد ۾ هڪ فتنو پيدا ڪيو، جنهن سان جهاد ڪرڻ لاءِ هن بزرگ پورو عزم ڪيو. چوڏهن، پندرهن پنهنجا فدائي مريد ساڻ ڪري ساڻس مقابلي لاءِ نڪتو. مريدن التجا ڪئي ته اسان مرشد جي قدمن تان پاڻ کي نثار ڪريون. مگر مرشد کين منع ڪندي فرمايو ته: يا منهنجي جان قربان ٿيندي يا جوڳيءَ جو سر ويندو. آخر ۾ پاڻ شهادت جو اعزاز حاصل ڪيائين.

## برهان فقير

هيءُ مخدوم عبدالرحيم جي مخلص مريدن مان هو. مرشد جي دم بقدم هلندڙ يادگار هو. عام ماڻهن ۽ سرڪاري عالمن کيس سخت گرفت ۾ وٺي حاڪمن جي هٿ ۾ ڏنو جن زنجيرن جي طوق ۾ ٻڌي، کيس بند ڪري ڇڏيو. نماز جي وقت کيس مهلت ڏيندا هئا.

---

[1] صحيح مسلم حديث: 607، صحيح ابن حبان حديث: 1483.

مخدوم ابراهيم جو زباني ذڪر آهي تہ قيد يا آزاديءَ جي حالت ۾ هڪ جهڙوئي هو، منجهس ڪوبہ فرق ڪونہ ٿي آيو، آخر هن کي اُٺ تي چاڙهي ۽ سندس مريدن کي گڏهن تي سوار ڪري، ساري شهر جو گشت ڪرايائون تہ بہ سندس مزاج ۾ ڪابہ تبديلي ڪونہ آئي، اجا زندہ آهي.

## سيد سلطان شاهہ

هيءُ نواب خواجہ خليل خان جو پاٽج هو. 1124هہ ۾ ٺٽي ۾ آيو. پنهنجن مامن جي موقوف ٿيڻ کان پوءِ سندن جاگير واقع ٺٽي ۾ آيو. حافظ ابوالقاسم نقشبندي جي خدمت ۾ حاضر ٿي سندس مريد ٿيو. سندس صحبت ۾ رهي ڪماليت جي عروج تي رسيو. مرشد جي فوت ٿيڻ کان پوءِ بدين شهر ۾ رهائش اختيار ڪيائين. بزرگي ۽ ڪرامت جي وڏي درجي کي وڃي پهتو.

سندس ڪافي مريد ٿيا، هڪ خلاصو ڳوٺ سندس نالي پنيان سڏجي ٿو، سنڌ جو حاڪم ميان نورمحمد سندس وڏو ارادتمند ۽ معتقد هو. خاص ۽ عام سڀ سندس زيارتي هئا. اهڙي عروج ۾ گذاري ويو، سندس وفات جو سال 1260هہ کان پوءِ آهي.

## درس بلال

هيءُ آمري جي آسپاس، پراڻ واهہ تي رهندو هو. حافظ ابوالقاسم نقشبندي جو فيض يافتہ هو، سندس بزرگي ڪامل ۽ ڪرامتون مشهور هيون، سندس پٽ ميان شرف الدين قائم مقام ٿيو. خاص ۽ عام کي فيض رسائيندو رهيو.

## درس عبدالرحيم سومرو

هيءُ حافظ ابوالقاسم نقشبندي جي مکيہ مريدن مان هو. چٽين نشانين جو مالڪ ۽ ڪرامات جو ڌڻي هو. مخدوم محمد معين دانشمند کان مرشدي جي نسبت کان سواءِ بيحد محبت ۽ عشق رکندڙ هو. مخدوم صاحب جي حياتيءَ ۾ ئي گذاري ويو.

## مخدوم عنايت الله بصير واعظ

هيءُ جناب حافظ ابوالقاسم نقشبندي جي خاص مريدن مان سندس فيض يافتہ هو. ظاهري بصارت ڪيس نہ هئي، مگر دل جي اکين جي بيحد نظر وارو هو. ڄائي ڄم کان هيءُ نابين هو.

سندس روايت آهي تہ منهنجي ڄمڻ وقت، مون کي جنهن طرف ڪٽي ويا ۽ منهنجي دن جي ناڙي کي وڍيائون تي تہ مون ڏٺو تہ ڪٽي آهيان مگر آءٌ ڳالهائي نہ ٿي سگهيس.

سندس وعظ ۾ ڪافي اثر هوندو هو. باوجود نابين هئڻ جي ظاهري علوم ۾ هن ڪمال حاصل ڪيو هو.

سورة يوسف جو تفسير هڪ وڏي جلد ۾ ۽ ٻيون تصنيفات سندس يادگار آهن.

سندس مريدن مان هڪ مريد نالي عبدالعليم اصل ڪشميري هو. هن مرد موفق کي بندر سورت ۾ ڏنو هئائين پوءِ ارادت جي نظر هرگز ٻئي هنڌ نہ ورايائين. ٺٽي کي مرشد جو شهر سمجهي نهايت محبت ۽ ارادت سان ويندو رهندو هو. اتان جي رهواسين سان نهايت شفقت جو سلوڪ ڪندو هو. پنهنجي حياتي تائين مرشد جي اولاد جي وس آهر خدمت ۽ خبر گيري ڪندو رهندو هو.

سندس وفات جو سال 1160هه کان پوءِ آهي.

## مولوي محمد صادق

هن مخدوم محمد معين جي شاگرديءَ ۾ رهي ظاهري علم جي تڪميل ڪئي. پاڻ شاه عبداللطيف تارڪي (ڀٽائي) جو مريد هو. سن 1270هه کان پوءِ فوت ٿي ويو.

## مير علي اصغر

هيءُ سيد فضل الله بن سيد جلال ثانيءَ جو فرزند هو. وڏن جي گڏيل فيصلي مطابق ڪوهستاني ماڻهن جو پيشوا ٿيو. ڪرامات ۽ فتوحات جو متصرف بہ هو. ڪوهستاني مريد بوقت حاجت ڪانئس دعا گهرائيندا رهندا هئا ۽ باران نماز پڙهائي، پنهنجو مقصد حاصل ڪندا هئا. پنهنجي ڪامل عمر پوري ڪري سال 1140هه ۾ وفات ڪري ويو.

## مير محمد

عرف سيد ڦتو، سيد محمد يوسف مهدوي جي اولاد سڳوريءَ مان هو. برگزيده بزرگ صاحب ڪرامات ۽ ظاهري ۽ باطني علوم ۾ ڪامل هو. پنهنجي ڏاڏي جي مسند تي جانشين ٿيو. محققانہ شعر بہ چوندو هو، مخدوم محمد معين سندس معتقد هو.

## سيد محمد رضا مهدوي

هيءُ سيد محمد موصوف جي خدمت کان فيض يافتہ ٿيو.

ميان ابراهيم ۽ هاڻي سندس پٽ ميان عثمان جيڪي هن وقت سر زمين ڪڪرالہ ۾ صاحب نام ۽ نشان آهن، سي سيد محمد رضا جي فيض کان مستفيض ٿيل آهن.

روايت: ميان ابراهيم بيان تو ڪري تہ هڪ ڏينهن سيد محمد ڪتاب کي پڙهندي پريشان ٿي ويو. سندس چهرو متغير ٿي ويو. ٿوري دير کان پوءِ وري مرڪي خوش ٿيو. ڪانئس مون اُن جو سبب پڇيو تہ چيائين قاضي همداني جي احوال ۾ لکيل ڏٺم تہ هڪ ڀيري هڪ يهودي مسلمان کي سوالن ۾ عاجز ڪري ڇڏيو هو. مسلمان کي ائين چئي رهيو هو تہ اسان جو عيسيٰ عليه السلام، مئلن کي جيئرو ڪندو هو ۽ محمد ﷺ کي اها قدرت حاصل نہ هئي، قاضي يهوديءَ کي چيو تہ آءٌ حضرت محمد ﷺ جن جو هڪ خسيس اُمتي آهيان. اگر تون

چوين. سڀ قبرن وارا جيئرا ڪري تنهنجي اڳيان بيهاريان. مگر انهيءَ شرط سان تہ تون اسلام قبول ڪندين. يهودي هائو ڪئي، قاضي اهو چيو قم باذن الله تہ سڀئي قبرن وارا زنده ٿيندا ويا. پوءِ يهودي پنهنجن سمورن پوئلڳن سميت اسلام ۾ داخل ٿيو.

سيد چيو تہ مون جڏهن قاضي جي باري ۾ اها حڪايت پڙهي تہ ڪجهہ غمگين ٿيس ۽ دل ۾ چيم تہ ڇا تنهنجي زماني ۾ بہ اهڙو ڪو ماڻهو آهي. خيال ڪيم تہ تون هڪ مئل کي بہ جيئري ڪرڻ جي طاقت نٿو رکين. انهيءَ وقت منهنجي ڪن ۾ آواز آيو تہ اگر تون چوين تہ تنهنجي لاءِ سموري مڪلي جا مردا زنده ڪريان، تنهن تي آءٌ خوش ٿيس. پوءِ سيد جي مقام جو ان تي قياس ۽ انداز ڪرڻ گهرجي. سال 1150هہ ۾ جڏهن نٽي جا امراء، نادرشاهہ بادشاهہ جي ملڻ لاءِ وڃي رهيا هئا تہ هيءُ بہ دنيا جو جامو ڍڪي وڃي پهتو. ابراهيم عرض ڪيو تہ آءٌ بہ اوهان جي خدمت لاءِ خادم جي صورت ۾ اوهان سان گڏ روانو ٿيان. ڪيس منع ڪندي چيائينس تہ مون کي هن سفر ۾ شهادت نصيب ٿيندي، تون پريشان ٿيندين. وري ڪانئس پڇيائين تہ ڪهڙي ڳالهہ آهي تہ فرمايائين شينهن جي پيٽ ۾ منهنجي جان آهي. آخر سفر جي دوران غائب ٿي ويو. ڪنهن کي بہ خبر نہ پئي تہ ڇا ٿيو. هي واقعو سن 1152هہ ۾ ٿيو.

## مير حيدرالدين ابوتراب ڪامل

هيءُ مير رضي الدين محمد فدا بن ابوالمڪارم شهود بن امير خان جو پٽ هو. ميرابوالمڪارم شهود، علمي ۽ عملي ڪمالات ۾ جامع ۽ ساراهيل ٿي گذريو آهي، سيوهڻ ۾ مدفون آهي.

مير رضي الدين محمد فدا سال 1020هہ ۾ فوت ٿي ويو. مير حيدر عجب متبرڪ ذات جو مالڪ هو. ڇڙو رهي زندگي گذاريائين. پنهنجي شاعريءَ جي ڪمالات کي پوشيده رکيو هئائين. سندس صحبت ۽ فيض قابل ديد هو. وقت جا بزرگ مثلاً مخدوم محمد معين، سندس ارادت هيٺ ملاقات ۽ زيارت لاءِ ويندو هو. هنن ورقن جو مسودو لکندڙ (قانع) پنهنجي شعر جي مشق هن ڪامل استاد وٽ ڪئي هئي. مجذوب سالڪن سان ويهڻ ۾ ڪيس خوشي ٿيندي هئي.

سندس وفات سال 1260هہ کان پوءِ ٿي.

## شاهہ عنايت الله صوفي

هيءُ مخدوم فضل الله بن ملا يوسف جو فرزند هو. مخدوم صدولانگاهہ جي اولاد مان هو.

شروعات ۾ سخت رياضتون ڪيائين. حق جي طلب ۾ ڏکيا ڪشالا ڪڍيائين. بيشمار مشائخ جي صحبت ۽ خدمت ۾ رهيو. آخر شاهہ عبدالملڪ مسموع جو مريد ٿيو. قادري طريقي ۾ سندس نسبت نامو هن طرح آهي. هن مولانا برهان الحق والدين کان فيض حاصل ڪيو. هن وري شيخ عزيزالله بن شيخ جان الله قادري کان. هن پنهنجي پيءُ شاهہ جان الله قادري عرف

شيخ جان محمد سنوري قادري ڪان. هن قدوة المحققين شيخ ميران جي برهانپوري قادري ڪان. هن شاهه عبدالشڪور قادري ڪان هن برهان الدين ڪان. هن شاهه نجم الدين ڪان. هن شيخ علي خطيب احمدآباديءَ ڪان. هن مخدوم سيد ڪمال پڙوچيءَ ڪان. اهڙي طرح جي شيخ ميران جي قادري بملڪ لاد محمد بسر لطفي ڪان. هن شاهه عالم عرف منجهن بخاري گجراتيءَ ڪان.

سير ۽ سياحت جو غرض پورو ڪري، شاهه موصوف پنهنجي پياري وطن ۾ واپس آيو. ڳوٺ ميرانپور عرف جهوڪ ۾ رهائش اختيار ڪيائين. سندس ارشاد جي شهرت عالمگير ٿي وئي. اڳين خانقاهن جا اڪثر مريد ۽ زميندار ۽ پسگردائيءَ جي مخلوق هن تازي روشني جي شعائن ڪي ڏسي سندس خدمت ۾ اچي فيض حاصل ڪرڻ لڳا.

نورمحمد ولد منبه بن رادو بن بابو پليجو، جيڪي پليجار علائقي جا زميندار هئا، ۽ حمل بن لاکو بن حمل بن لاکو جت، سيد عبدالڪريم صاحب بلڙي واري جي اولاد مثلاً سيد عبدالواسع ولد سيد عبدالغني سان سازباز ڪري پنهنجي فقرآئن جو ٽولو گڏ ڪري، انهن اوچتو عنايت الله صوفي بزرگ جي فقيرن تي حملو ڪيو. انهيءَ راتاهي سبب فقرآء گهبرائجي ويا ۽ چند جانثارن خليفن مخدوم اهل الله تي پنهنجيون جانيون قربان ڪيون. شهيدن جي وارثن سلطان جي عدالت ۾ فرياد داخل ڪئي. سلطاني دستور العمل موجب اها قاتلن واري زمين سندن ئي حوالي ڪئي وئي. پوءِ علائقي جا ٻيا بہ اڪثر غريب ماڻهو هند جي حاڪمن جي ظلم ۽ زبردستي ڪان بچڻ خاطر فقرآء جي چانوَ ۾ اچي انهيءَ سرزمين ۾ آباد ٿيڻ لڳا. پر مالڪ جي مشيت ۽ هن حديث موجب: "اشد البلاء الانبيآء ثم اولياء ثم امثل و ثم امثل" (1)

ترجمو: سڀ ڪان سخت آزمائشون نبين سڳورن تي ايندڀون آهن، انهن ڪان پوءِ ولين تي تنهن ڪان پوءِ انهن جهڙن تي ان ڪان پوءِ انهن جهڙن تي. هيءَ ڪاملن جو ڪامل پنهنجي شهادت جي درجي کي رسيو الله جي واٽ ۾ شهيد ٿيو.

ٿيو ائين تہ هڪ دفعي وري منحوس رهاڪن ٺٽي جي حاڪمن کي پاڻ سان شامل ڪري، بغاوت جو بهانو ظاهر ڪري، شاهي دربار مان هن فقير جي لاءِ پاڙ پٽڻ جو حڪم جاري ڪرايو. پوءِ سنڌ جي سيني پرڳڻن جون فوجون گڏ ڪري مٿس ڪاهي آيا. پر جيئن تہ شروع ۾ ئي ڪين فتح حاصل ڪانہ ٿي سگهي، ۽ نااميد ٿيڻ لڳا. پوءِ دوکي سان صلح جي بهاني هن اهل الله کي ٻاهر گهرائي ڪيس شهيد ڪري ڇڏيائون. سندس شهادت سال 1130هه ۾ ٿي.

## شاهه عزت الله

هيءَ شاهه عنايت الله صوفي جو وڏو فرزند هو. پنهنجي شهيد پيءُ جو جانشين ٿيو. باقي فقرآء جي تربيت ڪندو رهيو. ٻارهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾ گذاري ويو. سندس وفات جو

(1) هن حديث ۾ "ثم اولياء" جا لفظ ثابت نہ آهن البت "ثم العلماء" جا لفظ ثابت آهن.(المستدرڪ علي الصحيحين حديث: 5463- بعض روايتن ۾ "ثم الصالحون" ثابت آهي. ( ابن ڪثير ص1893- 405 ج3.

سال 1186ھ آهي، ڪيس پنهنجو اولاد نہ هو. تنهنڪري سندس نائي شيخ محمد زاهد ولد شاهہ ابراهيم صوفي سندس قائم مقام ٿيو.

## شاهہ سلام الله

هيءُ شاهہ شهيد عنايت الله صوفي جو ٻيو نمبر فرزند هو.

اڪثر وقت پنهنجي سمر ڪانسواءِ بيابانن ۾ گذاريائين. بيخوديءَ جي حالت ۾ رياضتون ڪندو رهيو. سندس فدائين جي هڪ ٽولي پنهنجي سڪن کي ڇڏي، ڏکن کي سهندي، هن سيد جو دامن نہ ڇڏيو. ڪانئس ڏاڍيون ڪرامتون ظاهر ٿينديون رهيون. هڪ قابل اعتبار شخص ڪان هيءَ ڳالهہ ٻڌڻ ۾ آئي تہ جڏهن ميان غلام شاهہ ۽ سندس ڀاءُ عطر خان جي وچ ۾ اقتدار جي جنگ لڳي ۽ عطر خان سنڌ جي افغانن جي مدد سان غلام شاهہ تي ڪاهہ ڪئي. عطر خان جو پلڙو ڀاري هو. هو وڏندو تي ويو. اها ڳالهہ حڪايت طور ڪنهن فقير اچي هن اهل الله جي آڏو بيان ڪئي. اها ڳالهہ ٻڌي هن چيو تہ غين (غلام شاهہ) غالب ٿيندو. ٿيو بہ ائين جو آخر غلام شاهہ رياست جو مالڪ ٿيو. اهڙي طرح جيڪي بہ سندس زبان مان نڪرندو هو سو تقدير سان پورو ٿيندو هو. آخري وقت ۾ بيابانن کي ڇڏي شهري زندگي گذارڻ لڳو. خلق جي رهنمائي ڪرڻ لڳو. پنهنجي ڀاءُ عزت الله شاهہ جي حياتيءَ ۾ فوت ٿي ويو. جيئن تہ شاهہ عنايت الله جا مريد ۽ معتقد بيشمار هئا، ليڪن چند هستين جي بيان ڪرڻ تي اڪتفا ڪئي پئي وڃي.

## شاهہ غلام محمد

هيءُ شاهہ عنايت الله صوفيءَ جي سفر جو رفيق هو. دکن علائقي ۾ شاهہ عبدالملڪ جي خدمت ۾ گڏ گذاريندا هئا. ظاهري علم جي تحصيل ڪان پوءِ سلوڪ جي تحصيل لاءِ شاهہ عنايت الله صوفي جي خدمت ۾ رهيو. ساڻس گڏجي ٺٽي ۾ آيو. هتي اچي اها رسم ڪيائون جو مريد مرشد کي ادب ۽ سلامي هيٺ سجدو ڪندا هئا. ان سجدي کي مرشد جي قرب جو حصول خيال ڪندا هئا. اتان جي علماء ڪرام اهو ڏسي سخت اعتراض ڪيو. تاديب لاءِ شرعي عدالت ڏانهن رجوع ڪيائون پوءِ شرعي عدالت کين سزا بہ ڏني ۽ آئنده لاءِ کين منع بہ ڪري ڇڏيو. ان ڪان پوءِ شاهہ غلام محمد پنهنجي مرشد جي حڪم موجب دهلي ڏانهن هليو ويو. اتي ڪماليت جو ظهور ڪيائين. علائقي جا امراء، فقراء ۽ اهل الله سندس معتقد ٿيا ۽ فيض وٺندا رهيا.

گهڻو زمانو حياتيءَ ۾ رهيو. محمد شاهہ بادشاهہ جي عهد حڪومت ۾ بہ ڪانئس مشائخ فيض يافتہ ٿيندا رهيا.

شاهہ مسعود صوفي بہ سندس فيض يافتہ هو.

## سيد جان شاهہ

سندس تخلص مير هو. مير حيدر رضوي جي پوٽن. سيد محمد مڪيءَ جي اولاد مان هو. ساري سنڌ جو سفر ڪيائين، پر شاهہ موصوف ڪان سواءِ فيض جو سرچشمو ٻئي هنڌ ڪونہ

لڏائين. ارادت جي علم ۾ واڌارو ڪيائين. سلوڪ جي تحصيل ۽ تڪميل ڪري، ارشاد جي اجازت وٺي، پنهنجي وطن ڏانهن روانو ٿيو.

جڏهن گذاري ويو ته سندس هدايت وارو فرزند مير قلندر علي صاحب فقر ۽ فنا ۾ سندس جانشين ٿي، فقرآئن جي تربيت ڪيائين ۽ پنهنجي پيءُ جي فيض کي جاري رکيائين.

## شاهه اسدالله

عرف شاهه صوفي ولد شاهه نعمت الله بن شيخ محمد يعقوب بن شاهه القاسم انصاري هروي ۽ سندس ٻئي ڀاءُ جو نالو شاهه عزت الله هو. هو عالمگير جي درٻار ۾ آيو. پوءِ برهانپور ۾ شادي ڪيائين. اتي ئي گذاري ويو.

سندس فرزند: شاهه احسن الله، پنهنجي چاچي شاهه اسدالله جي طلب تي ٺٽي ۾ آيو، پر سندس پهچڻ کان اڳ شاهه اسدالله گذاري ويو.

پوءِ هيءُ سلوڪ جي طلب ۾ مسعود جي اشاري سان غلام محمد موصوف جي خدمت ۾ دهلي وڃي پهتو. ان جي صحبت اختيار ڪيائين. ان کان پوءِ موٽي وري ٺٽي ۾ آيو. شاهه غلام محمد موصوف جي فيض کي زنده ڪيائين. 1200ھ جي آخر ۾ گذاري ويو.

شاهه اسدالله عرف شاهه اسماعيل صوفي، شاهه عاشق الله هندي قادري جو مريد هو. سلوڪ ۽ طريقت جي تربيت پوري ڪري ٺٽي ۾ آيو. پنهنجيون ڪرامتون، طبابت جي لباس ۾ پوشيده رکيائين. يعني مهلڪ بيماري وارن مريضن کي هڪ معمولي ۽ خسيس دوا سان تندرست ڪري ڇڏيندو هو. ڪين ڪامل شفا حاصل ٿيندي هئي. اهو ڪمال ڪيس شاهه عنايت صوفي تبرڪ طور ڏنو هو. ساڻس محققانه صحبتون رکندڙ هو. هي ارادتمندن مان ساڻس سڀ کان وڌيڪ محبت رکندڙ هو. سندس وفات 1140ھ ۾ ٿي ۽ سندس مدفن مڪلي ۾ آهي. سندس مزار تي هر سال وفات واري ڏينهن فقرآءِ ميلو لڳائيندا آهن.

## شاهه مسعود صوفي

هيءُ اجا تائين پنهنجي خاندان جي طريقه سلوڪ کي ٺٽي ۾ زنده ۽ رونق بخشيو وينو آهي. ڀيرائين شاهه اسماعيل صوفي جي خدمت ۾ رهي ڪانئس فيضياب ٿيو. انهيءَ جي وفات کان پوءِ اشاره موجب دهليءَ ۾ وڃي شاهه غلام محمد جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. سلوڪ جي تڪميل ڪري حڪم موجب وري ٺٽي ۾ موٽي آيو. هاڻي پنهنجي پير شاهه عنايت الله صوفي جي سلسله سلوڪ ۾ سندس منتظم خليفن سان پڻ وابسته آهي.

## شاهه عبداللطيف صوفي

هيءُ وقت جي معروف بزرگ شاهه اسماعيل جي يارن مان هو. وقت جي معروف دانشمند مخدوم محمد معين جي خدمت ۾ ارادت هيٺ حاضر ٿيو. علوم ظاهري ۽ باطنيءَ جي تڪميل ڪيائين.

## شيخ عبدالواسع صوفي

هيءُ پنهنجي وقت ۾ صوفي طريقي جو بيمثل بزرگ هو. نواب امين الدين خان سندس ڪافي معتقد هو.

رشحات الصفون، معلومة الآفاق ۽ اقتباس مشڪواة سندس ئي تاليف طبع آهي.

## محمد علي

هيءُ متي ڄاڻايل شيخ عبدالواسع صوفي جو فرزند هو. علوم ظاهريءَ ۾ بحر ۽ تصوّف ۾ ڪامل هو. مذهب اماميہ جو پيرو هو.

## سيد ياسين

هيءُ ٻارهين صديءَ جو ڪامل ۽ مجيل بزرگ ۽ نندي ۽ وڏي جي سڪون جو چپر ٿي گذريو آهي. غوثيت جي مرتبہ جو مالڪ هو. بيشمار ماڻهو سندس خدمت ۾ پهچي فيضياب ٿي ويا ۽ سورت بندر ۾ سندس زيارت ڪندا هئا.

## سيد ياسين گجراتي

هيءُ سيد عبدالنبي جو پوٽو هو. هن ٻارهين صديءَ ۾ عجيب ڪمال وارو بزرگ ٿي گذريو آهي.

## شاهہ عبدالرسول

هيءُ صاحب ڪمال بزرگ هو. مؤمن خان نواب گجرات جي وقت ۾ طالبان حق تبارڪ و تعاليٰ لاءِ مرڪز هو.

## واحد شاهہ صوفي

سندس لقب "چُپ" يعني خاموش هو.

چون ٿا تہ هيءُ پنهنجي نفس کي ذليل ڪرڻ لاءِ پنهنجي منهن تي ڪارنهن لائي سڄو منهن ڪارو ڪري گڏهہ تي چڙهي ساري شهر جو گشت ڪندو هو. آخر شاهہ عبدالرسول خدانما جي در تي اچي ويهي رهندو هو. ڪيس خبر ڪندو هو تہ فلاڻو تنهنجي در تي ويٺو آهي شاهہ خدانما خبر هوندي بہ سواءِ مقرر وقت جي نہ نڪرندو هو. هڪ دفعي جڏهن مقرر وقت تي شاهہ خدا نما ٻاهر نڪتو. واحد شاهہ کي انهيءَ حال ۾ ڏسي ڪيس چيائين تہ ڇا الله تعاليٰ سان انهيءَ حال ۾ ملڻ گهرين ٿو؟ عرض ڪيائين تہ پلا ارشاد فرمايو. پوءِ شاهہ خدانما جي زبان مان "چپ" يعني خاموش جو لفظ نڪتو. ان ڪان پوءِ هي سارو سال هڪ وڻ جي ڇانوَ ۾ خاموش ويٺو رهيو. پوءِ جڏهن ڳوٺ جي راهہ ورتائين تہ مشائخ جي زباني مشهور بزرگ ٿي ويو.

## شاه عبدالرزاق گجراتي

سندس مشرب قلندري هو. احدي قرب جي دسترخوان تان رزق ڪائيندڙ هو. صمدي نعمت ڪده جو سير ڪندڙ هو.

## محمد شاه رسول نما گجراتي

هيءُ پنهنجي وقت جو ڪامل بزرگ هو، مثنويءَ جو بهترين درس ڏيندو هو. ڪيترن ئي ماڻهن جي وهم کي دفع ڪري ڇڏيو هئائين. مقرر اوقات کان پوءِ هو ڪماليت جي حصول ۾ مشغول رهندو هو.

## سيد سعدالله سورتي

سندس ذات سڳوري، يقين جي انوارن سان آراسته هئي. علوم رسمي، عرفي نقلي ۽ حقيقي ۾ بينظير بحر هو. سيني طريقت جي سلسلن جو مجاور هو. اهل عرفان جو رازدان هو.

حضرت عبدالشڪور دايم الحضور جو مريد هو. حضرت صاحب جن هر سلسلي ۽ طريقت ۽ خلافت جي ڪيس "سَنَدَ" عطا ڪئي هئي، جيڪا سند هُن پنهنجي رسالي ۾ تصنيف ڪئي آهي، سا بعينه هتي درج ڪريون ٿا:

### سَنَدَ

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

الحمدلله الذي احرق اشجار العاشقين بنار مشاهدته و آداب ففيض العارفين بسخونه وافيه اللطف حداد الزاهدين بكبير رحمته جل من اخفيٰ احديته في واحديته بوحدته. الصّلواة والسلام علي البرزخ الجامع بين القصرين مُحَمَّد رسول الله صلي الله عليه وَ آله وسلم شفيع الامم في الدارين و عليٰ آله واصحابه و اوليائه و علمائه بذلوا جهد هم في حفظ الامرين بعده.

فيقول الفقير الحضور المخاطب بدايم الحضور عبدالشكور لمّا امرت بالامر الصمدي الاحدي سبع مرات متواليات بان الاخي اخ الاحد انيس مقام الصمد حريق نار عشق الله محبوب رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم سيد سعدالله دام له سعادة الشهود و اورعه الكنز المستور و اثبت له بدوام الحضور فلقينة و علمنه بما كنت علمته واراتيه بما كنت رايته ولقنته بما كنت لقنته و اوصلة بما كنت وصلة من اقصيٰ مراتب للولاية بتدريج بسير بعد اذكار بسيروان ابا و كثير كنت اينه و اشغله باشغال جميع السلاسل العلية المحمدية سي الشطارية الطايفة الّتي مبداء سير سايريها فنتهي سير سايرها واجزته سابقة بالغة في جمعها الارشاد الطالبين المريدين لله المنقطعين عما سوي الله حتي يرشدهم لما بقبله موارهم و يقبض عليهم ما يقبضة استعدادهم

كما اجازني صدر الصوفية قبلة اهل السلاسل العلية قدوة العارفين، سلطان الكاملين، الشيخ الاجل حضرت شاه صوفي شريف الجهجاني قدس الله سره السلطاني و ادام سلسلة قائمة فايقة رايعة بنور الرّحماني و سيد المحققين حجة العاشقين صاحب تجريد، قبلة التفريد الشهير بشاه مسعود الاسفرايني قدس الله سره الصمداني ولما رايت استعداده كاملان خايفا بحيث لايضره كثرة عين الواحدة و ما يلجي الي الغفلة لاهل الفتور فهو لايورثه الفتور كيف وهو دايم الحضور ما امرته نال بالارادة و الخلوة والاختيار العزلة كما امرته من رباني حتيٰ استرت من العين الحيواني و ذالک فضل الله يؤتيه من يشآء ناتحر لقا ماشاء و عليه كتمان الاسرار الكشف والكرامة اِلا اذا امره خاتم الرسول صلي الله عليه وآلہٖ وسلم وان يكون عهدينا باخلاقه محبا بحبه ببعضنا ببعضه شفيعاً عليٰ خلق الله عافياً عنهم فيما عليه الاّ ان تنهک حرمة الله محترزاً من صحبة المخالفين لسنة رسول الله صلي الله عليه وآلہٖ وسلم حاملاً باخلاق الله الجامع بصفات الجمالية و الجلالية مظهر الكل فيما اقتضاه. انتهي لفظه قدس الله سره وشهد الله و نشهد بالله انّه لا اِله اِلاهو و انّ مُحَمَّدا عبده ورسوله و انّ بسيدي وصوله سلسلة عالية قادرية شكورية.

بسم الله الرحمن الرحيم

الحمدلله الذي عين الاحدية بالواحدة واظهر بالواحدة والصّلوٰة والسلام عليٰ حضرت الوحدة و اولياء الواصلين بالحقيقة المطلقة امّا بعد فهٰذا شجرة السلسلة المحمدية العلية القادرية الشكورية من اسمتم بها فقد فاز فوزا عظيما و رفع له الدرجات الحضورية وهٰذه قد وصل الفيض الالهٰي الخاص بخاتم النبيّن سيد الكل مُحَمَّد رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم و به اليٰ حبيبه و صاحب سره علي ابن ابي طالب عليه السلام وبه الي الامام حسين عليه السلام وبہٖ الي الامام زين العابدين عليه السلام محمد باقر عليه السلام و به اليٰ الامام جعفر صادق عليه السلام و به اليٰ الامام موسيٰ كاظم عليه السلام و به اليٰ الامام علي موسيٰ الرضا عليه السلام وبه اليٰ خواجه معروف كرخي و به اليٰ سري السقطي وبه اليٰ خواجہ جنيد بغدادي و به اليٰ ابي بكر عبدالله شبلي و به اليٰ سيدنا ابي القاسم احمد و به الي الشيخ عبدالعزيز و به اليٰ يوسف طرطوسي و به الي الشيخ ابي الحسن القرشي و به اليٰ قطب الاقطاب ابي سعيد المبارک ابي الخير وبه اليٰ قطب الاقطاب الشيخ عبدالقادر جيلاني و به اليٰ سيد عبد الرزاق و به اليٰ سيدنا السيد عبدالله و به اليٰ سيدنا ابراهيم الحسني و به اليٰ السيد الجعفر الحسني و به اليٰ سيدنا قطب الاقطاب شاہ مسعود اسفرايني و به اليٰ سيدنا قطب الاقطاب سيدنا و مولانا و هادينا و مرشدنا و ولي امرنا السيد عبدالشكور دايم الحضور ادام الله فيضه عليٰ كاشفه الاولياء بفضله الغير المخصوص علي مرالدهور و به اليٰ تراب قدمه و قدم كل ذي قدم لقدمه محمّد سعدالله.

والسلسلة الحمدية العلية الشكورية الشطارية و هي هذه:

قد وصل الفيض الالٰهي الخاص بسيد المؤحدين خاتم الانبيآء سيدنا مُحَمَّد رسول الله صلي الله عليه وآلهٖ وسلم و به اليٰ عارف سره علي بن ابي طالب عليه السلام و به اليٰ الامام الحسين عليه السلام و به اليٰ الامام زين العابدين عليه السلام و به اليٰ الامام محمد باقر عليه السلام و به اليٰ الامام جعفر صادق عليه السلام و به اليٰ خواجه ابي يزيد البسطامي و به اليٰ خواجه محمد المغربي الرشيد و به اليٰ خواجه اعرابي يزيد عشقي وبه اليٰ ابي المظفر مولانا ترڪ الطوسي و به اليٰ خواجه ابي الحسن خرقاني و به اليٰ شيخ خدا الٰهي ماوراءُ النهري و به اليٰ الشيخ محمد عاشق و به اليٰ الشيخ محمد عارف و به اليٰ الشيخ عبدالله الشطاري و به اليٰ الشيخ قاضن الشطاري و به اليٰ الشيخ ظهور حاجي حضور وبه اليٰ المولي الشيخ محمد غوث و به الي حضرت الشيخ وجيه الدين و به اليٰ المولي شاهه صوفي الجنجهاني و به اليٰ قطب الاقطاب سيدنا و مولينا وهادينا السيد عبدالشڪور دائم الحضور دام فيضه في ساير الاقطاب علي مر الدهور و به اليٰ تراب الاقدام وڪل ذي قدم لقدمه محمد سعدالله ڪان الله له.

سيد موصوف جي وفات 1250ھ جي ويجهو آهي. سندس فرزندن مان مير عبدالولي عقلي و نقلي علوم جو جامع هو. مولوي محمد صادق ٺٽوي سندس انهن شاگردن مان هو جن ڪانئس تحصيل علوم ۾ ڪلي فائدو حاصل ڪيو. رند مشرب اماميه صاحب ڪمال هو. سال 1166ھ ۾ سندس زيارت جو شرف حاصل ٿيو.

## شاهه ڪليم الله

سندس خطاب نظام الدين ثاني هو دهليءَ ۾ رهيو. عرفان. سلوڪ جي واٽن کان واقف ٿيو. رسالہ ڪچڪول سندس ئي تصنيف آهي.

## شاهه عبيدالله

هيءُ شاهه ڪليم الله جو مريد هو. سياحت جي خيال سان سنڌ ۾ آيو. يارمحمد لڪعلوي وٽ بہ آيو. ڪانئس فيض حاصل ڪيائين.

## حافظ بهادر قادري

مريد شاهه مقيم سندس خطاب محڪم الدين، سندس خانقاهه علائقي پنجاب ۾ مشهور آهي. سورت بندر ۾ رهي پڻ ڪافي جماعت کي فيض رسايائين. سندس درگاهه ننين. وڏن ماڻهن جي زيارتگاهه آهي.

مولوي شاهه خيرالدين، مشائخ حال جو اجا تائين سلوڪ کي زنده رکيو وينو هو. معتقدن ۽ ارادتمندن ۾ ڪافي واڌارو ڪيائين، جيڪي سندس فيض کان برابر فيضياب ٿيندا رهيا.

حافظ جي وفات سال 1247ھ ۾ ٿي.

## شاهہ نور

هيءُ سلسلہ نقشبنديءَ جو صاحب ڪمال بزرگ هو، طريقت ۾ مولوي خيرالدين ڏانهن نسبت هئس ۽ سندس وفات ڪانپوءِ اهڙي طرح وقت جو بزرگ حافظ بهادر جنهن جو ذڪر اچي چڪو آهي، مزار جو متولي ۽ عرس جو انتظام ڪندڙ هو، جنهن سمورو ذمو پاڻ تي ڪنيو.

شاهہ نور جي درگاهہ سورت بندر ۾ ڪافي برڪت پري آهي.

## مخدوم عبدالحميد قادري

هيءُ ڳوٺ پوجر، ڪانياواڙ جي قريب جو رهاڪو هو. شاهہ ڪليم الله عرف نظام الدين ثاني دهلويءَ جي مريدن منجهان هو. صاحب رشد ۽ صاحب ڪمال هو.

سندس فرزند ميان شرف الدين پنهنجي پيءُ جي مسند تي وينو. هدايت وارشاد جو ساڳيوئي سلسلو جاري رکيائين. اڄڻ وارن جي خدمت ۾ ڪندو رهندو هو. خانقاهہ ۾ صبح ۽ شام جي مجلس کي گرم رکندو هو. حق جي طالبن کي فيض رسائيندو رهندو هو.

## مخدوم حاجي محمد هاشم

هيءُ علوم عقلي ۽ نقليءَ ۾ جامع هو، ڪافي شهرت جو مالڪ هو. طريقہ قادريہ ۾ سيد سعدالله سورتيءَ کان فيض حاصل ڪيو هئائين ۽ اصل قوم جو پنهوار هو. هن قبيلي جو نسب پيءُ جي طرفان حارث بن عبدالمطلب ۽ ماءُ جي طرفان پاڻ سڳورن ﷺ جن جي دائي سڳوري بي بي حليمہ سان ملي ٿو.

مخدوم موصوف جي وڏن ۾ مخدوم سهار نالي وڏو بزرگ ٿي گذريو آهي، ۽ مخدوم سهار لنجار ٻيو آهي. هيءُ پنهور آهي.

## سيد يارمحمد

هيءُ سيد سمهابو عرف سيد ڪهير لڪعلوي جو پوٽو هو. مخدوم بايزيد معروف جو ناني هو. ٺٽي ۾ رهندڙ هو. سندس ٿورا پوئينر ٺٽي ۾ آهن. سيد موصوف جي ڳوٺ ”پٺ“ ۾ پرورش ٿي. دنيا کي ڇڏي، پنهنجي مولا جي طلب ۾ نڪتو ۽ مريديءَ جو سلسلو شاهہ عبيدالله هندي، جو شاهہ ڪليم الله عرف نظام الدين ثاني دهلوي سان جوڙيائين. جو ڪجهہ ڪيس حاصل ڪرڻو هو، سو حاصل ڪيائين.

اهو مخدوم عبدالحميد ساڪن پوجر جنهن جو ذڪر مٿي اچي چڪو آهي جو هم جماعتي هو. بلاواسطہ نظام الدين ثانيءَ تائين پهچي ٿو. هيءُ هڪ واسطي سان وٽس پهچي ٿو.

بهرحال هيٺ ڄاڻايل شجره سلسلہ نسبت مان بخوبي ڄاڻ ملي سگهندي:

يعني: شيخ نظام الدين جي نسبت، شيخ محمد سان. ان جي وري شيخ محمد حسن سان. ان جي شيخ محمد غياث سان. ان جي نوربخش سان. ان جي شيخ محمد علي نوربخش سان. ان جي شيخ محمد نوربخش سان. ان جي ابي حسن ختلاني سان، ان جي علي ثاني سيد علي همدانيءَ سان. ان جي شيخ محمود سان، ان جي شيخ علاؤالدين سان، ان جي شيخ نورالدين ڪبير سان، ان جي شيخ رضي الدين علي لالا سان، ان جي شيخ مجدالدين بغداديءَ سان، ان جي نجم الدين ڪبريٰ سان، ان جي عمار ياسر سان، ان جي شيخ نجيب الدين (عبد) قاهر سهروردي سان، ان جي حضرت غوث الثقلين قطب رباني سان.

سيد موصوف، ڪافي مدت سخت رياضتون ڪيون. بي انتها سلوڪ جي جذبہ سبب نئي ۾ اچي مقيم ٿيو. هڪ وڏي جماعت سندس مريد ٿي ۽ جنهن کي هدايت واري راھ ڏيکاريائين. سندس فيض يافتہ بزرگ چند هي آهن:

مخدوم نعمت الله: ولد مخدوم عبدالجميل اولاد مخدوم قمري مشهور مخدوم آدم جو پاءُ، سڳو پوٽو مخدوم ضياءالدين، ڪامل دانشمند. وقت جو استاد ۽ ان زماني ۾ مشهور ۽ ظاهري علم جي تحصيل پنهنجي ناني، مولوي محمد صادق وٽ ڪيائين. علم تفوق ۽ سلوڪ جي چاڻ سيد يارمحمد لڪعلوي کان حاصل ڪيائين. اعليٰ درجي تي پهتو.

محمد سرفراز خان (ڪلهوڙو): هيءُ پنهنجي شهزادگي واري وقت ۾ بہ سندس بيحد معتقد هو. سندس زيارت لاءِ بہ ادب احترام سان وٽس ويندو هو. مريداڻہ انداز ۾ ملاقات ڪندو هو. مخدوم نعمت الله، آخر 13 رمضان سن 1177ھ ۾ گذاري ويو. سندس مريدن جي جماعت وفات واري ڏينهن تي حلقہ ذڪر ۽ ڪاڌو تقسيم ڪرڻ جي عمل تي برابر ڪاربند آهي. سندس جانشين ان جوئي پاءُ مير سيد چتن شاھ ولد سيد عزت الله ٿيو، جيڪو هاڻي تازو فوت ٿي ويو آهي، ۽ سندس هڪ ٻيو پائنيو بہ آهي، جنهن جو نالو ميرمحمد افضل ولد سيد شهسوار آهي، جيڪو سندس جانشين ٿيو. اهو ڳوٺ ڪهجہ جو رهندڙ آهي.

## تاج محمد ڪهيلرو

هيءُ قديم سلسلي جي فقرآئن مان هو. سومي ڪهيلره جي اولاد مان هو. تازو گذاري ويو آهي. حسن پاڳانہ جي قبرستان ۾ مدفون آهي. بعض چون ٿا تہ هي نامور مشائخ وقت مؤتنگيچي ۾ مدفن آهي.

## حسين فقير راباؤ

هيءُ پنهنجي وقت جو نامور بزرگ هو، تازو گذاري ويو آهي. مؤ جي قريب مدفون آهي. سندس پٽ بادل فقير پيري، مريدي هلائي ٿو.

## درويش صابر ولهاري

هيءُ ذات جو پرند هو. سند جي پوين مشائخ مان هو. شاهه عنايت الله صوفيءَ جو همعصر هو.

## ميان معروف

سندس قبو. مزار مشهور آهي، سندس پٽ ميان مقبول برابر مقبول هو.

## سيد هارون

هيءُ اصل متعلوي هو. ڳوٺ ڏوڙيو هنگورجا ۾ رهندڙ هو. شهر ڪان ٻاهر مدفون آهي. فقر ۾ ڪامل هو. سندس بيت سندس حالت جي شاهدي پيش ڪن ٿا. شاهه عنايت الله صوفي جو آخري زمانو ڏٺو هئائين.

## درس اسحاق سڪريہ

هيءُ فقيري ۾ ڪامل هو. فقراۤء ۾ عام ۽ خاص جو مرجع هو. سندس قبيلہ کي سڪريہ سڏيندا هئا. سيد قادرڏنو رهندڙ ڳوٺ ڦٽو جا مريد هئا، جيڪو پنهنجي وقت جو معروف بزرگ ٿي گذريو هو. ميان غلام شاهه بہ سندس ڪافي ارادتمند هو.

## ميان ڇُٽو

هي ڳوٺ سميجي جو رهندڙ هو، برگزيده بزرگ هو. ڪيترائي ماڻهو سندس معتقد هئا. اسحاق سڪريہ جو ڏهٽو هو. جيڪو تازو گذاري ويو آهي.

سندس پٽ درويش ڏاتر ڏنو ۽ ان جو پٽ اسحاق فقير ٻئي پنهنجي اڪابرين جي نقش قدم تي هلندا رهيا ۽ منجهن اسلاف جا پورا اوصاف موجود هئا.

## سيد سعدالله

ولد سيد نيڪ محمد ۽ مير طاهر جو ڏهٽو. سندس جانشين هو. پنهنجي وقت جو باڪرامت بزرگ هو. ڳوٺ ٻبرلائي ۾ رهندو هو. سومره قوم جا ماڻهو سندس ارادتمند هئا. انهيءَ جي وفات ڪان پوءِ سندس قائم مقام اهي ئي ٿيا. تقويٰ ۽ پرهيزگاريءَ ۾ ڪامل ۽ مجرد هو. اسي سال جي عمر ۾ سال 1167هه ۾ گذاري ويو.

جيئن تہ سندس ڪوبہ وارث ڪونہ هو، انهيءَ ڪري مرزا ڪريم بيگ نالي جيڪو سندس مريدن ۾ لائق هو سندس قائم مقام ٿيو، ۽ فتوحات جو بہ اهوئي متصرف ٿيو.

## شيخ عبدالرّحمٰن حقاني نصرپوري

صاحب ڪماليت هو. انساني خوبين جو جامع هو. بيخودي ۽ تقويٰ جي صفتن سان سينگاريل هو. سندس پٽ حامد خان هڪ بزرگ شخصيت هو.

## شيخ ابوالحسن

هيءُ پنهنجي وقت جو ڪامل بزرگ ۽ صاحب علم و عمل هو. هڪ سنڌي نظم ۾ ڪتاب لکيو اٿس ۽ جن بيتن ۾ اسلام جا عقيدا، فرائض، ايمان، نماز، زڪواة، فطرو وغيره فقه جا ضروري مسائل بيان ٿيل آهن. اهو سندس يادگار آهي.

## ميان عبدالله

عرف ميان موريو واعظ، شيخ ابوالحسن جي گهر واريءَ جو ڀاڻج هو. صاحب سلوڪ ۽ نهايت متقي هو. ٻارهين صدي هجري جي آخري حصي ۾ گذاري ويو.

## ميان عبدالقادر

هيءُ ابوالحسن شيخ جو سؤٽ هو. نهايت پرهيزگار ۽ متبرڪ شخصيت هو. هي ٻئي بزرگ هڪ ٻئي جا سنڌيو به هئا.

## ميان محمد حفيظ

هيءُ ميان عبدالقادر جو فرزند هو. هيءُ صالح ڪامل پرهيزگار ۽ برگزيده بزرگ متقي هو. جيڪو به ذمي هندو ڪيس ڏسندو هو ته اهو ان وقت ئي مسلمان ٿي ويندو هو. اهڙي طرح بيشمار انهيءَ قوم جا ماڻهو مسلمان ٿي ويا مسجد اسلام پور، ڪالڪان جي پرسان جيڪو گمراهه هندن جو مندر هو، اتي سندن ميلو لڳندو هو، ۽ مڪليءَ جي دامن وارو مندر به ڦري مسجد ٿي ويو، ان مسجد جو بنياد هن ئي رکيو هو.

## خليفه شيخ زين العابدين

ولد خليفه دائود بن خليفه شيخ ايوب بن شيخ دائود بن شيخ زين العابدين بن شيخ دائود بن خليفه شيخ عبدالرشيد.

چون ٿا ته نئي ۾ حضرت پير عليه الرحمة جي خليفن مان اول هو. ان خاندان مان ڪافي صاحب ڪمال ٿيا آهن. ڪيترن ئي لائق ماڻهن کي خلافت ڏني هئائون. هڪ ٻئي سان فقر ۽ فنا جي طريقي جو سلوڪ رکندا هئا. اوصاف انسانيت ۾ ڪامل هو. ڪماليت جي عروج تي هوندي به پاڻ کي هميشه پوشيده رکندو هو. سال 1148ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## حاجي حافظ دوہ

هن جا وڏا اصل ڳوٺ دوہ علائقي بکر جا رهندڙ هئا. هيءُ پنهنجي وقت جو ڪامل فقير ٿي گذريو آهي. سندس فرزند ميان شيخ محمد ساري عمر سير ۽ سفر ۾ گذاري ۽ هر علم جي تحصيل ۾ ڪمال جي درجي تي پهتو. علم طبابت ۾ بوعلي سينا جي همسريءَ جي دعويٰ ڪرڻ ۾ حق بجانب هو. اڪين جي بيماري ۾ مرض جي تشخيص، تشريح بابت سندس وڏو ڪتاب آهي. انهن مرضن بابت نسخا بہ ترتيب ڏنا اٿائين.

## ميان نورمحمد

هيءُ شيخ محمد ولد حاجي حافظ دوہ جي سوٽن مان هو. علم تقويٰ، انڪساري ۽ نفس ڪشيءَ ۾ ڪامل ۽ عارف هو. ٻارهن سال ميان ملوڪ شاهہ جي مسجد جي خدمت ۽ ان ۾ ذڪر ڪرائيندو رهندو هو. ميان عبدالله عرف موريو واعظ جو شاگرد هو. سال 1176ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## سيّد محمد

هيءُ سيد صدر لڪعلوي جي پوٽن مان هو. پنهنجي وقت جو ڪامل بزرگ هو. هميشہ نماز، وظيفہ ۽ درود ۾ مشغول هوندو هو.

سندس وفات جي تاريخ جو عدد هن مصرع مان ڪڍيو ويو آهي. ان ڪي سندس ڪرامتن ۾ شمار ڪيو پيو وڃي.

مصرع

”درود خدا بر محمد بود“ يعني سن 1125ھ

## مخدوم محمد امين

هيءُ ڪامل مؤحد هو. ڳوٺ پٽ باران ۾ رهندو هو. ان جي ويجهوئي گذاري ويو. مخدوم ميڏنہ طالبعلم نصرپوري، منجهس عقيدت رکندڙ هو ۽ سندس عقيدت ۽ ارادت جي ڪري وٽس زيارت ڪرڻ ويندو هو.

## مخدوم عبدالرؤف

ولد مخدوم عمر بن مخدوم عبدالحميد بن مخدوم احمد ثاني بن مخدوم فتح الله بن مخدوم احمد. هيءُ پنهنجي وقت جو ڪامل عارف هو. برگزيده مشائخ ۾ شمار ٿيندو هو، شعور يعني سمجهہ واري وقت کان وٺي وفات واري وقت تائين هيءُ سهڻن اخلاقن. هميشہ عبادت ۽ رياضت ۾ مصروف هوندو هو.

ميان نورمحمد ڪلهوڙو سندس ڏاڍي عزت ڪندو هو. هيءُ سن 1166ھ ۾ گذاري ويو. هالن جي قاضي زاده شيخ ابراهيم، هن جي تاريخ هنن لفظن مان ڪڍي آهي. "ڪانَ وليًا رؤف الخلق" (يعني هو خلق جو مهربان دوست هو) هيءَ تاريخ سندس حال جي موافق هئي، ڪانئس پوءِ ڪوبہ فرزند ڪونہ رهيو.

## مخدوم عبدالحميد

ولد مخدوم فتح محمد بن مخدوم ابراهيم بن مخدوم عمر، هيءُ صاحب اوصاف حميده هو. برگزيده مشائخ ۾ شمار ڪيو ويندو هو. مخدوم عبدالرؤف سندس تربيت خاص طور ڪئي. بعد ۾ حرمين شريفين هليو ويو. مدينه متبرڪ ۾ مدفون آهي.

## مخدوم نعمت الله

ولد مخدوم عبدالحميد ثاني، مخدوم عبدالرؤف ڪانپوءِ هدايت وارو ٿيو. انهيءَ سلسلي ۾ ڪماليت رڪندڙ هو. پنهنجن وڏن جي گاديءَ کي سينگاريو وينو هو. فقرآئن جي تربيت ۽ هدايت جو ڪم سنڀالي وينو هو. ٻارهين صديءَ هجري ۾ گذاري ويو.

سندس فرزند مخدوم ابراهيم جوانيءَ ۾ ئي پنهنجي اسلاف جو صالح جانشين ٿيو. وڏن جي اوصاف سان آراستہ هو.

## مخدوم محمد يوسف

هيءُ مخدوم محمّد جي پوٽن مان هو. مخدوم أحمد ولد مخدوم اسحاق جنهن جو ذڪر مٿي اچي چڪو آهي، سندس پاءُ هو. صاحب ڪرامت هو. مخدوم عبدالرؤف جو همعصر هو.

## مخدوم محمد صادق ۽ مخدوم محمد يعقوب

مخدوم محمد جي اولاد مان هئا. پنهنجي وقت جا ڪامل بزرگ ٿي گذريا آهن.

## نهال شاهہ مداري

هيءُ ٻارهين صدي هجري جو صاحب ڪمال بزرگ ٿي گذريو آهي. هندستان کان سنڌ ۾ آيو. گنجي ٽڪر جي ڪنڌ ۾ پنهنجو خلوت خانو جوڙي، اتي عبادت ڪندو رهيو. اتي ئي فوت ٿي ويو ۽ اتي ئي دفن ٿيو. سيد جاندو شاهہ وينل ڳوٺ خانوٽ سندس مريدن مان هو.

## مظفر شاهہ

هيءُ باڪمال فقير هو، سندس سلوڪ جي نسبت سيد شاهہ مرتضيٰ سان هئي. هيءُ پورا 12 سال هميشہ درياءَ جمنا ۾ بيٺو هوندو هو، سردي هجي يا گرمي ڳچيءَ تائين پاڻيءَ ۾ لهي بيٺو هوندو هو. جڏهن درياءَ ۾ چاڙهہ ايندو هو تہ قدرتي طور هن جو قد بہ ڏگهو ٿي ويندو هو،

يعني ڳچيءَ تائين هميشہ پاڻيءَ ۾ ٻينو هوندو هو. انهيءَ ڪري سندس بدن جي ڪل ۽ گوشت ڳري ويو هو. صرف رڳون ۽ هڏا سندس بدن تي بچيا هئا، مگر سندس چهرو صاف ۽ سالم هو. مقصود مدت پوري ڪري پوءِ درياءَ کان ٻاهر نڪري آيو.

12 صدي هجريءَ جي شروعات ۾ هندوستان کان سير ڪندو، سنڌ ۾ اچي روهڙيءَ ۾ وارد ٿيو. شهر جي اُلهندي پاسي کان هڪ ٽڪريءَ تي پنهنجي ويهڻ جي جاءِ ڪيائين، هڪڙي پڪي روايت سان ٻڌڻ ۾ آيو تہ هفتي ۾ هڪ دفعو سندس پرسان هڪ ڪڏو پاڻيءَ سان پرجي ويندو هو. رستو ٻهاريل ۽ صاف ٿيل نظر ايندو هو. جيئن ٻئي ايندڙ هفتي تائين پاڻيءَ جي حاجت نہ رهي ۽ واٿهڙو آسانيءَ سان گذرندي پاڻي جو استعمال ڪندا هئا. پاڻ سان ڪٽي بہ ويندا هئا.

هڪڙي جهوپڙي اڏي چانوَ ۾ وينو هوندو هو. شهرت نہ ڪندو هو.

چون ٿا تہ هڪ دفعي هڪ جوڳين جي جماعت وٽائنس ٽڪريءَ تان لنگهي. انهن مان هڪ جوڳي سندس هي حال تنهائي ۽ بيڪسي ڏسي، ڪانئس پڇيو تہ هن جاءِ تي هن حال ۾ ڇو وينو آهين! ڪٿي وڃي آرام جي جڳهہ وساءِ. چيائين تہ طاقت ڪونہ اٿم. پوءِ ان جوڳي هڪ ڪاغذ ڪڍي ڪيس نسخو لکي ڏنو تہ هيءَ ڪيميا جو نسخو اٿئي ۽ لوهہ تي هڻندين تہ اهو سون ٿي ويندو. پوءِ ڇت جي ڇانوَ ۾ پنهنجي مٽي ڪي لڪاءِ. زندگي عيش سان گذار، جوڳي هليو ويو. فقير ان ڪاغذ ڏانهن ڪوبہ ڌيان ڪونہ ڏنو بلڪ ياد ئي نہ رکيائين. ڪافي مدت کان پوءِ ساڳيو ئي جوڳي انهيءَ جڳهہ تان لنگهيو، ڏٺائين تہ فقير تہ ساڳي حالت ۾ وينو آهي. پڇيائينس تہ انهيءَ نسخي جو ڇا ڪيئي! فقير چيو تہ مون کي ياد ئي ڪونہ رهيو. ڏس تہ اتي پيو آهي يا نہ! پوءِ جوڳيءَ ڏٺو تہ اهو ڪاغذ انهيءَ ئي حالت ۾ موجود پيو آهي. فقير جوڳي کي چيو تہ اهو مون کي ڪم ۾ ڪونہ آهي، جنهن کي ڪم ۾ اچي انهيءَ کي وڃي ڏي.

## محب شاهہ

سندس اصل وطن چغتا هو، پوءِ دنيا جو سير ڪندي هتي آيو. گذاري بہ اتي ئي ويو.

مشهور آهي تہ مظفر شاهہ ڪيس گاريون ڏئي پڇيو تہ تون ڪيڏانهن ويو هئين؟ اسان تنهنجو هت انتظار پيا ڪريون. هي فقيريءَ جي جيڪا توکي دولت نصيب ٿي آهي، سان هاڻي ختم ٿي وئي اٿئي. هاڻي ڪنهن فقير جي خدمت ۾ ويهہ، پوءِ توکي جيڪي نصيب ٿيڻو هوندو سو نصيب ٿيندئي.

پوءِ معاشي دولت کي ڇڏي فقيرن جي خدمت ۾ ويهي سڀ ڪجهہ پرايائين، ۽ هڪ بزرگ جو جانشين ٿيو. ڪافي هدايتون ڪيائين. وڏيون عمارتون جوڙايائين. باغات پوکيائين. سال ۾ بہ دفعا فقيرن جي اوتاري تي ويندو هو. هڪ دفعو عاشورن جي ڏينهن ۾ ۽ ٻيو دفعو گدائي ڪرڻ وقت. وقت جي علمائن اهڙيون غير شرعي منجهس ڳالهيون ڏسي، سندس خلاف فتويٰ جاري ڪئي. لاهور کان وڃي، ٺٽي تائين فتويٰ تي علمائن کان تصديق جون مُهرون هڻايون

ويون. نني جي مخدوم حاجي محمد قائم ۽ مخدوم محمد معين انهيءَ فتويٰ تي دستخط نہ ڪيو ۽ انهن چيو تہ هن تي مخدوم روح الله جي مهر لڳل ڪونہ آهي، جيستائين اهو مُهر نہ هٽندو، اسين مُهر ڪونہ هٽنداسون. چو تہ اسين ٻاهر آهيون. هو حضور ۾ آهي. جيئن تہ مخدوم روح الله باطني جاڻ رکندو هو، انهيءَ ڪري ان تي تصديق جي مُهر نہ لڳايائين ۽ عالمن سان اتفاق نہ ڪيائين.

فقير هڪ دفعي قلندري وضع رکيو، ڏاڙهي ۽ مڇن کي ڇڏي ڏنائين، جڏهن ڪجهہ وڏيون ٿيون تہ هڪ جبو پائي ۽ پڳ ٻڌي پنيان ٽُرهي کي لٽڪائي ڇڏيائين. پوءِ علمائن سڳورن جي مهماني ڪيائين. انهن جي لباس ۾ انهن جي دعوت ڪيائين. پوءِ وري ٻئي ڏينهن سادات جي دعوت ڪيائين. ٽئين ڏينهن تي فقرآئن جي سندن طريقي تي يعني گندي ۽ ميري لباس لنگوٽي ٻڌل ستر اگهاڙي جي حالت ۾ ڏاڙهي ۽ مڇون ڪوڙي دعوت ڪيائين. انهن قلندري فقيرن سان ويهي مجلس ڪيائين. چوٿين ڏينهن عام خلق کي طعام ڪارايائين.

چون ٿا تہ احمد شاهہ ابدالي شاهہ افغان سن (1166هہ) ۾ جڏهن روهڙي پهتو تہ جهان خان سردار وٽس آيو. فقير جي اها غير شرعي حالت ڏسي ڪيس چيائين تہ پنهنجي ڏاڙهي مڇون ڪوڙي، اهڙي بد شڪل چو بڻائي اٿئي؟ فقير ڪيس جواب ۾ چيو تہ پنهنجي ڏاڙهيءَ کي ڪوڙيو اٿم، ليڪن ڪنهن جي دل کي نہ ڏکويو اٿم. تنهن تي جهان خان هٿ ٻڌي، توبه ڪري سندس آڏو ادب سان گوڏا ڀِجي وينو. خرقہ جي طلب جو عرض ڪيائين ۽ سندس صحبت بہ اختيار ڪري فيض ڏيڻ جي التماس ڪيائين. درويش ڪيس چيو تہ تون شاهہ مشغول جي ساٿي ٻانهن آهين شايد ڪافر سڪن سان جهاد ۾ انهيءَ سان گڏ گذارين. بهرحال هزار حيلن کان پوءِ ڪيس مريد ڪيائين. جامہ پهرائي ڪيس رخصت ڪيائين.

چون ٿا تہ مربشاهہ نالي هڪ فقير درويش سندس خاص خدمت لاءِ رهندو هو. هڪ ڪٽ تي سمهندو هو. گرميءَ جي ڏينهن ۾ پنهنجي ڪٽ ڪٽي ڇت تي رکڻ لاءِ وڃي رهيو هو تہ ڏٺائين تہ اهو تمام ڏٻرو نظر پيو اچي، پڇيائينس تہ اهڙو ڏٻرو چو ٿي ويو آهين؟ هڪ ٻئي فقير چيو تہ ٽي سال ٿي ويا آهن طعام کي ڇڏي ڏنو اٿائين، مگر ڪڏهن ڪڏهن ٿورڙو ڪائيندو آهي تہ ڪاوڙجي ڪيس گاريون ڏئي چيائينس تہ ڇا پنهنجي ٻُتَ تي مناڻ ٿو ملين تہ جيئن مڪين جو ميڙ اچي ڪنو ٿئي ۽ اسان انهيءَ کي دوست نہ رکندا آهيون، جيڪو مڪين جي ميڙ کي ڪنو ڪندو آهي. چيائين تہ وڃ هليو! ۽ عاقبت خراب ٿيڻ جي ڌمڪي ڏنائينس. مربشاهہ روئندو موڪلائي هليو ويو. مربشاه جي عمل مان اها مراد هئي تہ هو شهرت طلب پيو ڪري، پوءِ اتان هو روانو ٿي پٽڻ تي آيو. ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿي سکر اچي پهتو، اتفاق سان مير محمد ڪاظم معصومي جيڪو برگزيده بزرگ هو، پالڪيءَ ۾ سير ڪرڻ لاءِ ٻاهر نڪتو. درويش کي ڏسي چيائين تہ ڪيڏانهن وڃڻ جو ارادو اٿئي؟ چيائينس تہ شڪارپور. پوءِ درويش کي پالڪيءَ ۾ سوار ڪري شڪارپور پهچايائونس. پوءِ شڪارپور کان اتان جي حاڪم خواجہ مامون خان ڪيس مشهد مقدس رسايو، پوءِ هرجاءِ تان فيض حاصل ڪيائين. امامن عليهم السلام جن جي خوب زيارت ڪيائين.

اتان وري دکن رياست ۾ آيو. اتان جي سلطان سندس ڪافي آدرڀاءُ ڪري ڪيس رهايو. مشائخ ۾ شمار ٿيڻ لڳو.

آخرڪار محب شاهه ڪان پوءِ مربشاهه سندس جانشين ٿيو. ان ڪان پوءِ ”سوي فقير“ نالي اتان جو جانشين ٿيو.

## شاهه عبداللطيف

هيءُ ڪامل شخص هو، امرڪس نهرجي پل تي وينو هوندو هو. اتي ئي پرسان پنهنجي جهوپڙي اڏي هئائين. محب شاهه جو همعصر هو. فقرآئن مان هر اچڻ وارو ۽ هر وڃڻ وارو منجهد ۽ شام وٽس في سبيل الله طعام ڪائيندو هو.

## شيخ ورو

هيءُ بہ صاحب ڪمال هو، تازو فوت ٿي ويو آهي. گجرات جي ويجهو مدفون آهي. سندس پٽ احمد شاهه پنهنجي نيڪيءَ سان پنهنجي پيءُ جو نالو زندهہ رکيو.

## مير لطف الله عرف شاهه لڏو

ولد سيد ڪرم الله بلگرامي. ابتدا ۾ سندس زندگي اميري هئي. ويهن سالن جي عمر جو جڏهن ٿيو تہ فقر جي واديءَ ۾ پير رکيائين. علائقا گهمندو ڦرندو، سيد احمد ولد سيد محمد جي خدمت ۾ حاضر ٿي، سندس بيعت ڪيائين مرشد جي نالي جي مناسبت سان پنهنجو تخلص ”احمد“ رکيائين. سندس مرشد ڪيس لڏو جو لقب ڏئي خلافت جو خرقہ ڏنائينس. مرشد جي وفات ڪان پوءِ بہ ستر سال انهيءَ ئي جاءِ ۾ گذاريائين. صاحب مقامات عاليہ هو. بيشمار سندس مريد هئا.

سن 1143هه ۾ فوت ٿي ويو. جيئن تہ سندس پُٽ مير عظمت الله بيخبر ان جي حياتي ۾ ئي گذاري ويو. تنهنڪري سندس پوٽو نوازش علي سندس جانشين ٿيو.

## سيد محمد شاهه

سندس تخلص شاعر هو. مير عبدالجليل بلگراميءَ جو فرزند هو، پنهنجي پيءُ جي طرفان بکر ۽ سيوهڻ جي سوانح نگاري ڪيس حاصل آهي. شاهه لڏو جو مريد هو.

## شاهه رحمت الله

هيءُ سيد حبيب الله واسطي بلگراميءَ جو فرزند هو. شاهه لڏو موصوف جي مريدن مان هو، سن 1153هه ۾ فوت ٿي ويو.

## مير عظمت الله

عرف ميان صاحب، سندس تخلص ”بيخبر“ ۽ شاهه لڌو جو فرزند هو. پنهنجي پيءُ جوئي مريد هو. جهان آباد ۾ مرزا بيدل سان ڪافي صحبتون ڪيون هئائين.

## قاضي سليم بلگرامي

هيءُ صاحب حال ۽ صاحب ڪمال و ذوق هو. شاهه لڌو جو مريد هو. سن 1114ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## سيد محمدي

هيءُ سيد دراب بلگراميءَ جو فرزند هو، ظاهري ۽ باطني علوم ۾ جامع هو. شاهه لڌو جو مريد هو. تصوف ۾ ڪيس ڪلي مهارت هئي.

## قاضي حافظ بلگرامي

هيءُ صوري ۽ معنوي فضائل ۾ جامع هو. شاهه لڌو جو مريد هو. تصوف ۾ ڪلي مهارت رکندڙ هو.

## سيّد نورالدين

هيءُ سيد خيرالدين بلگراميءَ جو فرزند هو. نهايت ڪيفيت جي حالت ۾ رهندو هو. شاهه لڌو جو مريد هو.

## سيد اسد الله

هيءُ شاهه لڌو جو سڳو پوٽو. سندس مريد هو.

## سيد غلام مصطفيٰ

هيءُ شاهه لڌو جو پائٽيو ۽ مريد هو. نواب سر بلند خان سان گڏجي راجا اڀي سنگهه مارواڙ سان جنگ ڪرڻ لاءِ سن 1174ھ ۾ ويو، ۽ اتي شهيد ٿي ويو. سندس نعش ڪي ڪونه لڌو ويو.

## سيد نورالله

هيءُ سيّد لطف الله شاهه عرف شاهه لڌو جو سڳو پاءُ هو. پنهنجي پاءُ جي گهڻي خدمت ڪندو هو. اڪثر روئندو رهندو هو. صاحب حال هو. قرآن مجيد جا پنجويهه سيپارا ياد بيني

پڙهندو هو. گهڻي قيام ۽ رڪوع سبب سندس پير سُجي ويندا هئا. سن 1114هه ۾ فوت ٿي ويو.

## سيد حبيب الله شاهه

هيءُ سيد عبدالڪريم متعلويءَ جي اولاد مان هو. صاحب ڪمال ۽ سلوڪ هو. پنهنجي وڏن جي پيرويءَ ۾ رهي گذاري ويو، هميشه وجد ۾ هوندو هو. سندس وفات تي محمد صادق نقشبنديءَ چيو ته الموت جسر يوصل الحبيب الیٰ لقاء الحبيب، سن 1155هه ۾ وفات ڪيائين.

## قدوة العارفين شاهه عبداللطيف تارڪي

ولد سيد حبيب شاهه موصوف. ٻارهين صدي هجري ۾ سنڌ جي مشائخ ۾ هيءُ پنهنجو مَٽ پاڻ هو، ڪيترو ئي زمانو ائين رڻ پٽن ۾ رياضتون ڪندو رهيو. سُڪر ۽ جذب ۾ رهندو هو. انهن ۾ ڪمال حاصل ڪري بزرگيءَ جي تخت تي اچي وينو. ساري عالم ڪي پنهنجي ارادت هيٺ آندائين. ملڪ جي سفيد ۽ سياهه جي ڄاڻ رکندڙ هو ۽ ڪيس وهبي علم مليل هو.

سندس وفات واري ڏينهن سندس ڪيترن ئي مريدن فراق سبب روئي روئي پنهنجو دم ڏنو. سندس مزار مشهور آهي. عام خاص جي فيض جو چشمو آهي. جيسلمير جي راجا سندس مزار تي روح پرور قبو ٺهرايو. ان جي سلسلي جا فقير ڪماليت ڪي رسيل آهن.

سندس وفات سن 1161هه ۾ ٿي، پوءِ سيد جمال شاهه سندس مسند تي وينو.

## محمد عالم

هيءُ مخدوم بايزيد ولد مخدوم عربي هالاڪنڊي جي پوٽن مان هو. سيد شاهه عبداللطيف سان منسلڪ هو. سندس ممتاز فقرآء مان هو.

## مخدوم محمد معين

هيءُ مخدوم امين جو فرزند هو. مخدوم امين جو ذڪر اچي چڪو آهي. مخدوم عنايت دانشمند معروف جو شاگرد هو. مختلف علوم ۾ بحر هو. ان وقت ٺٽي ۾ سندس مثال ڪونه هو. ان ڪان سواءِ ڪيس علم دنيا ۽ علم معرفت ۽ علم باطني ۾ ڪيس ڪماليت حاصل هئي.

نقشبندي سلسلي ۾ حافظ ابوالقاسم نقشبندي جو پڪو مريد هو. انهيءَ ڪان ئي باطني فيض حاصل ڪيو هئائين. آخر ۾ قدوة العارفين شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي خدمت ۾ پهچي سندس ارادت ۾ داخل ٿيو. شاهه صاحب موصوف ٺٽي ۾ اچي ساڻس مجلس ڪندو هو. اها ان ڪي ڏاڍي پسند هوندي هئي. گهڻو ڪري ٺٽي شهر ۾ انهيءَ جي ملاقات لاءِ ويندو هو. آخري ڏينهن ۾ مخدوم ۽ شاهه موصوف ويهي راڳ جي مجلس قائم ڪندا هئا، مخدوم جڏهن راڳ ٻڌندو هو ته منجهس وجد واري ڪيفيت قائم ٿي ويندي هئي.

سيد جي ڪرامتن مان هڪ هيءَ بہ ڪرامت هئي، تہ جنهن ڏينهن سندس جنازو مڪليءَ ڏانهن ڪنيو ٿي ويا تہ سيد موصوف بہ جنازي جي پُٺ ۾ جنازي سان گڏ هلندو پئي ويو. جڏهن شهر جي وچ ۾ پهتا تہ سيد، جنازي جي پويان پري ٿي بيٺو. هلندي جنازي خود پاڻ کي ڦيري پنهنجو منهن سيد موصوف ڏانهن ڪيائين تہ جيئن سيد موصوف ڏانهن پُٺي نہ ٿئي، منهن هجي. سندس فوت ٿيڻ جو سن 1161ھ آهي.

"قطره در ببحر واصل شد" (1161ھ) موافق سال آهي.

چون ٿا تہ جڏهن شاھ صاحب جنازو دفنائي موٽيو تہ پنهنجي زبان مبارڪ سان فرمايائين تہ ٺٽي ڪان اسان جي موڪلائي آهي. پوءِ پاڻ بہ انهيءَ سال ۾ ترت وفات ڪري ويو.

## حاجي شاھ فقيرالله نقشبندي

هيءُ شيخ سعدالدين لاهوري بنوري جو مريد هو. شڪارپور ۾ نهايت ڪامل ۽ صاحب فيض مهمانواز هو، سندس وقت ۾ فيض ۽ مهمانوازيءَ ۾ ڪوبہ مثل ڪونہ هو. احمد شاھ افغان. سندس فرزند افغاني امراء سندس بيحد ارادتمند هئا. ٿورڙو وقت ٿيو آهي جو هو وفات ڪري ويو آهي.

## سيد پير شاھ

ولد مير صلاح الدين لڪعلوي ۽ مخدوم لعل شهباز جي مزار جي متولين مان هڪ هو. نهايت سخت رياضت ڪندڙ ۽ اهل ڪمال هو.

ميان نورمحمد حاڪم سنڌ، سندس ملاقات لاءِ ڪافي آرزومند هو. هزار التماس ۽ حيلن وسيلن کان پوءِ ساڻس ملاقات ڪرڻ لاءِ آماده ٿيو. سيّد کي جڏهن سندس دوست ٻاهر ڪڍي نورمحمد جي ملاقات لاءِ آيا، تڏهن ان جي سامهون آيو سيد صاحب فرمايو تہ هاڻي اسان جي ڪم جو پردو کُلي ويو تہ هاڻي وڌيڪ جيئڻ نہ گهرجي. پوءِ تمام جلد وفات ڪري ويو.

سندس فرزند، سيد نورشاھ، جو ظاهري نمونو رندن جهڙو هو، پر حقيقت ۽ معرفت کان ايڏو تہ بهرمند هو جو جيڪي بہ سندس زبان مان نڪرندو هو، سو تقدير سان نهڪي ايندو هو، مرشد جي متس ڪافي شفقت ۽ مهرباني هوندي هئي ۽ هفتي ۾ هڪ دفعو نڪرندو هو. پيئڻ ۽ کائڻ جو سامان پاڻ سان گڏ کڻندو هو. ماڻهو ايڏا ڀاري خرچ ڏسي حيران ٿي ويندا هئا. متس ڪيميا ناهڻ جو شڪ رکندا هئا.

## شيخ مکڻ

قديم شيوخ مان هو. مخدوم لعل شهباز جي درگاھ جو متولي ۽ ڪنجي بردار هو. سادات سندس ڏهناڻ هئا. سي لالچ ۾ اچي کانئس ڪنجي کسڻ لڳا تہ درگاھ کي پنهنجي قبضي ۾ رکون. پوءِ شيخ کان ڪنجي کسي دروازو کولڻ لڳا ۽ هر حيلو هلايائون، مگر کانئن درگاھ جو دروازو نہ کُليو مجبور ٿي ڪنجي مالڪ کي موٽائي ڏنائون.

## سيّد بالشاهہ

هيءُ پنهنجي وقت جو معروف بزرگ زاده هو. لڪعلوي سادات منجهان هو، ڪامل بزرگ هو روزانو چند هزار درود شريف پڙهڻ پنهنجو وظيفو بڻائي ڇڏيو هئائين. جڏهن فوت ٿي ويو "ع" درودِ مُحَمَّد تي هجي" موافق سن 1125ھ ٿئي ٿو. اهو حسن اتفاق سيد صاحبؒ جي ڪرامتن ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو. سندس فرزند: سيداول شاهہ سالڪ ۽ مجذوب هو. سيد ابوالحسن، ٻيو نمبر فرزند هو، جيڪو حضرت مخدوم نوح ؒ جي سلسلي جي ارادتمندن مان هو.

## سيد محمد شجاع

هيءُ سيد جي پوٽن مان هو. طريقہ نقشبنديءَ جو پيرو هو. ان ۾ نامور هو.

## سيد محمد فاضل

ولد سيد عبدالرزاق بن سيد لطف الله بخاري رهندڙ ڳوٺ "رانيو" هيءُ اصل اولاد سيد محمود جو آهي. شاديءَ کان پوءِ هي مجذوب ٿي ويو. انهيءَ حالت ۾ ڪانئس وڏيون وڏيون ڪرامتون صادر ٿينديون هيون. هن راقم الحروف (قانع) جو ماسات آهي.

زباني ارباب بولو رانيہ کان ٻڌو اٿم، جيڪو هن وقت بہ انهيءَ ڳوٺ "رانيو" ۾ رهي ٿو تہ: مون هڪڙي وقت پوک ڪئي هئي. مخدوم نوح ؒ جي فقيرن مان هڪ ٻيو سيد ساجن نالي اسان جي ڳوٺ ۾ رهندو هو. آءٌ هڪ حصو پوک منجهان ان کي بہ ڏيندو هئس ۽ هڪ حصو پير ميان محمد فاضل کي ڏيندو هئس. ٻئي حصا منهنجي پوک ۾ گڏجي پيا ۽ سوچ ڪرڻ سبب مون کي ادائيگيءَ ۾ دير ٿي وئي. اهي ٻئي سيد مون کان پنهنجو پنهنجو حصو طلب ڪري رهيا هئا، نيٺ هڪ ڏينهن عين سجاڳيءَ ۾ هڪ نوراني پير مون کي فرمايو تہ محمد فاضل جو حصو ڇو نہ ٿو ادا ڪرين؟ ڇا پنهنجي پلائي جو خيال ڪونہ اٿئي ڇا؟ هڪدم ان وقت ئي اهو حصو جيڪو مبلغ پنج رپيا ٿئي پيو، سو پنهنجي پڳ جي ڪنڊ ۾ ٻڌي روانو ٿيس ۽ واٽ تي سيد ساجن مليو، جنهن چيو تہ مون پنهنجي دعويٰ ڇڏي، سيد محمد فاضل جو حق ادا ڪر، پوءِ آءٌ سيد محمد فاضل جي گهر ڏانهن روانو ٿيس. ڏٺم تہ سيد محمد فاضل اڳي ئي گهر کان ٻاهر نڪري بيٺو آهي. پوءِ پنهنجي جذبي جي تقاضا موجب مون کي گار ڏئي چيائين تہ: هاڻي تہ دلجاءِ ڪيئي ۽ هاڻي پنهنجي پڳ کول ۽ مون کي پنهنجو حصو ڏي.

هيءُ سيد سن 1140ھ ۾ فوت ٿي ويو.

## شيخ محمد صابر

بن شيخ عبدالله سنڌي دانشمندي، مشرب صافي، ٺٽي ۾ ميان ولي نعمت جي مسجد ۾ امامت بہ ڪندو هو. پڙهائيندو بہ هو. هو علم ظاهري ۾ ماهر هئڻ جي باوجود علم باطني جي بہ ڄاڻ رکندو هو. قادريہ طريقہ سان وابستہ هو. سندس طريقي قادري جي نسبت هن ريت آهي:

هن جي نسبت محمد اشرف بن شيخ ڪڪو جيڪو شيخ فريد شڪرگنج جي اولاد مان هو. ان سيد عبدالله ۽ ان وري پنهنجي والد سيد علاؤالدين علي ۽ هن وري پنهنجي والد سيد يوسف حسن ڪان. ان وري پنهنجي والد سيد علاؤالدين ڪان. هن وري پنهنجي والد سيد شرف الدين قاسم ڪان. هن وري پنهنجي والد شرف الدين ابي زڪريا يحيٰ الشهيد ڪان. هن عبدالله الحسين بدرالدين ڪان. هن وري پنهنجي والد سيد علاؤالدين ڪان. هن وري پنهنجي والد سيد شمس الدين محمد ڪان. هن وري پنهنجي والد سيد شيخ شهاب الدين احمد قادري ڪان فيض حاصل ڪيو جيڪو شيخ عبدالرزاق ولد پيران پير غوث الثقلين شيخ محي الدين عبدالقادر جيلاني قدس سره جو پوٽو هو. مذڪوره شيخ طريقہ صاحب فيض ڪثير هو. سماع ۽ راڳ جو ڪلي شغف رکندڙ هو. بزرگي وغيره جي ڏيکاءَ ڪي هرگز پسند نہ ڪندو هو.

سن 1184هہ ڪان پوءِ حج تي ويو. اتي ئي وفات ڪري ويو.

## ميان مخدوم محمد زمان

ولد ميان ڪبير محمد نقشبندي جنهن جو ذڪر مٿي آيل آهي، هيءُ پنهنجي پيءُ جي بزرگي جو جانشين ٿيو. ان جي طريقي کي زندهہ رکيائين.

## آخوند محمد باقر

هيءُ فقه جي علم ۾ مشهور هو. ذات جو اصل عباسي هو، ۽ شيخ ڪبير محمد جو مريد هو. مريديءَ جي لحاظ ڪان، پنهنجي مرشد جي پُٽ ميان محمدزمان کي سندس خانقاه ۾ درس ڏيڻ ويندو هو، آخرڪار مخدوم زاده، استاد جو بار لاهي پاڻ تي رکيو جيڪو خود آخوند محمد باقر جي خدمت ۾ سندس جڳهہ تي وڃي سبق وٺندو هو. ظاهري علوم جي تحصيل بہ ڪيائين. پنهنجي پيءُ جي خانقاه تي طلبہ حق جو حلقو ٻڌي ذڪر جي مجلس قائم ڪندو هو. انهن کي فيض رسائيندو هو. اهڙي طرح ڪانئس ڪافي ارادتمندن فيض حاصل ڪيو. جن ۾ مکيہ درس عبدالرحيم هو، هن بزرگ جو ظاهري وضع ملامتي هو. اڪثر طور ٻارن سان راند ڪرڻ ۾ مشغول هوندو هو. باطني طور پنهنجو ڪم ڪندو رهندو هو. اڪثر ماڻهن جا مشڪل مسئلا ۽ حاجتون حل ڪندو هو. چيو وڃي ٿو تہ: هڪ ڏينهن مڪلي ۾ عام رستي تي ٻارن سان چوپڙ راند ڪيڏي رهيو هو، چهرو نوراني ۽ منهن تي سونهاري ۽ ڏسڻ ۾ هڪ بزرگ شخص ۽ هر دفعي جڏهن بہ چوپڙ ۾ هٿ پئي وڌائين تہ "صلّ عليٰ مُحَمَّد" جو ورد ڪري رهيو هو. ان وقت هڪ ٻيو بزرگ، پالڪيءَ ۾ پنهنجي بزرگي واري شان سان قبرن جي زيارت ڪرڻ وڃي رهيو هو. هن درويش وٽان جڏهن لنگهيو تہ سندس چهرو. سونهاري ۽ بزرگي جا آثار ڏسي، چوڻ لڳو تہ: عجب شيطاني صورت آهي، هن صورت ۾ ڏاڙهيءَ سان کهڙي نہ بيهوده ڪم ۾ مشغول آهي. ائين چئي چند قدم سندس پالڪي اڳتي وڌي تہ اوچتو ڪيس پيٽ ۾ درد جاڳيو. سخت

مبتلا ٿي ويو. پوءِ سمجهيائين تہ اهو ڪتان ۾ ڇو ٿيو؟ پوءِ پالڪيءَ کي واپس ڦيرايائين. درس درويش وٽ اچي معافي ورتائين. درس ڪيس چيو تہ جنهن کي تو ”شيطان“ سڏيو، اهو ڪهڙو حيلو هلائي سگهندو. پوءِ درد سبب اهو بزرگ جڏهن موت جي قريب ٿيو. درس کي بيحد التجا ڪيائين. تڏهن سندس لاءِ دعا گهريائين، ۽ درد دفع ٿي ويس.

## سومار پٺارو

يعني گل ڪش، صاحب شهود ۽ معرفت هو. ڪامل فقير هو. مير حيدرالدين ابوتراب ڪامل اميرخاني کي ڏنو هئائين. سندس نيازمندي ڪافي ڪندو هو. ميان نورمحمد ڪلهوڙو ڪانئس دعا گهرائيندو هو. ڏيکاءُ ۽ شهرت هرگز پسند نہ ڪندو هو. پنهنجي ڪم ۽ شغل ۾ مخفي رهندو هو. ڪافي خلق الله ڪانئس بهرمند ٿي هئي.

آخوند محمد شفيع، جيڪو صاحب باطن مرد ڪامل هو، اهو بہ سندس ڪافي ارادتمند هو. حاجي بولو جيڪو سندس ظاهري علمن جو استاد هو، سو بہ سندس ڏاڍي عزت ۽ احترام ڪندو هو.

## ملا ابراهيم

هيءُ ديره جام علائقي ڪڪراله جو رهندڙ ۽ زميندار هو. پنهنجي وقت جو مشهور صاحب ڪمال هو. سيد محمد رضا مهدوي رضويءَ جو مريد هو. اهل بيت سان گهڻي محبت رکندڙ هو.

چيو ٿو وڃي تہ سندس عمر 100 ورهيہ هئي ۽ بلڪل نابين ٿي ويو هو. ٻنهي گوڏن تي ٽيڪ ڏئي اُٿندو هو. ڪيس اُٿڻ ۾ دير ۽ مشڪل پيش ايندي هئي. هڪ ڏينهن مسجد ۾ انهيءَ حالت ۾ وينو هو تہ هڪ بہ دفعا ٿورو اٿي وري ويهي رهيو. حالانڪ ائين ڪندي ڪيس اڳ ڪڏهن بہ ڪونہ ڏٺو ويو هو، پوءِ جڏهن سندس خادم ڏٺو تہ مسجد ڪان ٻاهر چند ٻارَ راند ڪري رهيا هئا تہ انهن ٻارن ۾ هڪ سيدزاده بہ موجود هو، جيڪو ڪڏهن ڪڏهن پڄندي مسجد جي در تي پئي آيو. بزرگ انهيءَ جي تعظيم لاءِ اُٿيو وينو پئي. آخر انهيءَ ٻار کي پاڻ وٽ گهرائي چند شيون ڏنائين تہ هو خوش ٿي هليو ويو.

سندس وفات ٻارهين صدي جي آخر ۾ ٿي آهي.

هاڻي سندس پٽ ملا عثمان نالي آهي، جيڪو وقت جو بزرگ ۽ ڪامل آهي. اهو بہ سيد موصوف محمد رضا مهدوي، رضوي جو فيض يافتہ آهي. پنهنجي پيءُ جو قائم مقام آهي. صاحب منزلت عالي آهي. سلسلہ سلوڪ کي زنده رکيائين.

## درس عبدالڪريم

هيءُ مرد ڪامل ۽ مستجاب الدعوات هو. صاحب صلاحيت هو.

## ملا محمد رضا

هيءُ پنهنجي وقت جو صاحب ڪلام هو. پنهنجو وقت پنهنجي صلاحيت کي اجاگر ڪرڻ ۾ صرف ڪندو هو. وقت جا ڪافي بزرگ سندس ڪماليت جو اعتراف ڪندا ۽ اعتقاد رکندا هئا. سندس خدمت ۾ اچي فيض حاصل ڪندا هئا.

## سيد فخرالدين

هيءُ مير عزت الله شڪر الٰهي شيرازيءَ جو فرزند هو. هن ڪتاب جي جامع (قانع) جو وڏو ياءُ ۽ رهبر هو. علم جي حصول ۽ قادري سلسلي جو بزرگ هو ۽ شيخ محمد صابر جو شاگرد مجاز هو. سندس نسبت بہ شيخ جي احوال ۾ ئي بيان ٿيل آهي. شروعات ۾ سندس برڪت پري نسبت پنهنجي پيءُ ۽ ڏاڏي سان هئس، جنهن جي شهرت هرگز نہ ڪئي هئائين.

مڪليءَ جي پاسي ۾ "هوت خرادي" نالي هڪ شخص رهندڙ آهي، جيڪو تازو حرمين شريفين جي زيارت ڪري موٽي آيو آهي. جنهن پنهنجي پڪي شهادت سان بيان ڪري ٻڌايو تہ آءٌ مڪه مڪرمه ۾ هئس، منهنجو خرچ پڪو جلدي ختم ٿي ويو. ٻيو ڪوبہ مددگار ڪونہ هو. جيئن تہ سيد موصوف اتي پنهنجي شهر ۾ منهنجي دڪان تي اڪثر ويهندو هو. جيڪڏهن ڪو ڏک ۽ مشڪل پيش ايندي هئي تہ سندس آڏو پيش ڪندا هئاسين. هڪ رات خواب ۾ مون کي اها ڳالهه آئي پوءِ تصور ۾ نهايت انڪساريءَ سان پنهنجي مشڪل کي سندس آڏو پيش ڪيم ۽ پوءِ سمهي رهيس. پوءِ خواب ۾ مون کي سيد صاحب فرمايو تہ فڪر نہ ڪر ۽ هن طرح ٽوڪرا ناهي وڪڻ ۽ خواب ۾ مون کي نمونو بہ ڏيکاريائين. پوءِ ٻئي ڏينهن مون اهي ٽوڪرا ناهي رکيا تہ الله تعالىٰ غيب مان ڪافي خريدار موڪلي ڏنا ۽ هر ٽوڪري جي مقرر قيمت کان بہ وڌيڪ ٻيڻا، ٽيڻا مون کي پيسا ڏيڻ لڳا. اهڙي طرح ڏک ڦري سک ٿي ويو. جڏهن مون کي ڪافي استطاعت حاصل ٿي وئي تہ پهريون حج سيد صاحب جي نالي ادا ڪيم ۽ ٻيو حج پنهنجي نالي تي ڪيم ۽ اجاتائين انهن جي برڪت جو نصيب هلندو ٿو اچي.

سندس وفات جو سن 1184ھ آهي.

## مير غلام اولياء

ولد سيد عنايت الله عرف سيد بولو. هيءُ سيد عبدالرّحمٰن پوٽو قاضي شڪر الله بزرگ شيرازي جي اولاد مان هو. پنهنجي ابتدائي دور ۾ ئي ظاهري علم جي تحصيل ۽ باطني سلوڪ ڏانهن متوجہ ٿيو. استاد ميان سومار پٽارو، جيڪو ڳجهو فقير ۽ صاحب حال هو، سو سندس متعقد هو. هر روز مڪلي ڏانهن حضرت شاهہ عبدالله قادري حسيني جي وڃڻ جو معمول ناهي چڏيو هئائين ۽ وقت بہ مقرر ڪري ڇڏيا هئائين. اشراق کان پوءِ پنهنجي گذران لاءِ محنت ڪندو هو. زوال کان پوءِ اول وقت ظهور جي نماز پڙهي مڪلي ڏانهن هليو ويندو هو. شام ۽ مغرب

جي نماز پنهنجي استاد آخوند محمد شفيع سان طالب علم تي گذاريندو هو. پاڻ روز افطار ڪندو هو. عربيءَ جا سبق پڙهندو هو. عشا مسجد ۾ گذاريندو هو. پوءِ ٿورڙو کاڌو کائيندو هو. ساري رات مطالعو ڪرڻ ۾ گذاريندو هو، پوءِ حجري ۾ هليو ويندو هو. ٿوري دير ليٽي چيله سڌي ڪندو هو. وري اٿي ويهي رهندو هو. شايد ننڊ مراقبي ۾ ڪندو هو، اهڙي طرح سالن جا سال ڏينهن جو روزو رکي، رات جو عبادت ۾ گذاري ڪماليت جي اعليٰ درجي کي وڃي پهتو. اگر چند سال بيا به زنده هجي ها ته دنيا ڇاڻي ها ته هيءُ ڪهڙي شيءِ آهي. جڏهن پنهنجي وڏن جي سنت کي جاري ڪيائين. هر ڪنهن ڏٺو ته منجهس بزرگي جو ظهور ٿيو آهي، تڏهن هيءُ پنهنجي جوانيءَ ۾ گذاري ويو.

سندس عمر اٽڪل ٽيهه سال هئي جو گذاري ويو، هر مهيني جي اکويهين تاريخ سندس وفات جي مطابق سندس سڀ مريد ان جي قبر تي اچي ختم ڪيندا ۽ تبرڪاً طعام ورهائيندا آهن.

## سيّد محمّد امين

عرف نانڪ، اصل متعلوي سادات مان آهي. سندس سلسلہ جي نسبت مخدوم نوح عليه الرحمة جي هڪ خليفه سان وابسته آهي، پنهنجي ساري عمر رياضت ۾ گذاريائين، تازو گذاري ويو آهي.

وقت جا حڪام سندس ڏاڍي عزت، مروت ۽ فرمانبرداري ڪندا هئا، ۽ هو هر حاجتمند ۽ ضعيف ۽ مظلوم جي مدد ڪندو هو. جيڪو به سندس شفقت جي ڇانوَ هيٺ آيو سو حوادث کان محفوظ رهيو.

پنهنجي حياتيءَ ۾ ئي پنهنجي پائٽي سيد جمن شاهه کي پنهنجو جانشين ڪيائين. اهو به خالي ڪونه هو. تازو گذاري ويو آهي.

## سيّد سمهابہ

سيد امين محمد جو پاٽج هو. روپاهه ۾ ڳوٺ پتيو ۾ رهندو هو. صاحب ڪرامات هو.

## ميان احمد عطائي

هيءُ بزرگ ڳوٺ نصرپور تعلقي سماوتي ۾ رهندو هو. صاحب ڪمال عمده مشائخ مان اهل حال تي گذريو آهي، ۽ بعد ۾ هو مخدوم هارون جو ناني ۽ سندس قائم مقام ٿيو.

## سيّد يونس

پاڻ ۽ سندس پٽ نالي "عبد" بئي، اهل ڪمال ۽ اهل حال آهن. عمرڪوٽ ۾ رهندڙ آهن. هن صديءَ جا الله جي مخلوق جي توجه جا مرڪز آهن.

## درس ڇتو

هيءُ درويش بدين ولد راهو جو پوٽو هو. گنجي ٽڪر تي آرامي آهي. پير جي دعا جي برڪت سان سندس اولاد جي پوڪيءَ ۾ ۽ ڪير ۾ ڪافي برڪت هوندي آهي.

سندس پٽ موليڏنو، پيءُ جو قائم مقام آهي.

## حبيب شاهه مجذوب

هيءُ قوم جو اصل ڏاهري هو. صاحب سلوڪ، ديوانن جي پوش ۾ هو.

چون ٿا ته هڪ دفعي سيد عبداللطيف پٺائي، مير محمد عطا امير خاني جي جڳهه تي بالاخانه ۾ ترسيل هو. اتي ٻڌائين ته حبيب شاهه، ٻن ڏينهن کان وٺي، ڏوڙيءَ تي سُتل آهي. پاسو به نه ڦيرايو اٿائين. شاهه عبداللطيف هيٺ لهي وٽس آيو ۽ سندس سيرانديءَ کان بيهي چيائينس ته:

اي ديوانا! جيڪو توکي ننڊ ۾ حاصل آهي. اهو اسان کي سجاڳيءَ ۾ ڳولهيندي به حاصل نه ٿو ٿئي. اها ننڊ ڪٿان سِکيو آهين.

## سيّد قاسم

هيءُ بيخودي جو سالڪ هو. ڪافي زمانو جامع فرخ جي محراب کي ٽيڪ ڏئي وينو هوندو هو. اهوئي پنهنجو آشيانو ٺاهيو هئائين. سندس عجيب حالات ٻڌڻ ۾ ٿا اچن.

## سناسي مجذوب

هيءُ عمده مستن مان هو. مغلن جي دور کان وٺي نادريه دور تائين موجود هو، پوءِ غائب ٿي ويو.

## نور شاهه هندي پنجابي

مستانن جي پوش ۾ عجيب صاحب ڪمال هو. ڪافي مدت کان وٺي ٺٽي ۾ هو. جنهن ڏانهن به متوجه ٿيندو هو ته اهو جذبي ۾ اچي ويندو هو.

محمد حسن ولد شيخ محمد باقر واقع نگار شهر ٺٽي ۽ مير عطاء الله ولد سيد احمد اولاد سيد شڪر الله شيرازي اهي سڀ منجهانئس آهن.

جڏهن فوت ٿي ويو ته ڪيس محله مسڪين باغ جي مسجد وٽ دفن ڪيو ويو. معتقدين لاءِ زيارتگاهه آهي.

## ميان عبدالقدوس مجذوب

هيءُ عدلائي جي خادمن مان هو. دائمي خاموشي وارو هو. گهڻو ڪري مسڪينن جي آسائش گاهن کي گندگيءَ کان پاڪ، صاف ڪرائڻ لاءِ پنگين جي خدمت حاصل ڪري ڪين اجرت

ڏيندو هو. اڪثر حاجي سڱورا حج جي ڏينهن ۾ ڪيس حرمين شريفين ۾ ڏسندا رهندا هئا، حالانڪ ڪڏهن شهر کان ٻاهر ڪونہ نڪتو هو.

چتو، لونگ، ٻولو ڪڏو، لائق ڏنو، الهڏنہ ۽ حسني هرهڪ مجذوب سالڪ ۽ پنهنجي وقت جو صاحب مشاهده، مڪاشفہ هو. سندن زبان جي اها ڪرامات هوندي هئي. جو ڪجھ بہ چوندو هو تہ ائين ٿي ويندو هو.

## درويش محمود

سندس لقب ٻاکوڙي، رهندڙ ڳوٺ ڪوڙو لباڻ قوم آريسر لڪعلوي ۾ شاھ صدر جي درگاھ تي پنهنجي عمر گذاريائين. رڻ پٽن ۾ ڪافي رياضتون ڪيائين. ملڪ جا ڪافي ماڻهو سندس معتقد هئا. سنڌ جو حاڪم ميان نورمحمد بہ سندس ڏاڍو معتقد هو.

اهڙي طرح سير ۽ سفر جي ذريعي ڪافي بزرگن جون زيارتون ڪندي وڃي دهلي ۾ رسيو. ابراهيم شاھ ڪموره سنڌي جو اتي مشائخ جي زمره ۾ مشهور هو. پنهنجي نياڻي جو سڱ هن کي ڏنو. شاديءَ جي ستاوڙي کان پوءِ پنهنجي (گهر واري وني) شاديءَ جو سامان ڪٺي هڪ جڳھ تي رکيائين. پاڻ پوءِ متي ۽ پيرن اگهاڙو قديم معاش (ڪاروبار) ۾ لڳي ويو. چند ڏينهن کان پوءِ سنڌ ڏانهن موٽي آيو. غلام شاھ جي دور حڪومت کان اڳ ۽ سرائي سردارن کان پوءِ محمد مراداياب خان جڏهن اقتدار ۾ آيو تہ هن کي بہ ڪنيائين. ڪيس حڪومت ڏنائين. پوءِ پورا پنج ڏينهن وٺس ويو. ڪيس ان ۾ ڪامراني ۽ ڪاميابي نظر ڪونہ ٿي آئي تہ آخر ان کي بہ ڇڏي ڏنائين. شايد بزرگن جي طعن سبب ائين ڪيائين پوءِ پنهنجن ڀين ڀائرن کي رياست جو اقتدار حوالي ڪري ڇڏيائين. پوءِ بيمار ٿي پيو. سنت ئي گذاري ويو.

## شاھ ابراهيم ڪموره سنڌي

هيءُ جهان آباد ۾، درويشن جي جماعت ۾ مدت تائين رهيو، مشائخن ۽ بزرگن جي جماعت سندس معتقد هئي ۽ محمد شاھ جي زماني ۾ پڻ موجود هو، ليڪن سندس آخري زماني ۾ گذاري ويو.

## شاھ حسين نيلپوش

گهوڙي سوار سنڌي ڳوٺ وريام جو رهندڙ هو. نيل پوش ڪيس انهيءَ ڪري سڏيندا هئا، جو سنڌ جي ٻهراڙيءَ وارا ماڻهو نيري رنگ جون چادرون ڍڪيندا هئا. نيرو لباس ڍڪي گهوڙي تي سوار ٿيندا هئا. ڪافي ماڻهو سندس معتقد هئا. سندس بزرگي ۽ ڪماليت روز روشن وانگر ظاهر هئي.

**شاھ ابراهيم ڪموره جو همعصر هو.**

## شاه لطف الله ٺٽوي

هيءُ فقيري وضع ۽ درويشي طبيعت وارو هو. وڏا وڏا ماڻهو سندس معتقد هوندا هئا. سندس ڀاءُ ٺٽي ۾ "پنج صدي" عهدي تي فائز هو. سندس خطاب حامد يار خان هو.

## درس امين ساند

هيءُ ٻه سنڌ جي درويشن. فقيرن مان هڪ هو. ميان نورمحمد سندس ڏاڍو معتقد هو.

## ميان محڪم الدين

هيءُ سيلاني بزرگ هو. ڦري، گهري سنڌ ۾ اچي ٺٽي ۾ رهائش اختيار ڪيائين. ڪيچ ۾ بزرگن جي زيارت لاءِ ويندو رهندو هو، صاحب ڪمال بزرگ هو. اصل پنجاب جو هو. طريقت جي فيض لاءِ آيو.

## سيد محمود

اصل پنجاب جو هو. چام نگر سورٺ جي علائقي ۾ رهندو هو. وقت جي مشائخ، اهل الله ۽ صاحب ڪمال جي رجوع جو مرڪز هو.

## شيخ مولوي خيرالدين

ولد شيخ محمد زاهد هاشمي طريقه قادري، نقشبندي، صاحب فيض ۽ علم حديث ۾ ڪامل ٿي گذريو آهي. حاجي محمد قائم ٺٽوي سنڌي جو شاگرد هو. عجيب ذات جو مالڪ هو. سندس طبع ۾ ڀلائي ڪرڻ جو غلبو هو. سخي، پرهيزگار هو ۽ سلوڪ ۾ ڪامل هو.

## شاه ولي الله واعظ

هيءُ صاحب ڪمال بزرگ هو. بندر سورت ۾ رهندو هو. 1197هه ۾ حضرت جن جي زيارت ميسر ٿي.

## الياس فقير

جواني، سياحت ۽ مجاهدات ۾ بسر ڪيائين. 1103هه ۾ ٺٽي شهر ۾ آيو. جبل تي رهيو. هاڻي ويهه سال اڳ گذاري ويو آهي. سندس اولاد لائق ۽ پرهيزگار اٿس. هيءُ اڳوٽي بزرگن ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو، ليڪن ظاهري طور سيد علي بزرگ انجوي جو همعصر آهي.

## شيخ عمر افغان

هيءُ حضرت مجدد الف ثاني جي خاندان مان هڪ بزرگ جو مريد هو.

ڳوٺ جمڪلي تعلقي پشاور ۾ هزارين مريدن وارو هو. جڏهن مخدوم زادن جي لياقت جي پرک ڪرڻ جو مسئلو پيش ايندو هو. ان جي نڪيڙ ڪرڻ لاءِ حضرت شاهه صفي جي خادمن جي خدمت ۾ معتقدانه پيش ٿيندا هئا ته اهو ڪين قبول نه ڪندو هو. سندس فوت ٿيڻ کان پوءِ سندس فرزند ڳوٺ موصوفه مان تيمور شاهه جي طرفان تڪليف ۽ ايذاء پهچڻ سبب پنهنجي معتقد جماعت سميت خروج ڪيو.

## شيخ غلام محمد

ولد حاجي غلام محمد معصوم جنهن جو ذڪر اچي چڪو آهي، پنهنجي پيءُ کان پوءِ پنهنجي وڏن جي مسند تي خلق جي ارشاد لاءِ وينو. پوءِ پنهنجي پيءُ جي امانت ۽ ولايت پنهنجي ننڍي ڀاءُ جي حوالي ڪري فوت ٿي ويو.

## شيخ شيخان شيخ صفي الدين

سندس نالو ابوالبشر هو. پنهنجي وڏن جي ورثي ۽ وراثت جو ننڍپڻ ۾ ئي مالڪ ٿيو. ان کان پوءِ حضرت مجدد الف ثانيءَ جي خانداني فيض جو سلسله ختم ٿيو. بس. سندس فيض جا خليفا تمام گهڻا رهيا ۽ سندس مريد بي حساب آهن.

## شيخ عبدالاحد

هيءُ شيخ صفي الدين علائيءَ جو وڏو ڀاءُ هو. ميان غلام شاهه جي دور حڪومت ۾ ٺٽي ۾ تشريف فرما ٿيو. ساري جهان جي خلق کي پنهنجي ارادت جي رتبي هيٺ آندائين. هي مؤلف (يعني مير علي شير قانع) حضرت جن جي توسل جي انهيءَ جماعت جو تمام ادنيٰ اميدوار آهي.

اَللّٰهُمَّ احشرنا في زمرتهم وارزقنا من ڪمالات موالهم آمين، آمين ثم آمين.

## شيخ عيسيٰ هتاز

نفحات ۾ ذڪر آهي ته هڪ دفعي هڪ بازاري (فاحشہ) عورت وٽ ويو. ڪيس چيائين ته رات آءٌ تو وٽ ايندس. پوءِ رات جو انهيءَ عورت جي گهر ويو. ٻه رڪعتون نفل نماز پڙهي، ٻاهر موٽي آيو (اهو ڏسي) انهي فاحشہ عورت توبه ڪئي ۽ سندس پيرن تي ڪِري پئي. پوءِ هڪ درويش سان انهيءَ عورت جو نڪاح ڪيائين. وليمہ جي طعام ۾ حلوو تيار ڪرايائين پر گيهہ ڪونہ هو. هڪ امير جنهن جي هيءَ عورت داشتہ هئي، تنهن چٽر طور ٻه بوتلون شراب جون ڀري، شيخ ڏانهن موڪلي ڏنيون (تہ گيهہ ڪري وجهو). شيخ اهي ٻئي بوتلون آٽيندڙ ڪان ورتي، حلوي جي مٿان هاريون ۽ حلوو ڪاڻ وينا (آٽيندڙ ڪي ٻہ گڏ ڪارايائون) صافي گيهہ تي ويو هو، شراب نہ رهيو. جڏهن امير اها ڳالهہ ٻڌي تہ توبه ڪيائين. سندس مريد ٿيو.

## شيخ سعيد حداد يمني

هيءَ مقامات عاليہ جو مالڪ هو. عدن جي بازار ۾ خريد ۽ فروخت جو ڪاروبار ڪندو هو. وفات جي وقت فرمائڻ لڳو تہ منهنجي وڃڻ کان پوءِ ٽئين ڏينهن سڀ هتي گڏ ٿجو، جو هڪ سائي رنگ جو پکي ايندو. پوءِ جنهن ٻہ شخص جي مٿي تي اهو ويهي تہ منهنجو جانشين اهو ٿيندو. پوءِ اهو پکي هڪڙي شخص جي مٿي تي وينو جنهن جو نالو ”جوهر“ هو. اهو طريقت کان واقف هو، پوءِ اهو شخص آهستي آهستي ڪماليت جي درجي تي پهتو. شيخ جي قبر عدن ۾ آهي.

## شيخ احمد بن حميد يمني

هيءَ متوڪل بزرگ هو، هڪ ڏينهن ڪوهستان ڏانهن (قبرن جي) زيارت ڪرڻ لاءِ ويو تہ رستي ۾ شيخ سعيد، جنهن جي ڪنيت ابوعيسيٰ هئي، يمن جي نامور بزرگ سان مليو پوءِ سعيد ٻہ ساڻس گڏجي هليو. واٽ تي سندس ساٿ ڇڏي موٽي ويو. شيخ احمد کي اها ڳالهہ ناپسند لڳي. زيارت ڪري موٽي سعيد وٽ آيو. ڪيس چيائين تہ تنهنجي مٿان منهنجي معيار آهي جو مون سان پهريائين گڏجي هلئين، پر پوءِ واٽ تي ساٿ ڇڏي موٽي آئين. شيخ سعيد ڪيس چيو تہ ان ۾ ڪابہ معيار ڪونہ آهي. شيخ احمد ڪيس چيو تہ اُٿ! انصاف ڪراءِ (شيخ سعيد) چيو تہ جيڪو اسان کي اتاريندو تہ اسان ان کي ويهاري ڇڏينداسون. پوءِ انهي ٻنهي جي پاڻ ۾ بدعا سبب قدرتي طور شيخ احمد سنڌن جي سور ۾ مبتلا ٿي هڪ هنڌ ويهي رهيو. اُٿڻ ويهڻ کان عاجز هو. شيخ سعيد (خارش) جي مرض ۾ مبتلا ٿي ويو، جو پنهنجي عضون کي ڪنهندي، ڪنهندي، پنهنجي گل رڙهي ڇڏيندو هو. انهيءَ ئي مرض ۾ گذاري ويو.

## شاهہ مسعود ابدال

هيءُ قنڌار جي نامور مشائخ مان هو. سندس قبر متبرڪ هڪ پهاڙ جي دامن ۾ واقع آهي. انگور، صوف ۽ ڏاڙهون وغيره اڪثر ميون جا وڻ ۽ ميوا خودبخود پيدا ٿيندا آهن. مٺي پاڻيءَ جا چشما بہ جاري آهن. اتان جي ڳوٺ وارن جو دارومدار انهن ميون تي آهي. اهڙي طرح چوڻ آهي تہ برگزيده بزرگ جي حياتيءَ ۾ سندس ڪرامت جو اهو قول آهي تہ ڪائنس پوءِ يادگار رهي ۽ ان پهاڙ جي ويجهو هڪ زمين جو ننڍو ٽڪرو آهي، جنهن ۾ گدرا، هندوانا جام ٿيندا آهن. انهن کي پاڻي قدرتي ڪاريزون ڏين ٿيون. عام طور زمين سخت ۽ پٿريلي آهي. مگر جتي گدرا وغيره ٿين ٿا، اها زمين بلڪل نرم آهي.

## خواجہ ملڪ

سندس مزار ارغنداب جي ڪناري تي قنڌار جي علائقي ۾ واقع آهي. فيض جي اها عجب جاءِ آهي. انهيءَ علائقي جا باشندا حضرت خواجہ کي "امير ولايت" جي لقب سان سڏيندا آهن. زميندار ۽ هاري پنهنجي پوک جي پوکڻ وقت، خواجہ جي اولاد جو حصو مقرر ڪندا آهن. گهر ويٺي انهن کي پهچائيندا آهن. جيڪڏهن حصو مقرر نہ ڪندا آهن تہ مٿن آفت ايندي آهي.

## خواجہ علي نيتاز

هيءُ صاحب ڪرامات هو. قنڌار جي علائقي ۾ ڳوٺ ڪندڪان ۾ مدفون آهي ڪيس "ني تاز" (خچر سوار) بہ سڏيندا هئا. هڪڙي ڏينهن خچر تي سوار هو. مهمان جي جڳهہ تي پئي ڦريو ۽ گهر جي مالڪ کان خچر جي داڻي جي طلب ڪيائين تہ هن مسخري طور ڪيس چيو تہ گودام اناج سان ڀريو پيو اٿئي. ان رات صبح جو ڏٺائين تہ گودام اناج کان خالي آهي. البتہ لِڏ سان ڀريو پيو آهي.

## پير يڪشنبهي (سومر پير)

سندس مزار جيل لڪ جي دامن واري قبرستان ۾ واقع آهي. قنڌار جي اڪثر ماڻهن سومر جي رات سندس قبر تي روشني ڪرڻ کي پاڻ تي لازم ڪري ڇڏيو آهي. هن تقريب ۾ ان رات سندس قبر تي 120 ڏيئا روشن ڪندا آهن.

## چتر پير

سندس عجائب ڀري مزار پڙوچ ۾ آهي. سندس قبر جي مٿان چوڏاري مزار جي بالائي حصي کان صاف ۽ اونهون پاڻي جاري آهي، مگر ان جي وهڻ ۽ نڪرڻ جو رستو ڪنهن کي بہ معلوم ڪونہ آهي. قدرت سان هميشہ وهندو رهي ٿو. اڻ کٽ آهي.

تازو، داماچي ڪايڪ مرهٽي هٽي اچي پڙاءُ ڪيو. ٻڌائين ته هي پاٽي ڪيتري به استعمال ڪرڻ سان گهٽجي نٿو. آزمائش لاءِ پنهنجي لشڪر کي حڪم ڏنائين ته جانور (گهوڙا اُٺ وغيره) ۽ انسان سڀئي انهيءَ پاٽيءَ کي پيئندا ۽ استعمال ڪندا رهو. هزارين جانورن، ماڻهن انهي پاٽيءَ کي استعمال ڪيو پر انهيءَ مان هڪ ڦڙو به نه گهٽيو.

روح کي ڪشش ڪرڻ واري سندس مزار چتر ڪان اڌ ميل پنڌ تي خلق جي نندي، وڏي شخص جي رجوع جو مرڪز آهي.

## ابوسليمان دارائي

هيءَ نهايت خليق ۽ من کي موهيندڙ بزرگ هو.

تذڪرة الاولياء ۾ ڪانئس روايت آهي ته هڪ رات هڪڙي حور چت تي ڪنڌ ۾ ڪِلِي رهي هئي ته سندس رخ جي روشني بيحد چمڪي، چيم ته اها روشني ڪٿان نڪتي؟ چيائين رات چند قطرا سندس رخ جا هيٺ ڪِريا. انهن سان منهنجو منهن ڌوپي ويو ۽ هن ڪان وڌيڪ باڪمال ڳالهه هيءَ آهي ته اوهان جي اک جو پاڻي، حورن جي ڳلن جي سرخي آهي.

فرمايائين ته ماڻهن جو جڏهن ڏؤ ٿيندو آهي ته سندس عضوا بڪايل ٿي ويندا آهن.

فرمايائين ته: رضا اها آهي ته الله تعاليٰ ڪان نه بهشت جي طلب ڪري ۽ نه وري دوزخ ڪان پناهه گهري.

فرمايائين ته هر ساعت جيڪا دنيا ۾ ذوق نه ڏئي، سا آخرت جو ثمر نه بخشيندي.

## شيخ عبدالواحد هروي فارغي

هيءَ طريقت جو سالڪ ۽ زهد، تقويٰ ۽ هدايت جي طالبن جو رهنما هو. ڪافي ماڻهو، سندس ارادتمند هئا. اڪثر شعر سان رغبت رکندڙ هو. ان جي ڪشفي معنيٰ بيان ڪندو هو.

## شمس الدين محمد قائيني

بن امين الدين هيءَ وڏن مشائخ ۽ نامور اوليائن مان هو. هرات ۾ الله کي پيارو ٿي ويو. صاحب هفت اقليم هو. سندس ڪلام ۾ هيءَ رباعي لکيل آهي:

رباعي

خلق خوش نو بهار باغ تو بس است
تسليم و رضا چشم چراغ تو بس است
ورزا که نعوذ بالله آن وصف تو نيست
محرومي ازين صفات داغ تو بس است

## مولانا ولي

سرزمين خراسان جا ماڻهو ڪمزوريا طاقتور، خصوصاً سيوهڻ جا باشندا چاهي پوڙهو هجي يا جوان سيئي سندس اعتقاد جي مقام ۾ فرمانبردار هئا. ڪيس عِلم شعر جي مهارت ب روشن ڪيو. سندس ديوان مروج آهي.

## شيخ ابوعلي ابوبايان

هڪ ڪتاب ۾ لکيل آهي تہ دمشق ۾ ننڍي عمر جو خوبصورت نوجوان، جيڪو فدائين مان هو. حق جي طالبن سندس لاش کي قزوين پهچايو. قزوين وارن انهيءَ جڳهہ تي جيڪا خواب ۾ ڏٺي هئائون، سندس مزار ناهي.

## شيخ سعدالدين قلتق خواجہ خالدي

هيءَ وقت جو وڏو برگزيده بزرگ هو. سندس برڪت سان بي انداز بت پرستن توبه ڪري اسلام قبول ڪيو. هيءَ پاڻ قزوين جو هو.

## بشَرُ طبراني

هيءَ طبريہ جي اوائل مشائخ مان برگزيده بزرگ هو. سندس متعلق مشائخ چوندا هئا تہ بشر طبريہ ۾ آهي تہ اسان کي روم ۾ اطمينان آهي. اهو بڌڻ ۾ آيو آهي تہ هو وڏي ۽ ڀاري رقم سان غلام خريد ڪري پاڻ وٽ رکندو هو. پوءِ انهن کي آزاد ڪري ڇڏيندو هو.
سندس پُٽ چوڻ لڳو تہ بابا! اسان کي تہ ڪنگال ڪري ڇڏيندا. چوندو هو تہ حق تعالىٰ جو شڪر آهي، جو اهڙي ڳالهہ منهنجي دوستن جي دل ۾ منهنجي متعلق پيدا ٿي (تہ بشر طبريہ ۾ آهي تہ اسان کي روم جو فڪر ڪونہ آهي).

## منصوُر بن عمار

سندس ڪنيت ابوسري هئي. مرو يا باورد جو رهاڪو هو. ائين بہ چيو وڃي ٿو تہ پوشنڪ ڪان پوءِ بصره ۾ هو. دانشمند مشائخن ۾ داخل هو.

## عباس بن يوسف شڪلي

سندس ڪنيت ابوالفضل هئي. بغداد جي قديم مشائخ مان هو.
سندس قول آهي تہ جيڪو حق تعالىٰ جي درگاهہ ۾ مشغول آهي، ان ڪان ايمان بابت پڇا نہ ڪريو.

## ابوعبدالله چاؤپار

چاؤپارهي هڪ جڳهہ جو نالو آهي، جيڪا ثغر روم ۾ آهي. پنهنجي طبقي ۾ هڪ برگزيده صوفي بزرگ هو.

چيائين تہ مون پنهنجي استاد کان پڇيو تہ ڪنهن سان مجلس ڪريان، ۽ ڪنهن سان دوستي ۽ صحبت رکان؟ فرمايائين تہ انهيءَ شخص سان جيڪو تنهنجي هر شيءِ کان، الله تعاليٰ ان کي آگاهہ ڪري ۽ پوءِ بہ توکان گريز نہ ڪري.

## ابوبڪر همداني

هيءُ صمداني بزرگ هو. سندس قول آهي تہ ڪنهن بہ شيءِ جي طمع نہ ڪر. جيڪڏهن ڪا شيءِ ملي تہ منع نہ ڪر ۽ وري ان کي جمع نہ ڪر.

## احنف همداني

هي اڪابر مشائخ مان هو. سندس بيان آهي تہ آءٌ جهنگ ۾ بيمار ٿي پيس پوءِ عاجزيءَ سان هٿ کڻي التجا ڪيم تہ اي الله! آءٌ ضعيف ۽ بيمار آهيان هلڻ جي طاقت ڪين اٿم، منهنجي مدد فرماءِ! ايتري ۾ ڏٺم تہ اُٺ تي سوار هڪ اعرابي، منهنجي پٺيان بيهي چئي رهيو هو تہ اي عجمي! آءٌ تنهنجي مدد ڪري سگهان ٿو؟ چيم هائو! پوءِ هو اُٺ تان لهي هيٺ آيو. اُٺ جي نڪيلي ۽ واڳ منهنجي حوالي ڪري نظر کان غائب ٿي ويو.

## ابوعثمان

ابوعثمان بن علوان مغربي، معروف مشائخ مان هو. ابوهارون اندلسي سان ملاقاتون ڪيون هئائين.

## ابوالعباس موره زن بغدادي

شيخ الاسلام انصاري سندس لکيل قولن مان ٻڌائي ٿو تہ پنهنجي نفس کي مشغول رک، ان کان اڳ جو هو توکي شغل ۾ ڦاسائي نہ ڇڏي.

## محفوظ بن محمد بغدادي

پاڻ طريقت جي سالڪن مان آهي.

## ابومنصور ڪاوڪلاهہ

هيءُ سرخس جو هو. اهل ملامت مان هو.

## ميمون مغربي

هيءُ اهل مغرب مان هو. سياح هو ابوموسيٰ ديبلي سان گڏ هوندو هو. پاڻ رنگ جو ڪاروهو. سماع جي مجلس ۾ سفيد ٿي ويندو هو.

## عطا بن سليمان

هيءُ بصره جي زاهدن مان هو. وقت جو بزرگ هو.

هڪ ڏينهن بيمار ٿي پيو. اُس ۾ سمهيو پيو هو. ماڻهن ڪيس چيو ته ڇانوَ ۾ ڇو ڪين ٿو سمهين؟ چيائين ته ڇانوَ ۾ اچڻ گهران ٿو، مگر اهو خوف ٿو ٿئي ته مبادا ائين نه چيو وڃي ته پنهنجي نفس جي راحت ٿو ڳولهي.

## ابوعبدالله قلانسي

هيءُ برگزيده بزرگ هو. بيان ٿو ڪري ته آءٌ سياحت جي ارادي سان ٻيڙيءَ ۾ هئس ته سخت طوفان شروع ٿيو. ٻيڙي وارا خوف وچان دهلجي ويا ۽ باسون باسيائون. مون کي به چيائون ته تون به ڪا باس ڪر. مون چيو ته جيڪڏهن ڇوٽڪارو ٿيو ته هاٿيءَ جي ٻچي جو گوشت نه کائيندس. ٻيڙي وارا پوءِ مون تي سڀ ڪِلِڻ لڳا ۽ چٿرون ڪيائون. مون کي چريو پيا چون. قضا الٰهي سان ٻيڙي ٽٽي پئي ۽ ماڻهو تختن تي چڙهي خشڪي تي رسيا. ڪين ٻک بي حال ڪيو. هاٿيءَ جي ٻچي کان سواءِ ٻيو ڪجهه به ڪونه هو، انهي ٻچي کي کُهي کائي ڇڏيائون. مون پنهنجي باس مطابق ڪجهه به نه کاڌو. جڏهن سڀ ننڊ ۾ ستل هئا ته هاٿيءَ جي ٻچي جي ماءُ آئي ۽ اهو ڏسي جن سندس ٻچي جو گوشت کاڌو هو، انهن سڀني کي لتاڙي ماري ڇڏيائين. مون کي اشارو ڪيائين ته هل! آءٌ مٿس سوار ٿيس. پوءِ تمام تيز هلڻ لڳي ۽ مون کي راتو رات آباد علائقي ۾ پهچايائين. لهڻ جو اشارو ڪيائين. آءٌ لهي هيٺ آيس ۽ آبادي ۾ پهتس هاٿيءَ هڪ رات ۾ اُنن ڏينهن جو مفاصلو طي ڪيو هو.

## شيخ عبدالله بن عصام مقدسي

شيخ الاسلام نفحات ۾ فرمائي ٿو ته شيخ عبدالله ٻڌايو ته آءٌ خواب ۾ محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي زيارت کان مشرف ٿيس. عرض ڪيم ته يارسول الله ﷺ! هن ڪم جي حقيقت ڇا آهي، جنهن ۾ اسين مصروف آهيون، (يعني حقيقت ۽ طريقت) فرمايائون ته حق تعاليٰ کان اهو شرم رکڻ ته جڏهن تون خلق سان گڏ هجين ته ان وقت مالڪ کان غافل رهين! يعني ظاهر ۾ مخلوق سان هج ۽ باطن انهيءَ مالڪ سان هجي ۽ هن ڳالهه کان به شرم هئڻ گهرجي ته ظاهر سان گڏ باطن به خلق ۾ مشغول رهي. اهو فرمائي پاڻ سڳورا ﷺ جن روانا ٿيڻ لڳا. مون عرض ڪيو ته يارسول الله ﷺ وڌيڪ ارشاد فرمايو، تڏهن پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو ته:

مخلوق تي انهيءَ وقت بخشش ڪجو جڏهن باطن حق سان وابستہ هجي تہ جيئن سندن حقوق ڪي تلف (ضايع) نہ ڪريو

## ابوبڪر ڪفشيري

ڪفشير، شام ملڪ جو هڪ ڳوٺ آهي، جنهن ۾ هيءُ بزرگ رهندو هو. هو فرمائي ٿو تہ هڪ دفعي آءٌ تيہ ماتري يعني صحراءِ سينا ۾ وجي رهيو هئس تہ مون ڪي ماني، سبزي، ساڳ ڪائڻ جي خواهش ٿي تہ هڪدم سبزي فروش جي هوڪي جو آواز ٻڌم جيڪو انهيءَ ماتريءَ ۾ منهنجي لاءِ آيو هو.

## خواجہ عبدالله

تصوف جي طريقي ۾ هيءَ ڪرامت نہ آهي، بلڪ ناپسنديده ۽ لائق طعن جوڳو ڪم آهي. هڪ درويش جي حڪايت بيان ڪري ٿو تہ درويش هڪ دفعي جهنگ ۾ موجود هو. ڪيس سخت اُڃ لڳي، ان وقت هڪ سونو پيالو، جنهن ۾ ٿڌو پاڻي هو، سندس لاءِ آسمان ڪان نازل ٿي آيو. درويش عرض ڪيو تہ يا مالڪ! تنهنجي عزت جلال جو قسم تہ آءٌ هيءُ پاڻي هرگز نہ پيئندس، اگر ڪوبہ صحرائي شخص مون ڪي اهڙي طرح ٿڪ هڻي ۽ پاڻي ڏئي تہ آءٌ اهو پيئندس. مگر ڪرامت طور آءٌ پاڻيءَ جي طلب نٿو ڪريان ڇو تہ ان سان نفس ۾ غرور پيدا ٿو ٿئي ۽ ظاهري ڪرامت سان مڪر جو انديشو آهي.

## اسحاق بن ابراهيم حمال

هيءُ ڪرامات عاليہ ۽ وڏي شان وارن مشائخن مان هو. سندس مقام جبل لگام تي هو. هڪ درويش بيان ٿو ڪري تہ آءٌ جبل لگام وٽ رستو ڀلجي ويس ۽ (ڀٽڪندو) هڪ پوڙهي شخص وٽ پهتس، جنهن ڪي پوستين پاتل هئي. مون ڪي ڏسي چيائين تہ الله اڪبر! شايد تون رستو ڀُلجي آيو آهين.

چيم تہ هائو! چيائين تہ ٽيهن سالن ڪان وٺي، مون ڪنهن بہ ماڻهو ڪي ان عرصي ۾ نہ ڏٺو آهي. هاڻي منهنجي هيءَ لٺ پڪڙ! اها توڪي رستو ڏيکاريندي، پوءِ چند قدم روانو ٿي ويس تہ پاڻ ڪي انطاڪيہ ۾ ڏٺم. پوءِ وضو ڪرڻ لاءِ چشمي تي وينس ۽ انهيءَ لٺ ڪي پنيان زمين تي رکيم. پوءِ (لٺ) اوچتو غائب ٿي وئي. پوءِ انطاڪيہ جي ماڻهن ڪي اها ماجرا ٻڌايم. جن چيو تہ اهو اسحاق حمال هو. تمام گهڻ ماڻهن ان ڪي ڏٺو آهي. پوءِ ڏاڍو افسوس ٿيو.

## شيخ ابوالعباس دمنهوري

دمنهور، مصر ملڪ جي هڪ ڳوٺ جو نالو آهي، منجهس ڪافي بزرگ رهندا هئا. سندس چوڻ آهي تہ درياء منهنجي ساڄي هٿ ۾ آهي. بيابان منهنجي ڪابي هٿ ۾ آهي.

## شيبان علي

هيءُ مصر جي قديم مشائخ مان هو.

## شيخ مفرح

هيءُ حبشي غلام هو. سندس جذبي ڪيس مصر ۾ آندو. ڇهه مهينا نه ڪاڌو ڪاڌائين. نه پاڻي پيتائين. ديوانو سمجهي ڪيس بند ڪري ڇڏيائون. توري دير ڪان پوءِ ڪيس ٻاهر ڏٺائون. معذرت پيش ڪرڻ لاءِ وٽس آيا ۽ چند پکين جو پڳل گوشت وٽس ڪٺي آيا. پوءِ پکين ڪي اشارو ڪيائين ته هو زنده ٿي اڏامي هليا ويا.

## بنان بن عبدالله

ابوالحسن سندس ڪنيت هئي. مصر جي بزرگ مشائخ مان هو.

## ابوالحسن صبيحي

سندس نالو، حسين بن عبدالله بن بڪر هو. بعض جو چوڻ آهي ته احمد بن محمد ابو عبدالله بن بڪر سندس نالو هو. سندس ڪنيت ابوعبيد هئي. بصره جو رهندڙ هو. صاحب ڪرامات عاليه هو.

## ابوجعفر سوماني

شيخ الاسلام انصاري فرمائي ٿو ته: قال ابو جعفر صديقڪ من حذرڪ الذنوب و رفيقڪ من بصرڪ العيوب و اخڪ من سايرڪ الي العلام الغيوب. (ابوجعفر جو قول آهي ته تنهنجو دوست اهو آهي جيڪو توکي تنهنجن گناهن کان توکي ديجاري ۽ تنهنجو ساٿي اهو آهي جيڪو توکي تنهنجا عيب ڏيکاري ۽ تنهنجو ڀاءُ اهو آهي، جيڪو توکي علامّ الغيوب تائين پهچائي.

## ابوالخير عسقلاني

هن لبنان جي جبل ۾ ابدالن جي جماعت سان مجلسون ڪيون هيون.

## ابراهيم جيلي

هن ڪجهه وقت بغداد ۾ قيام ڪيو. وقت جي مشائخ جون زيارتون ڪيائين. پوءِ اتان جي هڪ ڳوٺ ۾ وڃي مقيم ٿيو. اتي ئي شادي ڪيائين. گذاري ويو. جيل پيري ۾ رهڻ سبب ڪيس "ابراهيم جيلي" سڏيندا هئا.

## ابوعبدالله معروف بابوني ڪرد

هيءُ هڪ ڏينهن دانشمندن جي جماعت وٽان لنگهيو. انهن جي صحبت ڪيس ڏاڍي پسند آئي ۽ ڪين چيائين ته آءٌ ڪردي قوم جو اٽڙهيل شخص آهيان. اوهان مون کي پاڻ جهڙو

دانشمند ڪري سگهندؤ؟ انهن منجهان هڪ شخص ڪيس مسخري طور چيو تہ ساري رات گهمندو بہ رهہ ڪزيره عصفره بہ پڙهندو رهہ تہ تون دانشمند ٿي ويندين. هن ڪي ڏاڍو شوق ۽ جذبو هو، پوءِ ڪامل ارادت سان ائين ڪيائين. پوءِ الله تعاليٰ جي فضل سان مٿس ظاهري علم ۽ باطني علم جا دروازا کُلي ويا، ان کان پوءِ چيائين تہ امسيت ڪرديا و اصحبت عربياً (رات جو ڪرد هئس ۽ صبح جو عرب ٿي ويس).

## مولانا برهان الدين بلخي

هيءُ ڪامل ولي الله هو. معروف صاحب ڪرامات هو. داٽي پاٽي جي نصيب سبب دهليءَ ۾ آيو. ماڻهن کي فيض رسايائين. سندن دليون روشن ڪيائين. وڏي عمر ۾ اچي گذاري ويو. اتي ئي دفن ڪيو ويو.

## ابوعبدالله دينوري

سندس نالو محمد بن عبدالخالق هو، هُوَ من اجلة المشائخ و اڪبرهم حالاً و افصحهم في علوم هذه الطريقة.

ترجمو: هو مشائخ ۾ عظيم هو. حال ۾ سيني کان وڏيڪ هو. هن طريقت جي ڄاڻ ۾ سيني کان وڏيڪ هو فصيح هو.

سالن جا سال وادي القريٰ ۾ امامت ڪيائين. آخر دينور ۾ موٽي آيو. اتي وفات ڪري ويو.

## ابوالحسن بن شعره

سندس نالو عمر بن عثمان بن حڪم بن شعره هو. ابوسعيد ماليني اربعين ۾ پاڻ چيو آهي تہ هو مصري آهي. صوفين جي مشائخ مان آهي. سندس قبر مان قرآن شريف جو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو آهي.

## عزيزي

هيءُ غريب الحال مشائخ مان هو. سندس زمان. مڪان جي خبر ڪونہ ٿي پوي.

ابوالاسود مڪي سندس زيارت لاءِ ويو. سلام ڪيائين. چيائينس تہ اي شيخ! آءٌ تنهنجو دوست آهيان. پوءِ عزيزي جواب ۾ يڪدم چيو تہ عليڪ السلام! ڪيئن ٿو (اها دعويٰ ڪرين!) جڏهن جو آءٌ پنهنجي حال کان بيخبر آهيان. پوءِ انهيءَ حال ۾ ٿي ڏينهن هو. پوءِ معلوم ٿيو تہ عزيزي، پاڻي ۽ مٽي ۽ انساني اوصاف کان ٻاهر نڪري ويو آهي. پوءِ انهيءَ ديدار کي غنيمت ڄاڻي واپس موٽي آيس.

## ابوالاسود مڪي

هيءُ پنهنجي وقت جي عمده مشائخ مان هو. سندس وقوف جو زمانو معلوم نہ ٿي سگهيو آهي.

## ابوالاسود راعي

هيءُ نامور مشائخ مان هو. هڪ دفعي جهنگ ۾ پنهنجي گهر وارن کي چيائين ته الوداع آءُ وڃان ٿو. سندس پيٺ هڪ ٿانوَ کير سان پري کيس ڏنو. پوءِ ٿورو پنڌ اڳتي هليو ته کيس طهارت جي ضرورت پيش آئي. طهارت ڪرڻ گهريائين. خيال ڪيائين ته لوٽي ۾ پاڻي آهي پر پيٺ سان ان مان کير نڪري آيو. پوءِ اتان واٺ کان ئي موٽي آيو. (گهر وارن کي) چيائين ته پاڻي نه هو، جو پاڪائي ڪريان. مون کي کير کان وڌيڪ پاڻيءَ جي ضرورت آهي، پوءِ ٿانوَ مان کير هاري ان کي خالي ڪري ڇڏيائين. ان ۾ پاڻي پري روانو ٿي ويو. جنهن وقت پاڪائي ڪرڻ لڳندو هو ته ان ٿانوَ مان پاڻي نڪري ايندو هو. جڏهن کيس اُڃ ۽ بک لڳندي هئي ته ان مان کير نڪري ايندو هو.

## شيخ عبدالڪريم جيلي ثم زبيدي

هي عدن شهر جو باشندو هو. پوين مشائخن مان هو.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ جو تفسير 19 جلدن ۾ هر حرف جو هڪ جلد لکيو اٿائين، جو عجيب علوم تي مشتمل آهي. هر وقت ان جي قلب تي ذڪر جاري رهندو هو.

## شيخ ريحان

سندس نالو ابومحمد عبدالله بن ابوبڪر هو. عدن ۾ هوندو هو. صاحب ڪرامات عاليه هو. سندس ڪرامتون عجيب هونديون هيون.

## شيخ الڪبيرابي الذبيح اسماعيل بن محمد خضرامي

شيخ ريحان، سندس مريدن مان هو. سندس ڪرامات جي بيان ڪرڻ کان زبان قاصر آهي.

## شيخ احمد نصرا بيوردي

هن بزرگ ويهه حج ڪيا هئا. خراسان کان احرام ٻڌندو هو. اولياء ڪرام لاءِ ان شهر ۾ انتظام رکندو هو.

## شيخ عبدالواحد فارغي هروي

سالڪان طريقت، زهد، تقويٰ ۽ رشد ۽ هدايت جا طالب منجهس نهايت اعتقاد ۽ ارادت رکندا هئا.

## شمس الدين محمد بن امين الدين

هيءُ پنهنجي وقت جي اڪابر مشائخ ۽ نامور اوليائن ۾ ممتاز هو. اصل ۾ قاين جو هو، پر هرات ۾ گذاري ويو.

## حاجي مڪئي

هيءُ مڪيہ مشائخ ۽ عظيم اولياءِ ڪرام مان هو. پنهنجي اسلامي فوج سان گڏجي پهرين سنڌ کي فتح ڪيائين. پوءِ ملڪ جون واڳون پاڻ سنڀاليائين. انهيءَ وقت چند اهلڪار قلعي نيرون ڪوٽ ۾ رهيا.

چيو وڃي ٿو تہ هيءُ بزرگ عربن جي اچڻ کان اڳ يا ڪجھ ويجهي وقت ۾ سنڌ ۾ آيو. بهرحال سندس مزار عجب فيض واري آهي.

ميان غلام شاھ، سن 1180ھ ۾ سندس قبر تي ننڍڙو چبوترو ۽ ان جي چوڌاري هڪ قلعو جوڙايو. تعمير جي وقت کوٽائي ڪندي زمين مان ڪجھ هڏا نڪتا. جيڪي ڪنهن پراڻي قبر جا معلوم پئي ٿيا. انهن هڏن مان معلوم ٿيو تہ هڪ عورت ۽ مرد جا هڏا آهن. جيڪي ڪافي صديون اڳ فوت ٿي چڪا هئا. جيئن تہ صحيح حقيقت حال جي ڪنهن کي بہ خبر ڪونہ آهي، مگر مشهور اهو آهي تہ عاشق ۽ معشوق هئا.

## شاھ بخاري

سندس درگاھ، نيرون ڪوٽ کان ٽن ميلن جي پنڌ تي آهي. ڪافي ماڻهو سندس زيارت لاءِ ويندا آهن.

## شيخ ڪپور ۽ شيخ نظام الدين

هيءُ ٻئي شهيد تعلقي ڊنڊيءَ ۾ آرامي آهن. سنڌ جي خواجہ قوم سندن ڏاڍي معتقد آهي، هر چوڏهين تاريخ تي گڏ ٿي اهي ميلو لڳائيندا آهن.

## شيخ لوڏي

هيءُ حضرت غوث الثقلين جي اولاد مان آهي. سندس درگاھ ستيار پرڳڻي ۾ عام ۽ خاص جي زيارت گاھ آهي.

## ست نياڻيون

چون ٿا تہ سومرا بادشاهن جي اولاد مان، ست سهڻيون، پاڪدامن، تارڪ الدنيا ۽ خدا پرست ڇوڪريون تلهار ۾ رهنديون هيون، مگر هڪ (ظالم) ٽولي انهن ڏانهن طمع، لالچ جي نظر ڪئي. پوءِ (عزت جي خوف) سبب اهي ڇوڪريون، سيد يعقوب مشهدي جي پناھ ۾ اچي ۽ سندس حمايت حاصل ڪري، ڳوٺ ساموئيءَ ۾ اچي پهتيون. هتي وري سمن جي شهزادن مٿن لالچ رکي، کين حاصل ڪرڻ لاءِ حيلا هلايا. (نہ مڃڻ تي) انهن پنهنجا اهلڪار موڪلي، کين گرفتار ڪري وٺي اچڻ لاءِ چيو، پوءِ حقيقت حال معلوم ٿيڻ بعد شيخ جهنڊو پاڻٽي پنهنجي

ٻيڙي ۾ ڪين سوار ڪري درياء پار ٽپائي ڇڏيو ته جيئن دشمن ڪين بي آبرو نه ڪن، پر جيئن ته هنن پاڪدامن نياڻين پنهنجي عزت ڪي بچائڻ جو ٻيو ڪوبه چارو ڪونه ڏٺو تنهن ڪري الله تعاليٰ کي ٻاڏايائون ته زمين کي حڪم ڪر ته اسان جو ڍڪ ڍڪي. پوءِ سندن دعا قبول ٿي ۽ زمين ڦاٽي پئي ۽ هڪدم ست ئي ڇوڪريون ڳهي وئي. ان ڪان پوءِ اها جڳهه ڳوٺ ساموئي جي پاسي ۾ عام ۽ خاص خلق جي زيارتگاهه بڻجي وئي آهي. اهل ظاهر بزرگ هر طرح سان انهيءَ واقعي جو انڪار ڪن ٿا، مگر اهل باطن ان جو انڪار نٿا ڪن.

## ميان احمد ۽ ميان محمد

هي ٻئي بزرگ اصل بغداد جا هئا. اهي برگزيده صاحب ڪرامات هئا. انهن جي قبرن جي اُيرندي پاسي ميرن جو قبرستان آهي. صاحب معرفت بزرگ سندن بزرگي کي تسليم ڪندي سندن زيارت لاءِ ويندا آهن.

## سيد احمد غوث

هيءُ بزرگيءَ ۾ معروف، ڪماليت ۽ ڪرامات جي درجي ۾ اعليٰ ۽ مشهور بزرگ آهي. ڳوٺ تڪرفتحيءَ ۾ مدفون آهي، ۽ سندس شهادت واري رات يعني محرم جي هر مهيني ۾ شهداَء جي روحن کي ثواب پهچائڻ لاءِ ميڙو منعقد ڪندا آهن. اڪثر اهل نظر، هن ميڙي ۾ شريڪ ٿيندا آهن.

## درويش پنيو ناريجو

ذات جو ناريجو آهي ۽ عجيب اوصافن جو مالڪ هو. بدين جي ويجهو مدفون آهي.

## شاهه قادري

هيءُ حضرت غوث الثقلين جي اولاد مان هو. سندس درگاهه بدين شهر جي ڏکڻ ۾ اهل الله جي زيارت جو مرڪز آهي.

## مخدوم طوغاچي

هيءُ قديم بزرگن مان هو، سندس درگاهه بدين شهر جي اُلهندي پاسي ۾ عام ۽ خاص جي زيارت گاهه آهي. سندس ڪافي اولاد مختلف ڳوٺن ۾ رهندڙ آهن.

## مخدوم محمد صالح

هيءُ مخدوم طوغاچيءَ جي مريدن مان هو. سندس مزار جي پرسان مدفون آهي. سندس اولاد اتي مفتي آهي.

## سيد مير

هيءُ بدين شهر جي مشائخ مان هو. سندس مزار اهل الله جي زيارت جو مرڪز آهي.

## مخدوم حاجي

هيءُ صاحب ڪرامات بزرگ هو. سندس درگاهه بدين شهر جي اندر آهي. ديندارن جي قديم زيارتگاهه آهي.

## شاهه نور

هيءُ مشهور بزرگ هو. سندس درگاهه بدين شهر جي اندر عام ۽ خاص جي زيارتگاهه آهي.

## شيخ اسماعيل قريشي

هيءُ شيخ بهاؤالدين ملتاني جي اولاد مان هو. سندس مزار بدين جي ويجهو، ارادتمندن جي زيارتگاهه آهي. شيخ ابن شاهه سندس اولاد مان آهي.

## شيخ ڏاٺو

هيءُ راج سپرهه ۾ رهائش پذير هو. قوم جو اوڍيجو هو. سندس درگاهه تعلقي سماواتي ۾ آهي. سموري اوڍيجه قوم سندس مريد آهي.

سندس اولاد قضا، تدريس ۽ پيرزادگي جي منصب تي فائز آهي ۽ اوڍيجه قوم سندن معتقد آهي.

## خسرو بن محمود

هيءُ اصل غزنوي جي سلطانن مان هو. سندس شاندار درگاهه اوڍيجه علائقي ۾ آهي. پاڻ ۽ سندس وزير مخلوق جي زيارت جو سرچشمو آهن. سندس مدفن جهنگ ۾ آهي. ڪنهن ڪي به طاقت نه آهي ته اتان ڪا شيءِ کڻي سگهي. جيڪڏهن کڻندو آهي ته هلاڪ ٿي ويندو آهي.

## شيخ نورالدين

هيءُ سيوهڻ جو رهاڪو هو. برگزيده اوليائن ڪرامن مان هو. هڪ دفعي سير ڪندي سواد اگهم ڳوٺ کان لنگهيو. جڏهن اتان ٽن ميلن جي پنڌ تي پهتو ته اتان جي سرزمين کيس پسند آئي.

چيائين ته منهنجو مدفن هن جاءِ تي آهي. اتفاقاً سندس وفات سيوهڻ ۾ ٿي. جڏهن سندس جنازو کنيائون ته خود بخود روانو ٿيو. انهيءَ زمين کان سواءِ ڪٿي نڪاڻو نه ڪيائين.

سندس قبر الله وارن جي زيارت جو مرڪز آهي.

## درويش سليمان

هيءُ زبان جو تيز ترار بزرگ سماواتي پرڳڻي ۾ گذاري ويو.

## حمزو پرهار قوم ۽ خليفہ محمد شريف

هيءُ بزرگ قديم مشائخن مان وڏو ولي الله ٿي گذريو آهي. اگهم ڪوٽ ۾ گذاري ويو.

## درويش صدر

ولد ڪپور اوٺو، ولهاري سنڌ جي عظيم اوليائن ڪرامن ۽ وڏن مشائخن مان هو. تمام لسو هو. سندس مٿي ۾ چهري تي وار نہ هئا. هميشہ ڪنوارو ۽ ڇڙو رهيو. چون ٿا تہ: هڪ دفعي ملتان روانو ٿيو. شام جو ملتان پهتو. رستي ڪي پار ڪرڻ لاءِ وچ ۾ راوي ندي هئي، پنهنجي پير جي زيارت جي شوق ۾ ڪيس اتي رات گذارڻ ڏاڍو ڏکيو لڳو. پوءِ مهاڻي ڪي (ٻيڙي آڻڻ لاءِ) سڏ ڪيائين. مهاڻي ٻيڙي تہ نہ آندي، رهندو ڪيس فحش گاريون ڏنائين تہ ٻيڙي ايڏانهن آڻڻ جو هيءُ ڪهڙو وقت آهي؟ درويش ڪاوڙ ۾ خادم ڪي چيو تہ هيءُ ڪوُنرو ندي جي پاڻيءَ سان ڀر. پوءِ قدرت الٰهيءَ سان نديءَ جو سمورو پاڻي ان ڪوُنري ۾ سمائجي ويو. رستو سڪي ويو. درويش انهيءَ ئي وقت پنهنجي پير جي صحبت کان مستفيد ٿيو. ٻئي ڏينهن ٽرتلو مچي ويو تہ نديءَ جو پاڻي خشڪ ٿي ويو آهي. درويش اهو ڪوُنرو پنهنجي پير جي خدمت ۾ آندو. ساري ماجرا بيان ڪري ٻڌايائينس ۽ پاڻيءَ ڪي واپس نديءَ ۾ هارڻ لاءِ صلاح مشورو ڪيائين، سندس پير فرمايو تہ پاڻيءَ ڪي استعمال ڪرڻ گهرجي تہ اها ڪرامت يادگار رهي.

چون ٿا تہ: لُسہ ڪاڪره درويش، شينهن تي سوار ٿي سندس زيارت لاءِ آيو. درويش صدر وٽ هڪ ڪير پياڪ گابو بيٺو هو. درويش لُسہ چيو تہ منهنجو شينهن بکايل آهي، هي گابو ڪيس کائڻ لاءِ مهمانيءَ ۾ ڏي. درويش صدر ڪيس چيو تہ هن جي ماءُ جهنگ ۾ چرڻ لاءِ وئي آهي، موٽي اچي پنهنجي ڦر ڪي نہ ڏسندي تہ پريشان ٿيندي. لسہ درويش چيو تہ خير آهي. البت اهو ڦر شينهن ڪي ڏنو وڃي. هر طرح ڪيس منع ڪيائون، پر اهو نہ مڙيو. پوءِ خادم ڪي چيائين تہ گابي ڪي ڇوڙي شينهن جي اڳيان آڻ. شينهن جيئن جو گابي ڪي ڏٺو تہ وٺي ڀڳو. گابي ان جو پيڇو ڪيو، مگر شينهن جهنگ ۾ پاڻ ڪي لڪائي ڇڏيو. گابو واپس اچي پنهنجي جڳهہ تي بيهي رهيو.

## درويش لُسہ ڪاڪره

پنهنجي وقت جو معروف بزرگ هو، شينهن تي سواري ڪري سير ڪندو هو. سندس ڪرامتون بيشمار هيون.

## مخدوم حسن هرپره

هيءُ صاحب ڪمال بزرگ هو. درڪ پرڳڻي جي ڳوٺن مان هڪ ڳوٺ نالي "دائره" ۾ رهندو هو. پاڻ سڳورن ﷺ جن جي صحبت ۾ ويهندو هو.

چون ٿا ته هڪ رات سرور ڪائنات عليه الصلوٰة والسلام جن جي حضور ۾ وينو هو ته هڪ شخص خوشبوءِ جو ذرو ڪٺي آيو. پاڻ سڳورن ﷺ جن تقسيم لاءِ ان جي حوالي ڪيو. تقسيم ڪان پوءِ خوشبوءِ وارو ڪاغذ پنهنجي مٿي کي مليائين. پوءِ سندس مٿي ۾ اها خوشبوءِ ساري عمر قائم رهي.

## سيد ابراهيم

هيءُ "پير پرڏيهي" جي نالي سان به مشهور آهي. سندس قبر بلڙي جي پسگردائيءَ ۾ آهي. سندس وفات جو وقت معلوم نه آهي. منجهس جلاليت ايتري قدر هئي، جو هر جاندار جيڪو پنهنجو ڳُر سندس مزار جي ويجهو ڪنهن وڻ جي پن تي هٽندو هو، اهو جاندار اتي ئي هلاڪ ٿي ويندو هو.

سيد عبدالڪريم بلڙي وارو سندس (قبر تي) زيارت لاءِ ويو. چيائينس ته ماڻهو زندگي ۾ پنهنجي نفس کي مات ٿا ڪن، پر تون مرڻ ڪان پوءِ به مات نٿو ڪرين؟ ان ڪان پوءِ اها خاصيت ختم ڪري ڇڏيائين.

## پير لاڪو

هيءُ ڳوٺ پڪيار ۾ مدفون آهي. جيڪو به شخص سندس قبر تي اچي ڪوڙو قسم کڻندو هو، سندس جسم مان رت وهندو هو. سيد عبدالڪريم بلڙي وارو سندس قبر تي آيو. ڪيس چيائين ته اي لاڪا! ماڻهن زندگيءَ ۾ پنهنجي ڪاوڙ ۽ شوخيءَ کي ڇڏي ڏنو آهي. تون مئي ڪان پوءِ به ان کي نٿو ڇڏين! انهيءَ ڪان پوءِ سندس اها خاصيت ختم ٿي وئي.

## شيخ اسماعيل

هي اولين مشائخ مان ڇٽين نشانين وارو هو. ديره جام ۾ دفن ٿيل آهي. هن ڳوٺ وارن جون اڪثر قبرون انهيءَ جاءِ تي آهن.

## پير ڪرمن

سندس درگاهه، ديرو روپه جي اولهه ۾ اهل الله جي زيارت گاهه آهي. هيءُ قديم بزرگ آهي.

## شيخ لالو

شيخ بهاؤالدين ملتانيءَ جي اولاد مان هو. ڪڪرالہ جا مڙئي ڄام سندس مريد هئا. سندس اولاد پيرزادگي جي منصب واري آهي، جيڪا اڃا اتي مقيم آهي.

## پير خاڪي ۽ ابراهيم ناڪواني ٽيبو

هيءَ قديم مشائخ مان هو. سرزمين پراڻ ۾ مدفون آهي.

## سيّد حسن باڪانہ

هيءَ بہ قديم مشائخ مان هو، عمرڪوٽ جي ويجهو پَٽ ۾ مدفون آهي.

## سيد لال ڇَتو

هيءَ بزرگ، مندر پٽ واري علائقي ۾ مدفون آهي.

## درس مظفر

هاليپوٽو، ديهہ بايزيد سمہ ۾ رهندڙ هو. شيخ بهاؤالدين ملتاني جي خاندان سان نسبت رکندڙ هو. ڳوٺ مؤتنگيجي ۾ مدفون آهي.

## بابو سڪريو

سندس مزار مندر پَٽ جي علائقي ۾ سيني ماڻهن جي زيارتگاهہ آهي.

## درس داتا جو چيلو

هيءَ متي ڄاڻايل پَٽ ۾ مدفون. صاحب ڪرامات عالي مراتب هو.

## فقير ڪتوريہ

هيءَ ڳوٺ سونهيتي ۾ مدفون آهي.

## درس اجر

هي لوريره قوم جو هو. ڳوٺ پوپرائي ۾ مدفون آهي، ۽ سنڌ جي نامور مشائخ مان هو.

## شيخ مغل پيِن

هيءُ پنهنجي وقت جو معروف صاحب ڪمالات هو، تعلق جنان ۾ سندس نالي تي ڳوٺ "مغل پيِن" مشهور آهي، جتي مدفون آهي، اهو ڳوٺ ديره ڄام ڪان سٺن، اٺن ميلن جي پنڌ تي اوپر طرف آهي.

## شيخ ابڙو هالائي

هيءُ قديم مشائخ مان هو. ڳوٺ عليحده ۾ مدفون آهي جيڪو ڳوٺ مغل پيِن ڪان ٻن ميلن جي پنڌ تي آهي.

## راول شاهه

هيءُ درگاهه احديت جي مقبول ٻانهن مان هڪ هو. جهوناڳڙهه رياست ۾ سپاهه گيري جي لباس ۾ شهيد ٿي ويو. اتي ئي هڪ ڳوٺ "امردن" ۾ آرامي آهي. دکن ۽ ان جي آسپاس وارا ماڻهو سندس زيارت لاءِ ويندا آهن، خصوصاً اکين جي بيماري وارا اتي وڃي بامراد ٿي موٽندا آهن.

## شيخ احمد نوفاني

نوفاني هڪ ڳوٺ جو نالو آهي.

تاريخ مبارڪ شاهي ۾ آهي ته شيخ مصلي تي قبلهِ ڏانهن منهن ڪري وينو هو. ڇئن سالن ڪان پوءِ جڏهن ماڻهو ڪيس ڏسڻ لاءِ آيا ته انهيءَ ئي حالت ۾ وينل هو. علائقي جي قاضي تمام ڏاڍي شفقت سان [1] ۽ ويجهڙائيءَ ۾ فوت ٿي چڪو آهي. هن جي حياتي ۾ سندس خاندان جا ۽ اهل عيال جا ڪيترائي افراد فوت ٿي چڪا هئا. شيخ ڪي ٻڌائيندا هئا تڏهن به انهيءَ وينل حالت ۾ ڪو ڦيرو ڪونه ايندو هو. شهزادن ان جي قبر جي چوڌاري گنبذ نهرايو ته اهو به اڌ ٿي ويو، ٻيهر انهن ٻنهي گنبذن جي ڇت تعمير ڪرائي وئي، مگر صبح جو ڏٺو ويو ته اها ڇت ڦاٽي پئي آهي. گنبذ ۾ گاري، مٽي جهڙي ڪا شيءِ نظر نه آئي.

## سلطان ابراهيم ادهم

هن نالي جو بزرگ قديم ايامن ڪان مدفون آهي. هيءُ روهڙي جي طرف ڪان اٽڪل ڏهن ميلن جي مفاصلي تي آهي. سندس قبر عام ماڻهن جي دستور جي خلاف، اولهه ۽ اوڀر رخ ۾ واقع آهي، پوءِ اسلامي دستور مطابق بزرگن جي قبرن وانگر، ان کي ڏکڻ - اُتر رخ تي ناهيائون.

---

(1) حاشيو متن ۾ اها ڳالهه خالي آهه

اهو سڀ ڪجهہ قدرت الٰهي سان ٿيو. قاضي عبدالرحمٰن رهندڙ ڳوٺ ڪوهڙو شريعت جو سخت پابند هو. امر ۽ نهي جي احڪامن تي هلڻ جي سختي سان پابندي ڪرائيندو هو. هن پنهنجي زماني يعني ٻارهين صدي هجري جي وچ ۾ انهيءَ ۾ ڪافي تصرف ڪيو. جڏهن باز نہ آيو تہ تئين ڏينهن ڪيس قتل ٿيل ڏٺو ويو ۽ اها قبر قديم قاعده جي مطابق تي وئي. ماڻهو سندس درگاهہ ڪان ڪافي فيضياب ٿيندا رهن ٿا. ۽ اڪثر اتان جي رهندڙن جو اهو اعتقاد آهي تہ اها قبر سلطان ابراهيم ادهم جي آهي، جيڪو مشهور بزرگ آهي. سندس ذڪر ٻئي صديءَ هجريءَ جي مشائخ ۾ گذري چڪو آهي ۽ اهو بلخ جو هو.

## خواجہ تابوت

ڪابل جي سرحد وٽ هڪ عجيب و غريب گنبذ ۾ مدفون آهي.

جلوس جهانگيري جي ٻئي سال ۾ راقم ان جي زيارت ڪرڻ لاءِ پروگرام ناهيو. خير اتي وياسون. جبل ۾ هڪ دري ڏٺي سون، جيڪا زمين کان اڌائي هٿ مٿي هئي ۽ هڪ همراهہ اڳيان ڪيوسين تہ اهو هٿ ڪان وٺان رهنمائي ڪري. ان ۾ هڪ دالان وانگر ميدان هو جيڪو ٽي هٿ ڊگهو ۽ ڏيڍ هٿ ويڪرو هو. اها دري انهيءَ خاني ۾ چار هٿ هم چورس هئي. اڳڻ، ڇت ۽ ان جون ديوارون چوني سان جوڙيل هيون. اها جاءِ ڏاڍي سفيد هئي. انهيءَ دريءَ ۾ هڪ تختو هو. جڏهن انهيءَ تختي کي هٽايو ويو تہ هڪ تختي نظر آئي. اها تختي هٽائي سون تہ ڏٺوسون تہ ميّت قبلي جي رُخ آرامي آهي. اوڏانهن سندس هٿ [1] ڊگها آهن. گرانٺ سوا ڪپہ سان ڍڪيل هو. سندس عضوا زمين تي رکيل هئا.....

## پير بڪريو

روڪهارو آبشور جي ڪناري تي سندس نالي سان مشهور زيارتگاهہ آهي. عام و خاص جي حاجت روائيءَ جو مقام آهي.

## شيخ لال

هيءُ سرزمين ڪهاره ڪڪرالہ جو رهندڙ صاحب ڪرامات بزرگ هو.

## شيخ محمود

هيءُ نامور بزرگ هو. ٽڪر ابن شاه جي درياء جي ڪپ تي ڏکڻ طرف سندس درگاهہ آهي، جيڪا عام ۽ خاص جي زيارتگاهہ آهي.

---

(1) حاشيو متن ۾ اها جڳهہ خالي آهي.

## سيد حيدر

هيءُ سادات ساميہ متعلوي مان هو. نامور مشائخ مان هو. سندس اولاد بزرگيءَ جي ورثي کي قائم رکيو آهي. پاڻ مٽياري ۾ آرامي آهي.

## سيد رڪن الدين

هيءُ سيد حيدر جي اولاد مان هو. سندس زمانو معلوم نہ آهي، بزرگ ۽ صاحب ڪرامات عاليہ هو.

سندس چوڻ آهي تہ ترڪش کي تيرن سان پريو وينو آهيان. پيو تو هٽان، ڪنهن جي ڪن وٽان گذري تو وڃي ۽ ڪنهن جي پاسي کان ٽپي تو وڃي، پر ڪنهن کي بہ سڌو ڪونہ تو لڳي ۽ جيڪڏهن هيءُ تير ڪنهن کي سڌو ڪارگر لڳو تہ اهو ڪِري پوندو، پوءِ وري اُٿي نہ سگهندو.

## درويش پنيو سهار

هيءُ درويش صاحب ڪمال هو. پاڻ کي خلق الله جي خدمت ڪرڻ لاءِ وقف ڪري ڇڏيو هئائين. ڪيس هرڪو، هر جاءِ تي وٺي ويندو هو. حاجتمند ماڻهو پنهنجين تڪليفن کي دور ڪرائڻ لاءِ ڪيس حاڪم وٽ سفارش لاءِ وٺي ويندا هئا. حاڪم سندس سفارشن کان تنگ اچي، دربان کي چئي ڇڏيو تہ جيڪڏهن هاڻي اچي تہ ڪيس ڏاڍي مارَڪُٽ ڪريو. بي عزت ڪيوس تہ جيئن ڪيس ٻيهر سفارش ڪرڻ جي جرئت نہ ٿئي. حاڪم جي حڪم موجب دربانن درويش کي ڏاڍي مار ڪڍي ۽ بي عزتو ڪيائونس. جڏهن موٽي گهر ويو تہ وري ٻئي حاجتمند شخص، جنهن کي انهيءَ ماجرا جي خبر ڪونہ هئي، ڪيس سفارش ڪرڻ جي تڪليف ڏني. بنا دير انهن سان گڏجي وري حاڪم جي دروازي تي سفارش لاءِ پهتو. دربان سندس اهو حال ۽ اڳين حقيقت حاڪم کي ٻڌائي. پوءِ حاڪم چيو تہ هيءُ درويش تہ الله وارو ۽ صاحب حال آهي. ان جي سفارش کي رد نہ ڪرڻ گهرجي. ڪيس اندر سڏرائي معافي ورتائين ۽ سمورا ڪم پورا ڪيائين. پوءِ اجازت نامو ڏئي ڇڏيائونس تہ جنهن وقت بہ گهري، پلي هليو اچي.

## درويش ٻلي

هيءُ ذات جو سميجو هو. سانگره درياءَ جي ڪپ تي مدفون آهي.

## لدن شيخ هوتي

هيءُ لاکي جو پُٽ هو. خوش طبعي ڏانهن گهڻو مائل هوندو هو. هڪ ڏينهن مڇيءَ جي شڪار لاءِ پاڻيءَ ۾ ڪُنڍي وڌائين. ڪافي دير تائين مڇي ڪونہ ڦاٿي. پوءِ چوڻ لڳو تہ ياخدا! ڏي

يا وٺ! ايتري ۾ درياء جي ڪناري واري زمين جنهن تي هيءَ وينو هو، ڦاٽڻ لڳي يڪدم اُتي چوڻ لڳو تہ عجب آهي جو ڪيس ڏيڻ ڏڪيو تو لڳي ۽ وڻڻ آسان.

مخدوم آدم سندس صحبت مان فيض حاصل ڪيو.

## مخدوم چَتو

هيءُ صاحب ولايت هو. مخدوم آدم ٺٽي جو مريد هو. ڪافي مشائخن جون زيارتون ڪيون هئائين.

## قاضي خيرالدين

هيءُ صاحب حال ۽ صاحب قال هو. سندس زماني ۾ هڪ شخص کي دستن جي بيماري ٿي. تمام سخت دست هئا. ڪنهن بہ دوا سان بند نہ پئي ٿيا. سندس مائٽن مايوس ٿي، ڪيس جوئر جي پيهي تي سمهاري ڇڏيو، سندس پيٽ ڪليل مَشڪ جي منهن وانگر جاري ٿيو. قاضي خير اتان لنگهيو، بيمار کي ڏسي، ڪيس مٿس رحم آيو. ان تي شفا جي نظر وڌائين تہ هڪدم چاڪ ۽ چڱو ڀلو ٿي ويو.

قاضي خير الدين جو مدفن هڪ ٽڪري جي ڏڪڻ ۾ آهي.

## درويش جڪرو

وڏن اوليائن ۾ هن جو شمار آهي. صاحب ڪرامت بزرگ هو. سندس مدفن ڳوٺ آمري ۾ آهي.

## درويش اسماعيل ولد قمرالدين

هيءُ هڪ ناليرو بزرگ، عارف ۽ حقيقت جو صاحب هو. درويش هالي کي، هن سندس وصيت موجب، ڪشف جي ذريعي معلوم ڪري خودبخود هڪ ڏينهن جي پند تان اچي، آمريءَ جي ڳوٺ ۾ غسل ڏنو هو.

## درويش هالہ سهتو

هيءُ دشت جي سرزمين جو وڏو ولي الله هو. سندس شمار سنڌ جي نامور مشائخ ۾ ٿيندو هو. پاڪائي ۽ پرهيزگاريءَ جي ڏاڍي ڪوشش ڪندو هو. پاڻيءَ جا بہ ڪوُنرا هڪ وضو لاءِ ۽ ٻيو استنجا لاءِ پاڻ سان رکندو هو. هڪ ڏينهن هيٺ، مٿانهين زمين تان لنگهڻ سبب ٻئي ڪوُنرا سندس هٿن مان ڪري پيجي پيا. درويش هڪل ڪئي تہ خبردار مٿان پاڻي هاريو اٿوَ! الله تعاليٰ جي قدرت سان ٻئي ڪوُنرا ثابت ٿي ويا ۽ پاڻيءَ جو هڪ ڦڙو بہ زمين تي نہ ڪريو. فوت

ٽيڻ وقت وصيت ڪيائين تہ ”منهنجو پير ننديڻ ۾ ڳئون جي ڇيڙي سان پرجي پيو هو، انهيءَ ڪري غسل ڏيڻ وقت ان تي پاڻيءَ جا ويهہ ڪوُنرا هارجو!(1)

سندس مدفن ڳوٺ آمريءَ ۾ آهي.

## درويش موسيٰ آبيداني

هيءُ درويش اصل هندوستان جو هو. سندس مزار سانگره درياءَ جي ڪناري تي آهي.

سندس وفات جي ڪجھ ڏينهن کان پوءِ هڪ واپاري، قافلي کان جدا ٿي ويو. سندس بار ڪٽندڙ اُٺ جو پير ٽٽي پيو. جيئن تہ آباديءَ جو ويجهو نشان ڪونہ هو. اڪيلو شخص ڏاڍو حيران ٿيو. هن بزرگ جي قبر تازي هئي. اتي پنهنجي اُٺ جي صحيح ٿيڻ لاءِ بار بار دعا گهريائين. آخر اهو اُٺ صحيح ٿي ويو. پوءِ هو وطن پهتو. چند ڏينهن کان پوءِ سندس اُٺ مرڻ جي قريب هو تہ سندس مالڪ ان کي قربان ڪيو.

انهيءَ ٽٽل پير جي هڏي ۾ لوهيون ميخون جَڙيل ڏٺائون. پوءِ سمجهيائون تہ اها انهيءَ بزرگ جي ڪرامت آهي. ان کان پوءِ بزرگ جي مزار عام ۽ خاص خلق جي زيارتگاهہ بڻجي وئي.

## درويش آلو مجذوب

هيءُ هڪ مجذوب مطلق ۽ عارف بالله هو. اصل هندوستان جو هو، پر سنڌ ۾ اچي نڪتو. ماٺ ڪيو گهمندو ڦرندو رهندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ڪو حرف ڳالهائيندو هو تہ اهو سمجھ ۾ هرگز نہ ايندو هو. ۽ جهنگن ۾ وڃي، ڪانئن ۽ ڪانن جون پريون ڪٽي آڻي ماڻهن کي ڏيندو هو. هن جي ذريعي ڪيترائي ماڻهو پنهنجا مقصد حاصل ڪندا هئا. سندس مزار سانگره درياءَ جي ڪناري تي آهي.

## شيخ ڦتو

هيءُ نصرپور جي زميندارن جي پانيري قبيلہ مان هو. شهر کان اوپر طرف هڪ ميل پنڌ تي مدفون آهي. سندس قبر خلق جي زيارتگاهہ آهي.

## شيخ واهڻ

هيءُ صاحب عرفان. شيخ ڪامل هو. سندس مزار، نصرپور شهر کان ٻن ميلن جي پنڌ تي ڳوٺ بڪيره ۾ آهي.

## مخدوم سرهو

هيءُ زميندارن ۾ برگزيده بزرگ ۽ اهل عرفان هو، سندس مزار نصرپور کان ٻن ميلن جي پنڌ تي اوپر طرف خلق جي زيارتگاهہ آهي.

## سيد ابن شاهه بخاري

هيءُ پنهنجي ڳوٺ ڪان هڪ ميل پري مشهور ٽڪريءَ تي آرامي آهي. سندس مزار حاجتمندن جي زيارتگاهه آهي.

## ملا ساند

هيءُ مشهور بزرگ هو. سندس مدفن سڪرنڊ ڊيڙي جي ويجهو آهي، سندس نالي ڪافي وسيع زمين آهي. سندس اولاد به ڪافي آهي.

## سيد عبداللطيف حسني

هيءُ قديم بزرگن مان آهي. نصرپور ڪان ٻاهر سندن قبرستان عليحده آهي. سندس اولاد ڪافي آهي، جيڪي ڳوٺ گجڻ ۾ رهندڙ آهن ۽ ڪجهه اتان هليا ويا آهن.

## شيخ طاهر اڏيرو لال

هيءُ قديم بزرگن مان هو. پنهنجي وقت جو نادر ۽ عجيب نموني جو سالڪ هو. هندو کيس اڏيرو لال سڏيندا آهن. ارادتمند هتڻ سبب وٽس وڏو ميلو لڳائيندا آهن. هندو زالون به ميلي ۾ شريڪ ٿينديون آهن.

چيو ٿو وڃي ته هڪ ڏينهن شروعات ۾ هڪ مست اُٺ ڊوڙندو سندس جهوپڙي وٽ آيو، اها جهوپڙي رڻ پٽ ۾ هئي. جيئن ته ذات حق، جتي ڪٿي ۽ ڪل مخلوقات ۾ موجود آهي. تنهن ڪري شيخ انهيءَ اُٺ کي حقيقت جي اک سان ڏسي، جيڪو پاڻڙو اڳيان رکيل هو، سو جذب جي حالت ۾ اُٺ جي اڳيان رکي چيائين ته خدا تعاليٰ توکي هن مسڪين ٻانهي جو مهمان فرمايو آهي. هاڻي جيڪي به حاضر آهي، سو کاءُ! اُٺ ٿهيل هو، سو وٺي پڳو. پوءِ درويش پاڻڙو مٽي تي ڪٽي، اُٺ جي پنيان ڊوڙندو. ائين چوندو رهيو. انهيءَ عمل جي ڪري وڃي وڏي مرتبي تي پهتو.

## مخدوم ساهڙ لنجار

هيءُ انڙپور جو رهندڙ هو. سندس مدفن نصرپور جي قريب چشمي وٽ آهي. پنهنجي وقت جو برگزيده احرار ۽ ابرار مان هو. سارو وقت عبادت ۽ وظيفن ۾ گذاريندو هو. سندس مجلس ۾ دنيا جون ڳالهيون هرگز ڪون ٿينديون هيون. جنهن تي به پنهنجي روحاني توجه جي نظر ڪندو هو. اهو ولايت جي مرتبي تي پهچندو هو. اهل بيت جي تمام ڏاڍي عزت ۽ احترام ڪندو هو. جڏهن به متعلوي جي ڳوٺ ۾ ويندو هو، پنهنجا پير ڊگها نه ڪندو هو. چوندو هو ته هر طرف سادات جا گهرَ آهن. ادب جي تقاضا آهي ته اوڏانهن آءُ پنهنجا پير ڊگها نه ڪريان.

سندس قول آهي تہ مون پنهنجي مرشد کان ٻڌو تہ جنهن شخص ۾ ٽي خصلتون هجن انهيءَ سان مجلس ڪندا ڪريو ۽ اهوئي اوهان جو پير بہ آهي: 1- جنهن جي اڳيان ويهو تہ اوهان کي خدا ياد اچي2- ٻيو جيڪو ڪجهہ چوي تہ اوهان جي دل ان کان مطمئن ٿئي. 3- ٽيون جنهن جي مجلس جي جدائي اوهان کي دشوار لڳي.

## مخدوم حسام الدين

هيءَ پنهنجي وقت جو باڪمال بزرگ ۽ شريعت جو سخت پابند هو. مير عبدالقادر حديقة الاولياءِ ۾ لکي ٿو تہ سفر دوران جنهن ڳوٺ ۾ باشرع ماڻهو نہ هوندا هئا، انهيءَ ۾ هرگز داخل نہ ٿيندو هو. اڪثر وقت الله جي عبادت ڪرڻ ۽ طلباء جي تربيت ڪرڻ ۾ مصروف رهندو هو.

سندس مدفن ڳوٺ حسام پور ۾ آهي، جيڪو ملتان جي حدن ۾ آهي.

## شيخ ڪبير عارف بالله سفيان يمني

هيءُ هڪ ڪامل ۽ يقين جو راهي واصل بزرگ هو. امر ۽ نهيءَ جو خاص خيال رکندو هو ۽ دين کي قائم رکڻ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو.

## احمد غيلان جڪي

ان کان نقل آهي تہ قلبي ذڪر حضور حق ۽ خلق کان بي رغبتي سان مضبوط ٿيندو آهي. ذڪر روحي، حضور حق جو غلبو آهي. نسبت خلق جي رغبت ۽ ذڪر سري، هي آهي تہ نامراد حضوري ۾ بہ غير حضور رهندو آهي ۽ ذڪر خفي هيءُ آهي تہ مخفي هجي ۽ روح ۽ وجود هڪ ٿي راز ۽ ڳجهہ ۾ هجن.

**پورو ٿيو**

# معيارِ سالڪان طريقت

پير حسام الدين راشدي مرحوم، تحفة الڪرام جي شروع ۾ مير علي شير قانع جي سوانح معيارِ سالڪان طريقت جي قلمي نسخي متعلق لکي ٿو:

”خوش قسمتيءَ سبب، هن قيمتي ڪتاب جو هڪ خوشخط نسخو برٽش ميوزم (589-ADD.21) ۾ موجود آهي. جيڪو 1246ھ ۾ مرحوم مير مراد علي خان ٽالپر پنهنجي لاءِ لکرايو هو. انهيءَ تان 'مئڪرو فلم' نقل راقم الحروف تيار ڪرائي پاڻ وٽ محفوظ ڪيو آهي.“

محترم ڊاڪٽر نواز علي شوق معيارِ سالڪان طريقت جي قلمي نسخي جو عڪس بيت الحڪمت ڪراچي کي تحفة طور ڏنو. يقيناً اها ڪاپي انهيءَ نسخي جي ٿي هئي جنهن جو ذڪر پير حسام الدين راشدي مرحوم ڪيو آهي، ڇو جو ان جو تعارف لکندي ڊاڪٽر سيد خضر نوشاهي رقم طراز آهي ته: هي نسخو برٽش ميوزم لنڊن ۾ شماره (ADD .21، 589) ۾ محفوظ آهي.

هي نسخو قانع جي وفات 1203ھ کان 45 سال پوءِ 1248ھ ۾ مير مراد علي ٽالپر جي حڪم تي نقل ڪيو ويو. ڪتاب جي نالي ”معيارِ سالڪان طريقت“ مان تصنيف جو سال 1202ھ نڪري ٿو. ڊاڪٽر خضر نوشاهي صاحب انهيءَ نسخي کي فارسيءَ ۾ ئي مرتب ڪيو. سندس ڪاوش جي مڃتا طور ڪيس ڊاڪٽريٽ جي ڊگري ڏني وئي. ڊاڪٽر صاحب ان کان علاوه به ڪيترائي علمي ادبي ڪم احسن طريقي سان سرانجام ڏئي چڪو آهي.

همدرد يونيورسٽي جي شعبہ قلمي نوادرات جي انچارج مولانا عبدالحميد قلندراني جي ذريعي ڊائريڪٽر ريسرچ حڪيم نعيم الدين زبيري سان ملاقات ٿي، ڪيس جڏهن بنده جي ڇپايل ڪتابن جي خبر پئي، جيڪي همدرد يونيورسٽي جي ڪتبخاني لاءِ ڏنا ويا هئا ته پاڻ ڪمال محبت جو اظهار ڪيائون. بنده کي نه رڳو ڪجهه ڪتاب تحفي طور ڏيڻ لاءِ منظور ڪيائون بلڪ ”معيارِ سالڪان طريقت“ جي ذڪر ڪيل نسخي جو عڪس پڻ عنايت ڪيائون. جنهن کي ڏسندي بي اختيار لفظ وات مان نڪتا ته ”هن جو ته سنڌي ترجمو اچڻ کپي.“ جنهن تي زبيري صاحب همٿايو. پر بنده ان ڪم لاءِ ڪانئس تحريري اجازت نامو گهريو، ڇوڻ جي دير هئي چند گهڙين ۾ آفيس پيڊ تي صحيح سان اهو به عنايت ڪيو ويو.

انهيءَ جو ذڪر جڏهن علم دوست ڊاڪٽر عبدالغفار سومري صاحب سان ڪيم ته پاڻ ”معيار سالڪان طريقت“ جو هڪ نامڪمل نسخو بنده کي عنايت ڪيائون. ترجمي وقت انهن ٻن نسخن کان سواءِ ڊاڪٽر خضر نوشاهي جي ايڊٽ ڪيل فارسي ڇاپي نسخي کي استفاده حاصل ڪرڻ لاءِ پڻ سامهون رکيو ويو جنهن لاءِ اسين سندس ٿورائتا آهيون.

_ مخدوم سليم الله صديقي

